# ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا

تحقيق ۽ تصنيف

خيرمحمد ٻرڙو سيوهاڻي

مراد پبليڪيشنز سيوهڻ شريف

وَجَعَلنَاكُم شُعُوبًا وَقَبَائِلَ لِتَعَارَفُوا

۽ توهان کي ڪڙم ۽ قبيلا ڪري پيدا ڪيو، ان لاءِ تہ توهان هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهو.

---

# ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا

## (لغات)

### قومن، قبيلن، ذاتين ۽ پاڙن جو احوال


تحقيق ۽ تصنيف

**خير محمد ٻُرڙو سيوهاڻي**

نظرثاني

**شيخ محمد اسماعيل (مرحوم)**



**مراد پبليڪيشنز، سيوهڻ**

2005ع

| | | |
|---|---|---|
| كتاب جو نالو | : | ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا |
| تحقيق ۽ تصنيف | : | خير محمد ٻرڙو سيوهاڻي |
| نظرثاني | : | شيخ محمد اسماعيل (مرحوم) |
| ڪمپوزنگ | : | سخاوت علي ۽ شوڪت علي جتوئي _03003067747 |
| ٽائيٽل | : | اسدالله ڀٽو |
| پبلشر | : | مراد پبليڪيشنز. قاضي محلو سيوهڻ شريف |
| پرنٽرز | . | يادگار پرنٽنگ پريس حيدرآباد. |
| تعداد | : | پنج سو |
| سال | : | 2005ع |
| ڇاپو | | پهريون |
| قيمت | | 800/- روپيا |

**Zatian Ji Encyclopaedia**

| | | |
|---|---|---|
| Researched & Compiled by | : | Kair Mohammad Buriro Sewhani |
| Revised by | : | Shaikh Mohammad Ismail (Late) |
| Composing | : | Sakhawat Ali & Shoukat Ali Jatoi |
| Title | : | Asadullah Bhutto |
| Publisher | : | Murad Publications, Qazi Mohalla Sewhan Sharif |
| Printers | : | Yadgar Printing Press Hyderabad. |
| Edition | : | First |
| Year | : | 2005 |
| Quantity | : | 500 |
| Price | : | 800/- |

# انتساب

**حڪيم مخدوم محمد مراد صديقي** مرحوم جي نالي، جنهن پنهنجي سڄي زندگي انسان ذات جي خدمت لاءِ وقف ڪئي.

# پبلشر نوٽ

محترم خير محمد برڙو، منهنجي والد بزرگوار حڪيم مخدوم محمد مراد مرحوم جو دست راس ۽ صلاحڪار ٿي رهيو آهي. انهيءَ سبب پاڻ منهنجي لاءِ قابل احترام آهي ۽ سندس درجو مقام منهنجي چاچي ۽ وڏي ڀاءُ وارو آهي. منهنجو شفيق بابا ڪيس محبت مان ميان خير محمد ڪري پڪاريندو هيو ۽ منهنجو چاچو محترم ڊاڪٽر مخدوم محمد معين الدين ڪيس بابا جي مشير ۽ اسان جي مسجد جي پيش امامي جي ڪري ڪيس مشير + پيش امام = مشير پيش امام چوندو آهي. محترم ميان خير محمد نهايت شريف. ڪم گو ۽ هميشہ مسڪرائيندو رهندو آهي. رب سائين ڪيس سدائين خوش آباد رکي. پاڻ نهايت محنتي Selfmade انسان آهي. سندس هي تحقيق قابل تحسين آهي. پاڻ انهي سلسلي ۾ مختلف شهرن ڏانهن بہ عازم سفر رهيو آهي ۽ اسان جي خانداني ۽ وسيع ڪتب خاني مان بہ استفادو حاصل ڪيو آهي. سندس تحقيق و تصنيف جو سلسلو جاري آهي. انشا الله ادارو سندس اهي تحقيقون شايع ڪرائيندو.

محترم خير محمد برڙي صاحب جي تحقيق جي معاونت ۾ محترم برادرم مثل ابي حڪيم مخدوم محمد نصير الدين جو نهايت ٿورائتو آهيان جو پاڻ ڪيس اهم معلومات فراهم ڪندا رهيا آهن. الله تعاليٰ ڪين جزاءِ خير عطا فرمائين.

مان انهن صاحبن جو ٿورائتو رهندس جيڪي هن ڪتاب جي باري ۾ مثبت تنقيد تحرير ڪري موڪليندا ۽ ڪتاب ۾ جيڪي غلطيون هجن تہ معاف ڪندا. انشاءَ الله ٻئي ايڊيشن ۾ انهيءَ ڳالهہ جو خاص خيال رکيو ويندو. مون کي اميد آهي تہ هيءُ ڪتاب قارئين کي مفيد معلومات فراهم ڪندو ۽ محققن لاءِ اهم دستاويز ثابت ٿيندو.

خادم الناس

**حڪيم محمد حسن يوسف صديقي**

**خاڪپاءِ حڪيم مخدوم محمد مراد صديقي نور الله مرقده.**

قاضي محلو سيوهڻ شريف، دادو سنڌ.

10-11-2004

# تاريخ جو اڀياس

تاريخ گذريل تهذيبن جي علم کي چئجي ٿو. جنهن مان هر قوم جي ماضيءَ جا سمورا واقعا، موجوده حالتون ۽ ايندڙ وقت جي حالتن جي ڄاڻ پوي ٿي. انساني سماج جي بهترين ناهه نوهه. جوڙجڪ لاءِ تاريخ جو اڀياس ڪرڻ هڪ آئيني جي مثل آهي. تاريخ اسان کي پڪن دليلن، مشاهدن ۽ منطقي اصولن ذريعي ڄاڻ ڏيندي آهي ته دنيا ۾ ڇا هي ڇو ۽ ڪيئن ٿيو؟

تاريخ جا ماهر اهڙن واقعن ۽ ڦيرين گهيرين ۾ گهري دلچسپي رکن ٿا. قومن جي ترقي ۽ زوال جا سڀ راز تاريخ پاڻ وٽ سانديو رکندي آهي. جهڙوڪ: اسان جي هن سر زمين تي ڪيتريون ئي قومون آباد ٿيون، ختم ٿيون ۽ موجود به آهن. اهي قومون ڪٿان آيون، ڇو آيون ۽ هتي ڇو آباد ٿيون؟ ڌارين هن سرزمين تي ڇو ڪاهون ڪيون، انهن هتان جي ماڻهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو. اهڙن سوالن جا جواب اسان کي صرف تاريخ جي جائزي ۽ اڀياس مان ملندا.

اها حقيقت آهي ته موجوده حالتون گذريل حالتن جو نتيجو آهن. جن جو تسلسل زماني نهڻ کان وٺي جاري آهي. جنهن مان هر دؤر جا انسان اسان جا ابا ڏاڏا. دنيا جا حاڪم ٿي گذريا آهن. دنيا ۾ انقلابن پنيان انقلاب، سڌارا ۽ برباديون آيون آهن. جيڪي لامحدود زماني کان وٺي اڄ تائين هلنديون اچن ٿيون.

مستقبل جون حالتون وري موجوده حالتن مان پيدا ٿينديون. اهو قدرتي نظام ماضي، حال (موجوده) ۽ مستقبل تي نظر رکندو اچي ٿو. جنهن ڪري هر انسان ان مان متاثر ٿئي ٿو. اهڙن تاريخي لاهن چاڙهن سبب دنيا جي تختي تي پنهنجي ڄاڻ سڃاڻ لاءِ ذاتيون، گروهه، قومون، ڳوٺ ۽ شهر آباد ٿيا. انهن مان ڪافي برباد ۽ تباهه ٿيا ته ڪي اڄان موجود آهن. انهن سڀني لاهن چاڙهن جي خبر اسان کي تاريخي مطالعي مان پوي ٿي. ڳويا ڪ تاريخ جو مطالعو اسان جي زندگي جو هڪ بهترين چڪر آهي. جنهن ڪري هزارن سالن جا پراڻا واقعا هڪ ننڍڙي تاريخي مطالعي مان حاصل ڪري سگهجن ٿا. اگر اسان وٽ تاريخي مواد يا مطالعو نه هجي ته هوند اسان کي ماضي، حال ۽ مستقبل جي ڪابه خبر نه پوندي. ان مان ثابت آهي ته انسان ۽ سماج جي ترقي جو راز تاريخ جي مطالعي ڪرڻ سان وابسته آهي. جنهن مان اسين دانائي ۽ ترقي ماڻي سگهون ٿا. پر ٿوري غلطي ۽ غفلت ڪرڻ سان برباد به ٿي سگهون ٿا. انهن سڀني ڳالهين جو راز تاريخ جي اڀياس ۾ شامل آهي. جنهن آڌار تي آئنده جو مستقبل موجارو ٿي سگهي ٿو.

هي ڪتاب ذاتين، قومن، قبيلن ۽ پاڙن وغيره بابت لکيل آهي، ان لاءِ تاريخ جو اڀياس ۽ ڄاڻ تمام ضروري آهي، جنهن سبب تاريخ جي اڀياس متعلق ڪجهه لفظ ڪنيا ويا آهن ته جيئن پڙهندڙن کي ماضي، حال ۽ مستقبل جي ڪجهه ڄاڻ حاصل هجي.

# ذاتين بابت ڪجهہ اصطلاح

ذاتيون تمام گهڻيون آهن. انهن تي علائقائي اثر بہ تمام گهڻا آهن. مذهب، قوم ۽ علائقي جي حساب سان انهن لاءِ خاص اصطلاح آهن، جن کي سمجهڻ تمام ضروري آهي. ڪجهہ اصطلاح هيٺ ڏجن ٿا:

(1) **قوم:** قوم مان مفهوم ساڳي نسل، ذات، زبان ۽ مذهب سان واسطو رکندڙ ماڻهن جو آهي. مثال طور: بلوچ قوم، پٺاڻ قوم ۽ هندو قوم وغيره. پوءِ اهي ڪنهن علائقي جي پٺيان ڇو نہ مشهور هجن جهڙوڪ سنڌي، مڪراني ۽ بلوچي وغيره.

(2) **قبيلو:** (گوت) ساڳي قوم ڪجهہ حصن ۾ ورهايل هوندي آهي. جنهن کي قبيلا چون ٿا. اهي قبيلا پاڙن جي مدد سان نهندا آهن ۽ ڪن حالتن ۾ پاڙن ۾ ورهائجي ويندا آهن.

(3) **پاڙو:** قوم، قبيلن ۽ ذاتين ۾ پنهنجي پيءُ، ڏاڏي يا ان نسل سان واسطو رکندڙ فردن جي نسبت سان ڪن حصن ۾ ورهايل هوندي آهي، جنهن کي "پاڙو" چون ٿا. مثال: ڏاڏي جو نالو حبيب آهي تہ پٽ يا پوٽن پاڻ کي "حبيباڻي" سڏايو. دودي جي اولاد کي "دوداڻي" چون ٿا.

(4) **اوڙڪ:** اوڙڪ لفظ خاص طرح بروهي قوم وارا استعمال ڪندا آهن. جنهن جو مفهوم بہ پاڙو آهي.

(5) **تَڪَ:** هن جو مفهوم، پاڙي ۽ قريءَ جهڙو آهي. اڪثر ڪري بروهي قوم وارن وٽ مروج آهي.

(6) **بولڪ:** بلوچي اصطلاح آهي. جنهن جي معنيٰ آهي: "جهوپڙي". بولڪ جو مفهوم آهي جهوپڙيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو. مثال طور مير چاڪر خان سان 40 بولڪ شامل هئا. يعني چاليهہ جهوپڙين وارا ماڻهو شامل هئا.

(7) **زئي:** زئي جو مقصد پاڙو ۽ قبيلو آهي. پٺاڻ، بروهي ۽ بلوچ قومن وارا پنهنجي ذات، پاڙي يا قبيلي جي پٺيان، زئي، لفظ لڳائيندا آهن. مثال طور: عالم +زئي = عالم زئي. اچڪ + زئي= اچڪزئي وغيره.

(8) **خيل:** اڪثر ڪري پٺاڻ ۽ بروهي پاڙي جي مفهوم لاءِ ذات، قبيلي يا پاڙي جي پٺيان خيل جو اضافو ڪندا آهن. مثال طور: دائود + خيل = دائود خيل، عمر + خيل = عمر خيل وغيره.

(9) **تُمن:** لفظ اصل ۾ "تومن" ۽ "تومان" آهي جنهن جو استعمال مغل ڪندا هئا. هن وقت بلوچن جو عام اصطلاح آهي، جيڪي قبيلي جي حصن ۽ پاڙن لاءِ استعمال ڪن ٿا. انهن جي اڳواڻن کي "تمندار" چون ٿا. تمندار گوٺ يا پاڙي جو چڱو مڙس هوندو آهي. هي اصطلاح اڪثر ڪري فارسي زبان وارا ڪتب آڻيندا آهن.

(10) **شاخ:** عام طرح قبيلا ۽ پاڙا وڌندا رهن ٿا. ڪنهن حد تي پهچي اهي وڌيڪ حصن ۾ تقسيم ٿين ٿا

جن کي عام اصطلاح ۾ شاخ يا "ڦري" چون ٿا.

(11) **ڦـري:** پاڙا وڏيڪ حصن ۾ ورهائجن ٿا. جن کي شاخ، ڦري يا فرقو چون ٿا. هيءُ اصطلاح اتر طرف استعمال ٿئي ٿو.

(12) **وراڻي:** هيءُ اصطلاح خاص طرح لسبيلي طرف استعمال هيٺ آهي، جنهن جو مقصد پاڙو آهي. وڏي جي پنيان يا پنهنجي پٽن پنيان پاڙن جا نالا رکجن ته ان کي "وراڻي" چون ٿا. مثال پيءُ جو نالو عاقل ته پاڙو "عاقلاڻي". پٽ جو نالو الهداد ته پاڙو "الهداداڻي".

(13) **لَڙهي:** ڪنهن خاندان، ڪٽنب، ڳوٺ يا وڏي جي پنيان جيڪو، پاڙن ۽ قبيلن جو سلسلو هلي ٿو ان کي لڙهي چون ٿا. مثال: ملوڪ جو پٽ منو آهي ته ان جو اولاد "مناڻي" چوائي ٿو.

(14) **ورن:** هي اصطلاح خاص طور ذات لاءِ ڪتب ايندو آهي، نهايت پراڻو اصطلاح آهي جنهن کي راجپوت ۽ هندو استعمال ڪندا هئا. مثال: برهمڻ قوم پنجن ورنن ۾ ورهايل آهي.

(15) **ڪُلَ:** هيءُ اصطلاح به نهايت آڳاٽو آهي، جنهن کي راجپوت، هندو ۽ سما استعمال ڪندا هئا. جنهن جو مفهوم ذات، خاندان ۽ نسل جهڙو آهي. مثال: سومرا، راجپوت ڪُل مان آهن، سميجا، سما "ڪُل" مان آهن. ڪُلَ لفظ پراڪرت ۽ سنسڪرت جو آهي.

(16) **نُکَ:** هي اصطلاح به پراڻو آهي جيڪو راجپوتن جي وقت ۾ استعمال ٿيندو هو ۽ اڃا به استعمال هيٺ آهي. مثال: سوڍا ۽ سولنڪي، راجپوت "نُکَ" مان آهن.

(17) **آکَهَ:** نسل، پاڙي ۽ ڪٽنب جي مفهوم ۾ استعمال ٿئي ٿو. گھڻو ڪري پراڻا مسلمان ۽ هندو استعمال ڪن ٿا. مثال: آڏواڻي ۽ عامل سيوهڻ ۽ خدا آباد جي هندو آکهن مان آهن.

(18) **ڪُڙم:** نهايت پراڻو اصطلاح آهي، جيڪو آکه، قبيلي ۽ ڪٽنب جي مفهوم ۾ استعمال ٿئي ٿو.

(19) **ڪٽنب:** عام مروج اصطلاح آهي، جيڪو آکه، گهر ڌڻين ۽ ذات جي مفهوم ۾ استعمال ٿئي ٿو.

(20) **پال:** هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ ۽ مفهوم آهي وڏو پاڙو (قبيلو)

(21) **گوت:** هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ ۽ مفهوم آهي ننڍو پاڙو (قبيلچه)

(22) **وٽ:** لاڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو پاڙي ۽ لڙهي (موري) جي مفهوم ۾ ڪتب ايندو آهي.

(23) **پريچه:** عام طرح هندو استعمال ڪن ٿا. هن جو مفهوم پاڙي جهڙو آهي.

مٿين اصطلاحن کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي اصطلاح آهن جن جو واسطو به انسان ذات جي پاڙن ۽ قسلن سان آهي،

# ذات پات، سماج، ڪٽنب ۽ قبيلا

شروع شروع ۾ انسان جانورن وانگر زندگي گذاريندو هو. آهستي آهستي ان ۾ سجاڳي ايندي ويئي ۽ هو پاڻ ۾ گڏجي رهڻ لڳا. جنهن ڪري سماج، ڪٽنب ۽ قبيلن جو بنياد پيو. ڪٽنب، سماج جو هڪ بنيادي ايڪو آهي، جنهن ۾ انسان پرورش وٺي ٿو، ترقي ماڻي ٿو. جنهن مان وري برادري ۽ قبيلا پيدا ٿين ٿا. قبيلن ۾ آڪهون ۽ برادريون ملي سماج اندر مٽي مائٽي پيدا ڪن ٿيون. هڪ نسل اندر مٽي مائٽي پيدا ڪن ٿيون. هڪ نسل هڪ مذهب ۽ هڪ ٻوليءَ سان تعلق رهي ٿو.

انسان جو انسان کي، قبيلي جو قبيلي کي متعارف ڪرائڻ لاءِ الله تعاليٰ ذات، قوم، خاندان ۽ نسل کي جدا جدا نالن رکڻ جو هوش عطا ڪيو. قرآن شريف جي صورت، الحجرات (49) ۾ فرمان رباني آهي ته: وَجَعَلنَاكُم شُعُوبًا وَقَبَائِلَ لِتَعَارَفُوا (13) اسان قبيلا، برادريون پيدا ڪيون ته جيئن توهان هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهو. ذات، عربي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي قوم، خاندان، نسل، ڪٽنب يا برادري. حقيقت ۾ سڄي نسل جو ابو حضرت آدم عليہ والسلام آهي، ان ڪري اسلام ۾ سڀ ذاتيون برابر آهن. ڪا به ذات هڪ ٻئي کان بهتر نه آهي. زماني جا ماڻهو رڳو پنهنجي ناموس ۽ وڏائيءَ خاطر ذاتيات جي بنياد تي هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ۾ آهن. ڪير به ڪنهن کي پاڻ جهڙو نه ٿو سمجهي، جيڪا ڳالهه بلڪل اسلام ۽ مذهب جي خلاف آهي.

**ساراهيان سچو ڌڻي، جو مالڪ آهي ملڪن،**
**ٻيو منو محمد مصطفيٰ، جو سردار آهي سين،**
**ملڪ گهميس منهنجا پريس، چلي چئني طرفن،**
**قومون ڏنم ڪيتريون، ڪي ذاتيون مٽي زمن.**

هتي هن ڪتاب لکڻ جي مراد سنڌ ۾ آباد ٿيل ذاتين متعلق آهي، انهن ذاتين مان ڪي ذاتيون آباد آهن، ڪي لڏي ويون آهن، ڪي ٻاهران لڏي آيون آهن ته ڪي وري برباد ٿي ويون آهن، جن جو هن وقت ڪو به نشان نه آهي. ڪي اهڙيون ذاتيون آهن جي ٻين ذاتين سان ملي جلي پنهنجي اصليت وڃائي وينيون آهن ته ڪي وري پاڙن، ڏنڌن ڪرتين ۽ وڏڙن جي نالن پٺيان پيون. ڪي پنهنجي ڳوٺ شهر يا علائقي جي پٺيان سڏجن ٿيون. ڪي ذاتيون اهڙيون آهن جيڪي ذات جي پٺيان سڏجن ٿيون ته اهي ساڳيون ذاتيون پاڙن ۾ پڻ نظر اينديون آهن.

ذات پات. رنگ نسل ۽ برادري جي هن پرچار، رگ ويد جي زماني. آرين جي زماني ۽ منوشاستر جي زماني کان زور ورتو. رگ ويد جي زماني ۾ (1) برهما (پنڊت) (2) راجينا (راجڪمار. سيناپتي) (3) ويسيا (عوام) ۽ (4) شودار (نيچ يا غلام) جو ذڪر ملي ٿو. آرين هند سنڌ ۾ اچڻ شرط رنگ ۽ نسل جو بنياد وڌو. جنهن کي اهي "ورنا" سڏيندا هئا. جنهن سبب سنڌ ۾ بہ چئن ذاتين جي پرچار زور ورتو. منو شاستر جيڪو آرين جو هڪ وڏو قانوندان ۽ عالم هو. ان هندن کي چئن ذاتين ۾ ورهايو.

(1) برهمڻ: (پوڄاري).

(2) کتري : (وڙهڻ وارا).

(3) ويش : (محنت مزدوري ڪرڻ وارا).

(4) شودر : (گهٽ ذات وارا خدمتگار).

برهمڻ جڏهن ڏٺو تہ آريا قديم سنڌين جي خيالن کي متائي نہ ٿا سگهن تہ هنن آريائي خون جي پرداخت ڪرڻ لاءِ ذاتين جو قانون رائج ڪيو. اهڙي طرح گذريل ڪجهہ هزار سالن کان سنڌ جي معاشي. سماجي ۽ معاشرتي نظام جو بنياد ذات تي رکيو ويو.

سنڌ جي قديمي تاريخ ۽ تمدن مان معلوم ٿو ٿئي تہ سنڌو ندي جو ڪنارو، سيوهڻ، منڇر. نئينگ شريف. آمريءَ جو دڙو، موهن جو دڙو وغيره اصل قومن ۽ ذاتين جا خاص مرڪز هئا. جتي سنتال. ڀيل، ميد. شڪاري، بينا، شاڪ، مينا نابمينا آباد هئا، جن جو ڪم مڇي مارڻ ۽ کيتي ڪرڻ هو. جن جا اوزار پٿر جا هئا. جن سان شڪار ڪندا هئا. شايد اهي ماٺهو دراوڙ قوم جا هئا. پوءِ اهي دراوڙ. سميري، ياني. آشور، واهيڪي، ناگا ۽ داس سڏجڻ لڳا. ڪن جي راءِ آهي تہ سنڌ جا اصل وارث بروهي. ماڇي. ميربحر ۽ جت آهن. جن کي گهڻو اڳ ميد. معاشي ۽ جاٽ (زط) چيو ويندو هو.

ميد مان ڦري مير بحر، ملاح ۽ مهاڻو ٿيو. معاشيءَ مان ڦري ماڇي ٿيو. چاڪاڻ تہ سندن گذر سفر مڇي مارڻ تي هو. هنن کي شڪار ڪرڻ وارا (شڪاري) پڻ چوندا هئا. جاٽ مان ڦري جت ٿيا. جو هو سامان ڍوئيندڙ هئا. ميد اهي ساڳيا مير بحر (قزاق) هئا. جيڪي سرانديپ جي جهازن کي ديبل وٽ ڦريندا هئا.

سنڌ جي ذاتين تي بلوچستان، مڪران، لسبيلي، مارواڙ، ڪاٺياواڙ. ڪڇ ڀڄ ۽ پنجاب جي ماڻهن جي لڏ پلاڻ جو تمام گهڻو اثر پيو آهي. مثال طور: سنڌ ۾ جت کي "جت" پنجاب ۾ "جاٽ"، بلوچستان ۽ مڪران ۾ "جدگال" چون ٿا. علائقي جي لحاظ کان. ڪي جت باربرداري جو ڪم ڪن ٿا. تہ ڪي وري واپاري آهن تہ ڪي اٺ چارين ۽ پالين تہ ڪي وري زراعت ڪن ٿا. جتن جي ذاتين جهڙا مثال ٻين ذاتين لاءِ پڻ ملن ٿا. پراڻين ذاتين مان هڪ ذات "راجپوت" پڻ آهي، جيڪا سنڌ جي ذاتين سان وابستہ آهي. جنهن مان ٻيون

ڪافي ذاتيون پيدا ٿيون آهن. هن وقت سنڌ ۾ جت، ميد ۽ راجپوت نسل واريون قومون ۽ ذاتيون جيڪڏهن نسلي اعتبار کان نہ تڏهن بہ تمدني اعتبار کان، گهڻي کان گهڻي هڪجهڙائي رکن ٿيون.

سنڌ جون اهي اصلي سنڌي ذاتيون (Son of Soil) پنهنجي ريتن رسمن، کاڌ خوراڪ، لباس، اٿڻ ويهڻ، شڪل شبيهہ، هڏ ڪاٺ، ڏنڌي ڌاڙي، ٻولي، مذهب، معاشرتي، سماجي، معاشي ۽ تمدني هڪجهڙائي ڪري، "سماٽ" سڏجن ٿيون. اهڙين سماٽ قومن کي "چام" يا "چاموٽ" پڻ چيو وڃي ٿو. جيڪي قومون ٻاهرين ملڪن، خطن مان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيون آهن، اهي غير سماٽ قومون سڏجن ٿيون. پر سَماٽ ۽ غير سماٽ قومون پاڻ ۾ نسلي ميلاپ ۽ شادين مرادين ڪرڻ ڪري هڪ ٻئي کي تمام ويجهيون ٿي ويون آهن. اهڙين سماٽ ۽ غير سماٽ قومن ۾ راجپوت، سومرا، سما، جت، لاکا، ٻـرڙا، مڪراني، لوهاڻي، ملڪ، خاصخيلي، قريشي، بلوچ، سوڍا، سهتا، راٺوڙ، مغل، انصاري، صديقي، فاروقي، سيد، ڪلهوڙا، عباسي، پنهور، چنا ۽ شيخ نهايت مشهور آهن.

هن ڪتاب لکڻ مان مراد سنڌ يا سنڌ کان ٻاهر رهندڙ ذاتين جي آهي، پوءِ اهي سماٽ هجن يا غير سماٽ هجن. مسلمان هجن يا ڪنهن ٻئي مذهب وارا هجن. سنڌي هجن يا بلوچ هجن. انهن ذاتين جي ڏسٽي الف- ب وار پيش ڪجي ٿي تہ جيئن پڙهندڙن کي لغات وانگر ڪنهن بہ ذات کي ڳولڻ ۾ ڪا دقت پيش نہ اچي. انهن ذاتين مان ڪافي ذاتيون يا قومون اهڙيون آهن. جن سنڌ تي حڪومت يا سرداري پڻ ڪئي آهي. مثال طور: سما قوم سنڌ تي ڏيڍ صدي کان وڌيڪ حڪومت ڪئي آهي. راجپوت قوم سڄي سنڌ تي قابض هئي. سومرا سنڌ جا وارث ۽ سردار هئا. جن جي تباهي سمن ڄامن هٿان ٿي. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن سنڌ تي حڪومت ڪئي. انڙ قوم بہ ڪن حالتن ۾ حڪومت ۾ ڀاڱي ڀائيوار هئي. ماڇي بہ هڪ خاص خطي جا سردار ۽ حاڪم هئا. هنن مالوه، سوراشٽر (گجرات) ڪوڪن ۽ سنڌ ۾ "ماٿڪ" رياست تي حڪومت ڪئي هئي. ان کان سواءِ ڄامن، چاموٽن، لاکن، چَنن چانڊين، سهتن، سيدن ۽ مغلن وغيره جي پڻ سنڌ تي حاڪميت رهي آهي. خاصخيلي قوم پڻ انهن حاڪمن وٽ اعليٰ مقام رکندي هئي، چاڪاڻ تہ هي فوجي زندگي سان وابستہ هوندا هئا جن کي بعد ۾ سر سپاهہ، سرخيل، خاص خيل ۽ مؤمن جي لقب سان نوازيو ويو.

**ساراهيان سچو ڌڻي، مالڪ آهي مختار،**
**پيدا ڪيائين پاڻي منجهان، بندا بيشمار،**
**ڪنهن کي طاقت ناهہ ڪا، سگهي ڪري شمار،**
**طاقت آهہ پنهنجي، ڪيان الله توهار،**
**ذاتيون ڳڻجن پيون اتي، جيڪي آيون منجهہ پچار،**

پهرين ذات سچي سيد جي، سونهن پريو سردار،
ٻــي ذات قريــش جــي، بيشــڪ آهــن قربــدار،
ٽــي ذات بلـــوچ جـــي، خلقـــي خلقٺهـــار.

آءٌ هڪڙو ادنيٰ غلام سيوهڻ جي ڌرتيءَ جو ڄائو، سنڌ حڪومت ۾ ملازم آهيان. ملازمت جي ناتي سان مون کي سنڌ جي حصن يعني ٿر، نارا ۽ ڪوهستان جي هر نندي ۽ وڏي ڳوٺ ۾ وڃڻ ٿيو ۽ اتان جي ماڻهن سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. جنهن سبب سنڌ جي ماڻهن سان روبرو ملاقات ڪري گهرائپ ٿي ۽ مون کي ذاتين جي تحقيق ڪرڻ ۽ ڪتاب لکڻ جو شوق جاڳيو.

ڏهن سالن جي ڪوشش بعد هيءُ ڪتاب توهان جي هٿن ۾ آهي. جنهن ۾ اٽڪل چوڏهن هزار ذاتين (قومون، قبيلا، پاڙا) جو ذڪر ٿيل آهي. هن ڪتاب جي لکڻ ۽ مواد گڏ ڪرائڻ ۾ حڪيم مخدوم محمد نصير الدين فاروق صديقي، محمد بچل برڙي، محترم اميد علي سنيي، قاضي مقصود احمد، ڄاموٽ حاجي خان ڄاڄڙ سنڌي ۽ عبدالمجيد آلڪائي رند بلوچ جو خاص هٿ آهي. هن ڪتاب جي آخري سٽاءَ، ترتيب ۽ تاليف هن بنده خود ڪئي آهي، ۽ ان جي نظرثاني مرحوم شيخ محمد اسماعيل ڪئي ۽ سندس سات محترم خان محمد جروار ڏنو. محترم سخاوت علي جتوئي رات ڏينهن محنت ڪري ڪمپوزنگ جهڙو ڪٺن ڪم اڪلايو. انهن سڀني جو آءٌ ٿورائتو آهيان. ان لاءِ عرض آهي ته ڪوبه صاحب يا ذات وارو دل ۾ نه ڪري ڇو ته حقيقت کي واضح ڪرڻ لاءِ نهايت سوچ ويچار کان ڪم ورتو ويو آهي. اجا به ڪافي ذاتيون ۽ پاڙا رهجي ويا آهن. ان ڏس ۾ سچاڻ شخصيتن کي گذارش ٿي ڪجي ته هو پنهنجي ڄاڻ آهر ان سلسلي ۾ معلومات مهيا ڪن ته جيئن ايندڙ ايڊيشن ۾ سندن راين کي شامل ڪري سگهجي. الف. ب وار (حروف تهجي) لفظن جي سٽاءَ، ترتيب ۽ تاليف ۾ پڻ ڪي غلطيون ٿيون هونديون، جن کان پڻ اميد ته واقف ڪيو ويندو.

خادم العلم

**خير محمد بُرڙو سيوهاڻي**

سيوهڻ شريف، دادو، سنڌ

20-10- 2004

# الف

**آبداڻي (عابداڻي)**: مڇي مارڻ وارا مُهاڻا.

**اَبڙ**: ابڙا قبيلو، جنهن ۾ ابڙن جون جملي ذاتيون ۽ پاڙا شامل آهن. ابڙن جي بستين کي پڻ "آبڙ" چون ٿا.

**آبڙي**: ابڙن سان واسطو رکندڙ ذات. ابڙن جي رهڻ واري بستيءَ کي بہ آبڙي چوندا آهن.

**ابساڻي**: راهو ذات جو هڪ پاڙو جيڪي نواب شاهہ ضلعي ۾ رهن ٿا.

**ابن**: سهتہ جو هڪ پاڙو.

**آتا**: سنسڪرت جي لفظ "آتيلا" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تلائن تي رهڻ وارا. آتا، تلائن ۽ ڍنڍن تي رهڻ وارا ملاح آهن. هي سنڌ جا پراڻا باشندا ۽ سَماٽ آهن. ٺٽي ضلعي ۾ جهمپير جي پرسان ڪلري ڍنڍ جي ڪپ تي "آتا" ذات جا ڪي ڳوٺ آهن. لسبيلي ۾ پڻ رهن ٿا. نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "آتا" آهي. راهوما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ آهي.

**آتر**: ٿيبا ذات جو هڪ پاڙو. هي ملاحن جي اوڙڪ ۾ شامل آهن.

**آتَلا**: هي بہ ملاح آهن. تہ ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا. دلن ۾ پڻ آهن.

**آتلا**: مگرين جي وڪيي پوتا شاخ جو هڪ پاڙو.

**آتل پوتا**: هاليپوتا ذات جو هڪ پاڙو. سنڌجي ڪافي حصن ۾ رهندڙ آهن.

**آتيلا**: سنسڪرت ٻولي جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تلاءَ، ڍنڍون ۽ ڍورا. لغوي معنيٰ آهي، ڍنڍن تي وسندڙ ملاح.

**آپَڙ**: جيڪي پاڻ کي سماٽ چوائيندا آهن، ۽ فقط خيرپورميرس طرف وينل آهن.

**اَجاڻي**: ننيار جتن جو هڪ پاڙو.

**اَجباڻي**: چانديا قبيلي جي "سماراڻي" پاڙي مان هڪ ذات. شاعر طاهر فقير چانديو (نهال چانڊيو) هن پاڙي مان هو.

**آجر**: آجرسر، آجور، آجـرُ (اگود لفظ مان نڪتل آهي) جنهن جي معنيٰ آهي "پڪل سر". هي سماٽ ذات ضلعي ٺٽي ۾ رهندڙ آهي.

**اجڙا (بزدارنده)**: معنيٰ بڪرار، ڌنار. آجڙا سما قبيلي جي هڪ ذات آهي. شاهہ صاحب هنن کي ڳايو آهي. آجڙن جو تعلق سنڌ جي جتن سان پڻ نظر اچي ٿو.

**آچاراڻي:** ڪرمتين جي مهيري (جت) شاخ جو هڪ پاڙو.

**آچـرَ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جيڪي لسبيلي طرف وينا آهن.

**آچَرا:** لسبيلي ۾ رهندڙ "ماندڙن جي هڪ راڄ جو نالو. هي سما آهن.

**آچـُو:** سما قبيلي جي هڪ ذات.

**آچـيَـا:** سما قبيلي جي هڪ ذات.

**آخـُوند:** فارسي لفظ "خواندن" مان ورتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي، مذهبي تعليم ڏيندڙ استاد. سنڌ ۾ ديني تعليم ۽ استادي پيشي سان وابستہ مُلن کي عزت مان "آخوند" ڪري چوندا آهن. آخوند ڪا ذات ڪانهي پر اهو لفظ بار بار استعمال ڪري ڪـن جاين تي ذات ۾ تبديل ٿي ويو آهي. اڪثر ڪري قريشين ۽ ميمڻن کي بہ "آخوند" چون ٿا. "بوهرن" جي احوال مان خبر پوي ٿي تہ "آخوند" فاروقي نسل مان آهن، جيڪي عـ ـ ـ هن ۽ هن وقت بوهرن ۾ شامل آهن.

**آخونداڻي:** لاشاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ۾ ڄاڻايل آهي تہ آخو ـ "ساسولي جتن" مان آهن.

**آخوندزئي (ملازئي):** مير احمد خان بروهي جي دؤر ۾ بہ پائر ملا صالح ۽ ملا شهداد برملا بروهي سيراز ڪان لڏي اچي بلوچستان ۾ وينا، جيڪي آخوندزئي يا ملازئي ذات سببان مشهور آهن. چاڪاڻ تہ سنڌن والد جو نالو "مُلا" هو.

**آدَماڻي:** ملاحن، ميربحرن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي پنهنجي ڏاڏي "آدم ملاح" جي پنيان پـ ـن ڪي "آدماڻي" سڏائين ٿا. سندن خاص ڌنڌو مڇي مارڻ آهي. ڪٿي ڪٿي هي زراعت ۽ مال چارڻ جي پيشي سان بہ وابستہ آهن. سندن اوڙڪ "سميجا" قوم مان آهي. لاشاري ۽ لغاري قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو بہ ـ ـ ـ ي ڄاڻايل آهي. ٽالپرن ۾ پڻ "آدماڻي" پاڙو آهي. جيڪي جاگيردار هئا. وڌيڪ معلومات لاءِ ٽالپرن جو ـ ـ ڏسڻ گهرجي. وڳڻ، مگسي بلوچن ۽ سرڪين جي هڪ پاڙي جو نالو بہ آدماڻي آهي. ماهرن جو چوڻ آهي تہ "آدم" ان اٺ کي چون ٿا جنهن جي بدن تي ڪارا ۽ ڳاڙها دبڪ (رنگ جا ٽڪا) هجن ۽ ان اٺ جي پالڻ واري کي "آدماڻي" چون ٿا. جيڪي جت ۽ ڊومڪي آهن. ڪرمتي بہ جت آهن انهن جي زنگياڻي شاخ جي هڪ پـ ـ ـ ي جو نالو پڻ "آدماڻي" آهي ۽ اهي پاڻ کي بلوچ چوائين ٿا. ڊاڪٽر عبدالمجيد جي لکڻ موجب "آدماڻي" ميمڻن جو هڪ پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب آدماڻي جاکرن جي حَـسَـنُ شاخ جو هڪ مکيہ پاڙو آهي.

**آدم خيل:** آفريدي پٺاڻن جو هڪ قبيلو، جنهن جون علي خيل، جواڪئي خيل، حسن خيل ۽ عشوخيل شاخون آهن

**آدم زئي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" موجب آدمزئي، سرپره قبيلي جو نالو آهي، جن جو واسطو بلوچن سان آهي

**آديسي:** هندو جوڳين جو هڪ فرقو.

**آڏناڻي:** سرڪي ذات جو هڪ پاڙو.

**آڏواڻي:** سنڌ جا عامل ۽ پراڻا هندو جيڪي پنهنجي ڏاڏي "آڏومل" جي نالي پنيان "آڏواڻي" سڏجن ٿا. آڏواڻي حيدرآباد ۾ اڄ بہ رهن ٿا. جيڪي گهڻو ڪري سرڪاري ملازم آهن. آڏواڻين جي هڪ پاڙي جو نالو قنداراڻي بہ آهي.

**آڍا:** معنيٰ ڪراڙا ۽ ٻڍا. هي سما قبيلي جي هڪ ذات آهي.

**آڍاڻي:** جمالي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. سمن ۾ پڻ "آڍاڻي" آهن.

**آڍيجا:** معنيٰ "آڍي" جو اولاد. اهي سنڌ جا "سما" آهن.

**آرابي:** هي سنڌ جي هڪ قديم ذات آهي جنهن کي "ميد" بہ چون ٿا.

**آرادين (آراڏين):** هن ذات وارا جاڪري بن انڙ بن سمي جو اولاد آهن. اهي سما ۽ ملاح آهن. دلن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**آرادينجا:** هوٿي بن انڙ بن سمي جو اولاد آهن. هي سما ۽ ملاح آهن.

**آراڻي:** سماٽ ذات آهي. اڪثر ڪري خيرپورميرس ۽ حيدرآباد ۾ رهندڙ آهن.

**آرائين:** پنجاب مان آيل پُٽا ۽ پنجابي آهن. سنڌ جي سماٽ ذاتين ۾ پڻ آرائين آهن. هي اصل سنڌ جا سما آهن. جن جو ذڪر سماٽ ذاتين ۾ لکيل آهي. پنجاب ۾ آرائين ترڪاري (ڀاڄين جي پوک) ڪندڙ ۽ گلن وڪڻڻ وارن کي چون ٿا. ان ڪري هي "باغبان" بہ سڏجن ٿا. (ڪتاب "سماٽ" ۽ "سنڌ جون مسلمان ذاتيون" ايس. صادق علي ڇاپو 1901ع) ڪتاب "پنجاب جي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ آرائين سرسا جي رائي ڇڇو ۽ اڄين جي اولاد مان "ڪمبوهہ" شاخ مان آهن. جنهن کي راجپوت ۽ جٽ (جت) نسل مان پڻ ڄاڻايو ويو آهي. آرائين جا خاص پاڙا آهن: 1. باهمڻ 2. براز 3. پٽا 4. پٽي 5. پوهر 6. بامي 7 ٻيدي 8. بلغوريہ 9. جنجوعہ 10. جٽالي 11. چندور 12. چاچــر 13. ڏنگي 14. ڊوڊي 15. رامي 16. سـنڌو 17. قـطب شـاهي 18. گـلرو 19. گوهير 20. گهالر 21. گهلان 22. ملاڻي 23. مليار 24. مندا 15. نين 26. واهند ۽ 27. هانسي.

**آرباڻي:** ڪڇ ڀڄ کان آيل ڪڇي ميمڻ آهن.

**آرتا:** سَمن جي هڪ ذات.

**آرسواڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات.

**آرلاڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات.

**آروڙا:** سنڌ جي برهمڻ کترين جي هڪ نک جو نالو.

**آروئي:** هڪ ذات ٽڪو نالو. جيڪي کلوئين جي زير اثر آهن ۽ بلوچستان ۾ رهن ٿا.

**آرهاٽي:** "ڏيا" ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**آري:** مير جلال خان جي پٽ هوت کي چار پٽ هئا: مير حسن، حاجي، خوسغ ۽ علي. خوسغ ۽ علي پنهنجي هڪ پٽ جو نالو هوت رکيو. ان مان پنهون ۽ آري ٿيا. ان هوت ۽ پنهون جي اولاد کي آري چون ٿا. جوکيا ذات جي تيپير شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "آري" آهي. برفت سما آهن ۽ انهن جي هڪڙي وڏي جو نالو آري بدو هو. جنهن جي اولاد پڻ پاڻ کي "آري" سڏايو. نهڙين جي راهواٽي شاخ مان پڻ "آري" آهن. دلن ۾ به آهن.

**آريا:** وچ اوڀر کان آيل هڪ خانه بدوش قوم جو نالو.

**آريا برهمڻ:** هندو قوم جي هڪ ذات جيڪي پنهنجي ڌرم جا پابند هوندا آهن.

**آرياٽي:** سينهان ذات ۽ بزدي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. متعلوي سيدن ۾ پڻ "آرياٽي" پاڙو آهي. هي سيد آري بن سيد عيسب بن سيد موسيٰ جو اولاد آهن. نتيار جتن ۾ پڻ آرياٽي هڪ پاڙو.

**آريپوٽا:** آري ڄام (هوت) جي پٽ جي اولاد کي "آريپوٽا" چون ٿا. صابرا. سومرا آهن. جن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "آريپوٽا" آهي. برهماٽي ٻـرن جي هڪ پاڙي جو نالو به "آريپوٽا" آهي. جيڪي آري بدو برفت جي اولاد مان آهن. اهي لسبيلي ۾ رهن ٿا. سنيا ذات وارن جو چوڻ آهي ته "آريپوٽا" اسان جا عزيز آهن. جوکين ۾ پڻ آريپوٽا پاڙو آهي. چوڻي آهي ته: **ڏنڊي ۾ ڏورو، پالن هنيا پنيرا، اجڙيا آري پوٽا.**

**آريجا:** معنيٰ آري هوت جا پٽ. علي ۽ خوسغ بن هوت کي آري ۽ پنهون نالي پٽ ڄاوا. ان آري پنهون جي اولاد کي آريجا چون ٿا. آري بدو برفت (سما) جو اولاد پڻ آريجا سڏجي ٿو. (ايس. صادق علي آريجن کي سما قوم مان لکيو آهي) آريجا ۽ آريچا هڪ ئي ذات آهي. هي ڄام آريءَ جا پٽ ۽ پنهونءَ جا پاٿر آهن. لسبيلي جي ڄامن (برفت سما) مان آري بدو هو. جنهن جي پوين پڻ پاڻ کي آريجا ۽ آريچا سڏايو. هڪ ٻئي حوالي موجب جاکرن جي همند شاخ جو هڪ پاڙو آريجا آهي.

**آريچا:** آري ڄام جي پـٽن کي آريچا چون ٿا. آري بدو جي نسبت سان هي سما به سڏجن ٿا.

**آريسر:** لفظ آريش مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڏوري جو پاٽي ۽ ٻوڏ جو پاٽي ۽ ان جي اصطلاحي معني ٿي، ڏندين. ڏورن ۽ پاٽي تي گذران ڪرڻ وارا ملاح. هي سميجا ڪل مان آهن. ايس. صادق علي هنن کي سما قوم مان لکيو آهي.

**آزاداٽي:** مزاري بلوچن جي هڪ مکيه پاڙي جو نالو بلوچاٽي يا بالچاٽي آهي. ان بلوچاٽي جي هڪ قبيلي جو نالو "آزاداٽي" آهي. جيڪي پاڻ کي آزاداٽي بلوچ يا آزاداٽي مزاري بلوچ سڏائين ٿا. آزاداٽي. جيکب آباد

ضلعي ۾ اڪثريت سان آباد آهن. اهي سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا.

**آسَرَ:** سنڌ جا سماٽي "جتَ" آهن. سنگراسين ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**آسرا:** برهم ڪترين جي هڪ نک جو نالو.

**آسَرَ پوٽا:** يعني آسر جي پٽ جا پٽ. جيڪي سماٽ. سنڌ جا جت آهن. جکراٽين جي هڪ پاڙي جو نالو "نگ" آهي. "آسرپوٽا" انهن جي هڪ ڦري آهن. آسومل (هندو) جي اولاد کي پڻ ذات جا "آسرپوٽا" چون ٿا. (بحوالہ لغات "اسان کي متان وساريو" از گنگارام سمراٽ). هي لهاڻن مان آهن.

**آسَرَجا:** هي پاڻ کي سما چوائين ٿا.

**آسرڪاڻي:** رند بلوچ قوم جي هڪ ٽڪ جو نالو.

**آسَريا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات. جيڪي چمڙي جو ڪم ڪن ٿا. ڪن ڪن جاين تي پوک بہ ڪنَ ٿا.

**آسڪرن:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**آسمار:** "سمن" جي هڪ ذات.

**آسُو:** ڪتاب "سومرن جو دور" از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. صفحي 350 موجب آسو. سومرن جو پاڙو آهي.

**آسواڻي:** هي "رهتا سهتا" نک مان پائي آسومل جو اولاد آهن. سندن اصل ماڳ گچيرو. تعلقو مورو آهي.

**آسودا:** ڪرمتين جي لجيرا (رجيرا) شاخ جو هڪ پاڙو.

**آسيلي:** تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا. هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. تـهيمن سان بہ واسطيدار آهن.

**آغا:** پٺاڻن ۽ ترڪن جو لقب آهي. خوجن جي اڳواڻ ۽ مرشد کي "آغا خان" چون ٿا. جيڪي "اسماعيلي" آهن. سندن پهريون اڳواڻ شاهہ صدر الدين (نظار) ۽ هن وقت پير آغا پرنس ڪريم خان آهي.

**آغائي:** هي اسماعيلي سيد آهن. جيڪي آغا اسماعيل شاهہ جو اولاد آهن.

**آفريدي:** (اپارو تائي - اپرتئي) پاڪستان جي سرحد تي آباد تيل بنگش پٺاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو. جنهن کي پشتو ۾ "پريدي" بہ چون ٿا. هي بهادر آهن جيڪي انگريزن سان لڙيا هئا. سندن شاخن کي "خيل" ۽ "زئي" بہ چون ٿا. هنن جا تمام گهڻا پاڙا ۽ شاخون آهن. آفريدي سنڌ توڙي سنڌ جي وڏن شهرن ۾ وڏن ڪاروبارن ۾ رڌل آهن. هن قبيلي جا خاص پاڙا ۽ شاخون هن طرح آهن:

1. **زخا خيل:** سلطان خيل. شام خيل. مجر خيل. باڙي خيل. نصير الدين خيل. خسروزئي. پائندي ۽ دائود ڊين.
2. **ڪوڪي خيل:** شير خان خيل. ڪٽي خيل. فريد خيل. ماشو خيل. عبدل خيل. نادر خيل ۽ سڪندر خيل.
3. **ملڪ دين خيل:** گلاب خيل. عمر خيل ۽ ڪالا ڪرمانہ خيل.

4. **قمبر خيل:** اجمل خيل، خداداد خيل، پيين خيل، تور خيل

5. **اڪاخيل:** باسي خيل، مداخيل، گردا خيل، سنجل خيل، عيسيٰ زئي خيل، سلطان خيل ۽ ميروخيل.

6. **سيپا خيل:** ابوبڪر خيل، نورمز خيل ۽ لندي خيل (لندو خيل).

7. **آدم خيل:** علي خيل، جواڪئي خيل، حسن خيل، عشو خيل ۽ گلي.

ايس صادق علي جي لکڻ موجب آفريدي لڏل بار ڪيرائيءَ جو اولاد آهن. وڌيڪ تفصيل لاءِ آفريدين جو چارٽ لکجي ٿو.

**آفريدي پٺاڻن جون شاخون ۽ پاڙا**




**آفندي:** ترڪي ٻوليءَ جو لفظ جنهن جي معنيٰ آهي: جناب، حضور، مالڪ ۽ آقا وغيره. سنڌ ۾ رهندڙ ڪجهه

ميمڻ بہ پاڻ کي آفندي چوائيندا آهن. جيڪو عزت افزائي جو لقب آهي.

**آقا:** ترڪي لفظ جنهن جي معنيٰ آغا ۽ جناب وغيره. هڪ ذات جو نالو.

**آگاٿا:** ابڙن سان واسطو رکندڙ "سما" آهن.

**آگاٿي:** هي سما آهن، جيڪي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**آگرا:** فارسي لفظ جنهن جي معنيٰ آهي خوشبو". سنسڪرت ۾ آگرا، دوآبي کي چون ٿا. ان دوآبي تي رهڻ وارا آگرا سڏجن ٿا. آگرا "سمات" آهن. اڪثر ڪري پاڻ کي "سما" چوائين ٿا. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو "تمـيا" آهي. ان پاڙي مان آگرا آهن. آگرا (ابڙا)، مڪا، ماڪراڻي، ريتي ۽ روهيلا نسلي طور پاڻ ۾ عزيز آهن (ايس صادق علي) محقق غلام رباني آگري جو چوڻ آهي تہ اصل لفظ آڳرا. آڳريا ۽ آڳڙيا آهي. فارسي وارن کين آگرا سڏيو آهي. هن ذات جا ماڻهو آگ معنيٰ باهہ تي (لوهارڪو) ڪم ڪرڻ وارا هئا، ان ڪري کين آگرا چيو ويو. ڪن تہ هنن کي مغل بہ چيو آهي. ڪتاب "بر، بحر ۽ پهاڙ" ۾ آگرن کي پٺاڻ ۽ مغل (چغتو) ظاهر ڪيو ويو آهي. مخدوم محمد دائود آگرو هالائي وارو، پير سائين محمد راشد روزي ڌڻي (1223 _ 1170هـ) جن جو هم مڪتب هو. (منهنجي خيال ۾ آگرن کي مغل چوڻ زيادتي آهي. چاڪاڻ تہ هي سما آهن ۽ جغدوبن گجپت بن جادم بن سام جي اولاد مان آهن. پروفيسر غلام محمد لاکي ڪتاب "سمن جي سلطنت" جي منڍ ۾ چوٿي لکي آهي. اها بہ خالص سمن لاءِ لکيل آهي. نہ ڪي چغتن لاءِ. انڙ بن سمو کي 28 پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو چغ هو. چغدا، ان چغ جو اولاد آهن، جن مان آگرا آهن. ناصرالدين قباچہ جي دور ۾ سنڌ تي ست راڻا حڪومت ڪندا هئا. جن مان هڪ راڻي جو نالو "جسوڌڻ آگرو" هو، جيڪو ميـن نگر تعلقي پانيرا واهہ جو راڻو هو. هي بہ راجپوت نسل مان سنڌ جو سمون هو. نہ ڪي منگول جو اولاد چغتو.

**آگري:** معنيٰ وڏو ٿئو، ڪارن ڪوهن مان پاڻي ڪڍي ٿئي تي رکي باهہ ڏيئي لوڻ ناهين ٿا. ان ڪرت ڪري آگري سڏجن ٿا.

**آگريا:** راجپوتن جو پاڙو آهي، هي چوڙين ناهڻ جي ڪرت سبب ذات جا "آگريا" سڏجن ٿا ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**آڳرا، آڳڙا، آڳريا:** هي سڀ آڳرا آهن، جيڪي سما ۽ ابڙا آهن.

**آگهم:** سنڌ جا سما آهن. دل ذات جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "آگهم" آهي.

**آلاڻي:** راءِ بهادر هتورام جي لکڻي موجب "آلاڻي". ڪورائي ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**آلف خيل:** لوڌي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**آلڪاڻي / آلڪاڻي (الخاڻي، الڪاڻي):** بلوچن جي شجري تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ درڪاڻي. گورچاڻي قبيلي جو هڪ مک پاڙو آهي، ان درڪاڻي پاڙي جي ڦريہ مان آلڪاڻي هڪ ذات آهي. جنهن جون وري مکيہ

شاخون (1) دلوائي (2) مريدائي (3) شهوازائي (4) موربائي (5) پوگيائي ۽ (6) سعيدائي آهن. نسلي اعتبار سان الڪائي جو حسب نسب رند قبيلي سان وابسته آهي. آلڪائي ذات وارا بلوچستان، سنڌ جي وڏن شهرن نوابشاهه، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي ۾ رهائش پذير آهن. سندن هڪڙو وڏو ڳوٺ سجاول خان آلڪائي نالي سان مشهور آهي. راقم هن ڳوٺ ۾ پاڻ هلي ويو، جتي سردار غلام رسول خان آلڪائي ۽ عبدالمجيد آلڪائي سان ملاقات ڪري معلومات حاصل ڪئي. الڪائي بلوچن جو شجرو هن طرح آهي:



هوتي پوٽن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "آلڪاڻي" آهي. هي دولتپور جي پرسان وينا آهن.

**آلڪ زئي:** ابدالي (دراني) پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**آلِواڻي:** لغاري قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي پاڻ کي "آلواڻي" بلوچ يا آلواڻي لغاري بلوچ چوائين ٿا. اهي گهڻو ڪري سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا.

**آلوداڻي:** ٿالپرن جي هڪ پاڙي جو نالو. سندن وڏي ڏاڏي جو نالو "آلودو خان" هو. جيڪو ڪلهوڙن جو مريد ۽ خاص ماڻهو هو. ڪلهوڙن هن کي پاڻ وٽ خاص نوڪريءَ ۾ رکيو هو. نتيجي ۾ هنن بغاوت ڪري ڪلهوڙن کان حڪومت کسي ورتي. ان آلوده خان جي پٽيان "آلوداڻي" نالو پيو. نظاماڻين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "آلوداڻي" آهي.

**آمَرَ:** سنڌ جا سما آهن. جيڪي خيرپور ميرس ۾ وينل آهن. نهڙي سما آهن. جن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "آمر" آهي. دلن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**آمِـڙا:** ايس صادق علي پنهنجي ڪتاب "سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان جون قومون" صفحي 35، ڇاپي 1901ع ۾ لکي ٿو تہ سام جي پٽ "ٻڌا" کي سورهن پٽ هئا. جن کي گڏيل نالي سان "رانوڙ" چون ٿا. انهن مان هڪ جو نالو "آمڙا" هو. اهي محمد بن قاسم جي دؤر ۾ مسلمان ٿيا. جيڪي اڄ بہ ذات جا "آمڙا" سڏجن ٿا. سيوهڻ ۽ ٻانن جي وچ تي روڊ سان لڳو لڳ هڪ ڳوٺ جو نالو "آمڙا" آهي. جنهن ۾ آمڙا ذات جا ماڻهو رهندڙ آهن.

**آمڙائي:** جتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**آمناڻي:** پاٽ ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**آمِيار:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**آهَر:** سماٽي جت آهن. اهي اڪثر مال چارين ٿا.

**آهنداڻي:** مسلمانن جي هڪ ذات

**آهنگر:** سماٽ ذات آهي. لوهارڪو ڌنڌو ڪرڻ ڪري "آهنگر" سڏجن ٿا. آهنگر فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي لوهار.

**آهَوجا (آهوجا):** هندن جي هڪ اوچي ذات جو نالو. جيڪي گهڻو ڪري ٿر واري علائقي ۾ آباد آهن.

**آهَور (آهوار):** سنڌ جا سما آهن.

**آهوڙي:** سنڌ ۾ رهندڙ غير مسلم رلندڙ. پنندڙ شڪاري آهن. جيڪي حرام جانورن جو شڪار ڪري پنهنجو

پيٽ پالين ٿا. تر جي جبل مان جند ناهي، بهراڙين ۾ وڪڻندا آهن ۽ پڻ گهڻن جندن کي آهوڙي (ٽڪي) ڪارآمد بنائيندا آهن.

**آهوسامند:** راڄپر ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**آهيري:** هڪ غلام ذات جو نالو، جيڪي خاصخيلين جي هڪ پاڙي "مَلڪ" مان آهن.

**آئري:** گورچاڻي بلوچن جون ٻارهن شاخون آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو "درڪاڻي" آهي، ان پاڙي جون اٽڪل ارڙهن ڦريون آهن. جن مان هڪ ڦريءَ جو نالو آئري بہ آهي، اهي پاڻ کي آئري بلوچ سڏائين ٿا. مولائي شيدائي پنهنجي ڪتاب "تاريخ بلوچستان" ۾ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ درڪاڻي پاڙي جو نالو آئري لکيو آهي. پر پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي انهي ساڳئي قبيلي جو نالو آري (آريجا) لکيو آهي.

**آئلاڻي:** "ڄيئڙا" نک مان هندن جي هڪ آکھ. هي آئل داس بدي مل جو اولاد آهن.

**آئل سنگاڻي:** "تلريجا" نک مان اروڙ ونسي بندئي سِکَ آهن. لڇمڻ سنگهہ کي چار پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو "آئل سنگهہ" هو جنهن جو اولاد آئل سنگاڻي آهن.

**آيا:** نهڙين (سمن) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ابابڪر زئي:** سراباني پناڻن مان شرفيون (شرف الدين) کي ٽي پٽ هئا، انهن مان هڪ جو نالو تار (تور) هو. ان کي نَوَ پٽ هئا جن مان هڪ جو نالو "ابابڪر" هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي "ابابڪر زئي" سڏايو.

**ابابگي:** مينگل بروهين جو هڪ پاڙو.

**اباخيل:** يوسف زئيءَ مان اڪوزئي، انهن مان بائيزئي ۽ انهن مان "اباخيل" آهن.

**ابازئي:** پناڻن جو هڪ پاڙو.

**آباڻي:** مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ، مشهور شهر ۽ ان جا ماڻهو" ۾ لکيو آهي تہ "اباڻي"، مري قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جيڪي اباڻي "مري" بلوچ سڏجن ٿا.

**ابَدالَ:** سارباني پناڻن ۾ شرفيون کي پنج پٽ هئا، انهن مان هڪ جو نالو "ترين" هو، جنهن کي وري ٽي پٽ هئا. ٽئين پٽ جو نالو "ابدال" هو، جنهن کي "عادل" بہ چوندا هئا. انهي ابدال جي پنيان "ابدال پناڻ" سڏجن ٿا. ابدال کي ٽي پٽ علي، ادو ۽ عيسيٰ هئا. ابدال پناڻن جو شجرو هن طرح آهي.




**ابـدالَ:** عربي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اولياءَ الله جي اها جماعت جنهن جي حوالي دنيا جو انتظام آهي. ابدال، بدل ۽ بديل جو جمع آهي. هي لفظ ٻن معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي (1) اهي ماڻهو جيڪي خراب ڪم ڇڏي سٺن ڪمن کي اختيار ڪن (2) اهڙا ماڻهو جيڪي روحاني طور نظام عالم جو انتظام ڪندا رهن ۽ انهي جي وجود تي سڄي دنيا جو بقا آهي. ڪي انهن جو تعداد 40 ته ڪي 7 بيان ڪن ٿا. سٽن وارن ۾ اختلاف آهي. ابدال ان ڪري چون ٿا ته هڪڙو ڪنهن ڪم سان وڃي ٿو ته وري ٻيو ان جي بدل ان جي جاءِ والاري ٿو. "اسلامي انسائيڪلوپيڊيا" از مولوي محبوب عالم ڇاپو 1900ع صفحي 24 تي، ابدال جو تعداد 350 بيان ڪيو آهي. سيد قاسم محمود ڪتاب "شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا" ۾ لکي ٿو ته ابدال، پوشيده ولي آهن. پهرين قطب، معاوَن، اوتار، افراد ۽ پنجين نمبر تي ابدال آهي. جن جو تعداد 40، 70 ۽ 300 آهي. انهن مان 40 شام ۾ ۽ ٻيا ٻين ملڪن ۾ رهن ٿا. دائره معارف اسلاميه پنجاب يونيورسٽي، جامع سنڌي لغات، از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻين ڪتابن ۾ لڳ ڀڳ ساڳي وضاحت ٿيل آهي. ابدال کي هتي لکڻ جو اهو مطلب آهي ته سيوهڻ شهر ۾ سيدن جو هڪ اهڙو گهر آهي جيڪي پاڻ کي ابدال چوائن ٿا. سندن چوڻ آهي ته اسان حضرت عثمان مروندي لعل شهباز قلندر سان سيوهڻ ۾ گڏجي آيا هئاسين. عام ۽ خاص ماڻهو هنن کي ذات جا ابدال چون ٿا.

**ابدالي: (دراني) :** افغاني پٺاڻ آهن. جيڪي ڪنن ۾ موتي پائيندا آهن. هي احمد شاهه ابدالي جي نسبت سان پاڻ کي ذات جا "ابدالي" پٺاڻ سڏائين ٿا. هنن کي دراني به چون ٿا. ڇاڪاڻ ته احمد شاهه ابدالي کي

دراني بہ چوندا هئا. احمد شاهہ ابدالي جي حملن وقت هن جي لشڪر ۾ پناڻ هئا. جيڪي لڙائي بعد هتي آباد ٿي ويٺا. هن وقت سڄي سنڌ ۾ پناڻ آباد آهن جن مان ڪافي "ابدالي" آهن. هنن جا خاص پاڙا هينيان آهن:
(1) محمد زئي (2) فاضل زئي (3) بارڪ زئي (4) آلڪ زئي وغيره

**ابداني (ابداڻي):** ڪڇ ۽ ڀڄ ڪان آيل ميمڻ آهن.

**ابراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. شرن جي هڪڙي پاڙي جونالو پڻ "ابراڻي" آهي.

**ابراهيماڻي:** رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**ابراهيم خيل:** لوڌي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**ابراهيم زئي:** مينگل ۽ لهڙي بروهين جي قبيلي مان هڪ پاڙو. ڪاڪڙ پناڻن ۾ پڻ انهي نالي سان هڪ پاڙو آهي. جيڪي ميرزئي بہ سڏجن ٿا. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان جي صفحي 729 تي لکيل آهي تہ ابراهيم زئي، ساتڪزئي قبيلي جو پاڙو آهي. جنهن جو واسطو ڪاڪڙن جي ميرزئي خاندان سان آهي. هنن جا خاص پاڙا آهن: اڪاخيل، تره ڪي، سليمان خيل، سوحڪ ۽ علي خيل.

**ابڙا:** ذات. سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن جي نسل مان آهي. جيڪا انڙن سان واسطو رکي ٿي ۽ سميجا ڪل ۾ شامل آهن. ڄام لاکو بن لاکيار جي اولاد مان ڪاڪي مسلمان ڪي رائڌن پٽ مان نوَ پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو "ابڙو" هو. ان جي اولاد کي "ابڙا" چون ٿا. اهڙيءَ طرح ڄام جوڻي کي پنج پٽ هئا جن مان هڪڙي جو نالو "ابڙو" هو. ان ابڙي ڄام نالي تي ابڙا ذات جو نالو پيو. ابڙا ذات سنڌ ۾ گهڻي تعداد ۾ موجود آهي. جيڪا اصل ۾ سمات آهي. اصطلاحي معنيٰ ۾ ابڙن کي درياءَ ۽ ڪڇي جي ڍنڍن ۽ ڍورن ۾ پيدا ٿيندڙ شين تي گذر سفر ڪرڻ جي ڪرت مان ڏيکاريو ويو آهي. جن ۾ مکيہ ڏنڌو مڇي مارڻ، پکي مارڻ ۽ انهن جو واپار ڪرڻ آهي. اهڙن ابڙن کي دريائي (آبي) ۽ ڪڇي جا رهاڪو سڏيو ويو آهي. دلن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

بروهي قوم جي هڪ قبيلي جو نالو "دهوار" آهي. ان قبيلي جا اٽڪل پنجويهہ پاڙا آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو "ابڙا" آهي. هن پاڙي جو چڱو مڙس قائم خان هو. جت قبيلي جون سنڌ اندر تمام گهڻيون ذاتيون ۽ پاڙا آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو ابڙا آهي. راڄپرن ۾ پڻ ابڙا آهن. ابڙا ذات وارن جا هيٺ بہ مختلف شجرا پيش ڪجن ٿا.






اهڙي طرح ڪافي ابڙا پاڻ کي ”ڪماريا“ چوائين ٿا. يعني ڪماريا، ابڙن جو هڪ پاڙو آهي. خيربورميرس ۾ ڪاڪيپوٽا ۽ سمنگ ذات جا ماڻهو رهن ٿا، جيڪي پڻ ابڙن جو پاڙو آهن. ابڙن جي نيچ ملاحن سان لڳي ٿي. ايس صادق پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته انڙ ولد سمو کي 28 پٽ هئا، انهن مان هڪ جو نالو ابڙو هو، جنهن جي اولاد کي ابڙو چون ٿا. (ڏسو انڙن جو شجرو) هي انڙ جي سرداري هيٺ آهن. ساڳئي ڪتاب جي صفحي89 تي ابڙا ذات جا هيٺيان پاڙا لکيل آهن. (1) ڪماريا (2) ڳاهيجا (3)مستاڻي (4) ڏانديا (5) تايوجا (6) ٻـُڪيجا (7) مارفاڻي (8) گراڻي (9) ڪوڏاڻي (10) مارخياڻي (11) جابرا (12) ابڙيپوٽا (13) ڪڪراڻي (14) راهوجا. مٿين پاڙن کان سواءِ تنيا ۽ منجهو (مجهو) بہ ابڙن جا پاڙا آهن.

”جنت السنڌ“ جي صفحي 49 تي لکيل آهي تہ ابڙا، راجپوت نسل مان آهن. جيڪي سلطان علاؤالدين خلجي جي زماني ۾ ڪڇ جي ”ڪندڪلا“ پرڳڻي کان نڪري سنڌ ۽ ڪڇي تائين پکڙجي ويا. ڪتاب ”سومرن جو دؤر“ صفحي 356 تي لکيل آهي تہ سومرن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ”ابڙا“ آهي، جيڪي گبرنڊ محمد سومري جو اولاد آهن. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**اٻڙاسيو:** اٻڙو اڙٻنگ جو رهائشي علائقو، جيڪو ڪڇ ڀُڄ جي اولهه وارو حصو آهي، هن وقت هن کي ضلعي جي حيثيت آهي. هتي جا رهواسي اٻڙا ۽ اٻڙاسيا سڏجن ٿا.

**اٻڙاٽي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**اٻڙنڊ:** اٻڙا ذات سان واسطو رکندڙ سماٽ ذات آهي.

**اَٻڙيپوٽا:** اٻڙي جي پٽ جو اولاد آهن، هن وقت اٻڙا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**اِٻڙيپوٽا:** اٻڙا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اٻڙيجا:** "اٻڙيجا" يعني اٻڙي جو اولاد. سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان ڄام ڪاها (ڳاها) کي لاکو نالي هڪ پٽ هو، جنهن کي يارهن پٽ ٿيا، انهن مان هڪ پٽ جو نالو "اٻڙو" هو. جنهن جي اولاد کي اٻڙيجا سڏيو وڃي ٿو. اٻڙيجا سمي نسل جي سماٽ ذات آهي، جيڪي 1921ع جي آدمشماري موجب سنڌ جي ڪافي حصن ۾ آباد هئا. اٻڙيجا ذات جو شجرو هيٺين طرح آهي.




**اَٻڙينگ:** اٻڙا ذات جو هڪ پاڙو. ٽنڊي ڄان محمد ۽ ڊگهڙي جي وچ تي اٻڙينگن جو هڪ مشهور ڳوٺ پڻ آهي، پر سنڌ جي ٻين حصن ۾ اهي ٽڙيل پکڙيل آهن.

**اِبلَ:** ڪلهوڙا ذات جو هڪ پاڙو.

**ابلاڻي:** "تاريخ سجاول" ۾ عزيز جعفراڻي جي لکڻ موجب "ابلاڻي" ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**ابناڻي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا.

**ابواڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**ابوبڪر خيل:** آفريدي پٺاڻن جي سيپا خيل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**اَبـُوپوتا:** ذات جا سما آهن. جيڪي اڪثر ڪري پاڻ کي وادا (ڏکڻ، لاکا) چوائين ٿا. لاڙ ۾ رهندڙ آهن.

**ابوپوتا:** راڄڙن، ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو.

**ابوڙاڻي:** سماٽي جت آهن ۽ شاهبندر ۾ رهن ٿا.

**اَبو سعيد خيل:** لوڌي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**اَبُو سعيد زئي:** ڪاڪڙ پناڻن جو هڪ پاڙو.

**اِبراهيم پوٽا:** نهڙين جي هڪ پاڙي جونالو.

**اپوڙاڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**اپوڙي پوٽا:** متعلوي سيدن مان سيد جلال بن سيد ميرڻ جو اولاد آهن. ملاڪاتيار ۾ وينا آهن.

**اپير:** تفصيل لاءِ ڏسو "اهير"

**اُتر:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. تر ۾ رهندڙ آهن.

**اترادي:** اروڙن (ڪتري) جي هڪ ذات.

**اَتراڪَ:** ترڪيءَ جي مسلمانن جي هڪ ذات، جنهن جا ڪجهه باشندا ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**اَتراڻي:** بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو. سکر ضلعي ۾ ڪجهه اتراڻي وينل آهن. جيڪي پاڻ کي سماٽ چوائين ٿا.

**اَتريو:** ابڙن سان واسطو رکندڙ سمن جو هڪ پاڙو.

**اَتمان خيل:** ڪاڪڙ پناڻن جو هڪ پاڙو. چون ٿا تہ هي تيمور ۽ بابر جي چاچي حبليءَ جو اولاد آهن. الغ بيگ هنن کي برصغير مان پچائي ڪڍيو هو.

**اَتمان زئي:** مهند پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اتماڻي:** رند بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اتمچنداڻي:** هي هندن جي ذات آهي. سندن نک جو نالو "ڪڪا" آهي. سيٺ اتمچند چتي مل جو اولاد آهن. کين خدآباد جا پائيبند بہ چون ٿا.

**اتم سنگهہ:** "چچڙا" نک مان ديوان اتم سنگهہ جي هڪ آکهہ. هن کي نـوَ پٽ هئا.

**اُتيرا:** ايس. صادق علي جي لکڻ موجب جتوئي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**اتيراس:** راجپوتن جي هڪ پاڙي جو نالو. مسلمان ۽ هندو آهن.

**اٽَ:** ضلعي خيرپورميرس ۾ هڪ ذات. جيڪي پاڻ کي سماٽ چوائين ٿا.

**اتائي:** ميمڻن جو هڪ پاڙو. ٺٽي شهر ۾ رهن ٿا.

**اتلاڻي:** شر بلوچن جو هڪ پاڙو.

**اُپريا:** خيرپور طرف رهندڙ هڪ ذات. جيڪي چون ٿا تہ اسين سماٽ آهيون.

**اُپـلَ:** سماٽ جي هڪ ذات آهي.

**اُپـلاڻ:** هن ذات جا ماڻهو لاڙ ۾ رهن ٿا. پير پنو (حسن بن راجپاربن لاکو بن سخيره) هن خاندان مان هو.

**اُپلاڻا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو. جيڪي ڪاري ۾ رهندڙ آهن.

**اَجا:** نهڙين جو هڪ پاڙو. هي اجو بن ابراهيم بن ميئن جو اولاد ٿين ۽ راڄو جي پڳ هيٺ آهن. ٺر ۾ رهن ٿا.

**اَجايا:** سنڌ ۾ رهندڙ ملاح ذات جا آهن.

**اَجناڻي:** متعلوي/متياروي سيدن جو پاڙو. هي سيد ابوبڪر عرف بڪر بن سيد جلال عرف جراڙ شاهہ جو اولاد آهن. سندن مورث اعليٰ سيد اجن شاهہ بن سيد حسن شاهہ هو. جنهن ڪري هي حسن پوٽا بہ سڏجن ٿا.

**اَجواڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي ٺر ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ آباد آهن. چانديا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "اجواڻي" آهي.

**اَجيا:** هن ذات وارا. اصل ۾ سنڌ جا ملاح. مهاڻا ۽ ميربحر آهن. جيڪي سماٽ ۽ سميجا اوڙڪ سان نسبت رکن ٿا. هنن جو خاص پيشو مڇي مارڻ ۽ ان جو واپار ڪرڻ آهي ۽ ڪن ڪن جاين تي ٻوڪي راهيءَ جو ڪم پڻ ڪن ٿا.

**اُڄـڻَ:** سنڌ جي راجا موڙا سنگهہ کي ست پٽ. شورو. سهتو. ڏارو. ڪونئرو. راهو. مگڻ ۽ اڄڻ هئا. انهن مان ننڍو"اڄڻ" هو. جنهن مان اڄڻ ذات آهي. راجا پنهنجي مال ملڪيت کي سنڀالڻ خاطر "اڄڻ" کي مقرر ڪيو. هن پنهنجي مرضي مطابق جاگير نہ ورتي. نتيجو اهو نڪتو تہ سندس ڀيا پاڻ آسودا ٿيندا ويا. پر اڄڻ غريب ٿي رهيو. ان تان ڪنهن سگهڙ چيو تہ:

"اڄڻ ٿيو اڻڄاڻ، جو پُون نہ آيس هٿ ۾"

اڄڻ سماٽَ آهن. جيڪي نوشهري فيروز. خيرپورميرس ۽ سکر طرف اڪثريت سان رهن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ جَت قوم جا 13 پاڙا لکيا آهن. جن مان هڪ پـاڙي جو نـالو اڄڻ پـڻ ڄاڻايو آهي. ايس صادق علي بہ لکيو آهي تہ اڄڻ. جت آهن. هڪ روايت موجب اڄڻ. اجين (پارت) جا هندو هئا. سنڌ ۾ اڄڻ کان پوءِ مسلمان ٿي اجين جي نسبت سان پاڻ کي ذات جا اڄڻ چوائڻ لڳا. ايس. صادق علي 1901ع ڌاري سنڌ. بلوچستان ۽ افغانستان جي قومن بابت اڄڻ ذات جو شجرو هن طرح لکيو آهي تہ جاکرو بن انڙ بن سمون بن رائڌڻ جو اولاد آهن. جن جو شجرو ۽ خاص پـاڙا هـن طرح آهن. 1. باجهاڻي 2. ٻـُـداڻي 3. پنـجاڻي 4. جاڙاڻي 5. ريبر 6. سـُـڪائي 7. قنڌاري 8. ڪاراڻي ۽ 9. ميلاڻي.




(وڏيڪ لاءِ سما خاندان جو شجرو ڏسڻ گهرجي)

**اُچَ:** پنجاب مان آيل ذات آهي.

**اچاخيل:** مروت پناڻن جو هڪ پاڙو.

**اَچڪزئي:** بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو. سرَاباني پناڻن مان عيسيٰ بن ابدال کي مير، نور ۽ زِرڪ نالي ٽي پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو بارَڪ هو. ان بارڪ کي وري ڏهه پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو "اچڪ" هو، جنهن جي نالي پنيان پاڙي جو نالو "اچڪزئي" پيو.

**اُڇلاڻ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**اڇـا:** جوکين جو هڪ پاڙو. سڪرنڊ طرف رهندڙ.

**اڇـڙا:** پنهوار ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. اڄ ڪلهه هي چون ٿا تہ اسان "پنهور" آهيون.

**اَڇوت:** اَڇوت گهڻ ذات وارا هندو آهن. هنن جا پيئر برهمڻ ۽ مائرون شودر خاندان مان آهن. شودر، هندن جي ڏڪاريل ذات آهي، ان ڪري اڇوتن کي بہ ڏڪار جي نظرن سان ڏٺو وڃي ٿو. سنڌ ۾ خاص طرح ٿر واري علائقي ۾ اڇوت ذاتيون، ڪولهي، مينگهواڙ، ڀيل، ڀنگي، ڇهڙا، چمار ۽ شڪاري وغيره عام رهن ٿا.

**اڇـيا:** جوکين جو هڪ پاڙو.

**احمداسي:** سُنهندڙا (سما) ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**احمدان زئي:** مينگلن جو هڪ پاڙو.

**احمداڻي:** پاڙي جو مورث اعليٰ احمد خان هو، جنهن جي نسبت سان اهي احمداڻي سڏجن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ لکيو آهي تہ احمداڻي، چانگن ۽ لغارين جو هڪ قبيلو آهن، جن کي قمبراڻي بہ چون ٿا. ڪالواڻي پڻ هن پاڙي مان آهن. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي ڪتاب "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ لکيو آهي تہ احمداڻي جو مورث اعليٰ مير احمد خان قرائي هو، جنهن جي اولاد مان سردار غلام رسول خان قرائي "تاريخ بلوچستان" تصنيف ڪئي. مطلب تہ احمداڻي، قرائي (ڪورائي) قبيلي جو پڻ پاڙو آهي، جيڪي سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا.

باجر ذات وارن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ احمداڻي آهي، ڊاڪٽر برڙي "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ جيڪي ٽالپرن جا پاڙا لکيا آهن انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "احمداڻي" پڻ ڄاڻايو آهي. ايس صادق علي لکي ٿو تہ احمداڻي، لاشاري ۽ ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو پڻ نالو آهي. جنهن جي تصديق تہ ماهي مهراڻ نمبر-4-3 سال 1997ع صفحي 106 مان پڻ ٿئي ٿي. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب "احمداڻي" جتڪ بروهين جو پاڙو آهي. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" صفحي 116 موجب "احمداڻي" ساجدي جت بلوچن جو پڻ پاڙو آهي.

ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" صفحي 409 تي لکيل آهي تہ "احمداڻي" ڪوسن جو هڪ پاڙو آهي. اهي ٿر پارڪر ضلعي ۾ رهن ٿا. "احمداڻي"، لکياري سيدن جو پڻ پاڙو آهي، جنهن مان سيد حاجي فضل علي شاهه (پان) هڪ معزز ۽ نامور شخصيت هئي. ڪرمتين جو هڪ قبيلو. احمداڻي ۽ بازي هن جا پاڙا آهن. ڪرمتين جي جماري ۽ زنگياڻي وٽن مان پڻ "احمداڻي" آهن.

**احمد خيل:** لوڏي ۽ ڪيراني پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**احمد زئي:** بروهي قوم جي هڪ ٽڪ جو نالو آهي، جنهن جو واسطو ميرواڙي شاهي خاندان سان آهي، هي عرب آهن، جيڪي حلب کان آيل آهن. ڪين سراواني پڻ چون ٿا.

**احمد زئي بروهين جو شجرو**




ڪاڪڙ افغاني پٺاڻ آهن، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو "پڻ "احمدزئي" آهي. ساتڪزئي چون ٿا تہ احمد زئي اسان مان آهن.

**اختر زئي:** رئيساڻي قبيلي جي رستم زئي پاڙي مان آهن.

**اداسي:** سکن جي هڪ ذات. هي بابا گرونانڪ جي گرنٿ جا پيروڪار آهن.

**ادريس زئي:** ڪٽوزئي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**ادڙا:** جتوئي بلوچن جي شر پاڙي مان آهن.

**ادمال:** گکڙ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو .

**ادمراٽي:** شڪاري قوم جي هڪ پاڙي جو نالو. جنهن کي ادراٽي ۽ ڇهڙا بہ چون ٿا.

**اديانٽي:** مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو ۽ رستماڻي پاڙي جي هڪ شاخ آهن. جيڪي ذات جا اديانٽي بلوچ سڏجن ٿا.

**اڏا:** سمن جي هڪ ذات جيڪي ٿر ۾ رهندڙ آهن.

**اڏاٽي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. تنهن کان سواءِ سنڌ جي هڪ سماٽ ذات پڻ آهي.

**اڏ لکي:** ڪرمتين جي ربائي جت قبيلي جو هڪ پاڙو.

**اَڏيجا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اُڏيچا: (اڏيجا):** يعني اڏي جو اولاد. هي ٿر ۾ رهندڙ سمن جي هڪ ذات آهي.

**اُڏيگامر:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**اَڏا:** ٿر ۾ نو مسلم ذات آهي. اصل ۾ ٿري سوڍن جي ذات آهي. ان مان ڪجھ مسلمان ٿيا آهن تہ ڪي اجان هندو آهن.

**اُڏڻ:** سنڌ جي ملاحن جي هڪ ذات.

**اُڏيرا:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. ٻرڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "اڏيرا" آهي. راقم الحروف جي پاڙي جو نالو پڻ "اڏيرا" آهي.

**اُڏيسي:** اوڏن جي هڪ ذات جو نالو.

**اڏيسي پوٽا:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو آهي. جيڪي ٿر ۽ سنڌ جي ڪن هنڌن تي رهندڙ آهن. جيسلمير کان آيل ڀاٽين جي هڪ نک جو نالو پڻ "اڏيسي پوٽا" آهي. ڦيرواٽي ڀاٽيا بہ هن نک مان آهن.

**اڊاڻا:** ٿر ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**اڊَ:** ڪوهستان ۾ رهندڙ ڏيٿن کي چوندا آهن.

**اُڊا:** ٿر ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**اَڊاڻا:** ٿر ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**اُڊواٽي (اڊاٽي):** انڍڙ قبيلي جو هڪ پاڙو.

**اڊيجا:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان ڄام لاکي ٻن. لاکيار جي اولاد مان ساند پليءَ کي ست پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ جو نالو هگورو هو. ان هگوري جي اولاد کي "اڊيجا" چون ٿا. هنن جي نج ملاحن مان آهي. اڊيجا ٿر ۽ سنڌ جي ڪن هنڌن ۾ نهايت ٿورائيءَ ۾ آباد آهن. سندن شجرو هن طرح آهي:




**اُڏيجا:** پلي بن رائڌن ۽ پلي بن ڄام لاکي جي اولاد مان مسلمان سماٽ آهن. راڄپرن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "اڏيجا" آهي، هنن جي نيچ ملاحن مان آهي.

**اڏيڇا:** ٿر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات.

**آرادنجا:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**آرادڻ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**ارباب:** معنيٰ چڱو مڙس، ميمڻ ۽ دلَ ذاتين جي هڪ پاڙي جو نالو. وادي ڪاغان، ضلعو مانسره ۽ آزاد ڪشمير کان لڏي آيل گوجر پنهنجي چڱي مڙس کي پڻ "ارباب" چون ٿا. ارباب لفظ عربي لفظ رب (الله جو نالو) تان ورتل آهي.

**اَربابي:** م. ڪ پيڪولين ڪتاب "بلوچ"، هينري پاٽنجر ڪتاب" سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر" ۾ لکيو آهي تہ اربابي، نهري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. سندن سردار شاهہ محراب خان هو. ساڳئي مصنف جي لکڻ موجب بران زئي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ اربابي آهي.

**ارٽي:** جوکين جو هڪ پاڙو.

**ارزي:** رند قبيلي جي هڪ ٽڪ جو نالو.

**ارغون:** ترڪي گهراڻي جي هڪ ذات، جنهن مان ڪافي بادشاهہ ۽ حاڪم ٿي گذريا آهن، جن سنڌ تي حڪومت ڪئي. ايس صادق عليءَ جي لکڻ موجب اهي "غور" کان آيل مغل آهن، ان ڪري "غوري" بہ سڏجن ٿا.

**ارمني:** دريشڪ رند بلوچن جو پاڙو.

**اروَرا:** هندن جي هڪ ذات، هنن مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن، ليڪن اهي پنهنجي پراڻي "ذات" ارورا سان سڏجن ٿا.

**اَروَڙا:** هندو قوم جي هڪ ذات، جيڪي اڪثر ڪري ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ آباد آهن. مسلمان ۽ سک بہ آهن، هي چون ٿا تہ اسان اصل ۾ کتري آهيون. اروڙ شهر ۾ رهڻ ڪري اروڙا سڏجون ٿا. اترادي، داهرا ۽ دکنا هنن جا خاص پاڙا آهن.

**ارهَبَ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**اَرَهوتا:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**اَڙوڙَ:** هندن جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي ٿر ۾ رهندڙ آهن.

**اڙول:** مسلمان سماٽن جي هڪ ذات جو نالو.

**اِزدين:** ساندن جو هڪ پاڙو آهي.

**ازلِـي:** ڪلهوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اساوره (الاسوره):** اصل ۾ سنڌ جا جت آهن. خليج فارس ۾ رهن ٿا. هنن ابو موسيٰ جي صلاح سان اسلام قبول ڪيو هو. هڪ نهر کوٽي هئي، جنهن کي "نهره الاساوره" چون ٿا. سيابجه، الاندغار ۽ اساوره ۾ نسلي هڪجهڙائي آهي. هنن سنڌ ۾ محمد بن قاسم جي مدد ڪئي هئي.

**استَرآبادي:** حسيني سيد آهن، ڪيسپين سمنڊ جي پرسان استرآباد جا رهاڪو هئا، جنهن جي نسبت سان "استرآبادي" سيد سڏجن ٿا. ڪراچيءَ ۾ چند گهر اٿن. هنن کي محموداڻي سيد بہ چون ٿا.

**اُسترائي:** افغان پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اُستريانِـي:** غلزئي پٺاڻن ۽ شيراني پٺاڻن جو پاڙو. هي استرياني (اشتراني) سيد بہ سڏجن ٿا، جيڪي سيد هنار جو اولاد آهن. سندن مکيہ پاڙا آهن. امر خيل، شيخي، گنداپور، مريري ۽ هنار.

**اسپازئي:** پٺاڻن جو هڪ پراڻو قبيلو آهي، هن وقت کين "يوسف زئي" چون ٿا.

**اسپاني:** جتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اسپن زئي:** پٺاڻن جي هڪ ذات آهي.

**اِسپين:** هي سراباني پٺاڻن جي شرخيون قبيلي جي خاندان مان آهن، جن جا اسپين ترين، وزيري، سليمان خيل ۽ اسماعيل زئي پاڙا آهن.

**اِسپين تَـرين:** سراباني پٺاڻن مان اسپين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اسحاق:** نيازي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**اسحاقاڻي:** کوسن جي للاڻي (اسحاقاڻي) پاڙي مان آهن. پان فقيرن جو پڻ هڪ پاڙو.

**اسحاق پوٽا:** حسناڻي برفتن جو هڪ پاڙو آهي، چاڻ برفت کي چاڻ همرڪ جي اولاد مان حسن ٿيو. جنهن جي هڪ پٽ جو نالو "موجي" هو. ان جو اولاد "اسحاق پوٽا" آهن.

**اِسحاق زئي:** لوڏي پٺاڻن ۽ خليل پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اسد خيل:** لوڌي پناڻن جو پاڙو.

**اسدي:** حضرت علي رضہ جن جو لقب "اسد الله غالب" هو. جنهن نسبت سان ڪافي سيد پاڻ کي "اسدي" چوائين ٿا. حقيقت ۾ هي هاشمي ۽ علوي آهن. بنو اسد جو اولاد پڻ "اسدي" سڏجي ٿو. شيخ تراب درويش فتحپوري هن عرب خاندان مان هو.

**اسرام:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**اسرانو:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. جن کي "اسراڻ" بہ چون ٿا.

**اسراڻَ:** سما قبيلي جي هڪ ذات. جيڪي ڪن هنڌن تي سماٽ تہ ڪن جاين تي "سرائي" سڏجن ٿا.

**اسراٽي:** هندن جي هڪ ذات آهي.

**اسلاماٽي:** پرڳڙي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. ٽالپرن هنن کي پنهنجي دؤر ۾ جاگيرون ڏنيون هيون، پر جڏهن انگريزن ناري مان جمڙائو نهر کوٽائي، تڏهن ڪي اسلاماٽي پرڳڙي، جمڙائو جي آسپاس زمين تي آباد ٿي ويا ۽ اتي پنهنجا ڳوٺ ٻڌائون.

**اسماعيل:** هي افغاني لوڌي پناڻ آهن. اسماعيل جون ٽي شاخون سور، لوهاني ۽ مهپال آهن. لوڌي خاندان جون ٽي وڏيون شاخون سياني، نيازي ۽ دوتاني آهن. سياني وڏيڪ ٻن شاخن پرنگي ۽ اسماعيل ۾ ورهايل آهي.

**اسماعيلاٽي:** نظاماٽي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. اسماعيلي خوجن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ اسماعيلاٽي آهي. لاشارين ۾ پڻ اسماعيلاٽي آهن.

**اسماعيل پوٽا:** رضوي سيدن جو پاڙو، جيڪي نصرپور ۾ رهندڙ آهن.

**اسماعيل خيل:** افغاني پناڻن جو هڪ قبيلو. خروجي پناڻ هنن مان آهن.

**اسماعيل زئي:** بلوچ آهن. 39-1937ع جي واقعن ۾ انگريزن جي هٿان تباهہ ٿي ويا هئا. پر انگريزن کين ڏوهہ بخش ڪيو، جنهن ڪري شاهہ بخشي سڏيا ويا. فقيرزئي، خود زئي، ڪريم زئي، الله بخش زئي، اسماعيل زئي، توتو زئي، شاهو زئي، حسن زئي، هنن جا خاص پاڙا آهن. ابدال بن ترين جي اولاد مان عيسيٰ کي زرڪ نالي سان هڪ پٽ هو. ان کي چار پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ جو نالو "فوفل" هو. ان فوفل جي پٽ اسماعيل جي اولاد کي اسماعيل زئي چون ٿا. هي سراباني پناڻ آهن. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب اسماعيل زئي، رئيساٽي قوم جي سراج زئي پاڙي مان آهن. اورڪزئي (بنگش) پناڻن ۾ پڻ. اسماعيل زئي آهن مندنر پناڻن ۾ بہ آهن.

**اسماعيلي:** شيعا آهن. جن ۾ ٽي فرقا قرامط، اسماعيليہ ۽ ملاحده شامل آهن. اسماعيلي سيد، اسماعيل المرج اڪبر جو اولاد آهن. هنن جو شجرو هن طرح آهي.


اسماعيلي سيدن جو شجرو
حضرت علي رضہ
امام حسين رضہ
امام زين العابدين (والده شهر بانو)
امام محمد باقر (والده ام عبدالله بنت امام حسن)
امام جعفر صادق (والده ام فروزه فاطمہ بنت قاسم بن محمد بن ابوبکر صديق ناناٿا)
اسحاق
امام موسيٰ ڪاظم
اسماعيل المرج اڪبر
محمد عريض
منصور
غالب
(لعل شهباز قلندر مروندي سيد جو سلسلو)
اسماعيل ثاني
امام مستور
سعدي
(سبزواري سيدن جو سلسلو.
(شمسي سيدن جو سلسلو)
رضي احمد
تقي احمد
وفي احمد
مهدي عبدالله
قاهر
منصور
معز
عزيز
حاڪم علي
ظهير حسين
مصتنصر باالله
نظار
اسماعيلي سيدن جو سلسلو

**اسماني:** شيدين جو پاڙو آهي. سنڌ ۾ رهن ٿا.

**اسندزئي:** شيراڻي پناڻن جو هڪ پاڙو. کين "سندزئي" پڻ چون ٿا.

**اشتراڻي:** پناڻن جو هڪ قبيلو، جيڪي شڪارپور ۾ رهندڙ آهن.

**اشراف:** عرب کان آيل مسلمان آهن.

**اِشڪ زئي:** لوڌي پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اشوخيل:** آفريدي پناڻن جي آدم خيل شاخ مان آهن.

**اِصفهاني:** (اصفاني) لاشاري، رند ۽ مري بلوچن جي غزيني قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**اعرابي:** عربستان جي صحرائي خطي ۾ رهندڙ عربن (بدوين) جي هڪ ذات آهي، انهن مان ڪجهه ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**اعواڻ:** ڊاڪٽر الهرڪئي ٻٽ ڪتاب "سماٽ" صفحي 38 تي لکيو آهي تہ "اعواڻ"، پنجاب کان لڏي آيل سرائي جت آهن، جيڪي هن وقت پاڻ کي "سماٽ" چوائيـن ٿا. مغربي پاڪستان جو سابق گورنر جنرل ملڪ امير محمد خان، ذات جو اعواڻ (جاٽ - جت) هو پر پاڻ کي "علوي" چوائيندو هو. ايس. صادق علي لکي ٿو تہ "اعواڻ" سنڌ جا جت ۽ سماٽ آهن. وڌيڪ لکي ٿو تہ علوي جي هڪڙي پاڙي جو نالو "اعواڻ" آهي، ان ڪري هي "علوي" بہ آهن. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" صفحي 389 موجب اعواڻ، جٽ (جتَ) آهن. مسٽر ٿامسن ۽ ميجر ويس هنن کي سنڌي جتن مان ڄاڻايو آهي. مسٽر براندرٿ هنن کي يوناني خانہ بدوشن جو اولاد لکيو آهي. اعواڻن جو چوڻ آهي تہ اسان حضرت علي رضہ جو اولاد علوي آهيون. اسان جو مورث اعليٰ غزنويءَ جي قطب شاهہ جو پٽ محمد آهي، جيڪو 1035ع ڌاري هرات کان پشاور پهتو ۽ ڪالاباغ ۾ جٽ قبيلي جو سربراهہ ٿيو، جن کي قطب شاهي بہ چون ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب هوشيارپور جي آريائي نسل مان هڪڙي پاڙي جو نالو "اعوان" هو، جنهن کي "انو" ۽ "انون" بہ چوندا هئا. اڄوڪا جت اعوان ان جو اولاد آهن. "تاريخ اعواڻ" (اعوان) مان معلوم ٿئي ٿو تہ "اعواڻ"، علوي آهن. لفظ آوان، اوان يا اعواڻ ساڳي معنيٰ رکندڙ آهي. "اعوان"، عون جو جمع آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "مددگار". هي عربي لفظ آهي، ۽ محاوري طور حضرت علي رضہ جي غير فاطمي اولاد کي علوي ۽ اعواڻ چون ٿا. ڪن محققن جي راءِ آهي تہ عون جو اولاد "اعواڻ" آهي، باقي علوي آهن. نموني طور سندن شجرو اڪر الف جي پڇاڙي ۾، شجرن واري حصي ۾ ڏنو ويو آهي. (عمر الاطراف، عباس علمبردار، عبدالله، جعفر ۽ عثمان پاڻ ۾ سڳا ڀائر هئا. سندن والده جو نالو ام البنين ام حبيبہ هو). اعواڻن جا خاص پاڙا آهن. بيڪال، چند، چال، ريشمان، درمال، ڪلغان، ڪنگ، ڪتڙ، ڪرانا، ڪوکر، گلشاني، مڏوال، امينال، انوال، ٻڏال، ٻڏوال، برٽال، پائيال، جبال، جرل، چوهاڻ، حسنال، رئوفي،

سادوال، سڪرال، سيال، شدوال، طلحہ، عثماني، عنايت خاني، فتوال، قاضي، قطب شاهہ ڏمني، قطب شاهي ڪوڪر، ڪاليال (ڪليال)، ڪلاڻي، ڪندلاڻي (ڪندوال)، ڪر، ڪيال، ڪيٺوال، گل شاهي، گولڙا، گوندل، مستيال، ملڪال، ملوڪ شاهي، مليال، مهمال، نڪال ۽ يحيائي.

**اغوان:** مارواڙ مان لڏي آيل راجپوتن جي هڪ پاڙي جو نالو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ هنن جو ڪافي تعداد رهي ٿو.

**افغان:** افغانستان جا رهاڪو آهن. مرزا قليچ بيگ، پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ لکي ٿو تہ افغان، بني اسرائيل جي اولاد مان آهن. جن جون مکيہ شاخون ۽ پاڙا دراني، ابدالي، غلزئي، خلجي، ترڪ، يوسف زئي، باروزي، پني، ڪاڪڙ، محمد زئي، توپالزئي، گلزئي، پرانگ، شيراني، بابر، استراني، ترين، مغل، قزلباش وغيره آهن. هڪ ٻي روايت موجب اسرائيل جي هڪ پٽ جو نالو "ارميا" هو. ان جي پٽ جو نالو "افغنہ" هو. ان جي نسل مان افغان آهن. اڄ ڪلهہ افغان، پناڻن جي اصطلاح ۾ سڄاتا وڃن ٿا، جنهن ڪري هن وقت پناڻن ۽ افغانين ۾ اسان وٽ ڪا تميز ڪانهي. ڪتاب جنت السنڌ صفحي 52 جي فوٽ نوٽ ۾ لکيل آهي تہ يهودين مان قيسي ۽ شنبي مسلمان ٿيا ۽ اهي افغان سڏجڻ لڳا. اهوڪا افغان ان جو اولاد آهن.

**اَفوزئي:** سراباني پناڻن مان خرشيون (خيرالدين) قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اَڪاخيل:** آفريدي پناڻن جي هڪ قبيلي جو نالو، جنهن جا مکيہ پاڙا باسي خيل، مداخيل، گرداخيل، سلطان خيل، ميرو خيل، سنجل خيل ۽ عيسيٰ زئي خيل آهن.

**اَڪازئي:** سراباني پناڻن مان خرشيون (خيرالدين) قبيلي جو هڪ پاڙو. يوسف زئي مان عيسيٰ زئي ۽ انهن مان اڪازئي پناڻ آهن.

**اڪو خيل:** ڪابلي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**اڪوزئي:** يوسف زئي پناڻن مان آهن. جن جا خاص پاڙا آهن: پانيزئي، خواجہ زئي ۽ رانيزئي.

**اَڪا:** ٿري زبان جو لفظ آهي، جيڪو اڪثر ڪري راجپوتن ۽ سوڍن لاءِ ڪتب آيندو آهي. اَڪا، راجپوتن (هندو) ۽ سوڍن جي ٻڻ ذات آهي، جيڪي اڪثر ڪري ٿر ۾ رهن ٿا.

**اگروال:** بنيا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. ضلعي حصار جي اگروها علائقي جي رهائشي نسبت سان اگروال (اگروالي) سڏجن ٿا. هي جين ۽ هندو آهن ۽ گگا پير جا مريد آهن. ٿر ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**اگري:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**اگرائي:** هندو ڌوٻين جي هڪ ذات.

**اگني:** رام ۽ ڪرشن (سوم بنسي) جي اولاد مان هندو راجپوتن جي هڪ ذات.

**اڳڻ ڳهڪا**: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**اڳرا**: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**اڳڙا**: ميمڻن جو پاڙو آهي، هن پاڙي جي پڻيان اڳڙا شهر ٻڌل آهي. اڳڙا اصل ۾ ننڍي شهر جا آهن.

**اڳهاڙا**: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**اڳهام**: ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. ابڙن ۾ پڻ آهن، جنهن مان سخي ابڙو مشهور هو.

**ابڙو اڳهامن ۾، سپڙ جيئڻ ٻيلي (سربلاول)**

**اڳهاماڻي**: بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**اڳهم**: سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. هندن ۾ پڻ "اڳهم" آهن.

**اڳهيم**: سما قبيلي ۾ پليجا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. عزيز جعفراڻي، تاريخ سجاول 1984ع صفحي 345 تي لکيو آهي تہ "اڳهيم"، ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي ننڍي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**اڳاريا**: ڪرمتي جت بلوچ آهن، هنن جو وڏو ملڪ طوطو ڪرمتي هو، هي لسٻيلي ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا. سندن ٻہ فرقا ذڪري ۽ سُني آهن. راڏا سندن سردار آهن، جيڪي اڪثر "ملڪ" سڏجن ٿا.

**الابخش**: اسماعيل زئي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**آلاپا**: سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**الاچي**: سما قبيلي جي هڪ ذات آهي.

**الازئي**: سراباني پٺاڻن جي خرشيون قبيلي جو هڪ پاڙو.

**الاڻي**: ٻرا ذات جو پاڙو، جيڪي لسٻيلي ۾ رهندڙ آهن.

**الله ناٿي**: جاڪرن جي منجهڻان شاخ جو هڪ پاڙو.

**آلائي خيل**: آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**الَـــتَـــزَئي (التازئي، ايلانازئي)**: جهلاواني بروهي آهن. هن بروهي قبيلي جو واسطو شاهي خاندان احمد زئي سان آهي، جيڪي حلب کان آيل عرب آهن. ڪين سراواني پڻ چون ٿا. هن بروهي پاڙي جو شجرو هن طرح آهي: ميرالتاز بن مير احمد بن مير قيصر بن مير سورد بن مير احمد بن مير قنبر بن مير ملوڪ بن مير سنجر بن مير حسن بن مير گوهرام بن مير ابراهيم بن مير زرڪ بن مير زهرا ۽ بن مير قنبر. التاز جو اولاد التـازئي يا التزئي آهي.

**الپيال**: منج راجپوتن مان مسلمان آهن. سندن رسم و رواج هندن جهڙا آهن. خوشاب، جهلم ۽ راولپنڊي سندن

رهائشي علائقا آهن.

**آلجازئي:** دهواري بروهين جي هڪ ٽڪ جو نالو.

**الخاڻي، الڪاڻي:** ڏسو "آلڪاڻي".

**الرا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي چون ٿا تہ اسين ابڙا آهيون.

**الڪو:** سراباني پناڻن جي هڪ قبيلي جو نالو. جنهن جا پاڙا آهن: 1- الڪوزئي، 2- بوستان زئي، 3- دولت زئي، 4- خالازئي، 5- ڪوئزئي، 6- ناسوزئي، 7- پانيزئي، 8- شاڪرزئي، 9- تڪوزئي، 10- يعقوب زئي.




**الڪوزئي:** سراباني پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**الڪيا:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**الڪاڻي:** ڏسو "آلڪاڻي".

**الماس (رڦرناس):** هڪ غير سماٽ ذات، جا گهوٽڪي طرف رهندڙ آهي.

**الوداڻي:** ڪوسن جي سليماڻي پاڙي مان آهن.

**الهبنداڻي:** ڪرمتين جي ملڪاڻي جتن جو هڪ پاڙو.

**الهداداڻي:** رند قبيلي جي هڪ ذات (شاخ) جو نالو. مانڊڙا اصل ۾ لسبيلي جي ذات آهي. ان جي هڪ پاڙي جو نالو "الهداداڻي" آهي. مانڊڙي جي پٽ هارون کي ايوب نالي پٽ هو. ايوب جي پٽ جو نالو الهيار هو. ان الهيار کي الهداد نالي پٽ هو. جنهن جي نالي سان هن پاڙي جو نالو الهداداڻي پيو.

**الهرکياڻي (حافظاڻي):** ڪرمتين جي ٻائوٽ شاخ جو هڪ پاڙو.

**الهرياڻي:** چانديا قبيلي جي غيباڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

**الهلاڻي:** ڇهڙن (شڪارين) جو هڪ پاڙو.

**الهنداڻي:** ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**الهيار خان:** لغارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**الياساڻي:** صابرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**الياس خيل:** سارباني پٺاڻن جي خرشيون (خيرالدين) قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**الياس زئي:** سارباني پٺاڻن جي خرشيون کي جمند نالي پٽ مان ڇهه پٽ هئا. هڪڙي جو نالو محمد زئي هو. جنهن مان الياس زئي پاڙو آهي. يوسف زئي پٺاڻن ۾ پڻ "الياس زئي" آهن.

**آما:** ڀلي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**امازئي:** ڪيراڻي پٺاڻن جو هڪ پاڙو. مندنر پٺاڻن ۾ پڻ "امازئي" آهن.

**امام حسيني:** بروهي قوم جي شهواڻي پاڙي مان، حاجي زئي قبيلي جي هڪڙي ٽڪ جو نالو.

**اُمٽ:** پرمار هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**امَچوزئي:** سراباني پٺاڻن مان جمند جي پٽ "نوتي" جي اولاد کي امچوزئي چون ٿا.

**امداڻي:** جمالي بلوچ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**امدران زئي:** بگٽي بلوچن جي نوتاڻي پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو.

**اُمرا:** مڪراني بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اُمراڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات.

**امرخيل:** استرياني (اشتراني) سيدن جو هڪ پاڙو.

**امرناڻي:** هندن جي "ٻوديجا _ ٻوڌيجا" نک مان هڪ آکهه. هي سڀ امر ڏنو مل تنومل سوڍي راجپوت جو اولاد آهن. امر ڏنو مل هڪ مشهور ڀڳت هو.

**امروٽي:** عراق کان آيل حسني گيلاني سيد آهن. امروٽ شريف ۾ رهائش اختيار ڪرڻ ڪري امروٽي سڏجن ٿا. انهن مان سيد تاج محمود شاهه امروٽي نهايت مشهور ٿي گذريو آهي. جنهن کي وطن جي آزاديءَ جو امام پڻ چون ٿا. هن گهراڻي جو حسب نسب ۽ شجرو هيٺ ڏجي ٿو:



**امروهي:** حسيني ساداتن مان آهن. امروهہ ۾ رهڻ جي نسبت سان امروهي سيد سڏجن ٿا. هنن مان مير غلام نبي امروهي، مشهور ٿي گذريو آهي. جيڪو ميان نور محمد ڪلهوڙي جو خاص وڪيل هو. ڪلهوڙن جي خاص وزير مير لطف الله عرف مير متاري جي رفاقت ۾ سيوهڻ ۽ خداآباد ۾ رهندڙ هو.

**آموٹاڻي:** سنيا ذات جو پاڙو. جيڪي ٽندي محمد خان طرف وينل آهن.

**اميد علياڻي:** ڪرمتين جي گبول شاخ جو هڪ پاڙو.

**امير البحر:** امير معنيٰ سردار، ۽ بحر معنيٰ سمنڊ. اصطلاحي معنيٰ ۾ سمنڊ ۽ دريائن جو سردار. ميربحرن ۾ اوچي ذات آهي، چون ٿا تہ اسان ميربحر، ملاحن ۽ مهاڻن جا سردار آهيون.

**اميراڻي:** مارفاڻي چانڊين جو هڪ پاڙو.

**امير خاني:** سبزواري سيد آهن. جيڪي سبزوار (اسفزار) خراسان، قنڌار ۽ هرات کان ٽيندا مغلن جي دور ۾ دهلي پهتا. اتان سکر مان سيوهڻ پهتا. سيوهڻ ۾ ڪجھ بزرگ ترسي پيا ۽ ڪجھ وڃي ٺٽي شهر ۾ آباد ٿيا. انهن سڀني جو اڳواڻ مير ابوالبقا بن ملا مير سبزواري هو. ڪجھ سال ٺٽي ۾ رهي، ڪن سيوهڻ جو رخ ڪيو. ڪي وڃي سکر ۾ مستقل طور رهيا. ٺٽي وارا "امير خاني"، سيوهڻ وارا "سبزواري" ۽ سکر وارا "قاسم خاني" سڏجڻ لڳا. سندن شجرو هن طرح آهي:




مٿيون شجرو رڳو نموني طور لکيل آهي. ميرابوالبقا کي امير خان بہ چوندا هئا ۽ ٺٽي ۾ عبدالڪريم کي پڻ امير خان چوندا هئا. جن جي نسبت سان امير خاني سيد سڏجن ٿا.

**اميزئي:** ڪيراني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اميگراڻي:** گورچاڻي بلوچ قبيلي جي پتافي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

**امينال:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي اميد خان گولڙي جو اولاد آهن.

**اميناڻي:** وڳڻن جو هڪ پاڙو. محبوب خان وڳڻ هن پاڙي مان آهي. جنهن حضرت لال شهباز قلندر جي تربت جو ڪنهڙو چانديءَ سان مڙهايو هو. "جنب گذاريم جن سين" پاڳو پهريون. ۾ لکيل آهي تہ اميناڻي. مٽياري سيدن (متعلوي) جي سنائي شاخ مان آهن. سيد ميان نواب شاهہ. نواب شاهہ شهر جو باني. هن "اميناڻي" لڙهيءَ مان هو ۽ سيد بڍل شاهہ اميناڻي سندس پٽ هو.

**اناري زئي:** دهواري بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**انامي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**اناهاڻي:** چنا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**انبجا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**انبواڻي:** ڪڪڙيجا نک مان هندن جي هڪ آکهہ. هي انبو مل جو اولاد آهن. انبومل ميرن جي صاحبيءَ ۾ خيرپور رياست جو مالدار هو.

**انبوهہ:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ميڙ". هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**انتاهہ:** سما ۽ ملاح آهن.

**انجر:** ڪڇ ڀڄ مان لڏي آيل ميمڻ ذات جو هڪ پاڙو. پناڻن ۾ پڻ هڪ قبيلي جو نالو "انجر" آهي.

**انجوي:** شيرازي سيدن مان آهن. هي سيد محمد جو اولاد آهن، جيڪي چوڏهين صدي عيسويءَ ڌاري ٺٽي ۾ اچي رهيا.

**اندري:** غلزئي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**اندگار (الاندگار، الاندغار):** سنڌ جا جت آهن. هن وقت خليج فارس ۾ رهن ٿا. السيابج ۽ الاساورہ پاڻ ۾ هڪجهڙائي رکن ٿا، جن محمد بن قاسم جي سنڌ ۾ مدد ڪئي هئي.

**انڍڙ:** اصل ۾ هندو هئا. جيڪي پوءِ مسلمان ٿيا. شروعات ۾ هي هاري ۽ مال چارڻ جي پيشي سان وابستہ هئا. مسلمان ٿيڻ وقت هنن پنهنجا جٿا لاهي بهاولپور رياست ۾ پير موسيٰ نواب (بهاولپور) جي درگاهہ تي رکيا ۽ ان جا مريد ٿيا. انڍڙ هن وقت وڏا عالم، اهل علم ۽ بزرگ آهن، جن جي وڏي جو نالو ميان محڪم الدين هو. اڪثر گهوٽڪي، سکر، پني عاقل ۽ شڪارپور طرف آباد آهن، جن جا هيٺيان مکيہ پاڙا آهن: 1- اداڻي، 2- بکراڻي، 3- ڀمياڻي، 4- گجاڻي، 5- ڪنڌر، 6- انڍهڙ، 7- سمراڻي، 8- مارفاڻي، 9- جهورا، 10- ڏوڙيا، 11- عيساڻي، 12- ڪنڌرا، 13- خدراڻي، 14- خيراڻي، 15- پنجابي، 16- سجڻاڻي، 17- سيورا، 18- پهنواري ۽ 19- سومراڻي. سمراڻي ۽ سومراڻي پاڙا هڪ جهڙا ٿا لڳن، ٿي سگهي ٿو تہ هڪ ئي پاڙي جا بہ مختلف اچار هجن. انڍڙن جو شجرو، شجرن واري حصي ۾ ڏسن گهرجي.

**انڙ:** سام جي اولاد مان جادم ۽ ان جي اولاد مان ”نرپت“ ٿيو. هي سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ جي سمن جو چڱو مڙس هو. سندس اولاد مان لاکيار ۽ لاکو گوڙا (1250ع) هئا. هن کي اٺ پٽ ڦل، لاکو، ساند، وريار، اونو، موڙو، منهيو ۽ انڙ هئا. ان ”انڙ“ جو اولاد نجا ۽ خالص سما (انڙ) آهن[1] باقي ٻين نسلن وارا انڙ، ڄام لاکي جي گندري زال جي نسل مان آهن، جيڪي سميجا ڪل (ملاح) ۾ شمار ٿين ٿا.

انڙ سنسڪرت لفظ ”اونير“ تان ورتل آهي، جيڪو ڦري اونر، اونرا ۽ بعد ۾ انڙ ٿيو. هي راجا ڏاهر جا پوئلڳ هئا ۽ برهمڻ نسل مان پاٽي جا پوڄاري هئا. راجا ڏاهر جي لشڪر ۾ شامل هئا ۽ فقط راجا جي شهر، محلات ۽ جنگ ۾ سندس سر جو پهرو ڏيندا هئا.

”تاريخ مظهر شاهه جهاني“ جو مصنف يوسف ميرڪ لکي ٿو ته مغلن جي دور ۾ انڙ راڄ جا ماٺهو جنگجو ۽ بهادر هئا ۽ اهي سنڌي سماٽ ۾ شامل هئا. ان وقت سڀ کان وڏي سماٽ ذات سميجا هئي، جنهن ۾ انڙ ۽ دل شامل هئا، دل بہ انڙ آهن، ان وقت انڙ راڄ ۾ راهو، ڏاهري، ساند، ساريا ۽ ڪيريا شامل هئا، جن کي مجموعي طرح سميجا قوم چوندا هئا. 1911ع ۽ 1931ع جي آدم شماري موجب انڙن جي اها ساڳي حيثيت هئي، جن کي ”ڄام“ بہ چوندا هئا. سما قبيلي جي ڄام ڪاها (ڳاها) کي ڄام لاکي نالي پٽ هو، جنهن کي وري يارهن پٽ هئا، انهن مان هڪڙي جو نالو ڄام انڙ هو، پر اهو ڄام انڙ بادشاهي ماٺي بي اولاد وفات ڪري ويو هو. ان انڙ، جي رعيت مان انڙ جي نسبت سان انڙن پاڻ کي ڄام سڏرايو. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب انڙ لاکي جو اولاد آهن. سنڌ جي سمن مان ڄام بابيني اول بن ڄام جوڻو فيروز الدين کي ڄام انڙ نالي هڪ پٽ هو، جنهن سيوهڻ ۾ دهلي جي سلطنت جي نمائندي، ملڪ رتن کي قتل ڪري، همير سومري کان 752 هجري/ 1351ع ۾ حڪومت ڦري، پنهنجي حاڪميت جو اعلان ڪري، ڄام جو لقب حاصل ڪيو. ان بعد انڙ چون ٿا تہ اسين سماٽ قوم جا سردار آهيون. تفصيل لاءِ انڙن جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

اهڙي طرح سان ڄام فتح خان جي پٽ جو نالو سڪندر شاهه ثاني ڄام محمد عرف ڄام انڙ هو. ان سلسلي موجب انڙ، ڄام آهن ۽ سماٽ قبيلن جا سردار آهن. هن وقت انڙ هڪ طاقتور قبيلو آهي، جنهن ۾ ٻيا بہ ڪافي راڄ شامل آهن. نواب شاهه ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ سندن وڏا ڳوٺ ۽ راڄ آهن. مگسي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ”انڙ“ آهي، جنهن جو سردار درياءَ خان مگسي انڙ هو. نهڙين ۾ پڻ آهن. حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ لاکو، پٽ ڳاهو کي ڇهہ پٽ هئا، جن مان هڪڙي جو نالو ”انڙ“ هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي انڙ (نهڙي انڙ) سڏايو. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

ايس. صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان ۾ رهندڙ قومن بابت لکيو آهي تہ

---

[1] هن انڙ کي پنهنجي ڀائرن موڙي ۽ منهي قتل ڪيو ۽ پوءِ ملڪ ڇڏي ڀڄي ويا. ڪيس ”تماچي“ نالي پٽ هو، جنهن مان انڙن جو سلسلو وڌيو.

ٽيبا، هوٿي، جاڪرا، ڳاها، چنا، هنگورا، ڦل، ڏيپر، راڄڙ، ٻهڻ، راهو ۽ صابو وغيره انڙ جو اولاد آهن. ساڳئي ڪتاب جي صفحي 41 تي لکيل آهي تہ انڙ ولد سمي کي 28 پٽ 1- ٽيبو، 2 - جاڪرو، 3 - هوٿي، 4 - ڪاڪو، 5 - رونجهو، 6 - رامديو، 7- ابڙو، 8- صاحب، 9- جوکيو، 10- هالو، 11- پچو، 12- پيو، 13 - ڇڇر، 14 - چغ، 15 - چاچڙ، 16 - ڪور، 17 - ڪرهاڙي، 18 - گام، 19 - ڳنيپر، 20 - تانتر، 21 - تاونريو، 22 - واهڙ، 23- واهڙڪيو، 24 - پلهہ، 25- پاهڙ، 26 - نير، 27 مهتم ۽ 28 منگواڻو هئا. انهن مٿين پٽن پنهنجي پنهنجي نالي پنيان پنهنجي پنهنجي جدا ذات جو بنياد وڌو ۽ ان پنيان سڏجڻ لڳا. انڙ قوم جا خاص پاڙا آهن، 1 - ڪهر پوٽا، 2 - لهڻ، 3 - ٽانوريا، 4 - مهڙ، 5 - راهو، 6 - راهوجا، 7 - ڏاريجا، 8 - مناهيجا، 9 - فيروزا، 10 - ڪيريا، 11 - ڏاهري، 12 - ساند.

**انڙاڻي:** مارفاڻي چاندين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**انڙ پوٽا:** نهڙين جو هڪ پاڙو. اونا (نوهڙ)، ڏورٺ، ساهڙ ۽ مسورا هن جا خاص حصا آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**انساڻي:** مهرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**انصاري:** مديني منوره جي انصارن مان آهن، هي بہ محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا ۽ سنڌ ۾ آباد ٿي ويئا. ايس صادق علي ڪتاب " سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان جون مسلمان قومون" صحفي 63 تي لکي ٿو تہ عرب جي شيخن مان جريمہ پاڙي مان انصاري آهن ۽ سپيا بہ انصاري آهن. ڪن روايتن موجب انصاري، حضرت ايوب انصاري (خالد ابن زيد) جي اولاد، الخضراج قبيلي مان آهن، جن نبي صلعم جن جي مدد ڪئي هئي. پاڻ سڳورن خزيمہ بن ثابت انصاريءَ جي گواهيءَ کي ٻن مردن جي برابر قرار ڏنو هو. ڪتابن ۾ آهي تہ مصعب بن عمير 173 عزيزن سان گڏجي، هجرت جي وقت مديني ۾ نبي صلعم جن جي مدد ڪئي هئي، جن مان حضرت ابو ايوب النجار خزرجيءَ کي ممتاز حيثيت هئي، جن کي انصار (مددگار) چيو ويو. جيڪي بعد ۾ انصاري (غير قريش) سڏجن لڳا. حضرت ابوايوب جي اولاد مان مخدوم محمد مراد انصاري سيوهڻ ۾ رهندو هو، نموني خاطر سندس شجرو، الف واري حصي ۾ عرض رکجي ٿو.

**انکيا:** ڍيڍن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**انگر:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**انگريز:** برطانيہ جي ملڪ جا رهواسي ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا مذهبي پوئلڳ آهن.

**انگڙا:** پڙهيار مسلمانن جو هڪ پاڙو.

**انگيزئي:** سراباني پناڻن مان عيسيٰ بن ابدال کي بارڪ نالي پٽ مان ڏهہ پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو انگيز هو، ان جي پنيان پاڙي جو نالو انگيزئي پيو.

**انگاريا:** اصل ۾ لسبيلي جا بلوچ آهن، جن جون سنڌ جي بين بلوچن سان مٽيون مائٽيون آهن. مٽين مائٽين ۽ روزگار خاطر لسبيلي مان ڪجهہ لڏي اچي ڪراچي ۽ ان جي آس پاس آباد ٿيا آهن. ڪراچي جي پرسان انگاريا ڳوٺ آهي، جو شايد ان ذات سان نسبت رکي ٿو. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" صفحي 25 تي لکيل آهي تہ اهي بلوچ اگرن (ڪوئلن) جو ڌنڌو ڪندا هئا. جنهن نسبت سان هي انگاريا سڏجڻ لڳا.

**انمال:** ڪمبوه قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. مسلمان ۽ هندو آهن.

انوال: اعوانن جو هڪ پاڙو. هي حسن خان جي اولاد مان آهن ۽ سندن واسطو گولڙن سان آهي.

**انو خيل:** تري (ترڪئي) پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**انورزئي:** سراباني پٺاڻن جي ڪاسي قبيلي مان آهن. ڪين "انوري" بہ چون ٿا.

**اواڻ:** اواڻ، پنجاب کان لڏي آيل جت آهن، هنن کي سرائي بہ چون ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ "اواڻ" کي سرائين جي هڪ پاڙي مان لکيو آهي. ايس. صادق علي پڻ سرائي لکيو آهي. ڏسو "اعواڻ". اواڻن جو چوڻ آهي تہ اسان "علوي" آهيون. اواڻ، آوان ۽ اعواڻ لفظ ساڳي معنيٰ رکندڙ آهن.

**اواڻا:** اواڻا سرائي (جت) آهن. هي پنجاب کان ڪلهوڙا دؤر ۾ آيل آهن. اواڻا، اواڻن مان ڦٽل هڪ ذات جو نالو آهي.

**اوپاڙا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي سنڌ جي اتر طرف رهندڙ آهن. سيالن ۾ پڻ "اوپاڙا" آهن.

**اوپاپاڻي:** برهماڻي برن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪراچي جي آس پاس آباد آهن.

**اوتار:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**اوتا:** جاکرن جي همند شاخ جو هڪ مکيہ پاڙو.

**اوٿمان پوٽا:** سريو خان ولد اوٿيمان برفت جو اولاد آهن ۽ حملاڻي پاڙي ۾ شامل آهن. بارڻ ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**اوٿماڻي:** قريش جي بني امير خاندان مان هڪ ذات جو نالو (ايس صادق علي صحفو 38)

**اوٺ:** مسلمان ذات آهي ۽ سنڌ جي اتر طرف رهن ٿا.

**اوٺا:** سام ۽ جادم جي اولاد مان سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ جي سمن جو ڄڳو مڙس "نرپت" هو. جنهن جي خاندان مان اڏو، لاکيار ۽ لاکو گوڙا (1250ع) هئا. لاکو گوڙا کي اٺ پٽ ٿيا، ڦل، لاکو، ساند، وريار، انڙ، موڙو، منهيو ۽ اوٺو. ان اوٺي جو اولاد ۽ نسل خالص سما آهن. باقي بين نسلن وارا اوٺا سميجا ڪل (ملاح) ۾ شمار ٿين ٿا. ڄاڪاڻ تہ ڄام لاکو گندري ڙال پرڻيو هو. اوٺا سنڌ جا سما آهن. جيڪي ڄام لاکي جو اولاد آهن. ڄام لاکي بن ڪاهو جي ٻارهن پٽن مان هڪڙي جو نالو سلطان هو. جنهن جو اولاد

"سلطان اونا" سڏجن تا. هڪ ٻئي پٽ جو نالو بہ "اونو" هو، جنهن جو اولاد "اونا"، "سما اونا" ۽ "صاحب اونا" سڏجن تا، جن جو شجرو عنوان جي آخر ۾ شامل آهي.

تاريخ مظهر شاهجهانيءَ جي مصنف يوسف ميرڪ لکيو آهي تہ اونا سماٽ آهن. جيڪي سميجا (ملاح) ڪل ۾ شامل آهن. انگريزن 1911ع ۾ سنڌ جي ذاتين بابت آدمشماري رپورٽ ۾ لکيو آهي تہ اونا، سميجا راڄ جا ماڻهو آهن. ساڳي طرح ڪتاب سماٽ جي مصنف لکيو آهي تہ مغلن جي دؤر ۾ سميجا جنگجو هئا. ان وقت "اونا" سميجن ۾ شامل هئا. ايس. صادق علي لکيو آهي تہ اونا، انڙ بن سمي جي اولاد مان آهن. ساڳئي ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ سمي کي ٽي پٽ انڙ، ڦل ۽ مناهي هئا، اونا ان مناهيءَ جو اولاد آهن. مطلب تہ اونا سماٽ آهن ۽ هن وقت انڙن جي سرداري هيٺ آهن. نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "اونا" آهي، هي اونا، لاکو پٽ ڄاهو جو اولاد آهن. ٽر وارا اونا اڪثر هن نسب سان واسطو رکن تا. هي پاڻ کي سما ڄام بہ سڏائين تا. انهن اونن مان ڪيترا اونا جت بہ آهن. اونن جا خاص پاڙا آهن: 1. سما 2. هميراڻي 3. ريبڙ 4. لاڙائي 5. ٽالاڻي 6. ڪنداڻي 7. ڪتائي (خطائي).

اونن جو شجرو




**اونار:** اونار لفظ جي معنيٰ آهي "انن چارڻ وارا". هي سنڌ جا جت آهن. هنن جو وڏو لاکو سيائي ڄاموٽ سڏبو هو. بلالاڻي، بهلاڻي، جيئنداڻي، چاڪراڻي، ڏڏڪاڻي، زهري، عمراڻي، عيسباڻي، دبائي، للاڻي، مموساڻي ۽ منگهاڻي، اونار جتن جا خاص پاڙا آهن.

**اوناڙي:** ڪرمتي جتن جي شولا... ناخ جو پاڙو.

**اوناڻي:** سنڌ جا جت آهن. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ اوناڻي آهي.

**اونـر:** سمن جو پاڙو آهي.

**اونوال:** انن وارن کي چون ٿا. جنهن جي اصطلاحي معنيٰ آهي سنڌ جا جت. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "اونوال" آهي. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" صفحي 270 تي لکيل آهي تہ سورج بنسي راجپوتن مان مهاراج ڪي تمام گهڻا اٺ هوندا هئا، جن سان هي ڏاڍي محبت ڪندو هو. جنهن وجهہ تسميہ هن کي اونوال - انوال چيو ويو.

**اونـي:** معنيٰ انن وارا، اٺ ڌاريندڙ جت. اوني. انن جي ذريعي مال، سامان ڍوئين ٿا ۽ پنهنجي گذر سفر لاءِ اٺ پالي ان جو واپار ڪن ٿا. اوني سنڌ جا سماٽ آهن. جيڪي جتن جي قبيلي سان واسطو رکن ٿا. سنڌن بولي جتڪي ۽ سرائڪي آهي. رهڻ ڪهڻ جا سادا آهن. واڻ ۽ تڏا ناهين ٿا. ڪن ڪن حصن وارا خانہ بدوش پڻ آهن.

**اوچاٽي:** هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**اوڏ:** هندو ۽ مسلمان قوم آهي، جنهن جي لغوي توڙي اصطلاحي معنيٰ اڏيندڙ يا جوڙيندڙ آهي. اوڏ مٽي مان گهر ناهيندا آهن. شاهہ عبداللطيفؒ اوڏن بابت ڪافي بيت چيا آهن، جن مان هڪ بيت هن طرح آهي

**اڏيو جـو اوڏن، سـو ڏيـنگهر ڍلو مَ ٿئي،**

**جنهن پر ويهي ڪن، ليکو لاکي ڄام سين.**

اوڏن بابت تاريخ جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ اوڏ، دراوڙ قوم آهي، جن جو باني ڀاڳيرٿ مهراج اوڏ هو. سمورا اوڏ سندس ڪُلَ مان آهن. گويا ڀاڳيرٿ اوڏن جو ڏاڏو هو. بنگلاديش ۾ هڪ ندي جو نالو ڀاڳيرٿ ندي آهي ۽ هندستان جي مندرن ۾ پڻ ڀاڳيرٿ نالي سان بت اڄ بہ موجود آهن. [1] اوڏن جو اصل وطن هندستان ۾ مارواڙ "اوڏ ديس" آهي، جتان روزگار خاطر نقل مڪاني ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. جن مان سندن ڌرم موجب ڪافي درويش ٿيا. مثال طور: ڪنڻ فقير اوڏ، ٿلڻ فقير اوڏ، ڪوجهو فقير اوڏ ۽ ڪرل فقير اوڏ نهايت مشهور آهن. اوڏ هندو ڌرم ۾ ديويءَ جا پوڄاري آهن. هي راماپير کي اوتار مڃين ٿا ۽ ان لاءِ (9) ڏينهن (ميڙ) جا ورت رکن ٿا. سندن گهرن ۾ ديويءَ جون مورتيون رکيل هونديون آهن. جن جي روزانو پوڄا ڪندا آهن. هنن جي زبان اوڏڪي (ڀيلن جهڙي) آهي. مثال طور: بہ جملا پيش ڪجن ٿا:

(1) تون ڪا ڪري تا؟ تون ڇا پيو ڪرين؟

(2) تڏي باپ چي نا ڪاهي: تنهنجي پيءُ جو نالو ڇا آهي؟

اوڏ قوم ڪيترن ئي پاڙن ۽ ذاتين ۾ ورهايل آهي، جن مان مکيہ ذاتيون ۽ پاڙا هن طرح آهن: 1. گـروڙ 2. سروڻ 3. مجوڪا 4. ڪليها 5. بيروڪا 6. ڇيپڙوت 7. ڏيوات 8. گڏائي 9. نگيٺا 10. چوڙا

---

[1] لاکو ڄام هڪ اوڏڻ تي عاشق هو، جنهن اوڏڻ جي گڏهہ تي چڙهي سواري ڪئي هئي.

11. مڏاهي 12. گونڌڙي 13. ڍهاگ 14. جيڻائي 15. ساڏي 16. ڏوڏيٺا 17. اڏيسي 18. گڙه گٽ 19. پاٺيهيا.

قديم سنڌ جي مصنف، لکيو آهي تہ اوڏن جا گهڻائي فرقا آهن. مثلاً رانوڙ، پرمار، پڻي ۽ چوهاڻ وغيره. پنجاب ۾ وينل اوڏ پاڻ کي راجپوت چوائين ٿا. راجپوت اوڏن مان ڪافي مسلمان آهن. جيڪي لاهور ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. اها بہ روايت آهي تہ اوڏ، عاد قوم مان آهن، عاد قوم وارا جبلن ۾ گهر ناهيندا هئا، اوڏ بہ هن وقت گهرن جي اڏاوت جو ڪم ڪن ٿا.

**اوڍا:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. جٽ راجپوتن ۾ پڻ اوڍا آهن.

**اَوڍاڻَ:** ٿر جي طرف هڪ غير مسلم ذات آهي.

**اوڍاٺا:** ايس. صادق علي پنهنجي لکيل ڪتاب جي صفحي 83 تي بنو عباس جون سُتَ شاخون لکيون آهن، جن مان هڪ شاخ جو نالو "اوڍاٺا" آهي. اوڍاٺا، عباسي آهن. ڪتاب "خدايار خاني" جي منڍ ۾ لکيل آهي تہ عباسي خاندان جو پهريون فرد "ميان اوڍاٺو"، مڪران ۾ پير طريقت هو. سندس ڪيترائي مريد هئا. اوڍاٺا ان درويش جي اولاد مان آهن. انهي نسبت سان ڪلهوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ اوڍاٺا آهي. ڪن محققن اوڍاٺن کي سمن جي هڪ شاخ (ذات) لکيو آهي. "جامع سنڌي لغات" ۾ ڄاڻايل آهي تہ اوڍاٺا ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي.

راقم الحروف کي ذاتين جي تحقيق جي سلسلي ۾ عمر ڪوٽ وڃڻ ٿيو. جتي هڪ اوڍاٺي سان ملاقات ٿي، هن چيو تہ اسين جتين ڳنڍڻ وارا مينگهواڙ آهيون. اوڍاٺا سما آهن. ان حوالي سان سندن شجرو پيش ڪيو ويو آهي.

**اوڍاٺن جو شجرو**






**اوڍاڻي:** جکرن جو هڪ پاڙو.

**اوڍَرَ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو آهي. هي پيڻ سين جو اولاد آهن. پيڻ سين ٻن ڏهر کي ڏهه پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "اوڍر" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "اوڍر" سڏايو. تفصيل لاءِ ڏهرن ۽ جوڻن جو شجرو ڏسڻ گهرجي. هڪ ٻئي حوالي موجب نهڙي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "اوڍر" آهي.

**اوڍَيجا:** سَمَا قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو "آڍيجا".

**آوراڻي:** سوري لنڊ بلوچ قوم جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اَوربِـَـتي:** سنڌ جي هڪ قديم قبيلي (ميد) جو نالو.

**اَورَڪَ خيل:** فوفل پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اورڪ زئي:** ڪيراني پٺاڻن جو هڪ پاڙو. هڪ ٻئي حوالي موجب اورڪ زئي. بنگش پٺاڻن جي هڪ شاخ آهن. جن جا خاص پاڙا آهن: اسماعيل زئي، دولت زئي، علي زئي، لشڪرزئي، محمد بائي (شيعه) ۽ مسوزئي.

**اَورماڙي:** ميدن جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي پاڻ کي افغان چوائين ٿا.

**اَوڙاڻي:** ٻـرڙا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. هي خيرپورميرس طرف رهندڙ آهن.

**اوزبڪ:** ترڪيءَ جي هڪ تاتاري قبيلي جو نالو. ڪراچي شهر ۾ رهندڙ آهن.

**اَوسـتا:** ذات جا سومرا آهن. هي واڍڪي ڪم جا ايترا تہ ماهر ۽ ڪاريگر هئا. جو ڪين ان ڪم جا استاد ۽ اوستا سڏيندا هئا. جنهن ڪري پاڻ ذات جا "اوستا" سڏجڻ لڳا. هن ذات جي پنيان جيڪب آباد ضلعي ۾ اوستا محمد جو ڳوٺ ٻڌل آهي. الحاج در محمد اوستي، سابق وزير سان ڪيترائي دفعا ملاقات ٿي هئي، هو سومرن کي مائٽ چوندو هو. ۽ چوندو هو تہ اوستا. سومرا آهن.[1]

**اَوَسـرَ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**اَوسـواڙَ:** هندو ذات آهي. هي ٿر واري علائقي ۾ آباد آهن. روزگار خاطر سنڌ جي ڪن شهرن ۾ پڻ آباد آهن. اوسواڙن جون ٻيون بہ ذاتيون ۽ پاڙا آهن. جيڪي هن طرح آهن: ڊاٺي، وورا، گانڌي، گرڊيرا، تيمان، مدار، ڪـل، ڪـٻڙيا، وڏيرا، لالڻ، مهنتا، ويگڙ ۽ ڪانٽيا.

**اوسوال:** بنيا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. مارواڙ جي هڪ ڳوٺ "اوسيا" جا رهواسي هئڻ ڪري "اوسوال" سڏجن ٿا.

**اَوسَـيڙا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. ٺٽي شهر جا "اوسيڙا". شيخ سڏجن ٿا.

**اَوسَـيلا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**اوڪائي:** هندستان مان آيل ميمڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**اَوگامَ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**اَوڳاهي:** لفظ جي معنيٰ آهي شاهدي ڏيڻ يا اوڳاڙي ڪرڻ. سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**اولا خيل:** آفريدي پٺاڻن جو هڪ پاڙو. ميمنا خيل ۽ زخا خيل هن مان آهن.

**اولڪ:** جٽ راجپوتن جو هڪ پاڙو.

---

[1] روبرو ملاقات مخدوم محمد مراد صديقي وٽ 1968ع ۽ 1994ع ۾ ٿي.

**اوليان:** هندو جٽن جو هڪ پاڙو. اهلاوت. جون ۽ بيرما هن جا پاڻر آهن.

**اَونـاٽـِي:** جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڪن جاين تي هي اونائي به سڏجن ٿا. هي منهون راڄ جتن ۾ شامل آهن

**اونٽوال:** چهڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اونراڻي:** کوسن جو پاڙو، جيڪب آباد ۾ رهن ٿا.

**اونگر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. هن ذات جي پنيان جهرڪ شهر (تعلقو ٺٽو) جي پرسان نيشنل هاءِ وي تي هڪ ڳوٺ آهي.

**اَويسي:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**اهلاوت:** جيپور ۽ سانيڙ جي چوهان راجپوتن مان جٽ (جت) آهن. اوليان، جون، بيرما ۽ اهلاوت پاڻ ۾ پاڻر ٿين. هي هندو آهن ۽ سڏو ديب جا بيوپاري آهن.

**اهلو واليا:** سکن جو پاڙو آهي. هي ساڌو سنگهه جاٽ (جت) جو اولاد آهن. جو اهلو ڳوٺ جو ڪلال هو.

**آهير:** سنسڪرت لفظ "ابير" مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڳنوار. هي ٿر ۾ رهندڙ ڳهٺ ذات وارا هندو آهن. جيڪي اوچين ذاتين وارن هندن جا ڳنوار ۽ خدمتگار آهن. پيا اهير ڳهٺ ذات وارا (پنگي) پنجاب جا رهاڪو آهن. اهي به غير مسلم آهن. ليڪن انهن مان ڪجهه مسلمان به ٿيا آهن. پر پنهنجي اصلوڪي ذات "اهير" سڏائيندا اچن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ سرائيءَ جا جيڪي پاڙا لکيا آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "اهير" ڄاڻايو آهي. ڊاڪٽر الهرکئي بٽ ڪتاب "سماٽ" صفحي 38 تي لکيو آهي ته اهير پنجاب کان آيل سرائي ۽ جت آهن. جيڪي پاڻ کي سماٽ سڏائين ٿا. اهير، ڳجر، جدگال، گهوسي ۽ گوالا جتن سان واسطو رکندڙ ذاتيون آهن. سمن جي تاريخي حوالي مان معلوم ٿئي ٿو ته "اهير" سمن مان آهن. هڪ پراڻي چوڻي آهي ته:

> پٽيهہ گهر سمڪا. تن ۾ ارڙهن ٿيا آهير.
>
> انهن ۾ به چوڪا ٿيا چار.
>
> سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، پٽي جيسلمير.
>
> تن اتاهون چعدو، جنهن جو گاديءَ (اڱڻ) متي پير.

چوڻيءَ مان ثابت آهي ته اهي سما خاندان مان آهن. گورنر رٽائرڊ جنرل موسي پڻ اهيرن مان هو. ڪتاب دائره معارف اسلام صفحي 97 موجب "اهير". راجپوت آهن. اهيرن جا خاص پاڙا آهن. جادوبنس. گوال بنس. نند بنس ۽ ڪوسالي. چوڻي آهي ته رنڊي، بنيا ۽ اهير بي رحم آهن.

**اياٽي:** چنن جي هڪ پاڙي جو نالو. پنهوارن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "اياٽي" آهي.

**اينـڙا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ايرڦاٽي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي، ٽنڊي محمد خان طرف رهندڙ آهن.

**اَيري:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. چون ٿا تہ ايري، لوهار ۽ ڪوري ذات مان آهن.

**اَيزدي:** رند بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ايسام:** مزاري قبيلي جي رستماڻي پاڙي جي هڪ شاخ، جن کي ذات جا ايسام بلوچ چون ٿا.

**اِيسَرَ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ايسراڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات، جن جو واسطو لهاڻن جي "ماڪيجا" نک سان آهي. هنن کي اروڙ ونسي بہ چون ٿا. هي ديوان ايسرداس جو اولاد ٿين. هنن جو خاص ڌنڌو واپار ڪرڻ آهي. اهي اڪثر سنڌ جي واپاري شهرن ۾ آباد آهن. ٽاڻي بولا خان، ٽاڻي احمد خان، سَري ۽ عمر ڪوٽ ۾ هنن جا ڪافي گهر آهن. هينري پاٽنجر ڪتاب "سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر" ۾ بروهي قوم جا اٽڪل 85 پاڙا لکيل آهن، انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "ايسراڻي" آهي.

**ايلاڻي:** لسبيلي جي مانڌڙن مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڪتاب "بيلاين جا بول" (صحفي 54 ۽ 55 تي) ڄاڻايل آهي تہ مانڌڙي کي هارون پٽ مان الهيار، الهيار مان ننگر، ننگر مان ندام، ندام مان هارون، هارون مان الهيار، ان مان ايوب، تنهن مان زهرو، تنهن مان جنگلي، تنهن مان هارون، اُن مان بيگ، ان مان ايوب، ان مان الهيار، ان مان ايلو نالي پٽ هو، جنهن جي نالي سان "ايلاڻي" پاڙي جو نالو پيو.

**ايلچاڻي:** چانديا بلوچ قوم جي مارفاڻي پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو.

**ايلياسي:** هندو لهاڻن جي "ماڪيجا" نک مان ايسراڻي آکهہ جي، ايلياس ڳوٺ جا هندو رهواسي.

**اَيوب پوٽا:** شاهوڪن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ايوب خيل:** ڪاڪڙ، پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**اَيوب زئي:** سراباني پٺاڻن مان فوفل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**نوٽ:** مٿي بيان ڪيل ذاتين کان سواءِ بيون بہ ڪافي ذاتيون ڪتابي بيانن ۾ ملن ٿيون، ليڪن انهن جي وجود جي خبر نہ ٿي پوي، جنهن ڪري اهڙين ذاتين کي تحقيق هيٺ نہ آندو ويو آهي. اهڙين ذاتين ۾ آتارا، آنور، آجهڙيا، آڌوتي، اباٽا، ابريا، اپن، اڃا، اڃڙيا، اڳڇتاڻي، اگهام، اليا، امڙيا، اوپاٽا، اوجڙ اورڙ، اويسر، اهنواڻ، آسودا، آتاٽي، اڳواڻ، آنور، املي، امهڙا، اجڙي، اينون، ايريا، اڪياري، آدم خور، انڌاڻي، اذيڪا، اديسي، اٽند، اوطاقي ۽ اوپايا وغيره شامل آهن.

## اعوانن جو شجرو (علوي)






1. مير قطب شاھ. محمود غزنويءَ جي دؤر ۾ برصغير ۾ آيو هو.
2. قطب شاھ چار شاديون ڪيون هيون. جن مان ڪيس يارهن پٽ ۽ ٽي نياڻيون هيون.
3. قطب شاھ جو اولاد. قطب شاهي اعوان سڏجي ٿو.
4. اعوان. علوين مان آهن. ان ڪري بئي شجرا ڏسڻ گهرجن.

## انڍڙن جو شجرو



## انڙن جو شجرو

حضرت نوح عليہ السلام

|

سام

|

پرت / پاڳرت / پاڳرت

|

دمره / ڏمره / ديره/ڏيره

|

اجيپر/اجيپار

|

رام — زال ڪسيلا/ڪشيلا/ ڪوشيليا

|

لواڪس/نواڪس

|

اتت / انت

|

تـتـت / سرگنت / نرگنت

|

ڪــنِ — هن ڪــنِ جو شهر ٻڌايو هو

|

راجا سنبوت — هي سيوهڻ ۾ سڪندر اعظم سان لڙيو هو ۽ شڪست کاڌائين

|

سامِ

جادو بنسي راجپوت

جادم

هسپت (سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)

اولاد سنڌ جا سما

ابدري / زبدري

نيت/نيٿ/ نرپٿ

راٺو نوتيار / راٺيڊر

اوڊو / اودها

ادهه / اوڏ / اڍو

لاکيار / لاکير

ڄام لاکو نٺي جي گندري زال مان اولاد

باشاهه ٿيو ۽ ٻه شاديون ڪيائين

مناهيو — ڦل لاکو — چنو / چتو — انڙ (انڙن جو پڙ ڏاڏو) — ساند — ورياهه

انڙ

لاکو

سمون

ڪجپت

(اولاد چغدا ـــ ملاح ۽ راجپوت)

پوپٽ

(اولاد پٽي راجپوت)

چوڙو

اولاد چوڙا سما


ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرقن جو سردار
(اولاد ڪاڪيپوٽا)
ڪاڪو
جياند
جکرو /جاکرو
(مسرقن جو سردار) پلي
رائدن / رائيڏڻ / رائڏنو
(اولاد سيميجا) سمون
نوتيار
لاکو
ابڙو
ناهيون
چنيسر
مناهيو
ڪونئرو
(قوم سردار)
پلي
قل
مناهي
انڙ
(انڙن جو ابو)
پسايو
سارت
ڏيٽو
جاڙو
(قوم سردار)
ساند
جوکيو
راڄڙ
ڏيپر
پلهه
قل
ڳنيپر
تانتر
هگورو
سهتو
مهتر
گام
چنو
واهڙڪي نو
چاچڙ
تيبو
پيو
چيچر
واهڙ
جاکرو
پيو
هالو
هوتي
صاحب
کور
منگواٽو
ڳاهو
تير
ابڙو
رامديو
رونجهو
ڪاڪو
بهڻ/بهمڻ
چغدو/جغ
اڇڻ
ٻگهيو
برو
بهڻ
جوٽيجو
ڏاهري
راڄڙ
ڪيهر
ڳاهو
گهلو
راڇپر
وساڻ
چنو
ڏهريو
هاليجو
ارادينج
پنجابي
واتڙا
مبيجو
وسڻ
شورو
پاٺوجو
پنيرو
راهو
نره
هوتي
انڙ
ابڙو
ڪيبر
دل
جوٽيجو
سنگراسي
ڪيريو
راڇپر
ملاٿو
منگسي
تيبو
چام هوتي
حبو
راهو
چام هاپر



ڪيريو
سمون
پاٺو
ڄاڙو
جوجو
ڪنر
برند
جوڪيو
ڏهر
پريو
پينسين
سنگراسي
ڳاهو
پنيرو
سپڙ
پتڙ
لوڊر
اوڊر
وراٿيو
جوٽو
ماهي
ڇڇڙ
راڄڙ
سمون
تڳاچي
ڏيرڻ
رڪڻ
ساهيو
مير
مهندو
لنجو
ڄام جوٽو
ڄام راهو
اولاد راهوجا
ڄام گڙها عرف ڄام راهو يا ڪرراهو
ڄام لاکو
ڄام ڪاهو
ڄام لاکو



چام جوڻو
(سنڌ جا چام حاڪم هن جو اولاد آهن).
چام انڙ
(بي اولاد)
ڪاهو
پلي
اونو
جيسر
ابڙو
هگورو
منگر/همنگر
رائدن
سلطان
لاکو
کهوريو
تاجيو
ابڙو
بلوچ
چام بابينو عرف پنيو
ملڪ راهو
چام جوڻو اول عرف علاؤ الدين
سنڌ جي ٺٽي جو ٻيو حاڪم هن
کي فيروز تغلق قيد ڪيو.
چام انڙ اول عرف فيروز الدين شاهه. سنڌ ٺٽي جو پهريون حاڪم
جنهن سيوهڻ ۾ ملڪ رتن کي قتل ڪيو 1351ع
ملڪ زائڏنو
ملڪ راهو
ملڪ انڙ
ملڪ راڄ پال
چام تماچي اول عرف رڪن الدين شاهه ٺٽي جو حاڪم.
چام بابينو عرف صدر الدين. فيروز الدين تغلق هٿان قيد ٿيو.
چام خير الدين چام فيروز الدين عرف چام توگاچي.
چام بابينو ثاني
چام تماچي ثاني
(نوري گندريءَ جو مڙس)
چام صلاح الدين
چام علي شير
چام سڪندر
چام ڪرن
چام بهاؤالدين
عامر /امر




(لاکا قوم ۽ سميجا، ڪُل مان انڙ سما ڄام آهن. جي عام طرح سان سما ۽ انڙ سڏجن ٿا. وڌيڪ لاءِ "سما" قوم جو شجرو پڙهڻ گهرجي).

# انصارين جو شجره (نموني خاطر)

كُليب النجاري (مالك بن نجار)

زيد (الازري/ مالكي)

(والده هند) حضرت ابو ايوب خالد انصاري خزرجي رضہ (وفات 52 هہ قسطنطنية)

محمّد — عبدالرحمان — ابو منصور — متّ ايوب — عمرة

متّ ايوب

اشعث

شرجيل

مقدوم

جنيد

ثعلب

متّ

اشعث عرف امام

سالم

حسان

ابو عوف

مالك

محمد خالد

محمد جابر


عبدالله
محمد انس
عبدالرحيم (قراء)
حاجي عبدالرحمان شهيد (قاري)
محمود عرف حافظ ممون
حافظ محمد يعقوب (عرف قاري) (همعصر مخدوم عبدالواحد ڪبير سيوستاني)
محمد مراد انصاري (شاگرد مخدوم محمد هاشم ٺٽوي)
غلام حسين
غلام قادر عرف پليڏنو
محمد علي عرف ڏاتر ڏنو
موليڏنو
احمد علي عرف غلام رسول
ممد حسين عرف (والي ڏنو)
عبدالرحمان
محمد حامد عرف محمد محسن
عبدالله عرف علي اسد
شيخ محمد عابد انصاري عرف محمد حسن
عبدالله

# اونن جو شجرو



لاکيار (لاکير)
(زال ٺٽي جي گندري)
چام لاکو
(بادشاهہ ٽيو)
انـڙ
لاڪــو
سمون
(اولاد ڪاڪيپوٽا)
ڪاڪو
(ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرقن جو سردار)
رائڏڻ/ راڏڻ/ رائڏنو
پلي
سمون
پلي
(اولاد سميجا)
سمون
ساند
قل
انڙ
مناهي
چام هوٽي
چام هاپر
لنجو
ڏيڏو
اوٺو
ڏلَ
مناهيجو
مناهيو
چام جوٽو
(اولاد اوٺا يا سما اوٺا)
چام راهو عرف چام گڙها
چام لاکو
چام ڪاهو
چام لاکو
اوٺو
سلطان
اولاد اوٺا
اوٺو
اولاد سلطان اوٺا

# ب

**بَـابـَرَ:** ڪيتران بلوچ جي ماءُ پناڻي هئي. جنهن سبب مان پناڻ جي نسبت سان هڪ پٽ جو نالو بـابر رکيو. جنهن جي پنيان ڪيتران بلوچن جي هڪ پاڙي ۽ ذات جو نالو "بـابر" پيو. پناڻ قوم ۾ افغانن جي هڪ پاڙي (شيراني) جو نالو پڻ بابر آهي. سَمَـا قبيلي جي هڪ ذات جو نالو بہ بابر آهي. سنڌ جا ببر (جت) ڪراچيءَ ۾ اڪثر ڪري پاڻ کي "بابر" چوائين ٿا.

**بَـابـَر الياس لَـڪِـياني:** سيراني (افغاني) پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪين بابر الياس خخياني بہ چوندا آهن.

**بَـابـِراڻـي:** ڪَلوڙن، رندن، بڙدين، چاندين ۽ ڪلمتين جي هڪ پاڙي جو نالو. بابراڻي ڪلمتي رندن جو شجرو هن طرح آهي.




**بَـابرائي:** بلوچستان جي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بابرچ:** دراني پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بابڙ:** پناڻن جو پاڙو آهي. جيڪي شڪارپور ضلعي ۾ رهن ٿا.

**بَـابڙا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي ۽ ذات جو نالو. هي ابڙن ۾ تا اچن: درويش زڪريا اگهم ڪوٽي، مخدوم نوح جو خاص خليفو ۽ بزرگ هن پاڙي مان هو (بحوالہ ڪتاب مشاهير سنڌ صفحو 2 ۽ 30). هندن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بابڙا" آهي.

**بابڙاڻي:** سما قبيلي جو پاڙو آهي، جن جا ڪجھ گھر تاڻي بولا خان ڪوهستان ۾ رهندڙ آهن.

**بابڪي:** بروهين جي پاڙي جو نالو.

**بابلاڻي:** ڪوسن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو. بڙدي بلوچن جي سندراڻي پاڙي مان هڪ ڦريءَ جو نالو پڻ "بابلاڻي" آهي.

**بابڻ:** راهواڻي نهڙين جو هڪ پاڙو.

**بَـابواڻي:** جمالين جي هڪ پاڙي جو نالو. بڙدي بلوچن جي سندراڻي شاخ مان پڻ "بابواڻي" آهن.

**بابوزئي:** يوسف زئيءَ مان اڪوزئي، انهن مان بائيزئي ۽ انهن مان "بابوزئي" پناڻ آهن.

**بابولاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي خليلاڻي پاڙي مان هڪ ڦريءَ جو نالو. ساڳي طرح بڙدين جي سندراڻي قبيلي مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو"بابولاڻي" آهي.

**بَـابي:** سَما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**بَـايَـاڻِـي:** ڊومڪي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**باپڙا:** ٿر ۾ رهندڙ هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**بَـانَـا:** چاچڙ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. "دايا" ذات جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ"بانا" آهي.

**بـاپراڻي:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**باج:** جٽ (جت) راجپوتن جي "ڏلو" شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـاجارا:** عرب ڪان آيل مسلمانن جي هڪ ذات. تفصيل لاءِ ڏسو "باجر"

**بَـاجَـاڻِـي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَـاجَـائـِي:** هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**بَـاجَـرَ، بَـاجَـارَ (بَـاجارا):** بَـاجَـرَ يا بَـاجَـار پاڻ کي بني حاڪم جو اولاد سڏائين ٿا. هي اصل ۾ عرب آهن جيڪي تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ آيا ۽ اِتي ئي آباد ٿيا. تعلقي سيوهڻ ۾ منڇر ڍنڍ جي ڪپ تي هڪ پراڻو شهر (ڳوٺ) آباد آهي، جيڪو "باجارا" يا باجلا قوم وارن اڏايو هو. جن مان هن وقت استاد محمد حسن باجاري مشهور آهي. محمد بن قاسم جي دؤر بابت لکيل تاريخن ۾ هن ڳوٺ ۽ ذات جو ذڪر نهايت تفصيل سان ڏنل آهي، بَـاجَـر ذات جا خاص پاڙا احمداڻي ۽ پائيداڻي آهن.

مخدوم نوح هالن واري چار شاديون ڪيون، جن مان هڪڙي شادي ترڪي مغلن جي "باجر" پاڙي مان ٿيل هئي. معلوم ٿئي ٿو تہ باجر، مغل پڻ آهن. باجارن جي باجر پاڙي جا ڪجھ گھر هن وقت پاڻ کي مغل

چوائين ٿا، جن مان غوث محمد مغل مشهور آهي.

**باجِرَ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو باجر آهي. بَاجِر لفظ ۾ تغير سبب باجَر بہ سڏجن ٿا. ليڪن درست "باجــر" آهي. هن ذات جا خاص پاڙا نوتيار، راجا، سيال ۽ ويسر آهن.

**بَاجــڙَ:** هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**بَاجَـڪاڻي:** لاشاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. سنڌ ۾ رهندڙ بڙدي بلوچ قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پـڻ "بَاجڪاڻي" آهي. بڙدي باجڪاڻي، بجاراڻي شاخ مان آهن. لاشاري باجڪاڻين جو مورث اعليٰ "بـاجڪ خـان" هو. هنن جي سرداري پڳ پڻ بليدي بجاراڻي وٽ آهي. هڪ تحقيـق موجب باجڪـاڻين (لاشـارين) جـو شجرو هن طرح آهي.




**باجُوا:** (بجو) هڪ مسلمان ذات جو نالو. ڪتاب "شاهان گوجر" ۾ لکيل آهي تہ "باجوه". راجپوت جتن مـان آهن ۽ ڪرل پڻ هن شاخ سان واسطو رکن ٿا. هيءَ سورج بنسي راجپوت نسل مان راجا شيلپ جي پٽ ڪلس ۽ ليس جي اولاد مان آهن. ليس، "جمونءَ" ۾ هڪ راجپوت چوڌريءَ سان ۽ ڪلس پسرور ۾ هڪ جٽ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. جنهن ڪري سندن اولاد راجپوت، باجوا ۽ جٽ سڏجي ٿـو. "راءَ جيسـن" هـنن جـو ڇگـو مڙس هو. هنن جا رسم و رواج ساهي ۽ چيما جهڙا آهن.

**بَاجُوخيل:** لوڏي ۽ ڪاڪڙ پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَاجَوڙ:** بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَاجوزَئي:** بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو. لوڏي پٺاڻن ۾ پڻ "باجوزئي" آهن.

**بَاجَوئي:** بروهي قوم جي زهري پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو آهي. "باجو"، زهريءَ جو پٽ هو ان پنيان "باجوئي" سڏجن ٿا. سندن چڱو مڙس سبزل خانزئي هو.

**باجي پوٽا:** نومڙيا ذات جو پاڙو. جيڪي نوابشاهه (60 ميل) ۾ رهن ٿا. نئي ۾ رهندڙ جاکرن جي همند شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "باجي پوٽا" آهي.

**باجيد:** راڄڙن جو هڪ پاڙو.

**باڇِڪاٽي:** مسلمان سماٽ ذات جو هڪ نالو. جيڪي نئي ضلعي ۾ ڪاري طرف رهن ٿا ۽ ملاحن جي اوڙڪ ۾ شامل آهن.

**بَاخـلاٽي:** بگٽي بلوچ قوم جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَادا:** مسلمان ذات آهي. نهايت ٿورائيءَ ۾ رهن ٿا.

**بَاداٽِي:** بروهين ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**بادل زَئي:** بابرچ افغاني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**بادي خيل:** يوسف زئي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**بَادين پوٽا (باديڻ پوٽا):** لسبيلي جي ڄاموٽن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**بادين زئي:** مينگلن جو پاڙو آهي. ڪتاب" بلوچ اور بلوچستان" صفحي 129 موجب بادين زئي. "ساتڪزئي" قبيلي جو پاڙو آهي.

**بارازئي:** محمد زئي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**بَآران زَئِي:** بَنگلزئي بروهين ۽ قمبراڻي بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. مينگلن ۾ پڻ "باران زئي" آهن.

**بَارَ جنگ:** بلوچستان جي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَارڪ زَئي:** دراني (ابدالي) افغاني پٺاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو. زرڪ بن عيسيٰ کي بارڪ نالي پٽ هو. ان جي نالي سان پاڙي جو نالو "بارڪ زئي" پيو. بارڪ زئي جڏن پيون بہ ڪافي شاخون آهن. جن مان بارڪ زئي، عبدالله زئي، اچڪ زئي، انگوزئي، هيسب زئي، ڪارجي، محمد زئي، نصرت زئي، نورالدين زئي، شيرازئي ۽ سندر زئي مشهور آهن.

**بَارگاٽي:** جتوئي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بارگوجر:** سورج بنسي راجپوتن مان راجا رامچندر جي پٽ "لاوا" جي اولاد مان آهن. هنن جو شمار بہ راجپوتن جي ڇٽيهہ شاهي خاندانن ۾ ٿئي ٿو.

**بَارميرا:** هندن جي ذات. جيڪي اصل ۾ "باهڙ مير" جا رهاڪو هئا. اٽڪل بہ صديون اڳ لڏي اچي ٿر ۾ رهيا.

**بارناٽي (برناٽي):** کوسن جو هڪ پاڙو.

**بَارڻ:** ڪوهستان ۾ رهندڙ هڪ سماٽ ذات جو نالو آهي. بارڻ نئن تي رهڻ جي نسبت سان "بارڻ" سڏجن ٿا.

**باروزئي:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي. هي سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**باروزي:** افغانن جي "پَنيِ" قبيلي جو هڪ پاڙو. سنڌ ۾ ڪافي هنڌن تي رهن ٿا.

**باريا:** سورج بنسي راجپوت شاخ مان راجا ڪرن جو اولاد آهن ۽ راجپوت سڏجن ٿا. چندر بنسي راجپوت شاخ مان راجا "مل" جو اولاد جٽ (جت) چوائين ٿا.

**بارِيجَا:** بلوچستان ۾ رهندڙ جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. سنڌ ۾ ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو بہ باريجا آهي. لسبيلي طرف ويٺل ڇنا قوم وارا چون ٿا تہ اسان باريجا آهيون. باريجا ذات جو نالو بہ سببن ڪري پيو آهي. پهريون تہ هي باري نالي ماڇهوءَ جو اولاد آهن ۽ ٻيو تہ بار کڻندڙ وهٽ ۽ لاڏو اٺ تي جيڪي ماڻهو ڪرت ڪندا هئا. انهن کي ذات جا "باريجا" چيو ويو.

**بَارِيچَا:** باريچا يا ٻاريچا سنڌي سماٽ آهن. 1911ع واري هندستان جي آدم شماري موجب باريچا (ٻاريچا) سَما قبيلي جي فهرست ۾ ڏيکاريل آهن. سنڌ جي دادو ضلعي ۾ هنن جا وڏا وڏا ڳوٺ آهن. ٽاٽي بولا خان وارو علائقو سندن رهائش کان مشهور آهي. ڏڪر ۽ بيروزگاري سبب ڪڇهہ سنڌ جي اندرين حصن ۾ ۽ ڪڇهہ لسبيلي جي دريجي واري پاڳي ۾ آباد ٿيا آهن. باريچن جو خاص ڌنڌو مال پالڻ. مال جو واپار ڪرڻ ۽ پوک ڪرڻ آهي. چوٽي آهي تہ "وڪا ۽ باريچا پاڻ ۾ قريب ۽ شريڪ ٿين". باريچا، حضرت لعل شهباز جا مريد ۽ معتقد آهن. سندن وڏو ڏاڏو. تحمل سببان "باري" سڏبو هو ۽ پوءِ سندس اولاد "باريچا" سڏجڻ لڳو. لسبيلي ۾ باريچا، فقير گهر ليکيا وڃن ٿا. هنن جا مکيہ پاڙا آهن. 1. براهم پوٽا 2. عمر پوٽا 3. شيش پوٽا 4. غيبي پوٽا 5. صدر پوٽا 6. محمود پوٽا 7. حمل پوٽا 8. برڙ پوٽا 9. ريحاڻ پوٽا 10. وڪا 11. ڇاريجا.

**بَاڙو خيل:** لوڌي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**باڙي خيل:** آفريدي پٺاڻن جي زخاخيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**بَازَ:** مسلمانن جي هڪ غير سماٽ ذات جو نالو.

**بَـازَاڻـــي:** بوزدار بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـــازدَار:** مسلمانن جي هڪ غير سماٽ ذات جو نالو. بازن جو شڪار ڪرڻ سبب بازدار سڏجن ٿا.

**بازراڻي:** ڪليرين (جتن) جو پاڙو آهي. هي سرائڪي ۽ جتڪي زبان ڳالهائين ٿا.

**بَــازمَـاڻِي:** کوسن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـازَئي:** قيس عبدالرشيد پٺاڻ جي پٽ جو نالو بتن. ان جي پٽ جو نالو شرجون. ان جي پٽ جو نالو مياڻو ۽ ان جي پٽ جو نالو حسين هو. حسين کي ڇهه پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو "باز" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "بازئي" سڏايو.

**بَازي:** ڪرمتي جت بلوچن جي احمداڻي شاخ جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بازيگر:** گورچاڻي (رند) قبيلي جي هڪ شاخ آهي، جيڪي "بازيگر بلوچ" سڏجن ٿا. ڪن جاين تي هنن کي "بازگير" پڻ چون ٿا. بازيگر پاڙي جون مکيہ ڦريون. ميرواڻي (مويراڻي)، پيياداڻي (پياواڻي)، دولالاڻي ۽ براهماڻي آهن. بازيگر، پنتي پيل هڪ قوم آهي، جيڪي پنهنجي گذر سفر خاطر کيل تماشا ڪن ٿا.

**بَـاسَـو زَئي:** بابرچ افغاني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَاسِـي خَـيل:** آفريدي پٺاڻن جي اڪاخيل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**بَـاغائي:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات جو نالو. صحرائي سيدن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "باغائي" آهي.

**بَـاغـدار:** رندن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـاغياڻي:** چانديا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـاقَـر:** دل ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـاقريوٽا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات (دلَ) جو نالو.

**بَـاقِـراڻي:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات جو نالو.

**باقل پوٽا ( باقيل پوٽا ):** مٽياريءَ جي حسيني سيدن جو پاڙو آهي. هي سيد زڪريو عرف ڪڙئو جو اولاد آهن. ڪڙياڻي ۽ ڏتوريا پڻ هنن مان آهن. وڌيڪ لاءِ متعلوي سيدن جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**بَـاقل زَئي:** خرشيون افغاني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**باقياڻي:** لغارين جو هڪ پاڙو.

**بَـاڪَـا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بَـاڪڙا:** لسبيلي ۾ رهندڙ هڪ سماٽ ذات. جيڪا اصطلاحي طرح لاسي قوم ۾ شمار آهي. باڪڙا. "بُـرا" آهن. هنن مان باڪڙو شاعر ٿي گذريو آهي. باڪڙا روزگار خاطر سنڌ ۾ آباد آهن. ڪتاب "بيلاين جا بول" ۾

ڄاٺايل آهي تہ باکڙا، بزنجو جي اولاد مان آهن. سنڌن خاص پاڙا: 1. علي پوٽا 2. زنگي پوٽا 3. مهوند پوٽا ۽ 4. سحاق پوٽا آهن. پاڙن جا نالا سندن اولاد پنيان پيل آهن.

**باکڙو:** بلوچن جي ذات آهي.

**بَاگَاٺَا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**باگاٽي:** سرڪي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. گمبٽ جي پرسان ناريجا وينا آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "باگاٽي" آهي. تعلقي ٽنڊي الهيار جي بيگن جروار ڳوٺ ۾ جروارن جي هڪ وڏي پاڙي جو نالو پڻ "باگاٽي" آهي.

**بَاگِراٽي:** ٽالپر بلوچن جا ڪيترائي پاڙا آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو "باگراٽي" آهي. اهي پاڻ کي ٽالپر سڏائين ٿا ۽ سرائڪي ڳالهائيندڙ آهن. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ لکيو آهي تہ باگراٽي، رندن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ان ڪري هي رند بہ آهن. پنهورن ۾ پڻ "باگراٽي" آهن. باگراٽي ٽالپرن جا ٽي سردار ميوا خان، سوائي خان ۽ ڪرم خان ٿي گذريا آهن، جن جا شجرا هن طرح آهن.




**بَاگڙي:** گهٽ ذات جا هندو ۽ مردار جانورن جو گوشت کائيندڙ شڪاري آهن. هنن کي "واگهڙي" پڻ چون ٿا. هي خانہ بدوش قبيلو آهي. هي هندستان جي باگڙيا علائقي جا رهواسي پئي، جٽ ۽ رانوڙ قبيلي مان آهن.

**باگي:** چانڊيا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**باگهيلا:** ڪتاب "شاهان گوجر" صفحي 175 تي ڄاڻايل آهي تہ "باگهيلا"، گوجرن جي هڪ ذات آهي. هنن کي "واگهيلا" پڻ چون ٿا.

**بـالاچُ:** هڪ غير سمات مسلمان قبيلي جو نالو.

**بـالاچاڻي:** هوت، بلوچ قوم جي هڪ ذات آهي. ميرڪ لغارين جي سرڪاڻي قبيلي جو وڏو ڏاڏو، جيڪو ديري غازي خان ۾ رهندو هو. انهيءَ پاڙي مان ڪافي باشندا ٽالپرن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ اچي پير جي ڳوٺ ۽ سڪرنڊ واري علائقي ۾ آباد ٿيا. جن مان هڪ پاڙي جو نالو بالاچاڻي رکيو ويو. هن پاڙي مان خليفو نبي بخش ۽ نار وارا خليفا مشهور ٿيا.

**بـالادي:** هن ذات وارا سنڌ جي سماٽي جتن جي ڪُـلَ مان آهن. سندن وڏا، اٺ پالڻ جو ۽ انن تي بار لڏڻ جو ڪم ڪندا هئا. ڪن جاين تي اجان بہ اهو ساڳيو ڌنڌو ڪن ٿا. ڪن جاين تي بالادي پاڻ کي ميرجت بلوچ سڏائين ٿا. جا سندن پـل آهي. هو سمات جـَت آهن. بڙدي قوم يا بليدين سان سندن ڪوبہ واسطو نہ آهي.

**بالڇاڻي:** بوزدارن جي هڪ پاڙي جو نالو. گاڏهي بہ چون ٿا تہ اسان جي هڪ پاڙي جو نالو"بالڇاڻي" آهي.

**بالو:** داٿود جي پٽ جو نالو هندڪئي هو. ان کي ٿي پٽ هئا. هڪڙي پٽ جو نالو "بالو" هو. جنهن مان "بـالو" پناڻ آهن.

**بالواڻي:** مگسي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بالوت:** ميوا قبيلي جو هڪ پاڙو.

**بالوزئي:** ريڪي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**بـالوط:** ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بامي:** آرائين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـامـِي زئي:** پناڻن جي فوفل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. جنهن مان عبدالرحيم خان بامي زئي، احمد شاهہ ابداليءَ جي طرفان شڪارپور جو نواب مقرر ٿيو هو.

**باند:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. جيڪي سجاول طرف رهن ٿا.

**بـاندَڻ پوٽا:** ڪرمتين جي راڏا بنديجا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـانڪا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي.

**بـانگا:** سنڌ جي اتر طرف رهندڙ هڪ مسلمان ذات. جن جا ڪجهہ گهر گمبٽ، کهڙن ۽ نوابشاهہ ۾ آهن. هن ذات جي پنيان گمبٽ کهڙن ۾ "بانگا" مسجد مشهور آهي. هي چون ٿا تہ اسان حضرت بلال حبشيءَ جو اولاد آهيون.

**بَــانگهوريا:** لسبيلي ۽ ڪوهستان ۾ حملاڻي برفتن جي راڄ جو نالو.

**بَــانو:** مزاري بلوچن جي قبيلي مان رستماڻي شاخ جي هڪ ذات آهي، جن کي "بَــانو" بلوچ چون ٿا.

**بانو شالي:** هندن جو پاڙو آهي. (تاريخ سجاول صفحو 346)

**بانيا:** هندو واپارين جي ذات آهي، هنن کي پائيبند بہ چون ٿا.

**باٽيي:** ضلعي مانسهره جو هڪ گڏيل قبيلو. پشتو ۽ هندڪو ڳالهائين ٿا ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**باوريا:** شڪاري آهن.

**باهٽي:** جٽن (جَـٽَ) جي ذات آهي. چانگ ۽ گهرت هنن جا عزيز آهن. اصل ڪانگڙا علائقي جا آهن.

**باهري:** کترين جي هڪ ذات.

**باهڙ:** سَـما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**باهمڻ:** آرائين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**باهـُو:** سنڌ ۾ رهندڙ باليشاهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو.

**باهـُوت (ٻائوٽ):** ڪرمتي جت بلوچن جو پاڙو آهي.

**بَــاهـُوتا:** سَمَــا قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**بَــاهـُوجا:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**بَــاهوُڪلات:** مختلف بلوچن جي هڪ مخلوط قبيلي جو نالو.

**بَــائداڻي:** پنهورن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَــائڙزي:** مغيري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بائو:** دلن جو هڪ پاڙو.

**بَــائي زئي:** مهند ۽ بنگش پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. يوسف زئيءَ مان اڪوزئي ۽ انهن مان "بائيزئي" پناڻ آهن. جن مان اباخيل، بابوزئي، زنگي خيل، عزيز خيل، متو ريزئي ۽ موسيٰ خيل پاڙا آهن.

**ببراڻي:** ڪرمتين جي ملڪاڻي جتن ۽ لٽيگ جتن جو هڪ پاڙو.

**ببرزئي:** زهري بروهيءَ کي ڪنيز زال مان، "ببر" نالي پٽ هو. جنهن نسبت سان هي ببرزئي سڏجن ٿا. پنهنجي قوم ۾ خادم جي اولاد سبب گهٽ درجي جا آهن. لوناڻيءَ جي زير اثر آهن.

**ببرڪ زئي:** هڪ روايت موجب"ببرڪ زئي"بگٽي بلوچ آهن.

**ببلا:** ڀاٽيا راجپوتن جي چوراسي شاخن مان هڪ شاخ جو نالو.

**ٻـَبـَواڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو (بحوالہ تاريخ سجاول)

**ٻتوئي:** چمارن جو هڪ پاڙو.

**ٻتيلاڻي:** مزاري بلوچن جي بلوچاڻي پاڙي جي هڪ شاخ. ساڳي طرح سان بگٽين جي پاڙي ڪالپور مان هڪ ٽڪ جو نالو پڻ "ٻتيلاڻي" آهي.

**ٻتياڻي:** ٻڙدي بلوچ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـُـٽـَاڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. هي اروڙ ونسي هندن جي "نگديو" نک مان هڪ آکهہ جو نالو. هي ٻٽا سنگهہ (1778-1715ع) جو اولاد آهن. ڪنوج مان لڏي اچي سيوهڻ ۾ ويٺا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ ملازم ٿيا. حيدرآباد ۾ سيوهاڻي پاڙو انهن سان منسوب آهي. سپاهميلاڻي بہ هنن مان آهن.

**ٻٽر:** راجپوت نسل مان جٽ (جت) آهن.

**ٻٽي:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو. جيڪي ڪن جاين تي مسلمان تہ ڪن جاين تي هندو آهن.

**ٻٺارا:** سنڌ ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات. جن جو واسطو دايا ذات سان آهي. اهي اڪثر ڪري ٻٺن (ڪورن) تي گڏهہ وهائيندا آهن. جنهن نسبت سان "ٻٺارا" سڏجن ٿا.

**ٻـَنـَرَ:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي ٿر ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ نهايت ٿورائيءَ ۾ رهن ٿا.

**ٻنيجا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. چون ٿا تہ سندن وڏا سخي مرد هئا. سدائين خيرات ۽ مهمان نوازي خاطر رڌپچاءَ جون ٻنيون ٽتيون ٻيون هونديون هيون. رهگزرن کي ماني کارائي پوءِ ڇڏيندا هئا. جنهن ڪري ماڻهن کين "ٻنيجا" چيو. سنڌ وارا شهاڻي ۽ قنڌاري انهن جو اولاد آهن.

**ٻنيوار:** خاصخيلين جو هڪ پاڙو.

**ٻـَجـَا:** سومرا قبيلي سان واسطو رکندڙ سنڌ جا سماٽ آهن. جيڪي پاڻ کي ڪن جاين تي "ٻجا" تہ ڪن جاين تي "سومرا" سڏائين ٿا. "ٻـَجا" ذات سان سڏجندڙ سنڌ ۾ تمام ٿورا آهن. جيڪي اڪثر ڪري ڏوٻڪو ڪم ڪن ٿا. يا ڪنهن ٻئي روزگار سان منسلڪ آهن.

**ٻـَجاج:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي اڪثر ڪپڙي جا واپاري هوندا آهن. هي سنڌ جي وڏن شهرن ۾ رهن ٿا. چون ٿا تہ "ٻجاج" اروڙ ونسي هندن جي هڪ نک آهي. هي لهاڻا آهن. پارواڻي، ٻمناڻي، سانولاڻي ۽ لکياڻي هن نک جون مکيہ آکهون آهن.

**ٻـِجار:** جوکيا ذات جي تيير پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو.

**بـجـاراڻـي:** مـري بلوچ قبيلي جي هـڪ پاڙي جو نالـو. هن پاڙي يا شاخ جون هيٺيون مکيہ ڦريون آهن: 1-بجاراڻي 2- قلندراڻي 3- سمراڻي (سومراڻي) 4- سالاراڻي 5 - رحمڪاڻي 6- پيري (پواهدي) 7-ڪنگراهي. 8- ڪلواڻي 9- پرداداڻي (پيهراڻي) 10- ڪکراڻي 11- شهيجا (شاهجا) ۽ 12- رمخاڻي. چگي مڙس جي پڳ بجاراڻي پاڙي تي آهي. ڪرمتين جي پيُوا. گبول ۽ راذا آگاريا قبيلي جو پڻ هڪ پاڙو. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ رنـدن ۽ لاشارين جي احوال ۾ لکيو آهي تہ بجاراڻي، رند قبيلي ۽ لاشاري قبيلي جا خاص پاڙا آهن. يعني بجاراڻي ذات وارا رند بلوچ بہ آهن تہ لاشاري بہ آهن. مرزا قليچ بيگ، ڪتاب "قديم سنڌ. ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" جي صفحي نمبر 300 تي وضاحت ڪئي آهي تہ بزدي يا بليدي قبيلي مان زيندي خان کي بہ پٽ هئا. هڪڙو سندر ۽ بيو حاجي. سندر جي اولاد مان بجاراڻي آهن. بجاراڻي، بليدي- بزدي بلوچ سڏجن ٿا. ساڳي ڳالهہ جي تصديق اسان کي "جامع سنڌي لغات" مان ملي ٿي، جنهن ۾ لکيل آهي تہ بزدي بلوچ قوم جي 24 پاڙن مان هڪ پاڙي جو نالو "بجاراڻي" آهي، يعني هي بزدي بہ آهن. ساڳي لغات ۾ کوسن جا پاڙا لکيل آهن، تن مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "بجاراڻي" آهي.

ايس. صادق علي لکي ٿو تہ زيندي خان جي اولاد مان بجاراڻي آهن، جن جو سردار ڪرم خان ولد شير محمد خان بجاراڻي آهي، هن بزدي قبيلي جا اٽڪل يارهن پاڙا ڏنا آهن، جيڪي بزدي جي احوال ۾ بيان ڪيل آهن. زردارين ۽ جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بجاراڻي" آهي. جتوئي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو "شر" آهي. ان جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بجاراڻي" آهي، ڪلمتي رند بلوچ آهن، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو بجاراڻي آهي، جنهن تي سرداريءَ جي پڳ هئي، ان پاڙي جو شجرو هن طرح آهي:




**بجارپوٽا:** جتن ۽ جوکين ۾ چام بجار نالي هڪ مرد مجاهد هو. ان جي پٽ جي اولاد کي بجارپوٽا چون ٿا. هن وقت بجار پوٽا. جتن ۽ جوکين جا پاڙا آهن. جاکرن جي منجهٺان شاخ جي هـڪ پـاڙي جـو نـالـو پـڻ "بـجارپوٽا" آهي.

**بجارپوٽڙا:** بجار خان جت جي پوٽن جو اولاد. هي ننڌيار جتن ۾ شامل آهن.

**بجار زئي:** بروهي قوم جي بنگلزئي پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو. ساڳئي وقت مڪران ۾ رهندڙ مڪراني بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ " بجار زئي" آهي.

**بجاري:** ڪرمتين جي هڪ پاڙي جو نالو بجاري (مهيري) آهي. مولوي علي محمد مهيري هن پاڙي مان هو.

**بجالاڻي:** ميمڻ قوم جو پاڙو آهي. جيڪي ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**بجاڻا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بجاڻي:** بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو. ملاحن ۾ پڻ "بجاڻي" آهن.

**بجراڻي:** مختلف بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي اڪثر نواب شاهه، سکر ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ رهن ٿا.

**بَــجير:** ٿر ۾ خاصخيلين کي چون ٿا. هندن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "بجير" آهي. سميجن جو پڻ هڪ پاڙو.

**بُــجير:** ٿر ۾ هندو سوڍن جي هڪ پاڙي جونالو.

**بُـجيراڻي:** رند قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. چانڊيا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ"بجيراڻي" اهي. هن پاڙي جون مکيه شاخون 1- عاقلاڻي، 2- لشڪراڻي، 3- عاقباڻي، 4- پيرڪاڻي ۽ 5- ڪوڪ آهن.

**بُـجيرائي:** مگسي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بُـج:** چنا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بُـجا:** ٿر ۾ سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻچاڻي:** ڪوسن، لغارين، ميمڻن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو. چانڊين ۾ پڻ "ٻچاڻي" آهن. حاجي مراد خان ولد جاني خان چانڊيو "ٻچاڻي" هو.

**بَـحَـراڻي:** بلوچ آهن. لسٻيلي ۽ ڪوهستان ۾ ويٺل آهن ۽ ٻاٻڙن جي راڄ ۾ شامل آهن. ميرجتن ۾ پڻ "بحراڻي" پاڙو آهي.

**بُـخاري:** حسني ۽ حسيني سيد آهن. ترڪستان جي بخارا شهر کان آيل آهن. ان شهر جي وجه تسميه جي ڪري بخاري سڏجن ٿا. بخاري پير (سيد) به آهن. جيڪي حضرت حسن جي اولاد مان آهن. بخاري سيدن جا خاص پاڙا: جهانيان پوٽا، معشوق پوٽا ۽ وهڻائي آهن. هي سيد جلال الدين حسين سرخ پوش بخاري ۽ سيد شير شاهه جو اولاد آهن. شير شاهه سورهين صديءَ ڌاري سنڌ ۾ آيو هو. (سندن شجرو اکر "ب" جي آخر ۾ ڏسڻ گهرجي).

**بختو خيل:** غلزئي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بختيار:** لوڌي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**بخشالي:** جمالي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـخشاڻي:** جمالي قبيلي جو هڪ مکيہ پاڙو. جيڪي بخشو خان جمالي جو اولاد آهن. هن ذات وارا سڄي سنڌ ۾ آباد آهن ۽ اڪثر سرائڪي ڳالهائين ٿا. پرڳڙي ۽ جروار بلوچن ۾ پڻ "بخشاڻي" آهن. بلوچ قوم جي شجري تي سرسري نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ بخشاڻي، رند قبيلي سان واسطو رکندڙ هڪ ذات آهي. ليڪن رندن جي احوال ۾ هن کي نہ ڏيکاريو ويو آهي. سنڌ ۾ بخشاڻي جمالين کي سرداري هئي، جن کي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جاگيرون ڏنيون هيون. [1] بخشاڻي رند ۽ بخشاڻي جمالين جو شجرو هن طرح آهي.




---

[1] frontier and over sea's expedition of India..

**بخشلاڻي:** بگٽي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. "بخشواڻي" هنن مان آهن.

**بَـخَـشواڻي:** بگٽي بلوچن جي مشوري ۽ بخشلاڻي پاڙن مان هڪ شاخ آهي.

**بَـخَـيراڻي:** مهر قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـدا:** راجا چندر ونسيءَ جي نسل مان هندو راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو. مسلمان رانوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بَـدا" آهي.

**بَـداڻي:** بگٽي ۽ بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـدراڻي:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. هي ملاحَن ۽ مهاڻن جي نک ۾ تا اچن.

**بَـدري:** پنهورن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـدل زئي:** اوتخ بن مياٽو بن شرخون بـن بتـن بـن قيـس عبدالرشيد پٺاڻ کي "بـدل" نـالي پٽ هو. جنهـن جي نسبت سان سندس اولاد پاڻ کي "بدل زئي" سڏائي ٿو. هنن جا ڪجهہ گهر شڪارپور ۾ آباد آهن.

**بدمن:** راجپوتن جي ذات، جيڪي چندر بنسي (يادو بنسي) جي هڪ شاخ آهن. اڪثر ڪري هندو آهن.

**بَـدَو:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بدوا:** چنا ذات جو هڪ پاڙو.

**بَـدواڻي:** رند بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـدوبائي:** بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـدوزَئي:** بروهي قوم جي بنگلزئي پاڙي مان هڪ تمن جو نالو. تور پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ" بَـدوزئي" آهي. ساڳيءَ طرح فوفل پٺاڻن ۾ بہ ساڳئي نالي سان هڪ پاڙو آهي. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب "بدوزئي"، بزنجي قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**بدولاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي لشاري پاڙي مان هڪ شاخ.

**بدون:** مسلمان خانہ بدوش قبيلو آهي. پاڻ کي امام شافعيءَ جا پيروڪار عرب چوائين ٿا. مانگرمڇ، ڪڇون ۽ ڏيڏر ڪائين ٿا. مسلمان هنن کي "اڇوت" چون ٿا. مرد حقا ناهين تا ۽ عورتون سڳيون هٽن ٿيون. بياس ۽ ستلج ندين جا رهواسي ملاح ۽ مهاڻا آهن. واهلا، ڏرا ۽ بلارا هنن جا خاص پاڙا آهن.

**بَـدوئي:** لاشاري ۽ لغاري قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو، جيڪي ذات جا "بدوئي بلوچ" سڏجن ٿا.

**بَـدوي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو. هي عرب کان آيل "جت" آهن.

**بدهتو:** پنگين جي هڪ ذات.

**بَدي:** سمن جي هڪ ذات جو نالو. تلسياڻي هندن جي هڪ آکهہ جو نالو پڻ "بدي" آهي. هي پنهنجون ڏيئرون هڪ ٻئي جي عيوضن ۾ ڏين ٿا، جنهن ڪري "بدي" سڏجن ٿا.

**بديال:** گهرت (راڻي) هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَديَپوٽا:** ڏهرن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَدين پوٽا:** دَل ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي اڪثر حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**بَدينڻ:** هڪ سماٽ ذات (دَل) آهي.

**بڏال:** پنوار راجپوتن مان 'جت' آهن. هي دتيال ۽ بڪرال وانگر پاڻ کي حضرت عليءَ جو اولاد چوائين ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب "بڏال"، اعواڻ آهن. جيڪي سردار ملڪ جي پٽ "بڏ" جو اولاد آهن.

**بڏن:** چمارن جو هڪ پاڙو.

**بڏوال:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي حسن جو اولاد آهن. جيڪي نسبتي طور گولڙا آهن.

**بَدا:** پنجاب کان آيل جاٽ (جت) آهن. پنجاب کان آيل سراين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بَدا" آهي. جيڪي هن وقت پاڻ کي "سماٽ" چوائين ٿا.

**بُدا:** ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بدامر:** چنا ذات جو هڪ پاڙو. هنن کي بداماڻي بہ چون ٿا. دلن ۾ پڻ بدامر هڪ پاڙو آهي.

**بُداماڻي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو. چنن ۾ پڻ آهن. هڪ حوالي موجب هي سنڌ جا سما آهن. سندن وڏو ڏاڏو چامر پنرو بداماڻي هو، جيڪو بدامر واري علائقي جو هڪ سورهيہ حاڪم هو. ڪيس ان بدامر علائقي جي نسبت سان "بداماڻي" سڏيو ويو.

**بيت: ڪنڌيءَ مور ڪٽڪيو، وڳن واجهايو،**
**بداماڻي پنرو، جمو ٻُجهي سو آيو. (شاهہ)**

**بُداڻا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بَداڻي (بدراڻي):** ڪوسا قبيلي جو هڪ پاڙو. جيڪي ذات طور بَداڻي ڪوسا يا "بدراڻي" سڏجن ٿا. سنڌ جو سورهيہ پهلوان "بلو ڪوسو" هن پاڙي مان ٿي گذريو آهي، جنهن لاءِ ڪنهن سگهڙ چيو آهي تہ "**بلو بداڻين ۾، ٿو سورهيہ سڏائي**". مري بلوچن مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "بداڻي" يا بدراڻي آهي. جيڪي پاڻ کي ذات جا بداڻي مري چوائين ٿا. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ بداڻي ۽ ڪورائي (قرائي) بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جتوئين جو پڻ اهو ساڳيو پاڙو آهي. ڪتاب "تاريخ سجاول" از عزيز جعفراڻي (ص 346) تي

لکيل آهي تہ "بداٽي"، ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ جيڪي کوسن ۽ مرين جا پاڙا بيان ڪيا آهن، انهن ۾ "بداٽي" پاڙو ڇاڻايل نہ آهي. ليڪن "ب" واري فهرست ۾ بداٽي لفظ لکيل آهي، جنهن ۾ پاڙن جو ذڪر ٿيل آهي.

**بدگا:** سورهين صديءَ ۾ ميسور کان آيل هڪ وحشي قبيلو، جنهن سنڌ ۾ قرلٽ ڪئي.

**بَدوڪا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بَرَ:** هاليپوٽن، مڪراني بلوچن ۽ ڇُهڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بُرا:** سمن ۽ ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**برُاچ:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَرادي:** سنڌ ۾ جتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَرادِيا:** لسبيلي جي هڪ سماٽ ذات.

**بَرار (براريا):** سنڌين جو پاڙو آهي.

**بـِرار:** ميربحرن جو پاڙو آهي. هي ڏير ۽ پـَن مان ٽوڪرا ۽ ٽوڪريون ناهين ٿا. جنهن ڪري "ٽوڪري ساز" بہ سڏجن ٿا. سنڌ ۾ هنن کي "پـِرار" چون ٿا.

**براز:** آرائين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بُراق:** چغتو، چنگيز خان (مغول) جو پٽ هو. هن جي اولاد پاڻ کي (براق) مغل سڏايو. براق جي پيڙهي مان "خرد" آهن.

**بـِراماڻي:** لغارين جي پاڙي جو نالو. هن وقت براماڻيءَ کي براهماڻي چون ٿا.

**برامڪي:** ايران کان آيل هڪ قبيلو. ڪراچي ۽ مڪران ۾ رهندڙ.

**بران پوٽا (براد پوٽا):** لسبيلي جي ڄاموٽن ۾ هڪ پاڙي جو نالو.

**بَران زئي:** خانہ بدوش مالدار بلوچ قبيلو. جنهن ۾ دهاڻي، اربابي، بهرام زئي ۽ گشت قبيلا شامل آهن. م.ڪ پيڪولين جي لکڻ موجب هنن ۾ 37 پاڙا شامل آهن.

**بَراهَماڻي:** گورچاڻي بلوچ جي پتافي پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو. ساڳي طرح گورچاڻي جي بازيگر پاڙي مان بہ براهماڻي قبيلو آهي. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ لکيو آهي تہ براهماڻي، رند قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، ليڪن اهو درست نہ آهي. لفظ ابراهماڻي پڙهڻ گهرجي. ابراهيم، مير چاڪر خان جو پاءُ هو. جنهن پنيان اولاد جو نالو بہ ابراهماڻي پيو. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب براهماڻي

جتوئين، ڏومڪين ۽ لغارين جو پاڙو آهي.

**بـراهماڻي ٻـُرا:** هيسب برفت جو اولاد آهن. بنيڻ، عالياڻي، راڏاڻي، ڪنداڻي، مراڻي، مري پوٽا، ڏتوراڻي (ڏ گ)، پيروز، ڏنوريي پوٽا،الاڻي، پرياڻي، آري پوٽا، وسرياڻي، اوپاياڻي، جمالاڻي، حسناڻي، ٻهراڻي، گهندير، ڏمڻاڻي ۽ ڪيرين پوٽا هنن جا خاص پاڙا آهن.

**براهيم پوٽا:** موندرن ۽ باريچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـراهيم زئي:** بروهين جي شاهوزئي خاندان جي هڪ پاڙي جو نالو.

**برائي:** بروهي قوم جي مينگل پاڙي مان هڪ ڦري جو نالو.

**بَرباز:** سما قبيلي جي حسناڻي ذات مان هڪ پاڙي جو نالو.

**بربر:** هڪ عرب قبيلو. ڪراچيءَ ۾ ڪجهہ گهر رهندڙ.

**برت خيل:** ڪاڪڙ پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو .

**برٿال (برٿ):** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي محمد ڪندلان جي اولاد مان برٿ جو اولاد آهن.

**برپارڪر:** حسناڻي برفتن جو پاڙو. چام برفت کي چام همرڪ پٽ مان ڪافي اولاد هو. جنهن جي اولاد مان حسن هو، حسن جي هڪڙي پٽ جو نالو "سچڻ" هو. جنهن جو اولاد 'برپارڪر' آهن. مڪران ۾ رهڻ ڪري مڪراني سڏجن ٿا .

**بـَرپـَريا:** ڪچ ڀڄ کان آيل ميمڻن جو هڪ پاڙو.

**بـَرجيءَ:** بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو.

**برداڻي:** بزنجو قبيلي جو پاڙو.

**بـَردي:** جيڪي اصل ۾ دشت باهوءَ جا رهواسي بروهي آهن. انهن مان ڪافي هجرت ڪري اچي ڪراچي ۽ جيڪب آباد ۾ آباد ٿيا آهن ۽ بروهي زبان ڳالهائين ٿا سندن خاص ڏنڌو پوک ڪرڻ ۽ مزدوري ڪرڻ آهي، ڪن ڪن جاين تي خانہ بدوش بہ آهن.

**بـَرڙ:** ٺٽي شهر ۾ رهندڙ ميمڻن جو هڪ پاڙو.

**بـَـرِڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**بـرَڙ پوٽا:** باريچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـَرڙي:** سنڌ جي اتر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات.

**برزاني:** ڪردن جو هڪ پاڙو. ڪراچي ۾ رهندڙ.

**بُرفَت:** سما قبيلي مان آهن. هيوز بلز جي لکڻ موجب برفت راجپوت نسل مان آهن. مولائي شيدائي بلوچستان جي قومن تي لکيو (نئين زندگي جون 1957ع) آهي تہ برفت نو مسلم راجپوت ۽ نومزين جي شاخ آهن. ساڳي طرح ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ برفت ۽ نومڙيا هڪ ڳڏيل قوم آهي. جيڪي لسبيلي جي ڄامن مان آهن. برفت جبل ۾ رهندڙ هڪ وڏي قوم آهي. خصوصًا دادو ۽ ڪراچي ضلعن ۾ هنن جا ڪافي ڳوٺ آهن. برفت پاڻ کي "ٿهنيجا" بہ سڏائين ٿا. وٽن سرداري نظام آهي. برفتن جا هيٺيان مکيہ پاڙا آهن: 1. حملائي 2. باپڙائي 3. ٿهنيجا 4. ڏڏر 5. ڄاموٽ 6. شاهوڪ 7. برهہ دودا 8. ماندڙا 9. رونجها 10. موندره 11. بنديجا 12. چنا 13. کهاوڙ 14. حسنائي 15. برفت 16. مردوئي 17. ساسولي بہ ساسولي 18. عاقلائي 19. ڏيترائي 20. موجيجا 21. هميرڪا 22. نهاڙي 23. چورا 24. شودا 25. لالائي 26. گوندر 27. موسي 28. ڪانڙا 29. شهنا 30. ڪاسوٽا 31. نوت 32. برا 33. ڪاڇيلا 34. بهريائي 35. سنڌلائي 36. ڇاڳليپوٽا 37. اوٺمان پوٽا 38. ڏينائي 39. جٺدپوٽا 40. پنيلڏيپوٽا ۽ 41. لوهاراڻي (ڄام لوهار). روايت موجب ڄام هوتي، سمن مان هو. کيس عيسب نالي پٽ هو. ان کي ڪجهہ پٽ ٿيا. جن مان هڪ جو نالو "بوالفتح" هو. اهو لفظ ڦري برفت ٿيو. ان کان پوءِ هي "برفت" سڏجڻ لڳا. پراڻي وقت ۾ بلوچن سان گڏ رهڻ ڪري ماڻهو کين "بلوچ" سمجهندا هئا. ليڪن هي سماٽ آهن. جوکيا قوم جي هڪ قبيلي جو نالو پڻ "برفت" آهي. جنهن جا خاص پاڙا آهن. 1. برهمائي 2. ٻـرا 3. جورا ۽ 4. گهنيان. سنڌ ۽ لسبيلي ۾ بہ ذاتيون برفت ۽ بلفت، رهن ٿيون. عام ماڻهو انهن کي هڪ ئي ذات تصور ڪن ٿا. برفت سمن جي ذات آهي ۽ ڪن جاين تي سنڌي تہ ڪن هنڌن تي بلوچي زبان ڳالهائين ٿا. بلوچي زبان ڳالهائيندڙ برفت. جدگالن (جوکيا _ جت) سان واسطو رکن ٿا ۽ بلفت رندن جو پاڙو آهي. ان ڪري برفتن ۽ بلفتن ۾ تميز ڪرڻ تمام ضروري آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ نهڙين جو احوال ۽ شجرو پڙهڻ گهرجي. برفتن جو شجرو ''ٻ'' ۾ آهي.

**برگرجو:** ميوا قبيلي جو هڪ پاڙو.

**برلاس (مغل):** امير تيمور، گورگان قبيلي ۽ برلاس خاندان مان هو. جيڪي اصل ۾ ترڪستان کان آيل هئا. جن مان مرزا محمد دين، مير علي مراد خان، مرزا انور حسين ۽ مرزا افضل حسين نهايت مشهور هئا. انهن جو اولاد اڄ بہ سنڌ ۾ موجود آهي. جيڪي پاڻ کي "برلاس مغل" سڏائين ٿا.

**برم:** پٺـاڻن جي ذات آهي.

**برمائي:** برمائي، برهمائي تلفظ جي هڪ بگڙيل صورت آهي. هي سنڌ جا سماٽي جت آهن. ايس. صادق علي برمائين کي سما قوم جي هڪ ذات ڄاڻائيندي ص 20 تي لکيو آهي تہ "برمائي". لاشاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ آهي.

**بَـرمائي:** وڙرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَرمڪِي:** هي اصل ۾ ٻڌ ڌرم جا پوڄاري سنڌ جا باشندا هئا. اسلام آڻڻ کان پوءِ عباسي خلافت ۾ عهدا ماڻيائون. هن وقت سندن ڪجهه گهر ڪراچيءَ ۾ آهن.

**بَرمَل:** نو مسلم وڻرن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَرمَنَ:** راجا چندر ونسي جي نسل مان سنڌ جا هندو راجپوت آهن.

**بَرند:** جوجا (سما) ذات جو پاڙو آهي. ڏهر ۽ جوکيو برند جا پائر هئا. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو جوجا قوم جو شجرو).

**بُروتا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو، جيڪي اڪثر خيرپور ميرس طرف رهن ٿا.

**بُروجا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بروگوئي:** ريڪي بلوچن جو پاڙو آهي.

**بروهي:** دائره معارف اسلاميه اردو، پنجاب يونيورسٽيءَ لاهور ۾ لکيل آهي ته بروهي، سراوان ۽ جهالاوان جي علائقي مان آيا آهن. براهوئي، بروهو مان ورتل آهي، جو حضرت ابراهيم جو مخفف آهي. ڪرد قبيلو براخوئي مان بگڙي براهوئي ٿي پيو. براهوئي لفظ جي معنيٰ مرد ڪوهستان آهي. براهوئي، ڪوهه البرز جا باشندا آهن. پهرين پهرين برزڪوهي ۽ پوءِ براهوئي ٿي پيا. ذاتين جي ماهرن، ليسن، ارنيسٽ ٽرومپ، گريئرسن، جان آيوري ۽ سرڊينس بري، بروهين کي دراوڙ نسل مان ثابت ڪيو آهي. هي ڪيترن ئي جاگرافيائي حصن ۾ ورهايل آهن، جن کي پلوي چون ٿا. مثال طور سراوان پلوي ۽ جهالاوان جا پلوي. سراوان جا پلوي، رئيساڻي جي سرداري هيٺ آهن، جن ۾ ڪرد، لانگو ۽ ساتڪزئي شامل آهن. شاهواني جي سرداري هيٺ محمد شهي ۽ سرپره آهن. لهڙي ۽ بنگلزئي، رند، دومڪي، مري، بگٽي، نوشيرواني، سنجراني ۽ جمالديني، سراواني آهن. جهالاوان ۾ (1) زهري، زرڪ زئي، نيچاري بندراني، جتڪ (2) شاهي زئي، مينگل، بزنجو، خدراني ساجدي، محمد حسيني (3) مگسي، ديناري، لاشاري (4) مير واڙي، قمبراڻي، ايلاڻازئي، ذگر مينگل (5) گرگناڙي، قلندراڻي، ڪمالاڻي ۽ روديني شامل آهن.

**بروهين جو شجرو (هڪ نمونو)**






مير نصير خان ”تاريخ بلوچستان“ ۾. ملڪ صالح محمد خان ڪتاب ”بلوچستان“ ۾. عبدالرحمان بروهي ”مطالعه براهوئي زبان ۽ ادب“ ۾ بروهي قوم تي جيڪو ڪجهه لکيو آهي اهو لڳ ڀڳ دائره معارف اسلاميه جهڙو آهي. شايد هي بروهيءَ جا ماخذ آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ”جامع سنڌي لغات“ ۾ لکيو آهي ته بروهي بلوچستان جي هڪ مخصوص قبيلن جو مشترڪ نالو آهي. هن بروهين کي بلوچ به لکيو آهي. خود مولائي شيدائي پاڻ کي ”تاريخ بلوچستان“ (جي ص 4) ۾ ”بلوچ“ لکيو آهي. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب ”قديم سنڌ. ان جا شهر ۽ ماڻهو“ (صفحي نمبر 300) ۾ لکيو آهي ته بروهي يا براهئي بلوچستان جا ماڻهو آهن. جي مٿي جبلن تي وينل آهن ۽ هيٺ وينلن کي بلوچي ٿا چون. افغانن وانگر هي به بني اسرائيل يا

يهودين جو اولاد آهن. مڪران جا بروهي اصل ڪرد آهن. هو مذهب جا سني آهن. بروهين جا ٽي پاڱا آهن. هڪڙا احمد زئي، جن مان قلات جا خان آهن. ٻيا سهراوان ۽ ٽيان جهلوان.

مرزا صاحب جي لکڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته بروهي بلوچ نه آهن. ايس. صادق علي (ص 39) لکي ٿو ته بروهي. پناٿن وانگر اسرائيل جي نسل مان آهن. جيڪي 600 ق. م ۾ مهاجر ٿي اچي بلوچستان جي ٽڪرين ۾ رهيا ۽ ان بعد بروهي سڏجڻ لڳا. انهن جي وڏي ڏاڏي جو نالو براهيم هو. ان جي وجهه تسميه سان بروهي سڏجڻ لڳا. جيڪي بلوچ نه آهن. لسبيلي جا ماڻهو چون ٿا ته "بروهي"، ايراني ڪردن جي نسل مان آهن. جنهن ڪري "ڪردگالي" به سڏجن ٿا. مولائي شيدائي جو. بروهي جي عنوان سان مهراڻ رسالي 2-3 جلد 10. سال 1961ع ۾ هڪ مضمون شايع ٿيو هو. جنهن جو اقتباس هيٺ ڏجي ٿو:

بروهي لفظ براهوئيءَ تان ورتل آهي. بر جي معنيٰ رهڻ. روهي جي معنيٰ پٿر. جبل آهي. يعني جبل جا رهاڪو. بروهي. بلوچن وانگر خانه بدوش قوم آهي. جيڪا بلوچن کان اڳ هن خطي ۾ آباد ٿيل آهي. براهوئيءَ لفظ جي لغاتي معنيٰ مرد ڪوهستان آهي. تاريخ جي ورقن کي اٿلائڻ مان خبر پوي ٿي ته براهوئي لفظ "بروهو" مان ورتل آهي. جو ابراهيم جو مخفف آهي. چون ٿا ته بروهي اصل ۾ ايران جا ڪرد هئا. انهن جي هڪ قبيلي جو نالو برخوئي هو. جنهن مان بگڙي براهوئي ٿي پيو. ڪن جي راءِ آهي ته بروهي ڪوهه البرز جا باشندا هئا. جن کي 'برزڪوهي' چوندا هئا. جنهن مان ڦري 'براهوئي' ٿي پيو.

ڪتاب "بلوچ" ۾. م. ڪ پيڪولين. صفحي نمبر 75 تي بروهي قوم کي غير بلوچ لکيو آهي. بروهي پاڙن ۾ قمبراڻي هڪ مکيه پاڙو آهي. جن جو چوڻ آهي ته اسان پاڻ سڳورن جي غلام قمبر جو اولاد آهيون. يعني بروهين جو حسب نسب حضرت قمبر سان وابسته آهي. نيلسن. جيڪو هڪ انسائيڪلوپيڊيا جو مؤلف هو. لکيو آهي ته عيسوي 17 صدي تائين قلات جا حاڪم هندو هئا. جن ايران جي ڪاهن جي خوف کان بروهين جي سردار قمبر کي دعوت ڏيئي گهرايو هو. هي پهريون بروهي هو. جنهن هندو راجا کي ڪيرائي قلات هٿ ڪيو. بروهين. اصل ۾ قلات سيوا وسايو. جيڪو پوءِ قلات بلوچ سڏجڻ لڳو. انگريز ماهرن هنن کي دراوڙ قوم مان ثابت ڪيو آهي. رهائش جي لحاظ کان هنن کي سراوان جا پلوي ۽ جهالاوان جا پلوي چون ٿا. بروهي ڪنفيڊرنسي ۽ بروهي آفيشيل رڪارڊ. جيڪو 1901ع ۾ انگريزن آدم شماري وقت تيار ڪيو هو. ان ۾ بروهيءَ جو ذڪر ٿيل آهي. ان وقت انگريزن. خان بهادر خداداد خان کي نظربند ڪيو هو. جنهن کان انگريزن بروهي قوم جي واقفيت لکرائي ورتي هئي. ان مان خبر پوي ٿي ته بروهي لفظ براده يا برودہ مان ورتل آهي. براده ندي لبنان مان نڪري ٿي. هي اتان آيل آهن. احمد زئي بروهي شاهي خاندان آهي. جيڪي حلب کان آيل آهن. هنن جا مکيه پاڙا التازئي، ميرواڙي، گرگناڙي، سمعا لاڙي ۽ قلندراڻي آهن. جيڪي پاڻ کي عرب سڏائين ٿا.

بنگلزئي، لانگوهہ (لنگاه) ۽ لهڙي اصل ۾ بلوچ آهن، پر هن وقت بروهي تمن ۾ شامل ٿي ويا آهن.
رئيساڻي، شهواڻي ۽ سربره، پناڻ آهن، پر اڄڪلهہ بروهي سڏجن ٿا. ڪرد ۽ محمد حسيني ايران کان آيل آهن. بروهي قوم جا پاڙا، قبيلا ۽ شاخون هن طرح آهن:

1. **شاهواني** (شهواڻي): شاهواني پاڙي جي قبيلي جو نالو حاجي زئي آهي، جنهن جون مختلف شاخون هن طرح آهن، حاجي زئي، راوت خان زئي، شادين زئي، ڇندوزئي، حاصل خان زئي، ميروزئي، شير زئي، خواجو زئي، شاهو زئي، حسيني، ڪلوزئي، عمراني، تنگي زئي، سهرزئي، مياهي زئي، ڪشاني ۽ غل.
2. **سهر زئي:** شاهواني جي ٻئي قبيلي جو نالو سهر زئي آهي. هن جون شاخون آهن، ڏاهي زئي، علي خان زئي، فيروزئي، عيسيٰ زئي، بوجا زئي، حڪيم زئي ۽ ڪنز زئي.
3. **عمراني:** ٽئين قبيلي جو نالو عمراني آهي، هن جون مختلف شاخون آهن: هوتي زئي، جهل زئي، يار علي زئي، ڀندوخ زئي، زهرو زئي، غذار زئي ۽ جوگي زئي.
4. **رئيساڻي:** ميان علي زئي، راءِ حسن زئي، رستم زئي ۽ سراج زئي.
5. **بنگلزئي:** سيد زئي، گهرام زئي، دينار زئي، گراتي، شوران زئي، بدو زئي، مندواڻي، پرڪاڙي، بجار زئي، مغندوزئي، ڦُگ، باران زئي ۽ شاهو زئي.
6. **محمد شهي:** مدوزئي، ڪرمو زئي، شرن زئي، مسوداني، گرگين زئي، شادي زئي، محمد زئي، پهلوان زئي، زردار زئي، سودو زئي، صفو زئي، سامڪ زئي ۽ جڪو زئي.
7. **لهڙي:** ابراهيم زئي، حيدر زئي، زوبيراني، شادياني، خلچاني ۽ شنگراني.
8. **مينگل:** شاهي زئي، پهلوان زئي، ابابڪي ۽ گرگيج.
9. **زهري:** زرڪ زئي، خدراني، جتڪ، موسياني ۽ باجوئي.
10. **قمبراڻي:** صوپازئي، ميران زئي ۽ باران زئي.
11. **دهوار:** خواجہ خيل، هوتي زئي، سارنگ زئي، داري زئي، قاضي خيل، شيخ، گوارا زئي، نجار زئي، زرخيل، منگوزئي، اناري زئي، ڍادِر زئي، هولاڻي، ابڙا، الجازئي دونب ۽ سياه پاد. انهن مان زرخيل، پناڻ ۽ سياه پاد، رند آهن. دهوار ايراني نسل مان آهن.
12. **شاهوزئي:** رهزن زئي، براهيم زئي، تماز زئي، ريحان زئي، فدار زئي، جنگي زئي، گاجي خان زئي، مراد خان زئي، سيد خان زئي، مصر زئي، گرَ زئي ۽ مستان زئي.
13. **مير واڙي:** احمد زئي. هي حڪمران پاڙو آهي، جنهن جو ڏاڏو مير خان هو، ان ڪري ”مير واڙي“ سڏجن ٿا.

مولائي شيدائي جي متي ذڪر ڪيل پاڙن، ٽڪن، شاخن ۽ قبيلن کان سواءِ هينري پاٽنجر ”سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر“ ۾ اٽڪل 87 پاڙا لکيا آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

(1) قمبرا ٽي ( سردار محمد خان) (2) مهيوري (سردار قادر بخش) (3) مينگل (سردار ولي محمد) (4) سوملاڙي (5) گرگراڻي (ف . بگهڙ) (6) امام حسيني (سردار شيخ لوهر) (7) ڪلچي پڳوا (8) محموداڻي (9) مورو دها (10) ڪوري (11) برجي(12) رڪي(13) پندراڻي (14) ريستڪو (15) شير واري (16) رئيساڻي (سردار ملا محمد) (17) نيچاري (18) بيزنجا ( سردار رحمت خان) (19) شجاع ديني (20) ماموستي (مامر سني) (21) هاروني (سردار هارون خان) (22) روديني (23) ساسولي (24) ڪروچڪو (25) بجاڻي (26) ڪوردا (27) ناگري (28) ڪيجن بلادي (29) نصير روداڻي (30) چوتوا (31) ڪدراڻي (32) مير وازي (33) ڪلادئي (34) گلو سوري (35) ڪولاچي (36) لوگي (37) ڪري (38) محمود شهي (39) ديبڪي (40) ريساڻي (41) قيصري ( سردار مير قيصر خان) (42) موزي (43) گچاگي (44) جياڻي (45) موسواڻي (46) سراواڻي (47) سرفراڻي (48) يورجهاڻي (49) ڪوجڪا (50) پولدارا (51) پوڪا (52) ردي (53) ايسراڻي (54) مهراڻي (55) جمال زئي (56) گواراڻي (57) سموزئي (58) پوئيتي (59) چگوزئي (60) دودئي (61) جيڪو (62) رودن زئي (63) حسيني (64) چمروزئي (65) موروئي (66) بمبوڪ زئي (67) راهزئي (68) شادن زئي (69) شاهوزئي (70) ڪنتنزئي (71) رمضان زئي (72) شير زئي (شينهن) (73) گلزئي (74) بنگل زئي (75) لهڙي (76) جتڪ (77) شمبوزئي (78) درازئي (79) پرڪاڙي (80) گهارڪا (81) مرداشئي (82) ڪيا زئي (83) شهواڻي (84) زرڪ زئي (85) سنبڪ زئي (86) احمد زئي (87) اچڪزئي

مٿين پاڙن کان سواءِ لورا بہ چون ٿا تہ اسان بروهي آهيون. مردوئي (جدگال) ۽ تنبراڻي بہ ساڳي دعويٰ ڪن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ”بيلاين جا بول“ ۾ لکيو آهي تہ مينگل بہ بروهي آهن. ”جامع سنڌي لغات“ ۾ آهي تہ منداراڙي بہ بروهي آهن. ايس. صادق علي بروهين جي ذڪر ۾ لکي ٿو تہ بابڪي، پُتياڻي، بوبڪ، باداڻي، باجوڙ، بدوباڻي، چنل، چنال، دايا، گرگيج، ديناري، گنبزئي، نوساڻي، پيرڪاڻي، ڏگري، چام ڪلاغ زئي، لوطاڻي، لڏاڻي، محموداڻي، ميرواڻي، منوزئي، موسياڻي، محمد حسيني، مزدزا، منو زئي، نوياڻي، نتواڻي، ريگزئي، رشڪياڻي، سناڻي، سومولاڻي، شيخ احمداڻي، تمراڻي، ويڙهي ۽ ڊونب بہ بروهين جا پاڙا آهن.

**برهان خيل:** برمهند (مهند) پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**بَرهان زئي:** ڪردن جي هڪ پاڙي جو نالو. مڪران ۾ رهندڙ مڪراني بلوچن جي هڪ پاڙي جو پڻ اهو نالو آهي.

**برهائي:** هندو راڻين جي هڪ ذات جو نالو.

**بَره دودا:** هي برفتن جي هڪ ذات آهي ۽ لسبيلي طرف رهن ٿا. دودي جو اولاد آهن. نڪ ننڍا هئڻ ڪري ”بره“ سڏجن ٿا. بلوچي زبان ۾ ”بره“ جي معنيٰ آهي ننڍن نڪن وارا. (بحوالہ ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 24)

**بَرهَماڻي:** جت قبيلي ميرجتن ۽ ڏهر قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. جوکين جي برفت شاخ مان پڻ هڪ

پاڙي جو نالو آهي. چولياڻي چانڊين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "برهماڻي" آهي. هي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ وين آهن. ڪرمتين جي هديہ شاخ مان هڪ پاڙو.

**برهم کتري:** پرسرام جي ڊپ کان ڪجهہ کترين وڃي برهمڻن ۾ پناهہ ورتي. اتي کتري عورتن کي پنهنجن مڙسن مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو. اهي "برهم کتري" سڏجن ٿا. اٽڪل پنج سو ورهيہ اڳ برهم کتري لڏي وڃي "پنج محل" طرف "چام پانير" ۾ ويٺا. 1484ع ۾ مسلمانن جي ڪاهن سبب ڊپ وچان. احمد آباد. گجرات. ڪراچي. حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ اچي ويٺا. حيدرآباد وارا کتري جوڙيگر ۽ رنگ ساز آهن. برهم کتري اڪثر ڪري ديويءَ جا پوڄاري آهن. منجهانئن ڪافي مسلمان بہ ٿيا آهن. سندن مکيہ نکون آهن:

1. آروڙا 2. آسرا 3. پيچڙا 4. ٿنڊن 5. جگر 6. چانپار 7. درڙي 8. ڏوڏيا 9. ڏانڊ 10. سنچر 11. سوڊا 12. سونپار 13. سوفيجي 14. کانٽ بانيڻ 15. کوھا 16. مجر 17. ڪاڪو 18. ڪرڪل 19. گنا 20. مامتورا 21. مچر. 22. نينگو ۽ 23. ماڏو. چانپار ۽ مچر اڪثريت ۾ آهن.

**بَرهَمڻ (بانيڻ):** هندن جي هڪ وڏي ۽ قديم ذات آهي. چچ. راجا ڏاهر ۽ سيوهڻ جا راجا پڻ برهمڻ هئا. هنن هندن جا اٽڪل پاونجاھ پاڙا آهن. جن مان ڪجهہ مشهور پاڙا هن طرح آهن: (1) سرسوت (سارسوت) (2) پشڪرڻا (پشڪران) (3) شر مالهي (شريمالي) (4) راجگر (5) پوڪرنا (6) گجر (گوجر) (7)ولبچاري (8) چنچر (ساوتي) (9) بانين (10) گور برهمڻ (11) ناگر برهمڻ ۽ (12) مير برهمڻ. برهمڻ هندن جي اوچي ذات آهي. هنن کي جوتش جي علم جي ڄاڻ هوندي آهي. هي خاص جنتريون. ٽپڻا ۽ گهڙيون ناهن. ڪريا ڪرم ڪرڻ ۽ پنهنجن ششن جي ڌرمي سکيا جي نظرداري ڪن ٿا. پنهنجي نالي جي اڳيان يا پنيان داس. رام. چند. راءِ. مل. جي يا سر لڳائيندا آهن. برهمڻ ٻن ذاتين ۾ ورهايل آهن. پرڪاڻا ۽ سرست يا سر سڏ.

**بَري:** ايراني قوم آهي. جيڪا واپار. روزگار ۽ عزازت جي سبب ڪراچي ۽ ان جي آسپاس آباد آهي. اهي بلوچي ۽ فارسي زبان ڳالهائين ٿا.

**بَريا:** مغل دور ۾ بريا. سميجا ڪُل مان هئا. هن وقت هي ذات نهايت ٿورائيءَ ۾ آهي.

**بريائي:** ننيار جتن جو هڪ پاڙو.

بڙائي: نصرپور جي سيدن جو هڪ پاڙو. مشهور حڪيم سيد اسدالله شاھ هن پاڙي مان هو.

**بڙجانگ:** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو.

**بَڙدي:** هيءَ ذات بلوچن ۾ شمار آهي. ڪن جاين تي هنن کي ڪٿوهڙ. بليدي يا بلدي بہ چون ٿا. بڙدي. جت بہ سڏبا آهن. هي بلوچي ڳالهائين ٿا. ڪن جاين تي سرائڪي تہ ڪن جاين تي سنڌي ڳالهائين. بلوچن جي وڏي جو نالو "هرين" هو. جنهن کي ٽي پٽ 1. مير جلال خان 2. مير علي ۽ 3. نوس هئا. مير عليءَ کي بہ پٽ

هڪڙو زيندي خان ۽ ٻيو مراد خان ٿيا. زيندي خان کي وري ٻه پٽ ھئا. ھڪ سندر ۽ ٻيو حاجي خان. انھن جي اولاد کي ٻڙدي چون ٿا. سندراڻي، حاجيجا ۽ ٻجاراڻي ٻه انھن جون شاخون آھن. ٻڙديڪا علائقي ۾ رھڻ ڪري سندن نالو ٻڙدي پيو. ٻڙدي بلوچن جا خاص پاڙا 24 آھن. جيڪي ھيٺ ڏجن ٿا:

1. ٻجاراڻي 2. باجڪاڻي 3. آرياڻي 4. بڪراڻي 5. بنگلاڻي 6. پنگوار 7. چيلاڻي 8. ڏاھاڻي 9. گجاڻي 10. گبول ٻڙدي 11. گولا 12. گاڏھي 13. گورشاڻي 14. جعفري 15. جبلاڻي 16. ڪنرٽي 17. ڪٺوھڙ 18. لولاڻي 19. مغيري 20. مستوئي 21. ننداڻي 22. نوحاڻي ٻڙدي 23. تيغاڻي ۽ 24. عمراڻي. مگسي بلوچن جي ھڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻڙدي" آھي.




ايس. صادق عليءَ جي لکڻ موجب ٻڙدي يا بليدي قلات جي ديھه "ٻـلو" جا رھواسي ھئا. جنھن تسميہ سبب ٻڙدي ۽ بليدي سڏجڻ لڳا. ان وقت سندر خان جي اولاد مان علي مراد خان ولد مير واحد بخش خان، سندراڻي قبيلي جو چڱو مڙس ھو. ٻئي قبيلي جو چڱو مڙس حاجي جي اولاد مان غلام خان ولد جعفر خان حاجيجو ٻڙدي ھو. ٽئين قبيلي جو اڳواڻ ڪرم خان ولد شير محمد خان ٻجاراڻي، ڪرمپور وارو ھو. ھن وقت ٻڙدين جا ٽيئي قبيلا مير سندر خان سندراڻي جي سرداري ھيٺ آھن. انھن ٽنھي قبيلن جي پاڙن جي ورھاست ھن طرح آھي:

### (1) سندراڻي قبيلو

1. سندراڻي
2. بابواڻي
3. بابلاڻي
4. بجاراڻي
5. بهادر خاناڻي
6. حاجاڻي
7. هيسباڻي
8. ميوالداڻي
9. نتراڻي
10. زيندياڻي

### (2) حاجيجا

1. حاجيجا
2. ڏاهاڻي
3. ڪٽوهڙ
4. ڪورڪاڻي
5. لوهر (لهر _ لوهاڻي)
6. مغيري
7. سناڻي
8. عمراڻي

### (3) بجاراڻي

1. بهلڪاڻي
2. باجڪاڻي
3. بڪراڻي
4. بنگلاڻي
5. بنگوار (پنگوار)
6. بجاراڻي
7. ڏاهاڻي
8. گاجاڻي
9. گجراڻي
10. ڪنراڻي (ڪنبراڻي)
11. نندواڻي

ايس. صادق علي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا لکيل پاڙا غالباً ساڳيا آهن. انهن کان وڌيڪ بيا به ڪيترائي پاڙا آهن. جيڪي محقق هٿ ڪيا آهن. جن جا نالا هن طرح آهن: 1. عارباڻي 2. بابراڻي 3. گرگيج 4. گورماڻي 5. جاگيراڻي 6. جاداڻي 7. خيرواڻي 8. ڪورڪاڻي 9. خادماڻي 10. ليڙواڻي 11. محمداڻي 12. مارڪاڻي (مرڪاڻي) 13. راواڻي 14. رستماڻي 15. ريتي 16. سهراڻي 17. سبزوئي 18. سلڪاڻي 19. سخيراڻي 20. سهجاڻي 21. قمبراڻي 22. ٻتياڻي 23. لوچراڻي 24. ميرالي.

**ٻڙيال:** جاٽن جو هڪ پاڙو.

**ٻڙيج:** ٻناٽن جو پاڙو آهي ۽ شڪارپور ضلعي ۾ رهن ٿا.

**بزاز:** لفظي معني آهي ڪپڙو وڪڻندڙ. ان نسبت سان هي ذات جا "بزاز" سڏجن ٿا. هي ايراني آهن ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**بزگر:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي هاري، ڪاشتڪار. مڪران ۾ هڪ بلوچي ذات جو نالو.

**بزنجو (بيزنجا) :** روايت ۾ آهي تہ حمل بروهيءَ کي ميرواڻي سردار ملڪ بجار طرفان ڪاڌ خوراڪ لاءِ ويهہ مڻ جَــوَ (هڪ مڻ بلوچي اڍائي سيرن جي برابر) ڏنا ويندا هئا. "بيسن من" جو لفظ ڦري بيزنجو / بزنجو ٿيو. ان ڏينهن بعد هي "بزنجا" سڏجڻ لڳا. هڪ بي روايت موجب هڪ نوحاڻي بلوچ جو نالو "بيزن" هو. جيڪو ڦري بزنجو ٿيو. بزنجو، بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، هن جو مورث اعليٰ رحمت خان بزنجو هو. هي مخلوط نسل مان آهن، هنن جو واسطو جهلاواني پهلويءَ سان آهي. جنهن ۾ شاهي زئي، مينگل، بزنجو، خدراني، ساجدي ۽ محمد حسيني شامل آهن." بلوچ قوم ڪي تاريخ" از محمد سردار خان بلوچ، ص 696 موجب بزنجو، "جت" آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "بيلاين جا بول" (ص 59) ۾ بزنجن کي بلوچ لکيو آهي، جن مان باڪڙن جو راڄ آهي. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 102 موجب بزنجو، نوحاڻيءَ جو اولاد آهن. راءِ بهادر هتورام، بزنجو بروهين جا پاڙا هن طرح لکيا آهن: حملاڻي، تمراڻي، عمراڻي، سياهہ پاد، نندواڻي، ڪنگڻ زئي، بدوزئي، نوتاڻي، چنال، گزوزئي، زهرواڻي، برداڻي، غيبي زئي، شاهوزئي، بوهڙاڻي، ساسولي ۽ گوران زئي.

**بزيراڻي:** چانڊين، ڊومڪين ۽ لغارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـُزير زاده:** مڪراني بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَشاماڻي:** کوسن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪرمتين جي پئوا شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**بشڪواڻي:** ميرحتن جي دادواڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**بشنوئي:** هندو ترڪانن ۽ جتن مان آهن.

**بشواڻي:** کوسن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "بيلاين جا بول" (ص 65) ۾ لکي ٿو تہ "بشواڻي"، قريشي آهن، جن جو شجرو دوست محمد بن لعل محمد کان ٿيندو سعيد بن حضرت عثمان سان ملي ٿو. (مڪمل شجرو مذڪوره ڪتاب ۾ ڏنل آهي).

**بَغلاڻي:** لغاري قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَقاري:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو (بڪاري) (تاريخ سجاول 1984ع)

**بقوزئي:** شرخيون پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بقوزئي خيل:** شرخيون پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَڪراڻي:** گورجاڻي بلوچن جي شيخاڻي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـڪَـرِي:** حضرت ابوبڪر صديق جو اولاد آهن. بڪري ۽ صديقي چوائين ٿا.

**بـڪَـڪَ:** ڪوهستان علائقي جي "چُـنّا" قوم جي هڪ قبيلي جو نالو. ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو تہ "بِـڪَـڪَ". مڇي مارڻ وارا ملاح آهن. (مهراڻ 4 _ 3 سال 2001ع ، ص 32)

**بُـڪَـيجا:** ڪتاب "سماٽ" جي لکڻ مطابق بڪيجا، سميجا ڪل مان آهن. ابڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بُـڪيجا" آهي.

**بُـڪيرا:** سمن جي ذات جو نالو. ان ذات جي نالي سان ٽنڊي الهيار جي پرسان هڪ شهر جو نالو "بُـڪيرا شريف" آهي، جنهن ۾ بهاءُ الدين ذڪريا جي اولاد جي سڪونت گاهہ آهي.

**بُـڪيراڻي:** گورچاڻي بلوچ قوم جي خليلاڻي پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو.

**بڪاڻي:** چنا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بڪرال:** پنوار راجپوتن مان جٽ (جت) آهن. جهلم ۽ بهاولپور جا رهواسي آهن. چون ٿا تہ اسان حضرت عليءَ جي اولاد مان آهيون.

**بڪراڻي:** بڙدي بلوچ قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جيڪي بجاراڻي شاخ مان آهن. سندن وڏي جو نالو بڪر هو، جنهن جي پنيان بڪراڻي سڏجن ٿا. ڪرمتين جي مهيري ۽ ڳورئي قبيلن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بڪراڻي" آهي. انڙ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ بڪراڻي آهي. "جامع سنڌي لغات" ۾ ڪوسن جا ٻارهن پاڙا لکيل آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ بڪراڻي آهي. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب سمن جي هڪ ذات جو نالو پڻ بڪراڻي آهي. ملاحن ۾ "بڪراڻي" آهن. ننيار جتن ۾ پڻ آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب بڪراڻي، شنباڻي بلوچن جو پاڙو آهي. هي ڪيٿازئي شاخ مان ڪيٿو بن سائينداد شنباڻيءَ جو اولاد آهن.

**بڪراڻي گدا:** هي بگهياڙ بلوچن جا گدا آهن.

**بڪوپوٽا:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**بُـگ، بگيا:** سنڌ جي سماٽ ذات آهي، جنهن جو واسطو سميجا اوڙڪ سان آهي. بگ جي اصطلاحي معنيٰ آهي. دريائن، ڍنڍن، ڍورن تي گذران ڪرڻ وارا ماڻهو. هن ذات وارا اصل ۾ سنڌ جا ملاح آهن، جيڪي ڍنـدن، ڍورن مان مڇي مارين ٿا ۽ ٻگهہ پکي ڦاسائي، ان جو واپار ڪن ٿا. بگ بلوچي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اٺ. اٺ چارڻ وارن جتن کي بہ بگ چون ٿا.

**بُـگا:** سَمن جي هڪ ذات جو نالو.

**بُـگٽي:** حسب نسب جي لحاظ کان "رند" آهن. سندن اصل وطن بلوچستان جي مڪران ۾ بگ (Bug) بستي آهي. اتي بگ ديره يا بگ قلعي ۾ رهڻ ڪري سندن نالو "بگٽي" پيو. سنڌ جي اتر ۾ بگٽي ديرو سندن صدر

مقام آهي. هنن وٽ سرداري نظام آهي. سندن سردار جو نالو نواب شهباز خان ولد غلام مرتضيٰ خان "راهيجو" بگٽي هو، جنهن کي انگريز سرڪار جنوري 1890ع ۾ نواب جو لقب ڏنو هو. جيڪو ديري ببرڪ ۾ رهندو هو. هن وقت هن قبيلي جو سردار نواب اڪبر خان بگٽي آهي. جيڪو ديره بگٽي ۾ رهي ٿو.

سڀ کان پهرين مير چاڪر خان جي سؤٽ جو پٽ راهيجو بگٽي (رند) 16 صديءَ جي آخر ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ پوءِ بگٽي قبيلي جا بيا بہ ڪافي ماڻهو سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا آهن. مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ بگٽي قوم جون چار شاخون مندراڻي، مشوري، چاڪراڻي ۽ جسڪاڻي ڄاڻايون آهن. اهڙي طرح ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن قوم جا 15 پاڙا راهيجا، شنباڻي، بخشلاڻي، چاڪراڻي، گدري، بگٽي، ميرواڻي، ڪيازئي، ڪلڦر (ڪلڦر)، مندراڻي، مشوري، نوتاڻي، سندراڻي، زرڪاڻي ۽ بگراڻي لکيا آهن. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ (ص نمبر 15 تي) بگٽي قوم جي پنجن پاڙن، رهيجا، نوتاڻي، مشوري، ڪکپر ۽ شنباڻي جو ذڪر ڪيو آهي. ساڳي طرح مولائي شيدائي "تاريخ بلوچستان" (ڇاپو 1941ع) ۾ لکيو آهي تہ بگٽي قوم ڇهن برادرين ۾ ورهايل آهي ۽ ان جون چوئيتاليھ شاخون آهن. جن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1. **ريهيجا - راهيجا (پيروزاڻي):** هن پاڙي جون مکيہ ڦريون، رهيجا يا راهيجا (پيروزاڻي)، راهوم، خان زئي، پچلور، جکراڻي، شلواڻي (شالواڻي)، ڏمگياڻي، ميهلاڻي، ببرڪ زئي، موبازئي، ڪرموزئي، قاسماڻي، چندراڻي، سبارڪانزئي ۽ ساهن زئي آهن.
2. **نوتاڻي:** بگراڻي، رموزئي، روهلاڻي، ڪمڪاڻي، ڦزبر، شنبياڻي، محراب زئي، امدران زئي، جعفراڻي، نورياڻي، سندراڻي، سبزواڻي، ڊومبڪي، دراغ زئي ۽ مير دوست زئي.
3. **ماسوري _ مشوري:** گراڻي، سرڪري، لوڪاڻي، گلشير زئي، سيگراڻي، ديهاڻي، جکراڻي، جعفراڻي ۽ بخشواڻي.
4. **ڪالپور (ڪلپر):** پدلاڻي، حلڪاڻي، بتيلاڻي ۽ حمزاڻي.
5. **ڦونگ:** شانگ، هئجهاڻي، مندراڻي.
6. **شمباڻي (يارياڙي):** گوداڻي، رحملاڻي (سعيداڻي)، تنجواڻي، ٽڪسور، پجدور، رئيزاڻي، شنگواڻي، مچوبار، پيئي، مرزاڻي، حمزاڻي، مهدياڻي (شمباڻي).

وڌيڪ تحقيق مان اجا بہ بگٽي قبيلي جا هيٺيان پاڙا، ڦريون يا شاخون ملن ٿيون: عباڪان زئي، سليمان زئي، پيروزئي، ڪوهلي، مرهيٽا، مهيلان زئي، ڊوميلي، ڦيزبر، ورغ ريمڪاڻي، بلوچان زئي، رحمي زئي، بخشواڻي، بهدلاڻي، هوتڪاڻي، ڪيٽا زئي، چندن زئي، ڏانگيا، حيزواڻي، نوتڪاڻي، زرخاڻي، زم خاڻي، رحمتاڻي ۽ لندڪاڻي. 97-1896ع ۾ حر مجاهدن انگريزن سان مقابلو ڪيو هو. انگريزن چالاڪيءَ کان ڪم وٺي بگٽي قوم کي ان مقابلي لاءِ تيار ڪيو، جنهن جي عيوض کين سنڌ ۾ خصوصاً جمڙائو ڪئنال تي

ءِ تربارڪر ۾ زمينون ڏنيون ويون.

(مشجرو)

**مير جلال خان بلوچ**

رند

رمضان

نصير الدين

احمد

گلو

فيروز

ڪالو

فيروز شاھ

شھڪ

حسن

گندر/جياندار/گياندار (يڪ ٻئي وجي وينو)

بگٽي

۾ ـ ڪ پيڪولين جي ڪتاب "بلوچ" مطابق هي "رند" نسل مان آهن. سندن وجود نهايت دير سان ٿيو. غير

بلوچن ۽ ٻين بلوچن جي شامل ٿيڻ ڪري ڪجهه وسعت ورتي اٿن. هي خانہ بدوش ۽ جنگجو قبيلو آهي. سندن پاڙن جا نالا مير چاڪر خان جي پٽن ۽ پاڻن جي پنيان پيل آهن. بگٽين جو چوڻ آهي تہ اسان چاڪر خان رند جي چاچي جي پٽ "جياندار" جو اولاد آهيون. جياندار جي هڪ پٽ جو نالو "راهيجا" هو، جنهن جو اولاد سنڌ ۾ آباد آهي. رسالي مهراڻ 4 _ 3، سال 1997ع، ص 110 تي، دولهہ دريا خان جي احوال ۾ لکيل آهي تہ لنڊ ۽ بگٽي هندن جي پاڙن جا نالا پڻ آهن.

**بگٽياڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**ٻـُگدا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي اڪثر ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**ٻـُگرا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـُگراڻي:** بگٽي بلوچ قوم جي نوتاڻي پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو. لاشارين ۾ پڻ بگراڻي آهن.

**ٻـَگـَـڙا:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**ٻـُگڙا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**بگو:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**بگيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**بگيال:** گکر قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بگهاڙ (بگهياڙ):** ڪرمتي بلوچن جو هڪ پاڙو يا قبيلو، جيڪي ذات طور بگهاڙ سڏجن ٿا. اهي اوائلي دؤر ۾ مڪران جي بگهياڙ ڦات تي اچي وينا، جنهن جي نسبت سان بگهياڙ بلوچ سڏجن ٿا. لاهري بندر، بگهياڙ درياءَ تي ٻڌل هو، ان درياءَ جا رهواسي بلوچ پاڻ کي "بگهياڙ" چوائين ٿا. حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ بگهياڙن جا ٻہ ڪيڙ آهن، هڪڙا رندن مان ۽ ٻيا ڪرمتي جتن مان (لٽينگ). ڪرمتي بگهياڙن جا خاص پاڙا آهن: 1. پنياڻي 2. نڪراڻي 3 رودڏاڻي 4. سرماڻي 5. عالياڻي 6. مليراڻي 7. ميراناڻي ۽ نناڻي.

**ٻـَگهڙَ:** راڄپرن جو پاڙو، جيڪي ضلعي نوشهري ۽ ضلعي خيرپورميرس ۾ رهن ٿا.

**ٻـُلا:** جتوئي قبيلي جو هڪ مکيہ پاڙو، جيڪي سنڌ ۾ ذات طور پاڻ کي "بلا" سڏائين ٿا. سندن زبان گهڻو ڪري سرائڪي آهي، هي شڪارپور ۽ سکر واري حصي ۾ گهٽائيءَ ۾ آباد آهن. جتوئي، تڙڙ، شر، ڪوش، کروش، زنگيجا، حيدراڻي، ڪرسي ۽ مصراڻي، هن برادري جا مکيہ پاڙا آهن.

**ٻَلادي:** جت قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـِلادي:** جت قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**بلارا:** بروَن ملاحن جي هڪ ذات.

**بـــلاسيا:** مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**بلاڪي:** ختڪ پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**بِلالائي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي، ٺٽي ۾ سندن ڪافي ڳوٺ آهن. چانڊين ۾ پڻ "بلالائي" آهن، جيڪي بلال فقير جو اولاد آهن.

**بلالجا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**بَـلائي:** مارفاڻي چانڊين جي پاڙي مان هڪ شاخ جو نالو.

**بَـلائي:** نوحاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**بَــلائي:** پهنورن جي هڪ پاڙي جو نالو. چمارن ۾ پڻ بلائي آهن.

**بَـلدي:** ٻڙدين ۽ بليدين کي چون ٿا.

**بلر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**بلغارزئي:** مينگلن جو هڪ پاڙو.

**بلغوريہ:** آرائين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـلفت:** رند بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. ياد رکڻ گهرجي تہ برفت سما ۽ جدگال (جوکيا _ جت) آهن. ۽ جدگال بلوچي زبان ڳالهائين ٿا. بلفتن جي زبان پڻ بلوچي آهي، ليڪن جوکيا ۽ جت پڻ سماٽ ذات آهي، ان ڪري بلفت ۽ برفت بہ الڳ الڳ ذاتيون آهن. انهن کي هڪ ذات سمجهڻ نہ گهرجي. رندن جو هڪ خاندان بلفت نديءَ جي پرسان وڃي ويٺو، جنهن سبب هي بلفت سڏجڻ لڳا.

**بَـلڪ پوتا:** جاکرن جي منجهئان شاخ جو هڪ پاڙو.

**بِـلگرامي:** هندستان جي شهر بلگرام کان آيل مهاجر آهن، جيڪي پاڻ کي ذات طور "بلگرامي" چوائين ٿا.

**بَـلنداڻي:** ڪرمتين جي جانوري شاخ جو هڪ پاڙو.

**بلواڻي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بلوترا:** ناڪر راجپوتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـلوچ:** هن قوم کي مختلف دورن ۾ جدا جدا نالن سان لکيو ويو آهي. اردو دائره معارف اسلاميہ ۾ لکيل آهي تہ بلوچ اصل ۾ روس جي صوبي ماري (Mari) جا رهاڪو خانہ بدوش پهاڙي باشندا هئا، جيڪي چوئپائي مال تي گذران ڪندا هئا. ان وقت سندن تعداد 936 هو، جيڪو وڌي ڏهہ هزار ٿيو. جن کي اتي جا

ماڻهو "بلوص" [1] چوندا هئا. جڏهن ان قوم جي خبر ٻين قومن کي پئي تہ هو هنن کي بعل، بيلوص، بلوچ، بلوص، بلوس، بلوش، بعلوت، بلعوت، بيلوث ۽ بعلوس چوندا هئا. عرب هنن کي بلوص، بروج، بلوس، ۽ ايران وارا بلوچ چوندا هئا. برصغير ۾ ايراني لفظ "بلوچ" رائج آهي. اصل ۾ لفظ "بلوص" آهي، ايران وارا "ص" جو استعمال نہ ڪندا هئا، ان ڪري بلوچ چيائون. عرب "ص" کي "ش" ۾ تبديل ڪري "بلوش" لکڻ لڳا. دائره معارف اسلاميہ وارو لکي ٿو تہ "بلوص"، نمرود جو لقب هو، جنهن جي معنيٰ هئي سج جو ديوتا، اهڙي طرح سان ان ملڪ ۾ بلوص هڪ ديو (جن) جو نالو پڻ هو. سردار محمد خان گشڪوري جي راءِ مطابق اصل لفظ "بلوص" آهي. ڪي چون ٿا تہ بلوچ لفظ "بار لوچ" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، صحرا ۾ لٽڻ ۽ ڦرڻ وارو. "بلوچ قوم ڪي تاريخ" از محمد سردار خان بلوچ (ڇاپو 1989ع. ص 75) ۾ لکيل آهي تہ لفظ "بلوچ"، سنسڪرت جي ٻن لفظن بل ۽ اڇا جو مرڪب آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "بيحد طاقتور". گزيٽيئر آف انڊيا (جلد 6، ص 389) ۾ لکيل آهي تہ بلوچ جو مطلب آهي خانہ بدوش ۽ سيلاني. شاهنامہ فردوسي، قلمي نسخي (جلد 2، ص 1811) ۾ لکيل آهي تہ "بيلوص"، ڪڪڙ جي ڪلغي کي چون ٿا، هي خانہ بدوش، پنهنجو ڪڪڙ جي ڪلغيءَ جهڙو ٻڌندا هئا، جنهن ڪري ماڻهو انهن کي "بيلوص" چوڻ لڳا، پوءِ اهو لفظ ڦري "بلوچ" ٿيو.

رهائشي اعتبار کان بلوچ، وادي "بلوص" واري ايراضيءَ جا رهواسي هئا، جيڪا شام ۽ ايران جي سرحد پرسان حلب وٽ آهي. پوٽنگر ۽ خانيڪوف جو چوڻ آهي تہ هي ترڪمان نسل مان آهن. برٽن، ليسن، اسپيگل ۽ ڊيمز جو خيال آهي تہ هي ايراني نسل جا آهن. سرٽي ۽ هولڊچ جي راءِ موجب هي عرب نسل جا آهن. سردار محمد خان گشڪوري لکيو آهي تہ بلوچ ڪلداني ۽ بابلي آهن ۽ نمرود جي نسل مان آهن. فردوسي ۽ نور احمد خان فريدي جي تحقيق مطابق بلوچ قوم، سامي النسل آهي، جيڪي بحيره خزر ۽ بحيره اسود جا رهاڪو آهن، جتان هو دشت لوط، ڪرمان، مڪران ۽ ايران کان ٿيندا برصغير پهتا.

وڌيڪ معلوم ٿئي ٿو تہ هنن امام حسين رضہ جو ساٿ ڏنو هو، سندن شهادت بعد بامپور کان ٿيندا سيستان پهتا. هنن جو وڏو هرين هو. جنهن کي ٽي پٽ هئا 1. مير جلال خان، 2. مير علي ۽ 3. نوس. جلال خان، بلوچ قوم جو سردار ۽ سرواڻ هو. سردار محمد خان گشڪوري لکي ٿو تہ مير جلال خان سنڌ ۾ نظام الدين عرف ڄام ننڍي جي حڪومت دوران 1469ع ۾ پهتو هو. مولائي شيدائي "تاريخ بلوچستان" (ڇاپو 1941ع) ۾ لکيو آهي تہ رزلي (Risely) جي تحقيق موجب بلوچ، ترڪي ۽ ايراني نسل مان آهن. مسٽر ايم. ايل. ڊيمس، "بلوچ قومون" (The Baloch Races) ۾ لکيو هو تہ بلوچ، ايراني نسل جا آهن. ڊاڪٽر ٽرومپ ۽ ڊاڪٽر ڪالڊ ويل پڻ ان ڳالهہ سان متفق آهن. سندن چوڻ آهي تہ بلوچن جي زبان دراوڙي زبان جهڙي

---

[1] لبناني جبلن ۾ "بلوص" (بلوچ) رهن ٿا جن مان بلوچ قوم آهي. (بحوالہ "ڪتاب بلوچ قوم ڪي تاريخ" صفحو 265)

آهي. مسلمان مورخ ابن خلدون ۽ ابن اسحاق جي تحقيق مطابق بلوچ، ايراني ۽ عرب نسل مان آهن، جن جو واسطو سام ابن نوح عليہ وسلام کان هلندو اچي ٿو. هينري پاٽنچر پڻ اهڙي راءِ ڏني آهي.

مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" (ص 301) ۾ لکيو آهي تہ بلوچ اصل ۾ حلب شهر جا وينل هئا، جي بغداد مان لنگهي پهرين ڪرمان ۽ پوءِ مڪران ۾ آيا. سن 680ع ڌاري بني اميہ خليفي يزيد بن معاويہ کين اتان هڪالي ڪڍيو. بلوچ پاڻ کي امير حمزي جو اولاد تا سڏائين.[1]

ڊومڪين جي دفتر "شعر" ۾ هڪڙو شعر علم الانساب متعلق ڏنل آهي جو 1840ع ۾ جنرل ايشياٽڪ سوسائٽي بنگال ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ بلوچن جو حسب نسب بيان ٿيل آهي:

شڪر الحمد گزران بادشاه ملڪ وتي
بگ وتئہ کوشتي ملڪا در جهان خاڪ گل،
ما مريدون يا علي اي دين ايمان شيبتين
حمزه اولاد بلوچي صوب درگاه گرين
از حلب قار کايون گويزيدا جهيڙين،
ڪلبلا بنپور نيا مان شهر سيستان منزلين.

يعني اسين بلوچ سيد الشهداءَ امير حمزي جو اولاد آهيون، اسان کي درگاه رب تعاليٰ مان سوڀ مليل آهي ۽ اسين حضرت علي جا مريد آهيون، تنهنڪري اسان جو ايمان ثابت آهي، پنهنجي وطن حلب (Allepo) کان نڪري ڪربلا جي معرڪي ۾ امام حسين رضہ جي جهنڊي هيٺ يزيد جي لشڪر سان لڙياسون، پوءِ عرب کان نڪري بنپور شهر وچان لنگهي سيستان ۾ پهرين منزل ڪئي سون.

ساڳيو ڊومڪي شاعر بيان ڪري ٿو تہ ان وقت مڪران جي بادشاه مير شمس الدين سندن والهانہ استقبال ڪيو ۽ ساڻن همدردي سان پيش آيو، ان کان پوءِ مڪران جو والي مير بدرالدين ٿيو. جيڪو بلوچن سان نہ نهيو ۽ ان وقت بلوچن جا جملي 44 قبيلا (بولڪ) ايران کان مڪران پهتا هئا. جن ۾ هوت، ڪوسا، ڪورائي، لاشاري، دريشڪ، چانديا، جسڪاڻي، ميرالي، جتوئي، دستي، گوپانگ، گولا، رند، لغاري، آلڪاڻي، بليدي، غازاڻي، عمراڻي، دوداڻي، مري، بگٽي، مزاري، نوشيرواني، بزنجا، ڪلمتي، قيا، بند ۽ بزدي وغيره شامل هئا. اهي مير شهڪ جي سرداري هيٺ آيا. انهن جي جهنڊي تي شينهن جي تصوير هئي.

---

[1] صحيح بخاري، اسد الغابہ ۽ طبقات ابن سعد مان معلوم ٿئي ٿو تہ امير حمزه کي لوچہ نالي ڪا زال ڪانہ هئي، هن کي ٽي زالون بنت اسملہ، خولہ بنت قيس ۽ سلمہ بنت عميس هيون، جن مان پيدا ٿيل ٻار مري ويا هئا. انهن ٻارن جا نالا يعليٰ، عامر ۽ عماره (پٽ) هئا. البتہ يعليٰ کي پنج پٽ عماره، فضل، زبير، عقيل ۽ محمد هئا، جيڪي ٻالڪپڻ ۾ وفات ڪري ويا هئا. گويا حضرت حمزه جا نہ پٽ ۽ نہ ئي وري پوٽا بچيا.

بلوچ قبيلن جي پاڻ ۾ اٽڪٽ تي پئي، ۽ وڙهندا رهيا. مير بدرالدين به هنن سان نه نهيو. جنهن ڪري مڪران ڇڏي اچي بلوچستان ۾ آباد ٿيا. محمد بن هارون اموي ۽ محمد بن الحارث العلافي عرب سردار بلوچستان ۽ سنڌ ۾ آيا ۽ پاڻ کي "بلوچ" چيائون.

ايس. صادق علي جي لکڻ موجب بلوچ، ان هارون (هرين) جو اولاد آهن. جنهن کي ٽي پٽ جلال خان، مير علي ۽ نوس هئا. مير جلال خان کي چار پٽ رند، لاشار، هوت ۽ ڪورائي ۽ هڪ ڌي جتو هئي. امرت لعل عشرت جو چوڻ آهي ته 11 صديءَ ۾ چنگيز خان جي حملن سبب بلوچ مڪران ڇڏي پنڌرهين صدي ڌاري سنڌ ۾ داخل ٿيا. تيمور ۽ بابر جي زماني ۾ گهٽائيءَ ۾ آباد ٿيا. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي رڳو ڊومڪي شاعر جو شعر پيش ڪري بلوچ قومن جي ٻاڙن ۽ قبلين تي ڪجھ به نه لکيو آهي. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ مير جلال خان جا پنج پٽ رند، لاشار، قرائي، جتوئي ۽ هوت لکيا آهن پر هن ڌي "جتو" جو ذڪر نه ڪيو آهي. جتو جي جاءِ تي پٽ "جتوئي" لکيو آهي.

"بلوچ قوم اور ان ڪي تاريخ" ۾ ست پٽ لکيل آهن، ليڪن مصنف مير عالي لاءِ چوي ٿو ته هي مير جلال خان جو ڀاءُ هو، پٽ ڪونه هو. هڪ پٽ ... "جاتن" لکي ٿو. ڊومڪي شاعر جي بيان موجب مير جلال کي پنج پٽ هئا. هڪ شاعر فارسي ۾ شعر چيو آهي، جنهن مان پڻ ثابت ٿئي ٿو ته مير جلال خان کي پنج پٽ هئا. هي شعر هن طرح آهي.

بيــا اي ســخنگوئي صــادق ســخن، بمــن گــوي احــوال نــوو ســهن،
خبرده ڪه اصل بلوچ از ڪجا است، حسب و نسب شان بگو تو زراست،
ڪه ايــن فرقــه نــامي از چــه ســبب، عزيــز اســت انــدر جهــان در نســب،
چه طور است ڪاين جمع در مرد مـان، شده در سنا مشتهر درجهـان،
بگفتــا بگويــم بــه تــو اي رفيــق، ز اولاد حمــزه بــود ايــن فريــق،
شــنيدم مــن از راويــان ايــن خبــر، ڪــه بــوده پســر پنــج از يــڪ پــدر
بنــام آن يڪي رند ديگر لشار، سيوم هــوت، چــارم جتوئــي شمــار
ڪورائــي تــو پنجــم بــرادر بــدان، بهــر پنــج بــد پنــج ايــل اي جــوان
پــس از مــد تــي ان گروهــي بلــوچ، بڪــر مــان از حلــب ڪــرده ڪــوچ.

مولائي شيدائي "تاريخ بلوچستان" ۾ لکيو آهي ته بلوچي شجري موجب مير جلال خان کي ڇهه پٽ ۽ هڪ ڌي هئي، جن جا نالا ڪتاب جي ص 20 تي هن طرح ڏيکاريل آهن: 1. رنـد، 2. لاشـار 3. ڪورائـي 4. هوت 5. بلو. 6 علي ۽ 7 نيائي جو نالو جتو. هن شجري ۾ پڻ ساڳي ترتيب ڏنل آهي. هڪ ٻئي تاريخي حوالي موجب مير جلال خان ڪيچ تي قبضو ڪري پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. اتي هن به شاديون ڪيون.

پهرين وڏي زال مرزا جهان بيگ مغل جي ڌيءَ فاطمہ نالي هئي. جنهن مان رند، لاشار، ڪرائي (ڪورائي) بلو، علي ۽ هڪ ڌي جتو پيدا ٿيا. ٻي شادي راجپوت هوتن مان (هندو) عجوبہ نالي هڪ ناچڻي (رقاصہ) سان ڪئي هئائين، جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو هو. جنهن جو نالو ناناڻي نسبت سان "هوت" رکيو ويو ۽ ان ڪري سندس لقب "عاري ڄام" هو. ان وقت هوتن (هندن) وٽ اٺ هوندا هئا. جن جي ذريعي سنڌ، گجرات ۽ دکن تائين واپار ڪندا هئا ۽ مال ڍوئيندا هئا. ان نسبت سان ڪين"جت" بہ چيو ويندو هو.

مير جلال خان جي وفات واري ڏينهن هن جا سڀ پٽ غمگين ۽ نڍال هئا ۽ ڪفن دفن ۾ مشغول هئا تہ ننڍي پٽ "هوت" ماءُ جي چوڻ جي موقعي مان فائدو وٺي ميري ڪيچ تي قبضو ڪيو.

ابو القاسم فردوسي سن 1000ع ڌاري لکيو آهي تہ:

گزين گرد ازان نامدار سوار
دليران جنگي ده ودو هزار
هم از پهلو پارس کوچ و بلوچ
زگيلان جنگي و دشت سروچ

مختلف روايتن موجب حضرت اسماعيل عليہ السلام کي 12 پٽ هئا. جن مان ڪن نقل مڪاني ڪري اچي وادي "بلوص" کي وسايو. اهي پوءِ بلوص ۽ بلوصي سڏجڻ لڳا. جن کي ايران وارن "بلوچ" چيو. جديد تحقيق مؤجب بلوچ، عرب آهن. سندن وڏو هرين هو، جنهن کي ٽي پٽ، مير جلال خان، مير علي ۽ نوس هئا. مير جلال خان سيني جو چڱو مڙس هو، مير جلال خان بلوچ کي ڇهہ پٽ رند، لاشار، ڪورائي، بلو، علي ۽ ڌيءَ جتو پهرين زال مان ۽ هوت ٻي زال مان هئا. انهن مان بلوچن جون جدا جدا قومون، قبيلا، ذاتيون، ٻولڪ ۽ شاخون پيدا ٿيون. رند قوم مان رند، ڊومڪي، جکراڻي، لغاري، ڪوسا، جمالي، بوزدار، چاڪراڻي وغيره. لاشار مان گوراني، پوتاڻي، ڪلواڻي وغيره. علي مان عمراڻي ۽ مري وغيره. بـُلو مان بليدي وغيره. هوت مان چانڊيا، هوت، عاري، آريجا، غيباڻي، گهراماڻي، ٻهراڻي، قمبراڻي ، سندراڻي ۽ مزاري وغيره.

جتو سان پنهنجي سؤٽ مراد خان پٽ نوز / نوس بن هرين شادي ڪئي، جنهن مان جتوئي، ٽڙٽ، شر، ڪوش، ڪروش ۽ زنگيجا وغيره آهن. مير عالي بن هرين جي اولاد مان ٻزدي، سندراڻي، حاجيجا ۽ بجاراڻي وغيره آهن. مير جلال خان جي وفات ڪان پوءِ رند ۽ ان ڪان پوءِ مير شهڪ خان، بعد ۾ شهداد خان ۽ ان ڪان پوءِ سرداري جي پڳ مير چاڪر خان بلوچ جي حصي ۾ آئي، ان وقت چاليهہ هزار بلوچ سندس جهنڊي هيٺ شامل ٿيا. بلوچستان ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي جابلو قومون هيون جن بلوچن جي اثر کي قبول ڪندي پاڻ کي بلوچ چورايو.

بلوچن جي مختلف قبيلن ۾ ٽيهہ سال لاڳيتو لڙائي هلي، جنهن ڪان بيزار ٿي ڪافي بلوچ 1351ع

ذاري سنڌ جي طرف هجرت ڪري آيا. جيڪي اڄ بہ گهڻائيءَ ۾ سنڌ ۾ آباد آهن. جن جو تفصيل جدا جدا بيان ڪيو ويندو. بلوچ قوم جو چمڪندڙ باب مير چاڪر خان کان شروع ٿئي ٿو. هن جي تعريف ۾ هڪ ڊومڪي شاعر هڪ فارسيءَ ۾ بيت چيو هو، جنهن جو سنڌي ترجمو هن طرح آهي:

**بلوچ هڪڙو وڻ آهي، سندس شاخون بيشمار آهن، اسلام سندس ايمان آهي، هو پنج وقت نماز ۽ ٽيهہ روزا رکي ٿو. شراب لاءِ هن کي نفرت آهي، سندس منزل ستارن کان گهڻو پري آهي. جنت جي صورت کان وڌيڪ شهادت کي پسند ڪري ٿو. مسلمانن ۾ ان ڪري هر دل عزيز آهي جو جڏهن بہ ڪي شهسوار ميدان ۾ نڪري ٿو، تڏهن ڪابل، قنڌار، دهلي ۽ دکن جا در سندس چمڪندڙ ترار اڳيان ڪنبن ٿا. (بحوالہ: تاريخ بلوچستان از رحميداد خان مولائي شيدائي ڇاپو 1941ع).**

سن 23 هجري / 694ع ۾ حضرت عمر فاروق رضہ پنهنجي خلافت دوران مڪران تي صحار عبديءَ کي مڪران فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو هو، جنهن بيان ڪيو تہ ان وقت مڪران رياست تي بلوچ حاڪم هئا. جنهن جو پتو هن بيان مان پوي ٿو تہ **"ارض سهلها جبل و ماءِ ها وشل و ثمر ها دخل وعدوها باطل وخير ها قليل و شرها طويل والکثير بها قليل"** (بحوالہ جنت السند ص 89)

مغل بادشاهہ همايون، مير چاڪر خان کي ڏاڍو نوازيو ۽ عطيي طور جاگيرون ۽ تحفا ڏنا. بلوچن ۾ سرداري نظام آهي. جن جا ٽي طبقا آهن: (1) مک سردار قبيلو (2) وچون سردار قبيلو (3) زيردست سردار قبيلو.

هڪ جائزي مطابق مزاري بلوچ قوم چئن پاڳن ۾ ورهايل آهي. جي وري 57 شاخن ۾ ورهايل آهن. گورچاڻي بلوچ 11 پاڳن ۾ ورهايل آهن ۽ سندن 81 شاخون آهن. بگٽي 6 حصن ۾ ورهايل آهن جن جون 44 شاخون آهن. مري ٽن حصن ۾ ورهايل آهن ۽ سندن 22 شاخون آهن. نهروي بلوچ 7 مکيہ پاڙن ۾ ورهايل آهن. رند قوم 25 پاڙن ۾ ورهايل آهي ۽ هن جون سوين شاخون آهن. مگسي بلوچ 16 مکيہ پاڙن ۾ ورهايل آهن ۽ انهن جون ڪيتريون ڦريون آهن. اهڙي طرح کوسا، لغاري، چانڊيا، جتوئي، نوحاڻي، ڪيتراني بلوچ ۽ ٻيون بلوچ قومون ڪافي پاڙن، اوڙڪن، ٽڪن ۾ ورهايل آهن. جن جو بيان پنهنجي جاءِ تي ڏنل آهي.

بلوچن کي بلوچ، بروچ، مرمچي ۽ ڪاڪلي بہ چون ٿا. هي جنگجو ۽ غيرتمند قوم آهي. شاهہ بيگ ارغون ڪڇيءَ تي قبضو ڪيو تہ بلوچ سنڌ جي طرف لڏي آيا. هنن 1783ع کان 1843ع تائين سنڌ تي حڪومت ڪئي.

بلوچ قوم تي لکيل ڪتابن، مقالن، مضمونن ۽ حوالن مثلاً راءِ بهادر هتورام جي لکيل ڪتاب "تواريخ بلوچستان"، ش ضحيٰ جي لکيل ڪتاب "همارا بلوچستان"، مير محمد حسين عنقا جي لکيل ڪتاب "بلوچ نسل کي تاريخ"، سردار محمد خان گشڪوري جي لکيل ڪتاب "بلوچن جي تاريخ" آر. سي ٽمبل جي لکيل ڪتاب "مير جلال خان جا ڪارناما"، فيض محمد سومري جو لکيل ڪتاب "بلوچستان"، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ڇپيل مقالو "بلوچي ادب" 1955ع، سليم خان گمي جي "بلوچي رزميہ شاعري" ۽ هن بلوچ

مضمون ۾ جن ڪتابن ۽ مصنفن جا حوالا آيا آهن. انهن جي پيشنظر بلوچ قوم جو شجرو. اکر "ب" جي شجرن واري حصي ۾ ڏسندا.

بلوچ قوم جو سردار مير چاڪر خان رند بلوچ بن شهڪ. جنهن ڪي مختلف زالن مان ارڙهن پٽ هئا. ("بلوچ قوم اور اس ڪي تاريخ" ص 278ع) پاڻ جنگ و جدل سبب بلوچستان ڪي ڇڏي پنجاب هليو ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. سندس پٽ ساهيوال. خوشاب ۽ سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا. انهن مان خوشاب. ساهيوال ۽ منڪيره بلوچ سردارن جا مڪمل شجرا راقم وٽ لکيل آهن پر مضمون جي طوالت سبب رڳو مير چاڪر خان جي ڪجهه اولاد جو مختصر شجرو پيش ڪيو ويو آهي.

ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ بلوچ. حضرتِ علي جي اولاد. حضرت حمزي جو اولاد آهن. مولانا عبدالقادر بوزدار ۽ مولانا امير احمد بوزدار جيڪي قابل ۽ ذاتين جا ماهر هئا. انهن بلوچن جو شجرو هينئين طرح لکيو آهي.

مولانا نور احمد خان فريدي "بلوچ قوم اور اس ڪي تاريخ" (ص 54) ۾ لکي ٿو تہ "منهنجي نظريي ۽ تحقيق موجب بلوچ. حضرت اسماعيل بن حضرت ابراهيم جي اولاد مان آهن ۽ هو عرب آهن. واديءِ بلوص ۾ رهڻ ڪري پهرين "بلوص" پوءِ بلوچ سڏجڻ لڳا. الحاج فيض محمد واڍيلو (ڪراچي جو رهاڪو) جيڪو بحرين ۾ رهندو هو. ان جو چوڻ آهي تہ عرب. بلوچن کي اولاد محمد چون ٿا. "نعم البلوش هم شجاع من اولاد محمد" ۽ "غيب عليڪ انت من اولاد محمد" (البلوش من اولاد محمد) "تاريخ سبائڪ الذهب" ۾ بلوچن بابت چيل آهي تہ {**ايها الاعدالڪرام! نعم اِن من سبائڪ الذهب اوله محمد آخرة عدنان**} عرب ملڪ جو همدانُي چوي ٿو تہ محمد جو نسب چوڏهن ولايتن بعد عدنان سان ملي ٿو. ان موجب بلوچن جو ـحرو. اکر "ب" جي شجرن واري حصي ۾ ڏسندا.

حضرت علي ڪرم الله وجہ

|

عباس (اولاد علوي)

|

عبدالله

|

حسن

|

حمزہ الاکبر

|

بلوچ ي)

|

رند

|

شهڪ / شهيڪ

|

چاڪر خان

عدنان (فرزند حضرت اسماعيل بن حضرت ابراهيم عليہ السلام)

|

معد

|

نزار

|

معز

|

غيلان

|

قيص

|

سعد

|

عطفان

|

ريث

|

بغيض

|

ذبيان

|

نزارة

|

محمد

**بلوچان زئي:** بگٽي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بلوچاڻي:** مولائي شيدائي، بلوچاڻي، ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي بالچاڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، بلوچي ڪري لکيو آهي. حقيقت ۾ صحيح لفظ بلوچاڻي آهي. بلوچاڻي، مزاري قبيلي جو هڪ وڏو پاڙو، خاندان ۽ تمن آهي، جن جون هينيون شاخون (ڦريون) آهن: گلشيراڻي، نستڪاڻي، آزاداڻي، ماڇياڻي، حيدران زئي، سيدا زئي، خداداڻي، رداڻي، بتيلاڻي، هٿبتيان.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ جمالي بلوچن جا 17 پاڙا لکيا آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو بلوچاڻي ڄاڻايو آهي. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب "بلوچاڻي"، ڊومڪين جي هڪ پاڙي جو بہ نالو آهي.

**بلوچي:** مزاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بلولاڻي:** کوسن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـُلها:** مهرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـُليجا:** ڪرمتين جي راڏا بنديجن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـُليداڻي:** بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**بـُليدي: (بزدي):** بليدي خالص عربي نسل جا آهن. سنڌن 18 صدي عيسوي ۾ ڪيچ جي بليديہ تي حڪومت هئي. ان بليديہ جي نسبت سان ڪين بليدي سڏيو تو وجي. هن ڪان اڳ پاڻ خالص بزدي هئا. بليديہ تي نـَوَ (9) بليدي حڪمران ٿيا. جن. مَلڪن ڪان حڪومت ڪسي پاڻ هلائي. اهي نـَوَ (9) حڪمران. شاهہ ابو سعيد، شاهہ شڪرالله، شيخ قاسم، شيخ زهري، شيخ حسين، شيخ احمد، شيخ عبدالله ۽ شيخ قاسم ثاني هئا.

تاريخ بلوچستان جي مصنف مولائي شيدائي بلوچن جي شجري ۾ لکيو آهي تہ مير جلال خان کي ڇهہ پٽ هئا. انهن مان هڪ پٽ جو نالو "بلو" هو. ان "بلو" جي اولاد کي بليدي چون ٿا. ٻي روايت موجب مير علي ولد هرين کي بہ پٽ هئا. هڪڙي جو نالو زيندي خان ۽ ٻئي جو نالو مراد خان هو. زينـدي خان کي وري بہ پٽ هئا. هڪ سندر خان ۽ ٻيو حاجي خان. انهن جي اولاد کي بلدي، بليـدي يا بزدي چون ٿا. انهن جون وڏيڪ شاخون لـُهـَـر، ڪٿوهڙ، ڏاهاڻي، ميرالي، بٽياڻي، ليڙواڻي، سناڻي، عارباڻي، سندراڻي، بجاراڻي ۽ حاجيجا (حاجي زئي) آهن.

لاشارين ۽ رندن جي ويڙهہ ۾ هنن رندن جو طرف ورتو، ان ڪري مير چاڪر خان، بليدين جي سردار مير هوتان کي "ميرالي" يا مير عالي جو لقب ڏنو ۽ ڪيس بالا ناڙيءَ جي جاگير ڏني. بليدين جي گچڪين سان مٽي مائٽي هئي، ڪجهہ وقت بعد ٻنهي ڌرين ۾ اٽيٽ تي پيئي، انهي دوران لغارين ۽ گورگيجن سان پڻ

ڀڄڻا ٿي پيا، جنهن ڪري هو بليديہ ڪي ڇڏي سنڌ طرف اچي آباد ٿيا . هن وقت بليدين جو سردار اغا غلام علي خان بليدي ڳڙهي خيري وارو آهي.




مولائي شيدائي رندن جا 65 پاڙا بيان ڪيا آهن..انهن ۾ بليدي پاڙو ڏيڪاريل ڪونہ آهي. هينري پاٽنجر رندن جي پاڙن ۾ بليدين کي شامل ڪيو آهي. ڪتاب "بلوچ" جو مصنف م . ڪ پيڪولين لکي ٿو تہ ڊيمز جي خيال ۾ بليدي لفظ، مير جلال خان جي پٽ "بلو" (بولو) تان ورتل آهي ۽ ان سان منسوب آهي.

**بليزئي:** مينگلن جو هڪ پاڙو.

**ٻـَليلاڻي:** ڪوسن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪوسن جو بلو بداڻي هڪ سورهيہ ٿي گذريو آهي، جيڪو انگريزن سان لڙيو هو. ان ڪوسي جي اولاد پان کي 'بليلاڻي' چوايو.

**ٻـُليلاڻي:** چاچڙن جي جڳانند قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـَمبوڪ زئي:** بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بمپوشت:** ايراني نسل جا بلوچ آهن.

**بمرا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو. جيڪي حيدرآباد ۽ ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**بـَـمڻَ:** سمن مان آهن.

**بناٽي:** ڪرمتين جي جانوري قبيلي مان هڪ پاڙو.

**بـَنبـَالَ:** سنڌ جي جتن جي نسل مان هڪ جـَـتڪي ذات، جيڪي پاڻ کي بنبال (بـَـنبـَل) سڏائين ٿا. هي جتڪي سرائڪي زبان ڳالهائيندا آهن. بنبال اڪثر ڪري اٺ پالين ٿا. انن جو واپار ڪن ٿا ۽ انن تي مال ڍوئين ٿا. گهرن ۾ واڻ ۽ ٽڏا ناهين ٿا. بنبال لفظ جي معنيٰ آهي اجايو بار، ڇٽي ۽ جنجال وغيره. سمن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "بنبال" آهي.

**بـَـنباٽي:** هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**بنَـبل:** سنڌ جي جتن جي هڪ ٽـڪ جو نالو.

**بـَنيَ:** سراين ۽ جتن جي هڪ ذات جو نالو.

**بـَنيا:** مهرن جي هڪ ذات جو نالو.

**بنياٽي:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ مان هڪ پاڙو.

**بـَـنيرا:** برفت ۽ حملاٽين (سما) جي هڪ ٽڪ (راڄ) جو نالو.

**بـَـنييا (ٻنيا):** نهڙين جو هڪ پاڙو. هي راهواٽين جا عزيز تين.

**بنجارا:** لباٿا ۽ بنجارا مهتم ذات جو پاڙو آهي، هي سفري ڦيريءَ وارا واپاري ۽ اکين جو علاج ڪرڻ وارا آهن.

**بنجاهي:** کترين جي هڪ ذات جو نالو.

**بـَـنـدَ:** اصل ۾ رند آهن، جيڪي سنڌ جي ڪافي حصن ۾ آباد آهن. سندن چوڻ آهي تہ اسين مير جلال خان بلوچ جو اولاد آهيون. هڪ ٻي روايت موجب جدگالن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ بند آهي، جيڪي سنڌ جي جتن ۽ جوکين جا مائٽ آهن. انهن جت بندن جا رئيس، ڪينگزئي، مهدي زئي، ڪوڙڪ ۽ سنگر پـاٽيي وارا آهن. لسبيلي جا بند سماٽ سڏجن ٿا.

**بـَـنداٽي:** پهنورن جي هڪ پاڙي جو نالو. نوحاٽي بلوچن ۾ پڻ "بنداٽي" آهن. ڪرمتين جي لجيرا شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**بـَـندپوتا:** لکاڻ ذات جي هڪ پاڙي جو نالو جيڪي ملاح آهن.

**بندراٽي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو.

**بـَـنـدري:** مـورڙي مـلاح جي پٽ جي اولاد کـي "مورڙيپوٽـا" چـون ٿـا. جـن مـان بنـدري، لاڙا ۽ ڪلاچي آهـن. بندري، ابراهيم حيدري، شمس ڳوٺ ۽ بابا ٻيٽ ۾ رهن ٿا.

**بـَـندواڻي:** کوسن جي هڪ ڦريءَ جو نالو. اهي مٺيوال پاڙي مان آهن.

**بـَـندهاني:** راجپوتانا کان لڏي آيل راجپوتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ رهن ٿا.

**بـَـندياڻي:** لاشارين جو هڪ پاڙو آهي.

**بـَـنديجـَا:** ذات جا "رند" آهن. جيڪي بندن جو اولاد آهن. هي اصل ۾ مڪران جا بلوچ آهن. جن جو تـورو گهڻو واسطو جدگـالن سـان پڻ آهي. هي بلوچي زبـان ڳالهـائين ٿـا. سـنڌ ۾ نـالي مـاتر آبـاد آهـن. حب واري علائقي ۾ گهڻائي ۾ آباد آهن. هنن جا خاص پاڙا راڏا (جت)، مرزائي، ڏراڻي، سـَجا، موسي پوٽا (موسا)، بليجا، ڪٽزير، عـُمد، باندڻ پوٽا، ساربي پوٽا، ٿوندي پوٽا ۽ نوت آهن. راڏا سندن سردار گهر آهي. برفت سما آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بنديجا" آهي. ڪرمتي جت بلوچن جو چوڻ آهي تہ راڏا بنديجا اسان جو پاڙو آهي.

**بـَـنديچا:** جوکين جي هڪ قبيلي جو نالـو. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. چنيپوٽا 2. چٽيپوٽا 3. غلام پـوٽـا 4. گجربوٽا 5. شادبپوٽا

**بـَـنديَل:** راجپوتن جي ذات آهي. راٺوڙ (راجپوت)، چنديل ۽ بنديل پاڻ ۾ پائر آهن.

**بـَـنڏاڻي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بـَـنـَر:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـُـنـڙا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات. ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**بـَـنساري:** هندن جي ذات آهي. هن وقت تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا.

**بـَـنگا:** محمد شهي بروهين جو هڪ پاڙو.

**بنگالي:** بنگلاديش جي بنگال شهر جا رهواسي آهن. بنگال جي رهائشي نسبت ڪري هي ذات طور "بنگـالي" سڏجن ٿا. هن وقت ڪراچي، حيدرآباد ۽ اندروني سنڌ ۾ رهن ٿا.

**بنگاڻي:** نوحاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هيسباڻي. نوحاڻي هنن مان آهن.

**بنگراڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي پاڙي جي هڪ ڦري آهي.

**بـَـنگش:** پٺاڻن جي هڪ ذات جو نالو. ڪزراڻي، پٺاڻن جو مورث اعليٰ هو جنهن کي ڪڪي (ڪاڪي) پٽ مان ٽي پٽ وزير، ملڪ مير ۽ بنگش هئا. ان بنگش جي اولاد پاڻ کي "بنگش" سڏايو. ڪتاب "پنجاب کي

ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ خالد بن وليد (اصحاب رسول صلعم) جي اولاد مان ڪجهہ ماڻهو اچي افغانستان ۾ وينا. انهن مان هڪ مرد پناڻن مان شادي ڪئي، جنهن کي بہ پٽ غار ۽ سامل پيدا ٿيا. ٻنهي ڀائرن ۾ سخت رنجش ٿي. پاڻ ۾ وڙهي تباهي آڻي ڇڏيائون. جنهن ڪري اتان جي ماڻهن کين "بنگش" چيو. بنگش لفظ جي معنيٰ آهي پاڙون ڪٽڻ، تباهہ ڪرڻ. بنگش پناڻن جا مکيہ پاڙا آهن. 1. آفريدي 2. اورڪزئي 3 توري 4. بائيزئي 5. زيشت 6. سامل زئي 7 غاري 8. ڪرلاتري ، 9. ميران زئي ۽ 10. خٽڪ

**بَنگلاڻي:** اهي بلوچ آهن، جن جو مورث اعليٰ بنگل خان هو. هي مختلف قبيلن ۽ پاڙن سان واسطو رکن ٿا. هڪڙا بنگلاڻي چانڊيا قبيلي جي چولياڻي پاڙي جي شاخ آهن تہ ٻيا بنگلاڻي، گورچاڻي قبيلي جي لشاري پاڙي جي هڪ مکيہ شاخ آهن. جيکي پاڻ کي بنگلاڻي بلوچ سڏائين ٿا. لغاري، مگسي ۽ ٻڙدين جي بجاراڻي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ بنگلاڻي آهي. ڪڙوڪاڻي، ساتاڻي ۽ جنگواڻي سندن خاص پاڙا آهن. سماٽ ذاتين ۾ بنگلاڻي، جتن ۽ ميرجتن جو پڻ هڪ پاڙو آهي.

**بَنگِلاڻي:** کيهرن (سما) ۽ لاکن جي هڪ پاڙي جو نالو. جتوئي بلوچن جي "شر" شاخ مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو بنگلاڻي آهي. ڪرمتين جي جماري ۽ زنگياڻي شاخن مان پڻ "بنگلاڻي" آهن.

**بَنگلزئي:** "سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر" ۾ هينري پاٽنجر لکيو آهي تہ "بنگلزئي"، بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي (محمد حسني). ساڳي طرح مري قبيلي جي چڳي مڙس دوست خان مري چاڻ ڏني تہ مري قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بنگلزئي" آهي. مولائي شيدائي، جيڪو پاڻ شهواڻي بروهي هو، هن بروهي قوم بابت مهراڻ رسالي جي جلد 10 ۾ لکيو آهي تہ بنگلزئي اصل ۾ بلوچ هئا. جيڪي ڪافي عرصي بعد بروهي تمن ۾ شامل ٿي ويا ۽ پاڻ کي بروهي سڏائڻ لڳا. بنگلزئي هيٺين اهم شاخن ۾ ورهايل آهن. سيدزئي، گهرام زئي، دينار زئي، گراني، شوران زئي، بدوزئي، مندواڻي، پرڪاڙي، بجارزئي، مغندوزئي، ڦگ، باران زئي ۽ شاهوزئي. هنن کي سراواني بہ چون ٿا.

**بَنگوار:** ڊاڪٽر بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ ٻڙدي قوم جا "24" پاڙا ڄاڻايا آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "بنگوار" آهي. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب "بنگوار"، ٻڙدين جي بجاراڻي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي (ڏسو "ٻنگوار").

**بنگي خيل:** تري (ترڪئي) پناڻن جو هڪ پاڙو.

**بَنوالي:** محمد بن قاسم سان آيل عرب آهن. هنن جا ڪافي درويش ۽ خداوارا ريل واري علائقي ۾ مدفون آهن ۽ آباد آهن. چون ٿا تہ "موريا" بہ هنن مان آهن.

**بَنواڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي، تعلقي سجاول ۾ رهندڙ آهن.

**بنوچي:** بنوءَ ۾ رهڻ وارا پناڻ.

**بَــنهاڻي:** ڪلهوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بنيا:** تجارتي ماڻهن جي ذات آهي. اگروال، اوسوال، داسا، سراليا ۽ مهيشوري هنن جا خاص پاڙا آهن.

**بٽپير:** گجو قبيلي جو هڪ پاڙو.

**بـُويا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بويا خيل:** شيراني، افغاني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَوبرا، بوبران:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بوبڪ (بونبڪ):** بوبڪ ذات وارا پاڻ کي ارغون نسل مان سڏائيندا هئا. جيڪي تعلقي سيوهڻ جي منڇر ڍنڍ جي ڪپ تي تاريخي شهر بوبڪ ۾ رهندا هئا. هن وقت انهي ذات وارو ڪوبہ ماڻهو هن شهر ۾ موجود نہ آهي. ڪن روايتن ۾ آهي تہ منڇر ڍنڍ مان مڇي جي بوءِ (ڌپ) ايندي هئي ۽ اهي ماڻهو سڄو ڏينهن پيا ڳالهائيندا هئا، جنهن کي بَــڪَ چيو ويندو هو. ان ڪري بوءِ + بڪ مان لفظ بوبڪ نهي پيو. ان ڪان پوءِ اهي ماڻهو ذات جا ''بوبڪ'' سڏجڻ لڳا. ''تاريخ مظهر شاهہ جهاني'' از يوسف ميرڪ مان خبر پوي ٿي تہ بوبڪ ذات وارا سميجا ڪـُلَ مان هئا. منڇر ڍنڍ تي مهاڻن جون مياڻيون هيون، جيڪي پڻ سميجا ڪل مان هئا. ان مان ثابت آهي تہ بوبڪ، ملاح هئا۽ اصل سنڌ جا سما هئا. مشهور بزرگ مخدوم جعفر بوبڪائي پڻ انهي بوبڪ جو وينل هو. راقم جو شاهبندر وڃڻ ٿيو. ڪن ماڻهن سان ملاقات ٿي، جن ٻڌايو تہ اسان ملاح ۽ مهاڻا آهيون ۽ اسان جو پاڙو ''بوبڪ'' آهي. جهلواني بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ''بوبڪ'' آهي.

**بـُوترا:** ڪڇ ڀڄ کان آيل ميمڻ آهن. سمن جي هڪ ذات جو نالو پڻ ''ٻوترا'' آهي.

**بـُوجا:** سومرن ۽ مهرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـُوجا زئي:** شهواڻي بروهين جي سهرزئي خاندان جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـُوداڻي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بـُــودلا:** بودلو معنيٰ فقير، اڻ ڇاڻ. هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي. هي پاڻ کي حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي اولاد مان شيخ ۽ قريشي چوائين ٿا. ڪتاب ''پنجاب ڪي ذاتين'' موجب ''بودلا'' ستلج نديءَ تي وينل وٽو قبيلي مان آهن. سڳو ڏاڳو، ڦيٽو نوٽو ۽ دعا سندن خاص پيشو آهي. دلن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**بـُوديجا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بوڏيجا (بوڏيا):** راجپوتانا مان لڏي آيل پرمار سوڍن راجپوتن جي هڪ نک جو نالو. قلواڻي، پرمار، سوڍا راجپوت ۽ امرناڻي نک جون اهم آکهون آهن.

**بَـورا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**بورت:** هندو ڇهڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَـوري:** هڪ شيعہ فرقو آهي. هنن کي بوهرا ۽ وڏرا بہ چون ٿا. "اصل ۾ "کوجا" (خواجا) آهن.

**بورياڻي:** عمراڻي رندن جو هڪ پاڙو.

**بُوزدار:** بوزدار ٻن فارسي لفظن جو مرڪب آهي. بُز + دار. بـُز معنيٰ ٻڪري، دار معنيٰ رکندڙ، ڌاريندڙ، چاريندڙ. يعني ٻڪرين چارڻ وارا. بوزدارن جو حسبي ۽ نسبي واسطو رندن سان آهي. بوزدار "بانو" سان شادي ڪئي هئي، ان جي اولاد کي بوزدار هيدياڻي چون ٿا. قيصراڻي علائقو، سنگهڙ نديءَ تائين بوزدارن جي رياست هئي، تالپرن کين جاگير عطا ڪئي هئي. ان وقت هنن جا خاص پاڙا دلاڻي، لداڻي، غلاماڻي، چاڪراڻي، سياني، شاهواڻي، جلالاڻي، جعفراڻي ۽ رستماڻي هئا. ذاتين جي تحقيقات جي سلسلي ۾ سنڌ جي ڪافي شهرن ۾ وڃڻ جو موقعو مليو. جتان بيا بہ ڪافي پاڙا معلوم ٿيا، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:
1. بازائي 2. بالچاڻي 3. رحيماڻي 4. ڪيهراڻي 5. ڏيغاراڻي 6. شهمراڻي 7. شولاڻي 8. سهتاڻي 9. سريچڻ 10. لالهاڻي 11. مسواڻي. ڊاڪٽر بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ لکيو آهي تہ بوزدار، لغاري ۽ ڊومڪي قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. بوزدار قوم جو شجرو هن طرح آهي:

میر جلال خان بلوچ
|
رند
|
رمضان
|
حسين
|
شاهہ علي
|
بوزدار
|
بوزدار _ بانو سان شادي ڪئي. هن جو اولاد بوزدار هيدياڻي آهي.

**بـُوزدار:** بوز فارسي لفظ بوزت مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پولڙو، دار معنيٰ ڏارڻ وارا. يعني پولڙن وارا. پولڙن ڏارڻ وارن شڪارين جي هڪ ذات جو نالو.

**بوستان زئي:** پٺاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو. افغاني پٺاڻ زرڪ بن عيسيٰ جي ڇئن پٽن مان هڪ جو نالو "آلڪو" هو، ان جي خاندان مان "بوستان زئي" هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**بوگرا:** مهاڻن ۽ ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**بـَـوگوا:** ذات جا ملاح، مهاڻا ۽ ميربحر آهن، جيڪي سميجا اوڙڪ ۾ اچن ٿا. هن ذات جا ماڻهو سنڌ جي ڏنڌن ڍورن ۽ ساحلي حصن ۾ آباد آهن. سندن ڪرت مڇي مارڻ ۽ ان جو واپار ڪرڻ آهي. بوگوا غريب ۽ مزدور طبقي سان واسطو رکندڙ ذات آهي، سندن زبان سنڌي آهي.

**بـُـولاڻي:** پهنورن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بولياڻي:** ڪوسن جو هڪ پاڙو. سنڌ ۾ رهندڙ آهن.

**بوني:** پناڻن جي هڪ ذات.

**بونيا:** چمارن جو هڪ پاڙو.

**بـُوهرا:** تفصيل لاءِ ڏسو "بوهري".

**بوهرو:** وڌيڪ احوال لاءِ ڏسو "بوهري".

**بوهري (بوهرا، بوري):** بـُوهري قوم جا ماڻهو واپاري آهن، جن کي "وڻرا" پڻ چيو ويندو آهي. هي اصل ۾ عرب نسل جا آهن، جن ۾ ڪافي صديقي، علوي ۽ فاروقي آهن. سنڌ ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ تمام گهڻا آباد آهن، جيڪي اسماعيلي مستعلوي آهن. اهي امام جعفر رضہ جي اولاد مان امام موسيٰ ڪاظم جا پوئلڳ شيعا آهن. بوهرين ۾ آخوند بهـُرا بہ آهن، جيڪي اصل ۾ فاروقي آهن. علامہ محمد بن طاهر بوهرو عهد مغليہ ۾ پاڻ کي صديقي ۽ سني سڏائيندو هو. هنن ۾ خان (افغان)، برهمڻ، راجپوت، بياسره ۽ ڪولهي بہ آهن. جن جو ذڪر مولانا ابو ظفر جي لکيل "مختصر تواريخ" ۽ "عقدالجواهر في احوال البوهر" ۾ موجود آهي.

**بوهريجا:** بوهري قوم جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بـَـوهـَـڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، ڪاري ۾ رهن ٿا.

**بـُوهڙ:** سماٽ ذات آهي، پنجاب کان آيل بوهڙ، سرائي ۽ جت آهن.

**بوهڙاڻي:** بزنجن جو هڪ پاڙو.

**بـُوٿا:** هڪ مسلم ذات جو نالو.

**بـَـهادرُاڻي:** اهي پنهنجي ڏاڏي "بهادر" جي نالي پنيان ذات جا بهادراڻي سڏجن ٿا. سندن پاڙو خليلاڻي ۽ قبيلو گورچاڻي بلوچ آهي. پيچوها ذات جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بهادراڻي" آهي. پرگڙي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ "بهادراڻي" آهي. شاهہ بندر ۾ وينئل جتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بهادراڻي" آهي.

**بهادين زئي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" جي صفحي 129 موجب بهادين زئي، ساتڪ زئي قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**بَــهاراڻي:** ٽالپرن جي هڪ پاڙي جو نالو، ساڳي طرح عمراڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بهاراڻي" آهي.

**بَــهارخاناڻي:** سُندراڻي ٻڙدين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بِــهاري:** هيءَ مڪران جي گهڻ ذات واري، پوئتي پيل رولو قوم آهي. بهاري اڪثر ڪري لوهارڪو، واڍڪو ۽ ٽين سازي جو ڪم ڪن ٿا. سندن مادري زبان بلوچڪي ۽ لوهرڪي آهي. روزگار خاطر ڪراچيءَ ۾ آباد آهن. اندروني سنڌ ۾ بہ روزگار لاءِ اچن ٿا ۽ واپس هليا وڃن ٿا. بنگلاديش جي "بهار" واري علائقي مان هجرت ڪري آيل بنگالي پڻ پاڻ کي بهاري چوائين ٿا. اهي ڪراچي ۽ سنڌ جي اندرين حصن ۾ نالي ماتر آباد آهن.

**بهاوالداڻي:** ڪرمتين جي جانوري قبيلي مان هڪ پاڙو.

**بَــهاوَلاڻي:** ٻرگڙين جو هڪ پاڙو.

**بهاولزئي:** بگٽين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بهدلاڻي:** بگٽي بلوچن جي پاڙي ڪلڦر (ڪڪپر) مان هڪ ٽڪ جو نالو.

**بهدياڻي:** ملڪ ڪانيو خان جي پٽ بهدي خان جو اولاد آهن. بارڻ ۾ وينا آهن.

**بَــهرا:** بوهرن جي احوال مان خبر پوي ٿي تہ "بهرا" عرب آهن. جيڪي فاروقي نسل مان آهن، هن وقت بوهرن ۾ شامل آهن.

**بهرام:** مروت پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**بهراماڻي:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**بهرام خيل:** آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بِــهرام زئي:** بران زئي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَــهراڻي:** سنڌ جي سماٽ ذات آهي. جيڪا جتن جي اوڙڪ ۾ ٿي اچي. ڊاڪٽر بلوچ جتن جا 43 پاڙا ڄاڻايا آهن، انهن مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بهراڻي" آهي. هوت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بهراڻي" آهي، مانڌڙا اصل ۾ لسبيلي جي سماٽ ذات آهي، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ "بهراڻي" آهي. کوسن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بُهراڻي" آهي جيڪي تعلقي شهدادڪوٽ ۾ رهندڙ آهن.

**بُــهراڻي:** بُرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بهرناڻي:** هندو لهاڻن جي "سوميا" نک مان هڪ آکهہ. هي نصرپور جي هندن مان بهر ڏنو مل ولد مکي

روپچند جو اولاد آهن.

**ڀهرواڻي:** برهم کترين جي "درزي" نک مان هڪ آکهہ جو نالو. هي جيسلمير کان آيل ڀهرومل (ڀهر ڏنو مل) ولد ناريو مل (خانپور پنجاب) جو اولاد آهن. ٻالواڻي، رام رکياڻي، رامچنداڻي، ملڪاڻي ۽ هنگوراڻي هندن جا عزيز ۽ وطن ڀائي ٿين.

**ڀَهريہ:** ڀهريہ ذات وارا سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن جي قبيلي جي سردار ڦلي ٻن رائڌڻ جي پٽ اڍي (اوڍو) جي اولاد مان آهن. هي پاڻ کي سماٽ ڄوائين ٿا. ڀهريہ، قدريہ پوتا ۽ اڍيجا هڪ ٿي ڪُلَ سان واسطو رکندڙ آهن:




**ڀَهلاڻي:** بلوچن جي هڪ ذات. ميان نصير الدين ڪلهوڙي جي دؤر ۾ ميربحر قوم جون ڪي ٻہ ڀينرون هيون. جن جا نالا "ڀهلاڻ" ۽ "هالاڻ" هئا. جن ميان جي لشڪر کي پتڻ اڪاريو هو. ان بعد ميان سندن نالن پنيان ٻہ شهر اڏايا. هڪڙو ڀهلاڻي ۽ ٻيو هالاڻي. ڀهلاڻي ۽ هالاڻي ميربحرن ۽ مهاڻن جا پاڙا آهن.

**ڀَــهلڪاڻي:** ٻڙدين جي ٻجاراڻي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو. هن پاڙي جي هڪ شاخ جو نالو "ڪتائي" آهي، جيڪي جيڪب آباد طرف رهن ٿا.

**ڀهلم (ڀهالم):** ڏوٻين (هندو) جي هڪ ذات آهي.

**ڀَهلولاڻي:** لغاري بلوچن جي هڪ ذات. هي اڪثر سنڌ جي هر ضلعي ۾ رهن ٿا. گهڻو ڪري سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. سنڌ جو مشهور شاعر، سگهڙ ۽ درويش حمل خان لغاري، "ڀهلولاڻي" بلوچ هو. هنن جا وڏا ٽالپرن ۽ سيرڪاڻي لغارين سان گڏ ديري غازي خان مان نقل مڪاني ڪري اچي خيرپورميرس واري علائقي ۾ آباد ٿيا هئا.

**ڀهلول زئي:** هڪ پٺاڻ ذات.

**ڀَهليلاڻي:** نظاماڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀَهليم:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو. جنهن مان مورڙو ملاح (ڀهليم) هو. جنهن مانگر مڇ کي

ڪولاچيءَ واري ڪُنَ مان ماري ٻاهر ڪڍيو هو. ڊاڪٽر غلام علي الانا، ٻهليمن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي. (مهراڻ 4_3 سال 2001ع. ص 32)

**ٻـِـهمڻ:** هڪ ملاح ذات جو نالو.

**ٻَـهنداڻي:** جمالي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻهنيوال:** پٽي راجپوتن مان جٽ (جت) آهن.

**ٻَـهڻَ:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـِهڻَ:** سماٽ آهن. جن کي "سنا" پڻ چوندا آهن. سندن پراڻو پيشو ٻيڙين تي سنڌو درياءَ وسيلي واپار ڪرڻ هو. ايس صادق علي جي لکڻ موجب هوتي ٻن انڙ کي چوڏهن پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو "ٻهڻ" هو. ان جي نسبت سان اولاد ذات جا ٻهڻ سڏرايو. هي سميجا اوڙڪ ۾ شامل آهن. هن ذات وارا ُگهٽائي ۾ ڪين آهن، البت ضلعي نوشهري فيروز ۾ سندن ڪجهہ ڳوٺ آباد آهن، جن مان حاجي رحمت الله ٻهڻ نهايت مشهور آهي. ڪن ڪتابن مان چاڙ ملي ٿي تہ ٻهڻ، مبيجو، جيسر، وسن ۽ مُورو پاڙ ۾ پائر هئا. پڳ مبيجي مٿان هئي. وڌيڪ وضاحت لاءِ سندن شجرو پيش ڪجي ٿو.






**نوٽ: تفصيل لاءِ ڏسو سمن جو شجرو**

**ٻهيلاڻي:** کوسن جو هڪ پاڙو. ٻهاولپور کان لڏي اچي سنڌ ۾ وينا آهن.

**ٻٺالاڻي:** کوسن جي للاڻي (اسحاقاڻي) پاڙي مان آهن.

**ٻيازئي خيل:** شرخيون پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻيدي:** سمن جي هڪ ذات جو نالو. ڪترين ۾ پڻ "ٻيدي" آهن.

**ٻيڏ:** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ٻيراڳي:** هندو ڌرم سان واسطو رکندڙ، دنيا کان ترڪ، هڪ خانه بدوش قوم آهي، جنهن جا ٻه فرقا آهن. هڪڙا بندي ۽ ٻيا پينو فقير. بندي شادي ڪونه ڪندا آهن ۽ هو وشنو ديوتا جا پوڄاري آهن. ٻيا پينو فقير. جيڪي پاڻ کي سيلا ني فقير چوائيندا آهن. هي پڻ وشنو ديوتا جا پوڄاري آهن ۽ ڪرشن جي زال راڌا جا پوئلڳ آهن.

**ٻيراماڻي:** لغاري بلوچ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻيرما:** هندو جتن جو هڪ پاڙو. اهلاوت، حون ۽ اوليان هن جا ساٿ ٿين.

**بيروڪـــا:** اوڏن جي هڪ ذات.

**بيزناڻي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 116 موجب "بيزناڻي". ساجدي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**بيسا:** راهواڻي نهڙين جو هڪ پاڙو.

**بَـــيسرَ:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**بيڪاري:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**بيگ:** ترڪيءَ کان آيل مرزا ۽ مغل پاڻ کي "بيگ" چوائين ٿا. جن مان مرزا قليچ بيگ نهايت مشهور ٿي گذريو آهي.

**بيگاڻي:** ماندڙن جي هڪ پاڙي جو نالو. ماندڙي کي هارون پٽ مان الهيار. الهيار مان ايوب. ايوب مان الهيار ۽ ان الهيار کي پٽ ڄائو بيگ. ان بيگ جي نالي پنهنجي پاڙي جو نالو بيگاڻي پيو. ٽنڊي محمد خان ۾ سنيا وينا آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بيگاڻي" آهي. ميمڻن ۾ پڻ بيگاڻي آهن. جيڪي ٺٽي شهر ۾ رهندڙ آهن. جوکين ۾ پڻ "بيگاڻي" آهن.

**بَـــيگلار:** حضرت عليءَ جي اولاد مان "علوي" آهن. هنن جو وطن سمرقند هو. جتان امير شاهه قاسم بيگلار بن ابرڪ بيگ بن چوچڪ بيگ. هجرت ڪري اچي ٺٽي ۾ وينو. تاريخي ڪتاب "بيگلارنامه" ۾ هن خاندان جو احوال لکيل آهي.

**بيگناڻي:** جتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بيگواڻي:** هندن جي هڪ آکهه جو نالو. مشهور شاعر ڪيئل داس فاني هن ڪٽنب مان هو.

**بيگي خيل:** ترڪان ذات جو هڪ پاڙو.

**بيلاٽا:** ميو قبيلي جو هڪ پاڙو.

**بَـيلدار:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**بيناوا:** پنجاب کان آيل هڪ ذات آهي. هي خوجه حسن بصري (بصره) جا پيروڪار آهن.

**بَـينـَس:** چمارن جو هڪ پاڙو. هڪ بي روايت موجب هي سورج بنسي شاخ مان جالنڌر جي سردار "بينس" جو اولاد آهن. فيروز شاهه جي زماني ۾ راجپوتن جي شاهي خاندانن جي 36 شاخن مان هڪ هيءَ به هئا.

**بينگياڻي:** جتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**نوٽ:** مٿي ذڪر ڪيل ذاتين کان سواءِ بارگاهي، بلالي، بانو شاهي، بورچي، بخيل، بزيز، بهشتي، بختر، بدايوني، بيگلا، باقري، بنسا، بطال، بربل، بربـلا، باتڪا، بغدي، بشتي، باندر، بلند، بزاري، بيڪ، بدڪار، بنرا، بينل، بسوتا، بشير ۽ بائيدان وغيره به ذاتيون آهن. جيڪي گهٽ مشهور آهن.

## بخاري سيدن جو شجرو

حضرت علي رضہ

امام حسين

امام زين العابدين (والده شهربانو)

امام محمد باقر (والده ام عبدالله بنت امام حسن)

امام جعفر صادق (والده ام فروزه فاطمہ بنت قاسم بن محمد بن ابوبڪر صديق ناناٿا)

امام موسيٰ ڪاظم

امام علي موسيٰ رضا

امام محمد تقي

امام علي نقي الهادي

حسين | محمد | حسن العسڪري | جعفرثاني ڪذاب (عبدالله)

حسن العسڪري:
امام محمد المهدي — المنتظر
ابو محمد جعفرثاني

جعفرثاني ڪذاب (عبدالله):
علي اصغر
عبيدالله/عبدالله
احمد ابو يوسف
محمود اصغر
محمد
جعفرالثالث



سيد ابوالمويد علي
جلال الدين حسين سرخ پوش بخاري، 640 هه ۾ بخارا کان سنڌ ۾ آيو.
(والده بخارا جي هئي).
سيد محمود غوث
جعفر
علي
بهاؤالدين
سيد احمد ڪبير
سراج مبارڪ چاندنا چراغ
محمود
اولاد عنوج هندستان ۾
علي اصغر
عبدالمجيد
عبدالحميد
عبدالله
شريف
يقيق
جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت
صدرالدين
(اولاد جهانيان سيد ۽ جهانيان پوٽا)

## برفت سمن جو شجرو






نوٹ: وڏيڪ لاءِ سمن ۽ انڙن جو شجرو ڏسڻ گهرجي

# بلوچن جو شجرو



سندراڻي — بليدي — ٻڙدي — حاجيجا — بجاراڻي

**ٻڙدي بليدي**

- مير ڪورائي
  - مير جام
  - مير آل
    - **اولاد ڪورائي**
  - مير جلال
- مير لاشاري
  - ميرو
    - جسڪاڻي
  - بڪر
    - مگسي
  - نويندغ
    - گهرام
      - لاشاري
- مير رند
  - رمضان / عبدالله
    - نصير الدين
      - احمد
        - گلو
          - فيروز
            - ڪالو
          - ڪريم
            - گهنورو
    - حسين
      - ڊانو/نويت
        - ليغا
      - شاهه علي
        - بوذدار هيداڻي (بانو جو مڙس)
          - هيداڻي لغاري
- علي
  - عمر
    - **عمراڻي**
  - غازن
    - **مري**
- بلو
  - **بليدي**
- جتوڻيءُ
  - مراد خان ولد نوس (سؤٽ) سان شادي ڪئي
    - جتوئي
      - مظفر خان
      - فتح خان
- هوت (والده رقاصه)
  - مير حسن
  - خوسخ
  - علي
  - حاجي


چانديا
حمل
کوسا
شهک
بلوچاڻي
مزاري
چانديا
برخوردار
فتح
شهکل
سالار
مستي
سلاڙي
مستوئي
بهادر
گشکوري
فيروز شاهہ
يعقوب
شهک
قيصراڻي
حسن
شهيک
حمل
ڪلماڻي
بخشاڻي
رئيس
رئيساڻي
مير خان
گندر
بگٽي
جيئند
جنداڻي کوسا
ريحان
بشڪالي
سياهہ پهد
گورچاڻي
شير علي
علي
لنب
محمد
محموداڻي
ڊوم
حمل
شهيک
مير چاڪر خان
18 پٽ

# پ

**ٻـاٻـڙا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. سيوهڻ جي هندو قوم جي هڪڙي ذات جو نالو پڻ "ٻاٻڙا" هو. هي سنڌ جا مشهور واپاري هئا. هي هڪ خاص انداز ۾ اکر لکندا هئا. جنهن کي سيوهاڻي ٻاٻڙکا اکر يا سيوهاڻي رسم الخط چوندا هئا.

**ٻاٻي:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـاٻيها:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**ٻـاتـڙا:** پنهورن ۽ سراين جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـاٽـيرا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـاٽ:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو. ٻاٽ سنسڪرت جي لفظ. "ٻانـز" تان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. "ٻاٽ". جنهن مان ڦري "ٻاٽ" ٿيو. ٻي روايت موجب درياءَ ۽ ڍنڍ جي سڪل پيٽ کي "ٻاٽ" چون ٿا ۽ انهن تي رهڻ وارا "ٻاٽ" سڏجن ٿا.

**ٻـاٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي ڪن جاين تي سما بہ سڏجن ٿا.

**ٻـاپـر:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻاپڙاڻي (ٻاپڙا):** برفت آهن. ڄام آريءَ کي چار پٽ. ڄام ٻادين. ڄام ٻاپڙو (ڄام ٻاپڙو). ڄام لوهار ۽ ڄام حمل هئا. ڄام ٻاپڙي جو اولاد ٻاپڙاڻي/ ٻاپڙاڻي سڏجي ٿو. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو نهڙين جو احوال ۽ شجرو)

**ٻاپڙاڻي:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻاجهاڻي:** کوسا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. خيرپور ميرس ۾ اڄڪلهہ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻاجهاڻي" آهي.

**ٻاڇڙا:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـارا:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو. چون ٿا تہ ٻرڙن ۽ ٻارن جا ماڻهو پاڻ ۾ وڙهيا هئا. ٻرڙن. ٻارا قوم جي ماڻهن کي ايترو تہ ماريو جو هو مرڻ جهڙا ٿي ويا. ان بعد چوڻي وجود ۾ آئي تہ "اهڙي ڪندو سانءِ. جيئن ٻرڙي ڪئي ٻارن (ذات) سان."

**ٻاراڇ:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻارٽ:** منگتو. گهرڻ وارو. مڱڻهارن جي ذات.

ڪري آس اپار. ٻارٽ جهليو نہ رهي (شاهہ)

**ٻـارَڄ:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو. جهمپير جي ڀرسان ڪينجهر ڍنڍ جي وٽ سان وينل آهن. مشهور سگهڙ جمعو ٻـارَڄ، هنن مان ئي گذريو آهي. راقم هن ذات وارن سان جهمپير ۾ ملاقات ڪري چڪو آهي.

**ٻـارچا (ٻاڙچا):** چٽن ۽ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـارچَـاڻي:** هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**ٻـارڙا:** ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـارَڻ:** اصل ۾ راجپوت نسل مان آهن، جيڪي پاڻ کي سنڌ جا سما سڏائين ٿا. سندن گذر سفر مال پالڻ ۽ پوک ڪرڻ تي آهي. ڪافي زميندار بہ آهن. سندن عورتون ڏاس مان فراسيون وغيره ناهين ٿيون ۽ ڀرت ڀرڻ جون ماهر آهن. هنن جو لباس، کاڌ خوراڪ ۽ اٿڻ ويهڻ ڪڇ واسين جهڙو آهي. هن ذات وارا ٺٽي، بدين، ٿرپارڪر ۽ ڪراچيءَ ضلعي ۾ گهڻائي ۾ آباد آهن. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي دوَر ۾ هنن جو زور ٽوڙيو ويو. ٻارڻن وٽ سرداري نظام آهي. هن وقت سندن سردار دائود خان ڪراچي ۾ رهي ٿو.

**ٻـاروپار:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي وسڪاري تي آبادي ڪن ۽ مال چارين ٿا.

**ٻـاروسَـرَ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ٻـارنهن هَـٽا:** لکاڻ ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـارِيچا:** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو، جيڪي شاهبندر ۾ رهن ٿا.

**ٻـاريڪا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ٻـاڙا:** ڪوهستان ۾ هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**ٻاڙِيا پنهور:** پنهورن جي هڪ قبيلي جو نالو.

**ٻاڪا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات، ٿر ۾ رهندڙ آهن.

**ٻـاڪـُرَ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو، سنڌي ڳالهائين ٿا.

**ٻاگهہ:** راڄپرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻاگها:** هي ميجي مارڻ وارا ملاح آهن. (مهراڻ 4_3 سال 2001ع ص 32)

**ٻاگـُهلَ:** ٿر ۾ سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. ڪتاب "سومرن جو دور" ۾ لکيل آهي تہ "ٻاگهل"، سومرن جو پاڙو آهي، جيڪي ٿر ۾ رهن ٿا. هن وقت حيدرآباد ۽ ٻين هنڌن تي پڻ آباد آهن.

**ٻالا:** هندو قوم آهي، جيڪا اڪثر ڪري حرام جانور کائين ٿا. ڪين ٻاليشاهي، شڪاري ۽ ڀنگي پڻ چون ٿا. هي جهنگلي خانہ بدوش شڪاري آهن. شهرن ۾ ڪم ڪندڙ ڀنگين کي پڻ ٻالا چوندا آهن. جيڪي گهرن جا

ڪاڪوس صاف ڪن ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب ٻالا راڄڙن جو هڪ پاڙو آهي. سگهڙ شاعر چنيسر راڄڙ هن پاڙي مان هو.

**ٻَـالاڻي:** مهرن جو هڪ مکيہ پاڙو. هندن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "ٻالاڻي" آهي. رسالي سنڌ شيوڪ (1924ع) جو ليکڪ ديوان تولارام هن خاندان مان هو. چون ٿا تہ هيءُ "راءِ پرٿور" نک مان چوهاڻ راجپوت سيٺ ٻالي مل جو اولاد آهن. سلطان شهاب الدين جي ڏپ کان اجمير، دهلي ۽ قنوج کان نڪري سنڌ ۾ ڪڇ ۽ نوشهري فيروز ۾ اچي وينا.

**ٻَـالچَـاڻي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ٻالواڻي:** برهم کترين جي "درڙي" نک مان هڪ آکہ جو نالو. هي جيسلميري آهن.

**ٻالـهڙا:** پنجاب کان آيل سرائي آهن.

**ٻاليشاهي:** هڪ غير مسلم گهٽ ذات واري قوم. جيڪي حرام جانورن جو شڪار ڪري کائين. شهرن ۾ ڳوٺن جي ڪرفتي کٽڻ، صِفائيءَ جو ڪم ڪن ۽ ڳوٺن ۽ شهرن کان ٻاهر بستيون ناهي رهن. هنن جو مورث اعليٰ جو نالو "ٻالو شاهہ" هو. ان پٺيان "ٻاليشاهي" سڏجن ٿا. ٻاليشاهي، ڀنگي هجن يا شڪاري، پر اهي غير مسلمان آهن. جڏهن هو مسلمان ٿين ٿا تہ هو پاڻ کي ماڇي، ملاح يا شيخ چوائين ٿا. جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي تہ ٻاليشاهي، ٻهاريدار شڪاري آهن. سندن هينيان مکيہ پاڙا آهن: 1. ڀنگي 2. چنڻاڻي 3. ٻاهو 4. تيجي 5. رهالپوتا 6. ڀنگاڻي 7. ڏاگري 8. ڀنگائي 9. تڪيزاجا 10. اُدمراڻي 11. وهالپوتا 12. پيل 13. جوبنايا ۽ 14. جُهڙا. پيلن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻاليشاهي" آهي.

**ٻانيڻ:** برهمڻن کي سنڌ ۾ ٻانيڻ چيو ويندو آهي، جيڪي هندن ۾ اوچي ذات ليکيا ويندا آهن. قديم دؤر کان ٻانيڻ جي ذات هندو ڌرم جي ڪريا ڪرمن ۽ ٻين رسمن ادا ڪرڻ ۾ اڳواڻي ڪندي آئي آهي. اهي بہ جُدا جُدا ذاتين ۾ ورهايل هوندا آهن ۽ منجهن پاڙا ۽ شاخون آهن.

برهمڻ راجپوت قوم جي اولاد مان مسلمان ٻانيڻ جيڪي راڄپڙ آهن، سي سنڌ ۾ ڪافي جاين تي آباد آهن. جن مان هڪ مکيہ پاڙي جو نالو "ٻانيڻ" آهي. انهن ٻانيڻن مان محمد ايوب ٻانيڻ، سول سروس جو هڪ اعليٰ عملدار ٿي گذريو آهي، جيڪو راقم جو محسن هو.

**ٻانڊ:** سمن جي هڪ ذات.

**ٻانڊا:** هڪ مسلمان سمات ذات.

**ٻانڊڙيا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻانڊي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو. جنهن جي پنيان ٻانڊي شهر (نوابشاهہ) ۽ ٻانڊي ريلوي اسٽيشن جو نالو

رکيل آهي.

**ٻـاندَ:** هڪ ذات جو نالو.

**ٻانگا:** هڪ مسلمان سمات ذات. سکر طرف رهندڙ.

**ٻـانگوريا:** برفتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـانـها:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـانـهيپوٽا:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻانهينگر:** هڪ سمات ذات جو نالو.

**ٻـاوا:** هندو قوم جي هڪ ذات. مسلمانن ۾ ٻـ"باوا" ذات جا آهن.

**ٻـاوٽاڻي:** عمراڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـاهڙ ميرا:** ٿر ۾ رهندڙ هندو راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻاهـوٽ:** بلوچ آهن. لسبيلي ۾ هنن کي "کـوکا" چون ٿا.

**ٻائڙا:** هڪ ذات جو نالو.

**ٻائوٽ:** کرمتي جتن جو هڪ قبيلو. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1. الهرکياڻي (حـافـظـاڻي) 2. اگـار 3. جيئنداڻي 4. جاڙاڻي 5. سوماراڻي 6. عثماناڻي 7. مناڻي 8. گـلواڻي 9. مزناڻي ۽ 10. محمداڻي.

**ٻائوٽ (باهوت):** کرمتي جت بلوچن جو هڪ پاڙو.

**ٻائيتال:** هڪ ذات جو نالو.

**ٻـبا:** ٻـٽي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـبـر:** جتن سان واسطو رکندڙ هڪ ذات ۽ پاڙو آهي. 1911ع واري آدمشماري ۾ ٻبر ذات کي جتن جي کـل مان ڏيکاريو ويو آهي. کن جاين تـي هي ميرجت سڏجن ٿا. ٻبر ذات سنڌ جي اکثر حصن ۾ آباد آهي. جيکي جتکي ۽ سرائکي بولي ڳالهائين ٿا. هي اٺ پالڻ سان گڏوگڏ. مال پالين ٿا ۽ پوک بـ کن ٿا. کن جاين تي سرکاري ملازمت بـ کن ٿا. ايس. صادق علي صفحي 44 جريان نمبر 3 تي لکيو آهي تـ "ٻبر" سما آهن. تاريخ پنجاب مان سڌ ملي ٿي تـ ٻبر، مهتـ شامداس جاٽ شجاع آباد واري جو اولاد آهن. هڪ ٻي روايت موجب کرمتي جتن جي هڪ سردار جو نالو ملک "ٻبر" هو. جنهن جو اولاد "ٻبر" سڏجي ٿو. چوڻي آهي تـ: "**جـت مرندي مري ويا، پر مُلک وير کونـ ورتو**". جماڻي، شادماڻي ۽ صاحباڻي سندن خاص پاڙا آهن.

**ٻبراڻي:** گورچاڻي بلوچ قوم جي ٻارهن پاڙن مان ٻن پـاڙن جا نـالا "شيخاڻي" ۽ "هوتواڻي" آهن. انهـن ٻنهي

پاڙن مان هڪ قبيلي جو نالو "ٻبراڻي" آهي، جيڪي پاڻ کي ٻبراڻي بلوچ سڏائين ٿا.




ان کان سواءِ ضلعي ٺٽي ۽ ضلعي حيدرآباد جي آسپاس "ٻبراڻي" ذات جا ماڻهو رهندڙ آهن، جيڪي بلوچ نہ آهن، هي چون ٿا تہ اسان جو واسطو جتن ۽ سومرا ذات وارن سان آهي.

**ٻـتـَـڙ:** سما آهن. ماهي، چچو، راڄڙ ۽ سمو هن جا پٽ هئا. ڏهر جي پٽ جو نالو "پـيـنءَ سين" هو، جنهن کي ڏهہ پٽ هئا. هڪ پٽ جو نالو "ٻتڙ" هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي "ٻتڙ" سڏايو. چوڻي آهي تہ: "سچي سنڌ سُکار، تہ بہ ٻڌِ کُٽجي ٻتڙين". (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ڏهرن ۽ جوڻن جو شجرو)

**ٻتڙي:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـٽَ:** هن ذات وارا پنجاب کان، ڪلهوڙا دوَر ۾ آيل سرائي (جت) آهن، ڪين اتر سنڌ ۾ "ٻـٽ" بہ چون ٿا.

**ٻـٽا:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻـٽاڻي:** نوحاڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو، ٽنڊي محمد خان جي سنيا ذات وارن ۾ پڻ "ٻٽاڻي" پاڙو آهي.

**ٻـٽـڙا:** سمن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي ڪن جاين تي"سرائي" بہ سڏجن ٿا.

**ٻـٽـڙائي:** سمن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻـٽ سرائي:** اتر سنڌ کان آيل سرائي "جت" آهن، پنجاب ۾ هنن کي "ٻـٽ سرائي" چون ٿا، تعلقي ميهڙ ۾ هن ذات وارن جو "ٻٽ سرائي" نالي هڪ وڏو ڳوٺ موجود آهي.

**ٻـَتـُـور:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻـپـَڙ:** اتر سنڌ ۾ رهندڙ هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ مسلمان ذات جو نالو. هنن مان "بهار ٻپڙ"، ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي دور ۾ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي.

**ٻپڙا:** هڪ غير معروف ذات آهي. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪجهہ گهر اٿن.

**ٻپو:** دلن جو هڪ پاڙو.

**ٻـپـَيرا:** وڻجارن جي هڪ ذات جو نالو. ڪين "ٻيا پريا" بہ چون ٿا. هن ذات وارا اونن ۽ سيالن ۾ پڻ آهن.

**پِجورا:** سمن جي هڪ ذات جو نالو. هن ذات پنيان، ننڍي لڳ سنڌو درياءَ جي ڪپ تي "ٻجورا" نالي هڪ وڏو ڳوٺ موجود آهي.

**ٻجوڙا:** سما ذات جو نالو.

**ٻَچا:** هڪ غير سمات ۽ غير بلوچ مسلمان ذات جو جو نالو.

**ٻَچڙ:** سنڌ جي اتر طرف رهندڙ هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ٻچڙا:** هڪ مسلمان سمات ذات جو نالو. تعلقي سيوهڻ جي آراضي شهر ۾ ڪجهه گهر وينا آهن. هي چون ٿا تہ اسين "سما" آهيون. حيدرآباد شهر جي ٽنڊي ولي محمد محلي ۾ پڻ ٻچڙا ذات وارن جو هڪ وڏو پاڙو آهي.

**ٻچڙائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻَچيا:** هن ذات وارا ڪوهستان واري علائقي ۾ رهائش پذير آهن. هي سنڌي ڳالهائين ٿا ۽ مسلمان آهن.

**ٻَڏ:** هي سما مسلمان آهن. سڄي سنڌ ۾ صرف نصيرآباد وارا. ملاقات وقت پاڻ ٻڏائي نہ سڱهيا تہ اسين ڪير آهيون. ايس. صادق علي صفحي 45، جريان نمبر 83 تي لکيو آهي تہ "ٻڏ"، سما آهن. حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ "ٻـُـڏ" چنن جو پاڙو آهي. 1925ع ڌاري هنن جو چڱو مڙس محمد هاشم چنو ٻـُـڏ هو.

**ٻَڏائي:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـُـڏرائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻـُـڏڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سما ہ .

**ٻـُـڏڪ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي.

**ٻـُـڏيا:** هن ذات وارا غير سمات ۽ غير بلوچ آهن.

**ٻـُـڏائي:** چانديا قبيلي جي ٻن وڏن پاڙن مارفاڻين ۽ غيباڻين مان هڪ ٽمن جو نالو آهي. ڪورائي بلوچن، ميمڻن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻڏائي" آهي. خيرپورميرس ۾ اڄڻن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ ٻڏائي آهي. ٽنڊي محمد خان ۾ سنيا وينا آهن. جن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻڏائي" آهي. ڪوسن ۾ پڻ "ٻڏائي" آهن.

**ٻَـر:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـُـر:** سما آهن.

**ٻـُـرا (ٻرار):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻـُـرا:** لسٻيلي جي هڪ وڏي ذات آهي، جيڪي سما خاندان مان آهن. سندن لقب "جام" هو. هن وقت ٻرا بلوچستان، لسٻيلي ۽ سنڌ جي ڪن علائقن ۾ گهڻائي ۾ آباد آهن. موئيدان جي جابلو علائقي ۾ سندن وڏا

ڳوٺ آهن. ان علائقي جو چڱو مڙس عالم خان ٻرو آهي. هڪ ٻري جو روايتي بيان آهي تہ ٻرا ۽ ٻرڙا پاڻ ۾ پائر آهن. ماندڙا، دودا باڪڙا، ڪاتيار (ڪوري) ۽ وچاڻي پڻ ٻرن جا قريب آهن. ڊاڪٽر بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ لکيو آهي تہ ٻرا، لاسي قوم جي هڪ ذات ۽ برفتن جو هڪ قبيلو آهي. برفتن جو وڏو ۽ سردار "آري بدو" هو. جنهن کي پڻ عيسب نالي پٽ هو. جنهن کي بہ پٽ دودو ۽ ٻرو هئا. ٻري کي جيڪو اولاد ٿيو اهي ٻرا سڏجڻ لڳا. هنن جو سردار گهر "دريساڻي" آهي. ٻرن جا بہ سلسلا شروع ٿيا: هڪڙا سرماڻ مريداڻي ٻرا ۽ ٻيا براهماڻي ٻرا.

**(i)** سرماڻ مريداڻي: دودا، ڏونريا، پيروز پوٽا، پوٽا، حسڻ پوٽا، دريساڻي، ڊگاراڻي، ٻيراڻي، پيراراڻي، رضا محمدياڻي ۽ موتاڻي هنن جا خاص پاڙا آهن.

**(ii)** براهماڻي ٻرا: برفتن مان آهن. براهماڻي ٻرن جا هينيان مکيہ پاڙا آهن: ٻنيڻ، عالياڻي، راڏاڻي، ڪنداڻي، مراڻي، مري پوٽا، ڏتوراڻي (ڏگ)، پيروز، ڏنوريي پوٽا، الاڻي، پرياڻي، آري پوٽا، وسرياڻي، اوپاياڻي، جمالاڻي، حسناڻي، بهراڻي، گهندبير، ڏمڻاڻي ۽ ڪيرين پوٽا. ايس. صادق علي لکيو آهي تہ ٻُرا جاڪري بن انڙ جو اولاد آهن. جوکيا قوم جي برفت شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻرا" آهي (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ٻُرا قوم جو شجرو)

**ٻُراچ:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻُراڻا:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**ٻراڻي:** ڪورائي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻَرڙا:** ايس. صادق علي (ص 61 جريان نمبر 20 تي) لکيو آهي تہ ٻَرڙا ملاح ۽ مهاڻا آهن. موهن جي دڙي پرسان هن ذات پنيان هڪ ڳوٺ آهي، منگواڻا بہ هنن مان آهن.

**ٻُرڙا:** هڪ وڏي سماٽ ذات آهي، جيڪا سنڌ، پنجاب، بلوچستان، سرحد، لسبيلي، ڪيچ، مارواڙ ۽ ايران جي سرحدن تائين پکڙيل آهي. سندن زبان نج سنڌي آهي، البتہ تاريخي، معاشي، طبعي ۽ سياسي تبديلين سبب اهي اتان جي مقامي زبان پڻ ڳالهائين ٿا. پر سندن ساهہ سنڌ سان ۽ محبت سنڌ جي مٽيءَ سان آهي.

راقم جي پيدائش سيوهڻ ۾ ٿي، جتي حضرت مخدوم عثمان لعل شهباز قلندر مروندي جي زيارت لاءِ لکين عقيدتمند اچن ٿا. انهن زيارتين سان واقفيت خاطر ميل جول توڙي محقق جي حيثيت ۾، واسطو (ملازمت) سنڌ جي ڪوهستان، ٿر ۽ ناري جي علائقي جي ڪنڊ ڪڙڇ سان رهيو آهي. جنهن آڌار تي ڪجهہ ٻڌل ڳالهيون هيٺ ڏجن ٿيون:

(1) حاجي لعل محمد ٻُرو، ويڻل ڳوٺ موئيدان، ضلعو ڪراچي اوير، لڳ ڪير ٿر جبل، عمر اٽڪل 80 سال، روبرو ملاقات (1987ع) ۾ هن ٻڌايو تہ اسان سماٽ آهيون. اسان جي ذات ٻُرا آهي، سومرن ۽ سمن جي

لڙاين سبب ڪن پاڻ کي ٻـُـرا ۽ ٻـُـرڙا سڏايو.

(2) روبرو ملاقات وڏيرو حاجي محمد عالم برو، وينڊ لسبيلو. هن صاحب جو چوڻ آهي تہ برا ۽ برڙا پاڻ ۾ پاٿر آهن. جنگين سبب هڪڙا وڃي جبلن ۾ لڪا، جن پاڻ کي ٻـُـرا سڏايو. ٻين چيو تہ اسان برڙا آهيون. اڄ ڏينهن تائين اهي پاڻ کي ٻـُـرا ۽ برڙا چوائيندا اچن ٿا. ليڪن اسين سڀ سمائ آهيون.

(3) روبرو ملاقات حاجي صابو برڙو، تعلقو قمبر (ڪوهستان)، عمر اٽڪل 110 سال. هن ٻڌايو تہ اسين سمائ آهيون. اسان جو اصل وطن ميربور برڙا آهي.

(4) غلام رسول برڙو، رٽائرڊ ايگريڪلچر آفيسر، اچ شريف (پنجاب) سان ملاقات ٿي، هن چيو تہ اسين اصل ۾ سنڌ جا رهواسي آهيون. پنجاب ۾ اسان جا ڳوٺ ۽ محلا آهن، جتي اسين برڙه، بـِـرڙا ۽ ٻـُـرڙا سڏجون ٿا.

(5) روبرو ملاقات رمضان برڙو، ڳوٺ اوستہ محمد، ضلعو نصيرآباد (بلوچستان)، هن جو چوڻ هو تہ اسين سنڌ جا برڙا آهيون. اسان جي زبان بہ سنڌي آهي. اسان جي پاڙن جا نالا بہ سمائ جي ذاتين جهڙا آهن. بلوچستان ۾ اسين ڄاموٽ سڏجون ٿا.

(6) ٽر واري پاسي کان معلوم ٿيو تہ ٻـُـرڙا لفظ سنڌ جو قديم لفظ آهي، جيڪو شايد "ٻـُـڊَڙا" لفظ تان ورتل آهي.

(7) منهنجي والد جي هن وقت عمر اٽڪل 100 سال آهي، پاڻ پنهنجو ڏاڏو 110 سالن جي عمر ۾ ڏٺو هئائين. جيڪو چوندو هو تہ اسان جا وڏا قريشي هئا.

(8) ڳوٺ سڏوجا تعلقي موري ۾ سيدي نهراٿي اولياءَ جي خدمتگار حاجي گل حسن برڙي (مرحوم) جو والد (مرحوم) جيڪو وڏي عمر جو هو. چوندو هو تہ اسين عربستان جا قريشي آهيون.

(9) عباسي قريشي آهن، انهن مان ڪلهوڙا، ڪلوڙ ۽ دائودپوٽا آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو "پورڙا" آهي، شايد اهو لفظ ذات "ٻـُـرڙا" هجي.

اهي تہ هيون ٻڌل ڳالهيون ۽ قياس آرايون. وڌيڪ علم خدا کي آهي، جيڪو هر ڳالهہ جي ڄاڻ رکي ٿو. هن ناچيز جي راءِ اها آهي تہ "برڙا" لفظ بارڙا يا ٻيڙا (ڪَرَاڙو) تان ورتل آهي. پنجاب ۾ ٻيڙي کي "برڙه" چون ٿا. جنهن مان ڦري "برڙا" ٿيو آهي. زماني جي لاهن چاڙهن بولي ۾ لساني تبديلين، غير سنڌي ۽ ڌارين جي حملن سبب برڙا لفظ "ٻَـرا"، "برڙا"، "ٻـُـرڙا"، "ٻـُـرا" وغيره جي روپ ۾ استعمال ٿيندو رهيو. چاڪاڻ تہ ٻاهريان حملي آور ترڪي، افغانستان، عراق، ايران ۽ يورپ کان ايندا رهيا، جن وٽ "ٻ" ۽ "ڙ" جو اچار ڪونہ هو. انهن پنهنجي مرضيءَ سان برڙا لفظ کي ڦيرائي ٻَـرا، ٻـُـررا وغيره لکيو. ٻَـرا لفظ جي تصديق لسبيلي جي هڪ ذات آهي، جيڪي سنڌ مان لڏي وڃي اتي آباد ٿيا آهن. اهڙي طرح انگلنڊ ۽ فرانس ۾ بہ هن ذات جا ماڻهو رهن ٿا.

جديد تحقيق موجب ٻـُرڙا ذات نج سنڌي (سماٽ) آهي، جنهن جو اچار ٻيـن نـج سنڌي ذاتيـن جهڙو آهي، مثال ٻگهيا، ٻوڪ، چام، چاموٽ، چامڙا، ڳاها، ڏيرا، هنگورا، مگر ۽ مگيا وغيره. اهي سڀ ذاتيون سنڌ جي سرزمين مان اسريل آهن، جنهن بنياد تي ٻـُرڙا سماٽ ۽ سنڌ جا چاوا آهن. ٻرڙا، قريشي، فاروقي يا صديقي نہ آهن. سندن سماٽ هئڻ بابت ڪجهہ حوالا هيٺ ڏجن ٿا.

(1) ڊاڪٽر بلوچ جي لکيل "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ" جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ سمن جي دؤر ۾ چام "پونئري" ۽ گجرن جي سردار "وير گجر" جي وچ ۾ هڪ جنگ لڳي هئي. ٻرڙا، چام پونئري جي طرفان وڙهيا هئا، چام، گجرن جي مٿان حملو ڪري، انهن جي علائقي، ٻرڙن واري ٻهاڙ وٽان مال ورائي آيو. جنهن تي ڪنهن سگهڙ چيو تہ:

**پونئري ڪيا پرياڻ، ٻُرڙي تي ٻر ٻيا،**

**تنهن وجي واريون، لوڙيون مٿان لڪ.**

اهو لڪ (ٻهاڙ) ٿر ۾ هند ۽ سنڌ جي سرحد وٽ آهي، جنهن مان شاهدي ملي ٿي تہ ٻرڙا اصل سماٽ ۽ سنڌ جا وارث آهن.

(2) ايس. صادق علي 1901ع ۾ هڪ ڪتاب The Muslman Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan. لکيو هو. جنهن ۾ موصوف ڪتاب جي صفحي 45، جريان 97 تي لکيو آهي تہ ٻرڙا، "سما" خاندان جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هن ڪتابي حوالي مان پڻ شاهدي ملي ٿي تہ ٻرڙا سماٽ آهن.

(3) 1960ع جي نئين زندگي جي ڪن ماهوار پرچن ۾ جناب سلطان راهوجي جا ذاتين بابت ڪجهہ مضمون ڇپيا هئا. جن ۾ پڻ ٻرڙا کي سماٽ ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

(4) ڊاڪٽر الهرڪيي ٻٽ جي ڪتاب "سماٽ" جي صفحي 38 تي ٻرڙا ذات کي سماٽ ۾ ڄاڻايو آهي.

(5) ڊاڪٽر غلام حيدر ٻرڙي جي ڪتاب "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ هڪ مضمون ٻرڙا تي لکيل آهي، جنهن ۾ موصوف پڻ ٻرڙا قوم کي سماٽ مان ثابت ڪيو آهي.

(6) سنڌ جي روينيو رڪارڊ موجب نـُل، شهدادپور، نوشهرو فيروز، ديري محبت، ڪڪڙ، شڪارپور ۽ ٻين تعلقن ۾ ڪافي ديهن جا نالا "ٻـُرڙا" آهن. جيڪي ٻرڙا ذات جي وجهہ تسميہ ۽ نسبت سان پيا آهن. اهي ٻرڙن جي قدامت ۽ سنڌ جي سرزمين سان سندن واسطو ڏيکارين ٿا. جنهن ڪري کين "سماٽ" چوائڻ جو حق آهي.

(7) لعلڻ خان لغاري ۽ ٻين سگهڙن جي چيل ڳجهارتن، ڏورن ۽ ٻيتن ۾ ٻرڙا ذات جو ذڪر ملي ٿو تہ اهي سنڌ جا سماٽ آهن.

(8) ٻرڙن بابت جيڪي پهاڪا يا چوٽيون آهن، انهن جي لفظن مان سنڌيءَ جي خوشبوءِ اچي ٿي ۽ اها خوشبوءِ سماٽ جو بنياد آهي. ڪجهہ چوٽيون هن طرح آهن:

(1) اهڙي ڪندو ساڻ، جيئن برڙي ڪئي بارن سان (ذات جا پارا).

(2) پير ۾ مري پاءُ، تہ بہ باجهہ نہ پئي برڙي ڪي.

(3) برڙن جا پار، هڪڙا هاري ٻيا ڏنار.

(4) برڙي کي عقل آيو، تہ جهليائين ٽنگڙي.

(5) برڙو ۽ ڪرڙو، ٻئي پنهنجن جا ويري.

(6) برڙي جو شوق بہ سال.

(7) برڙي جو ضد جيئن الف کي مدَ.

برڙا ذات جا خاص ۽ وڏا پاڙا هن طرح آهن: 1. ديناراڻي 2. جهلاڻي 3. شاهلياڻي 4. موساڻي 5. جوکيا 6. ديناري 7. جليلاڻي 8. نانگاڻي 9. فاضلاڻي 10. اڏيرا 11. ميراڻي 12. ملاڻي 13. بڪرار 14. سنيا 15. علياڻي 16. حبيباڻي 17. راڄيزئي 18. جهمراڻي 19. لالاڻي 20. عالياڻي 21. مبارڪاڻي 22. رحماڻي 23. ساجراڻي 24. هُسراڻي 25. اوڙاڻي 26. چانداڻي 27. سنجراڻي 28. ڪَجڪاڻي 29. مائڪاڻي 30.مهدياڻي 31. هاشماڻي 32. جُماڻي 33. جَمرائي 34. [illegible]

**بُرَڪ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**بَرَنڌَ:** سما ذات جو پاڙو آهي. ٽنڊي الهيار ۾، ميرواهہ روڊ تي، ولهاري خاندان وارا ميان، هن پاڙي مان آهن.

**بَروچاڻي:** بلوچستان جي جت بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَروَسر:** هڪ ذات جو نالو.

**بَرهَاڙا:** ملاحن ۽ ميربحرن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَرهَامَ:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**بَرهَاڻَ:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**بَرهَرَ:** پرمارن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَريا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

**بُريا:** لسٻيلي ۾ رونجهن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**بَريَد:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**بَڙَ:** هڪ غير سماٽ ذات جو نالو.

**بَڙا:** هندو هريجن جي پاڙي جو نالو.

**ٻڙاٽي:** هڪ غير معروف ذات جو نالو آهي. ڪافي تحقيق بعد سنڌ نہ پئجي سگهي تہ اها ذات سماٽ آهي يا غير سماٽ، مسلم آهي يا غير مسلم.

**ٻـَڙهيا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـَڪـَرار:** ٻـُرڙن جي هڪ پاڙي جو نالو، جن کي ذات طور "ٻڪرار" چون ٿا. جيڪب آباد ضلعي ۾ هن پاڙي وارا نهايت گهٽائيءَ ۾ آباد آهن.

**ٻـَگائي:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـَگها:** هڪ مسلمان (سماٽ) ذات جو نالو (ملاح).

**ٻـَگهاٽي:** ڪولاڇي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو .

**ٻـَگهائي (ٻگهئي):** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـَگهدار:** ڊومڪي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو (ايس. صادق علي). رندن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻگهدار" آهي. اصل لفظ ٻگدار (بلوچي زبان ۾) آهي جنهن جي معنيٰ آهي اٺن چارڻ وارو جت. مختلف قبيلن جا ماڻهو جيڪي اٺ چاريندا هئا، تن کي "ٻگهدار - ٻگدار چيو" ويو.

**ٻگهلاٽي:** رندن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـُگهو:** مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـُگهئي:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻـَگهيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻـُگهيا:** ٻگهيا، ٻگهاٽي، ٻگهو، ٻگها ۽ ٻگهئي هڪ ئي معنيٰ ۽ مطلب رکندڙ لفظ. ميربحر راڄ جي پاڙن ۽ پيشي سان واسطو رکندڙ آهن. مٿيان لفظ "ٻگهہ" پکي تان ورتا ويا آهن. پراڻي زماني ۾ ٻگهہ پکي جي کنڀن جو ڏاڍو ماڻ ۽ قيمت هوندي هئي، ان وقت ميربحر مڇيءَ جي شڪار سان گڏوگڏ انهي ٻگهہ پکي جو شڪار پڻ ڪندا هئا، جنهن جي نسبت سان ٻگهيا، ٻگهاٽي، ٻگها، ٻگهو ۽ ٻگهئي سڏجڻ لڳا. اڄ بہ اهي ذاتيون مٿين نالن سان سنڌ ۾ رهن ٿيون. ڊاڪٽر بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ ميربحر قوم جي سورهن پاڙن مان هڪ پاڙي جو نالو "ٻگهئي" لکيو آهي. اهڙي طرح ڪتاب سماٽ ۾ صفحي 58 تي ميربحر قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻگهيا" ڄاڻايل آهي، يعني ٻگهيا ميربحرُ آهن.

سنڌ جي سمن جي اولاد تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ "ٻگهيا" جاکري بن انڙ ۽ جاکري بن سمون جو اولاد آهن. جاکري بن سمي کي 12 پٽ ٿيا، انهن مان هڪ پٽ جو نالو "ٻـُگهيو" هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي ٻگهيا سڏايو. مغل بادشاهہ شاهجهان جي دؤر ۾ ٻگهيا، سميجا ڪل ۾ شامل هئا. ايس. صادق علي

ٻگهيا ذات کي سمن مان لکيو آهي، جنهن جا پاڙا هن طرح آهن: 1. ٻٽڙا، 2. ڏونـڏڻ، 3. هاليا، 4. ڪارياڻي 5. ڪيرياڻي 6. موماڻي، 7. نندياڻي، 8. پرياڻي، 9. سهڙا ۽ 10 ياٽپوٽا. منڇر ڍنڍ جي ڪپ تي ٻگهيا وينا آهن. جيڪي ڇون ٽا تہ اسان جي هڪ مکيہ پاڙي جو نالو "ڏيپر" آهي.

**ٻـگهين جو شجرو**



**ٻلا:** ٺٽدي محمد خان ۾ سنيا وينا آهن. جن جي هڪ پاڙي جو نالو "ٻلا/ ٻلو" آهي. هنن کي چاڪي بہ چون ٿا.

**ٻلاڪاٽي:** پٽي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـلال:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ. ٻاهران آيل ذات جو نالو. سنڌ ۾ سيوهڻ، آمري، هالا ۽ خيرپورميرس ۾ رهن ٿا ۽ سنڌي ڳالهائين ٿا. ٻلال چون ٿا تہ اسين رسول صلي الله عليہ وسلم جي اصحابي حضرت بلال حبشي جو اولاد آهيون. سنڌ ۾ اسان کي "ٻلال" چون ٿا.

**ٻَـلالاٽي:** پيا (سما) ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻـلالي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا.

**ٻِلـڙا:** چاچڙن جي چنا قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻلواٽي:** مهاڻا ۽ ميربحر آهن.

**ٻَـلها:** مسلمان سماٽ مگٺهار فقير آهن ۽ سکر ضلعي ۾ رهن ٿا.

**ٻلهاڙا:** مهاڻا ۽ ميربحر آهن.

**ٻلهاٽي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي.

**ٻَـلهر:** هندو پـرمارن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻِـلهڙا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**ٻليچا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو آهي.

**ٻَـليداٽي:** لاشاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، چاچڙن ۾ پڻ "ٻليداٽي" آهن.

**ٻَـليلاٽي:** چاچڙن جي جگانند قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻنيا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو. هن ذات جي پنيان تعلقي سيوهڻ ۾ "ٻنيا" ڳوٺ موجود آهي. نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻنيا" (ٻَـنيِيا) آهي. راهواٽي هنن جا عزيز ٿين. ٿر ۾ رهندڙ دلن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ٻَـنياٽي:** سمن جي هڪ ذات جو نالو. پيچوهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻنياٽي" آهي.

**ٻَنڌاڻ:** راڄپرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻَـنڌاٽـِي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻُـنگَ:** هڪ مسلمان (سماٽ) ذات جو نالو.

**ٻُـنگا:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻنگها:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**ٻنهنپار:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻوچ:** هڪ ذات جو نالو آهي، سماٽ يا غير سماٽ، مسلمان يا غير مسلمان هئڻ جي تصديق نہ ٿي سگهي آهي.

**ٻوچا:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻوچاري:** پنهورن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ٻوچڙ:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻوچڙيا:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻوچڪ:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻوچيا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن ۽ ڀيلن جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي اڪثر ڪري موچڪو ڪم ڪن ٿا.

**ٻوڏاٽا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**ٻوڊا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**ٻور:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻورا:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ٻوراٽي:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻوراهيوتا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**ٻوريوتا:** مسلمان راڻوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو. هي نج سما آهن.

**ٻوڙا:** سميجن جي هڪ ذات جو نالو. سجاول ۾ وينل "ٻوڙا"، ملاح تا سڏجن. (تاريخ سجاول 1984ع)

**ٻوڙاتيا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻوڙاڪو:** پنهورن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻوڙاٽا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو، سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻوڙاٽا" آهي.

**ٻوسڙ:** پنجاب کان آيل هڪ ذات جو نالو.

**ٻوسڻ:** ملتان ۽ بهاولپور جي سرائڪي پٽي کان آيل غير سماٽ آهن. سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا ۽ صرف لاڙڪاڻي شهر ۾ آباد آهن. سندن چوڻ آهي تہ اسين پنهنجي مرشد کي بوسہ (چمي) ڏيندا هئاسين. ماٺهو ۽ مريد اسان کي بوسہ زن (چمي ڏيندڙ) چوڻ لڳا ۽ پوءِ اهو لفظ ڦري بوسڻ ۽ ٻوسڻ ٿيو. ان بعد اسين ذات جا

"ٻوسڻ" (سرائي) سڏجڻ لڳاسين.

**ٻوڪَ:** پنجاب کان آيل جت (جاٽ) آهن. هن وقت هي سنڌ جي جتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي ڪلهوڙا دور ۾ اندروني سنڌ ۾ داخل ٿيا. دادو جي پرسان هن قبيلي جو هڪ ڳوٺ "ٻوڪ" جي نالي سان مشهور آهي. پنجاب ۾ ٻوڪن کي "ٻُـڪ" چون ٿا. هي هن وقت سماٽ ۾ داخل آهن. ايس. صادق علي (صفحي 45 جريان نمبر 90 تي) ٻوڪن کي سماٽ قوم مان ڄاڻايو آهي.

**ٻوگهلاٽي:** ڪوهستان ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ٻُوهر (ٻُـوهڙ):** اتر سنڌ (پنجاب) کان ڪلهوڙا دور ۾ آيل سرائي جت آهن. پنجاب ۾ هنن کي "ٻوهر" چون ٿا.

**ٻوهڙا:** ابڙن سان واسطو رکندڙ هڪ ذات آهي، ڪن جاين تي هي ڏکڻ، واڍا (لاڪا) بہ سڏجن ٿا. ٻوهڙا ۽ ٻوهيڙا بہ مختلف ذاتيون آهن، ان ڪري ٻنهي جي وچ ۾ تميز ڪرڻ گهرجي.

**ٻوهيا:** هڪ مشهور ذات آهي، اڪثر ضلعي نوشهري فيروز ۾ رهن ٿا. ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو منجهائنئن هو. ٻوهيا ذات کي تحقيق هيٺ آڻڻ لاءِ ذاتين ۽ قومن تي لکيل ڪنهن بہ ڪتاب ۾ "ٻوهيو" لفظ نـہ مليـو. 1901، 1911، 1921 ۽ 1931ع وارن مردم شماري پڌرنامن ۾ پڻ "ٻوهيا" لکيل نہ آهن. البتـہ "جامع سنڌي لغات" ۾ لکيل آهي تہ ٻوهيا هڪ ذات آهي. سماٽ يا غير سماٽ جو ڪو بہ اشارو ڪو نہ تو ملي. پر پاڻ چون ٿا تہ اسين سماٽ آهيون.

**ٻوهيڙا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. شڪارپور ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ وينا آهن.

**ٻِـها:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻُـهارا:** هڪ سماٽ ذات جو نالو. جن جي ذات پنيان ٺٽي ضلعي ۾ ٻُـهارا نالي شهر مشهور آهي.

**ٻُـهاريجا:** هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**ٻهاڻ:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻِـهاٽا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ مسلمان ذات جو نالو.

**ٻِـهپار:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو. دلن ۾ پڻ آهن، هي سماٽ آهن.

**ٻِـهپر:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**ٻـهپيرا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**ٻُـهـَدرَ:** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ٻُهريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻـهڙ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ڀهيڙا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ڀياپرايا:** هن ذات وارا اصل ۾ هڪ قسم جا وڻجارا آهن. جيڪي سمنڊ ۽ درياءَ جي ڪپن تي آباد آهن. سندن ڌنڌو دريائي ۽ سامونڊي واپار ڪرڻ آهي. هي ٻيڙين، هُڙن ۽ ننڍن جهازن ذريعي واپار ڪندا آهن. هي اصل ۾ سنڌي سماٽ جا فرد آهن. جيڪي هن وقت سنڌ ۾ تمام ٿورائيءَ ۾ آباد آهن. هنن کي ”ٻپيرا“ بہ چون ٿا. اونن ۾ پڻ هن ذات وارا آهن.

**ڀيٺا:** هڪ غير معروف ذات جو نالو.

**ڀيٺائي:** جت بلوچن (بلوچستان) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀيجل:** ذات جا مهر آهن. جيڪي اڪثر ڪري سنڌ جي اتر طرف آباد آهن. هنن جي زبان سرائڪي آهي. پوک ۽ مال تي گذر سفر ڪن ٿا. هنن جو راڄ سرداري نظام هيٺ ڪم ڪري ٿو. ڀالائي ۽ ويجل هن ذات جا شريڪ ۽ قريب آهن.

**ڀيراٽي:** جمالي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. (ايس. صادق علي)

**ڀيڙائي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**ڀيڪا:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ڀيلائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. ٺٽي محمد خان ۾ ”سنيا“ وينا آهن. جن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ”ڀيلائي“ آهي. (بحوالہ محترم اميد علي سنيو). نهڙين ۾ پڻ ”ڀيلائي“ آهن. چام هوتي هن پاڙي جو اڳواڻ هو. جنهن غلام شاهہ ڪلهوڙي سان ناهہ ڪيو هو. ڳوٺ الله ڏنو نهڙيو ۽ بقا نهڙيي وارا هن جي اولاد مان آهن. (ضلعو ميرپورخاص). جتن جي مــنــهون راڄ خاندان جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ”ڀيلائي“ آهي.

**ڀيليچا:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**ڀيهاڻ:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**ڀيهڻ:** غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو. هن ذات بابت ڪٿان بہ معلومات نہ ملي سگهي آهي.

**نوٽ:** مٿي بيان ڪيل ذاتين کان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي غير معروف ذاتيون آهن. جهڙوڪ ڀٽاڪي، ڀهرا، ڀڙيل، ڀيسر، ڀاٽيها ڀرنگ، ڀيڏا ۽ ڀوڏر وغيره.

## ٻُرن جو شجرو

جادم

هِسپت

ابدري

نيٺ

راٺو نوتيار

اوڍر

اُڏو

لاکيار (لاکير)

ڄام لاکو (بادشاه ٿيو ننڍي جي گندرن مان شادي ڪيائين)

انــڙ

لاڪـــو

سمون

ڪاڪو (ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرتن جو سردار) | جياند | ڄاڪرو/ڄڪرو



ٻـرو
رائڏڻ/رائڏنو
پلي
(مسرتن جو سردار)
اولاد ٻـرا
(قوم جو سردار)
پلي
هالو
چام هوتي
ڇهه پائر
وڏيڪ لاءِ ممن، انڙن ۽ برفتن جو شجرو ڏسو گهرجي
پلي
چام هوتي
چام چندو
چام هوتي
شورو
چام عيسب
جاڙو
ٻـرو
لالو
(برفت)
ابو الفتح
(اولاد ٻرا)
آري بدو
عيسب
دودو
ٻرو
(اولاد ٻرا)

# پ

**پاپرا (پاپڙا):** "جين" ڌرم جي هڪ ذات جو نالو. اهي ڏسڻ ۾ نهايت سادا نظر ايندا آهن، پر نهايت شاهوڪار قوم آهي. وٽن ڪيڏي بہ دولت هوندي پر ڏيکائي نہ ڏيندا. ان ڪري، چوڻي آهي تہ "هڪ ڏهُ جهلي مينهن، ٻيو ڏڌُ جهلي پاپڙو".

**پاپي:** پٺاڻن جو قبيلو، پاپي، غورغشت جو پٽ هو، ان جي نسبت سان هن پاڙي جو نالو "پاپي" آهي.

**پاٽ:** هيءَ هندي قوم جي هڪ ذات آهي، جنهن جو نالو سنسڪرت جي لفظ "پند" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ مسخرو، ٻينو ۽ فقير آهي، جيڪي هندن جي خوشين جي موقعي تي ڳائي وڄائي لاڳ وٺندا آهن. اهي اڄ بہ سنڌ جي ڪافي حصن ۾ رهن ٿا. هي ڀٽ آهن.

**پاٽڙا:** سما قبيلي ۽ پٽن جي هڪ پاڙي جو نالو. هندو برهمڻن ۾ پڻ آهن.

**پاٽيا:** راجپوت نسل مان آهن، جن جو واسطو "يادو" فرقي سان آهي. اهي جيسلمير جا راجا هئا. هو وشنو ۽ وليچاري آهن. سنڌ ۾ اڄ بہ موجود آهن. گهڻو ڪري واپار ڪن ٿا. هندو قوم جي هيءَ نالي واري ذات آهي، جن مان مسلمان مگريا ۽ پٽي آهن. پاٽي، پاٽيا ۽ پٽي هڪ ئي نسل جو نالو آهي، جيڪي يادو ڪل (يادوبنسي - چندر بنسي) مان آهن. هن وقت پاٽيا مسلمان بہ آهن، جيڪي سمات آهن. پاٽيا پاڻ کي کتري بہ چوائين ٿا.

**پادلا:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**پارا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. ڊاڪٽر بلوچ "سومرن جو دور" (صفحي 35) ۾ لکيو آهي تہ پارا سومرن جو پاڙو آهي، هي پارو بن محمد سومري جي اولاد مان آهن ۽ ٿر ۾ رهن ٿا. دلن ۾ پڻ آهن.

**پارچ:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پَارَڻ:** هڪ ذات جو نالو. سمات يا غير سمات جي سُڌ ڪانهي. البتہ سکر ۾ رهن ٿا.

**پَارُو:** هڪ ذات جو نالو.

**پارواڻي:** هڪ ذات جو نالو. هندن جي تاريخ بڌائي ٿي تہ پارواڻي، اروڙ ونسي لوهاڻن جي آکهہ آهي. عربن جي دٻ کان سنڌ ڇڏي ويا. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ واپس سنڌ ۾ آيا ۽ بجاج نک مان مشهور ٿيا. سيٺ سانول مل خداآباديءَ کي چار پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ جو نالو پارو مل هو. هي ان جو اولاد آهن. هي سانولاڻي سڏجن ٿا.

**پَاڳَ:** هڪ مسلمان ذات آهي. جيڪي سومرن جا فقير هئا. سومرن جي شادين مرادين تي ڳائي لاڳ وٺندا هئا. سندن دعائن سان سومرن جا پاڳ ڪلي پوندا هئا. جنهن ڪري مٿن پاڳ نالو پئجي ويو. جون تا تہ اهي

ياڳ، پان فقير آهن. جيڪي پاڳو پان جو اولاد آهن. پاڳو، سومرن جو فقير ۽ سگهڙ هو. هن 1313ع ۾ دودي سومري ۽ علاؤالدين خلجي جي وچ ۾ جنگ وڙهندي اکين ڏٺي هئي. ابڙي اڙبنگ ۽ سندس پٽ ڏونگراءِ سومرن جي نياڻين (سومرين) جي سار جهلي هئي. ان وقت پاڳو فقير چيو هو ته:

**ڏوران ڏونـــگـــر نــنــديو، اوران ٿي آفت،**

**هي پهاڙي پيٽان پيو، پيءُ جنهن جو پربت.**

ڏوم به "پاڳن" مان آهن. هندن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "پاڳ" آهي. جيڪي پاڳ ۽ پاڳيا سڏجن ٿا.

**پَـاڳَت:** پنجاب کان آيل جاٽ (جت) آهن. جيڪي سنڌ ۾ آباد ٿي، پاڻ کي "پاڳت" چوائڻ لڳا. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ سندن ڪافي ڳوٺ آهن.

**پاڳچنداڻي:** پاٽيا. هندن جي "ڪمل" ٽڪ مان آهن. آگري ۽ اٺوڏ کان لڏي اچي سيوهڻ، بوبڪ ۽ ساهتي پرڳڻي ۾ وينا.

**پَـاڳَـل:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**پاڳي:** هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**پَـاڳِـيا:** هندن جي هڪ ذات جو نالو، هنن کي "پاڳ" به چون ٿا. هي پرمار سوڍن راجپوتن مان آهن، جيسلمير کان لڏي اچي سنڌ ۾ وينا. گهڻي مال پالڻ ڪري "پاڳيا" سڏجڻ لڳا. ٿڏاڻي، ڪيولراماڻي، پڳت، تيجواڻي، گيهاڻي، رائسنگاڻي ۽ مڪواڻي پڻ هن ڪيڙ مان آهن.

**پاليا:** ڪاندي جتن جو هڪ پاڙو.

**پان:** اصل ۾ سما ۽ سميجا ڪُل مان آهن. جيڪي سمن جا فقير هئا. سندن خاص ڪم ڪيرتون ڪرڻ ۽ ڏانءُ ونڻ هو. اجن فقير پان، چام انڙ سمي کان ڏان ورتو هو. پان خوشي جي موقعي تي پڻن، چارڻن، مڱڻهارن وانگر ڳائيندا وڄائيندا هئا ۽ اڄان تائين سنڌ جي ڪن هنڌن تي ڳائي وڄائي ڏانءُ ونن ٿا. هن ذات جا ماڻهو ٺٽي ضلعي ۾ گهڻائي ۾ آباد آهن. هي مسلمان ۽ هندو آهن. پان ذات جي نالي سان دادو ضلعي ۾ پان شهر آهي، پر افسوس جو هن وقت هن ذات جو هڪ به ماڻهو اتي موجود ڪونهي. ڊاڪٽر بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ پانن جا هينيان پاڙا لکيا آهن: 1. آمناڻي 2. چنديا 3. هربا 4. موتيا 5. ليڏا 6. دالا 7. چناڻي 8. چني پار. انهن کان سواءِ پاڳ، جکيا، دالا، ڏماچ، ليڏا، هاسماڻي، هُربا، اسحاقاڻي ۽ عاقلاڻي پڻ پانن جا پاڙا آهن. پان، سنسڪرت جي لفظ "پند" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، مسخرو، بازيگر، مڱڻهار، پينو.

**پَـانَـپوتا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پاندا:** چانديا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀانداريا:** هڪ ذات جو نالو.

**ڀانـڙا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀانگر:** هڪ سماٽ ذات.

**ڀانگريا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ڀانيجا:** ڀان ذات مان ڦٽل هڪ ذات. هي سما آهن. سندن ڪجهه گهر نوابشاهه ۾ آهن.

**ڀـاڻَ:** سما آهن. جيڪي ڄام ڀاٽيءَ جي نسبت سان "ڀاڻ" سڏجن ٿا.

**ڀاٽان:** سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. ڏهر مان ڀينسيڻ هو. جنهن کي ڏهه پٽ هئا. انهن مان هڪ جو نالو ڀاٽو هو. جنهن جي اولاد ڀاڻ کي "ڀاٽان" چوايو. (تفصيل لاءِ ڏهرن جو شجرو ڏسڻ گهرجي).

**بيت:**

**نـــوري مهاٽـــا، ســـارا تنهنجـــي چـــار ۾،**
**رهـــو آزاد ائيـــن، جيئـــن ڀڪـــي اڏاٽـــا،**
**ڄـو تـون ڇـڏين ڄـام، ئـي مـاگر جـا ماٽـا،**
**ڇـري ڪينجهـر ڪنڌئيـن، ٻـُـرا نـــ ڀاٽـا.**

**ڀاٽپوتا:** ٻـگهين جي هڪ ذات (پاڙي) جو نالو.

**ڀاٽواٽي:** مارفاٽي چاندين جي پاڙي مان هڪ شاخ جو نالو.

**ڀـاٽوٽي:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀاٽوجا:** هڪ سما ذات آهي. چون ٿا تہ ڄام ڀاٽو جي دؤر ۾ ڪي ماڻهو ان سان پنهنجي نسبت ظاهر ڪري پاڻ کي "ڀاٽوجا" چوائڻ لڳا. انڙ جي پٽ جو نالو "تيبو" هو. ان تيبي جي اولاد مان پڻ "ڀاٽوجا" ذات آهي.

**ڀاڻ وَريا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀـاٽـُون:** سما ذات آهي. ڄام ڀاٽون جي اولاد. پيءُ جي نسبت سان پاڻ کي ذات جا "ڀاٽون" سڏايو. نصربور جي سيدن مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڀاٽون (ڀاٽو)" آهي.

**ڀاٽيجا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀاوا:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**ڀاوانـي:** هندن جي هڪ ذات.

**پاواڻــي:** ڪچ ڪان آيل هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو. جناب يحيٰ پاواڻي، "هو جمالو" جو محقق هن خاندان مان هو. سنــدس جمالو "اخبار وطن" ۾ ڇپيو هو. ڪرمتين جي مهيري شاخ مان پڻ هڪ پـاڙي جو نالو "پاواڻي" آهي.

**پاوناڻي:** پتافي بلوچن جو پاڙو آهي. مولانا بهاؤالدين بهائي هن پاڙي مان هو. هن "ڪريما بهائي" ڪتاب بہ لکيو هو. ڪيس سنڌ جو سعدي بہ چون ٿا. (بحوالہ: مهراڻ 4 _ 3 سال 2001ع ص 102). هڪ ٻئي حوالي موجب پاوناڻي. "منچنديا" نک مان اروڙ ونسي هندو ڪترين جي هڪ آکهہ جو نالو آهي. عربن جي دپ کان سنڌ مان لڏي ملتان ۽ سيتل پور ۾ وينا. آدم شاهہ ڪلهوڙي جي قرب ڪري واپس آيا. اڏيو مل شهواڻي ڪتري وٽس مانائتو ٿيو. ان جي اولاد مان بيلو مل کي بہ پٽ پاونداس ۽ گدو مل هئا. گدو مل جو اولاد "گدواڻي" ۽ پاون مل جو اولاد "پاوناڻي" سڏجي ٿو. اجواڻي ۽ جڳتياڻي هنن جا عزيز آهن.

**پاوڻ:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پائناڻي:** عمراڻي رندن جو هڪ پاڙو.

**پـائـل:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پائـيبنَـد:** هندن جي واپاري آکهہ آهي، جن کي "واڻيا" بہ چوندا آهن.

**پائيخاناڻي:** پيا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو (ايڙا).

**پائيداڻي:** "باجر" ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پائيل (پايئل):** هڪ غير سماٽ ۽ غير معروف ذات آهي.

**پـَـيرياڻي:** ڪورارن (سمن) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـپيراڻي:** مغيري (بڙدي) بلوچن جو هڪ پاڙو.

**پـَـتـَـڙَ:** سيالن جو پاڙو آهي، هي موري شهر ۾ وينا آهن.

**پتو:** گهرٽ هندن جي هڪ ذات.

**پـَـٽ (پاٽ):** پـَـٽ، گاڏڙ هندو آهن. هنن جي وڏي ڏاڏي جو پيءُ کتري ۽ ماءُ ويش هئي. مارواڙي پـَـٽ، ماس ۽ شراب کونہ واپرائين پر بيا پٽ ماس کائين ۽ شراب بہ استعمال ڪن ٿا. هي هندن جا ڳائڻا ۽ پينو فقير آهن. انهن پٽن مان ڪافي پٽ مسلمان ٿيا. جيڪي پڻ پاڻ کي پٽ جا پٽ يا "پٽ فقير" سڏائين ٿا. شروعاتي دؤر ۾ پيندا هئا (آهن) ۽ لاڳ وٺنداهئا. پر هن وقت هي پوک ڪن ٿا ۽ ذاتي ڪاروبار بہ ڪن ٿا.

مسلمان پٽ ۽ هندو پٽ سنڌ جي هر علائقي ۾ رهن ٿا. ڪتاب سمات (صفحي 38) ۾ لکيل آهي تہ پٽ پنجاب کان آيل سرائي ۽ جٽ آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. ابرم 2. پاتڙا 3. جاگا 4 چارڻ ۽ 5. ماڏو.

**پُٽا**: اصل ۾ آرائين آهن. هنن جو اصل وطن آريها (ARRIHA) شام ملڪ ۾ هو. محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ ڀرتي ٿي سنڌ پهتا ۽ اتي ئي آباد ٿي ويا. ڪي چون ٿا تہ پٽا حضرت سليم مڪي جي اولاد مان آهن. جنهن مڪي مڪرم کان هجرت ڪري مديني ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. اسلام جي تبليغ ۾ شامل ٿي عرب حاڪمن سان سنڌ ۾ ايندا رهيا ۽ هتي آباد ٿي ويهي رهيا. ڪلهوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پٽا" آهي. جيڪي بنو عباس (عرب) جو اولاد آهن. سنڌ جي سمن جي اولاد مان مسلمان سوڍن ۽ جاکرن مان پڻ "پٽا" آهن. جيڪي سما آهن. هنن لاشارين ۽ مير چاڪر خان جي ويڙهہ ۾ حصو ورتو هو. ننڍي جي سلطنت دوران سندن احوال ملن ٿا. هن ذات جا خاص پاڙا هيٺيان آهن:

1. الهداداڻي
2. حسناڻي
3. خيباڻي
4. ڪورهياڻي
5. رضائي
6. عارباڻي
7. حاجاڻي
8. ڪنيڙا
9. ڪمادي
10. صالحاڻي
11. پورا پٽا
12. عيساڻي
13. خيراڻي
14. موساڻي
15. صوبيزئي
16. وچاڻي

تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي تہ "پٽا" اصل ۾ پاٽيا هئا. هي راجپوتن مان هئا ۽ جيسلمير علائقي جا راجا هئا. مسلمان ٿيڻ بعد هنن پاڻ کي "پٽا" سڏايو. هن ڪيڙ مان لاڙڪاڻي وارا پٽا مشهور آهن. جن مان ذوالفقار علي پٽو ناميارو سياستدان ٿي گذريو آهي. مسٽر "اوبرائن" جو چوڻ آهي تہ "پٽا" سورج بنسي راجپوت نسل مان آهن. سندن خاندان شاهي آهي. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" جي صفحي 222 تي لکيل آهي تہ "پٽا" راجپوت ۽ جٽ نسل مان آهن. نموني طور لاڙڪاڻي وارن پٽن جو شجرو هن طرح آهي:

**لاڙڪاڻي جي پٽن جو شجرو**

وڏيرو منا خان
|
وڏيرو صحتيو خان
|
وڏيرو پير بخش خان
|
وڏيرو دودا خان

خدا بخش خان — امير بخش خان — الاهي بخش خان (وفات 1910ع)

غلام مرتضيٰ خان — رسول بخش خان

واحد بخش خان — نبي بخش خان

سرشاهنواز خان — علي گوهر خان — غلام سرور — احمد خان

پير بخش خان

ذوالفقار علي ڀٽو (وزيراعظم پاڪستان) — امداد علي خان — سڪندر علي خان

مير مرتضيٰ خان — شاهنواز خان — بينظير ڀٽو (وزيراعظم پاڪستان)

**ڀٽار:** هي لوڻائي بروهي آهن. جن جو واسطو زهري خاندان سان آهي.

**ڀٽاڻي:** ڊومڪي ۽ لاشاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀــٽائي:** متعلوي سيدن جي جراڙ شاخ مان شاهه عبداللطيف ڀٽائي هو. جيڪو لا ولد هو. ليڪن ان جا عزيز ڀٽ تي وينل هئا. جن پاڻ کي "ڀٽائي" سيد سڏايو. جيڪي ڀٽ شاهه جا گادي نشين آهن. جن مان سيد پير علڻ شاهه مشهور شخصيت هو (بحواله: ڪتاب شجرا سادات متعلوي)

**ڀٽر:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڀَـــٽَـرا :** سمن جي هڪ ذات. جيڪي ٺٽي ضلعي ۾ رهندڙ آهن. هنن لاءِ چوڻي مشهور آهي تہ "آپ الله جو. ڀُونءِ ڀَٽرن جي".

**ڀَـٽـنـئـڙا (ڀٽونئڙا) :** مسلمانن جي هڪ ذات جيڪي ٺٽي شهر ۾ رهن ٿا. ٺٽي ۾ ڀٽونئڙن جو پاڙو بہ مشهور آهي.

**ڀَـــٽـــي:** ڀٽي لفظ اصل ۾ "ڀاٽيا" ۽ "ڀاٽي" مان ورتل آهي. مولوي نجم الدين رامپوري پنهنجي ڪتاب "وقائع راجستان" ۾ لکيو آهي تہ. ڀٽي راجپوت يادو چندرونسي ٻڌ جو اولاد آهن. جيڪي سنڌ جا سماٽ آهن. "تحفتہ الڪرام" ۾ دوارڪا جي راجا سري ڪرشن جي احوال مان معلوم ٿئي ٿو تہ راڻي رڪمڻي کي بہ پٽ هئا. ان مان هڪ جو نالو پردمن هو. جنهن کي ٻجر نالي پٽ مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو تنهن کي ڀٽي چون ٿا. راجا پردمن وارا اصل سيوهڻ جا وڏا شاهوڪار ۽ جاگيردار هئا. سندن اولاد ڀٽي بہ شاهوڪار هئا. جيڪي ٻڌ ڌرم جا پوڄاري هئا. جڏهن محمد بن قاسم سنڌ ۾ داخل ٿي سيوهڻ پهتو تہ ڀٽي اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيا. اڄ بہ سيوهڻ جي نئن محلي ۾ چندرونسي جو اولاد رهي ٿو. ان کي هاڻي ڀٽي محلو چون ٿا. ان ڀٽي محلي ۾ ڪافي ذات وارا آباد آهن. سيوهڻ جي لڳو لڳ حاجي جان محمد ڀٽي جو هڪ پراڻو ۽

مشهور ڳوٺ آهي. جيڪو اڄ بہ آباد آهي.

ڪرنل ٽاڊ "تاريخ راجستان" ۾ لکي ٿو تہ ڀٽي، يادو قوم جي 56 ڪلن مان هڪ ڪُل آهي. چندر بنسي گهراڻي جي بادشاهہ هرڪشنا جي اٺن زالن مان رڪمڻي نالي وڏي زال هئي. جنهن مان ڪيس وڏو پٽ "پرائيديما" نالي پيدا ٿيو. جنهن جي شادي شهزادي "بدوربا" سان ٿي. جنهن مان ڪيس بہ پٽ "انڙ" ۽ "بجر" نالي ٿيا. ڪيس ننڍي پٽ "بجر" مان جيڪو اولاد ٿيو سي "ڀٽي" سڏجڻ لڳا. جيسلمير ۽ سنڌ وارا ڀٽي ۽ "ڀٽا" ان شاخ مان آهن. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ "ڀٽي" چندربنسي نسل مان جادو ونسي شاهي راجپوت خاندان جي ڪرشنا جي اولاد مان آهن. ڀٽيءَ کي بہ پٽ دوسل ۽ جيسل هئا. جيسل، جيلسمير شهر اڏايو ۽ هن پنهنجي پيءُ جي علائقي "ڀٽيانا" ۾ حڪومت ڪئي. ان جيسل راجپوت جي ڀٽيان ڀهاڪو نهيو هو تہ "سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، ڀٽي جيسلمير" (ڀهاڪو آخر ۾ ڏنل آهي.) دوسل جي اولاد مان سڌو، برار ۽ وٽو آهن. رچرڊ برٽن ڀٽين کي سنڌ جا جٽ لکي ٿو. انگريز سرڪار 1911ع ۾ هندستان جي آدمشماري ڪرائي هئي. ان رپورٽ ۾ (صفحو نمبر 221 کان 224 تائين) سنڌ جي ذاتين جي احوال ۾ ڀٽين کي جٽ ۽ ڏهر سنڌي ذات جو هڪ پاڙو ڪري لکيو ويو آهي.

مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ ڀٽي، اوڏ قوم جي پڻ هڪ ذات آهي. ساڳئي مصنف لکيو آهي تہ ڀٽي مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو پڻ آهي. ڪن ڪن جاين تي موچي بہ پاڻ کي "ڀٽي" چوائين ٿا. ڀٽي ذات وارا اڪثر سڄي سنڌ ۾ آباد آهن ۽ سندن اڪثريتي ٻولي سرائڪي يا جتڪي آهي. ڪتاب "جنت السنڌ" صفحي 55 تي لکيل آهي تہ ڀٽي، چندر بنسي نسل مان يادو (يادوبنسي) ڪل مان آهن. جنهن جون اٺ شاخون 1. يادو 2. ڀاٽي 3. جاڙيجا 4. سمتيجا 5. مرديجا 6. بدمن 7. بدا ۽ 8. سوها آهن. ڀٽي ان نسل مان آهن. سندن وطن "مارو سٿل" راجپوتانا آهي.

ڀٽي سنڌ ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. انهن جا خاص پاڙا هن طرح آهن:

1. بلاڪاڻيَ
2. ٻوبا
3. ڏامراهہ
4. ڏِگهہ (ڏگهہ)
5. گاجڻ
6. ڳورڙ
7. جهاڳڻ
8. جهتيا
9. ڪمبوهہ
10. ڪمالاڻي
11. ڪرماڻي
12. ڪڇي
13. ڪڪيارو
14. لڪلاڻي
15. لوهاڻي
16. ماهوٽا
17. ميڪڻ
18. منهاڻي
19. ميراڻي
20. راهو راڻي
21. راجهاڻي
22. رشيداڻي
23. سهتاڻي
24. صندل
25. سنجواڻي
26. شاهاڻي
27. سومراڻي
28. ورڪ
29. کهرا
30. وائين
31. رائو

جديد تحقيق موجب پٽي سنڌ جا پراڻا ۽ اصلي سما آهن. جن مان پهوڙ، مهر، ڏهر، پريا، سنگراسي پينسين، چنيسر، گبلاڻي، ڪماڻي، لنجاڻي، مهپاڻي، پنجاپي، رتاڻي، سانگي، سنڌي، ٻهپار، پيا، پٽا، ٻجير، چيما، گجو، گنگا، جيسر، ڪور، مهراڻپوٽا، موڏا، وگهورا چنا، ڏمال، ڪورڙا، ماهوٽا، هٽيار، راجا، وٽو، گهلو، گجرالي، لدر ۽ ويسر جهڙيون ذاتيون ان مان ڦٽل آهن. پٽين جو ڪيڙ تمام وڏو آهي، جنهن ڪري چوڻي آهي ته:

**سنڌ سدون، ڪاڇي چنو، پٽي جيسلمير،**

**چوٿون پاءُ هو چغدو جنهن جو گاديءَ مٿي پير.**

ان تحقيق موجب پٽي خاندان جو شجرو هن طرح آهي.






(وڌيڪ لاءِ سام بن نوح عليہ السلام جو شجرو ڏسڻ گهرجي)

**پنيار**: پنجاب کان آيل جٽن جي هڪ ذات.

**پنيارا**: ملاحن ۽ جهينورن جو هڪ پاڙو.

**پَنياٽي**: هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**پـُنياٽي**: بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پُچا**: سمن جي هڪ ذات. "تاريخ مظهرشاهجهاني" جي مصنف يوسف ميرڪ سنڌ جي ذاتين تي ڪافي ڪجهه لکيو آهي. سندس چوڻ موجب تہ مغل دور ۾ پچا. سميجا ڪل مان هئا. ذاتين جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ انڙ پٽ سمي کي 28 پٽ هئا. (ايس. صادق علي) جن مان هڪ جو نالو "پچو" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "پچا" سڏايو. لکي شاهہ صدر جي پرسان هنن جا ڪافي گهر آهن. پچا ذات جو شجرو اکر "پ" جي آخر ۾ ڏسڻ گهرجي.

**پـُچا**: لفظ جي معنيٰ آهي کير وڪڻڻ وارا. ڏوڌي. هي گوجرن جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان خدابخش وزير هو.

**پچراهہ (پچراهي)**: مهتم ذات جو هڪ پاڙو. جيڪي پني عاقل ۾ وينا آهن.

**پچند**: مير بحرن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پچو**: سمن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـَڌا**: سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـُڏا:** سنڌي هندن جي هڪ ذات جو نالو. هي لالواڻي ۽ عامل هندن مان آهن. سندن ڏهتاڻي اولاد کي ڇٽن ڏانن کان سواءِ ڏند کونہ تين، ان ڪري "پڏا" سڏجن تا. سندن جسم لسو تئي تو، پگهر کونہ نڪرين، جنهن ڪري اونهاري ۾ بار بار سنان ڪن تا. ان ڪري چوڻي آهي تہ: "پڏ پڏاڻي، تڏو پاڻي".

**پڏالا:** ميدن (ملاح) جي ذات آهي، ساموندي وڻ سان رهن تا.

**پڏرا:** هڪ غير سماٽ ذات جو نالو.

**پراهيم پوٽا:** جاکرن جي حُسَـڻ شاخ جو هڪ پاڙو.

**پـِرائي:** سرهين جو هڪ پاڙو، مگڻهارن ۾ پڻ "پـرائي" آهن. (ڪتاب تواريخ ديره غازي خان ص 120) ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ اصل لفظ پيرپائي آهي، جو ڦري "پرائي" ٿيو آهي، هي پنجاب ۾ سلطان سخي سرور جا مريد آهن، جن کي "ميراثي" بہ چون تا.

**پـُرٽ:** پنهورن جي هڪ پاڙي جو نالو. ايس. صادق علي (ص 45 جريان نمبر 68) لکيو آهي تہ "پرٽ" سما نسل مان آهن.

**پرٽياڻي:** ڊاڪٽر غلام علي الانا جي لکڻ موجب هي ميجي ماڻ وارا ملاح آهن. (مهراڻ نمبر 4 - 3 سال 2001ع ص 32).

**پرَدواج:** گهرٽ هندن جي هڪ ذات.

**پـُرڙَ:** هڪ ذات جو نالو آهي.

**پـُرڙا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**پرڪاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. بوبڪ شهر ۽ ان جي آس پاس وينا آهن.

**پــرکيا:** راهوما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـُرڳَــڙَ:** ڪتاب "شاهان گوجر" جي لکڻ موجب "پرڳڙ" گوجرن جي پاڙي جو نالو آهي ۽ هي سنڌ ۾ رهن تا.

**پـُرڳڙي:** اصل ۾ ديري غازي خان جا لغاري آهن. سندن ڇڱو مڙس مير جلال خان چوٿيءَ وارو هو، انهيءَ لغاري تمن جي ڪجهہ ماڻهن لڏي وڃي "پرڳڙ نئن" جي ڪناري تي رهائش اختيار ڪئي، جنهن ڪري متن "پرڳڙي" نالو پيو. ان نئن جي نسبت سان اڄ تائين اهي بلوچ لغاري جي بجاءِ "پرڳڙي بلوچ" سڏجن تا. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ رئيس علي خان ۽ بيا پرڳڙي پنجاب ڇڏي اچي سنڌ جي مختلف علائقن ۾ آباد ٿيا. جن ۾ دينگاڻ، جڳو ۽ ڪوٽ غلام محمد وغيره مشهور آهن. ٽالپرن کين وڏيون جاگيرون ڏنيون هيون. پرڳڙين مان ڪامريڊ رئيس غلام محمد خان پرڳڙي سنڌ جو هڪ مخلص اڳواڻ ٿي گذريو آهي. جامع سنڌي لغات ۾ ڊاڪٽر بلوچ، ٽالپرن ۽ جتوئين جي پاڙن مان هڪ پاڙي جو نالو "پرڳڙي" لکيو آهي. يعني پرڳڙي، جتوئين ۽ ٽالپرن مان بہ آهن. ايس. صادق علي لکيو آهي تہ جتوئي قوم جا 29 پاڙا آهن، انهن مان هڪ پاڙي جو نالو

”پرڳڙي“ آهي. ساڳئي  ڪتاب جي صفحي نمبر 27 تي مري قوم جي احوال ۾ لکيل آهي تہ مري قوم ڇئن شاخن ۾ ورهايل آهي. انهن مان هڪ شاخ جو نالو ٽالپر آهي. ان ٽالپر (مري) جي پهرئين وڏي پاڙي جو نالو پرڳڙي آهي. يعني پرڳڙي، مري جي نسل ٽالپر شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ آهي.

ڪتابن جي حوالن کي مدنظر رکندي راقم (ليکڪ) پاڻ ديهہ ڊينگاڻ، جڳي ۾ ڳوٺ حاجي محمد خان پرڳڙي ويو. جتي رئيس الحاج محمد خان ولد الحاج محمد اسحاق خان پرڳڙي ۽ رئيس مير حسن خان (انجنيئر) پرڳڙي سان سندس ملاقات ٿي، جن ٻڌايو تہ اسين لغارين مان آهيون ۽ اسان جا وڏا ديري غازي خان مان لڏي وجي پرڳڙ نئن (پنجاب) تي ويٺا. انهن لغارين مان اسان جو وڏو سليمان خان پنهنجي برادري کان ناراض ٿي اٽڪل اڍائي سو سال اڳ اچي سنڌ ۾ وينو. جيڪو ”پرڳڙيءَ“ ذات سان مشهور ٿيو. انهن جي پيڙهي مان اسان جو وڏو جمال خان پرڳڙي، ٽالپرن جي حڪومت ۾ تعلقي ڇاڇري جو مختيارڪار هو. جنهن جا هٿ اکر اڄ بہ اسان وٽ موجود آهن.

جي. ايم سيد ”جنب گذاريم جن سين“ ڀاڱي پهرئين ۾ ڪامريڊ غلام محمد خان پرڳڙي جي احوال ۾ لکيو آهي تہ ديري غازي خان جي ضلعي ”پرڳڙ“ کان رئيس علي خان پرڳڙيءَ جي سربراهيءَ ۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ اچي سنڌ ۾ ويٺا. شاهہ صاحب، علي خان جو پٽ ”ڏاتو خان“ لکيو آهي، ليڪن حاجي محمد خان پرڳڙي واري شجري ۾ علي خان جو پٽ حيدر خان لکيو ويو آهي، جنهن مان ڏاتو خان آهي. شاهہ صاحب وڌيڪ لکي ٿو تہ ڪامريڊ غلام محمد پرڳڙيءَ جي والده مسو خان پرڳڙيءَ جي ڌيءَ هئي، باقي رئيس جان محمد خان، رئيس غلام حسين خان ۽ رئيس دين محمد خان جي والده نڪر سوڍن جي خاندان مان رتن سنگهہ جي ڌيءَ هئي. اهڙيءَ طرح ٻن ٽن جاين تي سائين جي. ايم سيد ۽ رئيس الحاج محمد خان پرڳڙيءَ جي لکيل شجرن ۾ فرق نظر اچي ٿو. بهرحال رئيس صاحب وارو مهيا ڪيل شجرو اڳتي هلي لکبو. رئيس مير حسن خان پرڳڙي ٻڌايو تہ رئيس غلام محمد خان پرڳڙي بہ اسان جي وڏن مان آهي، جنهن جا چند ڪارناما هن طرح آهن:

1. شيخ عبدالمجيد سنڌي، غلام محمد خان پرڳڙي جي مدد سان، سر شاهنواز ڀٽي کي اليڪشن ۾ شڪست ڏني.
2. سر غلام حسين هدايت الله، جيڪو رئيس غلام محمد خان جو منشي هو، کيس رئيس صاحب هڪ هزار ايڪڙ زمين بطور بخشش ڏني، جيڪا ٽامس واري اڄ بہ موجود آهي.
3. شيخ عبدالمجيد سنڌي ولد ليلا رام کي مسلمان غلام محمد خان پرڳڙي ڪرايو هو.
4. غلام محمد خان جي نالي سان پوسٽ آفيس جي ٻن روپين واري ٽڪلي جاري ڪئي وئي.

”تاريخ ڳوٺ ڊينگاڻ پرڳڙي“ از حبيب الله بلوچ (1979ع ص نمبر 48 تي) ۾ پرڳڙي قوم جو شجرو هن طرح لکيو ويو آهي تہ اسان جو وڏو ڏاڏو سليمان آهي ۽ ان مان باقي شاخون نڪتل آهن. سليمان بن

اسحاق بن حمل بن احمد بن محمد حمل بن اسحاق بن احمد بن پرويز بن مختيار بن بارڻ بن خميسو بن حسن بن پاهڙ بن مير خان بن محمد بن مير حسن بن عالم بن شاهه مرد بن هوتڪ بن مير حسن بن عيسب بن بودو بن محمد بن مير حسن بن بودو عيسب بن مير حسن بن رند بن جلال بن هارون بن محمد بن ابان بن عبدالرحيم بن حمزو بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدمناف بن قصيٰ.

ملاقات دوران رئيس الحاج محمد خان ابن رئيس الحاج محمد اسحاق خان پرگڙي پنهنجي ذات جو هڪ شجرو فراهم ڪيو. جيڪو پيش ڪجي ٿو.






ڪافي ڪتابن ۾ لکيل آهي ته نظاماڻين وانگر پرگڙي به ٽالپرن جي هڪ شاخ آهن. سنڌن سردارن ڪي ميهڙ ۽ ان جي آسپاس جاگيرون هيون. انهيءَ شاخ جو شجرو هن طرح آهي:





تالو
پرڳڙي شاخ
شاهوڪ (شهڪ)
پرڳڙي شاخ
شهداد خان پرڳڙي
گاجي خان پرڳڙي
جاڙو
بخشو
جاڙو
گهٺو
بالوُ
شيرو
سونو
بروڳي
جوڳي
هيبت
حسني
راجو
قنبر
اسلام خان
حيات
سردار غلام حيدر
پانڌي خان
زهري خان
شادمان
فضل محمد
احمد
مرزا
حسين خان
هيبت
سليمان
فتح خان
غلام محمد
محراب خان
بهادر
غلام محمد
اختيار
بهاول خان
دلشاد
سردار خان
امام بخش
فضل علي
لعل بخش

پرڳڙين جا خاص پاڙا هيٺيان آهن:

1. اسلاماڻي
2. موراڻي
3. هميراڻي
4. غلاماڻي
5. خيراڻي
6. هيبتاڻي
7. ساوڻاڻي
8. بخشاڻي
9. جاڙواڻي
10. فتحاڻي
11. بهادراڻي
12. مرزاڻي
13. شيرواڻي
14. بهاولاڻي
15. مستاڻي
16. سهجاڻي
17. سونهاڻي
18. جمالاڻي
19. صوباڻي
20. سلطاڻي

سنڌ جا پرڳڙي سعودي عرب ۾ پاڻ کي "خوقري" چوائين ٿا.

**پرما:** سميجن جو هڪ پاڙو.

**پـرواني:**پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**پـرٽاپوٽا (پريا پوٽا):** متعلوي سيدن مان سيد مرتضيٰ عرف پرٽ جو اولاد آهن. چون ٿا تہ پريا شهر هنن جو اڏايل آهي ۽ اتي رهن ٿا.

**پـُره:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پـريا:** ڏهر بن جوجو جو اولاد آهن. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ پريا آهي. انهي نسبت سان پريا، پريالو ۽ پريا روڊ ڳوٺن جا نالا مشهور آهن. هن جي پاٽرن جا نالا پينسين ۽ سنگراسي هئا. جن جي پٽيان جدا جدا ذاتين جا نالا پيا.

**پرياڻي:** عمراڻي بلوچن ۽ چانديا بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پريجا:** سمن جو پاڙو آهي، سندن واسطو سهتن سان نظر ٿو اچي. ضلعي نوشهري فيروز ۾ هنن جا چند ڳوٺ آهن.

**پـڙاڻي:** جتن جو هڪ پاڙو. روپا ماڙي جا رهاڪو.

**پڙ پوٽا:** سومرن جو پاڙو آهي ۽ ٺر ۾ رهن ٿا (ن. ب بلوچ).

**پڙج:** ڪوهستان ۽ ڪاري واري علائقي ۾ هڪ ذات جو نالو آهي. (ملاح)

**پڙجانگ (ورجانگ):** ٺٽيار جتن جو هڪ پاڙو.

**پڙيچ:** هڪ ذات آهي.

**پـڙو:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. سکر ضلعي جي اتر ۾ سندن چند ڳوٺ آهن. مگٽيجن جي قرابت ۾ نظر اچن ٿا.

**پگيانا:** لبانا (لباڻا) ذات جو پاڙو.

**پڳت:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو آهي. جيڪي اڪثر ڪري شادين مرادين تي پڳت وجهن ٿا ۽ ڳائين وڄائين ٿا. ڪنور پڳت رام ڳائڻو هنن مان هو. سوائي هندن جي هڪ نک جو نالو. هي ائوڌ جا وينل. سري رامچند جي وڏي پٽ "ڪش" جو اولاد. سورج ونسي گهراڻي جا کتري راجپوت ۽ ديويءَ جا پوڄاري آهن. هنن مان سوائي نيپومل اتمچند سيوهاڻي نهايت مشهور شخصيت هو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ سرائي قوم جا "24" پاڙا لکيا آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو "پڳت" آهي. پڳت. سرائي "جت" آهن. جيڪي پنجاب کان ڪلهوڙا دور ۾ اتر سنڌ کان آيا.

**پـَڳڙا:** مهاڻن ۽ ملاحن جي هڪ ذات جو نالو آهي. ميمڻن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**پـَڳسـِريا:** راجپوت ۽ قنوج جي برهمڻ هندن جي هڪ ذات جو نالو آهي. جيڪي اڄ بہ ٿر واري علائقي ۾ آباد آهن. هي ٽالپري دور ۾ ٽالپرن جا خاص ماڻهو هئا. اڪثر ڪري هنن کي زنانخاني متعلق پيغام پهچائڻ ۽ پهري ڏيڻ تي معمور ڪيو ويو هو.

**پـَڳواناڻي:** هندن جو پاڙو. هن پاڙي مان ڪامريڊ گلاب هڪ نامور شخصيت هو. جيڪو ڪامريڊ ميرمحمد ٽالپر جو گهاٽو دوست هو. هندن جي هيءَ آکهہ ککڙيجا نک مان آهي. انبواڻي، کيسواڻي ۽ مولچنداڻي هنن جا نکڙيا عزيز آهن.

**پگهرتي:** مالهي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**پـَل:** نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي (سما).

**پلاڻي:** سمن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**پلاڻي:** هڪ روايت موجب پلاڻي ذات وارا منڇر ڍنڍ جا ملاح آهن. نهايت ويجهڙائي واري عرصي ۾ هنن پاڻ کي ذات جا پلاڻي سڏرايو آهي. سماٽ ذاتين جي فهرست توڙي انگريزن جي طرفان ڪرايل 1901ع، 1911ع ۽ 1931ع جي آدمشماري ۾ "پلاڻي" ذات جو نالو لکيل ڪونهي البت پهنيار (پنهار) ذات جي هڪ پاڙي جو نالو "پلاڻي" ڪن ڪتابن ۾ آيل آهي.

**پـَلر:** جٽ راجپوتن جي هڪ ذات.

**پلڪا:** هڪ ذات جو نالو.

**پـَلو:** سما ذات.

**پَلوت:** پنوار راجپوتن جو پاڙو، جيڪي سوم بنسي راجپوت جُو اولاد آهن.

**پَليجا:** سما راڄ جو پاڙو.

**پلينائي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**پَمَرُ:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پُماڻي:** پاڙها ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پِمپ:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پَمياڻي:** انڙ قبيلي جي هڪ پاڙي (ذات) جو نالو آهي، سماٽي جتن ۾ پڻ "پمياڻي" آهن. شيدين ۽ ڇُهڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ پمياڻي آهي (ايس صادق علي). هندن ۾ پڻ پمياڻي ذات وارا آهن. نارائڻ داس پمياڻي (پنياڻي) هن خاندان مان هو ۽ ادبي گلشن نالي هڪ مضمون ترتيب ڏنو هئائين، جيڪو "چٽنگون" ڪتاب ۾ شايع ٿيو هو.

**پميراڻي:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي قبيلي جي هڪ شاخ آهي، جيڪي پميراڻي بلوچ جي نالي سان مشهور آهن.

**پمداڻي:** چانديا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پَنيا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنياڻي:** ديوان عيدن مل هنگورائيءَ کي ڇئن پوٽن مان هڪ جو نالو "پنيومل" هو، جنهن جو اولاد "پنياڻي" سڏجن ٿا. پنياڻي، لهاڻن جي "ڇگهه" نک مان پڻ آهن. ڪرمتي جتن تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ان جي بگهياڙ قبيلي مان پڻ "پنياڻي" آهن.

**پِنيِّر:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پَنيرا: (پميرا):** سنڌ جا سماٽ آهن. جادم جي اولاد مان ڏهر، ڏهر جي اولاد مان پينسين هو، جنهن کي ڏهه پٽ هئا. هر هڪ پٽ جي نالي سان هڪ نئين ذات وجود ۾ آئي، انهن پٽن مان هڪ جو نالو "پنيرو" هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "پنيرا" سڏايو. اهڙيءَ طرح تيبو بن انڙ جي هڪڙي پٽ جو نالو پڻ "پنيرو" هو، جنهن جي اولاد به پاڻ کي "پنيرا" سڏايو. لنجا، ساريجا، مَياڻي ۽ صحب الدين پنيرن جا خاص پاڙا آهن. هڪ روايت آهي ته پنيرو، سنيو، ناريجو، ڪُنجيجو، ڪوريجو، ساڳڙ ۽ ڏماچ پاڻ ۾ ڀائر ٿين. دلن ۽ مهرن ۾ پڻ "پنيرا" آهن.

**پنيلا (پوملہ):** راجپوت آهن. هي چون ٿا ته اسان پنوار آهيون، اسان جو نسل راجپوت سوم بنسيءَ مان آهي. هي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**پنيڻ:** ٽيبا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. پانن جي پرسان هن ذات پنيان ڳوٺ جو نالو "پنيڻ" آهي.

**پنيڻ پوٽا:** پنهورن جو پاڙو.

**پـَنيـپيا:** نهڙي (سما) ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پُند:** پند سنسڪرت ٻولي جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ڳائي خيرات وٺڻ. پنڻ. اصطلاحي معنيٰ ۾ هنن کي پٽ فقيرن جهڙو فقير چيو وڃي ٿو. شادين مرادين ۽ ٻين خوشي جي موقعن تي ڳائي خيرات وٺن ٿا. جيستائين خيرات نہ ملندي اٿن، تيستائين ڌرڻو هڻي ويهن ٿا. ان ڪري پهاڪو آهي تہ "ٿون ڪو پند فقير آهين" هي پند سنڌي (ذات) پند آهن. جوڪيا قوم سما نسل مان آهي، گهڻن هنن کي سنڌ جا اصلي جت بہ جاڻايو آهي، انهن جوڪين جي هڪ پاڙي جو نالو "پند" آهي. اهي پند بلوچي ۽ سرائڪي ڳالهائين ٿا. ٺٽي ۽ لسٻيلي وارا "پند" اڪثر ڪري ڌاڙا هڻندا هئا. ڪلهوڙن جي دور ۾ هي، ڪراچي ڪان سيوهڻ ڌانهن ايندڙ ويندڙ مال جي "قافلا" حفاظت لاءِ مقرر هوندا هئا. ان دور ۾ هنن جي پنهورن ۽ برفتن سان متي مائٽي پڻ هوندي هئي. سنڌ ۾ رهندڙ سماٽ ذاتين جي اپياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ جاٽيا، جٽيا، پنجاب کان آيل جت آهن. جيڪي سنڌ ۾ آباد ٿي پاڻ کي مختلف ذاتين سان سڏايو. اهڙين ذاتين ۾ هڪ ذات پند آهي. جيڪي سرائڪي ڳالهائين ٿا. "جامع سنڌي لغات" مان خبر پوي ٿي تہ سرائي قوم (ذات) جا "24" پاڙا آهن، انهن مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ پند آهي. ڪتاب "سماٽ" جي مصنف لکيو آهي تہ اهي پند "جت" آهن. جيڪي اصل پنجاب جا (جاٽ) رهاڪو آهن. ڪتاب "شاهان گوجر" صفحي 144 تي لکيل آهي تہ "پند" لفظ جي معنيٰ آهي گوڙ شور ڪرڻ وارو، وڙهڻ وارو، جهيڙالو. پنجابي زبان ۾ هن جي معنيٰ آهي نقل ڪرڻ وارو. پند، گوجر قبيلي (جت) جو پڻ پاڙو آهي. مغيري (بزدي) بلوچن ۾ پڻ "پند" پاڙو آهي. جنهن کي پنهنجي راڄ ۾ بہ هڪ ممتاز حيثيت حاصل آهي. عام طرح قارئين حضرات پند ۽ پٽ ۾ هڪجهڙائي محسوس ڪن ٿا ليڪن انهن ۾ نسلي فرق سمجهڻ گهرجي.

**پـُندِ:** ميمڻن جو پاڙو آهي، هي ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**پـُندِا:** سماراٽي چاندين جي هڪ پاڙي (ذات) جو نالو.

**پـَندر:** هڪ مسلمان ذات آهي، ضلعي نواب شاهہ ۾ رهن ٿا (حوالو: ڪتاب تاريخ ضلعو نواب شاهہ صفحو 40 از ڊاڪٽر محمد لائق زرداري). حقيقت ۾ پندر پنجاب کان آيل راجپوت نسل جا ماڻهو آهن.

**پنسين (پينسين):** ڏهر بن جوجو جو اولاد (سما) آهن. پنسين کي ڏهہ پٽ 1. جوڻو. 2. پنيرو 3. پاڻون 4. ڳاهو 5. سپيو 6. سپڙ 7. ٻتڙ 8. لوڊر 9. اوڊر ۽ 10. ورسٽيو هئا. جن جي پنيان جدا جدا ذاتيون وجود ۾ آيون. پنسين، پنين ۾ پڻ آهن. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏهر ۽ جوڻا قوم جو شجرو پڙهڻ گهرجي.

**پنگ:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنگا:** هڪ مسلمان ذات آهي. جيڪي خيرپور ميرس ۾ وينا آهن.

**پنگاڻي:** ٻاليشاهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنگائي:** ٻاليشاهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنگائي:** سلاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنَگرَ:** ڪڇي مسلمانن ۽ سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هن ذات جا هيٺيان مشهور پاڙا آهن:

1. چنداڻي، 2. حمزاڻي، 3. جيوڻاڻي، 4. مجيداڻي،5. موساڻي، 6. سهراڻي،7. سرواڻي، 8. سرهياڻي، 9. زنداڻي

**پنگر:** ساندن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پنگرا:** سمن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**پنگريا:** سنڌي مسلمان ذات وارا آهن. حيدرآباد، ٺٽي ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

**پنگڙ:** هڪ ذات آهي.

**پنگو:** هڪ ذات جو نالو آهي. هي چون ٿا تہ اسان پنجاب کان آيل سرائي آهيون. هي سيالن ۽ نولن جا عزيز آهن. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" صفحي 231 تي لکيل آهي تہ پنگو اصل ۾ نيپال جا آهن. هن وقت شورڪوٽ ۽ جهنگ سندن مرڪز آهي.

**پنگوار:** بڙدي بلوچن جي بجاراڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. هنن کي "بنگوار" بہ چون ٿا. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" از الفت نسيمي جي صفحي 24 موجب جن ماڻهن پنگ جو نشو ڪيو، تن کي "پنگوار" چيو ويو.

**پنگورا:** هڪ ذات آهي.

**پنگي (مهتر):** اڪثر ڪري ذات جا غير مسلم هندو "اڇوت" آهن. جيڪي شهرن جي گهٽين، گهرن ۽ ڪاڪوسن جي صفائي ڪن ٿا. هنن کي معاشري ۾ نهايت گهٽ درجي جي قوم ۾ شمار ڪيو ٿو وڃي.

پنگي گهڻو ڪري سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. ڪن ڪن جاين تي حرام بہ کائين ٿا. ايس. صادق علي جي ڪتاب موجب ڪلهوڙا قوم جا "24" پاڙا آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو پنگي لکيل آهي. "جنت السنڌ" جي ٻوين ورقن ۾ لکيل آهي تہ "پنگي"، سکن جو پاڙو آهي ۽ پنگ (نشو) پيئڻ ڪري کين پنهنجي برادري وارن "پنگي" سڏيو آهي. پاڪستان جي شروع جي حڪومت ۾ ڪلڪتي جو هڪڙو پنگي مسٽر جوگيندرناٿ منڊل اقليت جو وزير ٿيو.

**پٽائو:** ونگائي جتن جو هڪ پاڙو.

**پـُٽائي:** منهون راڄ جتن جو هڪ پاڙو.

**پٽيءُر:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**پـَوا:** ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي ۽ ميرپور ساڪري ۾ رهن ٿا.

**پـَواٽي:** هڪ ذات آهي.

**پـَوايا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي.

**پـُوت:** پوت لفظ جي معنيٰ آهي جن، ديو. ڪوهستان واري علائقي ۾ هڪ مشهور قبيلي جو نالو آهي، ان نسبت سان هي ذات جا "پوت" سڏجن ٿا. هنن جو سردار دريجيءَ ۾ رهي ٿو. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي ڄٽا آهن. وڌيڪ احوال "پوتاڻي" ۾ ڏسندا. ضلعي عمر ڪوٽ ۾ پڻ "پوت" وينل آهن، جيڪي سماٽ سڏجن ٿا. نهڙين ۾ پڻ "پوت" آهن، جيڪي ڳاهو پٽ لاکي جي اولاد مان حاجيءَ جو اولاد ٿين ۽ ٿر ۾ رهندڙ آهن.

**پوتارَ:** معنيٰ چڱو مڙس. ٽنڊي محمد خان ۾ سنيا وينا آهن، جن جي هڪ پاڙي جو نالو "پوتار" آهي.

**پوتالي:** مگسي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پـُوتاڻي:** ڪوهستان جي هڪ قبيلي جو نالو آهي، جيڪو سندن وڏي "پوت" جي پنيان پيو آهي. دريجي جا پوتاڻي، ڄٽا قوم جا سردار آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڪتاب "بيلاين جا بول" صفحي 64 تي ڄٽا قوم جو احوال ڏيندي لکي ٿو تہ پوتاڻي، ڄٽا آهن. جن جو وڏو نوشيروان، پنجاب جو پهلوان هو ۽ "سرگز" جي جنگ ۾ قتل ٿيو. ان نوشيروان جي پٽ جو نالو "پوت" هو، جيڪو حيدرآباد واري گنجي ٽڪر ۾ رهندو هو. ان پوت جي وجہ تسميہ سبب هي ذات جا پوتاڻي سڏجڻ لڳا. هن ذات مان صالح محمد پوتاڻي، ڪوهستان ۽ بلوچستان جي هڪ نامور شخصيت آهي. ڏسو هيٺ شجرو.



**پـُـوتِ:** هندو چمارن جي هڪ ذات جو نالو.

**پُوتراڻي:** چون ٿا تہ اسان رند بلوچ آهيون. جيمس آباد ۾ ساماري جي وچ تي وينا آهن. راقم جو سندن ڳوٺ ڏٺل آهي ۽ چڱن مڙسن سان ملاقات ٿيل آهي.

**پـُوتڙا:** معني ننڍا جن. هڪ مسلمان ۽ سنڌي ذات آهي. سندن ذات سان منسوب تعلقي سيوهڻ ۾ "پوتڙا" نالي هڪ نهايت پراڻو ڳوٺ آهي. دلن ۾ هڪ پاڙو.

**پوپا:** برهمڻ قوم جي هڪ فرقي جو نالو آهي، جي ڀواني ديوي جي پوڄا ڪندا آهن. هي ماڻهن کي ٽيڻا ٽيڻا ڏيئي روزگار ڪندا آهن. ان ڪري چوٽي آهي تہ تون ڪو پوپو آهين. هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو پڻ پوپا (غير برهمڻ) آهي. پوپا ٺٽ ۾ آباد آهن. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ "پوپا" آهي. (ايس. صادق علي)

**پوپٽ:** گجپت سمي جو اولاد آهن.

**پوپٽاڻي:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پوجا:** پرمار هندن جي هڪ ذات جو نالو آهي، گوجرن ۾ پڻ هڪ پاڙي جو نالو "پوجا" آهي. سنڌ ۾ رهڻ ڪري "پوجا" پڻ سڏجن ٿا. ڪتاب "شاهان گوجر" موجب پرماڻ پڻ گوجرن مان آهن.

**پوڄاڻي:** هندن جي ذات آهي.

**پوڄَراجُ:** سنڌ جي نڪر قبيلي جي هڪ شاخ آهي. سندن ڏاڏي جو نالو پوڄراج هو. جنهن جي نسبت سان پوين پاڻ کي ذات جا "پوڄراج" سڏايو.

**پوڄِراج:** سوڍن جو هڪ پاڙو.

**پوڄواڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. هي "جسوجا" نک مان سيٺ نانڪداس جي پٽ پوڄو مل جو اولاد آهن. هن کان اڳ هي ساجناڻي سڏبا هئا. چاڪاڻ جو نانڪداس جي پيءُ جو نالو ساجن مل هو. هي اصل ۾ لوهاڻا آهن. ڪاهري ڳوٺ (تعلقو سيوهڻ) ۾ رهڻ ڪري "ڪاهري" بہ سڏجن ٿا. سيوهڻ ۾ سندن هڪ مرڪزي واپاري ڪوٺي هئي، جنهن کي 1752ع ڌاري مدد خان پٺاڻ ڦري لٽي سڀ ڌن ڪٽي ويو. ان بعد هي سيوهڻ مان لڏي ويا. هنن جون سڄي سنڌ ۾ چار سو واپاري ڪوٺيون هيون.

**پـُوڄرا:** پنجاب کان آيل غير سماٽ ذات.

**پـُورا:** جڳانند چاچڙن جي هڪ پاڙي جو نالو. مگرين ۾ بہ آهن.

**پـُورا ڀـٽا:** ڀـٽـا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـُوراڻي:** هندن جي هڪ ذات جو نالو آهي. ڪليرين (جت) ۾ هاليپوٽن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پوراڻي"

آهي. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" صفحي 409 تي لکيل آهي تہ "پوراڻي"، ڪوسن جي ڪلولاڻي پاڙي مان آهن.

**پـُورڙا:** ڪلوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پـُوڪا:** بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پوڳڙي:** مسلمانن ۾ هندن جي هڪ ذات جو نالو. دادو شهر ۾ هڪ پاڙو انهي ذات سان منسوب هئڻ ڪري "پوڳڙي پاڙو" سڏجي ٿو. شايد پـُڳڙن ناهڻ ڪري سندن ذات جو نالو "پوڳڙي" پيو آهي.

**پوڳياڻي:** آلڪاڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پول:** هڪ ذات جو نالو (جامع سنڌي لغات)

**پولا:** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو، جيڪي شڪارپور طرف رهن ٿا.

**پولدرا:** بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـُونيڙا:** ميمڻن جو هڪ پاڙو، جيڪي ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**پـُونگراڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو، هي يعقوباڻي پڻ سڏجن ٿا (ٽنڊو محمد خان).

**پونٺر:** سمن جو هڪ پاڙو. نوشهري فيروز ضلعي ۾ رهندڙ.

**پوهر:** هڪ ذات جو نالو (جامع سنڌي لغات)

**پـُوٺا:** سرماڻي برن ۾ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پوٺريا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**پـَٺرا:** هڪ ذات جو نالو (جامع سنڌي لغات).

**پٺوا:** ڪرمتي جتن جا اتڪل ايڪيهہ وڏا ڪيڙ ۾ شاخون (قبيلا) آهن. جن مان هڪ قبيلي جو نالو "پٺوا" آهي، جيڪي ڪرمتين جي لـٽـيـنگ شاخ مـان آهـن. پٺون جا خـاص پـاڙا آهن: 1. بجاراڻـي 2 بشامـاڻـي 3. پيدازاڻي 4. پير محمداڻي 5. جانداراڻي 6. جانواڻي 7. جيئنداڻي 8. حمراڻي 9. چندواڻي 10. خالقڏناڻـي 11. خاناڻي 12. دريـاڻـي 13. ڏٽيڏناڻي 14. سائيـنـداداڻـي 15. سـوجاڻي 16. سوماراڻي 17. صابواڻـي 18. علي خاناڻي 19. عيدواڻي 20. غلام ماڻي 21. قادرناڻي 22. قيـصراڻي 23. ڪلاڻي 24. لـونـگاڻـي 25. مٺـاراڻي 26. منـاڻي 27. مصريـاڻي 28. مَلهوغـاڻي 29. موتيـاڻي 30. موليـڏناڻي 31. ميواڻـي 32. مـحبـواڻي 33. پجاڻي 34. ناتاڻي ۽ 35. نوتڪاڻي.

**پـَٺيـاڻــي:** ڊاڪٽر بلوچ ڪتاب "سومرن جو دور" ۾ لکيـو آهي تـہ "پٺيـاڻي" سومرن جو هڪ پـاڙو آهي، جيڪي جهرڪ شهر ۾ رهن ٿا.

**پَيا :** هن ذات لاءِ ٽي روايتون آهن. هڪڙي روايت موجب هي راٺوڙ مسلمانن جي اولاد مان سنڌ جا سما آهن. ٻي روايت آهي تہ انڙ بن سمون جي 28 پيڙهيءَ مان هڪ جو نالو پيو هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي پيءُ جي نسبت سان "پيا" سڏايو. آخري روايت موجب هي پٽي خاندان جي سوڍن مان آهن. ايس.صادق علي جي لکڻ موجب. پيا قريش خاندان جي بني تميم جي اولاد مان عرب آهن. جيڪي اڪثر ڪري اتر سنڌ ۾ آباد آهن. جيڪي آبڙ ۾ شمار آهن. سندن مکيہ پاڙا هيٺيان آهن: 1. پائيخاڻاڻي 2. ٻلالاڻي 3. گوهراڻي 4. حاجاڻي 5. حسلاڻي 6. خاڪاڻي 7. ڪتياڻ 8. مقصوداڻي ۽ 9. ملوڪاڻي. سما خاندان جي نسبت سان پيا ذات جو شجرو اکر "پ" جي شجرن واري حصي ۾ ڏسندا.

**پَياڻي:** سومرن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪبارن ۾ پڻ "پياڻي" پاڙو آهي.

**پِيِپا :** پرمار هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**پيپريا :** سنڌ ۾ جيڪي اونا ذات جا ماڻهو رهن ٿا. انهن مان پيپريا ذات وارا اصل ۾ سما اونا آهن. جيڪي پاڻ کي اوني جو اولاد سڏائين ٿا. سندن واسطو ۽ نسبت سميجا اوڙڪ مان نظر اچي ٿي. ڪڇ ۽ سنڌ جي سمن مان ڄام لاکو حاڪم هو. جنهن کي ٻارهن پٽ هئا. انهن مان هڪ جو نالو جيسر هو. ان جيسر جي اولاد کي بہ "پيپريا" چون ٿا.




**پيدا :** آرائين جي هڪ ذات جو نالو.

**پَيڏا :** سمن ۽ کترين (هندو) جي هڪ پاڙي جو نالو. کترين مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن. اهي بہ پيڏا سڏجن ٿا.

**پيَري:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پيرياڻي:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پيگارا :** مگرين جو هڪ پاڙو.

**پيگهاراڻي:** مارفاڻي چانڊين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پيل:** مارواڙ جا هندو اڇوت آهن. هنن کي پارڌي بہ چون ٿا. هي ڪجهہ صديون اڳ مارواڙ ڇڏي گجرات ۽ ڪڇ کان ٿيندا. اچي سنڌ جي ٿر واري علائقي ۾ رهڻ لڳا. هي ديوي جا پوڄاري آهن. پنهنجن مان شاديون

ڪندا آهن. حرام ۽ حلال بئي کائيندا آهن. مري ويلن کي قبرون کوٽي پورينداآهن. اڳ ۾ چوريون ڪندا هئا ۽ هاڻي پورهيو ڪن ٿا. پوک ڪن ٿا. مال ڌارين ٿا ۽ نوڪريون بہ ڪن ٿا. سنسڪرت سان گڏيل ٽري زبان ڳالهائيندا آهن. ڀيلن ۾ ٻيون بہ ذاتيون آهن. جهڙوڪ پوچيا. پارڌي. ٿوري. ڀاليشاهي. ٽوڙي. جاڪٽيا. چوهڙي. شڪاري. ڏاگوري. ديپاتا. ڪرقاٿو. ڪوند ۽ گرگلا وغيره.

**پيلار:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي آبڙ ۾ ڳٿيا وڃن ٿا. پيلارن جو چوڻ آهي تہ اسان اصل ۾ دودي چنيسر سومري جو اولاد آهيون. ميرن جي صاحبيءَ ۾ (خيرپور ميرس) ميان تاجو فقير سومري جي مال. ميرن جي فصل (پوک) جي ڀيل ڪئي هئي. جنهن ڪري ميرن ڪاوڙ مان ڪيس "پيلار" سڏيو. ان ڏينهن بعد هي سومرن بجاءِ پيلار سڏجڻ لڳا. سندن مورث اعليٰ (وڏو ڏاڏو) ميان تاجو فقير جي تربت پنو عاقل پرسان آهي. پيلار. ڪنڊائي ۽ واٿيا سندن خاص پاڙا آهن.

**پيلسر:** چوهاڻ ذات جو هڪ پاڙو آهي (ڪتاب "شاهان گوجر").

**پيلوڙا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**پيم:** مورا نهڙين جو هڪ پاڙو.

**پينسين:** هندو گوالا هنن مان آهن. سمن جو پاڙو آهي. پنين ۾ پڻ آهن (وڌيڪ ڏسو پنسين)

**پينءَ:** سومرن جو هڪ پاڙو (وڌيڪ احوال لاءِ ڏسو ذات "پينئان").

**پينئان:** ڪتاب "سومرا دور" ۾ (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صفحو 356) آهي تہ چنيسر بن عمر بن محمد سومري کي ست پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "پينءَ" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "پينئان سومرا" سڏايو. هن پاڙي وارا موري ۽ ٽر ۾ رهندڙ آهن. پينءِ پاڙي وارا سومرا پڻ هن شاخ مان آهن.

**پينئرا:** سميجن جو هڪ پاڙو.

**پيو:** سنسڪرت جي لفظ "پراترا" مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "پاءُ". سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن جي هڪ ذات.

**پيئاٽي:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي. اهي پونگر سومري جي اولاد مان آهن ۽ ٽر ۾ رهن ٿا.

**نوٽ:** مٿين ذاتين کان سواءِ ٻيون بہ ڪافي ذاتيون آهن. جيڪي غير معروف آهن. جهڙوڪ: پاندار. پدا. پاترا. پولڙا. پريڪ. پونتريا ۽ پوند وغيره.



ٻُٽن جو شجرو
حضرت نوح عليه السلام
سام
ٻاگرت
همهر
سنگا
ٻڌ
ڏيرو
اجيپار
دسرت
لڪمڻ
(والده ڪسيلا) رام
نواڪس
اتت
تتت
ڪِن (هن ڪِن شهر ٺهرايو هو)
سنبوت راجا (راجپوتن جو ابو)
سام
جادم
چـــوڙو
ٻوٻٽ
گجپت
هسپت
چوڙا
ٻٽين جو ڏاڏو
چغدن جو ڏاڏو
سنڌ جي سمن جو ڏاڏو


ابدري
نيٽ
راٺونوتيار
اوڊر
اوڏ
لاکيار
جام لاکو
(بادشاهہ ٿيو) زال گندري
انــڙ
لاکو
سمون
سمن جو ڏاڏو
بجيراءِ
وِيرم
سوڍو
پتو
اولاد پتا ۽ سوڍا
باند
ڪاڪو
(ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرقن جو پڳدار)
جاڪرو
ٺهيو
ڏيپر
ڏيٿو
پتو
ساهڙ
لاکو
هنگورو
اجڻ
مگڻ
اولاد پتا
ٻرو
ارادين
پليجو

## ڀَچا ذات جو شجرو

سام

جادم

هِسپت (سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)

ابدري

نيت

راٺو نوتيار

اوڙ

اوڌ

لاکيار

جام لاکو بادشاهه (هن ٺٽي جي گندري سان شادي ڪئي)

انـــڙ

لاکـــو

سمون



ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرقن جو سردار
ڪاڪو
جيانڊ
جاڪرو/جڪرو
(مسرقن جو سردار)
پلي
راڻڊڻ/راڻڊنو
(ملاحن جو سردار)
سمون
سمون
(سميجا هن جو اولاد آهن)
انڙ
پچو
(28 پائر)
(اولاد پچا)

# پنيرن جو شجرو





لاکيار
جام لاکو
(بادشاهہ ٽيو) زال گندري
انــڙ
لاکو
سمون
ڪاڪو
(ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ ملاحن جو سردار)
جياند
جکرو
پلي
رائڊن
سمون
(ميربحرن جو سردار)
سمون
(سميجن جو ڏاڏو)
انڙ
ٽيهو
پنيرو
(اولاد پنيرا)
انڙ
جسو
سمون
جوجو
ڏهر
پنسين
پنيرو


**(اولاد پنيرا)**

# پيا ذات جو شجرو





بجيراءِ
وِيرم
سوڍا
پيو
(اولاد پيا)
نيٿ
راٺو نوتيا
اوڍر
اوڌ
لاکيار
ڄام لاکو
(بادشاهہ ٿيو) زال گندري
انـڙ
لاکو
سمون
ڪاڪو
(ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ ملاحن جو سردار)
پـلي
رائڏن
سمون
(مسرقن جو سردار)
سمون
(سميجا هن جو اولاد آهن)
انڙ
پيو
(اولاد پيا)

# ت

**تاباني:** تاباني جي لفظي معنيٰ آهي، چمڪ ۽ روشنائي. هندستان کان لڏي آيل مسلمان مهاجرن جي هڪ ذات جو نالو. هن ذات مان اشرف ڊبليو تاباني سنڌ جو گورنر بہ رهي چڪو آهي.

**تاتاري:** ڪتاب "جنت السنڌ" صفحي 264 تي لکيل آهي تہ يافث بن نوح عليہ السلام جي پٽ جو نالو تورڪ (ترڪ) هو. ان جي چوٿين پيڙهيءَ مان الينجا خان هو. سندس پٽن جا نالا مغل ۽ تاتار هئا. تاتاري ان جو اولاد آهن.

**تاتوزئي:** ريڪي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**تاجاڻي:** دل ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تاجواڻي:** لاشاري بلوچن جي مچر قبيلي مان هڪ پاڙو.

**تاجو خيل:** شرفيون پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تاجو زئي:** ڪاڪڙ پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تاجيا:** سما خاندان جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تاجيپوٽا:** جوکين جو هڪ پاڙو. سڪرنڊ طرف رهندڙ.

**تارا:** ٻاپڙن (ملڪ) جي راڄ مان هڪ ذات جو نالو. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ تارا آهي. ملاحن ۾ بہ آهن.

**تاراڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**تارڙ:** سورج بنسي ۽ راجا ڪرن جي اولاد مان آهن، "سنڌو" پڻ هن خاندان مان آهن (ڪتاب "شاهان گوجر"). ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ تارڙ سورج بنسي راجپوت شاخ مان لوهيءَ جو اولاد آهن. تارڙ محمود غزنويءَ جو خدمتگار هو. جيڪو ساٽس گڏ هوندو هو. پنجاب جا ماڻهو هنن کي پنهنجي نسل مان جٽ بہ چون ٿا.

**تارڙا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. تاريخ سجاول ۾ لکيل آهي تہ "تارڙا" ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**تارڻ:** ڪاڪڙ پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. شڪارپور وارن پٺاڻن ۾ پڻ "تارڻ" آهن. جيڪي ناغڙ پٺاڻن مان آهن.

**تارواڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**تاگا:** سٿين جي نسل (Takas) مان آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي گور برهمڻ جو اولاد آهن. اصل ۾ جمنا ۽ ڪرنال جا آهن.

**تالي:** نٿيار جتن جو هڪ پاڙو.

**تاماٽي:** سماراڻي چاندين جي هڪ شاخ جو نالو.

**تانور:** ميوا ذات جو هڪ پاڙو.

**تاڪ:** مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي ٿر ۾ رهن ٿا. هي اڪثر ڪري ڪتا ۽ لويون اڻين ٿا. هنن جو نهيل سامان نهايت مشهور آهي. گهرن ۾ پرت ٻه پرين ٿا. ايس. صادق علي لکيو آهي ته "تاڪ" سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**تاڻرائي:** وڻرن (وونرن) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تاڻوني:** هي پڻ راجپوت نسل مان آهن. راجا سلواهن جي هڪ پوٽي جو نالو "رائي تان" هو. جنهن جو اولاد "تاڻوني" راجپوت سڏجي ٿو. راجا تان جي هڪ پٽ جو نالو "امبا" هو. جنهن پنهنجي نالي پنيان "امبالا" شهر اڏايو هو.

**تايوجا:** ابڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَتُوجا:** راڄپرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تتوخيل:** غلزئي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تُتا:** مگرين جي وڪيي پوتا شاخ مان هڪ پاڙو.

**تجاڻي:** مستوئي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تختاڻي:** برهم کترين جي "درزي" نک مان هڪ هندو آکهه. هي هنگورائي پڻ سڏجن ٿا.

**تخي:** غلزئي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَران:** ڪاڪڙ افغاني پٺاڻ آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "تران" آهي. تران چون ٿا ته اسين امام علي رضاعه جو اولاد آهيون ۽ "سيد" آهيون.

**تَربند زئي:** مگسي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَرخان:** ترڪي گهراڻي جو نالو آهي. ڪين ترخاني مغل به چون ٿا. جيڪي چغتن مان آهن. هنن سنڌ تي حڪومت ڪئي آهي. بظاهر هن وقت ترخان ذات وارا سنڌ ۾ نظر ڪين ٿا اچن. ترخان حقيقت ۾ مغلن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ترخان هڪ لقب به آهي. جيڪو چنگيز خان بن پائرن کي ڏنو هو.

**ترڙ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**تُرڪُ (ڏڏ):** ترڪي ڪان آيل مغل آهن. جن جو واسطو منگوليائي ۽ تاتاري نسل سان آهي. ترڪ. تاتاري لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. آواره گرد. شاعريءَ ۾ سج کي چين جو ترڪ چيو ويو آهي. جنهن جو مطلب آهي مشرق يا آسمان جو آواره گرد. ترڪن جو خاص پيشو واڻ وٽڻ هو. جن کي سنڌ ۾ "ڏڏ" به چون ٿا. هن

قبيلي جا ماڻهو هن وقت سنڌ ۾ ناليِ ماتر آباد آهن. سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ترڪ آهي، جن کي ڏڏ ڪونہ ٿا چون. اهي سنڌ جا اصل باشندا آهن. مگر ڇاڻ نہ هئڻ ڪري چون ٿا تہ اسين ترڪي کان آيل آهيون، ان ڪري ترڪ سڏجون ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ايس. صادق علي ۽ ٻين ڪافي محققن لکيو آهي تہ ترڪ، سما ۽ سنڌي آهن. جن جو ترڪي مان آيل ترڪن سان ڪو بہ واسطو نہ آهي.

**تـُرڪا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**تـُرڪ زئي:** مهند پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ترڪ لاٽي:** گورچاڻي بلوچن جي لشاري پاڙي جي هڪ شاخ. پٺاڻن ۾ پڻ ترڪ لاٽي آهن.

**ترڪئي:** پٺاڻن جي هڪ ذات، جيڪي ترمن جو اولاد آهن. اريا خيل، انو خيل، بنگي خيل، جلوزئي، رنگوزئي، ساگري ۽ مير خيل هنن جا خاص پاڙا آهن.

**ترڪي:** غلزئي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تـَرڪان:** واڍن جي ذات آهي، (ڪتاب تواريخ ديرہ غازيخان، ص 120). ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" صفحي 210 موجب "ترڪان"، ديري غازي خان جا جٽ آهن، جيڪي لوھ ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن، بيگي خيل، تارا، جهانگرا، دمان، سٽا، سياون، ڪاٺي، گاوا، نيتال، ڏوگري ۽ صيقل گر.

**ترلي:** سواتي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**ترمذي:** هي ترمذ، ايران کان آيل سيد آهن. هنن جو ڏاڏو سيد مير صفوي الحسيني 944 هجريءَ ڌاري سنڌ ۾ آيو. سندس اولاد "ترمذي سيد" سڏجي ٿو.

**ترنگي:** محمد زئي پٺاڻن جو پاڙو.

**تـُرٽا:** سهتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تـُرھ:** ڪيراني افغان پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تره ڪي:** ابراهيم زئي افغاني پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**تري:** پٺاڻن جو پاڙو. هي ترمن جو اولاد آهن.

**تريز ميزا:** شيدين جي هڪ ذات جو نالو.

**ترين:** سراباني پٺاڻن مان شرفيون (شرف الدين) کي پنج پٽ هئا، جن مان ٻئي پٽ جو نالو "ترين" هو، جنهن جي اولاد کي "ترين" چون ٿا. ترين مان تور، تور اسپن ۽ ابدال آهن، اهي سڀ افغاني "پٺاڻ" آهن. تور، اسپن ۽ ابدال، ترين جا پٽ آهن، جن جي پنيان سندن پاڙي جا نالا پيا. ترين ۽ تور شڪارپور ۾ رهن ٿا.

**تـڙت:** جتوئي قبيلي جو هڪ پاڙو. جيڪي سرائڪي ڳالهائين ٿا. حيدرائي، زنگيجا ۽ ٻـلا هنن جا شريڪ پائي آهن. تڙت ذات سان هي نهايت گهٽ نظر اچن ٿا.

**تسريا:** ڪلهوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تـغلق:** ترڪن جي قوم ڪرونا مان آهن. ڪرونا جو مطلب آهي ٻيءَ تاتاري ۽ ماءُ هندستاني هجي. ابتدا ۾ هي سنڌ جي جبلن ۾ رهندا هئا. جن مان هڪ تغلق جي نالي سان ٻڪريون چاريندو هو. سلطان علاؤالدين جي ڀاءُ الغ هن کي پاڻ وٽ فوج ۾ نوڪري ڏني. وفاداري سبب وڏي عهدي تي پهتو ۽ سلطان غياث الدين جي نالي سان مشهور ٿي ديبالپور جو حاڪم مقرر ٿيو. انهي تغلق جا پوئير بـ ذات جا "تغلق" سڏجڻ لڳا. بظاهر هن نالي واري ذات اڄ ڪلهه سنڌ ۾ نظر نـ ٿي اچي. جنت السنڌ ۾ (ص 289 تي) لکيل آهي تـ تغلق. ٻيءَ طرفان تاتاري (مغل) ۽ ماءُ طرفان بلوچ هئا.

**تقوي:** هي سيد آهن. جيڪي محمد تقي (محمد الجواد) بن علي رضا جو اولاد آهن. هنن جو شجرو هن طرح آهي:




**تڪوزئي:** الڪو پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تڪيراجا:** باليشاهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تڪيراڻي:** مزاري قبيلي جي مسيداڻي پاڙي جي هڪ شاخ (ڦري) آهي. جيڪي "تڪيراڻي" بلوچ سڏجن ٿا.

**تگرا:** ڊوگر راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**تَـڳـر:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. سهتن ۾ پڻ آهن.

**تَـڳَـراڻي:** سمن جي هڪ ذات آهي. هي اڪثر ڪري پاڻ کي لاکا (واڍا. ڊکڻ) چوائين ٿا.

**تَـڳُـرجا:** راجپرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَـڳَـڙ:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**تڳياڻي:** کوسن جي متيوال پاڙي جي شاخ.

**تُـگهاڻي:** مهر قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تلاڻي:** ڊومڪي بلوچن ۽ پنهيارن جي هڪ پاڙي جو نالو. مهرن ۾ پڻ آهن.

**تلرزئي:** خليل پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**تلريجا:** هندن جي هڪ ذات. آئلسنگاڻي بہ هنن مان آهن.

**تلسياڻي:** هندن جا بہ وڏا ڪيڙ آهن. هڪڙا "ماڪيجا" نـڪ مـان اروڙ ونسـي،جـن ۾ سـتاويها، ايڪيهـا، پندرهيا، يارهيا، ڪنگڻ، بداڻي ۽ ڦيراڻي شامل آهن. هي ايسـراڻين، مـاڪيجن، مورجاڻين ۽ ميـر چنداڻي عاملن جا ٽڪڙيا سوٽ ٿين. ٻيا تلسياڻي "مجر" نک مان آهن. جن مان ڪي عـامل تـہ ڪي پائيبند آهن. هي واسواڻين جا ٽڪڙيا سوٽ ٿين.

**تلغياڻي:** تلغياڻي يا تـنگاڻي، مري بلوچ قبيلي جي غـزيني پاڙي مان هڪ ڦري (شاخ).

**تـلواڙي:** مسلمان آهن. جيڪي نواب شاهہ ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**تلوئي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**تلهار:** مسلمان آهن.

**تَـلهاڻي:** چنا ۽ گـهنيا ذاتين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تلهر:** هندن جي هڪ نک جو نالو. پوڄارا ۽ ڪنواڻي بہ هن نک مان آهن.

**تليجا:** مسلمان ذات آهي ۽ خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**تماچاڻي:** سنڌ جا سماٽي مهر آهن. جيڪي سنڌ جي ڪافي حصن ۾ آباد آهن. بالاڻي، ويجل ۽ ٻيچل سندن ذات وارا آهن. وڳڻن (آبڙ) جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "تماچاڻي" آهي ۽ اهي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**تماچي:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. سلطان رڪن الدين شاهه ڄام تماچي، جيڪو نوري گندريءَ جو مڙس هو. ان جي اولاد تماچي جي نسبت سان پاڻ کي ذات جا تماچي سڏايو. انڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "تماچي" آهي.

**تماچياڻي:** جاکرن جي منجهئان شاخ جو هڪ پاڙو هي "تماچي پوٽا" به سڏجن تا.

**تماچي پوٽا:** جاکرن جي منجهئان ڪٽنب جو هڪ پاڙو. هنن کي "تماچياڻي" به چون تا.

**تماز زئي:** بروهين جي شاهو زئي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تـمبراڻي:** جتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَمراڻي:** تمر فقير، شاهه لطيف جو هڪ مشهور "جت" فقير هو. ان فقير جي اثر هيٺ بيا به ڪيترائي فقير هئا. جيڪي ان جي پوئلڳي تسليم ڪري پاڻ کي "تمراڻي" چوائڻ لڳا. هڪ ٻئي اپياس موجب تمراڻي، بلوچ آهن. بروهين ۾ جهالاواني قبيلي بزنجو مان پڻ "تمراڻي" هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**تَـمڻ:** غير سماٽ ۽ غير بلوچ آهن.

**تُـمياڻي:** هڪ ذات جو نالو.

**تَـميمِـي:** بنو مرح بمعروف بنو تميم جي اولاد مان عرب (صديقي) آهن. محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا. هن وقت سنڌ ۾ نه هئڻ جي برابر آهن. حربن يزيد، شهيد ڪربلا هن تميمي خاندان مان هو. تميمي ۽ تيمي به جدا عرب قبيلا آهن.

**تنبا:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات، جيڪي لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ نواب شاهه ۾ رهن تا.

**تنباڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٽنڊي محمد خان ۽ ان جي آسپاس رهندڙ آهن.

**تَنبراڻي:** ٻڙدي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. بروهين ۾ پڻ آهن.

**تنتار:** انڙن ۽ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَـنـتِـي:** جولاهن کي چون تا، جيڪي ڪپڙو اُڻن تا.

**تَـنـجا:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**تنجواڻــي:** بگٽين جي شمباڻي (يارياڙي) پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو.

**تنڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**تَـنگواڻي:** مسلمان ذات آهي.

**تنگي:** جمند پناڻ جي پٽ محمد جي پنيان محمد زئي سڏجن تا، جن مان هڪ پاڙي جو نالو "تنگي" آهي.

**تنگياڻي:** عمراڻيءَ بلوچن جو هڪ پاڙو.

**تنگي زئي:** شهواڻي بروهين جي حاجي زئي خاندان جي هڪ ٽڪ جو نالو.

**تـَنگهياڻي:** جمالي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تنوار:** راجا تور جي نسل مان جادو بنسي راجپوت آهن. هي پاندون جو اولاد آهن. هنن جو شمار راجپوتن جي 36 شاهي خاندانن ۾ ٿئي ٿو. جاتو، رکو ۽ ستروال هنن جون مکيه شاخون آهن. انند پال تنوار راجپوت 792ع ۾ دهليءَ جو شهر اڏايو هو. هنن دهليءَ تي ساڍا ٽي سو سال حڪومت ڪئي هئي. گوجرن ۾ پڻ "تنوار" آهن.

**تـَنورَ:** هڪ مسلمان ذات.

**تـَنوريا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تـُنـيا (تونيا):** اصل ۾ سنڌ جا سماٽي جت آهن. اڪثر ڪري لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آباد آهن. هنن مان ڪافي نقل مڪاني ڪري وڃي ڪڇي واري علائقي ۾ آباد ٿيا آهن. جتي جت سڏجن ٿا. تنيا، ابڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ آهي، ان ڪري هي ابڙا بہ آهن. ڪي تنيا چون ٿا تہ اسان حضرت ابوبڪر صديق جو اولاد آهيون، ليڪن ائين نہ آهي، اهي سماٽ آهن. چون ٿا تہ ابڙو هڪ بزرگ هو، جنهن پاڻ کي ڪوڙي جي منهن مان وجهي ڪونئري جي تـُنَ مان ڪڍيو هو. ان ڏينهن کان پوءِ هي "تنيو" سڏجڻ ۾ آيو. ان بزرگ جي اولاد ۽ پوئلڳن پاڻ کي ان بزرگ جي نسبت سان ذات جا "تنيا" سڏايو. حقيقت ۾ هيءُ هڪ ڏند ڪٿا آهي.

**توبا:** چاچڙن جي ڇنا قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**توتاڻي:** لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آباد آهن، سندن دعويٰ آهي تہ اسين "چانديا". آهيون.

**توتريا:** مسلمان آهن.

**توتڪاڻي:** نورا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. (ملاح).

**توجاڻي:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**توحمحاڻي:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**توخي:** ڪند جي پاءُ جمند پناڻ جي هڪ پٽ جو نالو توخي هو، جنهن پنيان سندس اولاد "توخي" پناڻ سڏجڻ لڳا. هن قبيلي جا خاص پاڙا هيٺيان آهن.

1. منصور زئي 2. جميل زئي 3. باجو زئي 4. امچو زئي ۽ 5. بٽئي زئي. توران پناڻن ۾ پڻ توخي آهن.

**تور:** ترين بن شرفيون جي وڏي پٽ جو نالو "تور" هو. هي افغاني سراباني پناڻ آهن، جنهن جا مکيہ پاڙا آهن:

1. تور زئي 2. مندي زئي 3. مينگل زئي 4. هارون زئي 5. اسماعيل زئي 6. بدو زئي 7. حيدر زئي ۽ 8.

يعقوب زئي. هن ذات وارا شڪارپور ۾ رهندڙ آهن. تور کي چار پٽ هئا. جن جا نالا ملوڻي، ڪندري، سگي ۽ بابو هئا. هنن جو شجرو هيئين طرح آهي.




**تورا خيل:** لوڌي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**توران:** افغاني پٺاڻن جو هڪ قبيلو. هوتڪ. توخي. خروٽي ۽ ناصر هنن جا خاص پاڙا آهن.

**توران زئي:** ڪند جي پاءِ جمند جي پٽ محمود زئي پٺاڻن جي نسبت سان هڪ قبيلي جو نالو محمد زئي آهي. ان محمد زئي جي هڪ پاڙي جو نالو "توران زئي" آهي.

**توراني:** ترڪستان ڪان آيل مغلن جو پاڙو. جيڪي برلاس مغلن جا ويجها آهن ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا.

**تُوراڻي:** سينها ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تورخيل:** آفريدي پٺاڻن جي قمبر خيل پاڙي جي هڪ ڦري. قزلباش غلامن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ "تورخيل" آهي.

**تور زئي:** تور پٺاڻن جي هڪ شاخ.

**توري:** بنگش پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**توڪا:** سهتا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**توڪلاڻي:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**توگاچي:** مسلمان ذات آهي. جيڪي راڄڙ جو اولاد آهن. هن جي پاڙن جا نالا رڪڻ، ساهيو ۽ ڏيرڻ آهن (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو "راڄڙ" قوم جو شجرو)

**تولاڻي:** اروڙ ونسي هندن جي "سڄديو" نک مان تولارام شيوڪ رام جو اولاد آهن. "ڏاميچا" نک مان اروڙ ونسي ديوان تولا رام ولد ديوان ڏنراج مل جي آکهہ ۽ "سيڙ" نک مان سيٺ تولارام ولد ورليداس جي آکهہ.

**تونگ:** مسلمان (سما) آهن. تعلقي ٽاٽي بولا خان ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو تونگ آهي. جيڪو تونگ ذات سان منسوب آهي.

**تووئر:** شيدين جي هڪ ذات جو نالو.

**توهيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**تهباڻي:** ڪيهرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تهنور:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**تياغازي:** حسيني سيد خاندان جو هڪ پاڙو آهي.

**تيبر:** جوکين جي هڪ قبيلي جو نالو، جنهن جا خاص پاڙا: 1. آري، 2. ٻجار، 3. ڇوهڻ، 4. قادر، 5. ڪالو، 6. ميرڻ پوتا، 7. مريد ۽ 8. ساتل آهن.

**تيتري:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو. هي تعلقي سجاول ۽ سيوهڻ ۾ رهن ٿا (تاريخ سجاول).

**تيجاڻي:** کوجن (خوجن) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تيجسنگهاڻي:** "سپڙا" نک مان ديوان ڀائي تيج سنگهه جو اولاد.

**تيجواڻي:** ميرجتن جو هڪ پاڙو.

**تيجي:** ٻاليشاهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تيغاڻي:** ٻزدي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. جتوئين ۾ پڻ آهن.

**تيلاڻي:** سوڍرن ۽ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تيمالوئي:** شيدين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تيمان:** اوسواڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**تيمراڙي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" (ص 116) موجب "تيمراڙي"، ساجدي بلوچن (جتن) جو هڪ پاڙو اهي.

**تيمراڻي:** رخشاڻي بلوچن جي هوتڪ پاڙي مان آهن.

**تينور:** هڪ ذات جو نالو.

**تَيورا:** هڪ ذات جو نالو.

**تيوٽا:** ڪتاب "سماٽ" جي مصنف ڊاڪٽر الله رکيي ٻٽ (ص 57 تي) لکيو آهي تہ تيوٽا، "جت" آهن، جيڪي سنڌي سماٽ ۾ شامل آهن. شاعر حفيظ تيوٽو هن ذات مان هو، جنهن سپ کان پهريائين مومل راڻي جو قصو ناهيو هو. ايس. صادق علي کين سمن جي پاڙي مان ڄاڻايو آهي، ۽ هي "آبڙ" ۾ شمار ٿين ٿا.

**نوٽ:** مٿي بيان ڪيل ذاتين کان سواءِ ٻيون بہ ڪافي ذاتيون آهن، جهڙوڪ: تاڪائو، تجيا، توڪلي، ترسيا، توائي، تڪيا، تارڪي، تيريا، توڏيا، تڙتار، توهه ۽ توراني وغيره جيڪي غير معروف آهن.

# ٽ

**ٽارا:** ٽالپر بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪتاب ”پنجاب ڪي ذاتين“ ۾ لکيل آهي تہ ٽارا ترڪانن جو پاڙو آهي، جيڪي لوھ ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا.

**ٽارڙ:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽاريچا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽاريلا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽاريٺا:** مورا نهڙين جو هڪ پاڙو.

**ٽاڪريا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

(سنڌ جي ٽر واري حصي سان نسبت هئڻ ڪري، مٿين ڇئني ذاتين جا نالا بہ ٽري آهن).

**ٽاٽائي:** ٽاٽي بولا خان ۾ رهندڙ ڪمانگرن جي هڪ پاڙي جونالو.

**ٽاوراٽي:** هندو قوم جي هڪ ذات.

**ٽڏاٽي:** هندن جي هڪ ذات جو نالو. ٽر ۽ سنڌ جي ڳوٺن ۾ رهن ٿا. هي هندن جي ٻن نکن سان واسطو رکن ٿا. هڪڙا ”پاڳيا“ نک مان جيسلمير کان آيل آهن، جيڪي پرمار سوڍن راجپوتن جو اولاد آهن. هنن جي وڏي جو نالو ٽڏو مل چينمل هو، جنهن پنيان ”ٽڏاٽي“ سڏجن ٿا. جيسلمير ۾ هنن کي ”جسراج پوٽا“ پڻ چون ٿا. ٻيا ٽڏاٽي ”ڪنگھر“، نک مان آهن، جيڪي سورج ونسي ڪل مان ”ڪتري راجپوت“ آهن. ڀڳت، تيجواٽي، ڪيولراماٽي، گيهاهاٽي ۽ مڪواٽي پڻ ٽڏاٽين مان آهن.

**ٽَـراٽي:** چنا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. ساڳئي وقت جتن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ ”ٽراٽي“ آهي.

**ٽَـرڙا:** اتر طرف رهندڙ هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**ٽَـري:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. ٽر ۾ رهڻ ڪري ”ٽري“ سڏجن ٿا.

**ٽرياٽي:** ڪنا (سما) ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽريچو:** معنيٰ ٽر جو ٻچو يا ٽر جو ٻار. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽريو:** معنيٰ ٽر جو رهاڪو. هي سماٽ ذات آهي.

**ٽڙڪيا:** مسلمان آهن.

**ٽِـڳڙا:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**تَـلاڻي:** اونن جو هڪ پاڙو آهي.

**تَـلها:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَـلهيا:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**تَـنجواڻي:** عمراڻي ۽ جمالي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽند:** ڪمبوه ذات جو هڪ پاڙو.

**ٽندواڻي:** جمالين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَـنگياڻي:** مري بلوچن جي غزيني قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**تَـنهرياڻي:** جمالين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽور:** ٻڙدي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽورا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽوري (ٽوڙي):** هي ٽر ۽ ميرپورخاص جي طرف رهندڙ گهٽ ذات وارا پيل، ڍيڍ،ينگي ۽ باليشاهي آهن. اڪثر ڪري جُتين، چَم ۽ ڪاڪوسن جي صفائي جو ڪم ڪن ٿا. پنهور قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٽوري" آهي.

**بيت:**

**چـوري نـدوري، نڪـو مـائٽ منـڌ جـو،**
**سـو يـن هلـن سـاٿ ۾ ڪـَـمي ۽ ڪـُـوري،**
**آئـون پـڻ آهيـان ان جـي، لنگهـي ۽ لـوري،**
**لنگهيـائين لطيـف چئـي، تـرَن جـا ٽـوري**
**آهيـان اَزوري، تنهنجـي جـوري جبـل لنگهيـا.**
(شاهه)

**تَـوهر:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٿهميور:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. شاهبندر ۾ وينا آهن.

**ٿهور پوٽا:** سَورن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَـهيم:** ذاتين جي تاريخي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ بني تميم عرب قبيلي جا ماڻهو، غازي محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ ۾ آيا هئا. جن پاڻ کي بني تميم جي نسبت سان ٿهيم سڏايو. انهن کي جيڪو اولاد پيدا ٿيو تہ انهن بہ پاڻ کي "تهيم" چورايو. سنڌ ۾ رهندڙ ڪاسائي، پڃارا ۽ ٻيون ڪجهہ ذاتيون بہ پاڻ کي ٿهيم،

چورائن ٿيون. ڪن ڪن جاين تي "ٿهيم" چون ٿا تہ اسين بلوچ آهيون. ليڪن سنڌ جا ماڻهو انهن کي بلوچ قوم ۾ شمار نٿا ڪن. حقيقت ۾ تہ ٿهيم، غير سماٽ عرب ملڪ جا ماڻهو آهن. جيڪي هن وقت سنڌ جي ڪافي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ آباد آهن. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب "ٿهيم" سما ۽ ملاح آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٿهيمن کي سومرا لکيو آهي. ٿهيم قوم جا خاص پاڙا آهن:

1. دلاور زئي 2. ڪمالائي 3. منگي 4. محمدائي 5. نهالائي 6. پرياٽي 7. ملوڪائي 8. ماڪر پيا.

جوهي شهر ۾ ٿهيم ذات وارن جو هڪ محلو آهي، جنهن ۾ هن ذات وارا رهندڙ آهن.

**ٿيبا**: "تاريخ مظهر شاهجهاني" ۾ يوسف ميرڪ لکيو آهي تہ ٿيبا، سميجا ڪل مان آهن. محقق لکن ٿا تہ انڙ بن سمي کي 28 پٽ هئا. جن مان وڏي پٽ جو نالو "ٿيبو" هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا ٿيبا سڏايو. ٻئي پٽ جو نالو "هوتي" هو. جنهن جي پٽ جو نالو پڻ "ٿيبو" هو، انهن بہ پاڻ کي "ٿيبا" سڏايو.

**ٿيبي مان ڦٽل ذاتيون آهن**: پنيرا، پاٺوجا، سنگراسي، ڪيريا، راڄپر، انڙ، ٿيبا، ملاٺا، ملاڻ، دل، منگسي، راهو، نرھ، هوتي، ابڙا، ڪيبر، جوٺا ۽ جوٺيجا وغيره. ٿيبا ذات جا خاص پاڙا، آترائي، پنيڻ، گهرگاٺي، جهالوڪ، عيساٺي، ڪلرجا، ڪمار، ممياٺي ۽ ساندجا آهن. وڌيڪ تفصيل لاءِ هيٺ ٿيبن جو شجرو پيش ڪيو ويو آهي.

**ٿيپاٺي**: سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٿيپاٺي**: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. هي جکرا آهن.

**ٿيرڙ**: سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٿيڪ**: غير سماٽ ۽ غير بلوچ مسلمان ذات.

**ٿيمور**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٿيهاٺي**: جوکين جي سالار قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ٿيبن جو شجرو**



|

نواڪس

|

اتـــت

|

تـتـــه

|

ڪِـــــنِ (هن ڪِـــنِ جو شهر ٻڌايو ھو).

|

سنبوت راجا (راجپوتن جو ابو).

|

سام

|

جادم

هـسـپـت (سنڌ جي سمن جو ڏاڏو) — ڪجپت (چغدن جو ڏاڏو) — پوپت (ڀٽين جو ڏاڏو) — چوڙو (چوڙا سمن جو ڏاڏو)

هـسـپـت

|

ابڊري

|

نيت

|

راٺو نوتيار

|

اوڍر

|

اوڏ

|

لاکيار

|

ڄام لاکو بادشاھ (هن ننّي جي گندرن مان شادي ڪئي هئي)

|

انڙ

|

لاکو

|

سمون

ڪاڪو — جياند — جاکرو

ڪاڪو

پلي — رائڏن / رائڏنو

پلي

|

سمون (مسرڦن جو سردار)

رائڏن / رائڏنو

|

سمون (سميجا هن جو اولاد آهن)

|

انڙ

هوٿي — ٿيبو

هوٿي

|

ٿيبو

|

اولاد ٿيبا

ٿيبو

|

اولاد ٿيبا



# ٿ

**ٿاٽرا:** سنڌ جا ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٿاٽڙي:** پنجاب کان آيل جت ۽ سرائي آهن.

**ٿاپرو:** مسلمانن جي هڪ ذات آهي.

**ٿارو:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**ٿالاڻي:** بلوچ قبيلو آهي. هن قبيلي جو واسطو ڊومڪي بلوچن سان نظر اچي ٿو. هن وقت ٿالاڻي قبيلي جو سردار عبدالجبار ٿالاڻي آهي.

**ٿالپر ( ٽالپور ):** ٿالپر، جن کي مير پڻ چيو ويندو آهي. هنن لاءِ ذاتين جي محققن جا مختلف رايا آهن. جن مان ڪجھ پيش ڪجن ٿا: ٿالپر پنهنجي دعويٰ ۾ چون ٿا تہ هو حضور پاڪ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي چاچي حضرت امير حمزي جي اولاد مان آهن. اهڙي ڄاڻ مير نصير خان جي لکيل خط مان پوي ٿي. جيڪو ضامن ڪنڌوري، ”عبرت ڪده سنڌ“. نفيس اڪيڊمي ڪراچي، 1967ع جي احوال هيٺ آيل آهي. راءِ بهادر هتورام جي لکيل ڪتاب ”تاريخ بلوچستان“. بلوچي اڪيڊمي ڪوئيٽا 1973ع (ص 51) تي لکيل آهي تہ ٿالپر، لغاري آهن. مير سردار خان History of Baloch Races ۽ ڊينزل ايبسٽن جي لکيل ڪتاب Punjab Casts ۾ ڄاڻايو آهي تہ ٿالپر، مزاري قوم جي رستماڻي شاخ مان آهن. سنڌ جي مشهور تاريخ نويس مولائي شيدائي جي لکيل ڪتاب ”مختصر تاريخ بلوچستان“ جيڪا ريلوي اليڪٽريڪ پريس مان 1941ع ۾ ڇپي هئي، ان ۾ صفحي 27 تي لکيل آهي تہ ٿالپر، مزاري قوم جي رستماڻي شاخ (ڦري) مان آهن. تحفتہ الڪرام جلد نمبر 3 ۾ لکيل آهي تہ ٿالپر بلوچ، رندن جي پاڙي مان آهن ۽ اهي پاڻ کي امير حمزي رضہ بن هاشم جي اولاد مان سڏائين ٿا.

ايس. صادق علي لکيو آهي تہ ٿالپر، اصل خانہ بدوش قوم آهي. اهي ريڍار ۽ ٻڪرار هئا. ٿالپر لفظ اصل فارسي لفظن ”ٿال“ ۽ ”بر“ مان جڙيل آهي، جنهن جي معني آهي وڻن جون ٽاريون ڪپيندڙ. مرزا قليچ بيگ پنهنجي لکيل ڪتاب ”قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو“ جي صفحي نمبر 321 تي لکيو آهي تہ ٿالپر، مرين جي هڪ شاخ آهي. اهڙي طرح ڊاڪٽر اي. رحيم پنهنجي تصنيف ۾ ٿالپرن کي مري قوم جو هڪ قبيلو ڄاڻايو آهي. خدا داد خان ”لب تاريخ سنڌ“ جي ص نمبر 141 تي کين رندن مان ڄاڻايو آهي. نور احمد مولانا ”بلوچ قوم اور اس ڪي تاريخ“ (نور محل ملتان، 1967ع صفحي 336 تي) ۾ لکيو آهي تہ ٿالپر بلوچن جي هوت قبيلي مان آهن. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي ”سنڌ جون چند ذاتيون“ صفحي 30 تي لکيو آهي تہ هڪ روايت موجب ٿالپر، هوت آهن جن جا پاڙا هن طرح آهن: 1. شهداداڻي 2. مانڪاڻي 3. سهراباڻي

4.خانـاڻي 5. بهـادراڻي 6. مراداڻي 7. گهرامـاڻي 8. عيسـاڻي 9.دريـا خـاني 10. هليلاڻـي 11. جيونـاڻي 12.جيئنداڻـي 13. احمداڻي 14. شاهواڻي 15. يارلي (ياراڻي) 16. مقصوداڻـي 17. آلوداڻـي 18. ناراڻـي 19.شاهلياڻـي 20. حاجواڻي 21. سکواڻي (سڪلاڻي)

مولاڻي شيدائي "تاريخ بلوچستان" اردو قلمي نسخي ۾ ٽالپرن جا "21" پاڙا لکيا آهن. جيڪي ٻرڙي صاحب بيان ڪيا آهن. اهڙي طرح ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ٽالپرن جا اٺ پاڙا ڄاڻايا آهن: 1. پرگڻي 2.باگراڻي 3. ڪورڪاڻي 4. ڪپري 5. نظاماڻي 6. شهداداڻي 7. شهواڻي ۽ 8. ٽارا.

ڊاڪٽر عطا محمد حامي "خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو" ۾ پڻ مٿين راين جو اظهار ڪيو آهي ۽ اختصار ۾ لکيو آهي تہ ٽالپر، بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان آهن.

نور احمد مولانا "بلوچ قوم اور اس کي تاريخ" صفحي 336 تي لکيو آهي تہ هن قبيلي تي نالو ٽالپر، بجار بن بيزن جي وقت کان پيو. سن 1000 هہ/1592ع ۾ بجار بن بيزن، مڪران کان لڏي پاڳناڙي ۾ آيو ۽ پوءِ اتان لڏي سنڌ ۾ ديري غازي خان جي ڳوٺ "چوٽي بالا" ۾ رهيو. هن ڳوٺ ۾ هڪ "ٽالهي" جو وڻ هو، جنهن جي هيٺيان بجار خان ۽ سندس قبيلي جا ماڻهو اچي ويٺا. انهن ويٺلن جو نالو وڻ جي نسبت سان "ٽالهي پور" پئجي ويو، يعني ٽالهي جا پٽ. جيڪو پوءِ ٽاري يا ٽالهي ڦري" ٽالپر" تي پيو. انهن ڏينهن ۾ زنگي بن بجار خان کي هڪ پُٽُ ان ساڳي ٽالهي هيٺان ڄائو، جنهن جو نالو "ٽالهو" رکيائون. اهڙي طرح ان قبيلي جو نالو باقاعدي "ٽالپر" سڏجڻ لڳو.

ٽالپر ڪيچ مڪران، ملتان، ديرِي اسماعيل خان، ساهيوال، سخي سرور، ديري غازي خان، ديره جات، ماڙي اندس مزارجہ، ڪوهہ سياهہ ۽ پاڳناڙي کان ٿيندا سنڌ ۾ داخل ٿيا. ميان يار محمد ڪلهوڙي، مير آلوده خان کي گهرائي، فوجي عهدو ڏنو. مير، ڪلهوڙن جا معتقد هئا. ان وقت سندن شهداداڻي، مانڪاڻي، سهراباڻي، نهالاڻي، بهادراڻي ۽ باگراڻي پاڙا نهايت مشهور هئا. ڪلهوڙن، ٽالپرن کي جاگيرون عطا ڪيون. ٿوري عرصي بعد پوين، ڪلهوڙن سان وڙهي حڪومت تي قبضو ڪيو. اهڙيءَ طرح شهداداڻين حيدرآباد، مانڪاڻين ميرپورخاص ۽ سهراباڻين خيرپور ميرس تي حڪومت ڪئي. مير مراد علي خان، مير غلام حيدر خان ۽ مير فتح علي خان کان وٺي 1843ع ۾ انگريزن لڙائي ڪري حڪومت تي قبضو ڪري سنڌ حاصل ڪئي. سندن شجرو هن طرح آهي:

**هرين**

|

**مير جلال خان بلوچ**

|

**هوت**

|




ڪرنل جيمس ٽاڊ "تاريخ راجستان" (جلد نمبر2) ۾ لکي ٿو تہ ٽالپر سنسڪرت لفظ "ٽالمر" مان نڪتل آهي. ٽال جي معنيٰ ڪجيءَ جو وڻ ۽ "مر" جي معنيٰ آهي مير. مولائي شيدائي ڪتاب جنت السنڌ (ص 455) ۾ لکي ٿو تہ ٽالپر ٻن لفظن جو مرڪب آهي، ٽال معنيٰ وڻ جي شاخ ۽ پُر معنيٰ وڏڻ يعني ٽالپر جي معنيٰ ڪاٺير آهي. ايس . صادق علي سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان جي ذاتين جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "ٽالپر". مري قبيلي جي هڪ شاخ جو نالو آهي، جنهن جا خاص پاڙا آهن:

1. پرڳڙي، 2. باگراڻي 3. گبراڻي 4. جيوناڻي 5. جيئنداڻي (نوڙها)
6. ڪڪوئي 7. خاناڻي 8. ڪورڪاڻي 9. ڪپري 10. ڪيماڻي
11. ماڻڪاڻي 12. نظاماڻي 13. قراڻي 14. شهداداڻي 15. شهواڻي
16. شاناڻي 17. نوڙها 18. چاڪراڻي 19. ٽنگڙي

**چوڻي: ٽالپر ٻي واقهي مري،**
**کهيڙد گبول گاڏهي .**

انهيءَ چوڻي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ٽالپر مري قوم مان آهن، ان سلسلي موجب سندن شجرو، اکر "ٽ" جي شجرن واري حصي ۾ ڏسڻ گهرجي.

**ٽانداڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽاندائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن (تاريخ سجاول 1984ع)

**ٽانديا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، جيڪي ٺٽي ضلعي ۾ رهندڙ آهن.

**ٽانڪ:** ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" صفحي 643 موجب "ٽانڪ". ملاح ۽ جهينورن جو پاڙو آهي.

**ٽانڪا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٺٽي ضلعي ۾ وينا آهن.

**ٽانورا:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**ٽانوري:** پنجاب کان آيل جت ۽ سرائي آهن. ڪن ڪن جاين تي سماٽ بہ سڏجن ٿا.

**ٽانوريا:** انڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽَبي لَنَڊ:** ڏکڻ وارا لنڊ. هي مڪران کان سنڌ ۾ آيا هئا. هنن جا خاص پاڙا آهن. 1. پٽافي 2. رند 3. ڪوسا 4. لنڊ ۽ 5. مسيواٽي (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو لنڊن جو احوال).

**ٽنواٽي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات.

**ٽپالي:** مسلمان آهن.

**ٽـپٽي:** غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات آهي.

**ٽدوزئي:** فوفل پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽَرڙ:** هنگورن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽَرڙا:** مسلمان آهن.

**ٽرنگڙي(ٽنگڙي):** لغاري قبيلي جي هڪ ذات جو نالو.

**ٽَرٽا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽـڪا:** پنجاب کان آيل جٽ ذات جو هڪ پاڙو.

**ٽڪسور:** بگٽي بلوچن جي شمباڻي (ياريباڙي) پاڙي مان هڪ ڦري جو نالو.

**ٽڪودر:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽِـڪورا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات. جيڪي ٺٽي ضلعي ۾ ڪاري طرف رهن ٿا.

**ٽـڪياڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**ٽَـڳا:** هڪ مسلمان ذات. جيڪا ميهڙ تعلقي ۾ رهندڙ آهي. هي چون ٿا تہ اسان ابڙا آهيون. اسان جي هڪ وڏي بزرگ دعا لاءِ (چندو ڦيٽو) سڳا پڙهي ڏنا. ان ڏينهن بعد ابڙن بجاءِ "سڳا" سڏجڻ لڳاسين. سڳا لفظ ڦري "ٽڳا" ٿيو آهي. (زباني روايت طارق ٽڳو).

**ٽـڳـر:** مسلمان آهن.

**ٽَـڳَـڙُ:** لفظ جي معنيٰ آهي قاتل ڪپڙن وارا. ٽڳڙ. پنجاب کان آيل جت (جاٽ) آهن. "جامع سنڌي لغات" ۾

پنجاب کان آيل سرائي قوم جا 24 پاڙا لکيل آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "تڳڙ" آهي. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب "تڳڙ"، سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ آهي. تڳڙ چون ٿا تہ اسان ابڙا آهيون.

**تِلواڻي:** هندن جي ذات آهي. جيڪي عمرڪوٽ ۾ رهندڙ آهن.

**تِمڪيا:** مسلمان آهن.

**تَمل:** هندن جي هڪ آکهہ جو نالو.

**تِمن:** پنجاب کان آيل جٽ قبيلي جي هڪ ذات.

**تِمون:** مسلمان آهن.

**تِميا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. آگرا ذات بہ هنن مان آهي.

**تِندڻ:** برهم کترين جي هڪ نک جو نالو.

**تِنديا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**تنگاڻي:** مگسي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تنگر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**تَنگڙَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**تَنگڙِي:** ٽالپر بلوچن جو هڪ پاڙو. هن پاڙي مان گل بيگ تنگڙي، ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو خاص ماڻهو هو. گاجي شاهہ (تعلقو جوهي) ۾ گل بيگ تنگڙي بروهين سان وڙهيا هئا. (رسالو مهراڻ نمبر 2 سال 1990ع ص 98)

**تنگياڻي:** جمالي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تَنوَر:** مسلمان آهن، هي ملاح سڏجن ٿا.

**تنئري:** مسلمان آهن.

**تِوانا:** پنوار راجپوت ۽ سيال جٽن مان آهن. "تاريخ دي چيفس آف پنجاب" ۾ ڪرنل ڊيويز جي "شاهپور رپورٽ" ۾ ڄاڻايل آهي تہ راجارسالو جي ملڪ مان هڪ بهاريدار عاشق کي چار پٽ سيئو، ٽيئو، گهيئو ۽ ڪريئو پيدا ٿيا. سيئو مان سيال، ٽيئو مان توانا، گهيئو مان گهيبو ۽ ڪريئو مان ڪرال آهن. توانا پندرهين صديءَ ۾ شاهپور، ٿل ۽ منانوالا ۾ آباد ٿي ويا. شروع ۾ اٺ چاريندا هئا (بحوالہ: ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين)

**ٽوب:** غير سماٽ ۽ غير بلوچ آهن.

**ٽوبديپوٽا:** ڪرمتين راڏا بنديجا شاخ جو هڪ پاڙو.

**ٽوبا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي ڊنڍن، واهن ۽ دريائن ۾ ٽبي هڻي مڇي ماريندا آهن.

**ٽوپر**: مسلمان (ملاح) آهن.

**ٽوٽا**: ڪوڪرن جو هڪ پاڙو.

**ٽوٽاڻي**: پاڻ چون ٿا تہ اسان چانڊيا آهيون.

**ٽوپالزئي**: دراني ۽ افغاني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽوپورا**: ڏوگر قبيلي جي هڪ ذات.

**ٽوپياڻي**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽوڊا**: معنيٰ مال چارڻ. هي ٻڪرين چارڻ وارا هندو آهن.

**ٽورڙا**: سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽـورنگ**: ڏاريجا ۽ چاچڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽوري (ٽوڙي)**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽوڙهياڻي**: سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٽنڊي محمد خان طرف رهندڙ آهن.

**ٽوندا**: ڪرمتين جي ڳورئي ۽ راڏا بنديجا شاخن جو هڪ پاڙو.

**ٽوندي پوٽا**: بنديجا ذات جو هڪ پاڙو.

**ٽـونگل**: حملاڻين (برفتن) مان آهن، جيڪي ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**ٽوها**: ملاح ۽ مهاڻا آهن، ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**ٽويا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽهلراماڻي**: هندن جي هڪ ذات. جي. ايم سيد جو مشهور دوست منگهارام پرسرام. ٽلٽيءَ وارو هن ڪيڙ مان هو ("جنب گذاريم جن سين"، ص 372).

**ٽهلي**: هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. اهي ٿر جي طرف رهن ٿا.

**ٽـِهليا**: مسلمان آهن.

**ٽهلياڻي**: هندن جي هڪ ذات آهي. هي سيٺ ٽهليو مل جو اولاد آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب ٽهلياڻي، هندو لهاڻن مان آهن. جاڙيجن سان قرابت هئڻ ڪري پاڻ کي "راءِ ڳوراڻ" (راءِ ڳراچ) نک مان چوائين ٿا. جاڙيجا ڪڇ جي راءِ جاڙيجا جي نسل مان سنڌ جا سما راجپوت آهن، ليڪن "ٽهلياڻي"، سما راجپوت نہ آهن.

**ٽهٽيجا**: برفتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تـُـٺائي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو، جيڪي ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**ٽيپاري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽيپائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، ساموندي ڪنڌيءَ سان رهن ٿا.

**ٽَـيـپـَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽَـيـٿَـر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽِـيـٿـِـيا:** مهيسرن جو هڪ پاڙو.

**ٽـِـيـٿيهر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽيڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽيڪا:** پرمار هندن جي هڪ ذات آهي.

**ٽيڪ زئي:** پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٽيڪواڻي:** "ڦوريا" نک مان هڪ هندو آڪهه. هاسنند مينگهراج هن ڪيڙ مان هو، جنهن ڪراچيءَ ۾ 1931ع ڌاري هڪ هاءِ اسڪول قائم ڪيو هو.

**ٽـِـبـه:** ملاحن جي هڪ ذات آهي، سجاول جي طرف وينل آهن.

**ٽـِـينڪا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٽـِـينگيا:** ٻاپڙن جي راڄ وارا آهن، ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**ٽـِـينگياڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

# ٽالپرن جو شجرو



- میرشهداد شهک خان
  - میر شاهو — شاهوائي
  - شهدادائي
    - سائینداد
    - ثاروخان
    - چتو
    - الهیارخان
      - راجو
      - جاڑو
        - صاحب خان — سائینداد — حیدر علي
        - مرزو خان
          - محمد خان — غلام محمد
          - بیڑو خان — علي بخش — غلام حسین
          - بهادر
          - میر باگو خان — محمد حسن — ولیداد خان
        - حمزو خان — فیروز عرف بیڑو
          - حمزو
          - غلام علي — فضل علي
            - فتح خان
            - فیروز
            - خان محمد
      - مسو خان — فتح خان
        - الهیار خان
        - احمد خان
        - ثارو خان
- علي — اسماعیل — پیارو
- الهداد — فتح خان — الهداد — احمد
- میر عالي
- شاهر علي خان
  - خانائي - مقصودائي
    - الهٖ بخش — مبارک خان — نصیر خان
    - علي محمد
      - احمد علي
      - علي مراد
      - غلام الله
      - غلام حیدر
        - ولي محمد
        - جان محمد
      - شاه علي — عبد الله
    - حیدر علي
      - میر احمد خان
        - بهاول
        - علي مردان
      - محمد خان
    - بلاول / بهاول
  - خانائي- آکودائي
    - غلام محمد
      - بیڑو خان
        - شیر محمد
        - جان محمد — احمد خان
        - ولي محمد
      - قائم خان
      - سلطان علي
      - میر چاکر
    - محراب خان
      - محمد علي
      - آکودو
      - غلام شاه — مبارک
    - غلام شاه خان
- جعفر — دریا خان — جعفر خان
- فتح خان — الله بخش — نواب محمد خان
- جان محمد
- محمد علي — علي بخش
  - شیرمحمد — علي مراد
  - خان محمد — جان محمد
- مسو خان — باغ علي — غلام علي
- سید خان — جان محمد — حسن علي
- چندنا — مبارک
  - عبدالله
  - احمد
    - غلام حیدر
    - غلام محمد
    - غلام حسین — احمد خان
  - لقمان
  - مبارک

محمد خان — غلام محمد
بيڙو خان — علي بخش — غلام حسين
بهادر
مير باگو خان — محمد حسن — وليداد خان

غلام مرتضيٰ — ڪرم خان
غلام الله
غلام حيدر
علي مراد — خان محمد، شاهہ محمد، شيرمحمد
شيرمحمد — امام بخش، فتح خان

محرم خان — محمد علي — ٻيو خان
غلام محمد

خيرو خان
مير بهرام خان
مير چاڪر خان
مير ننڌو خان

شهداداڻي
مير صوبدار خان
مير محمود خان — جهان خان، علي احمد
علي احمد — مير علي خان — مير محمود خان ثاني — مير نبي بخش خان
مير بجر خان — مير عبدالله خان — بهرام خان، غلام حسين
غلام حسين — غلام محمد، بجر، عبد الله

سهراباڻي
مير سهراب خان — علي مراد، چاڪر، مبارڪ، غلام حيدر، رستم خان
علي مراد — خدا بخش — ننڌو
مير سليمان — مير حيدر

مير ننڌو خان — فيروز، شهداد خان
فيروز — خيرو خان، ننڌو
خيرو خان — خدا بخش — ننڌو

غلام محمد — حاجي احمد خان، محمد خان
حاجي احمد خان — محمد حسن خان، غلام حيدر
غلام حيدر — مير احمد — ميان غلام الله، علي مراد
محمد خان — محرم خان، غلام محمد
محرم خان — غلام شاهہ — علي بخش

مير علي احمد خان
مير رسول بخش خان ٽالپر

مير مراد علي خان
مير ڪرم علي خان
مير غلام علي خان
مير فتح علي خان

محمد خان

يار محمد
مير محمد
نصير خان
نور محمد خان

عباس علي
حسن علي
حسين علي خان
شهداد خان

**نوٽ:** شجري جي ڇند ڇاڻ "جنت السنڌ" "قديم سنڌ اُن جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" تان ڪئي وئي آهي.

# ٺ

**ٺاٺارا:** ٺامي جا ٺانو ٺاهڻ وارن کي "ٺاٺارا" چون ٿا. انهي ڪرت سبب هي ذات جا ٻـ "ٺاٺارا" سڏجن ٿا.

**ٺاراڻي:** جت. سنڌ جي وڏي سماٽ ذات آهي. جنهن جا سوين پاڙا آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "ٺاراڻي" آهي. هنن جو پيشو ساڳيو جتن جهڙو آهي. ٺاراڻي پاڙي جو وڏو ٺارو خان جت هو. جنهن جي نسبت سان سندس اولاد پاڻ کي ٺاراڻي چوائي ٿو. ٽالپر بلوچ قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٺاراڻي" آهي. هندن جي هڪ آکهه جو نالو پڻ "ٺاراڻي" آهي.هي اوڏئوداس ٺاري مل جو اولاد آهن.

**ٺارواڻي:** ڪرمتين جي مهيري قبيلي ۽ مرگهر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ٺاڪر، ٺَڪُر:** راجپوت نسل مان هندو آهن. چچنامي موجب هي راجا ڏاهر جي فوج جا خاص سپاهي هئا. سومرن ۽ سمن جي فوج ۾ پڻ ملازمت ڪندا هئا. سندن عزازت سنڌ جي جاڙيجن سان هئي. ٺاڪر سنڌ ۾ 13 ۽ 15 صدي عيسوي ۾ نهايت مشهور هئا. هن وقت سنڌ ۾ راجپوت نسل جون قومون "سوڍا" سڏجن ٿيون ۽ ٺاڪر (ٺڪر) جي قومي نالي سان مشهور آهن. درست تلفظ Thakur آهي. هنن جا خاص پاڙا آهن. 1. بلوترا 2 پنگلاٺا 3 جروٺيا ۽ 4 ڦول.

**ٺاڪريا:** راجپوتانا کان آيل کتري. جيڪي مسلمان ٿيا آهن. پر اجان پنهنجي پراڻي نالي "ٺاڪريا" سان سڏجن ٿ.

**ٺانوراڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات. جيڪا ٿر ۾ رهندڙ آهي.

**ٺاهراڻي:** "جامع سنڌي لغات" موجب "ٺاهراڻي" جمالي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ٺٽيار:** جتن جي هڪ مشهور ذات. جن جو گذر سفر اڪثر ڪري ٻڪرين پالڻ تي آهي. هي ٻين جتن وانگر گهٺو ڪري اُٺ ڪونـ پالين. البتـ گهرو عورتون واڻ ٺاهين ۽ پيش جو ڪم ڪن ٿيون. هي ڪڇ ۽ لاڙ ۾ اڪثريت ۾ آهن. ملاحن ۾ پڻ "ٺٽيار" آهن. ٺٽ ملاحن سان منسوب آهي. ان نسبت سان "ٺٽيار" سڏجن ٿا.

**ٺري:** مسلمان ذات آهي.

**ٺريا:** مسلمان ذات آهي.

**ٺڪر:** هندن جي هڪ ذات درست تلفظ (Thakur) آهي. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تـ ٺاڪر سلنهريا ۽ چوهان راجپوتن مان آهن. ٺڪر، سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. سائين. ڏٺي. سردار.

**ٺڪرال:** هندن جي هڪ ذات. هي ٻـ لهاڻا آهن.

**نڪراڻي:** ڪرمتين جي بگهياڙ شاخ جو هڪ پاڙو.

**نڪروال:** لهاڻن جي هڪ نک جو نالو.

**نڪُريا:** مسلمان ذات آهي، هي حيدرآباد، نواب شاهه ۽ سکر ۾ رهن ٿا.

**نَـگَ:** جکراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو، جيڪي ذات جا جکراڻي بلوچ يا "نگ" سڏجن ٿا. هنن جون پنهنجي قوم جي ٻين پاڙن سان عزازتون آهن.

**نلراڻي:** گورچاڻي بلوچن جي پتافي پاڙي جي هڪ قبيلي جو نالو، جيڪي ذات جا "نلراڻي" بلوچ سڏجن ٿا.

**نمريا:** مسلمان ذات آهي.

**نوناري:** اتر طرف رهندڙ هڪ مسلمان ذات آهي.

**نوري:** سنڌ ۾ رهندڙ هندو شڪاري قوم جي هڪ ذات، جيڪي شڪار خاطر جهر جهنگ رلندا وتن ٿا. هي حرام جانورن جو شڪار ڪري گذر سفر ڪن ٿا. نوري ذات جا ماڻهو ٿر ۾ ۽ اڪثريت ۾ ۽ باقي سنڌ جي حصن ۾ ٿورا ملن ٿا. ملاحن ۾ مهاڻن جي هڪڙي اوڙڪ جو نالو پڻ "نوري" آهي. هي ساموندي وٽ سان لاڙ ۾ رهن ٿا.

**نوري ڪش:** مري بلوچ قبيلي جي عزيني پاڙي جي هڪ شاخ جو نالو.

**نوڙا:** ٽالپرن جي هڪ پاڙي جو نالو، هنن کي "نوڙها" به چون ٿا. هي جيئند نوڙهو بن ٽالو جو اولاد آهن. (شجري لاءِ ڏسو "ٽالپر" عنوان).

**نوڙها:** جتوئي قبيلي سان واسطو رکندڙ هڪ ذات. جيڪي سرائڪي ڳالهائين ٿا. ان ڪري ڪين "سرائي" به چون ٿا. ذاتين جي تحقيق جي سلسلي ۾ ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ نوڙها ۾ وڃڻ ٿيو. جتي معلوم ٿيو ته نوڙها، جتوئين جو پاڙو آهي. اهڙي طرح تعلقي سيوهڻ جي ڳوٺ سرائي لعل بخش جتوئي ۾ وڃڻ ٿيو. جتي نوڙها ۽ گنجا ذات جا ماڻهو مليا. جن ٻڌايو ته اسان جتوئي آهيون. اهڙي طرح مير شير محمد خان ٽالپر جي نسل وارا نوڙها (نوڙا) آهن، جنهن جي نسبت سان ٽالپرن ۾ هڪ پاڙي جو نالو پڻ "نوڙها" آهي.

**نوڳي:** مسلمان ذات آهي.

**نُونَنا:** ملاحن مان آهن، هي ٺٽي ضلعي جي ڪاري واري حصي ۾ رهن ٿا.

**نيپاٽ:** مسلمان ذات (سما) آهي.

**نينا (نينيا):** سمن ۾ سرائي قوم جي هڪ پاڙي جونالو.

**نيپ:** دادو ضلعي جي ڪوهستان ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات.

**نَيڪَر:** هندو ناڪرن کي چون ٿا (بحوالہ ڪتاب "شاهان گوجر").

**نيڪري:** نڪر جي ٿانون جو ڪم ڪندڙن (ڪنڀرن) کي، ڪرت جي ڪري، "نيڪري" ذات جو چيو وڃي ٿو. مهراڻ، رسالي نمبر 4، سال 1972ع، ص 128 موجب "نيڪري"، ميمڻن جو پاڙو آهي.

**نِيندا:** ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**نينگا:** هي سنڌ جا ملاح، مهاڻا ۽ ميربحر آهن، جيڪي گندرا پڻ سڏجن ٿا. هن ذات وارا ضلعي ٺٽي ۾ ڪينجهر ڍنڍ جي پير ۾ آباد آهن. سوندا ڳوٺ جي پرسان نينگا ڳوٺ آهي، جنهن ۾ مغل بادشاهن جا ڪيترائي آثار موجود آهن.

**نينگاڻي:** سوري لنڊ بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**نينگيا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**نِينگيڙا:** سنڌ ۾ ملاح ۽ مهاڻا تمام گهڻا آباد آهن، جن جا ڪافي پاڙا آهن، انهن پاڙن مان هڪ پاڙي جو نالو "نينگيڙا" آهي، جيڪي پاڻ کي ذات جا "نينگڙا" سڏائين ٿا.

**نينگيزئي:** بدوزئي ۽ بنگلزئي بروهين مان آهن.

**نيياڻي:** ڪرمتين جي گبول قبيلي جو هڪ پاڙو.

# ث

**ثابت پوٽا:** ڏيرن جي هڪ پاڙي جو نالو. هن پاڙي مان شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي والده هئي، ماڻهن شاهه کان پڇيو ته توهان جي والده غير سادات آهي ته پاڻ جواب ۾ چيائون ته:

،، سڳ پسي سرهي م ٿئي، ڪان پڇي ٿي ذات،، .

وڏيڪ چيائون ته:

"توتي لڄ لطيف چئي، آهي سندي عام"

**ثقفي:** عرب کان آيل آهن. اسلام جي تبليغ خاطر محمد بن قاسم کان اڳ، ان سان گڏ ۽ پوءِ ڪافي عرب مسلمان سنڌ ۾ ايندا رهيا، جن ۾ "ثقفي" پڻ هئا، جيڪي سنڌ ۾ مستقل طور آباد ٿي ويا، تن پاڻ کي ثقفي ذاتسان ڇوراپو. موسيٰ بن يعقوب ثقفي کي محمد بن قاسم پاڻ سان سنڌ ۾ آندو هو، جنهن کي الور جو قاضي مقرر ڪيو هئائين. هن کي جيڪو اولاد پيدا ٿيو، انهن پڻ پاڻ کي "ثقفي" ۽ قاضي سڏايو. موسيٰ بن يعقوب ثقفي، الور ۾ قاضي جي مقرري وقت هڪ ڪتاب "منهاج المسالڪ" لکيو هو. حجاج بن يوسف ثقفي جو.

# پ

**پـَـاتـَـا:** راڄپرن جي هڪ پاڙي جو نالو. راڄپر سماٽ آهن. هڪ غير سماٽ ذات جو نالو پڻ "پاتا" آهي، جيڪي مسلمان آهن.

**پـَـاتاريا:** مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي اڪثر ڪري چمڙي مان ناياب شيون ناهين ٿا.

**پاترا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پاتريا:** جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پاتڙي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو، جيڪي ٺٽي ضلعي جي جنگشاهي شهر ۾ رهن ٿا.

**پاتڻي:** ذات جا ملاح، مهاڻا ۽ دنگ آهن. ڪين آدماڻي ۽ دريائي ٻـ سڏيندا آهن. پاتڻي لفظ پتڻ مان ورتل آهي، جنهن جو مفهوم ٻيڙين ذريعي پتڻ اڪارڻ آهي. پاتڻي ذات اڪثر ڪري دريائن جي ڪناري تي آباد آهي. هي مڇي پڻ ماريندا آهن.

**پـَـاتـُـو:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**پـَـاتـُـوجـَـا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**پاتيا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**پاتيار:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پاٽاري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ساموندي پٽيءَ سان لاڙ ۾ رهن ٿ.

**پاٽولي:** پـَـٽَ ۽ پشم جو ڪم ڪندڙ ڪوري ميمڻ آهن. "پـَـٽَ" مان اڳـٺ سوسيون ۽ لنگيون وغيره ناهڻ ڪري ڪين "پاٽولي" چيو وڃي ٿو. سنڌ ۾ "پاٽولي" ذات وارا سڏجن ٿا. حقيقت ۾ پاڻ ميمڻ آهن. پاٽولي سندن پاڙو آهي. هن ذات وارا حيدرآباد، ٽنڊي الهيار ۽ ان جي آس پاس آباد آهن.

**پاٽوئي:** هڪ غير سماٽ ۽ غير بلوچ ذات جو نالو.

**پاٽڪ:** هندن جو هڪ پاڙو.

**پاپا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پاخلي:** سواتي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**پارابي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**پاراجي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري ۾ رهن ٿا.

**پاراڻي:** هڪ غير سمات ذات آهي.

**پارائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات جو نالو (تاريخ سجاول)

**پـَارتـِا:** هڪ غير سمات ذات آهي.

**پارپياڻي:** ڪرمتين جي مهيري شاخ مان هڪ پاڙو.

**پارپيي پوٽا:** لسبيلي جي ڄاموٽن جو هڪ پاڙو آهي.

**پارڏي:** پيلن جي هڪ ذات جو نالو.

**پارڙي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي ٺٽي ضلعي ۾ دريائي ڪناري سان وينا آهن.

**پارسي:** ايران جي پارس (فارس) علائقي جا رهندڙ باشندا آهن. هي زردشت فرقي جا پيروڪار آهن. هن قوم وارا اڪثريت سان ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**پارو:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پارواڻي:** سڏايا ذات (سما) جي هڪ پاڙي جو نالو. "درڙي" نک مان هندن جي هڪ آکهہ. هي پيرومل ولد سيٺ ميڏرام جو اولاد آهن. ڀهرواڻي، ڀالواڻي، رامچنداڻي، رامرکياڻي، ملڪاڻي ۽ هنگوراڻي سندن نکڙيا سوٽ ٿين. "رونگها" نک مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "پارواڻي" آهي.

**پـَارهيڙي: (پاريهڙي)** : هڪ غير سمات ذات آهي. ٺٽي ضلعي ۾ رهندڙ "پارهيڙي" سمات مان ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي کهنگ پکيءَ جو شڪار، ڀاليل ڪانئيري پکيءَ سان ڪندا آهن.

**پاري:** لسبيلي ۾ رهندڙ هڪ مسلمان غير سمات ذات جو نالو.

**پـَارياڻي:** سڏايا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پارياھ:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پاريچا:** مسلمان سمات ذات آهي.

**پـَاريَدي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پاريسي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پـَاريڪَ:** ڪڇ پـڇ ڪان آيل ميمڻ آهن.

**پـَاريَگي:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

**پـَاريهر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پاريهڙي / پاڙهيري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. پکين جو شڪار ڪندا آهن.

سَـرَ ۾ پکي هيڪڙو، **پاريهڙي پنجاهه (شاهه).**

**پَـاڙهَـا:** سما ۽ ملاح آهـن. هـي ٺـر ۾ رهـن ٿا. سندن خاص پاڙا 1. پماڻي 2. ڇُـتا 3. جاڪرا 4. جيسڻ 5. مينگهراجاڻي 6. مُـرڪ 7. ساڪ آهن.

**پازداڻي:** شهاڻي (شاهاڻي) رندن جو هڪ پاڙو. جوهي تعلقي ۾ سندن ڳوٺ آهن.

**پاسارا:** جتن سان واسطو رکندڙ هڪ ذات جو نالو. جيڪي ملتاني سرائڪي ۽ جتڪي زبان ڳالهائين ٿا. شايد هي پنجاب کان آيل جت (جاٽيا) آهن. سنڌ ۾ اٺ پالين ۽ پوک وغيره ڪن ٿا.

**پاسي:** هندن جي هڪ ذات، اڪثر ڪري چوڪيداري ڪن ٿا.

**پَـال:** راجپوت نسل مان آهن. پنجاب مان لڏي اچي سنڌ ۾ وينا آهن. (دائره معـارف اسـلاميه ص 57) ڪراچيءَ ۾ هڪ "پال" سان ملاقات ٿي. هن ٻڌايو تہ اسان بنگلاديش کان آيل ٻـنـڌ آهيون. پال اسان جو ڳوٺ آهي.

**پَـالاري:** سمن ۽ برفتن جي هڪ پاڙي جو نالو. گهڻو اڳ برفت ذات مان سمجهيا ويندا هئا. ليڪن هن وقت هڪ آزاد ذات طور سڃاتا وڃن ٿا. هنن جا وڏا وڏا ڳوٺ ۽ راڄ تعلقي ٿاڻي بولاخان ۾ آهن.

**پَـالڪـي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پالڪيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پَـالـرَ:** ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا ۽ ملاح آهن.

**پالي:** هندن جي هڪ ذات. مسلمان بہ ٿيا آهن.

**پانڌا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. هي "آبڙ" ۾ ٿا اچن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڪجهه گهر رهن ٿا.

**پانڌياڻي:** لغاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. گراڻا، ڪوري آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پانڌياڻي" آهي. هي سماٽ آهن. نصربور شهر ۾ هنن جا ڪجهه گهر آهن. چانگن ۾ پڻ "پانڌياڻي" هڪ پاڙو.

**پاندا:** هندو برهمڻن جي ذات جو نالو آهي.

**پانيزئي:** الڪو پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. هن پاڙي مان نورجهان پانيزئي ڊپٽي اسپيڪر هئي.

**پاولي:** ڪتاب "تواريخ ديره غازي خان، ص 120 موجب "پاولي" ڪورين جي ذات آهي.

**پَـاٺيهيا:** اوڏن ((هندو) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پَـاهَـر:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو. اهي انڙ بن سمي جو اولاد آهن.

**پاهَــڙ:** سمن جي هڪ پاڙي نالو. هن ذات جا خاص پاڙا هي آهن. 1. چوسر 2. ڪورناڻي 3. لنجاڻي 4. محباڻي 5. ٻهلاڻي 6. پنجابي 7. رتاڻي 8. سانگي 9. سنڌي.

**پاهوٽ:** ميوا ذات جو هڪ پاڙو.

**پَـاهوڙيا:** هڪ سمات ذات جو نالو آهي.

**پاهي:** سما ۽ ذاريجا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. بلوچن ۾ پڻ هڪ پاڙي جو نالو "پاهي" آهي.

**پاهيڙي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پائنده خيل:** پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پائندي:** آفريدي پٺاڻن جي زخا خيل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پائولي:** پنجاب کان آيل جٽن جي هڪ ذات. "جولاهن" ۾ پڻ "پائولي" آهن. هي ڪپڙو اڻن ٿا.

**پائيال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي جِـيَـل جي پٽ پاجيءَ جو اولاد آهن.

**پيئي:** بگٽي بلوچن جي شمباڻي پاڙي جي هڪ شاخ آهي.

**پَـبيَـا:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پُـبيَا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (پُـبَا)

**پَـبـڙَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پِـتاربوتا:** مسلمان ذات آهي. هي حيدرآباد ۾ ٿر ۾ رهن ٿا.

**پِـتافي:** پتافي لفظ جي معنيٰ آهي ڏکڻ وارا. "سنڌ جون چند ذاتيون" ڪتاب ۾ لکيل آهي ته پتافي قبيلي جو ڳوٺ لنڊ پتافي هو. سرداريءَ جي پڳ قندراڻي قبيلي تي آهي. مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ. ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ صفحي 303 تي لکيو آهي ته پتافي، ڪورائي بلوچن جي هڪڙي شاخ آهي، هنن جو ڏاڏو ڪورائي بن مير جلال خان هو. دستي ۽ بداڻي به انهي شاخ جون ڦريون آهن. هي سنڌ ۾ ميرپور ماٿيلي ۽ اٻاوڙي جي طرف رهندا آهن. اڪثر ڪري سرائڪي ڳالهائين ٿا. مولائي شيدائي جي ڪتاب "تاريخ بلوچستان" (ڇاپو 1941ع) صفحي 28 ۾ گورچاڻيءَ جا يارهن پاڙا ڄاڻايل آهن. انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "پتافي" آهي. يعني پتافي، گورچاڻي "رند" بلوچ آهن. انهي ساڳئي ڪتاب ۾ پتافي خاندان، ذات، قبيلي يا شاخ جون هيٺيون ڦريون لکيل آهن: 1. جرواڻي 2. هوتمان 3. ڪتالاڻي 4. براهماڻي 5. متڪاڻي 6. جنگلاڻي. 7. سرموراڻي 8. نلراڻي 9. اميگراڻي 10. گوڪيباواڻي (گوڪياواڻي) ۽ 11. باوناڻي. مقامي طور: چاڪراڻي، جيوڻاڻي ۽ گهنوراڻي پڻ پتافين جا پاڙا آهن. تفصيل لاءِ شجرو پيش ڪجي ٿو.

## پتافي ذات جو شجرو

مير جلال خان بلوچ

رند — ڪورائي

رمضان — پتافي (اولاد پتافي)

نصير الدين — دستي — بداڻي

احمد

گلو

فيروز

ڪالو

فيروز شاه

شهڪ

حسن — شهڪ

ريحان

بشڪالي — شير علي — علي

سياه پهد — علي

گورجاڻي — لند

لشاري — پتافي — شيخاڻي — جسڪاڻي — درڪاڻي — هوتواڻي — خليلاڻي — بازيگر — چانگ — مورائي — هلواڻي



اولاد پتافي

**پـَـترا:** غير سماٽ ۽ غير بلوچ آهن.

**پـَتڙيا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي اڪثر ڪري مال چارين ٿا.

**پـَتوجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. لاڙڪاڻي طرف اڪثريت ۾ رهندڙ آهن.

**پٺاري:** گهرٽ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**پٺيال:** گوندل ذات جو هڪ پاڙو. اصل ڪانگڙا جا رهواسي آهن.

**پـَـٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پـَـٽاڻي:** لاشاري آهن. اهي نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**پٽني:** مسلمان ذات آهي ۽ جاتيءَ ۾ وينا آهن.

**پـَـٽيل:** ڪتاب "شاهان گوجر" موجب "پـَٽيل" گوجرن جو هڪ پاڙو آهي

**پـَـٽيلاڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو، جيڪي ٽنڊي محمد خان طرف رهن ٿا.

**پـَـٽيلاڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو. سجاول طرف وينا آهن.

**پٺانيا:** هندو راجپوت آهن، جن مان مسلمان بہ ٿيا آهن. پاڻ کي ڪنوج بہ چوائين ٿا. ڪانگڙا ۽ نورپور جو حاڪم هنن مان هو، جنهن گورداسپور ۾ "پٺان ڪوٽ" اڏايو هو، جيڪو هن وقت "پٺاڻ ڪوٽ" سڏجي ٿو.

**پٺاڻ:** پٺاڻ قوم لاءِ ڪيترين ئي چوٽين آهن. مرزا قليچ بيگ، "قديم سنڌ، ان جا مشهور شـهر ۽ ماڻهو" ۾ لکيو آهي تہ پـٺـاڻ اهي آهن جي سليمان جبـل جي دامـن سـان وينـل آهن. جن ۾ تـا ٻـيـڪ، قزلبـاش، هـزارا، هنوڪي ۽ بلوچي شامل آهن. "عهد اسلامي ڪا هندستان" جي مصنف سيد رياست علي ندوي ڄاڻـايو آهي تـہ پٺاڻ، افغان ۽ پشتون هڪ ئي قوم جا نالا آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ افغان، اسرائيلي نسل مان آهن. چون ٿا تہ ارميا جي پٽ جو نالو افغنہ هو. جيڪو حضرت سليمان جو فوجي سپهہ سالار ٿيو هو. ان نـسـل مـان افغـان ۽ ٻيا پـٺـاڻ آهن. ان روايت جي پٺڀرائي افغان مورخ اخون درويزه ۽ خوشحال خان خٽڪ پڻ ڪئي آهي.

تاريخي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سليمان جبل جي ٻن قبائلي سردارن جو هڪ وفد، سردار ملڪ قيس جي سربراهي ۾ مديني شريف پهچي مسلمان ٿيو هو. ان قيس جو اسلامي نالو عبدالرشيد رکيو ويو. هـي اتي ترسي ٻيا ۽ حضرت خالد بن وليد جي لشڪر ۾ شامل ٿـي وڙهندا رهيـا. بهـادري جي ڪـري ڪيس "بطـان دين" جو لقب ڏنو ويو. اهو لفظ بطان/ بتـان (ٻيڙيءَ جو سـُڪان) ڦـري "پـٺـاڻ" ٿـيـو. افغـان سندن نسلي نـالو آهي. پاڪستان جي هڪ پٺاڻ اديب عبدالحڪيم "اثر" افغـانيءَ جي پڻ اها راءِ آهي تـہ پـٺـاڻ ۽ افغان، قيس عبدالرشيد جي نسل مان آهن.

ماهنامہ "المعارف" اعظم ڳڙهہ 1943ع ۾ هڪ محقق ڄاڻـايو آهي تـہ افغـان يـا پـٺـاڻ جو قديمي نـالو

"پشتان" يا "پکتان" هو. جو اڳتي هلي "پٺاڻ" ٿي ويو. سنڌي ٻولي جي تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو تہ پٺاڻ اصل ۾ آريا نسل مان آهن. ڪرنل جيمس ٽاڊ پڻ ان موقف جي پٺڀرائي ڪري ٿو. مولانا ابو الجلال ندوي لکي ٿو تہ پٺاڻ سامي نسل مان آهن. بهرحال ذاتين جي اڀياس مان ثابت ٿئي ٿو تہ اجوڪا پٺاڻ "پکت" مان پٺاڻ ٿيا آهن. ان پکت جون مختلف صورتون پکت، پخت، پشت آهن. ان پشت مان پشتو نهي آهي، هن وقت پٺاڻن ۾ جيڪي پاڙا ۽ قبيلا آهن، انهن مان آفريدي، مهند، وزيري، سنڌي ۽ پنجابي پٺاڻ نهايت مشهور آهن. اهي سڀ پٺاڻ ڪنهن نہ ڪنهن حالات ۾ سنڌ جي اندر رهن ٿا. سندن مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو:

(1) **آفريدي:** هن جي هڪ پاڙي جو نالو زخا خيل آهي، ان جون شاخون سلطان خيل، شام خيل، محب خيل، باڙي خيل، نصيرالدين خيل، خشروزئي، پائندي ۽ دائو دين آهن. هڪ ٻئي پاڙي جو نالو ڪوڪي خيل آهي، ان جون شاخون شيرخان خيل، ڪٿي خيل، فريد خيل، ماشو خيل، عبدل خيل، نادر خيل ۽ سڪندر خيل آهن. ساڳيءَ طرح ملڪ دين خيل پاڙو بہ اٿن. ان جون شاخون دولت خيل، نتو خيل، خيدا خيل، موٽو خيل، سفرت خيل، ڪٿي خيل، راوڙا خيل، ڪالاخيل، شاهي خيل، داري خيل، ميري خيل، الائي خيل، بهرام خيل، گور محمد خيل ۽ ڪالا خيل آهن. قمبر خيل بہ هنن جو هڪ پاڙو آهي، جنهن جون شاخون احمد خيل، خدا داد، پين خيل ۽ تور خيل آهن. هڪ ٻئي پاڙي جو نالو اڪا خيل آهي، ان جون شاخون، باسي خيل، مدا خيل، گردا خيل، سنجل خيل ۽ عيسيٰ زئي خيل آهن. اهڙي طرح سيبا خيل بہ هنن جو هڪ پاڙو آهي، جنهن جون مکيہ شاخون ابوبڪر خيل، نورمز خيل ۽ لندبو خيل آهن. آدم خيل بہ هنن جو هڪ پاڙو آهي، جنهن جون شاخون علي خيل، جوا خيل، حسن خيل ۽ عشو خيل آهن.

(2) **مهند:** اهي انن شاخن تي مشتمل آهن: عالم زئي، ترڪ زئي، بائي زئي، اتمان زئي، ديوي زئي، صافي زئي، شلماني ۽ خاڳوئي زئي.

(3) **وزيري:** هن جا بہ ڪافي پاڙا ۽ شاخون آهن.

(4) **سنڌي ۽ پنجابي:** هي بہ چڱا پاٽا آباد آهن. سنڌ ۾ پٺاڻ 1781ع ۾ مدد خان پٺاڻ سان گڏ آيا هئا. جن مان ڪافي هتي آباد ٿي ويا.

| سنڌي | پشتو |
|---|---|
| نالو | نوم |
| مرغي | موغہ |
| پاٽي | اوبہ |
| فرزند | پوت |

تفصيل لاءِ پٺاڻن جو شجرو اکر "پ" وارن شجرن ۾ ڏسڻ گهرجي.

**پَــنَــاڻ:** مانڌڙن جي هڪ پاڙي جو نالو. "ٻيلاين جا ٻول" صفحي 54 تي سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ پناڻ آهي. هندن جي هڪ نک جو نالو پڻ "پناڻ" آهي. هندستان جي "پڪت" آرين مان ڪي افغانستان لڏي ويا ۽ سندن اتي چاول ٻار پڪتون (پناڻ) ٿيا. ان ڪري سندن نک جو نالو "پناڻ" پيو. واڌواڻي هندو پڻ ان نک مان آهن. ڪرمتين جي راڏا اگاريا شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پناڻ" آهي.

**پنائي:** ڪرمتين جي ربائي جت قبيلي مان هڪ پاڙو.

**پناياڻي:** ڪرمتين جي مُـرگهر قبيلي مان هڪ پاڙو. لاشارين جي منڌير شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پناياڻي" آهي.

**پپراڻي:** ڊاڪٽر غلام علي الانا جي لکڻ موجب ميجي مارڻ وارا ملاح آهن. (مهراڻ 4-3 سال 2001ع ص 32).

**پَـپـَـڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پيي زئي:** خرشيون پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پجدور:** بگٽي بلوچن جي شمباڻي (ياريازي) قبيلي مان هڪ "ٽڪ" جو نالو.

**پجلور:** راهيجا بگٽي قبيلي جي هڪ پاڙي مان "پجلور" هڪ ڦري جو نالو آهي.

**پِـجارا:** لفظ سنسڪرت ٻولي جي ٻن لفظن پنج + ڪار مان نهيل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڪپهه پجڻ وارا يا ڪپهه ناٽڻ وارا. انهي نسبت سان اهي ماڻهو ذات جا "پجارا" سڏجڻ لڳا. جيڪي سنڌ جي ڪافي هنڌن تي اڄ بہ موجود آهن. سيوهڻ شهر ۾ پجارا ذات جا ماڻهو رهن ٿا. جن مان ڪجهہ پاڻ کي هن وقت "تهيم" سڏائين ٿا. پجارا چون ٿا تہ اسان منصور صحابيءَ جو اولاد عرب آهيون ۽ منصوري اسان جي ذات آهي. منصور جي ڪرت ڪپهہ ناٽڻ هئي. جڏهن اسان سنڌ ۾ آياسين تہ مقامي ماڻهو اسان کي "پجارا" چوڻ لڳا. ٺٽي ۾ ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پجارا" آهي.

**پجاڻي:** ڪرمتين جي پئوا، راڏا اگاريا ۽ لجيرا قبيلن مان هڪ پاڙو.

**پَـچـُـوجا:** غير سمات ۽ غير بلوچ آهن.

**پچڙا:** برهم ڪترين جي هڪ نک

**پخالي:** لفظ پخال مان ورتل آهي. اصطلاحاً شادين مرادين ۽ غمين جي موقعي تي پاڻي ڀرڻ واري کي پخالي چوندا آهن. ڪجهہ وقت اڳ شهرن يا ڳوٺن ۾ پاڻي جي سهوليت ڪانہ هئي، تڏهن پخالن تي پاڻي پرايو ويندو هو. اهڙي طرح ڌنڌي جي نسبت سان هي ذات جا "پخالي" سڏجن ٿا. پخالي ذات وارا اڪثر ڪري ملاح، مهاڻا ۽ سميجا اوڙڪ سان واسطو رکندڙ نسل آهي. هي سنڌ جا سمات آهن ۽ اڪثر ڪري ننڍن وڏن ڳوٺن ۾ آباد آهن.

**پختون:** پشاور جي پرسان "پڪتيا" هڪ علائقو آهي. ان علائقي ۾ رهندڙ پناڻ "پڪتون" سڏيا هئا. جن کي هن وقت "پختون" چون ٿا.

**پخراد:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پدلائي:** بگٽي بلوچن جي ڪالپور پاڙي مان هڪ قبيلي جونالو.

**پـَدي:** سري قبيلي جي بجارائي پاڙي جي هڪ شاخ. جيڪي ذات طور پدي (پواهري) سڏجن ٿا.

**پراچا:** مسلمان ۽ هندو کترين جي هڪ ذات جو نالو. کوجن ۾ پڻ آهن. هي اڪثر واپار ڪن ٿا.

**پـَرَادائي:** جتوئي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـَرار:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـَرارا:** لاشاري قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـِرارا:** سميجا ڪل مان سما ۽ ملاح آهن. منڇر ڍنڍ جي وٽ (ڊيري) سان وينا آهن. پنجاب ۾ هنن کي "پرارا" چون ٿا.

**پرارو:** سمي جو اولاد آهن.

**پـَرَاڙ:** برفت آهن. لسبيلي ۽ ڪوهستان ۾ وينا آهن.

**پـَرائـي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پـَربـَت:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پرتا:** هي نٽن ۽ بازيگرن وانگر هڪ خانہ بدوش قبيلو آهي. هنن کي ُجوڳيڙا پڻ چون ٿا. مسلمان آهن. هي پنهنجن زالن کي بازيگري ڪرائي ڪمائين ٿا. سندن زالون ناچ ۽ گاني ۾ مشهور آهن. ان ڪري هنن کي بارہ تالي ۽ تيرہ تالي بہ چون ٿا. عورتن جي هٿن ۾ اڪثر لوٽو هوندو آهي.

**پـَرتـَيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پردادائي:** بجارائي مرين جي پاڙي جي هڪ شاخ. جيڪي ذات جا "پردادائي" سڏجن ٿا.

**پـَرڪـَاڙي:** بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـَرڪـَاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي پاڙي مان هڪ شاخ.

**پـَرُڪاڻي:** سراواني بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـَرَمَـارُ:** پرمارن جو اصل جنم ڀومي پارڪر آهي. هي هندو آهن. جيڪي راجپوتن ۽ سودن جي ذاتين (گوجرن) مان آهن. برهمڻ هنن کي راجپتر چوندا آهن. هندو شاسترن مطابق شري پرسرام کي ڇهون اوتار

ڪري ليکيو وڃي ٿو. هڪ دفعي ڳئون جي معاملي تان راجپوت راجا ڪرتويہ ۽ شري پرسرام جي وچ ۾ ويڙهہ ٿي. جنهن تي راجا جي ماڻهن شري پرسرام جي پيءُ شيراج جمندگانيءَ کي قتل ڪري ڇڏيو. جنهن تي شري پرسرام اعلان ڪيو تہ مان ڪنهن بہ راجپوت کي نہ ڇڏيندس. انهي اعلان سان راجپوت ناس ٿي ويا. هندن جي ڌرم موجب ڇوٻول ٿيو تہ راڪاس هندو رعيت کي گهڻو ستائين ٿا. برهمڻ، ڀڳوان جي پرارٿنا ڪئي ۽ منتر پڙهيا. جنهن تي ڪن "مار ! مار!" چيو. ان ڏينهن ڪان وني انهن جو نالو پرمار پئجي ويو. جن "آبو" کي 900ع ڌاري پنهنجي گادي جو هنڌ بنايو ۽ سڄي پارڪر ۾ پکڙجي ويا.

"راجپوتانا اتساهہ" ۾ سندن هيٺيون شاخون بيان ٿيل آهن. سوڍا، سانکلا، موريہ، سومرا، کيسر، ميپاوت، وهل، بلهر، ڪاٻار، امٽ ريهور، چوٽورا، کيڇر، ڊونڊا، سورنيا، سوکڙا، هرير، ڪوهلا، پويا، پوجا، سپُل، پيبا، پوڪرڻا، ديوا، کهوريا، ڪالسر، ڪالموهہ، ڏونڌر، جيرا، برهر، پوسرا، ڏوتا، ڏکوموا، ٽيڪا، پوڪاڻ ۽ پوڪرنا.

پرمارن مان ڪاڇبو پرمار نهايت مشهور هو. جنهن مهڻي ملڻ تي ڪاڇي گڏ جي ڪماريءَ سان شادي ڪئي هئي. پرمار تمام بهادر هئا. ان سبب برهمڻ کين "راجپتر" چوندا هئا. هنن جي لشڪرن ۾ خاص ڪولهي قوم جا ماڻهو شامل هوندا هئا. هن وقت پرمار ٿر واري علائقي ۾ جام آهن. جيڪي اڪثر ڪري پوک ڪن ٿا ۽ مال بہ ڌارين ٿا. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ "پرمار"، گوجرن مان آهن (بحوالہ ڪتاب شاهان گوجر) اوڏن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پرمار" آهي. پرمار ان پرمار راجپوت جو اولاد آهن. (600ع).

**پرند:** مسلمان سماٽ ذات آهي

**پَرنگي:** افغاني پٺاڻن جي لوڌي خاندان جي سياني شاخ مان آهن. اسماعيليہ هنن جا شريڪ آهن.

**پِسُرَڻ:** مسلمان سماٽ آهن.

**پَروا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. تعلقي موري ۾ نور پور جي پرسان وينا آهن.

**پَروار:** ايراني مسلمان آهن. ڪوئيٽا ۽ ڪراچيءَ ۾ سندن چند گهر آهن.

**پرون:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**پروهت:** خانداني برهمڻ آهن. هندن جي هڪ ذات جونالو پڻ پُروهتؔ آهي. جيڪي ٿر ۾ رهن ٿا.

**پَرهَار:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو. جيڪي اڪثر ڪري جتيون ناهين ۽ پوک ڪن ٿا. راجا سورج ونسيءَ جي نسل مان هندو راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "پرهار" آهي.

**پَرَهَاڙَ:** راجا پرت (راجپوت) جو اولاد آهن. هن وقت سمن ۾ شامل آهن ۽ مسلمان سڏجن ٿا. ڪتاب دائره معارف اسلاميہ ۾ لکيل آهي تڪ ڪشتري، اگني ۽ هُن خاندان مان چار پائر پرمار، پري هار

(پرهياڙ)، چوهاڻ ۽ چالوڪيا هئا. پرمار، ان پرمار راجپوت جو اولاد آهن. سندن شجرو هن طرح آهي:




**پـَـرَهَـمَـاڻي:** سنڌ جا پراڻا باشندا آهن. هن وقت سمات ۾ شامل آهن.

**پرهيـار (پڙهيـار):** سنڌ جي جتن جي هڪ پاڙي جو نالو. گجر (هندو) قوم جي هڪ ذات جو نـالو پـڻ "پرهيار" آهي. هندو ڌرم جي اثـر ڪري ڪيـن راجپوت جو لقب مليو. جن مـان ڪافي مسلمان ٿيا آهن. پـر پنهنجي اصلوڪي ذات سان سڏجن ٿا. مينگهواڙن ۾ پڻ "پرهيار" آهن.

**پـَـرهياڙَ:** مسلمان سمات آهن. مينگهواڙ ۽ گجر قوم ۾ پڻ آهن. تـاريخي اپيـاس مـان خبر پـوي ٿي تـہ هي پهرين هندو هئا. مسلمان ٿيڻ بعد بہ پنهنجي پراڻي ذات سان سڏجن ٿا.

عام چوڻي آهي تہ پرهياڙ، پرمار، چوهاڻ ۽ سولنگي، گوجر / گجرن مان آهن. جيڪي سنڌ جا اصلي "جت" آهن. ڪتاب "شاهان گوجر" ۽ دائره معارف اسلام ۾ لکيل آهي تـہ سنـہ 600ع ڌاري ڪشتري، اگني ۽ هُن راجپوتن جي خاندان مان پرمار، پري هار (پرهيـاڙ)، چوهاڻ ۽ چالوڪيا چار پيائر هئا. جن مـان پرهيـاڙ، قنوج تي راجا هو. ان جو اولاد "پرهياڙ" آهن.

**پـُـري:** ٿر ۾ رهندڙ هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**پـَـريا:** يوسف ميرڪ، "تـاريخ مظهر شاهجهاني" ۾ ذاتيـن جو ذڪر ڪندي مغل دؤر ۾ سميجا قـوم مـان "پريا" ذات کي ڏيکاريو آهي. پرين جي هڪ پاڙي جو نالو "ڪانگڙي" آهي. ايس. صادق عليءَ هنن کي سمن جي پاڙي مان لکيو آهي. سيوهڻ شهر ۾ پريا ۽ ڪانگڙي رهن ٿا جيڪي چون ٿا تہ اسان "سما" آهيون.

**پـَـرياڻي:** جت، برهماڻي پرا، بگهيا، تهيم، عمراڻي رند بلوچ ۽ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. پرياڻي جت سرائڪي، عمراڻي بلوچي ۽ باقي پرياڻي سنڌي زبان ڳالهائين ٿا.

**پريٽ (پريت):** ڌوٻين جي هڪ ذات.

**"پاڻ نہ پريتياڻي، تيس حمايت هوت جي"** (سُر ديسي شاهہ)

**پـُـرِيچـَـا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پريملاڻي:** هندن جي هڪ آکهہ. هي سيٺ پريمل جو اولاد آهن. هاسو مل ڪلاچند ناميارو وڪيل هن ڪيڙ مان هو.

**پڙائي خـَـوجا:** محرم ۾ عام شيعن وانگر پڙ ڪيندا آهن، انهي ڪري پڙائي خوجا سڏجن ٿا. اهي آغا خان جي خلاف هوندا آهن، ڪارا ڪپڙا پائيندا آهن. ڪي ڪي نماز ۽ قرآن شريف پڙهن ٿا، ڪجهہ ڏاڙهي بہ رکائين ٿا پر ملڪيت جي ورهاست هندو طريقي موجب ڪن ٿا. هنن جو اڳواڻ لاليڏنو هو. جنهن کي پنجي پائي خوجن قتل ڪيو هو. هي اڪثر ڪري ڪشميري چڪ هندن ۽ لاهور ۽ سنڌ جي هندو "لوهاڻن" مان آهن، جن پير صدر الدين جي چوڻ تي اسلام قبول ڪيو هو. سندن خاص پاڙا مومناڻي، تيجاڻي ۽ پيرواڻي آهن.

**پـَـڙَهـِـيارَ:** مسلمان ۽ سماٽ ذات آهي.

**پـِڙهـِـيارَ:** مينگهواڙ آهن.

**پـِـڙيا:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**پڙجت:** ڊوگرا قبيلي جو هڪ پاڙو.

**پـُـز:** رند بلوچ آهن. سندن سردار جونالو دودو خان هو. بلوچستان ۾ رهن ٿا، پوک ڪن ٿا ۽ مال پالين ٿا.

**پـَـسَـايـَـا:** نهڙي سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. هي پسايو بن گجڻ بن راڄپار جو اولاد آهن.

**پـُـسَايا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. هي سمي جو اولاد آهي.

**پـَـستاڻي:** گهنيا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـَـسَـريا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـَـسوالَ:** غير سماٽ، عرب کان آيل حضرت وحيہ ڪلبي اصحاب رسول صلي الله عليہ وسلم جن جو اولاد آهن.

**پـُـسيَـا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پُسڪرڻ (پشڪرڪڻ):** ٿر ۾ رهندڙ برهمڻ قوم جي هڪ ذات جونالو. ڪتاب "شاهان گوجر" صفحي 172 تي لکيل آهي تہ پشڪرڻ / پشڪرڪڻ، گوجر نسل مان برهمڻ آهن. گوربرهمڻ، ناگر برهمڻ ۽ مير برهمڻ پڻ هنن جا عزيز آهن.

**پشيتون:** ايراني پناڻن کي پشتوان سڏيندا هئا. جيڪو قري "پشيتون" ٿيو آهي. پشيتون لفظ جي معنيٰ آهي پشتپناهي ڪرڻ. محمد بن قاسم جي حملي وقت پناڻن هنن جي مدد ۽ پشتپناهي ڪئي هئي. جنهن سبب ايرانين، پناڻن کي "پشبتوان" ۽ عربن کين "سيلماني" سڏيو. ڪوڃي هنن جي خاص قبيلو آهي.

**پشين:** بلوچ آهن. مڪران ۾ "وادي پشين" ۾ رهڻ ڪري سندن ذات جو نالو "پشين" پئجي ويو.

**پشينگي:** بلوچستان جي هڪ وادي جو نالو "پشنگ" آهي. ان نسبت سان هي پناڻ پاڻ کي "پشنگي" چوائين ٿا. اهي پاڻ کي سيد چوائيندا آهن. سيد حبش پشينگي سلطان ڪوٽ وارو هن خاندان مان هو.

**پڪرياڻي:** مسلمان ذات آهي.

**پڪاريا:** جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پڪاڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پڪريو:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پڪڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پڪيار:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پڪيراج:** لاڙ ۽ ڪڇ جي جتن جو هڪ مکيہ پاڙو آهي.

**پڪيڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ساموندي پٽيءَ سان لاڙ جي ڪن حصن ۾ رهن ٿا.

**پڪيئڙا:** ميمڻن جو هڪ پاڙو. هي ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**پڳراڻي:** "کوها" نک مان برهم کترين جي هڪ آکهہ.

**پل:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. اهي انڙ بن سمي جي اولاد مان آهن.

**پلال:** پلال (سماٽ) سيالن جو هڪ مکيہ پاڙو. جيڪي پاڻ کي ذات جا "پلال" سڏائين ٿا. اصل ۾ اهي سيال يا "پلال"، جت ذات (قوم) جي ڪُل مان آهن. اڪثر ڪري سندن زبان سرائڪي ۽ جتڪي آهي. چاندين ۾ پڻ پلال پاڙو آهي. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ برلاس مغل امير خان کي بہ پٽ هند خان ۽ پال خان هئا. هندخان جو اولاد هندوال ۽ پال خان جو اولاد "پلال" سڏجن ٿا.

**پلاڻي:** ميمڻن جو هڪ پاڙو. هي ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**پَلنگ:** مسلمان ذات آهي. ٺٽي شهر جو پلنگ پاڙو مشهور آهي.

**پَلواڻي:** مڇي (پلا) مارڻ وارا ملاح ۽ مهاڻا آهن. (ڊاڪٽر غلام علي الانا مهراڻ 4_3 سال 2001ع ص 32)

**پَلهه (پلهہ):** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پَلي:** سنڌ جا سما آهن. تاريخي اپڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته رائڌڻ کي "پلي" نالي پٽ هو. پليءَ جي پٽ جو نالو ساند هو. ساند جو پٽ ڄام هوتي، ان جو پٽ ڄام هير، ان جو پٽ ڄام جوڻو، جنهن جو پٽ ڄام راهو، ان جو پٽ ڄام لاکو، ان جو پٽ ڪاها، ان جو پٽ لاکو ۽ ان جي پٽ جو نالو پلي هو، جنهن جي اولاد کي "پلي" چون ٿا. نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پلي" آهي. پلي ذات وارا نوابشاهه ضلعي ۾ اڪثر ڪري ڪچي واري حصي ۾ وينا آهن. جيڪي چون ٿا ته اسين ملاح آهيون. انهن مان ڪجهه پاڻ کي درس ۽ حيدري به چوائين ٿا. پلين جا خاص پاڙا آهن. اما. هنگيرائي، ميراڻي، ڪاملاڻي، طيباڻي، مليائي، رمضاڻي، باگڙي، حيدراڻي ۽ ساڳراڻي. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب "پلي"، انڙ بن لاکي جو اولاد آهن. هڪ ٻئي تاريخي اپڀياس مؤجب پلي جو شجرو هن طرح آهي.

پلي قوم جو شجرو

لاکيار
|
ڄام لاکو (ملاحن مان شادي)
|
انڙ
|
لاکو
|
سمون
├── ڪاکو (ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرقن جو سردار. ڪاکيپوٽا هن جو اولاد آهن)
│   ├── پلي (اولاد پلي)
│   │   └── سمون (ملاحن جو سردار)
│   └── رائڌن
│       ├── سمون (سميجا هن جو اولاد آهن)
│       └── پلي (اولاد پلي) (پلي راڄ جو سردار)
│           ├── درس
│           └── ساند
│               |
├── ڄياند
└── جکرو/جاکرو




**پليار:** انامليءَ پهاڙ جا رهاڪو، وحشي هندو آهن. مسلمانن ۾ پڻ "پليار" آهن. جن لاڙ واري حصي تي حڪومت ڪئي ۽ ان پنيان هڪ صوبي جو نالو "پليار" پيو.

**پلياڻي:** عمراڻي رند بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پَلِيپوٽا:** وڏي پليءَ جي پٽ جا پٽ آهن. پنهنجي ڏاڏي جي نسبت سان پاڻ کي ان جا پوٽا چوائين ٿا. هي سنڌ جا سما آهن.

**پلِيجَا:** معنيٰ پليءَ جو پٽ. پلي سنڌ جو سمون آهي. پليجا ان جو اولاد آهن. تاريخي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪينجهر ڍنڍ تي ملاح ۽ گندرا رهن ٿا. جيڪي سنڌ جي سمن جا مائٽ هئا. پليجا به انهن جا واسطيدار آهن، جيڪي ڪينجهر ڍنڍ، هاليجي ڍنڍ ۽ ڪاري ڍنڍ جي آسپاس آباد آهن. ٺٽي ۾ جهرڪن جي پرسان ماجيراءِ جي ماڙي واري جبل جي ڪرَ ۾ پليجا قوم جو هڪ وڏو قبرستان آهي. جنهن ۾ پليجا راڄ جي چڱي مڙس انور بيگ جي به تربت آهي.

ايس. صادق علي جي لکڻ موجب ناهيا سما ۽ پليجا رائڌڻ جو اولاد آهن. هڪ ٻئي تاريخي اڀياس موجب پليجا، ڄام لاکي جي اولاد مان آهن، جن جو شجرو هن طرح آهي.




اولاد پليجا ۽ پلي پوٽا

ايس. صادق علي پنهنجي لکيل ڪتاب جي صفحي 42 تي لکي ٿو تـ ٻگهيا، ڏيپر، ڏيٽا، ساهڙ، لاکا، هنگورا، اڇڻ، مگٽيپوٽا، ٻرا، پٽا، ارادين ۽ پليجا، جاکري جو اولاد آهن ۽ هي سڀ پاڻ ۾ ڀائر آهن. ڏاها هنن کي سما ۽ ملاح چون ٿا. اگهيم، پليجن جو خاص پاڙو آهي.

**پَـليجاڻي:** پليجا ذات مان ڦٽل هڪ ذات جو نالو.

**پليدائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پَـمناڻي:** هندن جي ذات آهي، رسالہ ڌرم درشن (1915ع) جو مصنف هاسارام هن خاندان مان هو. هي "بجاج" نک مان اروڙ ونسي آهن. روهڙيءَ ۾ رهندڙ آهن.

**پـنا:** مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

**پـُنـَا:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پناهگير:** اصل ۾ ڪا ذات ڪانهي. 1947ع ۾ پاڪستان آزاد ٿيڻ وقت هندستان کان لڏي آيل مهاجرن اچي سنڌ ۾ پناهه ورتي. ان پناهه جي نسبت سان هي پناهگير سڏجڻ لڳا. جنهن ڪري عام اصطلاح ۾ هي ذات جا "پناهگير" سڏجن ٿا.

**پنجابي:** پنجاب کان آيلن کي "پنجابي" ٿا چون. هندن جي سٺن ورنن (ذاتين) مان هڪ ورن جو نالو "پنجابي" آهي. انڍڙن، پاهڙن، واتڙا سمن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جونالو پڻ "پنجابي" آهي. هي سميجا ڪل مان آهن.

**پنجابي واتڙا:** سما آهن. جيڪي هوتي بن انڙ بن سمون جو اولاد آهن.

**پنجَاپي:** پهوڙن ۽ سرڪين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنجاٽا:** زرداري ذات جو هڪ پاڙو.

**پنجاٽي:** سومرن جي هڪ پاڙي جو نالو. خيرپور ضلعي ۾ اچڻ وينا آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پنجاٽي" آهي. ضلعي لاڙڪاڻي ۽ دادو ۾ چاندين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پنجاٽي" آهي. "جنب گذاريم جن سين" (صفحو 409) تي لکيل آهي تہ پنجاٽي. کوسن جي لاٽي (اسحاقاٽي) پاڙي جي شاخ آهن.

**پَنجڙا:** ملاح ۽ مهاٽا آهن.

**پَنجـُو ابڙو:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي ۽ آبڙ ۾ تا اچن.

**پنجو ابڙو:** هندن جي هڪ ذات جو نالو. ان کان سواءِ آهوجا هندن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پنجو ابڙو" آهي.

**پَنجواٽي:** خوجن جي هڪ پاڙي جو نالو. هندن ۾ پڻ "پنجواٽي" آهن. هي پيائي پنجومل جو اولاد آهن. مشهور تعليمي ماهر پروفيسر راءِ پرتابراءِ هن ڪيڙ مان هو. سنيا ذات وارن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پنجواٽي" آهي (ضلعو ٺٽو).

**پنجوتا:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي آبڙ ۾ تا اچن.

**پَنجي پائي خوجا:** هي آغا خان جي فرمان هيٺ هوندا آهن. انهي کي "زڪوات" ڏيندا آهن. ڏينهن ۾ ٽي دفعا نماز پڙهندا آهن. هنن جي عالمن کي مکي ۽ پگت چون تا. هي اصل ۾ ڪشميري چڪ هندو ۽ لوهاٽا هندو هئا. جن سيد صدرالدين جي هدايت تي دين اسلام قبول ڪيو. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. مومناٽي 2. پيرواني 3.تيجاٽي 4. ڏاتواٽي 5. فدواٽي 6. هنداٽي 7. حاجياٽي 8. اسماعيلاٽي 9.قاسماٽي 10. ميان ناٽي 11. ميرلياٽي.

**پنجاهہ:** هڪ مسلمان سمات ذات جو نالو. جيڪي ضلعي نوشهري فيروز ۾ رهن تا.

**پندراٽي:** بروهي قوم جي هڪ تمن جو نالو آهي. هي جهلاواني بروهي آهن. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ

موجب "پندراڻي"، رند بلوچ آهن. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 98 موجب پندراڻي، رندن جو پاڙو آهي. وادي پندران ۾ رهڻ ڪري "پندراڻي" سڏجن ٿا.

**پندراڻي زئي:** رئيساڻي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پنڊت:** برهما (برهمڻ) آهن.

**پنڊت پوٽا:** لهاڻن جي هڪ نک.

**پنڊلوت:** ميوا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پندوخ زئي:** شهواڻي بروهين جي عمراڻي قبيلي مان هڪ تمن جو نالو.

**پنڊير:** هي دهيما (Dahima) شاهي نسل راجپوتن مان آهن.

**پنر:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو. اهي اڪثر ڪري مال پالين ٿا.

**پِنرايو:** ڪوڪرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنَڙ:** مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

**پُنڙ:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**پنڙا:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**پَنگريا:** مسلمان ذات آهي.

**پنگلاڻا:** ناڪرن جي هڪ ذات. هي اصل ۾ ڪانگڙا جا رهواسي آهن. ڪنيت ۽ ذات ۾ پڻ "پنگلاڻا" آهن.

**پنوار:** ڪتاب "شاهان گوجر" صفحي 183 تي لکيل آهي تہ "پنوار" سوم بنسي راجپوت نسل مان آهن. پوڙ، پلوت، پنيلا (پومل) ۽ جکڙ هنن جا خاص پاڙا آهن. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ پنوار يا پرمرا (parmara) اگني ڪُل راجپوت نسل مان آهن. جن کي "جٽ" بہ چون ٿا. هنن جو اصل وطن روهتڪ، حصار ۽ مارو' سٿل آهي. ڪراچي شهر ۾ راقم الحروف هنن سان ملاقات ڪئي آهي. ڪراچيءَ ۾ هزارن جي تعداد ۾ رهن ٿا.

**پنواڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. هي اڪثر ڪري واپار ڪن ٿا. هي "لينجهار" نک مان آهن. سندن وڏي جو نالو پنهون مل مهتابراءِ ناڪرداس هو. ان پنيان "پنواڻي" سڏجن ٿا. پنهون مل جو پاءُ گلراج مل هو. جنهن جو اولاد "گلراجاڻي" سڏجي ٿو.

**پنون:** جٽ راجپوتن جي هڪ ذات.

**پنوهار:** پنوهار جي اصطلاحي معنيٰ آهي ٻڪرين ۽ رڍن چارڻ وارا مارو ماڻهو. ليڪن پنوهار، پنهور آهن.

هنن جو وڏو مير پنوهار سردار هو. جنهن سن 1108 هـ /1696ع ۾ مير نصير خان ۽ 1113 هـ / 1706ع ۾ ميان دين محمد سان لڙائي ڪئي هئي. بعد ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي هنن جي حد ۾ خدا آباد جو شهر اڏايو هو. پنوهار سنڌ جا سما آهن.

**پنوهر (پنهور - پهنور):** پنوهر عرب آهن. جيڪي (والده بيبي حليمه دائي نبي صلعم) حارث (بني حارث) جو اولاد آهن. هي محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا. سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ ۾ رهجي ويا. هنن جي سردار جو نالو "ميرپنوهار" هو. پنهور، ميان يار محمد ڪلهوڙي جي اثر هيٺ هئا. سندن عزازت برفتن ۽ جوکين سان هئي. (قديم سنڌ. مرزا قليچ بيگ ص 304). ايس. صادق علي، پنهورن کي سما قبيلي مان ڇاڇايو آهي، جن جا خاص پاڙا آهن. 1. اڄڙا، 2. اباڻي، 3. بدري، 4. باگراڻي، 5. بنداڻي، 6. ٻاتڙا. 7. ٻوجڙي، 8. ٻوڙاڪا، 9. ٻلاڻي، 10. بلاڻي، 11. چدي، 12. چنهاڻي، 13. گابرڪلاڻي، 14. گرگلاڻي، 15. هيرا، 16. ڪاڪا، 17. ڪٺوبراڻي، 18. ڪانڙا، 19. ڪڇ، 20. لڏاڻي، 21. لنگاڻي، 22. ماهيا، 23. ماليا، 24. نوڙي، 25. سيداڻي، 26. ٿوري، 27. عمراڻي، 28. مماڻي، 29. دوداڻي، 30. ڪارڙا، 31. شيخ پنهور، 32. پيرڻ، 33. ڪمالاڻي، 34. يوسفاڻي، 35. هيسباڻي، 36. ڏوتڙ، 37. پنيڻ پوٽا، 38. ڪاراڻي، 39. عيساڻي، 40. ملوڇا (ملوحا) ۽ 41. طالباڻي. ڪراچيءَ ۾ راجپوت مسلمانن جي هڪ پاڙي جو نالو "پنوار" آهي، جن جو چوڻ آهي ته اسان "پنهور" آهيون. اسان جا عزيز راجپوتانا ۾ رهن ٿا. جيڪي پاڻ کي پنهور ۽ پنوار سڏائين ٿا.

**پنهاڻي:** ڪاڪيپوٽن (سما) جي هڪ پاڙي جو نالو. هندن ۾ پڻ "پنهاڻي" آهن.

**پنهو:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پنهوار (پهنوار):** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. پهنوار، پراڪرت لفظ پهو ۽ سنسڪرت لفظ پشو تان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، ڍڻ - آر يعني ڍنار، ٻڪرار.

**پَنهيار (پهنيار)، پنهار:** پهنورن مان ڦٽل هڪ ذات جو نالو. هي سماٽ سڏجن ٿا. هن ذات جا خاص پاڙا آهن: 1. باگراڻي 2. بائيداڻي 3. پلاڻي 4. ڏيڏرا 5. گادا 6. عيساڻي 7. ڪابورا 8. لاکيپوٽا 9. ماهيا 10. ردي 11. راجائي 12. راموٽا 13. تلاڻي 14. سقا

پنهيار لفظ جي لغوي معنيٰ آهي، پاڻي پيارڻ وارا مارو. جيڪي مشڪن ۾ پاڻي ڀري مال چاريندا وتندا آهن. هنن کي سقا ۽ بهشتي بہ چون ٿا.

**پني:** افغانن جو قبيلو آهي. هنن جي هڪ پاڙي جو نالو "باروزي" آهي. سنڌ ۾ ڪافي هنڌن تي رهن ٿا.

**پِنيا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـنيار:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پنياڻي:** ڇـڄن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـني لڏيپوٽا:** حملاڻي برفتن جو پاڙو آهي، هي حاجي بن اوٿيمان بن حمل جو اولاد آهن. ڏيناڻي ۽ جئند پوٽا پڻ حاجيءَ جو اولاد آهن.

**پـٽـي:** سبيءَ جا پناڻ آهن، جيڪي لڏي اچي شڪارپور ۾ وينا. جن مان ميرزا خان پٽي ۽ بختيار خان پٽي مشهور هئا.

**پوار:** پرمار راجپوتن مان آهن (ڪتاب دائره معارف اسلاميہ ص 97).

**پوانيا:** جٽن جو هڪ پاڙو. هي اصل ۾ پٽيالا، حصار ۽ روهتڪ جا رهواسي آهن.

**پونا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو. تعلقي موري ۾ جتوئين جي پرسان هن ذات جي پنيان هڪ ڳوٺ جو نالو پونا آهي.

**پوپٽ:** لهاڻن جي هڪ نک جو نالو. واڌواڻي ۽ موٽواڻي هن نک مان آهن.

**پوپٽاڻي:** ڪرمتين جي ڳورئي شاخ مان هڪ پاڙو.

**پوپرائي:** پوپرو مڇيءَ جو قسم آهي، ان نسبت سان هي پوپرائي ملاح ۽ مهاڻا سڏجن ٿا.

**پوپل زئي:** پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. هن پاڙي مان مدد خان پوپلزئي ۽ پاينده خان پوپلزئي، شاھ شجاع جي طرفان شڪارپور جا گورنر مقرر ٿيل هئا.

**پوڇاريا:** "تلهر" نک مان هڪ هندو آکھ. هي ڪتواڻي بہ سڏجن ٿا.

**پـوڇيا:** ٿري مينگھواڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پوداڻي:** مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو رستماڻي آهي، ان رستماڻي جي هڪ تمن قيصراڻي مان "پوداڻي" آهن.

**پـوراني:** سيد آهن. سنڌ ۾ خاص طور ٺٽي ۾ رهن ٿا. ارغونن جي دور ۾ سيد جلال الدين ابو سعيد شاھ، هرات جي "پوران" ديھ کان لڏي اچي ٺٽي ۾ رهيو. پوران جي نسبت سان "پوراني" سڏجڻ لڳا.

**پورڙ:** سما ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پوڙ:** راجا سوم بنسي جي اولاد مان پنوار ۽ جکڙ آهن. پنوارن مان پوڙ آهن. جيڪي پاڻ کي راجپوت چوائين ٿا. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**پوزهي:** رندن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـوَستي:** چاچڙن جي ڇنا قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**پوسرا:** هندو پرمارن جي هڪ ذات جو نالو.

**پوسوال:** گوجرن جي هڪ ذات جو نالو.

**پوقاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**پوڪاڻ:** هندو پرمارن جي هڪ ذات جو نالو.

**پوڪاٺا:** ڀاٽيا واڻين جا پروهت آهن. هي پنج دراويد قوم جي "تلينگا" ڪُل مان آهن. وشنو جي اوتار مهاراج جي پوڄا ڪندا آهن. هي سنڌ جا اصل برهمڻ آهن. عام چوڻي آهي تہ پوڪاٺا، تپشور نالي هڪ برهمڻ ۽ هڪڙي مهاڻيءَ جي حرام اولاد مان آهن.

**پوڪرنا:** پرمارن جي هڪ ذات جو نالو.

**پوگهہ:** رندن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پونجاڻي:** ڪڇ ڀُڄ کان آيل ميمڻ آهن.

**پونُجاڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**پوهيتاڻي:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي قبيلي جي هڪ شاخ آهي. جيڪي پاڻ کي "پوهيتاڻي" بلوچ چوائين ٿا.

**پوئيتي:** بروهي قوم جي هڪ ٽمن جو نالو.

**پويا:** پرمار هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**پهڙ:** سما خاندان جي هڪ ذات جو نالو.

**پهلان زئي:** محمد شهي بروهي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پهلاڻي:** پاهڙن (سما) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پهلوان زئي:** بروهي قوم جي مينگل قبيلي جو نالو.

**پهنواري:** انڍڙ قبيلي جو هڪ پاڙو. پني عاقل طرف رهن ٿا.

**پهوجا:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو. هي اروڙ ونسي آهن. جهانگياڻي ۽ چئناڻي بہ هنن مان آهن.

**پهوڙ:** مسلمان ۽ سماٽ آهن." تاريخ ديره غازي خان" ۾ ڪين جت لکيو ويو آهي. ڏهرن ۽ مهرن جا پائر آهن. سندن پاڙا هن طرح آهن:

1. چنيسر 2. گبلاڻي 3. ڪماڻي 4. لنجاڻي 5. مهچاڻي 6. پنجابي 7. رتاڻي 8. سانگي 9. سنڌي 10. پهوڙ. هڪ تاريخي جائزي موجب سوڍا ۽ پهوڙ راجا بجيراءِ ويرم ۽ هندو پٽين جي اولاد مان آهن. جيڪي هن وقت "سماٽ" ۾ شمار ٿين ٿا. نهڙين جي راهواڻي وٽ مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "پهوڙ" آهي. ٿر ۾ رهندڙ.


پهوڙن جو شجرو
حضرت نوح عليہ السلام
سام
ياگرت
همهر
سنگا
ٻڌ
ڏيرو
اجيپار
دسرت
والده ڪسيلا
لڪمڻ
رام
نواڪس
اتت
تـتـت
ڪـنِ
(هن ڪـنِ جوشهر ٻڌايو هو)
سنبوت راجا
راجپوتن جو ابو
سام
جادم
چوڙو (چوڙا سمن جو ڏاڏو)
پوپت (پٽين جو ڏاڏو)
ڪجپت (چغدن جو ڏاڏو)
هسپت (سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)
ويرم
ٻجيراءِ
(مهر - ڏهر)
سوڍو
پهوڙ
مهر
ڏهر
اولاد پهوڙ
اولاد سوڍا

**پياخيل:** لوڏي پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پياداڻي (پياواڻي):** گورچاڻي بلوچن جي بازيگر پاڙي مان هڪ ڦري جو نالو.

**پيالا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. هالن ۾ رهندڙ آهي.

**پيٽو:** گجو قبيلي جو هڪ پاڙو.

**پيٽ ڦاٽا:** ڪلهوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پيٽي :** خاصخيلين جو هڪ پاڙو.

**پيچوها:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي (ابڙا) جو نالو. سنڌ ۾ تمام ٿورڙائي ۾ آهن. دادو پرسان هنن جو هڪ وڏو ڳوٺ آهي. هنن جون خاص ڦريون/پاڙا آهن: 1. بهادراڻي، 2. بمباڻي، 3. دودائي، 4. منداڻي.

**پيدازاڻي:** ڪرمتين جي پيٺوا شاخ مان هڪ پاڙو.

**پِـير:** پير سيد عبدالقادر شاهه جيلاني جو اولاد آهن. هنن جي اولاد مان پير سيد عبدالعزيز جا ٻه پٽ سيد محمد شاهه ۽ سيد احمد شاهه سنڌ ۾ 1195 هه/1781ع ۾ آيا. ان بعد سيد غوث الثقلين عبدالقادر گيلاني جي چوٿين پٽ سيد محمود شاهه عرف سيدنا محمد رضه جو پٽ حافظ سليمان رضه سنڌ ۾ آيو. انهن مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو اهو سنڌ ۾ پکڙجي ويو ۽ پاڻ کي پير سڏائڻ لڳا. ان کان پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ پيران پير جو اولاد هندستان کان ٿيندو سنڌ ۾ آيو ۽ پاڻ کي "پير" چوائڻ لڳو. هي والده طرفان حسيني ۽ والد طرفان حسني سيد آهن. هنن کي گيلاني ۽ جيلاني پڻ چون ٿا. شروع شروع ۾ هي سيوهڻ، راڻيپور، ننڍي، سکر ۽ امروٽ ۾ اچي آباد ٿيا. سندن حسب نسب لاءِ جيلاني پيرن جو شجرو پيش ڪجي ٿو.






**پيراراڻي:** سرمان مريداڻي ٻرن جي هڪ ٻاڙي جو نالو.

**پيرانهي:** سمن جي هڪ ٻاڙي جو نالو.

**پيراڻاڻي:** موندرن جي هڪ پاڙي جو نالو. ڪرمتين جي مهيري شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**پيراڻي:** ڇهڙن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پِير پوٺا:** غوث الاعظم جي پوٽن پاڻ کي "پير پوٺا" سڏايو. سيوهڻ شهر ۾ هڪ زيارتگاهه آهي. جنهن کي "پير پوٺا" چون ٿا. [1]

**پيرزادا:** پيران پير حضرت غوث الاعظم جي اولاد مان ڪن شهزادن پاڻ کي پير جي پٽ جي نسبت سان "پيرزاده" سڏايو. اهڙي طرح سڄي سنڌ ۾ پيرزادا ذات جا باشندا رهن ٿا. مگرين ۽ پهنورن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ پيرزادا آهي. ايس . صادق علي جي لکڻ موجب "پيرزادا" قريشي آهن. متعلوي سيدن جي جراڙ شاخ مان سخي هاشم شاهه ۽ سخي پير رڪن الدين شاهه جو اولاد پڻ پاڻ کي "پيرزادا" سڏائي ٿو. (بحواله: ڪتاب شجرا متعلوي سادات)

**پيرڪاڻي:** مزاري، بلوچن جي رستماڻي پاڙي جي هڪ شاخ آهي، جيڪي ذات طور "پيرڪاڻي" بلوچ سڏجن ٿا. اهڙي طرح سان چانڊين جي بجيراڻي پاڙي مان هڪ شاخ جو نالو پڻ "پيرڪاڻي" آهي.

**پير محمداڻي:** ڪرمتين جي پيئوا شاخ مان هڪ پاڙو.

**پير محمدناڻي:** لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو، جيڪي پنهنجي ڏاڏي پير محمد جي نسبت سان "پير محمدناڻي" سڏجن ٿا.

**پيرنگ:** شڪاربوزي پٺاڻ آهن، هي چون ٿا تہ اسان دراني (سدوزئي) آهيون. هنن جا پاڙا هن ريت آهن:

1. عالم زئي، 2. قيصر زئي، 3. سرڪاڻي، 4. شادي زئي.

**پيرواڻي:** لاشاري، عمراڻي (فدائي) ۽ کوجن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**پيروخيل:** ڪاسيءَ (پٺاڻ) جي پٽ سام جو اولاد آهن. شنواري (خيبر) پٺاڻن ۾ پڻ "پيروخيل" آهن.

**پيروراڻي:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ مان هڪ پاڙو.

**پيروز:** برهماڻي ٻـُرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پيروزاڻي:** بگٽي بلوچ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو، جنهن کي ريهيجا بہ چون ٿا. وڌيڪ تفصيل لاءِ ريهيجا ڏسندا. ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پيروزاڻي" آهي. هي ميرپورساڪري ۾ رهن ٿا. حقيقت ۾ هي ڪرمتين جي زنگياڻي ۽ مهيري شاخن مان آهن.

---

[1] جنهن کي "سخي پاڻ سلطان" بہ چون ٿا. گادي نشين استاد عبدالعزيز موريائيءَ جو چوڻ آهي تہ هي بزرگ حضرت مخدوم عثمان مروندي قلندر لعل شهباز سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو.

**پيروز پوتا:** لسبيلي جي گونگن مان آهن. ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول" (صفحي 44) تي لکيل آهي تہ گونگن جي وڏي ڏاڏي جو نالو جهلو هو. ان کي ٽي پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو پيروز هو. ان پيروز جي پوٽن پنيان هن پاڙي جو نالو پيو. ٻـرن جي سرماڻي، مريداڻي پاڙي مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پيروز پوتا" آهي.

**پيروز زئي:** بگٽين جي پاڙي پيروزاڻيءَ مان هڪ نئين ڦِنل شاخ آهي.

**پيروڻاڻي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي ۽ ٽنڊي محمد خان طرف رهندڙ آهن.

**پـِيري:** مڪراني بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پـِيرياڻي:** سنيا ذات وارن جو هڪ پاڙو آهي. اهي ٽنڊي محمد خان طرف رهندڙ آهن.

**پيريزاڻي:** چانڊين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پيسڪ:** سنڌ جا ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪن جاين تي پاڻ کي مسرق بہ سڏائين ٿا. هي سنڌ ۾ تمام ٿورين جاين تي معلوم ٿين ٿا. هنن جو پيشو مهاڻڪو ۽ ملاحڪو آهي.

**پيڪڙا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو.

**پين خيل:** آفريدي پٺاڻن جي قمبر خيل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**پيني (پني):** غورغشت بن قيص (پٺاڻ) جي پٽ دانيءَ جو اولاد آهن.

# پناڻن جو شجرو

قيس عبدالرشيد پٺاڻ




تور
اسپن
ابدال
ملوټي
کندري
سگي
بابو(بالو)
سليمان
وزير
سليمان بي اولاد
راجل (راخژ) رجال
دوم
حلواني
هرپيال
علي (بي اولاد)
عدو (بي اولاد)
عيسیٰ
ستوراټي
کيپ
يعقوب
يوسف
توزي
نارک
ميـــر
نور بي اولاد
زيرک
اسحاق
فوفل (پوپل)
بارک
الکو
ماسي (مسي) بي اولاد
عبدالله
اچک
محمد
نصرت
نورالدين
بوستان
دولت
شکور
تکو
يعقوب
ايوب
علي خان
حسن
حبيب
اسماعيل
صالح
عمر
سداټي
بابړ
مياټي
انجر
سنجر

# ج

**جاتو:** تنوار راجپوت قبيلي جو ﭘاڙو آهي، جاتو، رکو ۽ ستروال پاڻ ۾ ڀائر هئا. جن ﭘنهنجي قبيلا وجود ۾ آيا. ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**جاتي:** اصل لفظ "جات" (سنسڪرت) آهي جنهن جي معنيٰ ڄمڻ آهي، عربيءَ ۾ جات جي معنيٰ "ذات" آهي. جاتي، جت ذات جي هڪ ﭘاڙي (ڪٽنب) جو نالو آهي. ٺٽي ضلعي جي جاتي شهر ۽ ان جي آسپاس رهن ٿا. جاتي شهر جو نالو هن جت ذات جي نسبت سان ﭘيو آهي. جاتي سماٽي جت آهن. جيڪي اٺ ﭘالين ٿا. واڻ ۽ ٽڏا ناهين ٿا. هي جتڪي ۽ سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا.

**جاٽ:** جاٽ هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، زراعت ﭘيشہ قوم. سنڌيءَ ۾ ڪين "ڄٽ" چون ٿا. جنهن کي سنڌ ۾ "جت" چون ٿا. هي سنڌ جي ڪافي حصن ۾ وينا آهن. جتي ﭘاڻ کي "جاٽ" چوائين ٿا. ٿر واري علائقي ۾ هندو جاڙيجا رهن ٿا. انهن جي هڪ ﭘاڙي (ذات) جو نالو ﭘڻ "جاٽ" آهي، جيڪي اڪثر ڪري ﭘوک ڪن ٿا ۽ مال ﭘالين ٿا. هي برهمڻ نسل مان ٻڌ جا ﭘوئلڳ آهن. ڪتاب جنت السنڌ جي ص 53 تي فوٽ نوٽ ۾ لکيل آهي تہ ڪن مورخن جو فيصلو آهي تہ راجپوت، جاٽ ۽ گوجر قبيلا/قومون سٿين جي نسل مان آهن. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ جي تحقيق موجب، جاٽ، سوڍن راجپوتن مان آهن. جن جو حسب نسب هن طرح آهي. جاٽ بن سنڌ (ارفخشند) بن سام بن نوح بن لامڪ. جاٽ جو اولاد. ٻڙيال. ڪانيا، سنگڙيال، سيال، ملاڻا ۽ ورڙ آهن. (بحوالہ: رسالہ سنڌ دوست ۽ اخبار پاڪ نيوز).

**جاجڪ:** ﭘراڪرت ٻوليءَ جو لفظ "جاڳ" ۽ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ "ياڇڪ" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، گهرڻ، منگتو، بڪاري وغيره. هنديءَ ۾ هن کي "جاچڪ" بہ چون ٿا. جنهن جي معنيٰ آهي، ڀٽ، دهل وڄائڻ وارو، مڱڻهار. جاجڪ هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو آهي، جيڪي خوشيءَ جي موقعن تي ڳائي وڄائي سانت سوڻ ڪن ٿا ۽ لاڳ وٺن ٿا.

1. **جاجڪ توجهار، ڏھ ﭘيرا ڏياچ ڏئي** (شاھ)

2. **وڏ سر ٿئي سرهو، م ڪين آءٌ، م ڳاءُ**

**جاجڪ! تومٿاءُ، ملڪ مڙوئي گهوريان.**

**جاجڪاٽي:** جاجڪ هندن جي ذات آهي، هي ﭘاڻ، چارڻ، منگتن ۽ مڱڻهارن سان واسطو رکن ٿا. جاجڪاٽيءَ جي معنيٰ آهي، ڪيرت ڪرڻ.

بيت: **جاجڪاٽي ذات، اُٿ نہ مٿي اڳهين.** (سر: ﭘرڀاتي - شاھ).

**جاجھٽجا**: سمن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جاداڻي**: جمالي بلوچن ۽ بزدي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. سجاول، ٺٽي ۾ ملاحن جي هڪڙي پاڙي جو نالو بہ "جاداڻي" آهي. (تاريخ سجاول 1984ع).

**جادڻ**: سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. هي ملاحن جي اوڙڪ ۾ تا اچن.

**جادو**: چندربنسي راجپوت آهن.

**جادواڻي**: مري بلوچن جي "غزيني" قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**جادوبنس**: هندو آهيرن جو پاڙو آهي.

**جادو بنسي**: راجپوتن جي هڪ ڪل آهي، جيڪي چندربنسي جي هڪ شاخ مان آهن، سري ڪرشن هن شاخ مان هو. هن قوم جا ماڻهو سنڌ ۾ رهن ٿا.

**جارپ**: گجو قبيلي جو هڪ پاڙو.

**جاڙا**: سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان رائڏڻ کي نو پٽ هئا. انهن مان پلي نالي پٽ کي ٻہ پٽ هئا. وڏي پٽ جو نالو ساند هو. جنهن کي وري ست پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "جاڙو" هو. جنهن جي اولاد مان ڪجھ ماڻهن پاڻ کي ذات جا "جاڙا" سڏايو. هن وقت هي سما ۽ ملاح آهن. سنڌ ۾ ٺٽ ۽ ٺٽي ۾ ڪاري واري حصي ۾ رهن ٿا.




**جاڙاڻي**: جوکين جو هڪ پاڙو. ڪرمتين جي لجيرا شاخ ۽ سوماراڻي شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**جاڙواڻي**: پرگڙي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. مير جتن ۾ پڻ آهن.

**جاڙوزئي**: جتڪ بروهين جو پاڙو آهي.

**جاڙيپوتا**: جاڙي جي پٽ جا پٽ. هي سنڌ جا سما ۽ ملاح آهن.

**جاڙيجا**: معنيٰ جاڙي جو اولاد (پٽ). سنڌ گجرات، ڪڇ ۽ ڪانياواڙ جي سمن مان نر پٽ، ڇهين پيڙهيءَ ۾ اڏو، انين پيڙهيءَ ۾ لاکيار ۽ 1250ع ڌاري لاکو گرڙا ٿي گذريا آهن. لاکو گرڙا کي اٺ پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "انڙ" هو، جنهن کي پنهنجي ٻن ڀائرن موڙو ۽ منهيو گڏجي قتل ڪيو هو. ان انڙ جي پٽ جو نالو "تماچي" هو. تماچي جي پٽ جو نالو ساند ۽ ساند جي پٽ جو نالو "جاڙو" هو. ان جاڙي جي اولاد کي "جاڙيجا" چون ٿا. ڄام ڪنگهار جاڙيجا خاندان جو اڳواڻ هو. هي جاڙيجا خالص سما آهن.

باقي ٻين نسلن مان جاڙيجا سنڌ جا سما ۽ ملاح آهن. سنڌ ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "جاڙيجا" آهي، جنهن جي هڪ پاڙي جو نالو "جاٽ" آهي. جاڙيجا سنڌ جا درباري ماڻهو هئا. سوائي ٻه هنن مان آهن. حقيقت ۾ جاڙيجا راجپوت آهن. جيڪي چندربنسي(يادو) ڪل مان آهن. شجرو:



جاڙيجا هن جو اولاد آهن.

**جاڙيجاڻي**: هوتياڻي ذات جو پاڙو آهي. هي سما آهن. جن جو واسطو ملاحن سان آهي.

**جاکنيا**: ٿر ۾ رهندڙ ڀيلن جي هڪ ذات.

**جاکرا**: سمن، ملاحن، مهاڻن ۽ پاڙهن (ملاح - ابڙا) جي پاڙن جو نالو آهي. هنن جو بڻ بنياد ابولهب. سمن ۽ انڙن سان ملي ٿو. ايس صادق علي لکيو آهي تہ انڙ ولد سمون کي 28 پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "جاکرو" هو. جاکرا ۽ جکرا ان جو اولاد آهن. جن مان ٻگهيا، ڏيپر، ڏيتا، ساهڙ، لاکا، هنگورا، اڄڻ.

مگنيپوٽا. ٻرا. ٻٽا. اراڏين ۽ پليجا پڻ آهن. ٺٽي ضلعي ۾ اڪثر ڪري هي ڍنڍن جي ڪنارن وسندڙ آهن.
جوکين جي سالار قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جاڪرا" آهي. ليڪن هي ملاح نه آهن. ملاحن جي اوڙڪ
مان جاڪرو ۽ جکرو ذات جي لفظي تڪرار. تڪراءَ ۽ اچار جي تميز بالڪل ختم ٿي ويئي اهي. هر ماڻهو
جاڪرو ۽ جکرو لفظ کي هڪ ئي تلفظ سمجهن ٿا. جنهن ڪري لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ به ڪو فرق نه رهيو آهي.
بهرحال جاڪرو ۽ جکرو هڪ ئي ذات جا ٻه نالا آهن. ليڪن مفهوم ساڳيو آهي. ڪي هنن کي عرب ۽ راٺوڙ ٻڌ
چون ٿا. هڪ حوالي موجب جاڪري کي حُسڻ. حُسَنَ. همند. سرماڻ ۽ منجهون پٽ هئا. جن جي اولاد پنهنجي
جاڪرن جي پاڙن جا نالا پيا. حُسڻ شاخ جا مکيه پاڙا. آدماڻي. پيرزاداڻي. حسيناڻي. سوڊيپوٽا ۽ قابلاڻي
آهن. حُسَنَ شاخ جا مکيه پاڙا ڪلي پوٽا. مصلي پوٽا. مگ تريوٽا. ڪريڙ پوٽا. غلامي پوٽا. شاهي پوٽا.
براهم پوٽا. عارباڻي (لسڙا) منگر پوٽا. سنجهي پوٽا. پنيي پوٽا. عيباڻي. پيروز پوٽا. گوبڏايا گوبلا آهن.
منجهئان شاخ جا مکيه پاڙا. هلي پوٽا. مري پوٽا. تماچي پوٽا يا تماچياڻي. خاقوئاڻي. مڪثاڻي. مينهن
وساڻي. هوتياڻي زيد پوٽا. بجارپوٽا. ٻُلڪ پوٽا. بيگ پوٽا. راولاڻي. ڏيوڙاڻي. الله ناڻي. سکي پوٽا. لڏاڻي.
لال خاناڻي. دڙبا. درياخاناڻي نانگراڻي ۽ ميرواڻي آهن. همند شاخ جا مکيه پاڙا اوٽا. آريجا. باجي پوٽا.
سنبڪ پوٽا. قمبر پوٽا. للي پوٽا. مهمند پوٽا ۽ هيجب آهن. سرماڻ پوٽا شاخ مان مير پوٽا آهن. ان ڪانسواءِ
روڏاڻي. پنهون پوٽا. گندرا. ٻچين پوٽا. هارڻ پوٽا. عيسب پوٽا. ملاراڻي. منجهواڻي. منجهو ۽ منجها پڻ
جاڪرن جا پاڙا آهن.

ڊاڪٽر بلوچ ڪتاب سومرن جو دور (ص 370) تي لکيو آهي ته جاڪرا سومرن جو پاڙو آهي. هي
سومرا گبر بن محمد سومري جو اولاد آهن.

**جاڪراڻي:** داين جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**جاڪرائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هنن جي نسبت "جاڪرن" سان آهي.

**جاڪريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سندن نسلي لاڳاپو جاڪرن سان آهي.

**جاکڙ:** هي چوهاڻ راجپوت جو اولاد آهن. چوهاڻ راجپوت هڪ جٽ عورت سان شادي ڪئي. جنهن مان ڪيس
چار پٽ جاکڙ. سانگوان. پيرو ۽ قاديان ٿيا. جن پاڻ کي "جٽ" سڏايو. ڪافي مسلمان ٿيا آهن. جاکڙ ۽ جکڙ
ذات هڪ ئي معلوم ٿي ٿئي. وڌيڪ معلومات لاءِ "جکڙ" ذات ڏسڻ گهرجي.

**جاگا:** سنڌ جي سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. ٿر ۾ هندو راجپوت رهن ٿا. انهن ۾ پڻ "جاگا" ذات وارا آهن.
پنجاب ۾ پڻ "جاگا" آهن.

**جاگر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو پاڙو آهي.

**جاگرا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جاگراڻي:** مگسي بلوچن ۽ سڏاين (سمن) جي هڪ پاڙي جو نالو. جتڪ بروهين ۾ پڻ "جاگراڻي" آهن.

**جاگري:** جي لفظي معنيٰ آهي، جاڳڻ (هندي) وارو. مارواڙ کان لڏي آيل ماڙيچا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، ڪي مسلمان آهن تہ ڪي اڃان هندو آهن. ٿر جي علائقي ۾ رهن ٿا.

**جاگو:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جاگواڻي:** لاشاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جاگورا:** سما آهن.

**جاگيراڻي:** مرزا قليچ بيگ ڪتاب قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ۾ (ص 300 ۽ ص 301) تي لکيو آهي، تہ جاگيراڻي بزدي بلوچن جي سرپرست اعليٰ زيندي خان جي پٽ سندر خان جو اولاد آهن. ايس صادق عليءَ جي لکڻ موجب "جاگيراڻي" بزدين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. مرزا صاحب کوسا قبيلي جا ڇهہ پاڙا لکيا آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو "جاگيراڻي" لکيل آهي. ڪنهن بہ ڪتاب جي اڀياس مان معلوم نٿو ٿئي تہ "جاگيراڻي" رند آهن. ليڪن جاگيراڻين کان چونڊي ٻڌو ويو آهي تہ اسين جاگيراڻي "رند" آهيون. جاگيراڻيءَ جي لغوي معنيٰ آهي، زميندار، جاگيردار وغيره. سماٽ ملڪاڻين ۾ پڻ جاگيراڻي آهن.

**جاگيل:** بهاولپور (پنجاب) کان لڏي آيل کوسا بلوچ آهن.

**جاڳر:** جي معنيٰ آهي، جاڳڻ وارو. اوجاڳو ڪرڻ وارو. هي سنڌ جا سما آهن.

**جاڳري:** ماڙيچا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جاڳمياڻي:** ڏاريجا چاچڙ قبيلي مان آهن. جيڪي سنڌ جي اترين حصي ۾ درياءَ جي وٽ سان رهن ٿا.

**جاڳڻ:** لفظ پراڪرت جڳڻ ۽ سنسڪرت جاگرڻ مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، سجاڳ يا ننڊ مان اٿڻ. جاڳڻ سنڌ جا ملاح آهن. ڪن ڪن جاين تي هندو بہ آهن.

**جاڳواڻي:** ڪرمتي جتن جي زنگياڻي شاخ جو هڪ پاڙو

**جال:** هندو چمارن جو هڪ پاڙو آهي.

**جامبري:** ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جامڪاڻي:** شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هي شيهڪ بن شنبو جو اولاد آهن.

**جاميا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جاناڻي:** ڏيا (سما) ذات جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جانباز:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، جان قربان ڪرڻ وارو، دلير، جفاڪش. ايران کان لڏي آيل هڪ ذات جونالو.

**جانجـهـڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جانداراڻي:** ڪرمتين جي پيٺوا شاخ جو هڪ پاڙو.

**جان زئي:** خرشيون پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جان شاهي:** روهڙي وارن رضوي سيدنٰ جو پاڙو، جيڪي سيد جان شاهه جو اولاد آهن.

**جانواڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (تاريخ سجاول ص 346). ٽنڊي محمد خان ۾ سنيا وينا آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "جانواڻي" آهي، ميمڻن ۾ پڻ آهن. ڪرمتين جي پيٺوا شاخ مان پڻ "جانواڻي" آهن.

**جانوري (جانو هري):** ايس. صادق عليءَ جي لکڻ موجب ڪرمتي ۽ چانديا، هوت ولد مير جلال خان بلوچ جو اولاد آهن. جانوري ان ڪرمتي بلوچن مان آهن. ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ "جانوري" چانڊين جي هڪ شاخ آهي. جنهن جو مورث اعليٰ "ڏيرڻ" خان چانديو هو، جيڪو نواب غيبي خان جو خاص ماڻهو هو، جنهن هڪ سولنگي سردار کي ماري ان جي تلوار ڪٽي اچي نواب کي ڏني هئي، جنهن تي نواب هن کي "جنجهوري" جو لقب ڏنو جيڪو بدلجي "جانوري" ٿيو، جنهن بعد هي "جانوري" سڏجن ٿا.

**پهاڪو: جانوري نہ ٿانوري، نہ تہ ڇجا نوري.**

جانورين جا خاص پاڙا آهن: 1. بـُلنداڻي 2. بناڻي 3. بهاوالداڻي 4. جنـگـناڻـي 5. چـولـيـاڻي 6. چٺاڻي 7. حملاڻـي 8. دائـوداڻي 9. دوداڻـي 10. رجياڻي 11. رحيماڻي 12. زهراڻي 13. سوماراڻي 14. شيراڻي 15. صادقاڻي 16. صالحياڻي 17. گلماڻي 18. گوماڻي 19. معارفاڻي 20. مهراڻي 21. ميواڻي 22. ورياڻي ۽ 23. وليداداڻي.

**جانورياڻي:** کوسن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جانوئاڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو آهي، هنن کي "ڪرڳ" بہ چون ٿا، ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**جاني:** سمن جو هڪ پاڙو آهي، جاني لفظ جي معنيٰ آهي، پيارو، دلربا، محبوب، معشوق وغيره، هي فارسي لفظ آهي. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي تہ "جاني" ڪورائي قبيلي جو پاڙو آهي.

**جانياڻي:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو هڪ پاڙو.

**جانيگاڻي:** چولياڻي چانڊين جو هڪ پاڙو آهي.

**جاوتيا:** سماٽ ميمڻن ۽ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جاوداڻي:** رند بلوچن جو هڪ پاڙو.

**جبال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي بيرام خان جي پٽ جمال خان جو اولاد آهن.

**جبريہ:** عربي لفظ آهي. جنهن جي لغوي معنيٰ آهي. "بنده" پنهنجي ڪم ۾ خودمختار نہ آهي. جبريا عرب آهن. جيڪي محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ ۾ آيا هئا. جن مان شيخ طائي درويش هالائيءَ وارو نهايت مشهور هو. جبريہ عرب جي حريا شاخ مان آهن ۽ سنڌ ۾ شيخ سڏجن ٿا.

**جبلاڻي:** بڙدي بلوچ آهن. جبل ۾ رهڻ جي نسبت سان سندن نالو "جبلاڻي" پيو آهي.

**جبلي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا.

**جبوجا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. ٺٽر ۾ رهن ٿا.

**جَتَ:** جت نهايت قديم قوم آهي. جيڪا سنڌو درياءَ جي ڪپن تي رهندي هئي. ذاتين جي ماهرن هن قوم کي سنڌ جا سماٽ لکيو آهي. سنڌ م شاهبندر. جاتيءَ سيوهڻ جا جت نهايت مشهور آهن. جتن کي جت. جٽ. ڄٽ. جاٽ. زُط ۽ جدگال جي نالن سان سڏيو وڃي ٿو. هن وقت سنڌ ۾ مروج نالو "جت" آهي. هندو جاٽ. جتيا. چون ٿا. عرب زُط. الاساوره. السياهہ بج. الاندغار ۽ مڪران وارا جدگال چون ٿا. جد جي معنيٰ جٽ ۽ گال جي معنيٰ ڳالهہ آهي. يعني جتن جي ٻولي. جت ۽ جدگال هڪ آهن. فارسي وارا جاٽ ۽ ملاغسي زبان ۾ آڏن. اجت يا اجتہ چون ٿا. سنڌ جي سماٽي جتن جون مکيہ اوڙڪون. لاکاڻي جت. چام لاکي جو اولاد. فقيراڻي جت. فقير سانول جو اولاد ۽ ٻجار پوٽا. چام ٻجار جو اولاد آهن. اهي جت سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل آهن. جن جو ذڪر سڪندر اعظم سان گڏ آيل مورخن ڪيو آهي. بمبئي انتراپالاجيڪل جرنل 1930ع موجب جت سنڌ جا اصل باشندا آهن. جن جو ذڪر موهن جي دڙي جي آثارن مان پڻ ثابت آهي. تاريخ مظهر شاهجهاني. تاريخ معصومي. بيگلارنامہ. تحفتہ الڪرام. مرزا قليچ بيگ. مولائي شيدائي. ڊاڪٽر مرلي ڌر جيٽلي. غلام رسول مير جت. محمد پرويز شاهين. انور بيگ اعوان. بيليو. آرل اسٽين. سورلي. سمٿ. هيوز بلز. اينڪن ۽ ڊاڪٽر ايچ ٽي لئمبرڪ جي لکڻ موجب. جيڪي اٺن تي بار بردار. لڏ پلاڻ. سواري وغيره جو ڌنڌو ڪندڙ ماڻهو هئا (آهن). انهن کي"جت"سڏيو ويو آهي ۽ هي سنڌ جا اصل باشندا آهن. ڪن ڪن علائقن ۾ هنن کي "گوجر - گجر" پڻ چيو ويو آهي. **جٺا جت زاده وجت مهر بونم.**

جت اصل ۾ جاٽ هئا. هي ٿريون ڪندا هئا. جنهن ڪري ماڻهو سندن نالا باربار دهرائيندا هئا. جنهن ڪري جاٽ مان "جت" ٿي پيا. ويدڪ. راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ جي زماني ۾ بہ جت سنڌ ۾ آباد هئا. 1962ع ڌاري جرمنيءَ جي پروفيسر ڊاڪٽر زيگ رڊ ويسٽ فال ۽ ڊاڪٽر هائنس ويسٽ فال سنڌ جي جتن تي تحقيق ڪئي هئي ۽ انهن هڪ ڪتاب The Jats of Pakistan لکيو هو. هنن جو چوڻ آهي تہ جت قوم جا

ماڻهو (سنڌ وارا) عراق ۽ عربستان ۾ آباد آهن. جن کي "مدان" چون ٿا. جيڪي خانبدوش آهن. هي تڏا ۽ واڻ ناهين ٿا. انن تي بار ڍوئين ٿا. سنڌ جا جت ڇورن جا پيرا کڻن ٿا. نکتن جي مدد سان موسم جي اڳ ڪٿي ڪن ٿا. جت سنڌ جا سماٽ آهن. انهن مان 19 صديءَ ۾ ملڪ زوراور خان جت وارا هيءَ جو حاڪم هو. جتن جا سردار ملڪ محمد صديق جت ۽ ملڪ غلام حسين ولد جهان خان جت پاڻ کي "سماٽ" سڏائين ٿا. هي چون ٿا ته اسان سنڌ جي سمي جو اولاد آهيون. جتن جي سردار کي "ملڪ" ۽ ان جي رهڻ واري هنڌ کي "ملڪ راڄ" چون ٿا. ٺٽي ضلعي ۾ جاتيءَ واري هنڌ کي "ملڪ راڄ" جي حيثيت مليل آهي. جاتيءَ تي نالو به جتن جي نسبت سان پيل آهي. انهن جتن جي پنجن برادرين محمد بن قاسم جي مدد ڪئي هئي. جنهن ڪري هن مسلمان فاتح کي سنڌ فتح ڪرڻ ۾ سهولت ٿي هئي.

ڪتاب پاڻني وياڪرڻ ۾ ٽي هزار سال اڳ جي جتن جو بيان ٿيل آهي ته "جت" نج سنڌي آهن. ڪتاب **History of The Kalika-Rajan Qanungo, Klkata 1925** ۾لکيل آهي ته سماٽي جت. هماليه. سنڌ. پشاور. بلوچستان. مڪران. افغانستان. ڪوه سليمان. عراق. عربستان۽ايران ۾ پکڙيل آهن. ڪتابن ۾ لکيل آهي ته محمد بن قاسم سان جن جتن منهن اٽڪايو هو. انهن جا ٻيڙا ڀري عراق ۽ بصره روانا ڪيا ويا هئا. جيڪي واسط. مدان ۽ بصره ۾ آباد ٿي ويا. ايران جي بندر عباس واري حصي ۾ پڻ سماٽي جت رهن ٿا.

مير چاڪر خان بلوچ جي زماني ۾ بلوچستان ۽ مڪران ۾ گهٽ درجي ۽ ذاتين وارا بلوچ رهندا هئا. جن وٽ اٺ هئا. انهن کان مير چاڪر خان بلوچ جنگين دوران جنگي سامان. لڏ پلاڻ جو سامان ڪٽايو ۽ قافلن جي صورت ۾ سفر ڪندا رهيا. جنهن نسبت سان اهي انن وارا "جت بلوچ" سڏجڻ لڳا. هي جت سماٽ نه آهن. سنڌ جا جت پنهنجو پاڻ کي پڏائڻ خاطر بلوچ سڏائين ٿا. ليڪن اها سندن عظيم ڀل آهي. غلام رسول مير جت "جتن جي تاريخ" لکي هئي. جنهن ۾ هن لکيو آهي ته بلوچستان ۽ مڪران وارا جت اصل ۾ سنڌي جت آهن. بلوچن سان ملي پاڻ کي بلوچي جت چوائڻ لڳا. محمد هارون جت مڪران جو گورنر ٿيو ته هنن به زور ورتو. جن مان ڪن پاڻ کي "ميرجت" به چورايو. جن جي اڳواڻي ڪويل ديواني جي اولاد مان راوچي هو. جيڪو مير چاڪر خان بلوچ جي لشڪر ۾ انن وارن جتن جو سربراهه هو. وفاداري سبب ڪيس چاڪر خان "مير جت" جو لقب ڏنو. اهڙي طرح سان اونار. ننيار. ونگائي. چاموٽ. ڪاندي. مـَنهون راڄ ۽ پڪي راڄ جتن جا وڏا ڪيڙ آهن. جن جا سوين پاڙا آهن. جن جو احوال پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ڏنو ويو آهي.

ڪلهوڙن. ٽالپرن ۽ ٻين حاڪمن سنڌ تي حملن ڪرڻ وقت پنجاب جي سرائي پٽيءَ ۾ رهندڙ جتن (جاٽيا - جت) کي مال ۽ باربردار. انن ذريعي ڪٽائي سنڌ ۾ داخل ٿيا. اهي آيل جت (جاٽ) مستقل طور انهن حاڪمن جي مهربانين سبب آباد ٿي ويا. جن جي ٻولي جتڪي ۽ سرائڪي هئي. جنهن سبب سنڌ جي جتن تي پڻ اثر پيو. اثر هيٺ آيل سنڌ جا جت به سرائڪي ٻولي ڳالهائڻ لڳا. پنجاب جا جت پاڻ کي "سماٽ"

چورائڻ لڳا. ليڪن اهي سمات نہ آهن.

هندو جتن جي هڪ اوڙڪ جو نالو "هوت" آهي، جن مان مير جلال خان بلوچ، "عجوبہ" نالي ناچڻي عورت سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو، ناناڻي اوڙڪ جي نسبت سان "هوت" رکيو ويو. اهو هوت ڏاڏاڻي نسبت سان بلوچ ۽ ناناڻي نسبت سان جت هو. انهي هوت واري نسل مان چانديا، ڪر ي، هوت، جت وغيره آهن. پنهون ۽ سسئي وارو مجازي معاشقانہ داستان پڻ هن هوت جي اولاد مان آهي، جنهن ڪي سسئي، بلوچ، هوت ۽ جت جي نالن سان سڏيو آهي، ثبوت خاطر ڪجهہ بيت هيٺ ڏجن ٿا:

1. اول آخر آه، هلڻ منهنجو هوت ڏي،
پورهئو سندو پورهيتين، والي! ڪيم وڃاء،
سومون ٿورو لاء، جن جئري ملان جت ڪي. (شاهہ)

2. ڇڪس سڀ ڇئي، ماڙهو سڀ پنهور جا،
سا موٽي ڪينءَ مئي، جہ جو جانب جت وٺي ويا. (شاهہ)

3. آءٌ ويندي پنهل جي پار، ميان ٽڪيس ڪين ٿرن ۾،
مون من ڳڏي گودريمن، ڪيچي ٿيم قرار،
ذات جتن جي جيڏيون، جيءُ وڏو آهي جار،
ڪندي وڃي ڪيچ ڏي، ڪنيزاڻي ڪار،
آهي ڪاڻ قريب جي، وڃڻ مون وٽڪار،
سارو ڪر "سچوء" جو آهي، انهن جي اختيار. (سچل)

مورخن جي راءِ آهي تہ جت، راجپوت ۽ گوجر آرين ۽ سٿين جي نسل مان آهن ۽ اهي هر قوم ۾ موجود آهن. علائقي ۽ خطي جي لحاظ سان انهي جي بولي ڳالهائين ٿا. (بحوالہ: جنت السنڌ ص 58) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات جلد ٻيو، ص 896 تي سماٽي جتن جا 43 پاڙا لکيا آهن، اهڙي طرح ايس . صادق علي ص 55-54 تي سماٽي جتن جا 91 پاڙا ۽ ص 29 تي بلوچي جتن جا 37 پاڙا لکيا آهن. جت قوم ڪي بحث بنائيندي، سماٽي جتن، بلوچي جتن ۽ سرائي جتن جي پاڙن، اوڙڪن ۽ ذاتين جو هڪ تقابلي چارٽ عرض رکجي ٿو، جنهن مان معلومات ۾ ڪا في واڌارو نظر ايندو.

| سماٽي جت | بلوچي جت | سرائي جت |
|---|---|---|
| 1. آسر، 2. آمڙائي، 3. اونا، 4. اونوال (اَنو)، 5. اوني، 6. اڄڻ، 7. ابڙا، 8. اسپاني، 9. برهماڻي، 10. بنبال (بنبل)، 11. بليدي، 12. بنگلاڻي، 13. بجار پوٽا، 14. بالادي، 15. بلادي، 16. برادي، 17. بيگاڻي، 18. بينگياڻي، 19. بهراڻي، 20- باريجا، 21. ٻبر، 22. ٻٽي، 23. ٻند، | 1. اونسائي، 2. بابرائي، 3. بارجنگ، 4. بجاراڻي، 5. پاريجا، | 1. آهر، 2. آهير، 3. اعوان، 4. باجوه، 5. بدا، 6. پاڳت، 7. پڳت، 8. پند، 9. |

24. تيوٽا. 25. ٽونيا. 26. ٽمبراٽي. 27. ٽراٽي. 28. ٿانوري. 29. ناراٽي. 30. ٽنيار. 31. پاسارا. 32. پرهيار. 33. پلال. 34. جسڪاٽي. 35. جويا. 36. جاٽي. 37. جوڪيا. 38. جهولن. 39 چڪراٽي. 40. چنڙ (چونر). 41. خشڪ. 42. خاناٽي (چوڪراٽي). 43. ديدڙ. 44. ديناري. 45. دائيداٽا. 46. دباٽي. 47. ڏاوچ. 48. ڊومڪي. 49. ڊومبڪي. 50. ڏهر (ڏهو). 51. ڏهراج. 52. ڏهريجا. 53. ريٽي. 54. ريد. 55. زرداري. 56. زهراٽي. 57. زونٽر. 58. ديداري. 59. راڏاٽي. 60. رڏ. 61. سنجراٽي. 62. سوهو وال. 63. سجاهي. 64. سولنگي. 65. سامتاٽي. 66. سرواڻ. 67. شالماٽي. 68. قمبراٽي. 69. ڪلدي (ڪلادي). 70. ڪهيري. 71. ڪٺوهڙ. 72. ڪولاچي. 73. ڪليري. 74. ڪلهوڙا. 75. ڪلرا. 76. ڪلاچي. 77. فقيراٽي. 78. گاڏهي. 79. گوپانگ. 80. گهنيا. 81. گهنيا. 82. لاڪاٽي. 83. لشاري. 84. لاڪير (لاڪر). 85. لنجواٽي. 86. لاڪار. 87. ميرجت. 88. ماڪول (مڪول). 89. ملاٽا. 90. ماڇي. 91. منجهو. 92. مدان. 93. مهراٽي. 94. مهيري. 95. هتار. 96. جج. 97. سالاراٽي. 98. وڏيرا. 100. سنبوال. 101. ڦليهڙا. 103. ماڪڙاٽي. 104. ابوڙائي. 105. بهادراٽي. 106. ٻبراٽي. 107. منواٽي. 108. مسوراٽي. 109. مڪڙا. 110. ماهيڙ. 111. ڏنگواٽي. 112. ڪاڇواٽي. 113. فتواٽي. 114. راڻاٽي. 115. ونگاٽي. 116. گسر. 177. عمراٽي. 118. گيانچه. 119. گهنائو. 120. شيهه. 121. مياٽي. 122. عامر. 123. اوناٽي. 124. شاديء. 125. مارواٽي. 126. شهيگي. 127. رتاٽي. 128. ٻڙجانگ. 129. سهتڪاٽي. 130. گوپلا. 131. حاجياٽا. 132. ملاٽا. 133. نول. 134. ريبار. 135. ريديٽي. 136. قاصد. 137. ريبارا. 138.نونداٽي (مهيري). 139. گوپلا. 140. منداٽي. 141. گوحر (گجر). 142. پکي راڄ. 143. ٿنيار. 144. منهون راڄ. 145. جلالاٽي. 146. قيصراٽي. 147. مياندااٽي (مهيري). 148. آدماٽي (ڊومڪي جت). 149. ڇچڙا. 150. گورا. 151. روڙا. 152. ماڻڪاٽي 153. ڀڙائي 154. منياٽي 155. سريال 156. ملڪ زادا 157. حمزه پوٽا 158. سهاٽي 159. للاٽي 160. هسڙي 161. چمڙيا 162. عيسباٽي 163.گراسيا 164. ڪاندي 165. ونگائي 166.. اوٺار 167. شاهواٽي 168. سنيا

6. بورجاٽي. 7. بيٽائي. 8. پاتريا. 9. پڪريا. 10. چانگ. 11. چوڪا. 12. چمريا. 13. خاناٽي. 14. دبيد. 15. رتاٽي. 16. سالاراٽي. 17. سن ولاٽي (فال). 18. سيائي. 19. شاهه بيگ. 20. شادي 21. شتڪاٽي. 22. عيساٽي 23. فاطواٽي. 24. ڪجواٽي. 25. گجڇا. 26. گسرا. 27. لالاٽي. 28. لگر. 29. ماڪڙا. 30. ماريا. 31. مجاٽي. 32. ميوا. 33. ميواٽي. 34. ونگائي. 35. ملڪاٽي. 36. راڏاٽي. 37. ڪرمتي. 38. مهيري.

پٽ. 10. ٻوڪ. 11. بوهر. 12. تيوٽا. 13. ٿاٽري. 14. ٿانورڪو. 15. ٽگڙ. 16. جويا. 17. گجل. 18. گورڙ. 19. ڇچڙا. 20. سيال. 21. سينج. 22. سٽيال. 23. سندو. 24. سرائي. 25. ساهڙ. 26. سهاڪ. 27. سامٽيا. 28. ڪنسيرا. 29. ڪيمتيا. 30. ڪهلوڙ. 31. چگدا. 32. مسن. 33. ڪوڪر. 34. ورڪ. 35.چوهاڻ. 36. نون. 37. جراح. 38. دوگر. 39. ڪاهلون. 40. هيجڙا. 41. ريباري (رهباري). 42. گهتوال. 43. مليار. 44. ڪٿانا. 45. ڦهار. 46. ڪنهار. 47. جولاها. 48. ترڪان. 49. پنيا. 50. پاتولي. 51. چرهوا. 54. مالي.

مسٽر اوبرائن (O'Brien) ذاتين جو ماهر هو. هن لکيو آهي ته، جاتڪي زبان ۾ گله بان يا اٺ چارڻ وارن کي ”جت“ چيو وڃي ٿو. هنن کي ”شتربان“ به چون ٿا. مسٽر اوبرائن وڌيڪ لکي ٿو ته جت چون ٿا ته جيڪو اٺ بار کڻي نه سگهندو آهي ته ان اٺ جو پيچ ڪٽي ڇڏبو آهي. جتن مان ڪجهه سڌريل ٻاڙن ٻانڻ کي

جتوئي ۽ جمالي ٻنهي سڏائڻ شروع ڪيو آهي. ان ڪري چوڻي آهي تہ جتوئي ۽ جمالي اصل ۾ "جت" آهن. آخر ۾ شاهہ صاحب جو جتڪي زبان ۾ چيل شعر عرض رکجي ٿو:

واڇـــان واڇـــان ڪريـــڻ واڇـــڻ جـــي وائـــي،
هوجـــڻ جـــي هـــل تـــي مڙهيـــاس ڙي مـــائي،
ماڪ ڪل نہ ٻي ڪائي، ماڻهو هئون هوت هٿي وها. (شاهہ)

**جتري:** هڪڙن (سما) جو پاڙو آهي.

**جتڙ:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**جتڪ:** بلوچي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، شڪست کاڌل، هارايل. هي بروهي قوم جي زهري قبيلي مان آهن. هنن کي "بانزوزئي" ٻڻ چون ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: شاهوزئي، جلال زئي، احمدائي، سومرائي، زغمائي، گزگي، هنرائي، جاڙوزئي، جاگرائي، عاليائي، سيدزئي، سمالائي، خميسائي، مريدزئي، سنيڪائي، ڪلوزئي، دشت گائي، دريزئي، آرمائي، عمرائي، جهانگيراني.

**جتڪي:** مگسي بلوچن جو پاڙو آهي.

**جتوئي:** هيءُ قبيلو سنڌ جو مالدار ۽ خوشحال قبيلو آهي، هنن جي حسبي ۽ نسلي سلسلي بابت ڪافي روايتون آهن، جن جو ذڪر ڪافي ڪتابن ۾ آيل آهي. جن مان ڪجهہ هن طرح آهن:

(1) جتوئي مير جتوئيءَ جو اولاد آهي، سندن ڏاڏو (نانو) مير جلال خان بلوچ آهي، مير جلال خان بلوچ کي ڇهہ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ "جتو" هئي، جيئن تہ جتو جو مڙس اولاد ٿيڻ کان اڳ ۾ وفات ڪري ويو هو، جنهن جي افسوس ۾ مائي "جتو" پاڻ پٽر (تڏو) ڪيو هو، چند مهينن بعد هن کي هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو هن پنهنجي نالي جي نسبت سان "جتوئي" نالو رکيو. جنهن کي "مير جتوئي" چيو ويو.

(2) ڪتاب قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهوءَ ۾ مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ نوس بن هرين جي هڪ پٽ جو نالو مير مراد خان هو، جنهن کي پهرين زال مان اولاد ڪونہ هو، اولاد خاطر هن پنهنجي سوٽ جتوءَ سان نڪاح ڪيو، هن کي پٽ ڄائو، جنهن جو اولاد "جتوئي" آهن. ايس . صادق علي ٻڻ هن راءِ سان متفق آهي.

(3) هڪ روايت موجب جتوئي، جت آهن، مير چاڪر خان جو جنگي سامان ڪڻندا هئا ۽ بيرق بردار هئا. فرمانبرداري، ايمانداري، وفاداري ۽ شجاعت سبب، مير چاڪر خان، جتوئيءَ کي پنهنجي جهنڊي هيٺان آڻي بلوچ قوم ۾ شامل ڪيو، ان ڏينهن کان ٻوءِ جتوئي جتن بجاءِ "جتوئي" سڏجن ٿا.

(4) ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 130 موجب "جتوئي" ساتڪ زئي قبيلي جو پاڙو آهي. جتوئي قبيلي جو اصل وطن ڪڇيءَ ۾ پنر جتوئي رياست هئي. زماني جي لاهن چاڙهن سبب اتان هجرت ڪري پنجاب جي سرائي پٽيءَ کان ٿيندا، بکر کان سنڌ ۾ داخل ٿيا. سرائي پٽيءَ ۾ رهڻ ڪري هنن سرائڪي زبان ڳالهائڻ

اختيار ڪئي. جنهن ڪري اڄ ڏينهن تائين بلوچن جي بجاءِ سرائي سڏجن ٿا. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن کي هنن ساٿ ڏنو. جنهن سبب هنن کي جاگيرون عطا ڪيون ويون. 1857ع ۾ سردار امام بخش خان جتوئيءَ کي انگريزن جاگير ڏني. جنهن بعد فتح خان جتوئي شڪارپور وارو. جتوئي قبيلي جو سردار مقرر ٿيو.




عام طرح جتوئي بلوچن جا وڏا ڏهه قبيلا آهن: . ٻُلا. 2. پرڳڙي. 3. تڙت. 4. حلواڻي. 5. خروش. 6. شاهدين زئي. 7. شر. 8. فتحاڻي. 9. ڪوش. 10. مظفراڻي. انهن قبيلن جا وري هينيان پاڙا آهن: 1. اٽيرا. 2. ٻلا. 3. بارگاڻي. 4. بداڻي. 5. برهماڻي. 6. پرڳڙي. 7. تڙت. 8. جتوئي. 9. خشڪ. 10. خروش. 11. دياڻي. 12. سندراڻي. 13. شر. 14. شاداڻي. 15. فراش. 16. عاربائي. 18. گاڏهي. 19. گشڪوري. 20. گنب. 21. گوپانگ. 22. ڪوش. 23. ڪرسي. 24. ڪيرا. 25. ڪودا. 26. ماچي. 27. مزاراڻي. 28. نوتڪاڻي. 29. نوحاڻي. 30. حيدراڻي. 31. مصراڻي. 32. نوڙها. 33. پراداڻي. 34. گنجا. 35. زنگيجا. 36. ترٽ. 37. هستاڻي. 38. هيسباڻي. 39. هاجيجا. 40. هليلاڻي. 41. خلوراڻي. 42. ڪوراڻي. 43. نيچراڻي. 44. سعدخاناڻي. 45. گراناڻي. 46. سپڙا. 47. عطراڻي 48.مُوني. هڪ ٻي روايت موجب جتوئيءَ کي سنجر. سائو. گاهي ۽ گاگن پٽ هئا. گاگن ٻي اولاد هو. باقي سنجر جي اولاد پاڻ کي سنجراڻي. سائو جي اولاد سيوائي ۽ گاهيءَ جي اولاد گاهياڻي سڏايو.

**جٽ:** جاٽ ۽ جٽ. جت آهن. پنجاب ۾ کين جٽ ۽ سنڌ ۾ جت چيو ٿو وڃي. هنن جا خاص پاڙا آهن. وريا. ڪيڙا. ڪيوڙا. هيجڙا. گهوسي.

**جٽالي:** آرائين جي ذات آهي.

**جٽيا:** هندي لفظ آهي، جٽيا پنجاب کان آيل جت آهن. چمار هندن ۾ پڻ هڪڙي پاڙي جو نالو "جٽيا" آهي، اهي بہ جت آهن.

**جپرا:** هندي لفظ "جپ" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ديوتا جي پوڄا ڪرڻ وارا. جپرا هندو پرمارن جي هڪ ذات آهي.

**جج:** جت قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ججري:** هندو آهن، هنن جا ڪجهہ گهر حيدرآباد ۾ آهن.

**ججوها:** پنجاب کان آيل گهڻ ذات وارا سرائي.

**ججهہ:** غير سماٽ آهن.

**جد رام:** ڪاڪڙ پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**جدگال:** اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو سماٽي جت آهن. جدگال، جد جي معنيٰ جت ۽ گال جي معنيٰ بولي، ڳالهہ يعني جتڪي بولي ڳالهائڻ وارا جت. هنن سنڌ، بلوچستان، مڪران ۽ لسبيلي جي ٻين قومن سان مٿيون مائٽيون ڪيون، جنهن ڪري هنن کي گڏيل يا گڏا بہ چيو وڃي ٿو. جدگالن جا خاص پاڙا 1. رئيس، 2. ڪينگزئي، 3. مهدي زئي، 4. بند، 5. ڪوڙڪ، 6. سنگر ۽ 7 جوکيا آهن. رئيس، لسبيلي جي ڄاموٽن سان پنهنجي نسبت جي دعويٰ ڪن ٿا. ڪينگزئي چون ٿا تہ اسان لسبيلي جي ڄاموٽن مان آهيون. سنگر چون ٿا تہ اسان اصلي سنڌ جا سنڌي آهيون ۽ سنڌ جا جوکيا اسان جا مائٽ ٿين. مهدي زئي، سنگرن جي هڪ پاڙي جي شاخ آهي، اهڙي طرح جوکيا، بند ۽ ڪوڙڪ بہ هن سر زمين جي جٽن جون خاص نسبتون آهن. جيڪي پاڻ کي سنڌي قبيلي جا باشندا سڏائين ٿا.

عرب جدگالن کي "الاندغار" انن وارا جت سڏين ٿا. هي محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ شامل ٿي ملتان تائين ويا هئا. مير احمد يار خان، ڊاڪٽر سليم، عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر داد محمد بروهي ۽ پروفيسر انور رومان جي لکڻين مان پتو پوي ٿو تہ "جدگال" اصل ۾ سنڌ جا "جت" آهن. جيڪي چوٿين صديءَ ۾ سنڌ مان لڏي وڃي بلوچستان ۾ ويٺا. بروهين هنن جي چراگاهن تي قبضو ڪيو، جنهن سبب هنن مان ڪافي لڏي وڃي ايران ۽ نار ملڪن ۾ ويٺا. جڏهن اهي جدگال افغانستان جي تيره واديءَ ۾ پهتا تہ هنن کي "گوجر" سڏيو ويو. [1]

**جدواڻي:** عمراڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**جدون:** يا گدون چنگيز خان ۽ منگول تاتاريءَ جي اولاد مان آهن. ڪن هنڌن تي هي هزاروي يا هزارا سڏجن ٿا.

---

[1] مهران رسالہ نمبر 2/1 200ع، ص 45 گوجر قبيلو ۽ ان جي گوجري بوليءَ جو اڀياس از ڊاڪٽر غلام علي الانا.

جڏ: هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، وڙهڻ. جڏ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جيڪي ويڙهاڪا هئا.

جر: اصل لفظ "جل" آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، نير. جکراڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**جراح:** ڪتاب تواريخ ديره غازيخان ص 110 موجب "جراح" جت آهن.

جرار: لفظ جي معنيٰ آهي، بهادر، جنگجو، ويڙهاڪ. هي عرب کان آيل مسلمان ذات آهي.

**جراراڻي:** ڪرمتين جي گلڙي شاخ جو هڪ پاڙو.

جراڙ: نهڙين جو هڪ پاڙو. هي جراڙ بن ميئن بن عمر بن گجڻ جو اولاد آهن. تر ۾ رهندڙ حسن، سارنگ ۽ هاشم پڻ هن جو اولاد آهن. راڄا هنن جا پڳدار آهن.

**جراڙ پوٽا (جراڙ):** مٽياري سيدن جو پاڙو آهي، هي سيد جلال عرف جراڙ جو اولاد آهن. پيرزاده، پٺاڻي ڪريم پوٽا، مناڻي، حسن پوٽا ۽ اجناڻي، سيد هنن مان آهن.

**جرال:** راجپوتن جو پاڙو آهي، (بحوالہ:- ڪتاب شاهان گوجر)

**جرپال:** جولاهن جو پاڙو آهي.

**جرر:** غير سماٽ آهن.

**جرڪاڻي:** مرزا قليچ بيگ جي لکڻ موجب مزاري آهن.

**جرڪشپوٽا:** سماٽ ذات آهي، هي حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ۾ رهن ٿا.

**جرڪيپوٽا:** رانوڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**جرل:** اعواڻن جو هڪ پاڙو.

جروار: بلوچ قوم جي ڪيترن ئي قبيلن جي پاڙي جو نالو آهي، جهڙوڪ

1- رندن جي هڪ پاڙي جو نالو.

2- عمراڻي بلوچن ۾ جروار آهن.

3- کوسن جو هڪ پاڙو آهي، هي پنجاب کان آيل آهن.

4- مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي مان هڪ آکهہ جو نالو: قيصراڻي" آهي، جنهن مان هڪ پاڙي جو نالو "جروار" آهي.

5- مري بلوچن جي غزيني قبيلي مان هڪ شاخ جو نالو "جروار" آهي.

**جرواڻ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جرواڻي:** گورچاڻي بلوچن جي پتافي پاڙي مان هڪ ڦريءَ جو نالو.

**جروٽيا:** نکر (ناڪر) آهن. اصل وطن ڪانگڙا اٿن.

**جريمه:** عرب ملڪن کان آيل "عرب" آهن. جيڪي انصاري ۽ شيخ سڏجن ٿا. سيوهڻ وارا انصاري ۽ سُپيا هنن مان آهن.

**جڙائي:** ڪيچ ۽ پيچ کان آيل ميمڻن جو هڪ پاڙو.

**جزراڻي:** محمد شهي بروهين جو هڪ پاڙو.

**جساڻي:** ونگائي جتن جو هڪ پاڙو. هي لاکو سيائي چاموٽ جو اولاد آهن.

**جستاڻي:** بلوچ آهن. جن جو شجره هن طرح آهن:




**جسراج پوٽا:** جيسلمير مان لڏي آيل هندو پرمارن جي هڪ ذات. هي ٿر ۾ رهن ٿا. عام هندن ۾ پڻ "جسراج پوٽا" آهن. هي پاڳيا نک مان آهن ۽ "ٺڏاڻي" به سڏجن ٿا.

**جَسڪاڻي:** جتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي سماٽ آهن.

**جِسڪاڻي:** بلوچ قوم جي مختلف قبيلن جي هڪ پاڙي جو نالو جهڙوڪ: 1- گورچاڻي قبيلي ۾. 2- رند قبيلي ۾. 3- دريشڪ قبيلي ۾. 4- دومڪي قبيلي ۾. 5- جتوئي قبيلي ۾. 6- ڪتاب بلوچ قوم اور ان کي تاريخ از مولانا نور احمد خان فريدي ص 348 تي لکيو آهي تہ بلوچ خان جي پٽ جو نالو "جسڪ خان رند" هو. جنهن جي اولاد کي "جسڪاڻي" چون ٿا. ان موجب جسڪاڻي بلوچن جو شجره هن طرح آهي:



گورچاڻي قبيلي موجب "جسڪاڻي" بلوچن جو شجره هن طرح آهي:




رحيمداد خان مولائي شيدائي، ڪتاب مختصر تاريخ بلوچستان ص 28 تي گورچاڻي بلوچن جي جسڪاڻي شاخ جا هيٺيان پاڙا لکيا آهن: 1. جلالاڻي، 2. داداڻي، 3. دلشا تلاڻي، 4. شاهاڻي، 5. فنجواڻي، 6. فتحياڻي، 7. ڪيوگاڻي، 8. گهرام، 9. لشڪراڻي، 10. مير خاڻي، 11. مندراڻي، 12. ممداڻي، 13. سرگاڻي، 14. قندراڻي، 15. ملياڻي. 1769ع ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ جسڪاڻين ۾ سخت جنگ لڳي هئي، جنهن ۾ جسڪاڻين شڪست کاڌي هئي.

**جسوال:** هوشيار پور جي هڪڙي قديم خاندان "جسوان" راجپوت جو اولاد آهن. ڪانگڙا جي ڪٽوچ خاندان کي قريب چون ٿا.

**جسواڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات آهي.

**جسوجا:** هندو قوم جي هڪ پاڙي جو نالو هنن کي "جسودا" پڻ چون ٿا. هي اروڙ ونسي آهن. پوچواڻي ۽ ساجناڻي پڻ جسوجا نک مان آهن.

**جعفر:** راهواڻي نهڙين جو هڪ پاڙو.

**جعفراڻي:** بلوچ قوم جي ڪافي قبيلن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جهڙوڪ: 1- بگٽي بلوچن جي نوتاڻي ۽ ماسوري قبيلي مان جعفراڻي آهن. 2- بوزدار بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو جعفراڻي آهي. 3- مستوئي بلوچن جو هڪ پاڙو جعفراڻي آهي. سماٽي ميمڻن ۾ پڻ "جعفراڻي" آهن. ٺٽي ضلعي ۾ سنيا وينا آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "جعفراڻي" آهي. مرين جي غزيني قبيلي مان مهڪاڻي شاخ جو هڪ پاڙو. هي جعفر خان بن مير حاجي خان جو اولاد آهن.

**جعفر پوٽا:** شاهوڪن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جعفري:** عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ڪندن، طلا، خالص سون، گينڊي، جو گل وغيره. جعفري اصل ۾ عرب کان آيل قريشي ۽ هاشمي آهن. جيڪي حضرت مُحمد صلي الله عليه وسلم جن جي سوٽ ۽ حضرت علي رضہ جن

جي پاءُ "جعفر طيار" جو اولاد آهن، جنهن نسبت سان هي "جعفري". سڏجن ٿا. هي محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا. ان بعد 423 هه ڌاري اسلام جي تبليغ خاطر ديبل بندر ڪان سنڌ ۾ آيا ۽ آباد ٿي ويا. سنڌ ۾ رهندڙ بيون قومون حضرت امام جعفر صادق سان پنهنجي الفت خاطر، پاڻ کي "جعفري" چوائين ٿا. سومرن ۾ ڪجهه ماڻهو اهڙي نسبت سان "جعفري" سڏجن ٿا. جوکين، ٻڙدين ۽ بليدين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جعفري" آهي، هتي عرب کان آيل جعفرين جو شجره عرض رکجي ٿو:




**جڪوزئي:** محمد شهي بروهي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جکرا:** سمن جو اولاد آهن، جيڪي آبڙ ۽ ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا. هنن جي شجري لاءِ به روايتون آهن:

1. سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان ڄام لاکو بن لاکيار به شاديون ڪيون هيون، گندري (ملاح) ذال مان هن کي چار پٽ هئا. ننڍي پٽ جو نالو "انڙ" هو، ان جي اولاد مان "جکرا" آهن.

هنن جو شجرو هن طرح آهي.




هن جکري جو اولاد 1- اڇڻ، 2- ارادين، 3- ٻگهيا، 4- ٻرا، 5- ٻنا، 6- ٻليجا، 7- ڏيٽا، 8- ڏيپر، 9- ساهڙ، 10- لاکا، 11- منگرپيوتا ۽ 12- هنگورا 13. گهڙ 14. مهڙ 15. هوتياڻي 16. هالاڻي 17. تيباڻي ۽ 18. اوڊاڻي آهن.

2 - ٻي روايت موجب ڄام جوڻو عرف ڄام جوناهه، جنهن سنڌ تي حڪومت ڪئي هئي، ان جي پيڙهيءَ مان جکرا آهن. سندن شجرو هيٺنين طرح آهي:

پلي

|

ساند

|

ويره

|

ڄام هاپر

|

گڙ راهو

|

ساند

|

جکرو

هڪ ٻئي حوالي موجب "جکرا" سنگراسين جو پڻ پاڙو آهي. هي راٺو سنگراس پٽ ڏجڻ پٽ ڪينئرو جو اولاد آهن.

**جَــڪَـراڻي**: ڏيا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**جَـڪِـراڻي**: هڪ بهادر بلوچ قبيلو آهي، جنهن لاءِ ڪافي رايا آهن، مثلاً:

1- مرزا قليچ بيگ جي لکيل ڪتاب قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهوءَ جي ص 305 تي لکيل آهي تہ "جکراڻي" جکري جو اولاد آهن، جيڪو مير چاڪر خان جي نسل مان هو.

2- ڪتاب "بلوچ" از م - ڪ پيڪولين ص 72 تي لکيل آهي تہ "جکراڻي" رند آهن، هي پهرين ڊومڪين سان شامل هئا. 1845ع ۾ ڊومڪين کان جدا ٿي ويا.

3- ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب "جکراڻي" مير چاڪر خان جو اولاد آهن، جنهن ڪري هي رند آهن.

4- تاريخ بلوچستان از مولائي شيدائي جي لکڻ موجب جکراڻي، بگٽي بلوچن جي راهيجا پاڙي مان آهن.

5- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ لکيو آهي تہ هي بلوچ آهن.

6- پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙو، ڪتاب سنڌ جون چند ذاتيون ۾ لکيو آهي تہ "جکراڻي" بلوچ آهن.

7- جکراڻي، مگسين مان آهن.

8- ڪن جو چوڻ آهي تہ "جکرو" ابڙو يعني سمون هو، جو مير چاڪر خان سان گڏ رهيو ۽ پاڻ کي "بلوچ"

سڏائڻ لڳو. جکراڻي ان مان آهن.

جديد تحقيق موجب "جکراڻي" مير چاڪر خان جي اولاد مان "رند بلوچ" آهن. هنن جي چڱي مڙس جو نالو مير درياءَ خان جکراڻي هو. جيڪو انگريزن سان لڙيو هو. هڪ ناهه تحت انگريز وائسراءِ سر چارلس نيپيئر هن کي معافي ڏني ۽ جاني ديري ۾ هڪ جاگير عطا ڪئي. ڪجهه عرصي بعد وري هن فساد ڪيو. جنهن ڪري هن کي گرفتار ڪري عدن ڏانهن روانو ڪيو ويو. جتي هن وفات ڪئي. جنهن بعد ڪجهه ناپر تي.

جکراڻي قبيلي جا خاص پاڙا هن طرح آهن:

1. نڳ. 2. جر. 3. درگاڻي (ديرگاڻي). 4. دير خاني. 5. روزڻاڻي. 6. سابواڻي (ساواڻي). 7. سناڻي. 8. سلکاڻي. 9. سياهه قد (سياه قاز). 10. سدڪاڻي. 11. سولڪاڻي. 12. ساليواڻي. 13. سواناڻي. 14. دوداڻي. 15. رودناڻي. 16. خرخاڻي. 17. شهواڻي. 18. ڪروڙ خاني. 19. ڪٽوڪاڻي. 20. گورشاڻي. 21. متاڻي. 22. مرزلياڻي. 23. منجهاڻي. 24. موجاڻي (مجاڻي). 25. مولڪاڻي. 26. ملڪاڻي. 27. ميرخاڻي. 28. عيساڻي. 29. ناز گهواڻي. 30. نوداڻي. 31. نوڪو.

**جکري:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي. شيخ ريحاڻ سومري سان واسطيداري ڪري هي ريحاڻ پوٽڙا (ريهاڻ پوٽڙا) پڻ سڏجن ٿا. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**جکريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن جو ڏاڏو جکرو هو. ايس . صادق علي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ 1911ع جي آدم شماري موجب "جکريا" ملاح آهن.

**جکريپوٽا:** صابرن (سومرا) جي هڪ پاڙي جو نالو. هي، لسبيلي ۾ رهن ٿا. هي جکري سومري جو اولاد آهن.

**جکريجا:** جکري + جا = جکري جو پٽ. سمن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**جکڙا (جکڙ):** ابڙن (سما) جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي اتر سنڌ ۾ رهن ٿا. ڪتاب شاهان گوجر ص 183 تي لکيل آهي تہ پنوار ۽ جکڙ راجپوت سوم بنسيءَ جو اولاد آهن. پوڙ. پلوت. پنيلا ۽ جکڙ پاڻ ۾ آهن ۽ راجپوت آهن. هنن جا ڪافي گهر ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب "جکڙ" "جاکڙ" ذات جي بگڙيل صورت آهي. وڌيڪ ڇاڻ لاءِ "جاکڙ" ذات ڏسڻ گهرجي.

**جکڻ:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي ابڙ ۾ اچن ٿا. جکڻ سنسڪرت لفظ جشن تان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ دل ۾ ڏک تيڻ آهي.

**جکوجا:** هندن جي ذات آهي. کير واريون ڳئون پالين ٿا.

**جگتياڻي:** هندو عاملن ۽ آڏواڻين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جگر:** برهمڻ کترين جي هڪ نک جو نالو.

**جگراڻي:** ٺٽي ضلعي ۾ ڪاري واري حصي ۾ رهندڙ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جگسي:** ساند پليءَ جي ستن پٽن مان هڪ پٽ جو نالو هگورو هو. ان جي اولاد کي "جگسي" چون ٿا. ٽيبا سميجا ڪل مان آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جگسي" آهي. جگسي ملاح ۽ سما آهن.

**جڳتاڻي (جڳتياڻي):** هندن جي ذات آهي.

**جڳسرگا - جڳرگا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جڳسين:** سمن مان آهن.

**جڳند:** ڏاريجا چاچڙن جو هڪ پاڙو.

**جڳواڻي:** هندو قوم جي هڪڙي پاڙي جو نالو.

**جڳيا:** هڪ مسلمان سمات ذات آهي.

**جڳياسو:** ڌرمشالن ۽ ٽڪاڻن جي سيوا ڪرڻ ۽ رکوالن جي هندو ذات آهي، جن کي عام طور "پائي" چون ٿا.

**جڳياسي:** هندو قوم جي هڪ ذات.

**جلاد:** دهلي دربار ۾ ڪم ڪندڙ هڪڙي سيلاني شڪاري ذات جو نالو. ڪجر هو. جنهن کان جلاديءَ جو ڪم ورتو ويندو هو. جن کي ذات جا "جلاد" چون ٿا وڏيڪ لاءِ ڪجر ذات ڏسڻ گهرجي.

**جلارزئي:** ميدن جي هڪ پاڙي جو نالو. هي پاڻ کي لاسي، لومڙيا، نومڙيا ۽ نهڙيا بہ چوائين ٿا.

**جلالاڻي:** رندن، بوزدارن، گبولن، جسڪاڻين، مهيرين، جتن، لاشارين ۽ لغارين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جلال پوٽا:** رضوي سيدن جو پاڙو آهي، هي نصرپور ۾ رهن ٿا.

**جلال خيل:** ڪاڪڙ افغاني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**جلال زئي:** ڪاڪڙ افغاني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. جتڪ بروهين ۽ مغيري بلوچن ۾ پڻ "جلال زئي" آهن.

**جلالي:** پنجاب جي ذات آهي. هي سيد جلال الدين بخاري جلالي ۽ سيد شير شاهہ جلال جا پوئلڳ آهن. ان ڪري ذات جا "جلالي" سڏجن ٿا.

**جلاڻي:** مگسي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**جلباڻي:** رندن ۽ جمالين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. گورچاڻي بلوچن (رند) جا بہ قبيلا، لشاري ۽ شيخاڻي نهايت مشهور آهن. انهن بنهي قبيلن مان "جلباڻي" آهن. سندن ڏاڏي جو نالو "جلب" هو ان نسبت سان "جلباڻي" سڏجن ٿا.




**شجرو**




ڊگهاڻي بلوچ پڻ جلباڻين جو پاڙو آهي.

**جلر (چلر):** مزاري بلوچن جي سرگالي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**جلوزئي:** ترڪئي (تري) پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**جليجي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**جليلاڻي:** چانديا قبيلي جي چولياڻي شاخ مان آهن. برڙن ۽ چنن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جليلاڻي" آهي.

**جماراڻي:** سومرا آهن. سنڌ جي اتر طرف رهن ٿا. ڪرمتين جي گـلڙي شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**جَماري:** ڪرمتي جت بلوچن جو پاڙو آهي، ميرپور ساڪـري ۾ رهن ٿـا. هنـن جا خـاص پاڙا آهـن: 1. احـمـداڻـي 2. بنگلاڻي 3. چاڪراڻي 4. حسناڻي 5. زرياڻي 6. سالاراڻي 7. قاضياڻي 8. قيـصراڻـي 9. ڪـنداڻي 10. فـتحـياڻي 11. عـلـوداڻي 12. منـنـاراڻي 13. ننداڻي 14. ننگراڻي 15. نهالاڻي 16. ورياڻي.

**بيت: جِمارڪي جات جو، وائـونـڪـو ڳائـو،**

**جيڪا پوڪين پوک، تنهن مان آهين ڪاهو. (پيروز فقير مهيري)**

**جـُماري:** ٺٽي ضلعي ۾ رهندڙ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جماريا:** راهواڻي نهڙين جو هڪ پاڙو.

**جمالاڻي:** رندن، ڏاهاڻين ۽ برهماڻي برن جي هڪ پاڙي جو نالو. رئيس علي خان پرڳڙيءَ جي اولاد مان جمال خان هو. جنهن جو اولاد پڻ پاڻ کي "جمالاڻي" سڏائين ٿا. هي ميرپورخاص ضلعي ۾ رهن ٿـا. (بحوالـ: جنب گذاريم جن سين پاڳو پهريون). خيراڻي، صوباڻي ۽ سلطاني پرڳڙي هنن جا سوٽ آهن.

**جمال ديني:** رخشاڻي (رند) بلوچ آهن.

**جمال زئي:** خرشيون پٺاڻن ۽ بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، راءِ بهادر هـتـورام جـي لکـڻ موجب "جمال زئي" رئيساڻي قوم جي سراج زئي پاڙي جي هڪ ڦري آهي.

**جمالي:** عربي لفظ "جمال" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، حسن، خوبصورتي، نوري، شان رحمت جي تجلي. عام طرح سان ٻڌو ويو آهي تـ "جمالي" بلوچ نـ آهن يا انهن کي "بلوچ" تسليم نٿو ڪيو وڃي، ماڻهن جي انهيءَ چوڻ کي رد ڪندي ڪجهہ حوالا هيٺ پيش ڪجن ٿا.

(1) ڪتاب "بلوچ" جو مصنف م - ک پيڪولين لکي ٿو تـ جمالي رند بلوچ آهن.

(2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ لکي ٿو تـ جمالي هڪ بلوچ قبيلو آهي.

(3) مرزا قليچ بيگ لکي ٿو تـ "جمالي" رند بلوچن جي هڪ اهم شاخ آهي، هنـن جو مـورث اعليٰ ميـر جمـال خان رند هو، جيڪو مير رند جو پٽ هو. سندس وفات بعد پوٽن پاڻ کي "جمالي" سڏايو.

(4) بلوچ قوم اور اس کي تاريخ جو مصنف لکي ٿو تـ جمالي رند آهن.

(5) ايس - صادق علي پنهنجي لکيل ڪتاب The Muslaman Races Found in Sindh, Balochistan and

Afghanistan چاپو 1901ع ۾ ص 25 ۽ ص 26 تي جمالي قوم جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ جمالي رندن جي هڪ شاخ آهي، جن جو ڏاڏو جمال خان هو. جنهن پنيان هي "جمالي" سڏجن ٿا.

مير جمال خان جي جمال اهڙو تہ ڪمال ڪيو جو هن انگريزن سان لڙي، انگريزن جو ساهہ مٺ ۾ ڪيو. آخرڪار انگريز سرڪار جي حاڪم سرچارلس نيپئر جند ڇڏائڻ لاءِ جانباز جمالين کي ڳڙهي خيري ۾ جاگير ڏني. مير جمال خان پنهنجي روايتن، بهادري، سخاوت ۽ مهمان نوازيءَ جو اعليٰ مثال هو. جمالي ٽن مکيہ حصن ۾ ورهايل آهن.

(1) شير خاناڻي جمالي: هنن جو اڳواڻ وڏيرو لشڪر خان ولد خير محمد خان جمالي، ڳوٺ بکرو قلات وارو ٿ

(2) شهدادپور وارا جمالي: هنن جو سردار وڏيره صوبدار خان ۽ وڏيرو شاهوخان هئا.

(3) ٺلجي وارا جمالي: هنن جو سردار حيات خان ۽ وڏيره بخشو خان جمالي هئا.

## جمالي بلوچن جو شجره هن طرح آهي




جمالي رند بلوچن جا خاص پاڙا هيٺ ڏجن ٿا: 1- اڏاڻي (آڊاڻي)، 2. امداڻي، 3. بابواڻي، 4. بخشاڻي، 5. بلوچاڻي، 6. بهنداڻي، 7. بيراڻي، 8. ٽنگياڻي، 9. ٽندواڻي، 10. ٿهرياڻي، 11. ٽنگياڻي، 12. ناراڻي، 13. جمالي، 14. جاداڻي، 15. جنگواڻي، 16. جونگلاڻي، 17. جيداڻي، 18. چاڪراڻي، 19. ڇبراڻي ڇلگري، 20. حزواڻي، 21. حيدراڻي، 22. خرواڻي، 23. خلجاڻي، 24. داداڻي، 25. درياڻي، 26. درواڻي، 27. دستي، 28. دلشاداڻي، 29. ڏتاڻي، 30. شاهلاڻي، 31. سبراڻي، 32. سرخيل، 33. سهرياڻي، 34. سيخاڻي، 35. سرميند، 36. شاهلياڻي، 37. شير خاناڻي، 38. رمداڻي، 39. رمناڻي،

40. رحماڻي، 41. رحلياڻي، 42. زنوراڻي، 43. صوبدراڻي، 44. عيساڻي، 45. قيصراڻي، 46. ڪتريا، 47. ڪرياڻي، 48. ڪورائي، 49. گهراماڻي، 50. گهمراڻي، 51. لبراڻي، 52. لبرياڻي، 53. لندواڻي، 54. لهراڻي، 55. مبراڻي، 56. مراداڻي، 57. مريداڻي، 58. مبارڪاڻي، 59. ميراڻي، 60. ملوڪاڻي، 61. مندراڻي، 62. مسوواڻي، 63. مشتاقاڻي، 64. مهراڻي، 65. نهالاڻي، 66. نهراڻي، 67. وسواڻي، 68. ولواڻي، 69. هيرواڻي، 70. هليلاڻي، 71. سماڻي، 72. سڪواڻي، 73. هيبتاڻي، 74. جلباڻي، 75. واسواڻو. 76. جوساڻي

جنت السنڌ از رحميداد خان مولائي شيدائي ص 545 تي لکيو آهي تہ سنڌ جا جمالي بہ رند جي ممتاز قبيلي مان آهن. جن جون سنڌ ۾ چار سرداريون هيون. 1. مريداڻي 2. جلباڻي 3 بخشاڻي 4 سڪواڻي




تاريخ بلوچ و بلوچستان جلد پنجون از مير نصير خان احمد زئي ڇاپو 1994ع ص 118 تي لکي ٿو تہ 1298ع ۾ مڪران جو والي، مير رجب ماملي ڪرد بلوچ هو. هن کي ست پٽ هئا جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "جمال" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "جمالي" بلوچ سڏايو. هن وقت جتن جي ڪن پاڙن پاڻ کي "جمالي" سڏائڻ شروع ڪيو آهي.

**ڄماڻي:** ڊومڪي بلوچن ۽ ڇنن جو پاڙو آهي. سردار هسيب خان بن امام بخش خان جماڻي ڪوسہ سڪر تعلقي جي ننڍڙي ڳوٺ "جاترا" ۾ رهندو هو. ان جماڻي ڪوسہ جي نسبت سان ڪوسن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ جماڻي آهي. ٺٽي ضلعي ۾ جماڻي رهن ٿا. جيڪي ملاح آهن.

**جُماڻي:** نوحاڻي بلوچن، جو کين، ٻبرن، داين، لاشارين ۽ ڏهرن جو پاڙو آهي. چاچڙن جي جڳند شاخ مان پڻ "جماڻي" آهن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ وينل وڳڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جماڻي" آهي. هن پاڙي مان وڳڻن جو سردار آهي. موجوده سردار خليل احمد خان وڳڻ (جماڻي) آهي: سماڻي ميمڻ چون ٿا تہ اسان ۾ بہ "جماڻي" آهن. تعلقي سيوهڻ ۾ ڳوٺ الله رکيو برڙي جو رهواسي استاد عبدالغفور برڙي ٻڌايو تہ اسان پڻ جماڻي پاڙي مان آهيون. منهون راڄ جتن ۽ سهتن ۾ جماڻي آهن. ڪرمتين جي رباڻي (جت) ۽ شولاڻي شاخ مان پڻ "جماڻي" آهن.

**جَمراڻي:** گورچاڻي بلوچن جي لشاري شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**جُمراڻي:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي.

**جُمڙا:** راهوما ذات جو هڪ پاڙو آهي. سهتن ۾ پڻ آهن.

**جمشيد زئي:** ڪردن جو پاڙو آهي.

**جُمناڻي:** مگرين جو پاڙو آهي. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

**جُمڻ پوٽا:** هاليپوٽن جو پاڙو آهي.

**جمون:** ڪمبوهه قبيلي جو پاڙو آهي.

**جميل زئي:** توخي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**جنّاساند:** دلن جي لنجا شاخ مان هڪ پاڙو.

**جنباڻي:** پٽن جو هڪ پاڙو.

**جنجاڻي:** سمن جي ڪنا پاڙي جو هڪ نالو.

**جنجوعه:** راجپوت آهن جيڪي سورج بنسيءَ جو اولاد آهن. (بحواله: ڪتاب شاهان گوجر). تامسن لکي ٿو ته جنجوعه جوڌپور جي رانوڙ راجپوت نسل مان آهن. سندس مورث اعليٰ جو پٽ راجا مل رانوڙ هو. 980ع ڌاري جوڌپور ۽ قنوج مان لڏي اچي جهلم ۾ وينا. براندرٿ موجب هي جوڌ جي پاءُ "ويرا" جو اولاد آهن. جنرل ڪنگهم ڪين هوشيار پور جي آريائي نسل مان انو. انوان يا اعوان جي پٽن مان لکي ٿو. مسٽر گريفن چوي ٿو ته جنجوعه يادوبنسي پٽي آهن. ابوالفضل ڪين يادوبنسي راجپوت لکي ٿو. مسعود لکي ٿو ته جنجوعه سنڌ جي چچ (جج) جو اولاد آهن آرائين ۾ پڻ آهن.

**جَنجهه:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي.

**جُنجهه:** دلن جو پاڙو آهن.

**جِنجهه:** ٽر جا ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جنجهيوا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جِنداڻي:** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. کوسا قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جنداڻي" آهي، هي جيئند رند جو اولاد آهن. سندن شجره هن طرح آهي..

مير جلال خان
|
رند
|
رمضان
|
نصير الدين
|
احمد
|
گلو
|
فيروز
|
ڪالو
|
فيروز شاهه
|
شهڪ
|
جيئند
|
جنداڻي     ڪوسا رندن مان

**جندران:** راجپوتانا ڪان آيل راجپوتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو. ڪراچيءَ ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا.

**جندواڻي:** پنجاب بهاولپور ڪان لڏي آيل ڪوسن جو پاڙو آهي.

**جنڊ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. اعوان قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "جنڊ" آهي.

**جنڊاڙا:** جنڊ آهوڙن ۽ گرگلن جي ذات آهي.

**جنڊاڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جنڊاڻي:** مڇي مارڻ وارا ملاح آهن. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4-3 سال 2001ع ص 33)

**جنڊاهوڙا (جنڊآهڙا):** شڪاري، حرام ڪائيندڙ، خانبدوش، جنڊن جي مرمت ڪندڙ فقير آهن. هي ٻهراڙين ۾ گهر گهر وڃي جنڊ آهوڙين ٿا ۽ مزوري وٺن ٿا.

**جنڊوڙا ( جنڊيوڙا ):** هندو قوم جي هڪ گهٽ ذات آهي، جيڪي رلي ڀني پنهنجو گذرسفر ڪن ٿا.

**جَنساڻي:** سومرا آهن.

**جَـنگا**: مهر قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**جُـنگا**: سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جَـنگانند**: ڏاريجا چاچڙن جو پاڙو آهي.

**جنگاٽا**: زرداري جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**جَـنگاٽي**: ڏهرن (جت) جو هڪ پاڙو آهي.

**جَـنگاهي**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. (تاريخ سجاول ص 346)

**جَـنگراٽي**: سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جنگلاٽي**: گورچاڻي بلوچ قوم جي پتافي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو. رندن ۾ پڻ "جنگلاٽي" آهن.

**جنگناٽي**: ڪرمتين جي جانوري شاخ جو هڪ پاڙو.

**جنگوارو**: ڪوسا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**جنگواٽي**: جمالي بلوچن ۽ گبولن جو هڪ پاڙو آهي. بلوچستان وارن جنگواٽي بلوچن (بنگلاٽي) جون عورتون شاديءَ کان اڳ گوشت نہ واپرائينديون آهن (عبرت 15 آگسٽ 2001ع).

**جَـنگياٽي**: بلوچن جي هڪ ذات آهي.

**جَـنگي زئي**: شاهوزئي بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جَـنيانا**: پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**جَـنيسپر**: پارتا هندو آهن.

**جٽا**: ساندن جو هڪ پاڙو آهي.

**جَـٽيجَـا**: ساندن جو هڪ پاڙو آهي.

**جَـٽِيجا**: چنا چاچڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**جواڪئي خيل**: آفريدي پٺاڻن جي آدم خيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو

**جوباٽيا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. لاڙ ۽ ساموندي پٽيءَ سان رهن ٿا.

**جوبنايا (جوبنيا)**: ٻاليشاهي آهن.

**جوبن پوٽا**: هندو لهاڻن جي هڪ نک جو نالو.

**جوٽيا**: سومرن جو هڪ پاڙو آهي.

**جَـوجَ (جوز):** اصل لفظ "جوز" آهي، جنهنجي معنيٰ آهي اخروٽ، ناريل، جافر. اصطلاحي معنيٰ ۾ اخروٽ، ناريلن ۽ جڙي ٻوٽين ميڙڻ وارا. جوج بگٽي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جيڪي مذڪوره ڪم ڪندا هئا.

**جوجا:** سمون بن حبو جي پٽ جو نالو "جوجو" هو، جنهنجي اولاد پاڻ کي ذات جا "جوجا" سڏايو، پاٽو، جاڙو ۽ ڪنر هن جا پائر هئا، برند، جوڪيو ۽ ڏهر هن جا پٽ هئا. جُوجَن جو شجره هن طرح آهي.




**جودرا:** هي راجپوت نسل مان آهن. گهوڙا ۽ باز پالين ٿا. راولپنڊي ضلعي کان آيل آهن.

**جوڌَ:** سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي سپاهي، پهلوان. جوڌ سما آهن.

**جوڌا:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي جوڌو پٽ ڪنڙ جو اولاد آهن. رُڪڻ ۽ جوڌو پاڻ ۾ پائر ٿين.

**جوڌاڻي:** هندن جي ذات آهي.

**جورا:** ڪمبوه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**جوراهه:** سما آهن.

**جورائي:** ڪڇ ڀڄ کان آيل ميمڻ آهن.

**جورڪاڻي( جورڪين):** مزاري بلوچن جي مسيداڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي. مرزا قليچ بيگ هنن کي جرڪاڻي لکيو آهي.

**جَـورڪين:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي شاخ مان آهن.

**جوڙ:** ملاح ۽ مهاڻا

**جوڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جوسان:** ڪمبوھ قبيلي جو پاڙو آهي.

**جوساڻي:** جمالين جو هڪ پاڙو.

**جوشي:** هندو برهمڻ آهن.

**جوڪيا:** تاريخي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ جوڪيا، اصل ۾ سنڌ جا جت ۽ بلوچستان مان آيل جدگال جت آهن. جنهن ڪري سنڌ جا جوڪيا سماٽي جت آهن. جدگالن جو چوڻ آهي تہ سنڌ جا جوڪيا ۽ اسين پاڻ ۾ عزيز آهيون.

1747ع/1160 ھ ۾ بجار جوڪئي ڏاراجا جي راڻي جو قتل ڪيو هو. جنهن تي ميان نور محمد ڪلهوڙي بجار جوڪئي کي "ڄام" جو لقب عطا ڪيو هو. ان ڏينهن کان وٺي جوڪين کي ڄام چيو وڃي ٿو. انهيءَ نسبت سان جتن جي هڪ مشهور اوڙڪ "بجار پوٽا" آهي. جيڪي چون ٿا تہ اسان ڄام بجار جو اولاد آهيون. هن وقت جوڪين جو چڱو مڙس ڄام مراد علي خان جوڪيو آهي، جيڪو ملير ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو. هن جي پٽ جو نالو ڄام بجار خان آهي.

جوڪيا ڪراچي، ٺٽي ۽ سنڌ جي ٻين ضلعن ۾ نهايت گهڻائي ۾ آباد آهن. جن جا خاص پاڙا ۽ شاخون هن طرح آهن:

| | شاخ جو نالو | پاڙا |
|---|---|---|
| .1 | تيپر | 1.آري، 2. بجار (بجار پوٽا)، 3 . چوهڙ، 4 . ساتل، 5. قادر، 6. ڪالو 7. مريد، 8. ميراڻ پوٽا، 9. قادري، 10. ڪالاڻي. |
| .2 | بنديچو | 1. چني پوٽا، 2 . ڇٽي پوٽا، 3 . شادي پوٽا، 4 . غلام پوٽا، 5 . گجر پوٽا. |
| .3 | سالار | 1. تيوهاڻي، 2 . جاڪرا، 3 . روڙيپوٽا، 4 . غلاٽي، 5 . قيصر، 6 . مناٽي، 7 . جماٽي. |
| .4 | برفت | 1. برهماڻي، 2 . برا، 3 . حملاٽي، 4 . ڇورا، 5 . گنياڻ، 6 . گوندار. |
| .5 | ٻنڌ | 1. جوڪيا، 2 . ڄام، 3 . طيباڻي، 6 . جعفري، 7 . ممداڻي. |

مٿين شاخن، قبيلن ۽ پاڙن کان سواءِ اڄا، مرمت، ڪليپوٽا، ڏاگرا، آري پوٽا، تاجپوٽا، رباعي، موسيٰ، ساڪاڻي، هميرڪا، سعيد پوٽا (سيٽ پوٽا)، عيسيٰ پوٽا، طهرياڻي، جاڙاڻي، سائيناڻي، لاڪاڻي، شهداداڻي، ارڻي، سهرياڻي، بيگاڻي، وسنداڻي، ڏيسراڻي، هالاڻي، قندر پوٽا، ساڪ پوٽا، شهياڻي، گاد، دليلاڻي، اڇيا، دايا ۽ قادر پڻ جوڪين جا پاڙا آهن. جيڪي سنڌ ۾ پکڙيل آهن.

جت جوڪين کان سواءِ سومرن، برڙن، ملاحن ۽ سمن جي پاڙن جا نالا پڻ "جوڪيا" آهي، جيڪي سمات آهن. سنڌ جي سما خاندان تي نظر وجهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ جوجا سمي جي پٽ جو نالو جوڪيو هو. جنهن

جي اولاد پاڻ کي جوکيا سڏايو. انڙ بن سمون کي 28 پٽ هئا. جن مان نائين پٽ جو نالو "جوکيو" هو. جنهن جي اولاد پڻ پاڻ کي "جوکيا" (سما) سڏايو. اهي سڀ جوکيا سنڌ ۾ رهن ٿا.

هڪ روايت موجب نهڙين ۽ برفتن جي خاندان مان ڄام برفت کي خيبرڪ پٽ هو. جنهن مان جوکيا آهن. ان برفت سما خاندان مان جوکيو، برند ۽ ڏاهري پاڻ ۾ پائر هئا. جن مان جوکيا وڌيا. ڪلرڪ رپورٽ 1854ع ۾ لکيل آهي تہ "جوکيا" اصل ۾ راجپوت نسل مان آهن. هي اوائل ۾ شاھ بلال جي اتر ۾ ڪانگڙا واري جبل جا رهاڪو هئا. جتان اٽڪل ٽي سو سال اڳ ۾ لڏي اچي ملير واري ماٿري ۾ وينا. هنن جا بهادر مرد ڄام مهر علي، ڄام بجار خان، ڄام چاڪر خان هئا. ڪلهوڙن جي دور ۾ ارجن نالي هندو راجا ساڪري، لاهوري ۽ ڏاريجا تي حڪومت ڪندو هو. جنهن کي ڄام بجار قتل ڪيو. ان بعد ڄام بجار کي "ڄام" جو لقب ڪلهوڙن طرفان عطا ٿيو. (جوکين جو شجرو. شجرن واري حصي ۾ ڏسندا).

**جوگران:** روڙ جتن جو پاڙو آهي.

**جوگو:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي.

**جوگي زئي:** شهواڻي بروهين جي عمراڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي. راءِ بهادر هتورام جو بيان آهي تہ "جوگيزئي" رئيساڻي قبيلي جي رستم زئي پاڙي جي هڪ ڦري آهي.

**جوڳرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جوڳي:** سنسڪرت لفظ يوگي آهي، جنهن جي معنيٰ سنياسي فقير آهي. هنن جي وڏي کي "جوڳيسر" چون ٿا. جوڳي مسلمان ۽ هندو ذات جا فقير آهن. هندي ذات جا جوڳي، جوڳ ڀڄائيندا آهن ۽ اهي ڀنندا آهن. ڪنن ۾ پاپڙ يا وڏا والا وجهندا آهن ۽ گيڙو رنگ جا ڪپڙا پائيندا آهن ۽ نانگ پاليندا آهن. مرلي وڄائيندا آهن. هي شوجا پوڄاري ۽ گورگنات جا پيروڪار آهن جيڪي مرندا آهن. تہ انهن جي هينان يا مٿان ڪنڊ رکي دفن ڪندا آهن.

مسلمان جوڳي اڪثر ڪري نانگ پاليندا آهن. مرليون وڄائيندا آهن. نانگن تي منڊ هڻندا آهن. نانگ ڏنگيلن تي مڻ ذريعي علاج ڪندا آهن. هي گهوگهي چوهاڻ جا مريد چوائيندا آهن. هنن کي "ڪاپٽ" بہ چون ٿا. لانگوٽي، گاروڙي ۽ آديسي پڻ جوڳين جا نالا آهن. راڄپر سما آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جوڳي" آهي. هي نانگ وغيره ڪونہ پاليندا آهن.

بيت: ڪال ڳنڌئو سون ڪاپڙي، بابو رنگ پيوت،
سَرئو سُون سڪوت، جوڳي سندي ذات ڪان.

**جوڳياڻي:** گورچاڻي بلوچن ۽ ڪوسن جو پاڙو آهي. ڏاريجا چاچڙن جي نورنگ قبيلي مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "جوڳياڻي" آهي. ڪرمتي جتن جي گبول شاخ مان پڻ آهن.

**جوڳيئڙا:** مسلمان سماٽ جي هڪ ذات آهي.

**جولاها:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪپڙو اڻڻ. هي ڪوري آهن. هندستان ۾ هنن کي تنتي ۽ پائولي چون ٿا. پشاور ۾ گولاهه ۽ هزاره ۾ ڪاسي سڏجن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: جرپال، ديسوالي ۽ ڪبيربنسي، چمارن ۾ پڻ جولاها آهن، جيڪي سِکَ آهن، جٽ جولاها مسلمان آهن.

**جوليا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جُونساڻي:** سومرا آهن.

**جونگاڻي:** عمراڻي بلوچ آهن.

**جونگلاڻي:** مير جتن جي هڪ مکيه شاخ ۽ پڳدار، جيئندزئي، چلوزئي ۽ حمل زئي هنن جا خاص پاڙا آهن.

**جونگلاڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**جوٺا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سندن اوڙڪ سميجن. ابڙن ۽ سمن مان آهي، سميجا هنن جا چڱا مڙس آهن. جوٺا، ڏهرجي پٽ پينسين ۽ ساند جي پٽ هالو جو اولاد آهن، جيهو، جاڪرو، هوتي، هنگورو، ڏيرو ۽ پلي هن جا پائر آهن. قارئين حضرات جي معلومات لاءِ "جوٺا" قوم جو شجره آخر ۾ ڏنو ويو آهي. هڪ ٻي حوالي موجب دل قبيلي جي لنجا شاخ مان "جوٺا" هڪ پاڙو آهي. مُورا (موڙا) نهڙين ۾ پڻ "جوٺا" آهن. مگرين ۾ پڻ آهن، جيڪي مانڊل جي پٽ جوٺي، جو اولاد آهن.

**جوٺاچ:** دلن جي لنجا شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

**جوٺاٺا:** ڏاريجا چاچڙن جي نورنگ شاخ مان ملاح ۽ مهاڻا آهن، هي سميجا ڪل ۾ ٿا اچن.

**جوٺاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جـُوٺس:** دل قبيلي جو هڪ پاڙو

**جوٺو:** ابڙ ۾ آهي، تاريخي ابياس موجب جادم جي اولاد مان ڏهر، ڏهر جي اولاد مان پينسين هو، جنهن کي ڏهه پٽ هئا، انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "جوٺو" هو، جنهن جي پنيان ذات جو نالو "جوٺو" پيو.

**جوٺيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جوٺيجا:** سنڌ جي هڪ مشهور ذات آهي، جيڪا مختلف راڄن جي پاڙن مان آهي، جهڙوڪ:

1. ڪتاب سماٽ جي مصنف جناب الهه رکيو ٻٽ لکيو آهي، ته "جوٺيجا" سميجا راڄ جي هڪ ذات جو نالو آهي. (ص 55).

2. تاريخ مظهر شاهه جهانيءَ جي مصنف جناب يوسف ميرڪ لکيو آهي تہ مغلن جي دور ۾ سميجا هڪ وڏي قوم هئي. جنهن ۾ "جوٽيجا" ذات وارا بہ شامل هئا.

3. ڏاريجا چاچڙن جي احوال ۾ لکيل آهي تہ "جوٽيجا" انهن جو پاڙو آهي.

4. ايس . صادق عليءَ جي لکڻ موجب "جوٽيجا" دلن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جيڪي انڙن مان آهن.

جوٽيجا ذات جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1. جهنگليجا، 2 . رمــاٽي، 3 . ساجناٽي، 4 . قائماٽي، 5. ڪبر، 6 . عارباٽي، 7 . گهريا، 8 . ليماٽي، 9 . مـحـباٽي، 10. وسـاڻ، 11 . ڇچـر، 12. دبگر، 13. ويڙهيجا.

منهنجي تحقيق موجب (شجره) جوٽيجا هوٿي ۽ ٽيبو بن انڙ بن سمون جي اولاد مـان سنڌ جا "سما" آهن. اتر سنڌ وارا جوٽيجا چون ٿا تہ اسان ڪماريا (ابڙا) راڄ جا ماڻهو آهيون.



**جوٽيجاڻي:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي.

**جوٺلا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جوئيا:** راجپوتن جي 36 شاهي خاندانن مان هڪ آهن. اُن وقت هنن کي جهنگل جو آقا چيو ويوي آهي. روايتن ۾ آهي تہ راجپوتن جي جودرا شاخ مان يوسف نالي شخص هڪڙي راجا جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، جنهن کي جوئي (زال) چيو ويو. ان جوئيءَ جو اولاد "جوئيا" سڏجڻ لڳو. ڪافي مسلمان تيا آهن. هن وقت جوئيا ۽ جويا جي وچ ۾ هڪ جهڙائي نظر اچي ٿي.

**جويا:** سما آهن. ايس . صادق علي پڻ لکي ٿو تہ "جويا" سما خاندان مان آهن. جيڪي آبڙ ۾ تا اچن. جامع سنڌي لغات ۾ ڪتاب "سماٽ" جي ص 38 تي ۽ ڪتاب سنڌ. بلوچستان ۽ افغانستان جون قومون ص 70 جريان نمبر 29 تي لکيل آهي تہ "جويا" پنجاب جي بهاول پور واري علائقي کان لڏي آيل "سرائي" آهن. جن کي سنڌ ۾ عام طور سرائي ۽ جت چيو وڃي ٿو.

ڪتاب شاهان گوجر ص 183 تي لکيل آهي تہ "جويا" گوجرن (جت) جو پاڙو آهي، جيڪي ستلج نديءَ تي آباد هئا. اتان نقل مڪاني ڪري وڃي بين هنڌن تي آباد تيا آهن. دائره معارف اسلام ص 97 تي لکيل آهي تہ "جويا" راجپوتن جو پاڙو (گوت) آهي جيڪي راجپوتن جي ڪيچي قبيلي مان آهن. سنڌ جو مشهور دانشور محمد ابراهيم ولد محمد خان جويو (لکي شاه صدر) هن قبيلي مان آهي. هڪ بي روايت موجب جويا. رائي سليمان راجپوت جو اولاد آهن. ڪوريهر. مزاري. ماڪا. مهر ۽ ميتلا هن جا پاڻر تين.

**جويا ابڙا:** سما ۽ ابڙا آهن.

**جهازئي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهانگيراني:** جتڪ بروهين جو پاڙو آهي. مير عاليءَ جي پٽ جو نالو "جهانگير" هو جنهن پنيان پاڙي جو نالو "جهانگيراني" پيو.

**جهانيان پوٽا:** بخاري سيدن جو پاڙو آهي. وهائي ۽ معشوق پوٽا هن خاندان جا عزيز آهن. جيڪي سيد شير شاه بخاريءَ جو اولاد آهن. هي سيد سورهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ آيو هو. جيڪو مخدوم جي نالي سان مشهور هو. سيد جلال الدين حسين سرخ پوش جي پٽ جو نالو احمد ڪبير هو. ان جي پٽ جو نالو جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت هو. جنهن جو اولاد جهانيان ۽ جهانيان پوٽا سڏجن ٿا.

**جهانيان سيد:** سيد جلال الدين حسين سرخ پوش بخاريءَ جي پٽ احمد ڪبير ۽ ان جي پٽ جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت جو اولاد آهن. جن کي بخاري سيد ۽ جهانيان سيد چون ٿا. وڌيڪ تفصيل لاءِ "بخاري" سيدن جو شجره ڏسڻ گهرجي.

**جهيجا:** سميجن، سمن ۽ راڄپرن جو پاڙو آهي، ضلعي حيدرآباد ۽ بوبڪ شهر جي پرسان هنن جا ڳوٺ اهن.

**جهيرجا:** ڪيرين (سما) جو پاڙو آهي.

**جئپار (جيپار):** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي.

**جئپال:** ڍيدن، ڍيدن (هندو) جي هڪ ذات آهي.

**جئسنگهاڻي:** هندن جي هڪ آکھ جو نالو.

**جئيجا:** سهتن ۽ ذاريجن جو هڪ پاڙو.

**جيا: (جئہ):** پٽن جو هڪ پاڙو.

**جياپوٽا:** ڏيپرن (سما) جو پاڙو آهي.

**جياند:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**جياڻي:** عمراڻي بلوچن، لشارين، بروهين ۽ ڪوسن جو هڪ پاڙو آهي. ڪوسن جو سردار ذوالفقار علي ڪوسو هن پاڙي مان آهي.

**جينوا:** ڪتري (هندو) آهن. جن جو واسطو راءِ گهراڻي جي "جينوا" ونش سان هو. جنهن نسبت ڪري هي جينوا سڏجن ٿا.

**جيپ:** مينگهواڙن جي ذات آهي، جيڪي ٿر ۾ رهن ٿا.

**جيپار:** مينگهواڙ آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**جيپال:** ڍيدن جو هڪ پاڙو آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**جيپڙوت:** اوڏن جو پاڙو آهي، سنڌ ۾ رهن ٿا.

**جيداڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**جيڏا:** مهرن جو هڪ پاڙو آهي.

**جيسر:** جي اصطلاحي معنيٰ آهي، ٽنبي تي ترڻ وارا. هي سميجا ۽ ساريا ڪل مان دريائن تي رهڻ وارا آهن. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ سنڌ ۽ ڪڇ جي سما خاندان مان ڄام ڪاها جي پٽ ڄام لاکو ڪي يارهن پٽن مان هڪڙي پٽ جو نالو"جيسر" هو. جنهنجي اولاد پاڻ کي ذات جا "جيسر" سڏايو. ڪن ڪن جاين تي هي "جلسرا" بہ سڏجن ٿا. ايس . صادق عليءَ جي لکڻ موجب جادم سيني سمن جو ڏاڏو هو. ان جي اولاد مان سوڍا آهن. انهن هندو سوڍن مان هڪ شاخ جو نالو "جيسر" آهي. جي بعد ۾ مسلمان ٿيا. ليڪن هو پنهنجي اصلوڪي ذات "جيسر" سان سڏجن ٿا. سندن شجرو هن طرح آهي:







هڪ ٻي روايت موجب هوتي ٻن انڙ کي ارڙهن پٽ هئا. جن مان مبيجو، ٻهڻ، وسن، جيسر ۽ مورو سڳا ڀائر هئا. جيسر وڏو ڀاءُ هو. جنهن پڳ ٻڌڻ کان انڪار ڪري فقيري اختيار ڪئي. ان جيسر جو اولاد "جيسر"سڏجن ٿا. وڌيڪ تفصيل لاءِ ٻهڻن جو شجره ڏسڻ گهرجي. ٻحراڻين ۾ پڻ "جيسر" هڪ پاڙو. سگهڙ علڻ فقير ٻحراڻي هن پاڙي مان هو.

**جيسراجا:** مهرن جي هڪ پاڙي جو نالو. سردار غلام محمد خان مهر هن جيسراج پاڙي مان آهي.

**جيسراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ايس . صادق علي ڪتاب جي ص 62 جريان نمبر 100 تي هنن کي ملاح ۽ مهاڻن مان ڄاڻايو آهي.

**جيسرجا:** جيسر جي اولاد مان هڪ ذات آهي. مهرن جو هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جيسرجا" آهي.

**جيسڻ:** پاڙهن (ملاحن) جي پاڙي جو نالو.

**جيسوار:** هندو راجپوتن جي گهٽ ذات آهي. اڪثر ڪري وڏي ذات وارن راجپوتن جي گهوڙن جي پالنا ۽ رکوالي ڪندا هئا.

**جيڪو:** بروهي قوم جو هڪ پاڙو آهي.

**جيلا ني:** جيلا ني يا گيلا ني جسني ۽ حسيني سيد آهن. جيڪي عام مفهوم ۾ "پير" سڏجن ٿا. هي حضرت پيران پير شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جو اولاد آهن. شيخ عبدالقادر اسلامي تعليم جيلان (گيلان) ۾ ورتي هئي، ان شهر جي نسبت سان هن جو اولاد "جيلا ني" ۽ "گيلاني" سڏجي ٿو. شيخ صاحب جي اولاد مان ڪجهہ اولاد سنڌ ۾ هجرت ڪري آيو. جن مان شيخ حسنُ جيلاني مڪليءَ تي مدفون ٿيل آهي. راڻيپور ۾ بہ جيلاني پير (سيد) وينل آهن. (ڏسو جيلاني ۽ گيلاني پيرن جو شجرو)






**جين:** اصل ۾ ڪڇ ۽ مارواڙ کان لڏي آيل هندو ڌرم جا ماڻهو آهن. هن وقت ٿر ۾ رهن ٿا. هنن جو مذهبي لاڙو ٻڌ ڌرم وارن جهڙو آهي. جانور، يا جيت، نانگ، بلائون وڇون وغيره نہ ماريندا آهن ۽ نہ ئي وري رت وندي شي يا جانور کائيندا آهن. هنن مان ڪي سخت نظريو رکندڙ هر وقت وات ۾ ڪپڙو وجهي گهمندا آهن تہ متان ڪو جيت اڏامندي وات ۾ نہ گهڙي وڃي.

**جِــينا:** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**جينده پوٽا:** متعلوي سيدن مان آهن. سيد موسيٰ بن سيد صاحب بن سيد احمد بن سيد مير عليءَ کي ٽي پٽ هئا. ننڍي پٽ جو اولاد "جينده پوٽا" سڏجن ٿا. چاموٽ سيد هن شاخ مان آهن.

**جِــيوراڻي:** ڏل ذات (ملاح) جو پاڙو آهي.

**جيوناڻي:** ٽالپرن، پنگرن، بروهين ۽ مري بلوچن جي ٽالپر شاخ مان هڪ پاڙو آهي. هندن جي هڪ نک جو نالو. ڏاسراڻي ۽ محبوباڻي هن نک جون آکهون آهن.

**جِــيوٽاڻي:** پتافي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**جَيها :** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سمن ۾ پڻ آهن. هنن جو شجره هن طرح آهي:




ڪماريا خاندان وارن جو چوڻ آهي تہ "جيها" اسان (ابڙا) مان آهن.

**جِيها :** لاکن مان آهن.

**جيئا :** سومرن جو پاڙو آهي، ٺٽ ۾ رهن ٿا. ڪن ڪن جاين تي هي جيئي پوٽا پڻ سڏجن ٿا. (بحوالہ ڪتاب سومرن جو دور ص 350).

**جيئاڻي:** اوڏن جو هڪ پاڙو آهي.

**جيئندار:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جيئنداڻي:** ٽالپرن ۽ مري ٽالپرن جو پاڙو آهي، لسبيلي جي ڄاموٽن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "جيئنداڻي" آهي. نوتياڻين جي سرياڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ جيئسنداڻي آهي. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 105 موجب جيئنداڻي ميرواڻي بروهين جو پاڙو آهي، جن جو مورث اعليٰ جيئند هو (رسالہ مهراڻ نمبر 1 سال 1990ع ص 74) موجب جيئنداڻي اونار جتن جو پاڙو آهي. هي بگهاڙيو مڪان (بني) جا رهاڪو ميين شاهہ ڪريم جا مريد ۽ فقير آهن. ڪرمتين جي پيٺوا شاخ، ۽ راڏا اگاريا شاخ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جئينداڻي" آهي.

**جيئند پوٽا :** حملاڻي برفتن جو پاڙو آهي، هي حاجي بن اوٿيمان بن حمل جو اولاد آهن. ڏيناڻي ۽ پنيلڏي پوٽا پڻ حاجيءَ جو اولاد آهن.

**جيئندزئي:** مير جتن جي جونگلاڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**جيئيپوٽا :** جيئي سومري جو اولاد آهن. (پاڙو).

## جاڪرن (جکرن) جو شجرو





ابڙري
نيت
راٺو نوتيار
اوڍر
اوڌ
لاکيار
ڄام لاکو
(ننتي جي گندرن مان شادي)
انڙ
لاکو
سمون
(ڪاڪ جو حاڪم ۽ مسرقن جو پڳدار)
ڪاڪو
جياند
جاڪرو/جڪرو
پلي
رائيڌڻ
ٻگهيا
ڏيپر
ڏيٿا
ساهڙ
لاکا
هنگورا
اڇڻ
مگڻ
ٻرا
پٿا
اراڏين
پليجا
سمون (مسرقن جو سردار)
سمون
(سميجا هن جو اولاد آهن)
انڙ
جاڪرو
(اولاد جاڪرا)
اڇڻ
ٻگهيو
ٻرو



جوکين جو شجرو
حضرت نوح عليہ السلام
سام
پاگرت
همهر
سنگا
ٻڏا
ڏيرو
اجيپار
دسرت
والده ڪسيلا
لڪمڻ
رام
نواڪس
اتت
تتت
ڪن
(هن ڪن جو شهر نهرايو هو)
(راجپوتن جو ابو)
راجا سنبوت
سام
جادم
چوڙو
(چوڙا سمن جو ڏاڏو)
ڀوپت
(ڀٽين جو ڏاڏو)
ڪجپت
(چغدن جو ڏاڏو)
هسپت
(سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)
ابدري
نيت
راٺو نوتيار


اوڍو
اڍو
لاکيار
(لاکير)
چام لاکو
(ننٽي جي گندرن مان شادي)
انڙ
لاکو
سمون
ڪاڪو
جياند
جاکرو /جکرو
(ڪاڪ جو حاڪم ۽ مسرقن جو پڳدار)
پلي
رائيڏڻ
(سمون مسرقن جو سردار)
سمون
(سميجا هن جو اولاد آهن)
انڙ
(28 پائر)
جوکيو (اولاد جوکيا)
تيبو
انڙ
حبو
سمون
جوجو
جوکيو (اولاد جوکيا)
ڏهر


جوڻن جو شجرو
حضرت نوح عليہ السلام
ٻڌا
سنگا
همهر
پاڳرت
ڏيرو
اجيپار
دسرت
(والده ڪسيلا)
لڪمڻ
رام
نواڪس
اتت
تنت
ڪن
(هن ڪن جو شهر نهرايو هو)
(راجپوتن جو ابو)
سنبوت راجا
سام
جادم
هسپت
(سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)
ڪجپت
(چغدن جو ڏاڏو)
پوپت
(پٽين جو ڏاڏو)
چوڙو
(چوڙا سمن جو ڏاڏو)
ابدري
نيت
راٺو نوتيار
ٻجيراءِ
سوڍو (اولاد سوڍا)
ويرم
ڏهر
مهر
پهوڙ



اوڍو
آڍو
لاکيار
(لاکير)
ڄام لاکو
(بادشاهہ ٽيو ۽ ٺٽي جي گندرن مان شادي ڪيائين)
انڙ
لاکو
سمون
(ڪاڪ جو حاڪم ۽ مسرتن جو پڳدار)
ڪاڪو
جياند
جاکرو /جکرو
ڀلي
رائيڏن
سمون (ملاحن جو سردار)
سمون
ڀلي
سميجا هن جو اولاد آهن
ساند (قوم جو سردار)
هالو
انڙ
ٽيپو
جوٽو (ست پاٽر)
جيهو
جاکرو
هوٿي
هنگورو
ڏيرو
ڀلي
انڙ
حبو
سمون
جوڄو
ڏهر
پريو
سنگراسي
پنسين
پنيرو
پاٽون
ڳاهو
سپيو
سبڙ
لوڏير
اوڍو
ورسٽيا
جوٽو (ڏهہ پاٽر)

# ڄ

**ڄار:** ڄتن جو پاڙو آهي. هي سماٽ آهن.

**ڄارڻ:** نهڙي آهن ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڄاريڪا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ضلعي سانگهڙ ۽ ٿر ۾ رهن ٿا. مڇي مارڻ واري "ڄار" جي نسبت سان "ڄاريڪا" سڏجن ٿا. ايس. صادق علي پڻ هنن کي ملاح ۽ مهاڻا ڪري لکيو آهي. (بحوالہ ص 62 جريان نمبر 99). ليڪن هنن جو چوڻ آهي تہ اسان انڙن مان آهيون.

**ڄام (ڄاموٽ):** هندي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، اولاد، نسل، پٽ، تخم. سمن حاڪمن ۽ سماٽ ذاتين جي چڱن مڙسن، سردارن جو لقب آهي. لسبيلي ۾ وينل برفتن جي هڪ پاڙي جو نالو "ڄام" آهي. جن مان ڄام برفت ڄام هوتي، ڄام مڙجوڪ، ڄام آري ۽ ڄام بدونهايت مشهور آهن. لسبيلي جا "ڪوريجا" بہ هنن مان آهن.

جهلا واني بروهين مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "ڄام" آهي. سنڌ جي جوکين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڄام آهي. هي نوشهري ضلعي ۾ رهن ٿا.

**ڄاماڻي:** رند بلوچن، مگسي بلوچن ۽ چنا ذات جي پاڙي جو نالو آهي. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي تہ "ڄاماڻي" ڪورائي قبيلي جو پاڙو آهي. سهتا ذات جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڄاماڻي" آهي. جيڪب آباد ۾ کوسن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڄاماڻي" آهي. ڄاماڻي رند سيوهڻ، نواب شاهہ ۽ بين هنڌن تي وينل آهن. رئيس حبيب الله خان ڄاماڻي رند، سيوهڻ جي ڄاماڻي رندن جو چڱو مڙس آهي. سندن شجرو، شجرن واري حصي ۾ ڏسندا.

**ڄامڙا:** معنيٰ قد ڄاڻندرا. سمن جي پاڙي جو نالو آهي.

**ڄامزئي:** موسياڻي بروهين جو هڪ پاڙو آهي. مير ڄتن جي موڄائي شاخ مان پاڙي جونالو پڻ "ڄام زئي" آهي.

**ڄام گوري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڄامناڻي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڄاموٽ:** (ڄام) جو مادو ڄام آهي. جيڪو سماٽ جي مفهوم ۽ لقبن ۾ استعمال ٿئي ٿو. لغوي معنيٰ. ڄام جو اولاد، لقب "ٽ" اکر، پٽ ۽ پوٽي کي ظاهر ڪري ٿو. ڄاموٽ سما نسل مان آهن. جن مان لسبيلي جا عالياڻي ڄاموٽ ۽ برفت نهايت مشهور آهن. جيڪي ذات طور "ڄاموٽ" سڏجن ٿا. (ڏسو لفظ ڄام).

لسبيلي ۾ ڏنڊو، گجري، ڪنراڄ، شاهہ لڪ ۽ وندر سندن ماڳ آهن. ڄنري پوٽا سردار گهر آهي. جن جي عالياڻي ڄامن سان عزازت آهي. ڄاموٽن جا خاص پاڙا آهن: 1. باڊين پوٽا. 2. بـَران پوٽا. 3. پاريبي

پوٽا. 4. جيئنداڻي. 5. چنري پوٽا. 6. چاموٽ. 7. حسڻ پوٽا. 8. ڏيپارجا. 9. سلطان پوٽا. 10. سومار پوٽا. 11. سيکرو. 12. ڪُنرا. 13. گريا. منياري سيدن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "چاموٽ" آهي. ونگاڻي جتن مان لاکو سيائي جت هڪ مشهور فقير شخصيت هو. جيڪو پاڻ کي "چاموٽ" سڏائيندو هو. سندس اولاد بہ چاموٽ سڏجي ٿي. منياري سيدن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "چاموٽ" آهي. سندن شجرو. شجرن واري حصي ۾ ڏسندا.

**چاٽيرا:** سما ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**چهيرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن کي جهبير ۽ جهبيل بہ چون ٿا.

**بيت: سميون ڪري سينگار، راءِ ريجهائڻ آيون،**

**چـار هـٿ ۾ چـار، چلي چهيرن وچ ۾. (شاهه)**

**چٺا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چَـٺيا:** مارواڙ کان لڏي آيل هندو آهن. هي جاٺيا ۽ جٺيا بہ سڏجن ٿا. هنن جو اٺڻ ويهڻ، ڏنڊو ڏاڙي ڪلالن جهڙو آهي. هي شو جا پوڄاري آهن ۽ رامديو جا مريد آهن. هي هندن جي گهٽ ذات آهي، چمڙي رڱڻ جو ڪم ڪن ٿا. مٺلن کي ساڙين ٿا. حيدرآباد ۾ ڪافي تعداد ۾ رهندڙ آهن.

**چچوها:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چـڙهَـہ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن جا ڪجهہ ڳوٺ نيو سعيد آباد ۽ پٽ شاهہ جي پرسان آهن.

**چماريا:** راهوما آهن.

**چندواڻي:** ڪوسن جي ڪلولاڻي تمن مان هڪ شاخ آهن.

**چٽائي:** ملاحْ ۽ مهاڻا آهن.

**چَـوراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چهو:** باليشاهين جو هڪ پاڙو آهي.

**چَـيناڻي:** جتن جو هڪ پاڙو آهي. "چينڙا" نک مان هندن جي هڪ آکهہ جو نالو پڻ. گيانچنداڻي هنن جا نکڙ يا سوٽ ٿين.

**چينڙا:** هندن جي هڪ ذات آهي. پريائي، نوتاڻي، آئلاڻي، چيناڻي ۽ گيانچنداڻي هن نک مان آهن. هي سچي سنڌ ۾ نڙيل پکڙيل آهن. ان ڪري چوڻ آهي تہ : "چينڙا، گڏ نہ وينڙا"

**چينلاڻي:** "چابڙيا" نک مان اروڙ ونسي هندو آهن. هي ديوان چينمل ديوان ٻيليرام جو اولاد آهن. ديوان چينمل حيدرآباد جي ميرن ٻاران شڪارپور جو گورنر هو.

**چينواڻي:** "ڪڪڙيجا" نک مان هندن جي هڪ آکهہ جو نالو. انبواڻي، مولچنداڻي، ڪيسواڻي "پڳواناڻي هنن جا نکڙ يا سوٽ تين.

**چينيا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.






## چاماٽي رندن جو شجرو



میر چاکر خان رند بلوچ (رندن جو مورث اعلیٰ) (حملاڻي رند) حمل (ابراهیم)

میر دان خان | نواب میر شهداد خان | میر نوح خان | میر بجار خان | میر باگڙ خان عرف باقر خان | میر الهداد خان

میر شهک خان عرف میر اسحاق | میر سپهدار خان | میر شاهو خان | میر میرو خان | میر شهیک خان | میر شهداد خان | بیا ڇهه پاٽر

میر رند خان بلوچ | میر دائود خان

بلوچ خان

ملائم بي بي | جسک خان | لشار خان | لشکر خان | نورو خان | کندن خان | کوبچ خان | محمد خان | شهانو خان

لشاري رند بلوچ | لشکراڻي رند بلوچ | نوراني بلوچ | کنداڻي بلوچ | کیچاڻي بلوچ | محمداڻي بلوچ | شهاڻي بلوچ

جسکاڻي رند بلوچ | میر سلطان خان

میر لنو خان

میر محمود خان

میر احمد خان

شهباز خان | ڄام خان ڄاماڻي رند بلوچ | عالم خان

بهادر خان | عالماڻي رند بلوچ

غلام محمد خان

محمد مراد خان | غازي خان | عالم خان

(وڌيڪ لاءِ بلوچن،رندن ۽ میر چاکر خان جو شجرو ڏسڻ گهرجي).



# جهه

**جهاٻر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهاڳورا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. نو مسلم راجپوت. جيڪي راجا جاڳا راجپوت جي نسل مان آهن. هي ڳوٺ جهاگهري تر ۾ رهن ٿا.

**جهالا:** مڪواڻن جي شاخ آهن. تر ۾ رهن ٿا.

**جهالوڪ:** تيبن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهامناڻي:** هندو آهن. مشهور شاعر، پرسرام "نياءِ" هن ڪيڙ مان هو. هنن جي نک جو نالو "چيتيا" آهي.

**جهانجهان:** هڪ مسلمان سماٽ ذات سکر طرف.

**جهانـَجهرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهانَجهرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهانجهڻ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهانجهڻجا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهانگاري:** مير جتن جو هڪ پاڙو، ڪن جاين تي هنن کي ساهووال بہ چون ٿا.

**جهانگر:** (1) باجرن وانگر بني حاڪم جو اولاد آهن، هي عرب کان آيل آهن. هنن جو احوال محمد بن قاسم جي حوالن ۾ ملي ٿو. هن ذات جي پنيان تعلقي سيوهڻ ۾ منڇر ڍنڍ جي پرسان باجارن جي نزديڪ هڪ ڳوٺ "جهانگارا" اڏايل آهي، ليڪن هن وقت هن ذات وارا موجود ڪونہ آهن. (2) ٻي روايت موجب جهانگر، حرام ڪائيندڙ شڪارين جي هڪ ذات آهي، جن مان هڪ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو مريد هو، جيڪو بعد ۾ مسلمان ٿيو ۽ درويشي اختيار ڪيائين. هن وقت تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ ۾ مدفون آهي. راقم هن جي قبر ڏٺي آهي.

**جهانگرا:** ترڪان هندن جو پاڙو آهي. لوهہ ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا.

**جهانگڙا:** مسلمانن جي ذات آهي، روهڙي تعلقي ۾ رهن ٿا.

**جهانگڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهانگي:** معنيٰ جهنگلي ماڻهو هي مالوند آهن. جهنگن ۾ رهڻ ڪري ذات جا "جهانگي" يا "جهانگياڻي" سڏجن ٿا.

**ويڙهيا گهمن ولين جهانگي منجهہ جهنگن (شاهہ).**

**جهانگياڻي:** چانڊين ۽ چنن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. چنن جو سردار غازي خان چنو هن پاڙي مان آهي. جاتي ضلعي ٺٽي ۾ ملاحن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "جهانگياڻي" آهي. اروڙ ونسي هندن جي هڪ آکهہ جو نالو پڻ "جهانگياڻي، آهي. جيڪي سيهوجا" نک مان آهن. چٺيانڻي بہ هنن مان آهن مشهور وڪيل راءِ بهادر ديوان پريمچند آوتراءِ ۽ فتح چند آسومل هن آکهہ مان هئا.

**جهانگڻ:** پٺين جو هڪ پاڙو آهي.

**جهبيل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن کي جهبير ۽ ڇبير بہ چون تا.

**جهبر(ڇهبر):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهبرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهبيـــر (ڇهبيـــر):** واڳون ۽ ڪچون مارڻ وارا ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي حرام ڪائين تا. هنن کي چمار، چوهڙ ۽ وڏ ٻيڙائتا بہ چون تا.

**اهـي چڙهيـا پـالڪئين، اهـي سـب سـهل**

**جتي جهبيرن جهوپڙيون، تيا ماڙيون تت محل،**

**سمو ڄام انگل، اچيو انهن سان ڪري (سچل)**

**جَـهتا:** پنجاب کان آيل ميراثي ۽ مڱڻهار آهن.

**جهتاڻي:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**جَـهتيـال:** سما ۽ پٽي آهن. پٽي جهتيال سرائڪي ڳالهائين تا. هي جت اوڙڪ ۾ اچن تا. جهنگ پنجاب کان آيل "جهتيال" سيالن مان آهن.

**جَـهٽَ:** سرائي آهن.

**جَـهٽيا:** هڪ غير سمات ذات آهي

**جهٽيال:** سرائي پٽي آهن. جت اوڙڪ ۾ اچن تا

**جَـهپَـلا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جَـهـرڙَ:** سما آهن.

**جِـهرڪَ:** سما آهن. هن ذات بنيان ٺٽي ضلعي ۾ "جهرڪ" نالي شهر آهي. جيڪو هن بندھ جو ڏنل آهي.

**جُـهڳـڙَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهڳيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهلا:** گونگا خاندان (سما) جي وڏي ڏاڏي جو نالو "جهلو" هو. ان جي اولاد پاڻ کي وڏي جي نسبت سان ذات جا "جهلا" سڏايو. هي لسٻيلي جا سما آهن. جن مان ڪافي لڏي اچي اندروني سنڌ ۾ وينا آهن.

**جَهلاڻي:** ٻُرڙن جو پاڙو آهي.

**جهلجائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جَهلزئي:** شهواڻي بروهي قبيلي جي عمراڻي پاڙي مان هڪ تڪ جو نالو آهي.

**جَهلڻ:** ملاح آهن. ڪاري ۾ رهن تا.

**جُهلڻ:** سما آهن. ٿر ۾ رهن تا.

**جَهلُوجا:** سما قبيلي جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان جان محمد جهلُوجو شهداد پور وارو. ڏور ٻيتن جو سگهڙ هو.

**جهلورا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**جُهمَٽَ:** سپڙا ذات جو هڪ پاڙو آهي (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**جَهمراڻي:** ٻُرڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هي بلوچستان ۽ مڪران ۾ رهن تا. سنڌ ۾ سندن عزيز آهن.

**جَهميرَ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جِهنجهہ:** سمن. رانوڙن. جتن ۽ هندن جو پاڙو آهي.

**جهنجهہ:** ڪلهوڙن جو پاڙو آهي.

**جهنجَهڻَ:** سمن جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان بهارو شاهہ ميرن جي صاحبيءَ ۾ چانڊڪا جو گورنر هو.

**جِهنجِهٽي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**جهنجهوا:** هڪ نو مسلم راجپوت ذات.

**جهنجهواڻي:** وورا قوم جو پاڙو آهي.

**جَهنجهي:** ٿر ۾ رهندڙ مسلمان سمن مان آهن. هي راجپوت بہ سڏجن تا. ڳوٺ ڪونياري (ٿر) سندن مرڪز آهي.

**جهنداڻي (جهندياڻي):** ڪوسن جي منيوال پاڙي جي شاخ آهن.

**جهندو:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. سکر ضلعي جي ناري واري علائقي ۾ سندن چند ڳوٺ آهن.

**جهندي:** ڪمبوهہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**جَهنديرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هڪ ٻي روايت موجب جهندير قريشي آهن، ليڪن پنجاب جا ماڻهو هنن کي "جت" چون ٿا. ڪگا، هانس ۽ جهندير پاڻ ۾ عزيز آهن.

**جَهنديرَ:** سما ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**جهَنديلَ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهَنديلا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جِهرنگ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جِهنگَ:** جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهنگلاڻي:** مهيري جتن (ڪرمتين) جو هڪ پاڙو.

**جهنگليجا:** جوٽيجن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهوجها:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي مانڌل جي پٽ جهوجهي جو اولاد آهن.

**جهُوتا:** ٿر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات آهي.

**جهُورا:** انڊڙ قبيلي جي هڪ ذات (پاڙو) آهي.

**جهُولَڻَ:** سمن، جتن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهُونجهاڻَ:** ٻگهيا ۽ ملاح آهن.

**جَهيجها (جهيجا):** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**جهيرٽَ:** ٿري مينگهواڙ آهن.

**جهينور:** پنجاب جا اصل رهاڪو ملاح ۽ مهاڻا آهن. حرام ۽ حلال جانور ڪائي پيٽ پالين ٿا. ڪجهه تعداد ۾ مسلمان ٿيا آهن، اهي حرام کان پري آهن، سنڌ ۾ بہ ڪافي هنڌن تي رهائش پذير آهن ۽ سنڌ جي ملاحن سان ملي جلي ويا آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. ٻٽي، 2. ٻٽيارا، 3. ٻڙيپونجا، 4. ٽانڪ، 5. ڏينور، 6. سمي، 7. سوهال، 8. کوکر، 9. ڪهار (هندو)، 10. ماڇي، 11. مڇيارا، 12. مهرا (هندو)، 13. منهاس.

# چ

**چاچ:** لنگاهہ آهن. جيڪي چاچ جو اولاد آهن.

**چاچا:** هندي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. پيءُ جو ڀاءُ. چاچا هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**چاچڙي:** رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**چاچڙَ:** اصل ۾ هندو ملاح ۽ مهاڻا هئا. جيڪي سنڌ جي دريائن، ڍنڍن ۽ ڍورن تي رهندا هئا. مسلمان ٿيڻ بعد پاڻ کي سما ۽ سميجا ڪل مان چوائڻ لڳا. انهيءَ اوڙڪ ۾ چاچڙ ڏاريجا. چاچڙ ڇتا. جگند (جگانند). ڏميا. نورنگ. جوئيجا. راجديهہ. جاڳمياڻي. سدهاڻي. منياڻي. جوڻاڻا. چاچڙ جگدا. چاچڙ ميربحر ۽ مهاڻا شامل آهن. ڊاڪٽر بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ ۽ ڊاڪٽر الهہ رکيو ٻٽ ڪتاب "سماٽ" ۾ چاچڙن کي ملاح ۽ مهاڻو (ميربحر) لکيو آهي. ايس صادق علي ڪتاب **The Races Found in Sindh, Balochistan and Afganistan** جي ص 59 تي چاچڙن جا قبيلا ۽ پاڙا هن طرح لکيا آهن:

| قبيلا | پاڙا |
|---|---|
| 1. جگانند | 1. بليلائي. 2. پورا. 3. جماڻي. 4. ڪيدا. 5. ڏگريجا. 6. سانگي. 7. ڪچا. 8. گنلا. 9. ڳاڙهيجا. 10. ماڪلواڏي. 11. مريا. |
| 2. ڇتا | 1. ٻلڙا. 2. توبا. 3. پوستي. 4. جانيجا. 5. داداڻي. 6. ڏلائي. 7. دنبوراڻي. 8. ڏانڌياڻي. 9. ڏانڙا. 10. ڏگاڻي. 11. رانجي. 12. ساڪاڻي. 13. شيخاڻي. 14. ڪارڙا. 15. ڪنا 16. قلاڻي. 17. ننگاڻي. |
| 3. نورنگ | 1. جوڻاڻا. 2. جوئيجا. 3. جوگياڻي. 4. حلوائي. 5. راجديهہ. 6. ريڏي. 7. سدهاڻي. 8. ڪٺا. 9. لش. 10. مانگهرا. 11. متاڻي. |

ساڳئي محقق هنن کي ملاح، مهاڻا ۽ سما پڻ لکيو آهي. هڪ ٻي تحقيق موجب انڙ ڄام کي 28 پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "چاچڙ" هو. ان چاچڙ جي اولاد پاڻ کي ذات جا "چاچڙ" سڏايو. چاچڙ هن وقت هڪ آزاد قبيلو آهي. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ جي مقالن ۽ تحريرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ "چاچڙ" جاڙم جي اولاد مان ڄام، راجا چيوڙ راجپوت جو اولاد آهن. جيڪي دريائن جي ڪپن تي آباد هئا. لفظ چيوڙ (سنڌي سمون) قري. چاچڙ ٿيو. ناميارو محدث شيخ محمد حيات سنڌي ۽ مولانا عبدالقادر سنڌي هن چاموٽ ڪيڙ مان هئا. ڊاڪٽر غلام علي الانا چاچڙن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي.




**چاچڪ:** هڪ سماٽ ملسمان ذات آهي.

**چارا:** اتر سنڌ ۾ رهائش پزير **هڪ** مسلمان سماٽ. ذات آهي.

**چارذاتي**: هندو کترين جو هڪ پاڙو آهي.

**چارِڙا:** سما ۽ ملاح آهن.

**چارسده:** محمد زئي (زمند) پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**چارڻ:** سنسڪرت جو لفظ چِٿرا آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ڀٽ، رولو، ڳائڻو، فقير، مڱڻهار، منگتو، ڪلونت. چارڻ هريجن ۽ هندو راجپوت آهن. مسلمان چارڻ سما خاندان مان آهن. هي شادين مرادين تي ۽ خوشيءَ جي موقعن ۾ ڳائي وڄائي لاڳ وٺندا آهن. هي اصل ۾ گجرات، ڪانياواڙ ۽ راجپوتانا جا آهن. راءِ ڏياچ هنن جو وڏو هو. پراڻي دور ۾ بادشاهه ۽ حاڪم ڪين جنگ جي ميدان ۾ ڳارائيندا هئا تہ جيئن وڙهندڙن ۾ جوش پيدا ٿئي. سنڌ جي ميرن، ٽالپرن، ڪلهوڙن ۽ لغارين وٽ چارڻ قوم جا ماڻهو مقرر ٿيل هوندا هئا. جيڪي

خوشين جي موقعن تي ڳائي کين وندرائيندا هئا. هندو چارڻ، راجپوتن کي عزت ڏين تا. مئلن کي ساڙين تا ۽ ننڍن ٻارن کي پورين تا. چارڻ هندو بہ آهن، مسلمان بہ آهن. ضلعي لاڙڪاڻي جي ۾ چارڻن جا وڏا ڳوٺ آهن جن مان سهراب چارڻ، صدر الدين چارڻ ۽ ٻيا گهڻا عالم دين تي گذريا آهن، هنن ۾ گويا سگهڙ بہ گهڻا آهن.

**ڏاتـــار ۽ مڱڻـــي، ڪونـــــ وســـــيلو وچ،**
**سـائي تـال تنـدن جـي، سـائي چـارڻ چـت،**
**جي هتي جي هت، تہ ڳال مڙائي هيڪڙي.** (شاهہ)

**چارڻ قوم جوشجرو**

حضرت نوح عليہ السلام
|
سام
- ٻڌ
- سنگا
- همهر
- ٻاگرت — ڏيرو — اجيپار — دسرت
- (والده ڪسيا)

دسرت
- رام — نواڪس — اتت — تـتـت — ڪسِ — سنبوت راجا — سام — جادم
- لڪمڻ
- چترگن (والده سميہ) — چٽرا (چارڻ) — اولاد چارڻ

جادم
- هسپت — سنڌ جي سمن جو ڏاڏو
- ڪڀپت — ڇڦدن جو ڏاڏو
- ڀوپت — ڀٽين جو ڏاڏو
- چوڙو (راءِ ڏياچ جو ڏاڏو) — چوڙا سما — چارڻ

**چارواڻي:** لاشاري بلوچ آهن.

**چاريجا:** مهاڻا ۽ ميربحر آهن.

**چاڪر:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، نوڪر، غلام، ٻانهو، نوڪر جو نوڪر، مير چاڪر خان جي غلامن مان هڪ ذات آهي.

**چاڪراڻي:** رند بلوچ آهن، مير چاڪر خان بلوچ جي نسبت سان پاڻ کي "چاڪراڻي" سڏائين ٿا، ٻين بلوچن ۾ پڻ چاڪراڻي آهن، مثلاً:

1- رندن جي پاڙي جو نالو چاڪراڻي آهي.

2. گورچاڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو چاڪراڻي آهي.

3. ٻتافي بلوچن جو هڪ پاڙو چاڪراڻي آهي.

4. لنڊن ۾ چاڪراڻي آهن.

5. بگٽي بلوچن جي نوتاڻي شاخ مان هڪ پاڙو چاڪراڻي آهي.

6. بوزدارن جو هڪ مکيه پاڙو "چاڪراڻي" آهي.

7. جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو چاڪراڻي آهي.

8. ٽالپرن جو هڪ پاڙو آهي، هي چاڪر خان جو اولاد آهن.

9. مري بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "چاڪراڻي" آهي. عبرت اخبار اربعا 15 آگسٽ 2001ع جي رپورٽ موجب چاڪراڻي مري بلوچن جي عورتن تي شادي ڪرڻ کان اڳ گوشت کائڻ تي سخت منع آهي.

10. کوسن جي سلمن پاڙي مان هڪڙي قريءَ جو نالو "چاڪراڻي" آهي. ان کان سواءِ اونار جتن ۾ پڻ چاڪراڻي پاڙو آهي. ڪرمتين جي جهاري شاخ زنگياڻي شاخ ۽ ڳوريُي شاخ مان پڻ "چاڪراڻي" آهن. چانگن ۾ بہ آهن.

**چاڪئي:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**چاڪي:** هندي لفظ "چڪيءَ" مان ورتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، پيهڻ، پيڙڻ، اصطلاحي معنيٰ ۾ تيل پيڙڻ وارو، گهاڻي وارو، ڏنڊي ۽ ڪرت جي نسبت سان ذات جا چاڪي سڏجن ٿا، عرب ملڪن ۾ چاڪين کي "عصار" چون ٿا. لاڙ جي طرف هڪ ذات جو نالو "چاڪي" آهي، جيڪي تيل پيڙڻ وارا نہ آهن، حقيقت ۾ هي سنيا ذات جو پاڙو آهي، جن کي بلو بہ چون ٿا (ٽنڊو محمد خان).

**پهاڪو: چاڪيءَ ڏاند وڃايا، قرقر گهاڻي آيا.**

**چاڳليپوٽا:** حملاڻي برفتن جو پاڙو آهي. هي چاڳلي ولد چام حمل ولد چام آريءَ جو اولاد آهن. ٻارڻ ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**چالڪا:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**چالوڪيا:** گجر قبيلي (هندو) جي هڪ ذات جو نالو آهي. سنڌ جا سولنگي (سولنڪي) هن ذات مان آهن. جي بعد ۾ مسلمان ٿيا آهن.

دائره معارف اسلام ۾ لکيل آهي تہ 600ع ڌاري ڪشتري، اگني ۽ هُن راجپوتن مان پرمار، پري هار (پرهياڙ)، چوهاڻ ۽ چالوڪيا پاڻ ۾ پائر هئا. چالوڪيا جو اولاد "چالوڪيا" راجپوت سڏجڻ لڳو. جن مان گوجر، سولنگي ۽ ٻيا راجپوت آهن.

**چاننا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي. چاننا هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ٺڪر.

**چاندا:** نهڙين جي راهواڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**چانڊڙ:** هندو چمارن جو هڪ پاڙو آهي.

**چانداڻي:** ٻرڙا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي ڳوٺ چانداڻ (جيڪب آباد) جا چڱا مڙس آهن.

**چاندواڻي:** هندن جي ذات آهي، جيڪي چاندومل جو اولاد آهن.

**چانديا:** سنڌ جو هڪ مکيہ ۽ گهڻائيءَ وارو بلوچ قبيلو آهي. هي سيني بلوچن کان پهرين بلوچستان کان هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. چاندين جو صدر مقام چاندڪا (غيبي ديرو) نالي سان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ واقع آهي. چانديا هوت نسل سان واسطو رکندڙ هڪ شجاع قبيلو آهي. خانبهادر صادق علي شير علي خان انصاري پنهنجي تحريرن ۾ چاندين کي "هوت" جي بن پٽن مير حسين ۽ مير حاجيءَ جي اولاد مان ڄاڻايو آهي. هن صاحب لکيو آهي تہ چانديا ۽ ڪرمتي بلوچ، هوت بلوچ جو اولاد آهن. (ص 21).

ڪتاب قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو جو مصنف مرزا قليچ بيگ ص 307 تي لکي ٿو تہ "چانديا بلوچ" هوت بلوچ جو اولاد آهن. جو جلال خان ولد هرين جو پٽ هو. حاجيءَ جو اولاد، غيباڻي، گهراماڻي، مرزاڻي، سمالاڻي ۽ چولياڻي آهن. حسين جو اولاد، مناڻي، مصرياڻي، ٻهراڻي، قنبراڻي، منداڻي ۽ سندراڻي آهن.

شاعر صوبو بن تيغ عليءَ پنهنجي شاعرانہ انداز ۾ بيان ڪيو آهي تہ "چانديا" مير جلال خان سان گڏ "حلب" کان آيا هئا. رند ۽ لاشار جي جنگ ۾ ماڇين (سولنڪي) کي شڪست ڏيئي رندن کان "ڪٺوريا" جو لقب حاصل ڪيو هو. مياڻيءَ جي جنگ وقت چاندين سرچارلس نيپيئر جي مدد ڪئي، جنهن ڪري کين "نواب" جو لقب ڏنو ويو. نواب غيبي خان کان پوءِ نواب سلطان احمد خان ان کان پوءِ نواب شبير احمد خان چانديا راڄ جو چڱو مڙس ۽ نواب آهي.

چانڊين ُمگسين جا مدامي جهيڙا هلندڙ هئا. جنهن ڪري هو هڪ ٻئي جا ويري آهن. جنهن ڪري چانڊيا مگسي سنڌيءَ ۾ ڀهاڪو ٿي ويو آهي. ڪن احوالن مان پتو پوي ٿو ته سڪندر اعظم 330 قبل مسيح ۾ لاڙڪاڻي واري علائقي ۾ ماهوتا ڳوٺ وٽ پنهنجي فوجي ڪئمپ قائم ڪئي هئي. هن سماٽ قوم مان نوجوان چونڊ ڪري فوج ۾ ڀرتي ڪيا هئا. يونانين انهن چونڊيل سپاهين کي چونڊيل (چانڊيل، چانڊا، چانڊو) جي نالي سان سڏڻ لڳا. وقت گذرڻ سان ڳڻوڳڏ اهو لفظ ڦري چانڊيا ٿي پيو. انهيءَ سبب ڪافي قومن جي راءِ آهي ته چانڊيا اصل ۾ سماٽ آهن. ڄام نظام الدين (1505ع) سمي جي دور ۾ ڄام ننڍي جي سپهه سالار دريا خان. شاهه بيگ ارغون. هرين ۽ ان جي ٻاءُ سلطان محمد کي سريمڻ خان چانڊيو جي مدد سان شڪست ڏني. سمي سردار راضي ٿي ڪيس جاگير ڏني. جنهن جو بعد ۾ نالو چانڊڪا پرڳڻو پئجي ويو. ڪن جي راءِ آهي ته چانڊيا هندو راڻي چانڊو جو اولاد آهن ۽ اهي سماٽ آهن.

حافظ محمد رمضان مهيري رسالہ السنڌ اسلام آباد ص 67 تي لکي ٿو ته "چانڊيا" هوت بن جلال جي حبن ٻيڙهيءَ ۾ هوت بن مير عاليءَ جي اولاد مان آهن. جن جو شجرو هن طرح آهي:






هڪ جائزي مطابق چانڊين جا مکيه قبيلا، شاخون ۽ پاڙا هن طرح آهن:

| قبيلا / شاخ | پاڙا |
|---|---|
| 1. مرزائي | 1. مرزائي، 2. گراماڻي سردار گهراڻو مرزائي پاڙي مان آهي. |
| 2. مارفاڻي | 1. انڙائي، 2. ايلچاڻي، 3. بلاڻي، 4. ٻڍاڻي، 5. پاڻواڻي، 6. پيگهاراڻي، 7. حملاڻي، 8. راڏاڻي، 9. سجاولاڻي، 10. شاهاڻي، 11. ڪوهيگاڻي، 12. راڏاڻي، 13. گورگيجا، 14. منگهياڻي، 15. نورا عرف متاراڻي، 16. وراڻي، 17. صاحباڻي، 18. اميراڻي. |
| 3. چولياڻي | 1. بنگلاڻي، 2. جليلاڻي، 3. رسولاڻي، 4. فوجاڻاڻي، 5. نانگاڻي، 6. ننگراڻي، 7. جانيگاڻي، 8. برهماڻي، 9. رستماڻي. |
| 4. غيباڻي | 1. الهرياڻي، 2. ٻڍاڻي، 3. لشڪراڻي، 4. درياڻي، 5. گاجاڻاڻي، 6. فتواڻي، 7. سلطان زئي، 8. عادلاڻي. |
| 5. سماراڻي | 1. آجباڻي، 2. تاماڻي، 3. ڏيپراڻي، 4. عمراڻي، 5. قاسماڻي، 6. ڪلواڻي، 7. نورياڻي، 9. پندا. |
| 6. ميرڙاڻي | 1. حملاڻي، 2. ميرڙاڻي. |
| 7. ٻجيراڻي | 1. پيرڪاڻي، 2. عاقباڻي، 3. عاقلاڻي، 4. ڪوڪ، 5. لشڪراڻي. |

مٿي ڏيکاريل قبيلن، شاخن ۽ پاڙن کان سواءِ هيٺيان پاڙا پڻ آهن:

1. بابراڻي، 2. ٻزيراڻي، 3. بهراڻي، 4. باگي، 5. باغياڻي، 6. اجواڻي، 7. پاندا، 8. پمداڻي، 9. نوڙها، 10. پلال، 11. پيريزاڻي، 12. جهانگياڻي، 13. چتاڻي، 14. چنگاڻي، 15. چتاڻي، 16. حسناڻي، 17. ختناڻي، 18. خيراڻي، 19. ساڪاڻي، 20. سندراڻي، 21. سملاڻي، 22. سنگاساڻي، 23. سُريجا، 24. خاشا، 25. قمبراڻي، 26. ڪارا، 27. ڪوهه، 28. ڳورا، 29. گهراماڻي، 30. لبريجا، 31. لڪاڻي، 32. لهريجا،

33. مستوئي، 34. مصرياڻي، 35. مناڻي، 36. ميداڻي، 37. ميرواڻي، 38. مندراڻي، 39. نتراڻي، 40. نورزاڻي، 41. هارياڻي، 42. هيسباڻي، 43. بچاڻي، 44. ستاڻي، 45. پنجاڻي، 46. گرماڻي، 47. گوگاڻي، 48. ريبر، 49. ميراڻي ۽ 50. ڪبڙا.

نسلي اعتبار کان کوسا، مزاري، هوت، ڪرمتي، چانديا ۽ جانوري پنهنجا پاڻ ۾ آهن.

**چانگ:** چانگ خان گورچاڻيءَ جو اولاد آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: احمداڻي (اجوداڻي)، باراڻي، پانڊياڻي، چاڪراڻي، دوستلياڻي، ريحاني، فتحاڻي، فتحياڻي، لڏياڻي مانجهياڻي، ميراڻي، غازياني، گاهياڻي نوڪراڻي، ڪنگاڻي، ڪوهو ناناڻي (ڪوهوداڻي) ۽ ميواڻي.

رندن، جت بلوچن ۽ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "چانگ" آهي، چانگ سنسڪرت جو لفظ آهي، جيڪو "اڻ" ڏانهن نسبت، ڏيکاري ٿو. يعني چانگ، انن ڏارڻ، پالڻ ۽ لڏڻ وارا آهن. خواهہ اهي سماٽ هجن يا غير سماٽ (شجره لاءِ ڏسو گبول) ڪتاب پنجاب کي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ "چانگ" ڪانگڙا علائقي جا جت آهن. گهرٽ ۽ باهتي هنن جا عزيز آهن. هي سڀ هندو آهن.

**چانگا:** جي بہ نسبت انن سان آهي. هي غير سماٽ ذات آهي.

**چانگڙا:** راڻي هندن جو پاڙو آهي، اصل ۾ ڪانگڙا علائقي جا رهواسي آهن.

**چانهيا:** غير سماٽ ذات ۽ سماٽ ذات جو پاڙو آهي.

**چانيها:** سمن جو هڪ پاڙو آهي، ضلعي سانگهڙ ۽ ميرپورخاص طرف رهن ٿا.

**چانيهڻ:** سما ذات جا آهن.

**چاوڙا:** راجا سورج ونسيءَ جي اولاد مان "راجپوت" آهن. ٺٽي ضلعي جي ڪاري واري حصي ۾ رهندڙ چاوڙا ملاح ۽ سما آهن.

**چاولا:** هندو قوم جي هڪ واپاري ذات آهي. هي اروڙ ونسي آهن. چوڻي آهي تہ "چگهہ، ماڪيجا چاولا ۽ چوٿين ذات بجاج". هي چارئي آکهون شڪارپور جون مشهور واپاري هيون. ان ڪري سندن پنيان چوڻي پئي.

**چاوٽا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چاهتي:** بلوچ چاهت، کوهہ کي چون ٿا ۽ ان تي آباد ٿي ويهڻ وارا ذات جا "چاهتي بلوچ" سڏجن ٿا.

**چاهل (چهير):** هي راجا ريک تنوار راجپوت جو اولاد آهن جن کي "جٽ" چيو وڃي ٿو.

**چاهڻ:** رانوڙ نسل جا هندو آهن.

**چپ:** ڪانگڙا جي ڪٽوچ راجپوتن مان هڪڙي جو نالو راجا "چپ" هو. جنهن اورنگزيب عالمگير جي اثر هيٺ اسلام قبول ڪيو. بعد ۾ کيس شهيد ڪيو ويو. سندس اولاد اچي جهلم ڪناري "چپال" ۾ وينو. جنهن پاڻ کي "چپ" ۽ "راجا" سڏايو. اعليٰ ذات هئڻ ڪري سيد ۽ گکڙ هنن سان مٽيون مائٽيون ڪن ٿا.

**چتا:** پاڙهن جو پاڙو آهي (ملاح).

**چُتاري:** پنجاب ڪان لڏي آيل ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. هنن کي "پڙيونجا" ۽ "پوحوا" به چون ٿا. اڪثر هندو آهن.

**چَتاڻي:** چانديا آهن.

**چتايا:** ڪوهستاني سمات ذات آهي.

**چِتا:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي. هندن ۾ پڻ آهن.

**چَناڻي:** سومرا ۽ گُهنيا آهن.

**چُناڻي:** شنباڻي رندن مان گڏري پٽ شنبي جو اولاد آهن.

**چَتوڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چَنا:** چيما ۽ چنا راءِ پتورا جو اولاد آهن. جيڪي پٽين جي اوڙڪ مان آهن. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر) سرليپل گريف لکي ٿو تہ چنا دهليءَ جي چوهاڻ بادشاهہ ۽ چيمہ جي مورث اعليٰ پرٿي را (پتورا) جي پوٽي "چنا" جو اولاد آهن. چنا جي ڏهين پيڙهيءَ ۾ داهرو نالي هڪ شخص هو. جنهن ڪرنال جي جٽ قبيلي مان شادي ڪئي ۽ 1600ع ۾ مسلمان ٿيو. ان بعد هي چنا راجپوت ۽ چنا جٽ سڏجڻ لڳا.

**چجاڻي:** ڪوسا آهن.

**چَجڙا:** گهٽ ذات وارا سرائي آهن.

**چجٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چَچا:** سمات (آبڙ) ذات آهي قمبر (ضلعي لاڙڪاڻي) جي پرسان سندن ڳوٺ آهي. هنن جو چوڻ آهي تہ چچن جي ذات ڪنهن بہ هنڌ نہ آهي.

**چچڙا:** ٽري هندو آهن. هندن جي هن نک مان سياني، ريجسنگاڻي، لالواڻي، اتم سنگهہ. گرڌاري ملاڻي ۽ جگتياڻي (پنجابي) مشهور آکهون آهن.

**چچي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چڌڙ (چڌڙ):** جهنگ پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**چنڊي:** پنهورن جو هڪ پاڙو آهي.

**چَڍَرَ (چڍڙ)**: پراڪرت ۾ جڍر ۽ سنڪرت ۾ جنر لفظ آهن. جنهن جي معنيٰ آهي، پيٽي، سُچر، گهڻ ڪائڪ. سمن ۽ ملاحن جي پاڙن جو نالو آهي.

**چَڍَڙَ**: راجپوتن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر) ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ چڍڙ، وٽو ۽ ڀٽا سورج بنسي راجپوتن جو اولاد آهن. مسٽر اوبرائن جو خيال آهي تہ هي جت آهن.

**چِـرا**: سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چراهہ**:سما ۽ ملاح آهن.

**چرڪلوٽ**: ميو قبيلي جو پاڙو آهي. هي مسلمان آهن.

**چرهوآ**: سرائي جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**چريا**: ڪوسن ۽ سمن جي هڪ ذات آهي.

**چريزئي**: مڪراني بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**چـَڙِي**: غزيني مرين جو هڪ پاڙو آهي.

**چِـشتي**: افغانستان جي شهر "هرات" جي ڀرسان هڪ ڳوٺ جو نالو "خواجہ چشت" آهي. جنهن جا رهواسي مغل اڄي ڪراچي ۾ وينا. جن پاڻ کي "چشتي" سڏايو. (بحوالہ: ڪتاب دائره معارف اسلام ص 648). هي چنگيز خان مغل جي پٽ "جوجي" جي اولاد مان آهن.

**چـُغَ**: سمن جو هڪ پاڙو آهي. چگدا. جڳدا ۽ چغدا ذاتيون هن مان ڦٽل آهن. جيڪي سما. ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چغتـا**: چنگيز خان (مغول) کي چار پٽ جو جو. تولو. اوڪتو ۽ چغتو هئا. چغتو جـو اولاد چغتـا آهـن. (1247ع) چغتي جي پٽ جو نالو برق (براق) هو. عام طور ائين سمجهيو ويندو آهي تہ چغدا. چگدا يا چڳدا. مغل آهن. ليڪن ائين نہ آهي. چغدا. چگدا يا چڳدا. سما. ابڙا ۽ ملاح آهن. نـہ ڪي مغـل. هـا چغتـا (چغطـا) مغل آهن. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر ص 183).

**چُغَتائي**: فارسي لفظ آهي. هي مغل خاندان جي هڪ ذات آهي. جيڪي چغتا بن چنگيز جو اولاد آهن. سنڌ ۾ نهايت نالي ماتر رهن ٿا.

**چـُغـدا**: انڙ بن سمون کي 28 پٽن مان هڪڙي جو نالو چغ هو. ان جي اولاد کي "چغدا" چون ٿا. هي سما ۽ ملاح آهن. چغدا سما آهن. هي گجپت بن جادم بن سام جو اولاد آهن. (ابڙا). لفظ چغدا. چگدا. چگتا ۽ چغتا ۾ تميز ڪرڻ تمام ضروري آهي. چغتـا مغـل ۽ پٺاڻ آهـن. چغدا سما (ابڙا) آهن ۽ چگدا سما ۽ ملاح آهن. چغدن جو شجرو هن طرح آهي:

چغدا - چگدا - چگِتا سمن جو شجرو هن طرح آهي.






(1) **چوٽي: سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، پٽي جيسلمير، ــ چوٿون پاءُ هو چغدو، جنهن جو گادي متي پير.**

**چغرا**: انڙ بن سمون جو اولاد آهن. اهي ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا.

**چغرزئي**: مليزئي (يوسف زئي) پٺاڻن جو پاڙو آهي. هنن جي ڏاڏي جو نالو دائود پٺاڻ هو.

**چَڪَ**: لاشاري بلوچ آهن.

**چَڪَراٽي (چوڪراٽي)**: جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**چُڪَ**: لاشاري بلوچ آهن.

**چُڪَرا**: سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چگدا (چڳدا- چغدا):** ميربحرن ۽ مهاڻن ۽ سمن جي ذات آهي، هنن جو ڏاڏو "گجپت" آهي، ان موجب "چگدن" جو شجره هن طرح آهي:




جتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "چگدا" آهي، هي سنڌ ۾ رهن ٿا. هي جت اصل ۾ پنجاب کان لڏي آيل جاٽ آهن.

**چگوزئي:** بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**چڳدا:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**چگهہ:** هندو لهاڻن جي هڪ نک جو نالو. چنديراماڻي، ڪرناڻي، ڪرپالاڻي، منگلاڻي، شنگهواڻي ۽ پنياڻي هن نک جون مکيہ آکهون آهن.

**چل مارزئي:** ميدن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي پاڻ کي لاسي، نومڙيا ۽ نهڙيا بہ چوائين ٿا. ساموندي ڪناري سان رهن ٿا.

**چلوزئي:** مير جتن جي جونگراڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**چليا:** سمن جو پاڙو آهي، ٺٽي ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو "چليا" آهي، جيڪو هن ذات سان منسوب آهي.

**چمارُ:** سنسڪرت جو لفظ "چرمڪار" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سوچي، موچي، چم جو ڪم ڪندڙ، ڪلال، چمار هندو قوم جي هڪ گهٽ ذات آهي، جيڪي چم جو ڪم ڪن ٿا. هنن جا مکيہ پاڙا آهن:

1. دوسالي، 2. بونيا، 3. بلاڻي، 4. بتوئي، 5. بڏن، 6. پوتي، 7. جال، 8. جتيا، 9. چاندڙ، 10. چمرنگ، 11. جولاها، 12. دب گر، 13. دوساد، 14. ڊيڊ، 15. رام داسيا، 16. رائداسي، 17. بينس، 18. قوند وال، 19. رهتيا، 20. ڪنيرا، 21. گڏريا، 22. گوليا، 23. گهميري، 24. ماهمي، 25. هير، 26. ربداسي.

**چماڻي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چمرنگ:** هندو چمارن جو هڪ پاڙو آهي.

**چمروايا:** گهٽ ذات وارا برهمڻ آهن، جيڪي اهيرن ۽ موچين مان آهن.

**چمروزئي:** بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**چمڙيا:** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو.

**چمڪر:** هندو مرهٽن جي هڪ ذات.

**چمڪني:** پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**چمنائي:** ميرجتن جو هڪ پاڙو.

**چن:** سرائي آهن، جيڪي جيڪب آباد ضلعي ۾ رهن ٿا.

**چنا:** سنڌ ۾، ايوڌيا جي سورج ونسي نسل مان هئا. جي ڪوهستان کان سواءِ ڪڇي ۽ سيوي تائين حڪومت ڪندا هئا. هي ايترا ته طاقتور ۽ وڏي راڄ وارا هئا. جو پهاڪي طور چيو ويندو، هو ته "سنڌ سمون، ڪاڇي چنو ۽ پٽي جيسلمير". چنا ٻڌ ڌرم جا پوڄاري هئا. هن وقت چنا سنڌ جي قديم قبيلن ۾ شمار آهن. (بحواله جنت السنڌ ص 55). انين صديءَ ۾ سنڌ جون مشهور قومون، ميرجت، نڪامريا ۽ چنا هئا. ان وقت به چنن کي مرڪزي حيثيت حاصل هئي.

قديم راجائن جا لشڪر چئن قسمن جا هئا. انهن مان "اونر" يا "اونرا" جن مان ٿيا "انڙ". هي لشڪر خاص راجا جي ڪئمپ جا رکوالا هئا. ٻيا "پونر" يا "پنر" هي ملڪ جي بچاءُ جو لشڪر هوندو هو. ٽيون "رونير" جي رون ڏيندا هئا ۽ چوٿون "چونير" جنهن مان "چنا" ٿيا. جيڪي ملڪ جي سرحد جي خبر رکندا هئا. چونير سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ چنا يعني سرحدي خبر رکندڙ آهي. سمن جي دور ۾ چنا اصل سماٽ ۾ هئا. سمن جي راءِ گهراڻي مان جڏهن برهمڻ حڪومت ڪئي (622ع) تڏهن به چنا ساڳي اوج سان موجود هئا.

711ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ تي حملو ڪيو ته چنن سڀ کان پهرين اسلام قبول ڪيو. هي ان وقت تمام شاهوڪار هئا. عرب کين مرزق يعني رزق وارا چوندا هئا. عرب دور ۾ هنن کي "شمني" يا "سمني" پڻ چوندا هئا. سويءَ جو حاڪم وخيه ولد پنهون چنو هو. پاڳناڙيءَ جو حاڪم چنو ولد ڏيٿو هو. 1911ع ۽ 1921ع ۾ انگريز سرڪار سنڌ جي آدم شماري ڪرائي سنڌ جي قومن ۽ ذاتين بابت ڇاڻ ورتي، ان ڇاڻ مطابق چنن کي ميربحرن جي پاڙي ۽ ذات مان ڄاڻايو ويو آهي. ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ، ڪتاب "سماٽ" جي ص 58 تي ميربحرن ۽ مهاڻن جا ڪجهه پاڙا لکيا آهن، جن ۾ لکيل آهي ته چنا ميربحر ۽ مهاڻا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات جلد نمبر 5، ص 2754 تي ميربحرن جا 16 پاڙا لکيا آهن. انهن مان انين نمبر تي لکيل آهي ته "چنا" ميربحر آهن.

ايس - صادق عليءَ پنھنجي لکيل ڪتاب The Muslman Races Found in Sindh, Bolochistan and Afganistan ڇاپو 1901 ۾ ميربحرن جا 254 پاڙا لکيا آھن. ص 61، جريان نمبر 40 تي لکيل آھي تہ "چنا" انھن ميربحرن ۾ مھاتين مان آھن. سميجا ڪل مان ھتن ڪري محققن چنن کي ملاحن مان ڄاڻايو آھي. جديد تحقيق موجب "چنا" سمن جو اولاد آھن. جيڪي ميربحرن ۽ ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا. شجرو ھن طرح آھي:



**چنا قبيلي جا مکيه پاڙا هن طرح آهن:**

1. اناهاڻي، 2. اياڻي، 3. بچ، 4. بکاڻي، 5. تلهاڻي، 6. تراڻي، 7. جليلاڻي، 8. جماڻي، 9. چنا، 10. حامداڻي (حمداڻي)، 11. درگاهيا، 12. دلاڻي، 13. ڏاگاڻي، 14. جهانگياڻي، 15. ساجناڻي، 16. سکياڻي، 17. سمراڻي، 18. سهڙا، 19. شاناڻي، 20. شريفاڻي، 21. عمراڻي، 22. فقيراڻي، 23. ڪچار، 24. ڪاتيار، 25. گوناڻي، 26. گولاڻي، 27. لالاڻي، 28. محمداڻي، 29. مراڻي، 30. موساڻي، 31. موچي، 32. نوناري، 33. وهاڻي، 34. وهناڻي، 35. وهواڻي، 36. ڪوري، 37. بدوا، 38. بدام (بداماڻي)، 39. موڙا، 40. ليباڻ 41. ٻنڌ

بيت: **چِنا چوراسي راڄ، هٿا مُولهه مَگَ ڏٺي،**
**جڏهن پيين پاڻ ۾، تڏهن ٿيا ترارين ڪاڄ.**

**چَنال:** بزنجو قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**چناڻي:** پان فقيرن جو هڪ پاڙو.

**چنبڙ:** سمن جي ذات آهي، ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو "چمبڙ" آهي، جيڪو هن ذات سان منسوب آهي.

**چنبڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چَنَجڻ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چِنجڻي:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، هي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ نصير آباد جي پرسان ۽ راڻيپور ضلعي خيرپور ميرس ۾ ويٺا آهن.

**چنچلاڻي:** هندو آهن.

**چَنداڻي:** پنگرن ۽ هندن جو هڪ پاڙو آهي. مشهور اديب "سندري اتم" هن ڪٽنب مان هئي.

**چندرازئي:** بگٽي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**چندناڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات آهي (بحوالہ: جنب گذاريم جن سين نمبر 1 ص 2).

**چندن زئي:** بگٽي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**چندواڻي:** ميرن جتن جو هڪ پاڙو.

**چندور:** آرائين قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**چندي پونر:** هندن جي هڪ نک جو نالو. لکواڻي هنن مان آهن.

**چنديراماڻي:** هندن جي "چگهه" نک مان آهن.

**چَنڊ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي. تعلقي موري ۾ چنڊن جا ڪجهه ڳوٺ آهن. جيڪي هن ذات سان منسوب آهن.

**چَنڊا:** معنيٰ نياڳا. هڪ غير سماٽ ذات جو نالو آهي.

**چَنڊال:** هندن جي هڪ "ورن" جو نالو آهي. هنن کي ذات جا "شنڊال" به چون ٿا.

**چَنڊاڻي:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن. منڇر ڍنڍ تي وينا آهن.

**چنڊپوٽا:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**چنڊل:** هندن جي هڪ ذات

**چنڊواڻي:** ڪرمتين جي پٺوا شاخ جو هڪ پاڙو.

**چنڊيا:** پاڻ ذات جو هڪ پاڙو آهي. هي سما به سڏجن ٿا. پاڻ هندو ۽ مسلمان آهن.

**چَنڊيلَ:** راجپوتن جي ذات آهي. راٺوڙ. بنديل ۽ چنديل پاڻ ۾ پائر تين. هي ڇٽيهن راجپوت خاندانن مان هڪ آهن. بيلاس پور جا حاڪم "چنديل" هئا. هي درجه اول جا ناڪر آهن.

**چنراڻي:** هوت بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**چنروزئي:** شهواڻي بروهين جي حاجي زئي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**چَرپيوٽا (چنڙپيوٽا):** لسبيلي جي ڄاموٽن جو هڪ پاڙو آهي.

**چَنڙَ:** مهرن. سمن ۽ جتن جو هڪ پاڙو آهي. مگرين ۾ پڻ آهن. هي چنڙ پٽ سپڙ جو اولاد آهن. مهراڻ، ڪنڙ ۽ چنڙ پاڻ ۾ پائر هئا.

**چَنڙا:** سما ۽ جت آهن.

**چنڙائي:** منهون راڄ جتن جو هڪ پاڙو.

**چَنگ:** سمن جي هڪ ذات آهي.

**چَنگاڻي:** چانڊين جو هڪ پاڙو آهي.

**چنگاڻي:** ٽنڊو محمد خان ۾ سنيا وينا آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "چنگاڻي" آهي.

**چَنگڙَ:** اڇوت هندن جي هڪ ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**چنگلاڻي:** ڪاڪيپوٽن جو هڪ پاڙو آهي. مهيري جتن ۾ پڻ "چنگلاڻي" آهن.

**چنگيزئي:** چنگيز خان (مغول) جو اولاد آهن. هن کي چار پٽ چغتو (چغطو). اوڪتو. جوجو ۽ تولو هئا. جن مان ڪن پاڻ کي "چنگيزي" سڏايو.

**چُنَـلَ:** جهلا واني بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**چُنَل:** جهلاواني بروهين جو پاڙو آهي.

**چنڙ:** ڪورارن جو هڪ پاڙو آهي.

**چنوجا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چَـنهاٽي:** پنهورن جو هڪ پاڙو آهي.

**چنيپار:** پانن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**چنيپوتا:** جوکين جي بنديجا شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

**چَـنيجَـا:** پانن جو هڪ پاڙو آهي.

**چنيسر:** سمن ۾ پهوڙن جو هڪ پاڙو آهي. چنيسر لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جي ٻن لفظن چندر = چنڊ + ڌڻي جو مرڪب آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، چنڊ جو مالڪ.

**چَـواڙ:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**چوبـان:** غير سماٽ ذات آهي.

**چويـَٽَ:** ميربحر ۾ مهاڻا آهن.

**چَوتوا:** بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**چوٽاٽي:** رندن جو هڪ پاڙو آهي. سراوان ۾ رهن ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب چوٽاٽي، رونجهن (سما) جو پاڙو آهي. جيڪي سخي چام سپڙ ٻن رونجهي جي اولاد مان آهن. شاهه صاحب سربرياتي ۾ فرمائي ٿو تـہ:

**چوٽاٽي چوٽ وهي، سـڪا سـانـگ پري.**
**ونهين سڪا سانگ پري، چوٽـاٽي سان چـوٽ.**
**ڏيو ڏان ڏڏن کي سـپـڙ سـخـي ڏي،**
**ان راهه متي رونجهي ماڻڪ اڇليا مينهن جيئن.** (شاهه)

ڪرمتين جي ڳورئي شاخ مان ٻن "چوٽاٽي" آهن.

**چوٻن زئي:** بابرچ پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**چوپورا:** ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ "چوپورا" ڊوگر (جت) قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**چوڌري:** هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، سردار ملڪ، جاگيردار، ملڪن جو پاڙو آهي.

**چَـوڏها:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**چوڊا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چوڊري:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چُوڙا:** راجا سورج ونسي نسل مان سمن راجپوتن جي هڪ ذات آهي، جيڪي ٿر ۾ رهن ٿا. برهمڻ هندن ۽ اوڏن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "چوڙا" آهي.

**چوسر:** پاهڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**چوڪائي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**چوڪرا:** هڪ راءِ موجب چوڪرا، ڏوگر (جت) قبيلي جو پاڙو آهي.

**چوکا:** جت بلوچن جو هڪ پاڙو آهي، لسٻيلي طرف رهن ٿا.

**چوکر:** گوجر قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**چول:** هندن جي هڪ ذات.

**چولائي:** رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**چوليائي:** چانڊين جو قبيلو آهي، جنهن جا مکيه پاڙا 1. فوجاناڻي، 12. ننگراڻي، 3. نانگائي، 4. جليلاڻي، 5. رسولاڻي 6. بنگلاڻي 7. جانيگاڻي 8. برهماڻي ۽ 9 رستماڻي آهن. ڪرمتين جي جانوري شاخ مان پڻ چوليائي هڪ پاڙو.

**چوند:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**چوندا:** سنگراسين جو هڪ پاڙو.

**چونر:** سماڻي جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**چَونورا:** پرمار هندن جي هڪ ذات آهي.

**چَوهَاڻ:** ڪتاب دائرة المعارف اسلاميه ۾ لکيل آهي تہ 600ع ڌاري ڪشتري، اگني ۽ هن خاندان مان چار پائر پرمار، پري هار (پرهياڙ)، چالوڪيا ۽ چوهاڻ هئا. اِچوڪا چوهاڻ ان اگني ڪولا راجپوت چوهاڻ جو اولاد آهن. جيڪي راجپوتن جي 36 شاهي خاندان مان هڪ آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب "چوهاڻ" لفظ سنسڪرت جي لفظ چترواهه مان نڪتل آهي، هي هندو ڌرم جي راجپوت نسل مان آهن. هنن مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن، جيڪي اصلوڪي ذات سان "چوهاڻ" سڏجن ٿا. حقيقت ۾ "چوهاڻ" گوجر (گجر) قوم جي هڪ شاخ آهن. هندو اوڏ ۽ هندو "ديوڙا" پڻ چوهاڻن مان آهن. ڪتاب شاهان گوجر ۾ لکيل آهي تہ "چوهاڻ" راجا چندر بنسي جو اولاد آهن. جن جو واسطو سوم بنسي، راجپوتن ۽ جتن سان آهي، چوهاڻن جا خاص پاڙا ڪليار ۽ پيلسر آهن.

**چوهَـاڻ:** ٿر ۾ رهندڙ ميگهواڙن ۽ اوڏن جو پاڙو آهي. هنن مان پڻ ڪجهه مسلمان ٿيا آهن، جيڪي پڻ "چوهاڻ" سڏجن ٿا. سکن ۾ هڪ پاڙي جو نالو پڻ "چوهاڻ" آهي. قطب شاهه بن مير عطاءَ الله غازي امان شاهه اعوان هڪ شادي مسلمان چوهاڻن مان ڪئي هئي. سندس هڪ پٽ محمد علي ماءُ جي نسبت سان پاڻ کي "چوهاڻ" سڏايو. ان جو اولاد پڻ ذات جا چوهاڻ (اعوان) سڏجن ٿا. هي "اعوان" آهن نه ڪي راجپوت يا سما.

**چُـوهـَـڙ:** جوکين جي تيبر شاخ مان هڪ پاڙو آهي. هي ٺٽي ۽ ڪراچي طرف رهن ٿا.

**چُـوهـَـڙا:** مهرن جي پاڙي جو نالو آهي.

**چوهڙي:** ڀيلن جي گهڻ ذات آهي. هنن ۾ ڀيل ڀنگي، ڀيل شڪاري، ڀيل چهڙا، ڀيل ٻالا شامل آهن. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**چُـهاڻَ:** راڻوڙ نسل مان مسلمان ۽ هندو آهن. هن وقت هي پاڻ کي "سما" چوائين ٿا. چوهاڻ، چوهاڻ ۽ چهاڻ ۾ ڪا تميز نه رهي آهي. سڀ هڪ ذات "چوهاڻ" سان سڏجن ٿا.

**چُـهـڙَ:** انڙ بن سمون جي هڪ پٽ جو نالو "چهڙ" هو جنهن جي پينيان سندن اولاد پاڻ کي ذات جا چهڙ سڏايو. هي ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چُـهڙا:** هي گهڻ ذات وارا هندو ٻالا، ٻاليشاهي، ڊيڊ، ڀنگي، ڏقير ۽ شڪاري آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن:
1. ادراڻي 2. الهاڻي 3. ٻر (ٻر)، 4. ڀمپاڻي 5. پنياڻي 6. بيراڻي 7. دوساڻي 8. ڏنڙ 9. رڪ 10. عرضياڻي 11. ڪاراڻي 12. ڪراڻي 13. گوئد 14. سومراڻي 15. سهيجاڻي 16. مساڻي 17. مينهاڻي 18. وسواڻي 19. دومنا 20. ريهر 21. رنگريٽا 22. اونٽوال 23. اهير 24. ٻلاڻي 25. بورت 26. چپربند 27. ذاريوال 28. سهوترا 29. سنڌو 30. ڪتانہ 31. ڪليانا 32. ڪٽيڪ 33. ذانڪ 34. شاهي خيل 35. گل 36. ڪارا 37. ڪوسڙ 38. لڌڙ 39. ڪوجا 40. متو 41. مذبي 42. مصلي ۽ 43. هانسي.

**چهواڻ (چتروٰاهه):** اصل ۾ گجرن جي هڪ ذات آهي. اوڏن ۽ ميگنهواڙن ۾ پڻ "چهواڻ" آهن. هن وقت هنن مان ڪجهه مسلمان به ٿيا آهن. ليڪن هو پنهنجي اصلوڪي ذات "چهواڻ" سان سڏجن ٿا. سمن ۽ راڻوڙن جي هڪ ذات آهي. چوهاڻ، چوهاڻ، چهاڻ ۽ چهواڻ هڪ ذات طور سڏجن ٿا. حالانڪ هر هڪ جي تميز ۽ حيثيت الگ الگ (ذات) آهي.

**چٽناڻي:** هندن جي هڪ آکهه جو نالو آهي. هڪهڙا سچديو نک مان ۽ ٻيا ڀوچا نک مان آهن هي اروڙ ونسي هندو آهن. تولاڻي به هنن مان آهن. هي ديوان چٽن مل جو اولاد آهن.

**چيتو:** مانڌڙن جو هڪ پاڙو آهي. هي لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**چيچڙو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چيچي:** راجا سورج بنسي جي شاخ مان راجا جگديو (راجپوت) جو اولاد آهن، تر ۾ رهن ٿا. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر)، گوجر قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "چيچي" آهي. هي مسلمان ۽ هندو آهن.

**چيلاٽ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. لسبيلي طرف رهن ٿا.

**چيلاريا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**چيلاٽي:** ٻڙدي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي

**چيلها (چيلا):** هندن جي هڪ ذات آهي.

**چيلهاري:** هندو آهن.

**چيما:** پنجاب کان آيل ذات آهي، چيما ۽ چنا راءِ پٿورا جو اولاد آهن، (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر) هي پٽيُن جي اوڙڪ ۾ شامل آهن. روايت آهي تہ چيما چوهان راجپوت پرٿوي جو اولاد آهن. سندن مورث اعليٰ چيما راجپوت هو، جنهن شهاب الدين غوري هٿان هار کاڌي هئي.

**چينا:** سمن جي هڪ ذات آهي. ٻوگر هڪ مشترڪ نسل مان آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "چينا" آهي، چون ٿا تہ هي جت آهن.

**چيناٽي:** سنڌي هندن جي هڪ مشهور ذات آهي.

**چينجڙي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چينگاٽي:** هڪ بلوچ ذات جو نالو آهي. تعلقي سيوهڻ ۾ جهانگارن ۽ باجارن جي ڀرسان هڪ ڳوٺ جو نالو "چينگاٽي" آهي،جنهن ۾ بلوچ قوم جا ماڻهو رهن ٿا.

**چيٺا:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي چيٺو پٽ سنڌل پٽ جهندو جو اولاد آهن.

**چيها:** هڪ سماٽ مسلمان ذات جو نالو آهي.

**چيهاٽي:** هڪ سماٽ مسلمان ذات جو نالو آهي.

# ڇ

**ڇابائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڇابرا :** سمن ۽ گائنيڇن جو هڪ پاڙو آهي. ٿر ۾ گهرٽ هندو رهن ٿا. جن جي هڪڙي گوت جو نال پڻ "ڇابرا" آهي.

**ڇابراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڇابڙيا :** ٿر ۾ رهندڙ هندن جي ذات جو نالو آهي. هي اصل ۾ راجستان جا آهن. مشهور پبلشر پوکرداس هن کيڙ مان هو. هڪ ٻئي حوالي موجب "ڇابڙيا" اروڙ ونسي لهاڻن جي هڪ نک جو نالو آهي. ڇينملاڻي، ساگراڻي ۽ لکاڻي هن نک جون آکهون آهن.

**ڇاٽپار:** برهم کتري جي هڪ نک جو نالو.

**ڇاٽي:** ٿري هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڇاپرا :** راجپوتن جي ذات آهي، مسلمان ۽ هندو آهن.

**ڇاڇر:** آرائين قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇاڇي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪتاب شاهان گوجر ص 171 تي لکيل آهي ته ڪڇي، ڪيڇي ۽ ڇاڇي، گوجر قبيلي جي پاڙن جو نالو آهي. اهي ٽئي ذاتيون هن وقت به سنڌ ۾ موجود آهن.

**ڇارا :** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇاريجا :** باريڇا آهن. لسبيلي ۽ ڪوهستان ۾ رهن ٿا. ايس صادق علي ص 61 جريان نمبر 42 تي لکيو آهي ته "ڇاريجا" ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڇاگا :** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن جي راڄ وارا شهداد پور ۾ رهندڙ آهن. حاجي قادر بخش ڇاگو سندن ڇڱو مڙس آهي.

**ڇاگاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪرمتي جتن جي "مرگهر" شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**ڇال (ڇهال) :** اعوان قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇالاڪاڻي:** گبولن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇانگاڻي:** هندو برهمڻن جي هڪ ذات آهي.

**ڇَبال:** هزاره ۽ ڪشميري جابلو مسلمان آهن. سندن قبيلو ڪرال آهي. سرارا (سريرا) ڇبال ۽ ڪرال پاڻ ۾ نسلي اعتبار سان هڪ آهن.

**ڇَبلاڻي:** هندن جي هڪ ذات آهي، حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**چَـتـاڻي:** چاندين جي حسناڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي. لغارين، سومرن ۽ ڪلوڙن جي پاڙن جو نالو پڻ "چتاڻي" آهي. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان پڻ آهن.

**چتر:** راجپوتن جو هڪ پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر)

**چِتَري:** هندن مان نومسلم ڪتري آهن. ڪن جاين تي اجان بہ هندو آهن.

**چَـتِـري:** هندو ڪتري آهن. هنن مان برهمڻ شاديون ڪندا هئا. سنڌ جي ڪافي حصن ۾ رهن ٿا.

**چتواڻي:** هندن جي هڪ آکهہ جو نالو. جيڪي چتو مل (1901ع) روهڙي واري جو اولاد آهن.

**چُـنَا:** اصل ۾ سومرا آهن. هي سنڌ ۽ لسبيلي جي هڪ اهم سماٽ ذات آهي. هنن جو گهڻو تعداد ڏاهياڙي جبل (وارهہ)، دادو ضلعي ۾ آراضيءَ جي پرسان، بلوچستان ۽ لسبيلي ۾ دريجي واري علائقي ۾ رهي ٿو. هنن جي مادري زبان سنڌي آهي، جبل ۾ رهڻ ڪري بلوچي بہ ڳالهائين ٿا.

تاريخي روايتن ۾ آهي تہ هي سومرا دودي سومري جو راڄ هئا. دودي سومري ۽ علاؤالدين خلجي (چغتو) بادشاهہ جي وچ ۾ جنگ لڳي، دودي چنيسر هار کاڌي، انهن سومرن موقعي مان فائدو وٺي ڀاڄ کاڌي. جن مان جيڪي ڀڳا (جند ڇڏائي) تن کي "چنا" چيائون ۽ جيڪي پٺي نہ سگهيا ۽ رهجي ويا. تن کي "کهاوڙ" چيائون. هي واقعو وارهہ تعلقي جي ڏاهياڙي جبل ۾ پيش آيو. ان ڏينهن کان وٺي هي سومرا "چنا" سڏجن ٿا. جن جو سردار پوتاڻي آهي. چنا ذات مهرن، ڏاريجن، چاچڙن، نومڙين ۽ برفتن ۾ پڻ آهي.

چنا ذات جا خاص پاڙا آهن:

1. اڏڙ. 2. اوٺماڻي، 3. باڙجا (ماڙجا) 4. پوتاڻي، 5. بکڪ، 6. توراني، 7. ڪوري، 8. گنجا، 9. مناڻي.

ايس صادق علي ۽ بين علم الا نساب جي چاڻن جو چوڻ آهي تہ چام لاکي کي گندري (ملاح) زال مان چار پٽ، مناهيو، ڦل لاکو، انڙ ۽ چنو هئا، چني کي ٽي پٽ دکنا، ڪلا ۽ بابڙو هئا، جن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "چنا" سڏايو. اهي چنا سما، ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چناڻي:** کوسن، لغارين، لاشارين، مير جتن، سهتن ۽ باليشاهين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڪرمتين جي جانوري شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**چنائي:** پنّن جو هڪ پاڙو.

**چُـنڙ:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**چنيپوتا:** جوکين جي بنديجا شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

**چيراڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**چيريبند:** چهڙن جو پاڙو آهي. هي حرام کاٺيندڙ هندو آهن.

**ڇڄا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري طرف رهن ٿا. هنن جو شجرو هن طرح آهي:




جنهن جو اولاد ڇڄا

**ڇُـڄاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڇَـڄا:** ڏل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ڇَـڄَـڙ:** شڪارين ۽ گهڻ ذات وارن جي ذات آهي، جيڪي اڪثر ڪري ڇڄ ۽ گاگڙا ناهين ٿا.

**ڇَـڄَـڙا:** سماٽ ذات آهي. ڪن ڪن جاين تي هي پاڻ کي بلوچ به چوائين ٿا.

**ڇَـڄِـڙا:** پنجاب کان آيل سرائي جت آهن، جن جو احوال جامع سنڌي لغات ۾ لفظ "سيرائي" ۾ ڏسڻ گهرجي.

**ڇڄِـڙا:** جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇَـڄـڙيل:** ڇڄن ناهڻ وارا. هي شڪارين ۽ باليشاهين جي هڪ ذات آهي.

**ڇَـڄَـڻ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇَـڄَـرَ:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن. مڇيءَ جي اندر پيٽ ۾ جيڪو مواد، ڦوٽو، ٻوري ۽ ٻيو ڪجهه پيل آهي، مهاڻا اهو مواد ڪڍي سڪائيندا هئا، ان مواد کي ملاحن جي ٻوليءَ ۾ "ڇڄ" چون ٿا، ان ڪم ڪرڻ وارن کي "ڇڄر" چون ٿا، انهيءَ نسبت سان اهي مهاڻا ذات جا "ڇڄر" سڏجن ٿا. ڇڄ فارسي لفظ "ڇڄ" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ مڇي جا آنڊا وغيره آهن. جوڻيجا پڻ سميجا ۽ ملاحن جي ڪل مان آهي، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڇڄر" آهي، ايس صادق علي جي لکڻ موجب اتڙ بن سمون کي 28 پٽن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ڇڄر" هو. جنهن جي پٺيان سندس اولاد ذات جا "ڇڄر" سڏجڻ لڳو.

**ڪکيءَ هاٽيون ڪاريون، ڇڄيءَ هاٽا ڇڄ،**
**پاند جنين جي پاندمين، لڳو ٽيي لڄ،**
**سمون ڇام سهڄ، اُيو ڪري اُن سين.** (شاهه)

**ڇڇرن جو شجرو**

**ڄام لاکو**

|

انڙ

|

لاکو

|

سمون

|

**ڪاڪو**

|

رائڌڻ / رائڌنو

|

سمون (اولاد سميجا)

|

انڙ

|

ڇڇر 28 پيڙهي

**ڇَـڇِـرا:** ڇڇرن مان ڦٽل، مهاڻن ۽ ملاحن جي هڪ ذات آهي.

**ڇَـرَ:** هنگورن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇرا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. روپاڻي هن نک جي آکهه مان آهن.

**ڇـرڙَ:** لشاري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇريجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري ۾ رهن ٿا.

**ڇـريـهرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چُـرِيٽ:** ٺري مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**چَـڳاٽي:** ڪرمتي جت بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. هي لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**چَڳاٽي:** هندن جي هڪ ذات آهي. هي لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. هي ”ڪڪڙيجا“ نک مان اروڙ ونسي آهن جيڪي ديوان چڳو مل بندو مل جو اولاد آهن. انبوائي پڳواناٽي، چينواٽي، ڪيسواڻي ۽ مولچنداڻي هنن جا نکڙ يا سوٽ آهن.

**چَـڳَرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چڳير پوٽا:** گونگا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي جهلي گونگي جي اولاد مان آهن. لسٻيلي ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**چَـلگـَري:** سما ذات جو هڪ پاڙو آهي (ايس - صادق علي)

**چَـلـگـرِي:** مري بلوچن جي غزيني شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي، ڪڇي ۾ چلگري نالن سان سندن ڳوٺ آهن. ٽالپرن کين جاگيرون ڏنيون هيون. انگريزن جي حملن سبب سنڌ ڏانهن لڏي آيا. هي سردار گهراڻو آهي. جامع سنڌي لغات ۾ جمالي قبيلي جا 17 پاڙا لکيل آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو ”چلگري“ آهي، يعني هي جمالي بلوچ به آهن.

**چَـلنگر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا.

**چلوزئي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**چَـمريا:** جت بلوچن جو پاڙو آهي. بلوچستان ۾ رهن ٿا.

**چَـناٽي:** پان ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**چَـنچَـر:** هندو برهمڻن جي ذات آهي

**چَـنَـدي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چنداٽي:** مير جتن جي دادواٽي شاخ مان هڪ پاڙو.

**چوتـياٽي:** گورچاٽي بلوچن جي هوتواڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي

**چَـوَڏاور:** گورجاٽي بلوچن جي هوتواٽي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**چَـوَڏاور:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي

**چورا:** جوکين جي برفت شاخ مان هڪ پاڙو آهي. حملاٽي راڄ (برفت)۽ سمن جو پڻ پاڙو آهي. هي ڪوهستان ۾ رهن ٿا. ٿر ۾ گهرٽ هندو رهن ٿا، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ”چورا“ آهي. سومرن ۾ پڻ چورا آهن. (پنهورو).

**ڇهلاڻي**: ننيار جتن جو هڪ پاڙو.

**ڇورَڙ**: سمن ملاحن جو هڪ پاڙو.

**ڇولاڻي**: ڪرمتي جت بلوچن جو هڪ پاڙو. جيڪي ميرپور ساڪري ۾ رهن ٿا

**ڇـُولاڻي**: ڪاري ۾ رهندڙ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڇـَونگلاڻي**: مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

ڇهه ذاتـِـي: هندو ڪترين جو هڪ پاڙو آهي.

**ڇيتيا** : هندن جي هڪ نک جو نالو.

**ڇيتيا** : ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڇـيلا**: مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڇيمبا** : هندو ڏوبين جي ذات آهي. هي ڪپڙن رڱڻ وقت انهن جي مختلف رنگن جا نپا هڻن ٿا ۽ ڇـُـرَ جو ڪم ڪن ٿا.

**ڇـِينا** : سَـما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. سنڌ جي ڪوهستاني علائقي ۾ سندن ڪافي ڳوٺ آهن هڪ روايت آهي تہ ڇيـٖنا جت آهن جيڪي سنڌ جي راجپوتن مان آهن.

# ح

**حاجاڻا**: جتن جو هڪ پاڙو آهي. هي پاڻ کي "مير جت" به سڏائين ٿا.

**حاجاڻــي**: ماندڙن، پٽن، پيـنِ، ٻڙدين ۽ کوسن جو هڪ پاڙو آهي. نٿيار جتن ۾ پڻ هڪ پاڙو. ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو هڪ پاڙو.

**حاجَبَ**: سما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. حاجب عربي لفظ آهي. جنهنجي معنيٰ آهي، پردي وارو، دربان، نگهبان وغيره. اهي سڀ خوبيون سمن جي هن پاڙي ۾ هيون. جنهن نسبت سان کين "حاجب" سڏيو ويو.

**حاجواڻي**: ٽالپرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**حاجي**: عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، حج ڪيل. حج ڪرڻ وارو. راڄپرن جي هڪ پاڙي جو نالو، جيڪي حاجي راڄپر جو اولاد آهن.

**حاجــياڻا**: جبل ۾ رهندڙ سماٽي جت آهن. انن تي بار ڍوئين ٿا. لاڙ ۾ رهن ٿا.

**حاجياڻي**: پنجي پائي خوجن جو هڪ پاڙو آهي. هن پاڙي پنيان حيدرآباد ۾ هڪ خانگي اسپتال جو نالو "حاجياڻي" آهي.

**حاجي پوٽا**: راڄپرن جي حاجي پاڙيَ مان ڦٽل هڪ ذات آهي. هي نواب شاهه، حيدرآباد ۽ سکر ۾ رهن ٿا.

**حاجيجا (حاجي زئي)**: ٻڙدي بلوچن جو هڪ پاڙو. جيڪي حاجي خان بن زيندي خان بن مير علي بن هرين جو اولاد آهن. مغيري بلوچن ۾ پڻ حاجيجا پاڙو آهي.

**حاجي زئي**: شاهواڻي (شهواڻي) بروهين جي پاڙي جو نالو آهي. هن پاڙي جا خاص پاڙا آهن: 1. تنگي زئي، 2. چندوزئي، 3. حاجي زئي، 4. حاصل خان زئي 5. حسني 6. خواجو زئي 7. راوت خان زئي 8. شادين زئي 9. شاهوزئي 10. شاهُوزئي 11. شيرزئي 12. ڪشاني 13. ڪلوزئي14. عمراني 15. غل 16. مياهي زئي 17. ميروزئي

ٻڙدي قبيلي جي حاجيجا پاڙي وارا پڻ پاڻ کي "حاجيزئي" چوائين ٿا. سنڌ جي مرين مان حاجي خان مري، مير رند جي چوڏهين پيڙهيءَ مان هو. جن جو اولاد پاڻ کي (اڻ پٽ) "حاجي زئي" سڏائي ٿو.

**حاصــلا**: پنجاب کان آيل سراين جي ذات (پاڙو).

**حاصَلاڻي**: لغارين جو هڪ پاڙو آهي.

**حاصلاڻي**: مسلمان سمات ذات جو هڪ پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب هوت بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "سابڪي" آهي. جن مان "حاصلاڻي" آهن. اهي حاصلاڻي (سابڪي) موري جي پرسان رهن ٿا.

**حاصل خان زئي:** شهواڻي بروهين جي حاجيزئي پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو آهي.

**حافداڻي:** عربي لفظ "حافد" مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، دوست، خدمتگار، پنهجي پائي خوجن جو هڪ پاڙو آهي.

**حافظاڻي (الهرڪياڻي):** ڪرمتين جي ٻاڻوت قبيلي جو هڪ پاڙو.

**حالتي:** پنجاب ڪان آيل سرائڪي زبان ڳالهائيندڙ آهن. سچي سنڌ ۾ سندن ڪجهه گهر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ مڏ فريد آباد ۾ آهن.

**حامداڻي:** چنن جو هڪ پاڙو آهي.

**حامند:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي جيڪي آبڙ ۾ تا اچن.

**حامند پوٽا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي، ابڙ ۾ آهن.

**حب:** سمن جو هڪ پاڙو آهي. آبڙ ۾ تا اچن. تعلقي موري ۾ هنن جا ڪافي ڳوٺ آهن.

**حبشي:** "عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي حبش (Abyssinia) ملڪ جا ڪارا ماڻهو، غلام وغيره. هنن کي "اسود" بہ چون تا. هي حبش ۽ آفريڪا جا ڪارا مسلمان آهن. جيڪي شيدين جهڙا لڳن تا. محمد بن قاسم جي لشڪر سان ۽ بين عرب حاڪمن جي دؤر ۾ غلام طور سنڌ ۾ آباد ٿيا. اهي پنهنجي اصل وطن حبش جي نسبت سان پاڻ کي "حبشي" سڏائڻ لڳا. شجاع حبشي (آفريڪا) بن قاسم جو بهادر ۽ وفادار غلام ۽ سپاهي هو. جيڪو راجا ڏاهر سان دوبدو ٿيو هو.

سنڌ ۾ حبشي غلام عورتن سان سنڌ جي ماڻهن شاديون ڪيون. ان مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو. انهن کي وري "گڏا" چون تا. هي بہ رنگ جا ڪارا آهن. ايس. صادق عليءَ جي لکڻ موجب خاصخيلي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو "ملڪ" آهي. ان ملڪ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "حبشي" آهي.

**حبوجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**حبوجا:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. هي سميجا ۽ ملاحن جي اوڙڪ مان آهن. سندن شجره هن طرح آهي.

**سمون (سميجا هن جو اولاد آهن)**



**حـبو جا انڙ:** سما ۽ ملاح آهن. (شجره لاءِ ڏسندا "حـبُوجا")

**حَبيباڻي:** برڙن جو هڪ پاڙو آهي. مخدوم حبيب لنجار جي مزار ڪنڊياري تعلقي ۾ آهي. ان جو اولاد پڻ پاڻ کي ذات يا پاڙي جا "حبيباڻي" چوائين ٿا.

**حبيب زئي:** پوپل پناڻن جو هڪ پاڙو.

**حتي:** هي عرب آهن. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**حجاڻي:** هڪ بلوچ قبيلي جو پاڙو آهي.

**حجام (حجم):** عربي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، ٽڪو ڏيڻ. پراڻي وقت ۾ حجام ڦٽن ڦرڙين جو علاج ڪندا هئا ۽ انهن کي ٽـڪا ڏيندا هئا. ان ڪرت جي ڪري هي ذات جا "حجم يا حجام" سڏجڻ لڳا. هي سنوارت بہ ڪن ٿا. هنن کي منگي ۽ نائي بہ چون ٿا.

**حجم:** ڏسو "حجام" لفظ جي وضاحت.

**حدر:** سما ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**حدراني:** لسبيلي جي ڄامن جي هڪ ذات آهي.

**حُدر خيل:** لوڌي پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**حدواڻي:** عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**حده زئي:** لاشاري بلوچن جي گهراماڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**حدياڻي:** لاشاري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. رمضان جي پٽ جو نالو مير حده هو. جنهن جي پنيان هي "حدياڻي" سڏجن ٿا. هنن جي مادري زبان بلوچي هئي. بعد ۾ روجهاڻ جي جمالين سان گهٽو خان لاشاري جي سنگت تي ان سبب هنن سرائڪي زبان اختيار ڪئي.

**حُـر:** عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "آزاد". حر پير صبغت الله شاهه راشدي اول جا مريد، فرمانبردار ۽ شريعت پاڪ جا پڪا آهن. هنن ۾ ڪافي ذاتيون آهن. ليڪن اصطلاحي طرح "حر مجاهد" سڏجن ٿا. ان نسبت سان پاڻ کي ذات جا "حُـر" بہ چوائين ٿا.

حرن کي روزو، نماز پابنديءَ سان قائم ڪرڻ جي هدايت ٿيل آهي. رنگين ڪپڙن کان منع، راڳ روپ کان منع ٿيل آهي، هر نماز بعد "ذڪر جلي" جي پابندي عائد ٿيل آهي. شرافت، بردباري، حق گوئي، نيڪ ـنـي ۽ اهڙيءَ طرح بين اسلامي قدرن تي عمل ڪرڻ لاءِ کين پابند بڻايو ويو آهي. هي پنهنجي مرشد کي اولي الامر جي حيثيت ڏين ٿا.

**حُرمتاڻي:** ناريجن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**حَرواڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

**حَرياءَ:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**حَساڻِي:** هوت بلوچن ۾ لاشارين جو هڪ پاڙو آهي.

**حَسَنَ:** مانڌڙن جو پاڙو آهي. مانڌڙي جي پٽ جو نالو هارون هو. ان هارون جي اولاد مان ننگر کي ٽي پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "حسن" هو. ان حسن جي پنيان پاڙي جو نالو "حسن" رکيائون. هي لسٻيلي ۾ رهندڙ آهن. نهڙين مان هڪ پاڙو "حسن" آهي. هي حسن بن جراڙ بن ميئن جو اولاد آهن.

**حُسَنَ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي. دلن ۾ پڻ آهن. حسن، ساهر، ڏيسر ۽ ورسو پاڻ ۾ ڀائر هئا. جن پنيان سندن پاڙن جا نالا پيا.

**حُسِنَ:** ملاح آهن.

**حسنال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي عبدالله گولڙي جي اولاد مان حسن جو اولاد آهن.

**حسناڻي:** سمن ۽ بلوچن جي ڪافي پاڙن جو نالو آهي. جهڙوڪ:

1. چانڊين جو پاڙو.
2. لغارين جو پاڙو.
3. مغيرين جو پاڙو.
4. گاڏهي بلوچن جو پاڙو.
5. ڪيتران پٺاڻن ۾ بلوچن جو پاڙو (حساڻي). هڪ حوالي موجب لوڏي پٺاڻ، ناهر پٺاڻ ۽ بابر پٺاڻ هنن مان آهن.
6. برفتن جو پاڙو.
7. برهماڻي برن جو پاڙو.
8. پٿن جو پاڙو.
9. گاڏينجن جو پاڙو.
10. سرڪين جو پاڙو.
11. ابڙن جو پاڙو (منجهو).
12. لاشاري بلوچن جو پاڙو.
13. متعلوي سيدن جو پاڙو آهي. هي سيد حسن بن سيد صاحب بن سيد احمد جو اولاد آهن.

ڄام برفت جي هڪڙي پٽ جو نالو ڄام همرڪ هو. جنهن جي اولاد مان حسن هو. ان حسن جو اولاد حسنائي ۽ نوري پوتا آهن. ڪنداراڻي، ماڏوڙا، برپارڪر ۽ اسحاق پوٽو پڻ حسن جي پٽن جو اولاد آهن. حسن کي پنج پٽ الترڪ، سپوتو، منڌرو، سڄڻ ۽ موجي هئا ۽ سندس پيءُ جو نالو هميرو هو. وڌيڪ تفصيل لاءِ نهڙين جو احوال ۽ شجره ڏسڻ گهرجي.

**حُسَنائي:** رندن جو پاڙو آهي. مير جتن ۾ پڻ حسنائي آهن. ڪرمتي جتن جي جماري شاخ ۾ پڻ آهن.

**حُسِنائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**حسن پوتا:** صابرن جو پاڙو آهي. متعلوي سيدن جي جراڙ شاخ مان سيد حسن بن سيد آدم بن سيد ابوبڪر جي اولاد کي "حسن پوتا" ۽ "اُجنائي" سيد چون ٿا.

**حسن جو:** سما قبيلي جو پاڙو آهي. حيدرآباد ۽ نوابشاهه ۾ رهن ٿا.

**حسن خيل:** آفريدي پٺاڻن جي آدم خيل شاخ مان هڪ پاڙو آهي. لوڌي پٺاڻن ۾ پڻ "حسن خيل" آهن.

**حسن زئي:** يوپل پٺاڻن، عيسيٰ زئي (يوسف زئي) پٺاڻن ۽ مينگل بروهين جو پاڙو آهي.

**حسني:** امام حسن جي اولاد مان "سيد" آهن. ڪيترن بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "حسني" آهي.

**حَسڻَ:** جاکري کي پنج پٽ حَسڻ، حُسڻ، همند، سرمان ۽ منجهون هئا. حَسڻ ان جو اولاد آهن. آدماڻي، پيرزاداڻي، حسينياڻي، سوڍيپوتا ۽ قابلاڻي ان جا خاص پاڙا آهن. مگرين ۾ پڻ "حسڻ" پاڙو آهي. هي حسڻ پٽ ڏوڏو پٽ چانرو جو اولاد آهن.

**حُسڻ:** بہ جاکري جو پٽ هو. جنهنجي اولاد پاڻ کي حُسڻ سڏايو. هن شاخ جا خاص پاڙا آهن: پني پوتا، پيروزپوتا، براهم پوتا، عارباڻي، يا لسڙا، غلامي پوتا، شاهي پوتا، عيسباڻي، عـلي پوتا، ڪريڙ پوتا، سنجهي پوتا، گوبڏا يا گوبلا، مصلي پوتا، مگ تريوتا ۽ منگر پوتا، عيباڻي ۽ علي پوتا.

**حسڻاڻي:** سومرن جو پاڙو آهي. هي ميرپور برڙو ۽ گهوڙڪيءَ ۾ رهن ٿا. پتافين ۾ پڻ آهن.

**حَسڻَ پوتا:** سرمان مرياڻي برن جو پاڙو آهي. لسبيلي جي ڄاموٽن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "حسن پوتا" آهي.

**حسواڻي:** لاشارين جي منڌير شاخ جو هڪ پاڙو.

**حُسيناڻي:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن. کيرين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "حسيناڻي" آهي.

**حُسيني:** امام حسن رضہ جي اولاد مان "سيد" آهن. بروهين جي شهواڻي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي. محمد حسني بروهين ۾ پڻ "حسيني" آهن.

**حُسينياڻي:** جاکرن جي حَسڻ شاخ جو هڪ مکيہ پاڙو.

**حَمَلَ پوتا**: باريچن جو پاڙو آهي.

**حَضَازئي**: مڪراني بلوچن جو پاڙو آهي.

**حضر خيل**: لوڌي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**حضرزئي**: ڪيراني پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**حضواڻي**: جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**حق داداڻي**: گورچاڻي بلوچن جي لشاري پاڙي مان هڪ ڦري آهي.

**حڪيماڻي**: ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**حڪيم زئي**: شهواڻي بروهين جي سهرزئي خاندان مان هڪ پاڙو آهي.

**حلباڻي**: لغاري بلوچن جو پاڙو آهي. جيڪو شام ملڪ جي "حلب" شهر سان منسوب آهي

**حَلڪاڻي**: بگٽي بلوچن جي ڪالپور شاخ مان ۽ ديناري شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**حلماڻي**: رند بلوچن جو پاڙو آهي. دادر جي پرسان وينا آهن.

**حَلواڻي**: جتوئين ۽ ڏاريجا چاچڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**حُلواڻي**: ڏاريجا چاچڙن ۽ نورنگ چاچڙن جو پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**حَليا**: سهتن جو هڪ پاڙو.

**حليمزئي**: برمهمند (مهمند) پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**حَماتي**: ٻاپڙن ۽ برفتن جو پاڙو آهي. ٿاڻي بولا خان واري علائقي ۾ رهن ٿا.

**حَماد**: سومرن جو نهايت پراڻو پاڙو آهي. بحوالہ ڪتاب سومرن جو دؤر- صفحو 270.

**حمال**: ميمڻن جو پاڙو آهي. ٺٽي جا رهواسي آهن.

**حمالي**: سماٽ ذات آهي.

**حِماتي**: سما ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**حمال**: ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. مزوري ۽ بار کڻڻ ڪري کين "حمال" چيو ويو ( بحوالہ: ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين صفحو 673)

**حمداڻي**: سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**حمراڻي:** بغداد کان آيل حمر شيخ جو اولاد آهن. ڪرمتين جي پيٽوا، ڳورٽي ۽ راڏا جت ملڪاڻين جو پڻ هڪ پاڙو: لاشارين جي منڌير شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**حَمزاڻي:** بگٽي بلوچن جي ڪالپور شاخ مان هڪ پاڙو آهي. گبولن، گاڏهين ۽ پنگرن جي پاڙن جو نالو پڻ "حمزاڻي" آهي.

**حمزواڻي:** شهاڻي (شاهاڻي) رندن جو پاڙو آهي، چون ٿا تہ اسان حضرت حمزه جو اولاد آهيون، ان ڪري "حمزواڻي" سڏجون ٿا.

**حمزه پوٽا:** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو، هي حضرت حمزه رضہ جي نسبت سان پاڻ کي حمزه پوٽا چوائين ٿا.

**حَملاڻي:** برفت آهي. جن جو واسطو لسبيلي، ڪراچي ۽ دادو ضلعي سان آهي. هي پنهنجي ذات جا سردار آهن. هنن مان سردار پهڙ خان (پهاڙ خان) حملاڻي وڏي نالي وارو ٿي گذريو آهي، جنهن لسبيلي تي حڪومت ڪئي هئي. انهيءَ خاندان مان ملڪ اسد سڪندر ٿاڻي احمد خان وارو پنهنجي برفت (حملاڻي) راڄ جو چڱو مڙس آهي، جنهن ۾ ڪافي بيا راڄ بہ شامل آهن.

ڪتاب جنب گذاريم جن سين مان معلوم ٿئي ٿو تہ چام آريءَ کي چار پٽ، چام بادين، چام پابڙو، چام لهار ۽ چام حمل هئا. چام حمل کي ٽي پٽ چام مرجوڪ (چام همروڪ) اوتيمان ۽ چاگلو هئا. ان حمل جي اولاد کي "حملاڻي" چون ٿا. وڌيڪ لاءِ نهڙين جو احوال ۽ شجره ڏسڻ گهرجي. جوڪين جي هڪ قبيلي جو نالو پڻ برفت آهي، جنهن مان حملاڻي آهن. اهڙي طرح سان چانڊين جي بن وڏن قبيلن، مارفاڻي ۽ ميرزاڻي مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "حملاڻي" آهي. ڪوسن، گاڏهين، رندن ۽ پين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "حملاڻي" آهي. يعني حملاڻي سماٽ بہ آهن تہ بلوچ بہ آهن. (حملاڻي رندن لاءِ چاماڻي رندن جو شجرو ڏسڻ گهرجي).

بزنجو بروهي قبيلي ۾ پڻ "حملاڻي" آهن. هي خالص بلوچ آهن، جي بعد ۾ بزنجو تمن ۾ شامل ٿيا آهن. (ڪتاب بلوچ قوم کي تاريخ صفحو 695) ڪرمتين جي ملڪاڻي، جانوري ۽ لٽينگ شاخن جو پڻ هڪ پاڙو.

**حملزئي:** مينگل بروهين جو پاڙو آهي. مير جتن جي جونگلاڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "حملزئي" آهي.

**حَميراڻي:** ڪَلوڙن جو پاڙو آهي. هي خيرپورميرس ۽ سکر جي طرف رهن ٿا.

**حَميراڻي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي. ٺٽ ۾ رهن ٿا.

**حَميرخيل:** غلزئي پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**حوراڻي:** عربي لفظ "حـُور" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي. خوبصورت عورت، شڪيل عورت، جميل عورت. اصطلاحي معنيٰ ۾ حسين عورت جو اولاد. حوراڻي، مزاري قبيلي جي مسيداڻي (سيداڻي) شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**حَـيَـاتَـاڻـي:** نوحاڻي بلوچن ۽ سومرن جي پاڙي جو نالو آهي

**حِـيباڻي:** مگسين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**حيجباڻي:** ڪرمتين جي مهيري شاخ جو هڪ پاڙو.

**حَـيدران زئي:** مزاري قبيلي جي بلوجاڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**حيدراڻي:** حيدر جتوئيءَ جو اولاد آهن. جتوئي قبيلي جي اپياس مان خبر پوي ٿي تہ حيدراڻي، جتوئين جو پاڙو آهي. تعلقي سيوهڻ ۾ حيدراڻي ذات وارن جا ٻہ وڏا ڳوٺ (1) سرائي دلاور حيدراڻي ۽ (2) سرائي لال بخش حيدراڻي آهن. جيڪي پاڻ کي هن وقت جتوئي چوائين ٿا.

سوري لنڊن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ حيدراڻي آهي، جنهن مٿان سرداري پڳ آهي. رندن، ڪوسن، جمالين مرين (مهڪاڻي) ۽ ڪورارن (سماٽ) جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "حيدراڻي" آهي. دولتپور صفن جي پرسان پلي وينا آهن. انهن جي هڪ ڄڻي مڙس سان ملاقات ٿي، جنهن ٻڌايو تہ اسان جو پاڙو حيدراڻي" آهي. ذاتين جي اپياس مان خبر پوي ٿي تہ حيدراڻي سماٽ ۽ بلوچ آهن.

**حيدرزئي:** لهڙي بروهين ۽ تور پناڻن جي پاڙي جو نالو آهي.

**حيدري:** حضرت علي حيدر جي محبت رکڻ وارا پاڻ کي ذات جا "حيدري" چوائين ٿا. دولتپور جي پرسان پلي ذات وارا پاڻ کي "حيدري" سڏائين ٿا.

**حيراڻي:** شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هي لوشڪ بن شنبي جو اولاد آهن.

**حيرواڻي:** لاشاري بلوچن جو پاڙو آهي.

**حيزواڻي:** بگٽي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**حيسباڻي:** مري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. بحوالہ دوست خان مري، تندو مستي خان.

**حيسبزئي:** بارڪ پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

# خ

**خابير:** هڪ عرب (اجنبي) قبيلو. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**خادماڻي:** ٻڙدي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**خاراڻي:** فارسي لفظ "خارا" تان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي پٿر، پٿريلو. لغوي معنيٰ آهي پٿرن (جبل) تي رهڻ وارا يعني جابلو ماڻهو. خاراڻي رندن جو پاڙو آهي، جيڪي پٿرن تي رهڻ وارا هئا. جنهن نسبت سان پاڻ "خاراڻي" سڏجن ٿا. مير عباس هنن جو سردار هو.

**خارڪ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. ڪپرو ۽ ان جي آس پاسن رهن ٿا.

**خاسوگي:** نهري بلوچ آهن. هنري پاٽنجر هنن کي "خاسوگي" ۽ م. ڪ پيڪلوين "خوساجي" لکيو آهي. هي بلوچستان ۾ رهن ٿا. سنڌ ۾ به هنن جا ڪافي گهر آهن.

**خَـاشَـا:** چاندين جو هڪ پاڙو آهي. لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي ۾ سندن ڳوٺ آهن.

**خاشخيلي:** عربي لفظ خاصخيلي جو بگڙيل لفظ آهي، جيڪي ذات جا خاصخيلي (خاشخيلي) سڏجن ٿا. جنهن جو مفهوم آهي. خاص نوڪر. ٻانهو وغيره.

**خاص:** نيازي پٺاڻ (لوڌي) ٻن شاخن ۾ ورهايل آهن. هڪ شاخ وارا ڪُندي ۽ ٻيا خاص سڏجن ٿا. هي ٻنون ضلعي ۾ درياءَ سنڌ جي ڪپن تي رهن ٿا.

**خاصائي:** شورن جو هڪ پاڙو آهي.

**خاصخيلي:** عربي زبان جي ٻن لفظن جو مرڪب آهي. خاص + خيل. خاص جي معنيٰ آهي نوڪر، خدمتگار، ٻانهو. اهم ڪارندو ۽ خيل جي معنيٰ آهي، گهوڙو. اصطلاحي معنيٰ تي گهوڙي جهلڻ وارو، سواريءَ لاءِ گهوڙي کي تيار ڪرڻ وارو وغيره. مروج لفظن موجب ٽالپرن جو خاص نوڪر، دربان. خاصخيلي مسلمانن جي هڪ سماٽ ذات آهي. هنن کي لسبيلي ۾ گدو. لاڙ ۾ گولاڙو. ٿر ۾ ٻـجيرُ ۽ اندروني سنڌ ۾ "خاصخيلي" چون ٿا.

پراڻي زماني ۾ هي بادشاهن جي چڙهيءَ جي گهوڙي کي سنڀاليندا هئا. ان ڪري هي بادشاهن جا مقرب ۽ بادشاهه جي ڪئمپن راڪا سڏبا هئا. بادشاهن، شاهن، سيدن، ٽالپرن ۽ وڏن ماڻهن جي درن جا پهريدار، ڪم ڪندڙ غلام هوندا هئا. جنهن ڪري راڄ ۾ سندن وڏي عزت هوندي هئي. انهن مان ڪيترن تـه وزارت جا عهدا بـه ماڻيا. مير علي مراد خان ٽالپر تـه پنهنجي مقرب يعني خاصخيليءَ کي "خانصاحب" جي لقب سان سڏ ڪرائيندو هو.

خاصخيلي فوجي زندگي اختيار ڪرڻ وقت سرخيل، خاص خيل ۽ سپاهہ سڏبا هئا. فوجي زندگي وڃائڻ، ڪان پوءِ اوج ۽ اقبال وڃائي ويٺا. ان ڪري ڪين غلام تصور ڪيو ويو. سنڌ ۾ خاصخيلي هڪ گهڻائي واري ذات آهي، جيڪا اڪثر ڪري هر حصي ۾ رهي ٿي. هن جا خاص پاڙا آهن: 1. خوشحالاڻي 2. سارنگاڻي 3. شابراڻي 4. گدارا 5. گلاباڻي 6. قمبراڻي 7. مراداڻي 8. ملڪ 9. مؤمن 10. نمائي 11. ڪلاتي 12. لاسي. 13. طالباڻي 14. دولاڻي 15. عمراڻي 16. ميواڻي 17. هويداڻي 18. رنگائي ۽ 19. ريبر.

**خاصيا**: هندن ۽ مغلن جي مخلوط نسل مان ڪَنيت هندو آهن، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "خاصيا" آهي.

**خاقوڻاڻي**: جاڪرن جي منجهڻان شاخ جو هڪ پاڙو.

**خاڪاڻي**: ٻيا ذات جو پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**خاڪَواڻي**: موندرن جو پاڙو آهي. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**خاڪوانيان (هوگاني)**: خاڪان ڳوٺ جا ٻناڻ سنڌ ۾ رهن ٿا.

**خاڪـِواڻي**: ميربحرن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي.

**خاڪي**: فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي مٽيءَ جو نهيل، مٽيءَ مان پيدا ٿيل، سمن جو پاڙو آهي، فقيرن جو اهو فرقو جيڪي خاڪي شاهہ جا مريد آهن، اهي سڀ پاڻ کي ذات جا "خاڪي" چوائين ٿا، اڪثر خاڪي آبڙ ۾ اچن ٿا. ڪن ڪن جاين تي سرائڪي بہ ڳالهائين ٿا.

**خاڪي زئي**: ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 128 تي لکيل آهي تہ "خاڪيزئي" ساتڪ زئي" قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، جن جو واسطو افغان پناڻن سان آهي.

**خاگوئي زئي**: مهند پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خالازئي**: الڪو پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خالدي**: سمن جو هڪ پاڙو آهي، نوشهروفيروز ضلعي ۾ رهن ٿا.

**خالـصا**: سکن کي چون ٿا، مسلمان ٿيڻ کان پو: پاڻ کي "شيخ" چوائين ٿا.

**خالقڏناڻي**: ڪرمتين جي پٺوا شاخ جو هڪ پاڙو.

**خان**: فارسي لفظ آهي، جنهن جو مطلب سردار، وڏيرو، امير وغيره آهي، خان نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**خاناڻي**: ٿالپرن، کوسن، سيالن، جتن، جت بلوچن، جتوئين، ڪرمتين (پٺوا _ مهيري) ڪاڪيپوتن ۽ ڪمريجا ذات جو پاڙو آهي.

**خانزادا:** فارسي لفظ خانہ + زاد آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، گهر ۾ پيدا ٿيل غلام. راجپوتن جي ذات آهي، جيڪي نوڪر ۽ غلام هئا.

**خانزئي:** بگٽي بلوچن جي ريهيجا پاڙي مان هڪ ٽمن جو نالو آهي، جهلاواني بروهين ۾ پڻ "خانزئي" پاڙو آهي.

**خانواڻي:** هندن جي ذات آهي.

**خانيا:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**خُتناڻي:** چاندين جو پاڙو آهي.

**خَٽَڪ:** ڪيراني پٺاڻن جو پاڙو آهي، ڪڙراڻي پٺاڻن ۾ پڻ "خٽڪ" آهن، لاڙڪاڻ ۽ شڪارپور ۾ هن جا قريب آهن. ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ خٽڪ پٺاڻ بنگش قبيلي جو پاڙو آهي.- سندن وڏو لقمان ابن برهان ابن ڪڪئي هو، لقمان کي بہ پٽ تورمن ۽ بلاڪ هئا.

**خجڪ:** بنيادي طور پٺاڻ آهن، ليڪن هي پاڻ کي سماٽ چوائين ٿا ۽ ٻولي بہ سنڌي اٿن، جيڪب آباد جي پرسان وينا آهن.

**خچر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، پراڻي دور ۾ خچر جانور تي مڇي ڪٽي ڪپائيندا هئا، جنهن نسبت سان ماڻهن کين "خچر" سڏيو. پنهورن ۾ پڻ "خچر" هڪ پاڙو.

**خچراڻي:** ڪرمتي جت بلوچن ۽ ڏيپرن (سميجا) جي پاڙن جو نالو آهي، هي خچر جانور تي سواري ڪندا هئا، جنهن نسبت سان ذات جا "خچراڻي" سڏجن ٿا.

**خَچَري:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن، خچر جانور جي نسبت سان سندن ذات جو نالو "خچري" پيو آهي.

**خدا:** ميربحرن ۽ مهاڻن جي ذات آهي، "خد" عربي ۽ فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڳل، رخسار، هي سهڻا هوندا هئا، جن کي ماڻهن "خدا" چيو ۽ ان نسبت سان ذات جا "خدا" سڏجڻ لڳا.

**خداخيل:** مروت افغاني پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**خُداداد خيل:** خدا جي طرفان ڏنل نعمت، آفريدي پٺاڻن جي قمبر خيل شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**خداداڻي:** مزاري بلوچن جي بلوچاڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**خداوندزاده:** تاريخ فرشتہ ۾ لکيل آهي تہ سلاطين غور جي اولاد کي "خداوندزاده" چون ٿا، جن مان غوري آهن. (بحوالہ: ڪتاب ابن بطوط جو سفر ص 20).

**خدر:** لغارين جو هڪ پاڙو آهي.

**خدراڻي (ڪدراڻي)**: جهلاواني بروهين جي زهري شاخ مان هڪ پاڙو آهي. هنن جو مورث اعليٰ خضر خان هو. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن. 1. دلوجو. 2. رهزن زئي. 3. شاهوزئي. 4. علي مراد زئي. 5. گچڪي زئي. 6. ميهاري. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان جي ص 132 تي لکيل آهي تہ دلوجو هندو راجا دلو جو اولاد آهن. رهزن زئي، گچڪي زئي، علي مراد زئي ۽ ميهاري جدگالن (جت) مان آهن ۽ شاهو زئي زرڪ بروهيءَ جي پاءُ شاهوءَ جو اولاد آهن. سڀني پاڙن کي گڏي خدراني (خدراڻي) بروهي چون ٿا. ناريجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "خدراڻي". آهي.

**خدرزئي**: مندنر ڪابلي پٺاڻن جي هڪڙي شاخ جو نالو "رزر" آهي. جن مان "خدرزئي" آهن. اڪوخيل، ماموزئي، مانيزئي ۽ ملڪ زئي هن جا پاڙا آهن.

**خدمتگار**: ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي.

**خذتڙا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**خذيچا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**خُراساني**: حسيني سيد آهن. خراسان ۾ رهڻ جي نسبت سان "خراساني" سڏجن ٿا.

**خرخاڻي (ڪرڪاڻي)**: جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**خردُ**: مزاري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**خُردَ**: چغتو بن چنگيز خان جي پٽ جو نالو برق (براق) هو. جنهن مان "خرد" آهن. (بحوالہ: ڪتاب دائره معارف اسلام ص 719).

**خرشيون**: ساربان پٺاڻ کي ٻہ پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو خيرالدين عرف خرشيون هُو. جيڪي قوم جا "خرشيون" پٺاڻ سڏجن ٿا. هنن جو شجره هن طرح آهي.



ان خرشيون پناڻ کي ڪافي پٽ هئا. جن جي پٽيان خرشين جا پاڙا نهيا، جيڪي هن طرح آهن:

1. افوزئي، 2. اڪازئي، 3. الازئي، 4. الياس خيل، 5. باڪل زئي، 6. بڪوزئي، 7. بيازئي، 8. تاجو خيل، 9. پيپي زئي، 10. جانزئي، 11. جمال زئي، 12. خليل خيل، 13. خليلي، 14. دائود خيل، 15. دولت شاهي، 16. دولت يار خيل، 17. راجڙ، 18. سالارزئي، 19. سيازئي، 20. شنواري، 21. ڪوڪي، 22. عيسب زئي، 23. محمد، 24. محمد خيل، 25. ملازئي، 26. منصورزئي، 27. منوزئي، 28. نيڪ زئي، 29. چمراڻي، 30. وسام زئي، 31. وتوزئي، 32. يوسف زئي، 33. يونس زئي.

**خروٽي:** توران افغاني پناڻن جو هڪ قبيلو آهي.

**خروس:** جعفرين جو هڪ پاڙو.

**خروجي:** اسماعيل خيل پناڻن جو هڪ پاڙو.

**خروطي:** غلزئي پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خزرئي (خضرئي):** افغاني پناڻ آهن، خزر پناڻ کي ٽي پٽ موسيٰ، محمود ۽ گربز هئا، محمود جي اولاد پاڻ کي "وزيري" ۽ بين "خزرئي" سڏايو.

**خسر:** لوڌي پناڻن جو پاڙو آهي.

**خسروزئي:** آفريدي پناڻن جي زخاخيل قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**خسور:** لوڌي پناڻن جو پاڙو آهي، ڪوهستان نمڪ ۾ خسور شاخ تي آباد هئڻ ڪري خسور سڏجن ٿا.

**خُشَڪَ:** بلوچستان ۾ بليدا ماترئ ۾ ڇهن ڳوٺن مان هڪڙي ڳوٺ جو نالو "خشڪ" آهي، ان خشڪ ڳوٺ جي رهائشي نسبت سان هي ذات جا "خشڪ" سڏجن ٿا. ايس - صادق علي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هنن کي، رندن جي پاڙي مان ڏيکاريو آهي، ڪن هنن کي جتوئيءَ جي تمن ۾ شامل ڪيو آهي. انگريز سرڪار 1911ع ۽ 1931ع جي آدم شماري پڌرنامي ۾ ۽ رجرڊ برٽن خشڪن کي سماٽي "جٽ" لکيو آهي، هي سرائڪي ۽ جتڪي زبان ڳالهائين ٿا. جنهن ڪري "سرائي" سڏجن ٿا.

**خضرخيل:** ڪاڪڙ پناڻن جو پاڙو آهي.

**خفيپوتا:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي.

**خفيف:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي ٺٽ ۾ رهندڙ آهن.

**خلجي:** ترڪ نسل جي هڪ مسلمان ذات آهي. افغاني پناڻن مان پڻ هڪ پاڙو آهي، عام لفظن ۾ هي ترڪي مغل آهن. هڪ روايت موجب افغانستان جي حريت پرست افغان مير ويس غلزئي جي اولاد مان "خلجي" آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ خلجي ۽ غلزئي هڪ ئي نسل مان آهن. انهن کي سڏ ڏجي ٿي تہ هي ٻہ جدا جدا قبيلا آهن.

دهليءَ جو بادشاهه فيروزالدين خلجي پڻ هن نسل مان هو. ڪراچيءَ ۾ خلجي ڪافي رهن ٿا. شنواري پڻ خلجين مان آهن. ڪتاب پنجاب ڪُي ذاتين جي آخر ۾ پناڻن جو شجرو لکيل آهي. جنهن مان ڄاڻ ملي ٿي ته خلجي هڪ مخلوط ترڪ قبيلو آهي، جنهن جي ماءُ افغان ۽ پيءُ فارسي خون مان آهن. غلزئي به انهن مان آهن.

**خلجياڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**خلچاڻي:** بروهين جي لهڙي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**خلواڻي:** ڪتاب م - ڪ پيڪولين ۾ لکيل آهي ته "خلوائي" گورچاڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**خلوراڻي:** جتوئي قبيلي جو پاڙو آهي.

**خليفا:** عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نائب، جانشين، وليعهد وغيره. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ضلعي نوشهروفيروز ۾ هنن جا ڪجهه گهر آهن. گمبٽ جي پرسان ناريجا رهن ٿا. جن جو چوڻ آهي ته اسان جي هڪڙي پاڙي جو نالو "خليفا" آهي. ڪي ماڻهو اسان کي "خليفائي" ۽ خليفاڻي به چون ٿا. مهراڻ رسالہ نمبر 4-1989ع ص 113 تي لکيل آهي ته خليفا نصربور جي دائود پوٽن جو پاڙو آهي. ناري ۾ رهندڙ سهتن جو پڻ هڪ پاڙو.

**خليل:** عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، سچو دوست، دوستيءَ جو پورو حق ادا ڪرڻ وارو. خليل ڪيراني، پناڻن جو پاڙو آهي، هن پاڙي جون مشهور شاخون آهن. 1. اسحاق زئي، 2. باروزئي، 3. تلرزئي ۽ 4. متوزئي.

**خَلِيلاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو آهي. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1. بابولاڻي، 2. بڪيراڻي، 3. بهادراڻي، 4. گور پناڻي.

**خليل خيل:** حرشيون پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خليلي:** خرشيون پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خميساڻي:** پنجاب کان آيل سرائي آهن. سنڌ ۾ نهايت نالي ماتر رهن ٿا. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي ته "خميساڻي" جتڪ بروهين جو پاڙو آهي. سهتن جي راڄ ۾ شامل آهن. ڪرمتين جي مهيري شاخ ۾ پڻ آهن.

**خنگياڻي:** ڪيراني افغان پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خواجا (کوجا):** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي. آقا، گهر جو مالڪ، صاحب، سردار، توراني سيد، مخنث، خصي غلام وغيره. خواجا، کوجا يا خوجا شيعا مسلمان آهن. جن کي "لوتيا" پڻ چون ٿا. هي اصل ۾ سنڌ جا هندو سماٽ هئا. پراڻي زماني ۾ لڏي پهرين "شيخ راڄ" ۾ اچي آباد ٿيا ۽ پوءِ اتل ۽ ان بعد لس بيلو وساپائون. هن وقت سنڌ ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ تمام گهڻائيءَ ۾ آباد آهن. اصطلاحاً خواجا واپاري ماڻهو آهن.

هنن جو مذهبي واسطو اسماعيلي مبلغن سان آهي. پهريان ڇهه امام مڃيندا آهن ۽ پوءِ چوٿينهه ٻيا امام شمار ڪري اڄي آغا خان تي ٻيهندا آهن. جو سندن ھاڻوڪو امام آهي. ڪريم آغا خان وارا قرآن شريف ۽ نماز نه پڙهندا آهن. هنن وٽ مسجد ڪانهي، خواجاخاني ۾ گڏ ٿي عبادت ڪندا آهن. هنن جو مقام به الڳ آهي. جو ٻيا هنن جي مخالفت ڪن ٿا.

رچرڊ برٽن جي لکڻ موجب خواجا داغي ايران جا اسماعيلي شيعا آهن. هو هلاڪو خان جي مارڻ جي ڊپ کان اچي هن خطي ۾ آباد ٿيا. ٻيا هندستان جا هندو. پير صدرالدين جي هٿ هيٺ بيعت ڪري مسلمان ٿيا. جن کي سندن پير "خوجا". جو لقب ڏنو. جنهن کان پوءِ هو خواجا سڏجڻ لڳا. خواجا شيعا آهن. پر ڪارا ڪپڙا پائڻ پسند ڪونه ڪندا آهن.

مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته خواجا اصل ۾ هندو لوهاڻا هئا.جيڪي 15 صديءَ ۾ مسلمان ٿيا ۽ اسماعيلي شيعا فرقي ۾ آيا. سنه 1430ع ۾ پير صدرالدين جي رهبريءَ ۾ مسلمان ٿيا. جن کي هن "خواجا" جو نالو ڏنو. خواجن جو باني حسن صباح هو. بعد ۾ آغا حسن علي آغا هو. جيڪو 1842ع ۾ ايران کان سنڌ ۾ آيو ۽ خواجن جو پير ٿيو. خواجا قرآن شريف جي بجاءِ پير صدرالدين جي جوڙيل پوٿي (گنان) پڙهندا آهن.

هي هندن جي ديوتا "وشنوءَ" جا نو اوتار شمار ڪري ڏهون اوتار حضرت علي رضه کي ڳڻيندا آهن. هنن جا ٻه فرقا آهن. هڪڙا پڙائي. جي محرم ۾ پڙ ڪڍندا آهن ۽ ٻين شيعن سان گڏ هوندا آهن. هي آغا خان جي خلاف هوندا آهن ۽ ٻيا پنجي پائي جي آغا خان جي فرمان هيٺ آهن. ان کي عشر ادا ڪندا آهن. اڄ ڏينهن جماعت خاني ۾ گڏ ٿي گنانن ۽ ميران بائي جي ڀاڄين کي ورجائيندا آهن. هنن جي اڳواڻن کي "مکي" ۽ "ڀڳت" چون ٿا.

هن وقت ڏنو ويو آهي ته ڪن ڪن هنڌن تي پڙائي خواجا نماز ۽ قرآن شريف پڙهن ٿا. پر ترڪو هندو ڌرم وانگر ورهائين ٿا. خواجا قوم ۾ لهاڻا. ٻانيڻ. راجپوت. هريجن ۽ عرب قوم جا ماڻهو به شامل آهن.

ايس - صادق علي لکيو آهي ته خوجا لفظ جي معنيٰ آهي. اعليٰ رتبي وارو ماڻهو. بزرگ. هي اصل ۾ ڪشميري هندو ۽ هندستان جا پاٽيا هئا.جيڪي نهايت ويجهڙائي ۾ مسلمان ٿيا آهن. جتان لڏي اچي "پين" ڳوٺ. حيدرآباد ضلعي ۾ ۽ ڪانڌي ڳوٺ ٺٽي ضلعي ۾ ويٺا. جيڪي بعد ۾ پيٿپوري ۽ ڪانڌي وارا خوجا سڏجڻ لڳا. جتان پوءِ سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويا. حالانڪ ڪوجن جو اصل مسڪن ڪڇ. ڪانياواڙ آهي. هي ڪلهن (چمڙي) جو ڌنڌو ڪندا هئا. اجا تائين به ڪوجن جو ڌنڌو مينگهواڙن وارو آهي. مومناڻي. پيرواڻي. تيجاڻي. ڏاتواڻي. فدواڻي. هفداڻي. حاجياڻي. اسماعيلاڻي. قاسماڻي. ميان ناڻي ۽ مير لياڻي. پنجي پائي خوجن جا پاڙا آهن. اهڙي طرح سان پڙائي خوجن جا پاڙا. مومناڻي. پيرواڻي ۽ تيجاڻي آهن.

**خواجن جو چوڻ آهي ته آغا خان خاندان جو حسب ۽ نسب هن طرح آهي:**

| | | |
|---|---|---|
| 1. حضرت علي | پهريون امام | 27. شمس الدين محمد |
| 2. حضرت امام حسين | ٽيون امام | 28. علاؤ الدين |
| 3. حضرت زين العابدين | چوٿون امام | 29. قاسم شاهه |
| 4. حضرت محمد باقر | پنجون امام | 30. اسلام شاهه |
| 5. حضرت جعفر صادق | ڇهون امام | 31. سلام شاهه |
| 6. اسماعيل | ستون امام | 32. مستنصربالله |
| 7. محمد | | 33. عبدالسلام |
| 8. سعدي | | 34. غريب مرزا |
| 9. رضي احمد | | 35. مراد مرزا |
| 10. تقي احمد | | 36. بهادر شاهه |
| 11. وفي احمد | | 37. قلندر علي |
| 12. مهدي عبدالله | | 38. ذوالفقار علي |
| 13. قاهر | | 39. نور در علي |
| 14. منصور | | 40. نظار علي |
| 15. معز | | 41. حسن علي |
| 16. عزيز | | 42. عبدالحسن علي |
| 17. حاڪم علي | | 43. ابوالقاسم علي |
| 18. ظهير حسن | | 44. خليل الله علي |
| 19. معتنصربالله | | 45. حسن علي آغا (هي ايران کان افغانستان آيو. ۽ 1842-43ع ۾ سنڌ ۾ پهتو). اتان ڪڇ ويو ۽ بعد ۾ بمبئي روانو ٿيو). 1843ع ۾ جهرڪ شهر ۾ رهندو هو. |
| 20. نظار (هي شاهه صدرالدين جو مرشد ۽ مذهبي پيشوا هو) | | |
| 21. هادي | | |
| 22. مهتدي | | |
| 23. قاهر | | 46. علي شاهه |
| 24. علي ذڪرة الله الاسلام | | 47. محمد سلطان ايچ ايچ آغا خان |
| 25. عزن الدين محمد | | 48. صدرالدين آغا |
| 26. رڪن الدين خرشاهه | | 49. پرنس ڪريم آغا |

قارئين حضرات لاءِ شاهه صدرالدين جو پڻ شجره (Pedigree) پيش ڪجي ٿو، جنهن مان بنهي خاندانن جو مذهبي واسطو ربط ۽ اڳواٽي ظاهر ٿئي ٿي:

| | |
|---|---|
| 1. حضرت علي رضه | 24. پير حسن ڪبيرالدين |
| 2. حضرت امام حسن | 25. پير تاج الدين (هن جو مقبرو ٽنڊي باگي ضلعي حيدرآباد ۾ آهي). |
| 3. قاسم شاهه | 26. پير پينڊياد جوان مردي |
| 4. احمد علي | 27. پير حيدر |
| 5. پير ستگر شاهه | 28. پير علاؤالدين |
| 6. پير امام الدين | 29. پير قاسم شاهه |
| 7. پير محمد منصور | 30. پير نصير محمد |
| 8. پير غالب الدين | 31. پير دادو |
| 9. پير عبدالعزيز | 32. پير آغا حسن شاهه |
| 10. پير مستنصر باالله | 33. پير محمد |
| 11. پير احمد هادي | 34. پير آغا عزيز |
| 12. پير قاسم شاهه | 35. پير ميران |
| 13. پير محمد | 36. پير آغا علي اڪبر |
| 14. پير محمود | 37. پير آغا علي اصغر |
| 15. پير محب الدين | 38. پير حسن علي |
| 16. پير خالق الدين | 39. پير عبدالقاسم علي |
| 17. پير عبدالمؤمن | 40. پير عبدالحسن علي |
| 18. پير اسلام الدين | 41. بيبي فاطمه |
| 19. پير صلاح الدين | 42. پير آغا علي شاهه |
| 20. پير شمس الدين | 43. پير ايڇ ايڇ آغا محمد سلطان |
| 21. پير نصيرالدين | 44. آغا صدرالدين |
| 22. پير صاحبدالدين | 45. پرنس آغا ڪريم |
| 23. شاهه صدرالدين (هن پير صاحب خوجن کي 1430ع ۾ مسلمان ڪيو ۽ کين خوجا جو نالو ڏنو). | |

خيرپور ميرس وارا خواجا، خواجہ محي الدين چشتي جا پوئلڳ سني مسلمان آهن. جن جا خاص پاڙا آهن:
1. زڪنائي، 2. صادقائي، 3. عيبائي، 4. عيسائي، 5. فتحائي، 6. واڏلائي، 7. وچائي.

**خواجا خيل:** دهوار بروهين جي پاڙي جو نالو آهي. افغاني پناڻن ۾ پڻ "خواجا خيل" آهن.

**خواجوزئي:** شهوائي بروهين جي حاجي زئي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**خواجہ زئي:** اڪوزئي (يوسف زئي) پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خواليزئي:** برمهمند (مهمند) پناڻن جو پاڙو آهي.

**خوبچندائي:** هندن جي ذات آهي، لسانيات جو ماهر ڊاڪٽر لڇمڻ هن آکهہ مان هو. هڪڙا خوبچندائي، "اچڻ سڏ" نک مان ديوان خوبچند جو اولاد آهن. جيڪي ٺلٽي، بوبڪ، سيوهڻ جا رهواسي آهن ۽ ٻيا حيدرآباد جا پائيبند آهن.

**خوب دين:** مزاري بلوچن جي رستمائي قبيلي جي قيصرائي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**خوجہ:** چنگيز خان (مغول) جي پٽ "جوجو" جي ڇهين پيڙهيءَ مان هڪڙيءَ شخص جو نالو "خوجو" (تولي) هو. جنهن جو اولاد "خوجہ" سڏجي ٿو. (بحوالہ: ڪتاب دائره معارف اسلام ص 719). انهن خوجن هرات جي پرسان هڪ شهر ٻڌايو هو. جنهن کي "خوجہ چشت" چون ٿا.

**خودوائي:** ڪرمتين جي مهيري شاخ جو هڪ پاڙو.

**خورم:** ماندڙن جو هڪ پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب بيلاين جا ٻول).

**خوشالائي:** گاڏهي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**خوشحالائي:** مغيري بلوچن، سوڍرن (سما) هندن، خاصخيلين ۽ برڙن جو هڪ پاڙو آهي. ڪرمتين جي مرگهر شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**خوشلائي:** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**خُوشيرو:** سماٽ ذات آهي.

**خوگاخيل:** خيبر شنواري پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خوگاني:** پناڻن جو هڪ قبيلو.

**خوندڪر:** مسلمان راجپوتن جي ذات آهي، هن ذات مان مشتاق خوندڪر مشرقي پاڪستان جي هڪ نامور شخصيت هو.

**خيبر شنواري:** شنواري پناڻن جي هڪڙي شاخ جو نالو علي شير خيل آهي، جن مان " خيبر شنواري" آهن. هن جا خاص پاڙا آهن: پيرو خيل، ميرداد خيل، خوگاخيل، سليمان خيل ۽ شيخ علي خيل.

**خيتراڻي (کيتراڻي)**: بلوچن جي هڪ ذات آهي.

**خيداخيل**: آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**خياط**: هڪ مسلمان ذات. سمات يا غير سمات جي تصديق ڪانہ ٿي ٿئي.

**خيراڻي**: چانڊين، پرگڙين، مستوئين، پنن، ڏيرن، انڊڙن ۽ گهڻين جي ذاتين جو هڪ پاڙو آهي. انهن سڀني جي وڏي ڏاڏي جو نالو "خير محمد" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "خيراڻي" سڏايو. مثال خاطر خير محمد پرگڙي جي خيراڻي پاڙي جو شجره هن طرح آهي:




هي سڀ خيراڻي سڏجن ٿا. سومرن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "خيراڻي" آهي. هي شڪارپور ۾ رهن ٿا.

**خيرواڻي**: بزدي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. پنهنجي وڏي خير محمد جي نالي پٺيان "خيرواڻي" سڏجن ٿا.

**خيريجا**: مسلمان سمات ذات آهي. راڄپرن ۾ هڪ پاڙو.

**خيشگي**: محمد زئي (زمند) پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**خيڪ**: هڪ مسلمان غير سمات ذات آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

# د

**داپاڪرُ:** ذات جا سماٽي موچي آهن. هي چمڙي مان دبيون ناهين ٿا. جنهن نسبت سان ذات جا "داپ ڪر" سڏجن ٿا. هي سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**داپيجا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**داتلا:** پنجاب کان آيل لباڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**داداڻا:** زردار خان زرداري جي پٽن مان هڪڙي پٽ جو نالو داد خان هو. جنهن پنيان پاڙي جو نالو "داداڻا" پيو.

**داداڻي:** جمالين، وسائي پوٽڙا چانديئن، جسڪاڻي بلوچن ۽ چاچڙن جي ڇنا شاخ مان هڪ پاڙو آهي. ميرجتن جي دادواڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**دادپوٽا:** سمن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو آهي. ڪن ڪن جاين تي هي دائود پوٽا بہ سڏجن ٿا.

**دادلاڻي:** حيدرآباد ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات آهي. هي "ٿنانڪر" نک مان آهن. جيڪي دادلو مل جو اولاد آهن. درياءَ پنٿي ۽ عامل (عاملاڻي) بہ سڏجن ٿا.

**دادواڻي:** هڪ مسلمان سمات ذات جو پاڙو آهي. تعلقي ميهڙ ۾ رهن ٿا. مير جتن جي هڪ مکيہ شاخ. ٻسڪواڻي چنداڻي، داداڻي، ڪُويل ۽ گلاباڻي هن شاخ جا مکيہ پاڙا آهن.

**دادوواڻي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**داديجا:** هندن جي هڪ ذات آهي. حيدرآباد ۾ رهن ٿا. (اروڙ ونسي).

**دادوواڻي:** ميرجتن جو هڪ ٽاڙو.

**دادي خيل:** آفريدي پٺاڻن مان ملڪ دين خيل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**داديزئي:** برمهمند (مهمند) پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**داروزئي:** مينگلن جو هڪ پاڙو.

**داروغا خيل:** بروهي آهن. سندن مورث اعليٰ داروغو مهر علي هو. جيڪو مير نصير خان جو خاص ماڻهو هو.

**داري زئي:** دهوار بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**داڙيا:** ڪاري ۾ رهندڙ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**داسا:** برهمڻن جي هڪ ذات آهي. هي اگروال جي ناجائز پٽ جي اولاد مان آهن. هي دوغلي بہ سڏجن ٿا. ٻنيہ ذات ۾ پڻ آهن.

**داسڙا:** سومرن (چنيسر) جو هڪ پاڙو آهي. کورواهہ لڳ وينا آهن. ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ داسڙا سمن ۾ پڻ آهن.

"دوست تنهنجو داسڙو، ڪاندو ڏيائي ڪاءِ" (سرليلان - شاهہ)

**داسلاڻي:** ڪڇ ڀڄ ڪان آيل نومسلم ميمڻ آهن.

**داغي:** هندن جي هڪ گهٽ ذات آهي. هنن کي مزور ۽ ڪولهي ڪوئين ٿا.

**داگڙا:** جٽ قبيلي جو پاڙو آهي. ڪافي مسلمان آهن.

**داگها:** سومرن جو پاڙو آهي. ملاحن ۾ پڻ "داگها" ذات وارا آهن. خوجن ۾ بہ داگها آهن.

**دالا(دلا):** پانن جو هڪ پاڙو آهي. ٿدي آدم ۽ ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**دامني:** بلوچستان ۾ بمپور درياءَ جي پيٽ تي رهندڙ اٺ پالڻ وارا بلوچ (جت) آهن. هنن جي اٺن جي هلڻ جي رفتار ڪنوڻ ۽ وڄ جهڙي آهي. جنهن نسبت سان انهن جا مالڪ ذات جا "دامني" سڏجن ٿا. دامني بلوچي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڪنوڻ جو تجلو.

**داندڻي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**دانيري:** جتن جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي پني پيٽ پالين ٿا. دانيري معنيٰ بيک وٺڻ آهي.

**داواڻي:** ڪرمتين جي راڏا آڳاريا شاخ جو هڪ پاڙو.

**داور:** فارسي لفظ دادورُ آهي. (داد = عدل + ور فاعليت جي نشاني، عادل حاڪم. انصاف ڪرڻ وارو). سومرن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. انصاف ۽ عدل ڪرڻ جي نسبت سان "دادور" سڏجڻ لڳا.

**داهرا:** هندو اروڙن (ڪتري) جو هڪ پاڙو آهي.

**دائل پوٽا:** سما خاندان مان هڪ پاڙو آهي.

**دائود:** سجاول ٺٽي ۾ رهن ٿا. جيڪي ملاح ۽ مهاڻا آهن. (تاريخ سجاول 1984ع).

**دائوداڻي:** ميرجتن جو هڪ پاڙو. ڪرمتين جي جانوري شاخ مان پڻ آهن.

**دائود پوٽا:** پنجاب گزيٽيئر ۾ لکيل آهي تہ سنڌ جا ڪلهوڙا (عباسي) ٻن خاندانن ۾ ورهائجي ويا. جيڪي سنڌ جا حڪمران ٿيا. انهن پاڻ کي ڪلهوڙا چورايو ۽ جيڪي دائود خان جو اولاد هئا. انهن بهاولپور جي حڪومت جو بنياد وجهي. پاڻ کي ڏاڏي دائود خان جي نسبت سان "دائودپوٽا" سڏايو.

قديم سنڌ. ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو جي مصنف مرزا قليچ بيگ (ص 308 ۽ 309) تي لکيو آهي تہ دائود پوٽا عباسي ڪلهوڙن جي چام چينہ جي هڪڙي پوٽي "دائود" نالي جو اولاد آهن. اهي پاڻ کي اصل

عُباسي خليفن جي اولاد "امير احمد" جي نسل مان ٿا ڄاڻائن. جو مڪران مان سنڌ ۾ آيو. جتي هن ۽ سندس پٽ هندن مان شادي ڪئي ۽ هندو راجائن جي مدد سان هي حاڪم ٿي ويا. برهمڻ هندو راجائن هنن سان وڙهي کين درياءَ ٽپائي ڇڏيو. پوءِ هي سيوهڻ جي پرسان تلٽيءَ جي ڳوٺ ۾ ويا. ڄام چينه پنهنجي پاٽي ڪلهوڙي سان جنگ ڪئي ۽ تنگ ٿي سنڌ جي اتر طرف هليو ويو. جيڪي تلٽي شهر ۾ رهيا. انهن مان ڊاڪٽر محمد عمر دائود پوٽو اعليٰ رتبي وارو ٿيو. سنڌ جو گورنر محمد عظيم دائود پوٽو هن جو پٽ آهي.

ڪتاب ميان سرفراز خان عباسي "از مرزا عباس علي بيگ (ص 1) تي لکيو آهي ته محمد بن چينه ستن هندو راڻن جي مدد سان ملڪ ۽ سردار ٿيو. انهيءَ ستن راڻن جي ڌيئرن سان شادي ڪري "ڄام" جو لقب حاصل ڪيو ۽ اعليٰ درجي تي پهتو. ڪيس ٻارنهن زالن مان ارڙهن پٽ ٿيا. جن ڪي وري ڪيترو ئي اولاد پيدا ٿيو. انهن مان "دائود" نالي هڪڙو پٽ راڻي چيني ولد ڏيٿي جي ڌيءَ مائي چوليا مان پيدا ٿيو. دائود پوٽا ان دائود جو اولاد آهن.

ذاتين جي اڀياس مان خبر پوي ٿي ته "دائود" اصل ۾ "ڪوري" هو. جنهن جي عمر اٽڪل ٻه سؤ سال هئي. ان جي اولاد پاڻ کي "ڪوري" ۽ "دائود پوٽا" سڏايو. مغل بادشاهن اڪبر بادشاهه ۽ اورنگزيب هنن کي لکي ۽ خانپور جاگيرون عطا ڪيون. 1026 هجري (سن 1667ع) ڌاري شير خان مهر کان بهادر خان دائود پوٽي (ڪوري) وڙهي سندس شڪار گاهه ڦري قبائي ويو ۽ پوءِ ان شڪارگاهه تي شهر اڏائي "شڪارپور" جو نالو ڏنائينس.

مهراڻ رسالو نمبر 4 سال 1989ع نصرپور جي احوال ۾ لکيل آهي ته دائود پوٽا ڪورڪو ڏنڊو ڪندا هئا. دونگهه سکيائي، ليکي، درس، خليفا ۽ ڪني هنن جا پاڙا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب ٻيلاين جا ٻول (ص 62) تي "شاهوڪ" سماٽ ذات جا جيڪي پاڙا لکيا آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو دائود پوٽا آهي. هي دائود پوٽا لس ٻيلي کان نقل مڪاني ڪري سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويا آهن. جيڪي سماٽي دائود پوٽا سڏجن ٿا. هڪ جائزي مطابق دائود پوٽن جو حسبي ۽ نسبي شجرو هن طرح آهي:






وڌيڪ لاءِ ڏسندا شجرو عباسي ۽ ڪلهوڙا

**دائود خيل:** خرشيون پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**دائودزئي:** بابرچ پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب هي دولت يار پٺاڻ جي اولاد دائود مان آهن. دائود پٺاڻ کي ٽي پٽ منڊڪئي، مامور ۽ يوسف هئا. يوسف جو اولاد يوسف زئي آهي. منڊڪئي کي ٻن ٽي پٽ حسين، لڪئي ۽ بابو هئا.

**دائودين:** آفريدي پٺاڻن جي زخاخيل قبيلي جو پاڙو آهي.

**دائولي:** مسلمانن ۽ هندن جي ذات آهي. هي چشمن جي پاڻيءَ کي چاڙهي ان مان سون ڪڍندا هئا.

**دائيـتريتري:** سمن جو پاڙو آهي.

**دائيبال:** سمن جو پاڙو آهي.

**دائيـدا:** مناهي ذات جو پاڙو آهي.

**دائيدامڻ:** سما ذات جو پاڙو آهي.

**دائيداڻا:** سنڌ جا سماٽي جت آهن. ڪوٽڙي تعلقي ۾ سندن ڪافي ڳوٺ آهن. هي ميرجت به سڏجن ٿا.

**دائيـراڻا:** جتن جي ذات آهي.

**دايا:** سما ۽ جهلاواني بروهين جو پاڙو آهي. سماٽي داين جا خاص پاڙا آهن: 1. چنا. 2. جماٽي. 3. نوناري. 4. مناٽي 5. جوکيا.

**دبا:** هندي لفظ آهي. جنهنجي معنيٰ آهي، ٽبي هڻي، غوطا خور. ميربحر ۽ مهاڻن جي ذات آهي، غوطا هڻي مڇي پڪڙيندا هئا ۽ بيون شيون ڊنـين ڊورن ۽ دريائن مان غوطا هڻي ڪڍندا هئا. ان نسبت سان هي "دبا" سڏجن ٿا.

**دباعي:** جوکين جو هڪ پاڙو.

**دُبائي:** غوطا خور ملاح ۽ مهاڻا آهن. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "دبائي" آهي.

**دبائي (دباٽي):** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو آهي. ڪرمتي جت بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "دبائي" آهي. ميمڻن ۾ پڻ هڪڙي پاڙي جو نالو "دبائي" آهي، هي ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**دَبَـرَ:** سمن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو آهي. نواب شاهه ۾ ڪجهه گهر آهن.

**دَبراٽي:** ميربحرن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات آهي. ڪاري ۾ رهن ٿا.

**دَبِـگَـرَ:** چم جي ڪم جا ڪاريگر آهن. ان نسبت سان ذات جا "دبگر" سڏجن ٿا. جوڻيجن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "دبگر" آهي، جيڪي چم جو ڪم ڪن ٿا. جن کي چمار به چون ٿا.

**دَبَـلَ:** سما ۽ ملاح آهن. نواب شاهه ۾ رهن ٿا.

**دَبَـلا:** سما ۽ ملاح آهن. ٺٽي ضلعي جي ڪاري واري حصي ۾ رهن ٿا. هي دبي ڏاراجه جا اصل باشندا آهن.

**دَبِـيرَ:** جت بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. دبير فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، منشي، لکپڙهه ڪرڻ وارو. هي پنهنجي ذات وارن جو ليکو وغيره ڪندا هئا. جنهن نسبت سان "دبير" سڏجڻ لڳا.

**دَبِـراڄَ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**دَبـڙا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي. هي وسڪاري تي پوک ڪن ٿا.

**دَبڙيا:** سرائين جي هڪ گهٽ ذات آهي.

**دَبگرَ:** ٺري هندن جي هڪ ذات آهي.

**دَبِلا:** سمن جو پاڙو آهي، ضلعي نوابشاهه ۾ رهن ٿا. ڊاڪٽر غلام علي الانا هنن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4-3 سال 2001ع ص 33).

**دَبيا:** رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**دَبيراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**دتر:** گائينچا (سما) ذات جو هڪ پاڙو آهي، غير سماڻن ۾ پڻ "دتر" آهن.

**دتيال:** پنوار راجپوتن مان جٽ (جت) آهن، هي پاڻ کي بکرال ۽ ٻڌال وانگر حضرت عليءَ جي اولاد مان چوائين ٿا. جهلم ۽ بهاولپور جا رهواسي آهن.

**دُجَرَ:** ڏاهرن جو هڪ پاڙو آهي.

**دُدي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**دَرادشت:** بلوچن جي ذات آهي، پراڻي دور ۾ سندن واسطا جتوئي قوم سان هئا. شاهه بيگ ارغون کين تباهه ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ورتي هئي.

**دُرازئي:** بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**دراغه زئي (چاڪراني):** بگٽين جي نوتاڻي پاڙي مان آهن، هن جو چڱو مڙس رسول بخش هو.

**دُراني:** اصل عربي لفظ "در" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي موتي، مرواريد، گوهر، ڪن ۾ پائڻ جو هڪ خوبصورت زيور. دراني انهيءَ زيور پائڻ واري کي چيو ٿو وڃي، فارسيءَ ۾ پڻ ان کي "دراني" چون ٿا. دراني افغاني پٺاڻ آهن، جيڪي احمد شاهه دراني (احمد شاهه ابدالي) جا پوئلڳ ٿي، ڪن ۾ در (موتي) پائي پاڻ کي ذات جا دراني چوائڻ لڳا. اڄ بہ ان نسبت سان پٺاڻ دُرَ پائين ٿا. دراني سنڌ ۾ ڪافي جاين تي رهن ٿا، جن جا خاص پاڙا آهن: 1. آلڪزئي، 2. بارڪزئي، 3. فاضل زئي، 4. محمد زئي، 5. ٿوبالزئي.

**دُراڻي:** سڌايا (سما) ذات جو هڪ پاڙو آهي. نوحاڻي بلوچن جي سرياڻي پاڙي جي هڪ ڦري. ڪرمتين جي راڌابنديجا شاخ جو هڪ پاڙو پڻ.

**دَراوڙَ:** قديم هندستان جي قوم آهي، جنهن ۾ هندن جون بيون بہ ڪافي ذاتيون شامل آهن.

**دُربان:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**دردو:** هندن جي هڪ ذات.

**دڙا:** ٿري مينگھواڙن جي هڪ ذات آهي.

**درزي:** هندن جي هڪ نک جو نالو آهي ڀهروائي، ڀالوائي، رام رکياڻي، پاروائي، تختاڻي، رامچنداڻي، ملڪاڻي ۽ هنگوراڻي هن نک جون مشهور آکهون آهن.

**درزاده:** مڪران جا گهڻ ذات وارا مڪراني آهن. جي اڪثر ڪري واڍڪو، لوهارڪو، درزڪو ۽ ٽين سازيءَ جو ڪم ڪن ٿا. هي رولو ۽ پيناڻو آهن. ڪراچيءَ ۾ به رهن ٿا.

**دَرسَ:** عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي. مذهبي ڳالهيون ٻڌائڻ، وعظ ڪرڻ، ديدار وغيره، درس، سمن، سميجن، دلن، ڪوراڙن، ميربحرن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي، درس، پلي به آهن. مهراڻ رسالہ نمبر 4 سال 1989ع ص 113 موجب درس نصرپور جي دائود پوٽن جو پاڙو آهي جيڪي ڪيسّ ناهڻ ۾ ماهر آهن. شائخ پوٽا به درسن مان آهن. بيت: "قريبن ڪنپار چئي، جنهن دُرسَ دِڪايا دَلَ"

درسن جو شجره هن طرح آهي.




**درشيڪ:** هڪ مسلمان غير سمات ذات آهي.

**درڪاڻي:** عربي لفظ "درڪ" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، واقفيت، معلومات. درڪاڻي گورچاڻي بلوچ آهن، جيڪي جابلو واقفيت رکندڙ هئا. جنهن نسبت سان کين "درڪاڻي" چيو ويو. هن بلوچي شاخ جا هيٺيان پاڙا آهن: 1. آٿري (آري - آريچا)، 2. آلڪاڻي (الڪاڻي - الڪاڻي)، 3. پرڪاڻي، 4. جنداڻي، 5. رونڪائي (رالڪاڻي)، 6. زيهاداڻي (زاهداڻي)، 7. زبراڻي (ضرباڻي)، 8. سليماڻي، 9. سيهه پخ (سياهه قاز)، 10. سيهلاڻي، 11. عمراڻي، 12. ڪاهوري (ڪهوري)، 13. گنداگولڪ. سوڍر سما آهن، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "درڪاڻي" آهي، هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**درڪ زئي:** محمد حسني بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**درڪاڻي:** عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**درگاڻي:** جکراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**درگاهي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو آهي.

**درگاهيا:** چنا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**دروال (ڏيروال):** ميو قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. مسلمان آهن.

**درواڻ:** سما ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**درواڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي. ڪرمتين جي ڳورڻي شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**دروز:** شيعا فرقي وارا فاطمي آهن.

**درويش:** فارسي لفظ درويز = درآويز (در = دروازو - آويز= اويختن - لٽڪڻ، جو دروازي کي لٽڪي يعني پينو. دريويز ڦري "درويز" ٿيو ۽ مٿجي "درويش" ٿيو. در= دروازو. يوز = وزيدن - يوزيدن - چنبڙڻ، دروازن کي چنبڙندڙ يعني پينو. در = موتي. ويش = واش = وش. مثل: جهڙو، موتيءَ جهڙو يعني الله لوڪ فقير. پهتل شخص. درويش هڪ سماٽ ذات آهي، هنن جا ڪجهه گهر تعلقي ٽاٽي بولا خان ۾ آهن.

**درويشاڻي:** درويش ذات مان هڪ ڦٽل ذات (غير سماٽ) آهي، پنهور قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "درويشاڻي" آهي.

**درويش پوٽا:** هي خالدي قريشي "ممڙ" ڳوٺ جا رهواسي قاضي محمد درويش جو اولاد آهن، جن کي ڪوهارو قريشي پڻ چون ٿا. هنن جا وڏا محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا. ڪتاب ضلعو نواب شاهه تاريخي شهر ۽ شخصيتون ص 204 تي لکيل آهي تہ محمد درويش هندن مان شادي ڪئي هئي، جنهن کي ٻہ پٽ عبدالمعالي ۽ عبدالوالي پيدا ٿيا. عبدالوالي جي پٽ جو نالو ابوالخير هو، جنهن پاڻ کي "درويش پوٽا" سڏايو.

**درهالُ:** اعوان قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**دري:** سمن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي. هي نواب شاهه ۾ رهن ٿا.

**درياپَنٿي:** هي هندن جو هڪ ڌرمي فرقو آهي، جيڪي درياءَ جا پوڄاري آهن. ان سان گڏوگڏ خواجه خضر (زنده پير) جنهنجو ٿان روهڙي ۽ سکر جي وچ تي آهي ۽ اڏيرو لال (شيخ طاهر) جهيجڻ جي ڳوٺ ۾ . انهن ٻنهي جي پوڄا ڪندا آهن. (دادلاڻي _ عاملاڻي)

**درياخاناڻي:** ڪرمتين جي هديه (جت) شاخ جو هڪ پاڙو.

**دريا خاني:** ٽالپرن جو هڪ پاڙو آهي، مير مبارڪ خان ۽ مير دريا خان ۽ ان جي پاءُ جو اولاد آهن. مير راڄو خان، مير الهداد خان ۽ مير احمد خان هن پاڙي مان هئا، ميان سرفراز خان ۽ مير ناري خان هن پاڙي وارن کي جاگيرون عطا ڪيون هيون.

**دَرياڻي:** کوسن ۽ گهنين جي پاڙي هڪ جو نالو آهي، دريائي سنڌ ۾ رهندڙ هندو ديوانن ۽ فقيرن جي ذات آهي. غيبائي چاندين ۾ پڻ "درياڻي" آهن. جمالين ۾ پڻ آهن.

**دُرياڻي:** شنباڻي بلوچن جو پاڙوآهي. هي شيهڪ بن شنبو جو اولاد آهن. ڪرمتين جي پيُوا شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**درياه خاناڻي:** جاکرن جي منجهڻان شاخ جو هڪ پاڙو.

**دريائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. درياءَ تي رهڻ جي نسبت سان ذات جا "دريائي" سڏجن ٿا.

**دُريجا:** ڏيرا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**دُريزي:** جتڪ بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**دَريساڻي:** سرماڻ مريداڻي برن جو هڪ پاڙو آهي. هي لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**دَريش:** ڪاري ۾ رهندڙ سما ۽ ملاح آهن.

**دَريشاڻي:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**دريشڪ:** لفظ جي معنيٰ آهي "سونهري". لاشار ۽ رند جي جنگ ۾ لاشارين جي عورتن کي مير چاڪر خان قيد ڪري هڪ شامياني ۾ رهايو هو. اتفاق سان رات جو طوفاني برسات پئي جنهن ڪري شامياني جي مرڪزي ڪمان ٽٽي پئي، جنهن ڪري دريشڪ نگهبان سڄي رات ان ٽٽل ڪمان کي پنهنجي ڪلهي تي جهلي عورتن کي موت کان بچايو. صبح جو گشت دوران مير چاڪر خان هن جي بهادري ۽ شجاعت ڏسي کيس "دريشڪ" (سونهري) جو لقب ڏنو، ان ڏينهن کان هي ذات جا "دريشڪ" سڏجڻ لڳا.

ڪتاب "بلوچ" از م - ڪ پيڪولين ص 67 تي لکيل آهي تہ هي اصل بلوچ ۽ بهادر آهن، جيڪي رندن جي اولاد مان آهن. ڊيمز جي خيال موجب مڪران ۾ هڪ جاءِ جو نالو "ديزڪ" هو، جتي هي وينل هئا. ان جاءِ جي نسبت سان هي "ديزڪ" سڏجڻ لڳا. مير چاڪر خان هنن کي شجاعت جو لقب ڏئي "دريشڪ" سڏيو. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. جسڪاڻي، 2. سرگاني، 3. ڪرماني، 4. گلفاز، 5. منگواڻي، 6. مرياڻي، 7. ارمني، 8. اربابي، 9. مينگوني. (دريشعن جو شجرو ڏسو آخر ۾).

**درين:** پنجاب کان آيل ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحوالہ: ڪتاب پنجاب کي ذاتين ص 673).

**دُرِيواڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**دُرِيها:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**دَڙِبا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي جاتيءَ ۾ رهن ٿا. جاکرن جي منجهئان شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**دزڪاڻي:** بلوچ قوم جو هڪ پاڙو.

**دُستِي (دشتي):** دستي يادشتي، مڪران جي صحرا جي بلوچ قوم آهي، دشت معنيٰ صحرا. سنڌ ۾ هنن کي "دستي" بلوچ چون ٿا. دستي، ڪورائي، بلوچن، رندن، جمالين ۽ سمن جي پاڙي جو نالو آهي. دشتي (ميران) جمالي، کوسا ۽ گچڪي پاڻ ۾ سڳا ڀائر آهن. ڪتاب تاريخ بلوچ و بلوچستان جلد پنجون سال 1994ع از مير نصير خان احمد زئي ص 118 تي لکيل آهي تہ مڪران جي امير رجب ماملي ڪرد بلوچ کي (1298ع) ست پٽ هئا. جن مان کوسہ، جمال، ميران ۽ مراد نهايت مشهور هئا. ميران جو اولاد مڪران جي "دشت" واري جاءِ تي اچي آباد ٿيو. جنهن بعد هي "دشتي" بلوچ سڏجڻ لڳا.

**دَستيار خيل:** غلزئي پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**دَسرو:** مسلمانن جي هڪ ذات آهي.

**دَشت خاني:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، بياباني ماڻهو، صحرائي ماڻهو، جهنگلي ماڻهو. هي ايران جي مڪراني صحرائي حصي جا ماڻهو آهن. جيڪي ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. سيوهڻ شهر ۾ بہ هڪ بہ گهر آهن. جيڪي پاڻ کي مڪراني بلوچ چوائين ٿا.

**دشتگاڻي:** جتڪ بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**دشتي:** مڪران جا صحرائي رند بلوچ آهن.

**دشتياري:** هيوز ۽ رتيخ جي لکڻ موجب هي مڪران جي "دشتياري" واديءَ جا رهاڪو "بلوچ" آهن.

**دَڦراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. شادين جي موقعن تي دڦ وڄائي خوشيءَ جو اظهار ڪندا هئا. جنهن نسبت سان هي "دڦراڻي" سڏجڻ لڳا.

**دَڦَڙَ:** سمن، مهاڻن ۾ ڪاڪيپوٽن جو هڪ پاڙو آهي، هنن جو تعلق پڻ دڦ وڃائڻ وارن سان آهي.

**دَڪَڻَ:** پنجاب کان آيل سرائين جي هڪ ذات آهي.

**دڪوموا:** پرمار هندن جي هڪ ذات آهي.

**دڪنا:** اروڙ (ڪتري) هندن جي هڪ ذات آهي.

**دگبا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**دگهه:** پنجاب کان آيل سرائي پٺين جو هڪ پاڙو آهي، هي غير سمات آهن.

**دَلَ:** سميجا ۾ ساريا ڪل مان آهن، هي انڙن سان واسطو رکن ٿا. ايس - صادق عليءَ دلن کي ٽيبي جو اولاد ڄاڻايو آهي. ڪاڪا ذات وارن ۾ پڻ "دل" آهن. هنن جي نج ملاحن سان لڳي ٿي. (دل قوم جو شجرو)



دل ذات جا خاص پاڙا آهن: 1. آگهمر، 2. باقر، 3. بنديپوٽا، 4. جنجهه، 5. جوٺيجا، 6. دائيداڻا، 7. راجپيوٽا، 8. رماڻي، 9. قل، 10. لالاڻي، 11. متاماڻي، 12. هندڙا، 13. رمداڻ، 14. لاکا، 15. نصيراڻي. 16. آٽلا 17. آرادين 18. آري 19. آمر 20. پونٽرا 21. بودلا 22. درس 23. ديدا 24. ڏڃ 25. ڏجا 26. ڏگا 27. ڏيٽا 28. بائو 29. بدام 30. بکيرا 31. ساهڙ 32. ساهر 33. ميڙ 34. سڏايا 35. سکريا 36. سلطان 37. سومراڻي 38. سونپار 39. سهتا 40. صادق پوٽا 41. ڪاڇيلا 42. ڪانهيون 43. ڪنڍيا 44. ڪنڍيا 45. ڪهڙا 46. گگن 47. لنجا 48. لنجي پوٽا 49. موٽڻ 50. مندوس 51. مناهين 52. حسڻ 53. هوٽي 54. باڪڙ 55. ٻيو 56. ٻنيا 57. ٻهپار 58. ناهيون 59. پارا 60. پنرا 61. پوتڙا 62. تيبا 63. پٺو 64. جنا ساند 65. جوٽا 66. جوٺاڇ 67. جوٽس 68. ڇڇا 69. حسڻ 70. ڏيسر 71. لاکا 72. ورسا ۽ 73. راڻا

**بيت:** ”قريبن ڪنيار ڇٽي، جنهن درس دکايا دِلَ“.

**دِلَ:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي. 1. جيوراڻي ۽ 2. تاجاڻي هنن جا خاص پاڙا آهن.

**دَلا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات آهي.

**دلا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**دلازاڪ:** پناڻن جي هڪڙي قبيلي جو نالو آهي، هڪ روايت موجب هي ”ستين“ قوم مان آهن. ستين جي شاهي فوج جو نالو ”دل ساڪا“ هو، جنهن جي معنيٰ وڏو لشڪر آهي، اهو لفظ ڦري ”دلازاڪ“ ٿيو.

**دلاسيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**دَلال:** هي رانوڙ راجپوت جو اولاد آهن. رانوڙ راجپوت هڪ جت (گوجري) عورت سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان ڪيس چار پٽ دلال، ديسوال، مان ۽ سيواڳ ٿيا. جن مان جدا جدا قبيلا وجود ۾ آيا. ڪن پاڻ کي جٽ ته ڪن گوجر سڏايو. هي پاڻ ۾ شاديون ڪونه ڪن. ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**دَلاڻي:** بوزدار بلوچن ۽ لاکن جو هڪ پاڙو آهي.

**دلاڻي:** چنن ۽ گهنين جو هڪ پاڙو آهي.

**دلاڻي:** کوسن، سهندڙن ۽ چاچڙ چنن جو هڪ پاڙو آهي.

**دِلاورزئي:** عمراڻي بلوچن، لشارين ۽ ٿهيمن جو هڪ پاڙو آهي. مير جتن جي موچاڻي شاخ جو هڪ پاڙو ۽ پڳدار.

**دلبرَ:** سمات مسلمان ذات آهي.

**دلزاڪ:** پناڻن جو پاڙو آهي، شروع ۾ ٻڌمت جا پوڄاري هئا. محمود غزنوي هنن کي 11 صديءَ ۾ مسلمان ڪيو. هن وقت هنن کي ڪودائي ۽ ڪرلا نري پڻ چون ٿا. هند ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا.

**دلشاتلاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي جسڪاڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**دلشاداڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**دلشياڻي:** عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**دلواڻي:** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان آلڪاڻي آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو "دلواڻي" آهي.

**دلواڻي:** هندن جي هڪ ذات آهي.

**دلجو:** خدراڻي (خضدراڻي) بروهين جو پاڙو آهي. محققن جي راءِ آهي تہ هي سنڌ جي هندو "دلو" جو اولاد آهن. جيڪي بعد ۾ خدراڻي قبيلي ۾ شامل ٿيا آهن.

**دليپوٽا:** ساندن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**دليلاڻي:** عمراڻي بلوچ آهن. جوڪين ۾ هڪ پاڙو.

**دَماچُ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. پلي ۽ درس هنن جا مائٽ آهن.

**دمان:** ترڪان هندن جو هڪ پاڙو آهي.

**دُمَرَ (ڏمُڙ):** ڪاڪڙ پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**دُمَريا:** غير سماٽ فقير آهن. جيڪي ساز تي راڳ ڳائي وڄائي پنن ٿا. ذات جا "دمريا" سڏجن ٿا.

**دَمَڙَ:** ذات جا ڏوا آهن.

**دَمڙا:** سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا. هي ذات جا سما آهن. آبڙ ۾ ٿا اچن.

**دَمَلَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**دَمهيا:** سنڌ جي اتر ۾ رهندڙ سما آهن. جيڪي آبڙ ۾ اچن ٿا.

**دَميچا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**دُنبڙ:** سما ۽ ملاح آهن. تلها ۽ دنبا (دولت) هئڻ ڪري "دنبڙ" سڏجن ٿا.

**دنبوراڻي:** چاچڙ چنا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. دنبوري ساز تي راڳ ڳائيندا هئا. جنهن ڪري "دنبوراڻي" سڏجڻ لڳا.

**دندورا:** سما ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنگَ:** ڏنگ، ڏنگھ يا ڏونگھ، ڏونڌھ مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ پتڻ اڪارڻ وارا ملاح آهن، جيڪي ذات طور "ڏنگ" سڏجن ٿا. موري شهر ۾ هنن جي ذات پٺيان "ڏنگ" محلو آهي. جن مان مولوي محمد عابد ڏنگ مڪي پاڪ ۾ هڪ مسجد جو پيش امام آهي.

**ڏنگائي:** خاصخيلين جو پڻ هڪ پاڙو.

**ڏنگراڻي:** سما ۽ ملاح آهن.

**ڏنگرزئي:** ترڪئي (تري) پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنگل:** ميو قبيلي جو پاڙو آهي، مسلمان آهن.

**ڏنگونا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. حيدرآباد ۽ ٿر پارڪر ۾ رهن ٿا.

**ڏنگھ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، پتڻ اڪارڻ لاءِ ٻيڙيون هلائين ٿا.

**ڏنگھيا:** سما ۽ ملاح آهن.

**دوارا:** هي پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي غور جي اولاد مان آهن. هنن کي عوري خيل پڻ چون ٿا.

**دوتني:** لوڏي پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**دوتاني:** افغاني پٺاڻن جو قبيلو آهي. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**دَوَدَ:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**دودا:** لسٻيلي جا سماٽي ٻرا ۽ شاهوڪ آهن، جن جو واسطو لاسي قوم سان آهي. دودا ٻرن، مانڌڙن، ٻاکڙن، ڪانيارن ۽ وچاڻين جا پاٿر آهن. هڪ روايت موجب ٻرفت ٻرو آري کي هڪ پٽ عيسب نالي هو، جنهن کي ٻه پٽ ٻرو ۽ دودو ٿيا. ٻري جي اولاد پاڻ کي ٻرا ۽ دودي جي اولاد پاڻ کي دودا (سرماڻ مريداڻي ٻرا) سڏايو. دودي کي پنج پٽ هئا، جن جي نالن پٺيان سندن پاڙا پيا، جن مان خاص پاڙا هن طرح آهن: 1. ڏنگڙيرا (ڏنگڻيتا)، 2. گجريپوتا 3. گوليپوتا، 4. گوگن ۽ 5. گهليا. (وڌيڪ لاءِ ڏسو "ٻرا" ذات جو شجرو).

**دودائي:** سنڌ ۾ رهندڙ بلوچن ۽ سماٽن جو هڪ پاڙو آهي، جن جو احوال هن طرح آهي.

1. گورچاڻي بلوچن جي شيخاڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي، 2. لنڊن جو پاڙو، 3. جڪراڻي، بلوچن جو پاڙو آهي، 4. لغارين جو پاڙو آهي، 5. پنهورن جو پاڙو آهي، 6. پيچوهن جو پاڙو آهي، 7. سومرن جو پاڙو آهي، 8. ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي، 9. سماٽي جتن جو پاڙو آهي، 10. ڏهرن جو پاڙو آهي، 11. هندن جو پاڙو آهي، 12. سنيا ذات وارن جو پاڙو آهي (ٽنڊو محمد خان)، 13. ڪيتران بلوچن (ڏاڙيوال - چاچ) جو پاڙو آهي.

دودائي: هوت بلوچ آهن، جيڪي مرراڻي هوت جي ذات سان مشهور آهن. هنن جو وڏو سهراب خان دودائي هو. 1480ع ۾ ملتان جي حاڪم لانگاهه سلطان حسين هنن کي ديرن ڪوٽ ۽ ڪروڙ ڪوٽ ۾ جاگيرون ڏنيون

هيون. هن خاندان ٻن صدين تائين ديره جات ۾ حڪومت ڪئي. دوداڻين ديره اسماعيل خان، ديره غازي خان، مظفر ڳڙهه ۽ دائود ڪوٽ ٺهرايا.

ڪتاب "بلوچ" م - ڪ پيڪولين ترجمه ڊاڪٽر شاهه محمد مري ۾ لکيل آهي تہ مغل بادشاهن دودائين کي جاگيرون عطا ڪيون. ڪلهوڙن پنهنجي صاحبيءَ ۾ دودائي مرراڻين کي سنڌ ۾ آندو ۽ حيدرآباد قلعي جي سار سنڀال ۽ حفاظت هنن جي حوالي ڪئي. هن وقت بہ هي سنڌ جي ڪافي حصن ۾ رهن ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب سومرن جو دور ۾ لکيو آهي تہ "دودائي" سومرن جو پڻ پاڙو آهي. هن پاڙي وارا ٺٽي شهر ۾ رهن ٿا.

**دودوال:** ڪانگڙا ۾ هڪ هندو راجپوت جو نالو "دودو" هو. ان پنيان هي ذات جا "دودوال" سڏجن ٿا.

**دودئي:** هنري پاٽنجر جي لکڻ موجب "دودئي" بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**دودپيوٽا:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي دودي سومري جي پٽ جو اولاد آهن.

**دوديجا:** سمن ۽ راڄپرن جو هڪ پاڙو آهي. اڪثر ڪري نواب شاهه ۽ خيربور ميرس ۾ رهن ٿا.

**دورا:** ٻـرن جو هڪ پاڙو. لسبيلي ۾ رهندڙ آهن. راهواٽي نهڙين ۾ پڻ آهن.

**دوراني:** پناڻن جو هڪ پاڙو آهي. سجاول ۽ ٺٽي ۾ ملاحن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "دوراني" آهي. (بحواله: ڪتاب تاريخ سجاول از عزيز جعفراني)

**دورڪالي:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي شاخ جو هڪ پاڙو آهي.

**دوساد:** هندو چمارن جو هڪ پاڙو آهي.

**دوسالي:** هندو چمارن جي ذات آهي. وٽن جي پنن مان مختلف رانديڪا ۽ بوٽا ناهي وڪڻن ٿا.

**دوساڻي:** ڇهڙن جو هڪ پاڙو آهي. ڀمڀورن ۾ پڻ.

**دوستاڻي:** ڪرمتين جي لجيرا (راجيرا) شاخ جو هڪ پاڙو.

**دوستلاڻي:** سنڌ جي اتر طرف رهندڙ کوسن جو پاڙو آهي. جن جو مورث اعليٰ دوست خان کوسو هو. جنهن جي پوين پاڻ کي "دوستلاڻي" سڏايو. لغارين ۾ پڻ "دوستلاڻي" پاڙو آهي. هن پاڙي مان حيدر خان مشهور هو. جيڪو ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو هڪ وفادار ۽ بهادر سپاهي هو.

**دوستلياڻي:** چانگن جو هڪ پاڙو.

**دوسلاڻي:** ڪيچ ۽ پـنجـ ڪان آيل ميمڻن جو پاڙو آهي.

**دوغلي:** هي برهمڻن جي ذات آهي. اگروال جي ناجائز پٽ جو اولاد آهي. هنن کي "داسا" بہ چون ٿا.

**دوڪي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات آهي.

**دول:** ڪنيارن (ڪنڀرن) جو هڪ پاڙو آهي.

**دولالاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي بازيگر ٽڪ مان هڪ پاڙو آهي.

**دولاڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي تمن مان هڪ پاڙو آهي. بوزدار بلوچن ۾ خاصخيلين ۾ پڻ "دولاڻي" آهن.

**دولاڻي:** پلي ذات جو هڪ پاڙو آهي، دولتپور صفن جي پرسان وينا آهن.

**دولت خانزئي:** مينگلن جو هڪ پاڙو آهي.

**دولت خيل:** آفريدي پناڻن جي ملڪ دين خيل شاخ مان هڪ پاڙو آهي، شيراني پناڻن ۾ لوڌي پناڻن ۾ پڻ "دولت خيل" پاڙو آهي. ٻئي حوالي موجب هي ڪٽي خيل قبيلي مان پڻ آهن.

**دولت زئي:** الڪو پناڻن ۾ يوسف زئي پناڻن جو پاڙو آهي. ذاتين جو ماهر ابسٽن لکي ٿو تہ اورڪزئي پناڻن جا ڇهہ پاڙا آهن. جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "دولت زئي" آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب مندنر ڪابلي پناڻن جي ڇئن شاخن مان هڪڙي شاخ جو نالو عثمان زئي آهي، جن مان امازئي ۽ انهن مان "دولت زئي" آهن.

**دولت شاهي:** خرشيون پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**دولت يار خيل:** خرشيون پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**دولوت:** ميو قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. مسلمان آهن.

**دُوندهہ (دوندڙ):** ڊوندين ٻيڙين وارا ملاح مهاڻا ۽ جهبير آهن. دريا ۽ سمنڊ جي وٽ سان رهن ٿا.

**دُونڌڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، ڪاري ۾ رهن ٿا.

**دُونگا:** ميمڻن جو هڪ پاڙو آهي، ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**دونگهہ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. مهراڻ رسالہ نمبر 4 1989ع ص 113 تي لکيل آهي تہ دونگهہ نصرپور جي دائود پوٽن (ڪوري) جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، جن جو خاص ڌنڌو ڪيس ناهڻ آهي.

**دوها:** سما ۽ ملاح آهن.

**دوَهاٽ:** مسلمان سماٽ ذات آهي، ٿر ۾ رهن ٿا.

**دوهاڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ جو هڪ پاڙو آهي.

**دوئا:** هڪ مسلمان ذات آهي. (ز ت صفحا ۱۶).

**دهلڪاڻي:** مگسي بلوچ آهن. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ سندن ڪافي گهر آهن.

**ڏهَوار (تاجڪ):** ايراني نسل جا بروهي آهن. جيڪي هڪ صدي اڳ لڏي اچي بلوچستان ۾ آباد ٿيا ۽ انهن مان ڪافي لڏي اچي سنڌ ۾ وينا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. ابڙا. 2. الجازئي. 3. اناريزئي. 4. خواجہ خيل. 5. داريزئي. 6. ڊونب. 7. ڊاڊرزئي. 8. زرخيل. 9. سارنگزئي. 10. سياهہ پاد. 11. شيخ. 12. قاضي خيل. 13. گوارازئي. 14. منگوزئي. 15. نجارزئي. 16. هوتي زئي. 17. هولائي. هن وقت انهن مان زرخيل پاڻ کي پناڻ ۽ سياهہ پاد (شهپات) رند سڏائين ٿا.

**ڏهونترا:** هڪ نو مسلم ذات. هي سيد فضل الله بخاريءَ جا پيروڪار آهن.

**ڏئر:** غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن. نواب شاهہ ۽ سکر ۾ رهن ٿا.

**ڏئــريا:** غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن. حيدرآباد ۽ سکر ۾ رهن ٿا.

**دياڻي:** جتوئي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**ديبڪي:** بروهين جي هڪ ذات آهي.

**ڏيپر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏيدا:** سما ۽ ملاح آهن، هي آبڙ ۾ شامل آهن. ڏلن ۾ پڻ "ديدا" پاڙو آهي. روايتن ۾ آهي تہ ديدو. لاکو راڻو ۽ ڦل پاڻ ۾ پائر ۽ ويسي دل جا پٽ هئا.

**ڏيدا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ديدار:** فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. چهرو. جلوه - صورت. درشن. نظارو. ٿر ۾ هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ديداري:** معنيٰ خوبصورت. سهڻي شڪل وارو. جٽ قبيلي جي هڪ ذات آهي.

**ڏيدڙَ:** قمبر جي پرسان وينل جٽ آهن. محمد شريف بلوچ سيڪريٽري انهن مان آهي. ذاتين جي اپياس موجب "ديدڙ" بلوچ نہ آهن. ڪن جاين تي هو پاڻ کي "مير جٽ" بہ سڏائين ٿا.

ڊيدڙَ: جتن جي ذات آهي. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ وينا آهن. هن وقت ڏيدڙ ۽ ڊيدڙ ۾ ڪا تميز نہ رهي آهي.

**ڏيـرَ:** فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. بت خانہ. شوالو وغيره. هي بتن جا پوڄاري هندو آهن. جيڪي سکر. نواب شاهہ ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**ڏيراڻي:** ڊومڪي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏيرخاني (ديرگاڻي):** جکراڻي بلوچ آهن.

**ڊيرڪاڻــي:** گبولن جو هڪ پاڙو آهي.

**ديرگاٽي:** جکراڻي بلوچ آهن.

**ديزڪ:** بلوچ آهن. مڪران ۾ "ديزڪ" واري جاءِ (هنڌ) تي رهڻ جي نسبت سان "ديزڪ" سڏجن ٿا. چون ٿا تہ "دريشڪ" هنن مان آهن.

**ديسوال:** هي رانوڙ راجپوتن جو اولاد آهن. رانوڙ راجپوت هڪ جٽ عورت سان شادي ڪئي هئي. جنهن مان ڪيس جو پٽ: دلال. ديسوال. مان ۽ سيواڳ ٿيا. جن پاڻ کي "جٽ" سڏايو. ڪافي مسلمان آهن. پاڻ ۾ شاديون ڪون ڪن.

**ديسوالي:** جولاهن جو پاڙو آهي.

**ديمروٽ:** ميو قبيلي جو پاڙو آهي. مسلمان آهن.

**ديناراڻي:** برڙن جو هڪ پاڙو آهي، بروهين ۾ پڻ "ديناراڻي" آهن.

**دينارزئي:** بروهي قوم جي بنگلزئي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي. مينگل بروهين ۾ پڻ "دينارزئي" آهن.

**ديناري:** بگٽين ۽ رندن جو پاڙو آهي. هنن جو سروان سردار فيض الله خان ديناري هو. لاشارين. سراواني بروهين. برڙن ۽ جتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ديناري" آهي. ديناري رندن جا پاڙا هن طرح آهن: 1. حلقاڻي. 2. زنگيجا. 3. رهواني. 4. عهدياني. 5. مير خان زئي.

**دينرجو:** راڄپرن جو هڪ پاڙو آهي.

**دينگر:** سما قوم جو هڪ پاڙو آهي. آبڙ ۾ اچن ٿا.

**دينڻ:** رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**ديٽا:** راهواڻي نهڙين جو هڪ پاڙو.

**ديو:** سورج بنسي راجپوت. جگديو جو اولاد آهن. سندن چوڻ آهي تہ اسان مهاج جٽ جي پٽ اولک ۽ ديو (Deo) جو اولاد آهيون (بحوالہ:پنجاب کي ذاتين).

**ديوڙا:** هندو چوهاڻن جي هڪڙي شاخ آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**ديويزئي:** مهند پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**ديهاڻي:** بگٽي بلوجن جي ماسوري شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**ديهاڻي:** مڪراني بلوچ آهن.

**ديهيا:** هي چوهاڻ راجپوت مانيڪ راءِ جو اولاد آهن. مانيڪ راءِ هڪ جٽ عورت سان شادي ڪئي هئي. سندس اولاد پاڻ کي جٽ ديهيا سڏايو. هڪ بي روايت موجب ديهيا. پرٿي راجا جي پٽ دريا هرپال جي پٽ ڌريج جو اولاد آهن. ڌريج اصل ۾ سنڌ جو هو. جنهن سڪندر اعظم سان ملاقات ڪئي هئي (بحوالہ: ڪتاب پنجاب کي ذاتين ص 281).

# ذ

**ذارا:** رانوڙن، نهڙين، سمن، مگرين، ملاحن ۽ ڪترين جو هڪ پاڙو آهي. نهڙي ذارا ٻانيٽيون بن راڇپار جو اولاد آهن.

**ذاريا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**ذاريجا:** هيءَ هڪ سماٽ قبيلو آهي، جنهن جي لاءِ ڪافي روايتون ۽ تاريخي شاهديون آهن. جن جو مختصر بيان هن طرح آهي:-1. ميان نيڪ محمد سهتي پنهنجي لکيل فارسي مضمون ۾ لکيو آهي ته محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي، ان وقت جوڌپور جي راجا جي هڪڙي پٽ جو نالو ”موڙا سنگهه“ هو، جنهن اسلام قبوليو. فاتح سنڌ هن کي سنڌ جو اوڀاريون پاڱو ڏيئي، ان جو راجا مقرر ڪيو. جنهن حيدرآباد کي مرڪز بنائي پنهنجي سنڌ تي حڪومت قائم ڪئي. هن کي ست پٽ ذارو، شورو، ڪونئرو، سهتو، راهو، مگڻ ۽ اچڻ هئا.

ذارو وڏو پٽ هو. جنهن کي هن روهڙيءَ ڪان مٿيون پاسو جاگير طور عطا ڪيو. ان ذاري کي جيڪو اولاد پيدا ٿيو، تنهن پاڻ کي ”ذاريجا“ يعني ذاريجي جا پٽ سڏايو. جنهن بعد هي ”ذاريجا“ سڏجڻ لڳا. جادم کي ٻارهن پٽ هئا. جن مان ستين پٽ جو نالو ”ذاريجا“ هو. موجوده ذاريجا ان جو اولاد آهن.
هڪ ٻئي اپياس موجب جوڌپور ۽ بيڪانير جي راجائن جي دور ۾ موڙا سنگهه وارا سوڍا قوم سان شامل هئا. جن ڪان هي ”ذار“ ٿيا. ان بعد هي ذات جا ”ذاريجا“ سڏجڻ لڳا. هنن پير عبدالوهاب جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ مسلمان ٿيا. 1900ع ذاري ذاريجن جو سردار خانبهادر ابوالخير خان ذاريجو هو. جنهن جي زباني مطابق ذاريجا، سوڍا قوم مان هڪ سما ذات آهي. ذاريجن جي حسبي ۽ نسبي احوال سيد محب الله شاهه. سيد احمد شاهه ۽ پير عبدالوهاب جي تحريرن ۾ لکتين ۾ سانديل آهي. تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ بين ڪتابن ۾ درج ٿيل آهي ته ذاريجا سمن مان آهن. جن کي سميجا ۽ ساريا ڪل مان سمجهيو وڃي ٿو. يوسف ميرڪ تاريخ معصوميءَ ۾ لکي ٿو ته ”ذاريجا“ انڙن جو پاڙو آهي. ڪتاب سماٽ جي مصنف جناب ڊاڪٽر الهرکي پٽ لکيو آهي ته ذاريجن ۽ چاچڙن جو نهايت ويجهڙائيءَ وارو تعلق آهي، جن کي ذاريجا چاچڙ چون ٿا. جنهن ۾ ڄٽا. ڄڳند، نورنگ، جوٽيجا، راجديهه، جاگياڻي، سدهاڻي، منياڻي، جوٽاڻا ذات جا ماڻهو شامل آهن.
موجوده تحقيق موجب ذاريجا هوٿي بن هالو بن ساند بن پلي جي اولاد مان پڻ آهن. (ڏسو سمن جو شجره).
تاريخ معصومي مان معلوم ٿئي ٿو ته ”ذاريجا“ هسپت بن جادم جو اولاد آهن.
ڪتاب جنت السنڌ ص 383 تي لکيل آهي ته حضرت بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي خليفي موسيٰ نواب جي تبليغ سان سنڌ جي هندو قومن مان ڏهر، مهر ۽ ذاريجا مسلمان ٿيا هئا.

عبدالمطلب
|
ابو لهب
|
عطبہ
|
ابوشامر
|
عبدالرحمان
|
حسام الدين
|
جاکرو
|
جادمر
|
هسپت — سمن جو ڏاڏو
|
ڏاريجو — ٻارهن پاڙ

**ڏاريجا ڇاڇڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. جڳند، 2. جوٽاڻا، 3. جوٽيجا، 4. جاڳيـاڻي، 5. ڇتـا، 6. راجديهہ، 7. سدهاڻي، 8. منيـاڻي، 9. نورنگ، 10. جنگـانـند، 11. ڏجڏيهہ، 12. جـوڳياڻي، 13. حلوائي، 14. سڌاڻي، 15. متاڻي، 16. ڪٺا.

**ڏاريوال:** ڇهڙن جو هڪ پاڙو آهي. هي حرام ڪائيندڙ هندو آهن.

**ڏاڙيوال:** ڪيتران بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. هي پاڻ ڪي دوداڻي هوت بہ چوائين ٿا. ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ "ڏاڙيوال" پنهنجي راجپوت نسل مان "جٽ" آهن.

**ڏاڱاڻي:** چنا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏامت:** هندو قوم جي هڪ ذات آهي.

**ڏامراهہ:** پنهورن جو هڪ پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڏامراها:** سرائڪي زبان ڳالهائيندڙ پٺاڻن جو پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڏاميا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڏاميچا (ڏاميجا):** هندن جي ذات آهي. هي شادين مرادين تي پوچن (ڪاڏو) تيار ڪندا آهن. (اروڙ ونسي).

**ڏانڊا:** رانوڙن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو آهي. برهم کترين جي هڪ نک جو نالو پڻ.

**ڏانڊل:** ٿر ۾ رهندڙ هندو راجپوتن جو هڪ پاڙو آهي، ميربحرن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڏانڊل" آهي. ڏانڊل مهاڻا ڪاري ۾ رهن ٿا.

**ڏانڊو:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏانڏي:** ميربحرن ۾ مهاڻن جي هڪ ذات آهي. ڪن ڪن جاين تي هي غير سماٽ بہ آهن.

**ڏانڏيا:** ميربحر ۾ مهاڻا آهن.

**ڏانڏياڻي:** چاچڙن جي ڇٽا شاخ مان آهن.

**ڏانڙا:** سمن ۾ چاچڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏانڙها:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏانڪ:** ڇهڙن جو پاڙو آهي. هي حرام ڪائيندڙ هندو آهن.

**ڏتَ:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڏتاڻي:** ڪوسن جي مٺيوال پاڙي مان آهن.

**ڏتڙ:** ڇهڙن جي هڪ ذات آهي. هي شڪاري ۽ ٻالا آهن.

**ڏتوراڻي:** برهماڻي ٻرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏتوريا:** متعلوي/مٺياري سيدن جو پاڙو آهي. هي سيد زڪريي عرف ڪڙئي جو اولاد آهن. جنهن جا خاص ٽي پاڙا ٻاقيل پوٽا (ٻاقل). ڪڙيائي ۽ ڏتوريا آهن.

**ڏپَ:** معنيٰ ٻوند. ڪن. پنگين ۾ سراين جي هڪ ذات آهي.

**ڏپالي:** ڪڇي ۾ رهندڙ ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**ڏجڏيهہ:** ڏاريجا چاچڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏَچــرَ:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**ڏڏڪاڻي:** اونار جتن جو هڪ پاڙو.

**ڏرا:** بدون هڪ مسلمان ذات آهي. ڏرا ان جو پاڙو آهي. هي پنجاب کان آيل آهن.

**ڏراڙ:** جي معنيٰ آهي. مال چارڻ وارو. هي هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏراڻي:** بنديجا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏريالي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏروال:** راڻي هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڏڙٻا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن. سجاول ۾ ننٺي ۾ رهن ٿا.

**ڏَڙُهير:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏَڪَڙُ:** سومرن ۽ سمن جو هڪ پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا. ڏڪڙ سومرا اڪثر ڪري سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. ڪتاب شاهان گوجر ۾ لکيل آهي تہ "ڏڪڙ" راجا سورج بنسيءَ جو اولاد "راجپوت" آهن.

**ڏَڪئِي:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏگاٽِي:** چاچڙن جي ڇٺا شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**ڏَڳ:** برهماڻي ٻرن جو هڪ پاڙو آهي. هي لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**ڏڳاٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏڳڙَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏڳڻَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏلا ني:** جهنگ پنجاب ڪان آيل "سيال" آهن.

**ڏلوٽ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏمَا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏَماچَ:** سما ۽ ميربحر آهن. چون ٿا تہ ڏماچ، سنيو، ناريجو، ڪُجيجو، ڪوريجو، ساڱڙ ۽ ڀنڀرو پاڻ ۾ ڀائر ٿين. هڪ ٻئي حوالي موجب "ڏماچ" پاڻ فقيرن جو پاڙو آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڏَماچاٽِي:** سما ۽ ملاح آهن.

**ڏمال:** هي راجپوت پٽين جو هڪ پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**ڏَمَچَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏَمڪياٽي:** بگٽي بلوچن جي راهيجا (ريهيجا) پاڙي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ڏَمٽاٽِي:** برهماڻي ٻرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏَميا:** چاچڙن جو پاڙو آهي. سکر ضلعي ۾ رهن ٿا.

**ڏَميجا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنجاڻي:** "ڪنهريا" نک مان هالا ڪوٽڙيءَ جا رهواسي هندو آهن. هي ڏنجي مل جو اولاد آهن. ڏنجي مل ڪي سکيو ۽ مدن پٽ هئا. مدن شاهہ عبداللطيف جو همعصر ۽ دوست هو. هڪ دفعي شاهہ صاحب مدن کي چيو تہ"حشر ويل حساب ۾ ڪافر ڪندا ڪيئن"؟ مدن جواب ۾ چيو تہ "هٿ جني جو هٿن. سي پهرين پتڻ پار پيا".

**ڏَنڏڻَ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنڏي:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**ڏنروَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏنڪر:** راڻي هندو قوم جو هڪ پاڙو آهي. هي تنوار راجپوتن طرفان ڪمتر هندو عورتن مان ناجائز اولاد آهن. راڻي، روهل ۽ ڏنڪر پاڻ ۾ پيائر ٿين. پاڻ کي راڻي جٽ چوائين ٿا. پاڻ ۾ شاديون ڪونه ڪن.

**ڏنگراج:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏنگي:** آرائين جي هڪ ذات آهي.

**ڏنواڻي:** هندو قوم جي ذات آهي. (بحواله: جنمب گڏاريم جن سين).

**ڏنوريپوتا:** برهماڻي برن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنيال:** هي چڪوال ۽ ڏنيءَ جا جٽ آهن. ڏني علائقي ۾ رهڻ ڪري "ڏنيال" سڏجن ٿا. پاڻ چون ٿا تہ اسان "علوي" آهيون.

**ڏنيجو:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڏڱ:** سرائين جي هڪ ذات آهي.

**ڏٽوار:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ڏڪنڏناڻي:** ڪرمتين جي پٺوا شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڏوا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏوبي:** معني ڪپڙن ڌوئڻ وارو. ڌوبي ڪا ذات نہ آهي، هي اڪثر ڪري ذات جا سومرا آهن. ڪرت جي ڪري ڌوبي سڏجن ٿا. ذاتين جي ماهر ڊينز ابسٽن جي راءِ آهي تہ ڌوبي هڪ ذات آهي، جنهن جا مکيہ پاڙا آهن: 1. اڪترا. 2. اگررئي، 3. بهليم (بهلم - بهالم)، رڪرائي، 4. چيمبا، 5. ساري، 6. سپل، 7. ڪوهانس، 8. چرهوآ، 9. ماهمل.

**ڏوت:** ڪمبوه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏوتا:** پرمار هندو آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڏوتر:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏوتڙ:** سورج بنسي راجپوت نسل مان هندو آهن. محمود غزنوي جي دور ۾ زور ورتائون.

**ڏوتڙا:** پنهورن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏوج:** ڏلن جي ڏيتا شاخ مان هڪ پاڙو.

**ڏوڏي:** پنوار راجپوتن مان ڏوڏوال راجپوت جو اولاد آهن.

**ڏوڙڏوا:** هڪ مسلمان ذات، نصرپور ۾ رهندڙ.

**ڏوڙ ڏوتا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏوڙ ڏَيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏَوڙو:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏُوڙو:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏُوڙِيا:** انيڙن جو هڪ پاڙو آهي. پني عاقل ۾ رهن ٿا.

**ڏوڪائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏوڪَرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏوڪي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏوگري:** هندو لوهارن جو هڪ پاڙو آهي. لوهه ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا.

**ڏوليا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏومن:** ڪاڪڙ افغاني پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏونڊ(ڊونڊ):** روايتن ۾ آهي تہ تخت خان تيمور جي پٽ زواب خان (شاهجهان دور) ڪي ڪشميري زال مان "ڏونڊ" نالي پٽ هو. ڏونڊ ان جو اولاد آهن. ميجر ويس ڏنڏن ۽ ستيءَ کي هندو نسل ۽ ڪرنل ٽاڊپنوار راجپوت ڄاڻائي ٿو. ڪافي مسلمان ٿيا آهن ۽ چون ٿا تہ اسان حضرت عباس اصحاب رسول جو اولاد آهيون.

**ڏوڏنڏا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏونڏرَ:** پرمار هندو آهن.

**ڏونڏڙَ:** ٻگهين جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏَونرا (ڏئونرا):** سمن جو هڪ پاڙو آهي. هنن جو شجره هن طرح آهي.




**ڏَونريا:** هي سنرماڻ مريداڻي ٻرا آهن. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**ڏونسر:** برهمڻن جي هڪ ذات آهي. هنن جي مورث اعليٰ جو نالو چمند هو.

**ڏونڪائي:** ڪوٽ غلام محمد جي پرسان ويٺا آهن. هي چون ٿا تہ اسان رند بلوچ آهيون. (روبرو ملاقات رئيس دوست محمد خان ڏونڪائي بلوچ 1971ع).

**ڏونڪراڻي:** بلوچ قوم جو هڪ پاڙو.

**ڏونڻرا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي، نوشهروفيروز ضلعي ۾ بين هنڌن تي رهن ٿا.

**ڏَوڻ:** هڪ مسلمان سماٽ (آبڙ) ذات آهي. رتوديرو ۽ قمبر (ضلعي لاڙڪاڻو) جي درميان محمد نواز ڏوڻ ڳوٺ ۾ رهن ٿا، هي چون ٿا تہ ڏوڻن جو سنڌ ۾ هڪڙو ڳوٺ آهي.

**ڏيدر:** گوجر قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏيراجا:** مهرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏيرج:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏيرملاڻي:** هندن جي "ڳيرا" نک جي هڪ آکھ. هي اصل ۾ "سهتا" آهن. رنگاڻي ۽ مهتاڻي پڻ هن نک مان آهن. هالا سندن ماڳ آهي.

**ڏَيرناڻي:** ڪوسن جي للاڻي (اسحاقاڻي) پاڙي مان شاخ آهن.

**ڏيـرَڻ:** سما ۽ مهاڻا آهن. راڄڙ جي پٽ جو نالو ڏيرڻ هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "ڏيرڻ" چوائي (ڏسو ڏهرن ۽ راڄڙن جو شجرو). هنن جو چوڻ آهي تہ اسان سميجا ڪل مان انڙ آهيون.

**ڏيروال (دروال):** ميو قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. هي مسلمان آهن.

**ڏيرواڻـي:** هندن جي هڪ ذات آهي (بحوالہ: جنب گذاريم جن سين ص 436)

**ڏيناڻي:** حملاڻي برفتن جو پاڙو آهي. هي حاجي بن اوتيمان بن چاڪر حمل برفت جو اولاد آهن. پنيلڏيپوٽا ۽ جيئند پوٽا پڻ حاجيءَ جو اولاد آهن.

**ڏينور:** جهينور اصل ۾ پنجاب جا ملاح ۽ مهاڻا (هندو) آهن. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "ڏينور" آهي.

# ڏ

**ڏاتراڻي:** لغاري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏاتواڻي:** پنجي پائي ڪوچن جو هڪ پاڙو آهي. ننيار جتن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڏاسواڻي:** "جيوڻ" نک مان خدآبادي هندن جي هڪ آکهہ.

**ڏاڙهو واڻي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**ڏاڦڙا:** ٺري مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي.

**ڏاگري:** معنيٰ شڪاري. هي ٺر ۾ رهندڙ حرام ڪائيندڙ هندو شڪاري ڇهڙا، مهتر، پيل، پنگي، ڏقير، جهاڙيوال ۽ باليشاهي آهن.

**ڏاگوري:** حرام ڪائيندڙ هندن جي گهٽ درجي واري ذات آهي.

**ڏاگها:** سنڌ جا ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**ڏانداڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏاندواڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڏانگا:** سما ۽ ملاح آهن.

**ڏنگر:** سما ۽ ملاح آهن.

**ڏانگي:** ٺري مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي.

**ڏانگيا:** بگٽي بلوچن جي هڪ ذات آهي.

**ڏاواڪَر:** رانوڙن جو پاڙو آهي، هي ٺر ۾ رهن ٿا. اڄ ڪلهہ پاڻ کي "سما" چوائين ٿا.

**ڏاوچَ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏاوچِ:** سما ٺي جتن جي هڪ ذات آهي.

**ڏاوڙيا:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڏاها:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڏاهاڻي:** بزدي بلوچن جي حاجيجا شاخ مان هڪ پاڙو آهي. هنن جا وڏا جعفر آباد جا رهاڪو، حاجي، جعفر خان ۽ غلام خان حاجيجا هئا. ڪٿوهڙ پڻ حاجيجا بزدي آهن، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ "ڏاهاڻي" آهي.

**ڏاھــرَ:** راجا ڏاھر جي اولاد مان سماٽ ذات آھي. هن وقت مسلمان آھن. هنن جا خاص پاڙا آھن. 1. ڏچر. 2. ساند.

**ڏاھراج:** سمن جو هڪ پاڙو آھي.

**ڏاھرجا:** سمن جو هڪ پاڙو آھي.

**ڏاھـري:** راجا ڏاھر جا جز هئا. هي برھمڻ قوم مان پاٽيءَ جا پوڄاري هئا. محمد بن قاسم جي فتح کان پوءِ مسلمان ٿيا. نهايت جنگجو هئا. سندن واسطو سميجا قوم سان هو ۽ ان وقت انڙ قوم اڳواڻ هئي. جنهن ۾ ڏاھري، راھو، ساند، ساريا ۽ ڪيريا ذات جا ماڻهو شامل هئا. حقيقت ۾ ڏاھري، هوٿي بن انڙ جو اولاد آھن. 1911ع ۽ 1931ع جي آدم شماري رپورٽ موجب ڏاھري. انڙن جو راڄ هئا. ان موجب سندن آخر ۾ ڏسو شجرو.
هڪ ٻي تاريخي تحقيق موجب ساند بن پليءَ کي هالو نالي هڪ پٽ هو. ان هالي کي ست پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "هوٿي" هو. ان هوٿيءَ جي اولاد کي پڻ "ڏاھري" چون ٿا. ڏاھري قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو "راڄڙ" آھي. جنهن مان شيخ حاجي محمد صالح ڏاھري (راڄڙ) ڪڙ وارو هڪ بزرگ ٿي گذريو آھي (بحوالہ: رسالہ مهراڻ نمبر 4 - 3 سال 2001ع ص 115).




**ڏاھياٽي:** مري بلوچن جو هڪ پاڙو آھي. بحوالہ: دوست خان مري ٽندو مستي خان.

**ڏاهيسجا:** سما ۽ ملاح آهن.

**ڏاهيزئي:** شهواڻي بروهين جي سهرزئي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**ڏائڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏايا (ڏاها):** زهري بروهيءَ جي پٽ جو نالو "ڏاهو" هو. جنهن جي پنيان هي ڏايا ۽ ڏاها سڏجن ٿا. ڏايا بلوچي زبان جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، پچائڻ وارو. جنگ جو نغارو وڄائڻ واري کي بہ ڏايا چون ٿا. راءِ بهادر هتورام ڏايا کي موسيائي لکيو آهي. (بحوالہ: **کتاب بلوچ اور بلوچستان ص 84**).

**ڏبارا:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڏتا:** مهرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏتاڻي:** جمالين ۽ لاکن جو هڪ پاڙو آهي. سميجن جو پڻ هڪ پاڙو.

**ڏنيا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏناڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏنَڙُ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. تعلقي ميهڙ ۾ رهندڙ

**ڏجا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي. دلن جي لنجا شاخ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ڏجا آهي.

**ڏڄـرَ:** ميربحر. ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 - 3 سال 2001ع ص 33).

**ڏڏر:** حملاڻي ۽ برفت راڄ جي هڪ ذات آهي. ٿاڻي بولا خان تعلقي ۾ رهن ٿا. ملڪ اسد سڪندر سندن سردار آهي. اهي ڏڏر ڄام برفت جي پٽ مير بادين جو اولاد آهن.

**ڏڏرا:** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏڏا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏرت (ڏورت):** نهڙين جو هڪ پاڙو آهي. هي لاکو پٽ ڳاهو جو اولاد آهن. جن جو واسطو انڙ پوٽن سان آهي. ڪورم ۽ نوهڙ اوٺا پڻ ڏورتن جون ڪڙيون آهن.

**ڏڙهـا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏڙها:** سمن جي هڪ ذات آهي.

**ڏقـاهـي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سجاول جي طرف رهن ٿا (تاريخ سجاول 1984ع).

**ڏقيرَ:** حرام کائيندڙ شڪاري ۽ باليشاهي آهن. هنن تي ڏقير نالو انهيءَ ڪري پيو جو هو حرام جانور کي مارڻ لاءِ هڪ تيزدار هٿيار "ڏقو" استعمال ڪندا هئا. بين لفظن ۾ ڏقير جو مقصد بيغيرت آهي. لالچ ۽ حرام

خاطر هو ڏهه ڦيرا يعني ڏهه دفعا بہ موٽي اچي ٿو. ڏڦيرن جي مذهبي پيشوائن کي ”پوپا“ ۽ ”گُرڙا“ چون ٿا. جيڪي هنن کي مرڻ وقت وهنجاري پوري ايندا آهن. ٿر ۾ ڏڦير ذات مينگهواڙن مان آهي. جيڪا نهايت ڪمذات ۽ حرام ڪائيندڙ آهي.

**ڏڪِٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏڪٽي:** هندن جي هڪ نک جو نالو. ڏيوناڻي هن نک مان آهن.

**ڏگو:** سماٽ ذات آهي، حيدرآباد ضلعي ۾ رهن ٿا. دَل قبيلي جي لنجا شاخ مان پڻ هڪ پاڙي جو نالوو ”ڏگو“ آهي. مگٽهارن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڏگيا:** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏڳا:** سماٽ (مسلمان) ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڏلَها:** ٿري هندو راجپوتن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏمر:** سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ڏندا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏندا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏنداڻِي:** سڌايا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنديا:** ابڙن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنديسا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي، هي ٻين وٽ مزوري ڪن ٿا.

**ڏندئي:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏنگاسي:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنگاڻي:** سوري لنڊ بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنَگو:** ڪڇ ۽ ٻيج ڪان آيل هڪ سماٽ ذات آهي، جيڪي جبلن جا رهاڪو آهن.

**ڏنگراج:** هڪ سماٽ ذات آهي، سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. ڄام صاحب ضلعي نواب شاهه ۾ سندن ڪجهه ڳوٺ آهن.

**ڏنگراڄ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.ضلع نوشهرو فيروز ۾ سندن ڪجهه ڳوٺ آهن.

**ڏنگڙيرا (ڏنگٽيا):** دودا ذات وارن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنگـٽا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنگواڻي:** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو آهي. شاهبندر ۾ وينا آهن.

**ڏنگيجا:** سمن ۽ راڄپرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏنگر:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏنور:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏنئرا:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏنيپوتا:** شاهوڪن جو هڪ پاڙو آهي. هي لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**ڏواچ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏواڪَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏوٻل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. نوشهري فيروز ضلعي ۾ ڪلا (سماٽ) وينا آهن. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڏوٻل - ڏٻرا" آهي. ڏوٻل لفظ جي معنيٰ آهي. ڪمزور، ڏٻرو.

**ڏوڏا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي.

**ڏوڏيا:** برهم کترين جي هڪ نک جو نالو.

**ڏوڏيجا:** هندن جي هڪ ذات آهي. هي لهاڻا آهن. جيڪي سورج ونسي کتري ۽ سري رامچندر جي پٽ "لو" جو اولاد آهن.

**ڏوڏيئا:** هندو اوڏن جي هڪ ذات آهي.

**ڏور:** سما ۽ ملاح آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڏورا:** نهڙين (سما) جو هڪ پاڙو آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڏورٽ:** مسلمان سماٽ ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا. (ڏرٽ نهڙيءَ جو ٻـ عنوان ڏسڻ گهرجي).

**ڏوگر:** سما ملاح آهن. نواب شاهه ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. ڪتاب تواريخ ديره غازيخان ۾ لکيل آهي تـ "ڏوگـر" جت آهن. جن کي ڊوگر بـ چون ٿا. هنن جو مورث اعليٰ ڄام ڏوگر هو. جنهن پنيان هي "ڏوگر" سڏجن ٿا.

**ڏوم:** سما ۽ ملاح آهن هي گهمندڙ ڦرندڙ گوين جي هڪ ذات آهي.

**ڏومرا:** سما ۽ ملاح آهن. ڪتاب تواريخ ديره غازي خان ص 108 موجب "ڏومرا" مال چارڻ وارا جت آهن. جيڪي پنهنجي ڏاڏي ڏومره جي پنيان ذات جا "ڏومرا" سڏجن ٿا.

**ڏونر:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏونگر:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏوهٽ:** ٿر ۾ رهندڙ نڪرن. راجپوتن ۽ پنجاب کان آيل سراين جي هڪ ذات آهي. هي سماٽ ۽ غير سماٽ سڏجن ٿا. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ٻڌ بن سام بن حضرت نوح عليہ اسلام کي سورهن پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو ڏوهٽ هو. ڏوهٽ ان جو اولاد آهن. جن کي رانوڙ پڻ چون ٿا (ڏسو سمن جو شجره).

**ڏوهـــٽَ:** رانوڙ نسل مان سما ذات آهي.

**ڏاهگَ:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏهاٽي:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڏهــرَ:** سماٽي جت آهن. ڪن محققن لکيو آهي تہ ڏهر، ڇڇ جو اولاد آهن. جن مان ڄام پنيو خان نهايت مشهور هو. ابوالخير ۽ ابراهيم هنن جا وڏا هئا. هڪ ٻئي حوالي موجب "ڏهر" ابڙي جو اولاد آهن.

**ڏهرن جو شجرو**



جديد تحقيق موجب "ڏهر". برهمڻ چچ جي اولاد مان آهن. سنڌ فتح ٿيڻ وقت هنن اسلام قبول ڪيو ۽ ڏهر سڏجڻ لڳا. ان وقت ڪين روهڙي وارو علائقو ڏنو ويو. جتي هنن اوباوڙو پرڳڻي جو بنياد وجهي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. ۽ ڏهر ذات جي پنيان ڏهرڪي. شهر اڏايو. انگريزن جي دور ۾ پڻ ڪين خاص وظيفو ملندو هو. ان وقت سنڌي ۾ هڪ ڪتاب لکيو ويو هو. جنهن جو نالو چام پنيي جي آڪاڻي رکيو(ڏسو ڏهر ذات جو شجرو). ڪتاب جنت السنڌ ص 383 تي لکيل آهي تہ سنڌ جي هندو قومن مان ڏهر. مهر ۽ ڏاريجا. حضرت بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي خليفي موسيٰ نواب جي تبليغ سان مسلمان ٿيا هئا.

ڏهرن جا خاص پاڙا آهن: 1. برهماڻي. 2. بديپوٽا. 3. پٽي. 4. جماڻي. 5. جنگاڻي. 6. خانديال. 7. راجڙي. 8. سراجا. 9. شمساڻي. 10. ڪاپڙي. 11. ڪانجا. 12. گنداڻي. 13. ڳوتريل. 14. متاري. 15. محمداڻي. 16. دوداڻي.

هڪ ٻئي حوالي موجب پهوڙ. مهر ۽ ڏهر پٽي آهن. جن جو ڏاڏو پوٽ بن جادم آهي: ايس صادق لکيو آهي تہ ڏهر جو پٽ سمو جي پٽ جو نالو هو. جنهن پنيان ڏهر ذات وجود ۾ آئي.

**ڏهراج:** سماڻي جٽ ۽ سهتا آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي بہ راجا ڏاهر جي اولاد مان آهن. ۽ سنڌ تي حڪومت ڪئي اٿن. نواب شاهہ. نوشهرو فيروز ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. چڪوال جا ڏهراج پاڻ کي راجپوت چوائين ٿا. هي چون ٿا تہ مهر. ڏهر ۽ منهاس. راجپوت ۽ پاڻ ۾ پائر آهن.

**ڏهرناهيا:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان هڪ سمات ذات آهي. ڪتاب سمات جي مصنف ص 51 تي ڦل ناهيا ۽ ڏهر ناهيا کي ابڙي جو اولاد لکيو آهي. ايس صادق علي پڻ ابڙن مان لکيو آهي. ان موجب هنن جو شجرو هن طرح آهي:



**ڏهيسَر:** سمن جي هڪ ذات آهي.

**ڏهيل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏئُچَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏيَا:** معنيٰ حشمت، طاقت، سمن جي هڪ ذات آهي، جنهن جا خاص پاڙا آهن: 1. آرهاڻي، 2. جاناڻي، 3. جکراڻي، 4. راڄاڻي، 5. هراڻي، 6. هيرناڻي.

**ڏيا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**ڏيَانَگ:** غير سمات ذات آهي.

**ڏيتاَ:** سومرا ۽ ملاح آهن. جن بابت ڪجهه ليکڪن جا رايا هيٺ ڏجن ٿا:

(الف) ايس صادق علي جي لکڻ موجب "ڏيتا" سومرا آهن.

(ب) الهرکيو بڻ ڪتاب "سمات" ص 57 تي لکيو آهي تہ ڏيتا، سومرا آهن.

(ج) هندستان جي آدمشماري سال 1911ع ۽ 1931ع موجب ڏيتا، سومرا آهن.

(د) سمات ذاتين جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ "ڏيتا" ڄکري جو اولاد آهن، جيڪي ملاح ۽ مهاڻا آهن.

(هہ) هڪ ٻئي حوالي موجب، سمي بن رائڌن کي ست پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ڏيتو" هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا ڏيتا سڏايو جيڪي سميجا آهن. ڏسو شجرن وارو حصو.

(ي) هڪ حوالي موجب ڏيتا، ڏل قبيلي جي هڪ اهم شاخ آهي. انهن جا خاص پاڙا آهن: 1. آري 2 ٻالو 3. بودلا 4. ڏوج 5. ساهڙ (ساهڙاهي) 6. سونپار 7. صادق پوٽا ۽ 8. گگن.

**ڏيپارجا:** لسبيلي جي ڄاموٽن جو هڪ پاڙو آهي، تعلقي موري ۾ هن ذات پنيان هڪڙي ڳوٺ جو نالو پڻ "ڏيپارجا" آهي. سهتن ۾ پڻ ڏيپارجا آهن.

**ڏيپارجا:** معنيٰ ڏيپر جو ٻچو، ڏيپر جي اولاد مان آهن. هي سنڌ جا ملاح ۽ مهاڻا آهن (سميجا).

**ڏيپر:** راڄپرن، ٻگهين، سميجن ۽ ملاحن جي هڪ ذات آهي، جن جا هيٺيان پاڙا آهن: 1. ڄياپوٽا، 2. ڄجراڻي، 3. گهانگهڙا (گهانگهرا). (ڏسو شجرو ڏيپر).

ڄام لاکو
|
اڙ
|
لاکو
|
سمون
|




**ڏيپراڻي:** چانديا قبيلي جي سماراڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ڏيڏڙا:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ڏيڏرا:** پنهيارن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏيڏلا:** مهرن جي هڪ ذات آهي.

**ڏيڏيئا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات آهي.

**ڏيرا:** سنڌ جا ملاح، مهاڻا ۽ سما آهن، جن لاءِ ڪجهه تحقيقي رايا هن طرح آهن:

(الف) سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان سردار پليءَ کي ٻه پٽ هئا. انهن مان هڪ جو نالو ساند هو. ان ساند کي ست پٽ هئا. جنهن جي هڪڙي پٽ جو نالو ڏيره هو. ان ڏيري جي اولاد پاڻ کي "ڏيرا" سڏايو. انهن مان جيڪي ٿر ۽ ڪڇ ۾ رهيا اهي ٿر ۽ ڪڇ وارا ڏيرا سڏجن ٿا. جيڪي سنڌ ۾ اچي وينا. انهن کي سنڌ جا ڏيرا، چون ٿا.

(ب) ايس. صادق علي صفحو 61 تي لکيو آهي تہ "ڏيرا" ملاح آهن.

(ج) 1911ع واري هندستان جي آدم شماري ۽ پڌرنامي موجب "ڏيرا" ملاح آهن. (صفحو 225 ۽ 226).

(د) جامع سنڌي لغات جي جلد نمبر 5 صفحي 275 تي مير بحر قوم جا ڪيئي پاڙا لکيل آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو "ڏيرا" لکيل آهي.

(هه) ڊاڪٽر غلام علي الانا ڏيرن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي. (بحوالہ مهراڻ نمبر 6 - 2 سال 2001ع صفحو 33.

-رن جا خاص پاڙا آهن: ثابت پوٽا. خيراڻي، دريجا. سياهه. گهراماڻي، وزيراڻي، يوسفاڻي.

هڪ جديد تحقيق موجب سام بن نوح عليہ السلام جي هڪڙي پٽ جو نالو "پگرت/پاڳرت" هو. جنهن جي هڪ پٽ جو نالو" ڏيرو" هو. ان ڏيري جو اولاد نجا ۽ خالص سما آهن. جنهن جي پيڙهيءَ مان جادم ۽ ان جي پيڙهي مان ڄام لاکو هو. جنهن مان پڻ ڏيري جو سلسلو هليو ٿو. جن جو شجرو هن طرح آهي:




مگرين جي هڪ پاڙي جو نالو "ڏيرا" آهي. هي پڻ راجپوت نسل مان آهن. وڌيڪ معلومات لاءِ مگرين جو شجرو ڏسڻ گهرجي. چوڻي آهي تہ:

ڏه ڏيرا، چوڏهن چانرا، ساهڙ ست وزير، گانگي سپ ملهايا، مگريا ٿر پير.

**ڏيراج:** سمن ۽ ميمڻ سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏيراجا:** مهرن جي ذات آهي.

**ڏيريپوتا:** ڪورارن جو هڪ پاڙو آهي. ملاحن ۽ مهاڻن ۾ پڻ آهن.

**چوڻي:** "ڏيري پوٽو ڏاهه مانگل ڄاڻو منگسي."

**ڏيسرَ:** نهڙي سمن (راڄونهڙي) ۾ ملاحن جو هڪ پاڙو آهي. دل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڏيسر" آهي. روايتن ۾ آهي تہ دل قبيلي مان حسن، ورسو، ساهم ۽ ڏيسر پاڻ ۾ پائر هئا. سندن اولاد پاڻ کي وڏن جي نالن پنيان سڏايو.

**ڏيسَـرُ:** سما ملاح آهن. جيڪي تر ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ڏيسراڻي (وسنداڻي):** جوکين جو هڪ پاڙو.

**ڏيسي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏيغاراڻي:** بوزدار بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏينگڙا:** مهرن جو هڪ پاڙو. شڪارپور طرف رهندڙ.

**ڏيوا:** پرمار هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڏيواتَ:** اوڏن جي هڪ ذات آهي.

**ڏيـوڙَ:** آبڙ جي هڪ ذات آهي. قمبر جي پرسان وينا آهن. اتان جا ماڻهو کين "ملاح" چون ٿا.

**ڏيوَڙا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ بهرام ۽ قمبر جي پرسان وينا آهن.

**ڏيوڙاڻي:** جاکرن ٽمنجهان شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڏيوناڻي:** هندن جي هڪ ذات آهي. هي "ڏکڻي" نک مان سيٺ ڏيونداس جو اولاد آهن.

**ڏيوَنلاڻي:** هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڏيوئاڻـي:** هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڏيئا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏيئڙا:** راجپوتن جي هڪ ذات آهي.

# ڏهرن جو شجرو



حضرت نوح عليه السلام
سام
ٻڌ
سنگا
همهر
ٻاڳت
ڏيرو
اجيپار
دسرت
(والده ڪسيلا) رام
لڪمڻ
نواڪس
اتت
تتت
ڪِن (هن ڪِن شهر ٺهرايو هو)
سنبوت راجا (راجپوتن جو ابو)
سام
جادم
هسپت
سنڌ جي سمن جو ڏاڏو
ڪڇپت
(ڇغدن جو ڏاڏو)
ٻوپت
ٻنين جو ڏاڏو
چـــوڙو
چوڙا سمن جو ڏاڏو



ابدري
نيت
راٺونوتيار
اوڍر
اڍو
لاکيار (لاکير)
ڄام لاکو
(ٺٽي جي گندرن مان شادي ڪئي)
انـــڙ
لاکو
سمون
جياند
ڪاڪو
(ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرتن جو پڳدار)
جاکرو/ جکرو
پلي
سمون
(مسرتن جو سردار)
رائڌن
سمون
(سميجا هن جو اولاد آهن)
انـــڙ
ٽيپو
انڙ
حبو
جوکيو
(اولاد جوکيا)
بجيراءِ
سوڍو
(اولاد سوڍا)
وِيرم
ڍهر
مهر
ڀهوڙ
(اولاد ڍهـــر)
پينسين

سمون

پاٹو جاڙو جوجو ڪنر

ہرند جوکيو ڏھر

اردڏھر

پريو سنگراسي پينسين

پنيرو پاٹون ڳاھو سپيو سپڙ جوٹو ہتڙ لوڍر اوڍر ورسٽيا

راجڙ

ڏيرڻ



# ڏيٽن جو شجرو

چام لاکو
انڙ
لاکو
سمون

ڪاڪو — جياند — جکرو

جکرو: ٻگهيا، ڏيپر، ساهڙ، لاکا، هگورا، اچڙ، مگٽيپوٽا، ٻرا، ڏيٽو، پٽو، ارادين، پليجو

ڏيٽو: اولاد ڏيٽا ملاح

ڪاڪو: راڻڊڻ، پلي

راڻڊڻ: سمون

پلي: سمون

سمون: قل، مناهي، ساريا، انڙ، سارت، ڏيٽو، جاڙو

ڏيٽو: اولاد ڏيٽا ملاح

## ڊ

**ڊايائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي (بحواله: تاريخ سجاول)

**ڊاڊي:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو. ڊڊ يا ڊڊ وڄائڻ ڪري "ڊاڊي" سڏجن ٿا. سندن پاڙا مگڻهار جي عنوان ۾ ڏسڻ گهرجن.

**ڊاڪاڻي:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڊاڳا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو آهي. ملاح ۽ مهاڻا آهن. سجاول ۾ رهن ٿا (تاريخ سجاول 1984ع)

**ڊاڳائي:** ميمڻن جو پاڙو آهي، ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**ڊاگهوري:** واڳون ۽ ڪچون مارينڌڙ ملاحن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڊَب:** جهنگ پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**ڊ.ٻائي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**ڊپواڻي:** ڪرمتين جي شولاڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڊِٺَڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊِڊي:** جهنگ پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**ڊِڊِرا:** غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊڪَڻَ:** سنسڪرت ۾ تڪشن چون ٿا. جنهن جي معنيٰ آهي "واڍو". ڪرت ۽ ڏنڌي جي ڪري ذات جا "ڊڪڻ" سڏجن ٿا. عرب ملڪن ۾ "النجار" جي ذات سان مشهور آهن.

**ڊگاراڻي:** سُرماڻ مريداڻي برن جو هڪ پاڙو آهي، هي لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**ڊگريچا:** چاچڙن جي جڳانند شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**ڊگهـ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊِگهـ:** سرائي زبان ڳالهيندڙ پٺين جو هڪ پاڙو آهي.

**ڊِگهاڻي:** جلباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. هن پاڙي مان سرائي يار محمد خان ولد حمزو خان جلباڻي ڳوٺ ماڙي (سڪرنڊ) وارو هڪ معزز ۽ نامور شخصيت ٿي گذري آهي. (بحواله:جنب گذاريم جن سين، نمبر1 ص 15)

**ڊلَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊلا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊمبَ:** مڪراني بلوچن جي هڪ ذات آهي.

**ڊنڊڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊنَشا:** پارسي قوم جو هڪ پاڙو آهي، ڪراچي ۽ ڪوئٽا ۾ رهن ٿا. مسٽر نادر شاهه ايدلجي ڊينشا هڪ مشهور ۽ شاهوڪار واپاري هن پاڙي مان ٿي گذريو آهي. (جنب گذاريم جن سين نمبر 1 ص 244).

**ڊَنـگَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊَوبڪي:** بلوچن جي هڪ ذات آهي، جيڪب آباد جي طرف وينا آهن.

**ڊَوٽاني:** افغاني پناڻن جي لوڌي خاندان جي مشهور ٽن شاخن سياني، نيازي ۽ ڊوٽاني مان هڪ شاخ (ڊوٽان) آهي.

**ڊَوڊاڻي:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڊَوڊِڻَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊوراٽ:** غير سماٽ ۽ غير مسلمان ذات آهي.

**ڊَوڙُو:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**ڊُوڪا:** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڊوڪي:** سماٽ ذات آهي. غالباً هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي ساموندي پٽي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا.

**ڊوگر:** معنيٰ نڪمو، بيڪار. پنجاب ڪان آيل مسلمان ذات آهي. هي چوهاڻ راجپوت ۽ پنوار راجپوتن مان آهن. روايتن ۾ آهي تہ پاڪپٽن ۾ هڪ مشترڪ نسل جو ماڻهو بهلول نالي رهندو هو، جنهنجي ڏاڏي جو نالو ماهو هو. مشترڪ خون جي ڪري ڪيس "ڊوگر" چون ٿا. بهلول کي ٽي پٽ بمبو، لنگڙ ۽ سمو هئا. هي جت بہ سڏجن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: تگرا، ٺوبورا، پڙ جت، چوبورا، چوڪرا، چينا، ماهو ۽ مٽر.

**ڊوگرا:** راجپوتن جي ذات آهي.

**ڊوگرال:** راجپوت آهن. ساهي هنن جا عزيز آهن.

**ڊُولَ:** پنجاب ڪان آيل سيالن جو هڪ پاڙو آهي. منياڻي لڳ موري ۾ رهن ٿا.

**ڊولا:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڊولاڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات آهي.

**ڊَوليا:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڊوم:** دهلاري، ميراثي، هندن جي هڪ ذات آهي، جن کي ذنب بہ چون ٿا. هي دهل وڄائي ڳائيندا آهن. هنن جون زالون نهايت خوبصورت آهن. جيڪي پڻ دهل وڄائي ڳائين ٿيون.

**ڊوُم:** گهڻ ذات وارا هندو شڪاري آهن. جيڪي ڄڄ ناهيندا آهن.

**ڊُومنا:** هندو ڇهڙن جي ذات آهي، جيڪي توريون، ڇليون ۽ ڄڄ ناهين ٿا (بحوالہ: ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين).

**ڊومبري:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڊَومبـَڪـِي (ڊومڪي):** ڊومبڪي يا ڊومڪي هڪ ٿي ذات آهي، جيڪي رند بلوچن مان آهن. ڪن ڪن جاين تي جت (سيوهڻ ۾) بہ سڏجن ٿا. هنري پاٽنجر، م - ڪ پيڪولين، مولائي شيدائي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻين محققن هنن کي بلوچن جو اصل قبيلو (رند) لکيو آهي، جنهن ۾ ٻيا غير بلوچ قبيلا بہ شامل ٿي ويا آهن.

مير جلال خان بلوچ
|
رند
|
رمضان
|
نصير الدين
|
احمد
|
گـُلو
|
فيروز
|
ڪالو
|
فيروز شاهہ
|
شهڪ
|
حسن
|
محمد
|
محمداڻي
|
ڊومبڪي /ڊومڪي (رند بلوچ)

هي رند بلوچ، بلوچستان ۾، ڊومبڪ درياءَ تي اچي ويا. ان درياءَ جي نالي جي نسبت سان هي ذات جا ڊومڪي سڏجڻ لڳا. ڪجهہ عرصي بعد هنن ۽ کهيرين جي وچ ۾ زمينن جي مالڪي تان تڪرار شروع ٿيا،

جنهن سبب ڪافي ڏومڪي لڏي اچي سنڌ ۾ ويا.

هڪ ٻي روايت موجب مير چاڪر خان رند ڏومڻ (مگڻهارڻ) مان شادي ڪئي هئي. ان ڏهل وڄائيندڙ مگڻهار مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو، انهن کي ڏوم ۽ ڏومبڪي، ڏومڪي چيو ويو. هن شاخ جا سردار، مير محراب خان، مير سهراب خان، مير ميرو خان ۽ بلوچ خان ٿي گذريا آهن. جن کي مير چاڪر خان جاگيرون عطا ڪيون هيون. جن جو ذڪر سرچارلس نيپئر جي يادن ۾ ٿيل آهي. ڏومبڪي شاعر صوبو پڻ بلوچن جي هن شاخ مان هو. جنهن بلوچن جي شان ۾ ڪيترائي شعر چيا. جنهن ڪري بلوچن جي شناخت ٿي، ورنہ بلوچ قوم ڪان سڀ اڻواقف هئا.

م - ڪ پيڪولن ڪتاب "بلوچ" ۾ ڏومڪين جا 60 پاڙا لکيا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ 8 پاڙا هينري پاٽنجر ۽ ايس - صادق علي بہ ڪجهہ پاڙا لکيا آهن. سيني کي مدنظر رکندي خاص پاڙا هيٺ ڏجن ٿا.

1. آدماڻي (جت)، 2. بيائي، 3. براهماڻي (جت)، 4. بزيراڻي، 5. بلوچاڻي، 6. بوزدار، 7. بگهدار، 8. پٽاڻي، 9. تلاڻي، 10. جسڪاڻي (جت)، 11. جماڻي، 12. ديراڻي، 13. زنگيشاهي، 14. سمراڻي، 15. شفڪور، 16. ڪينجاڻي، 17. گاجاڻي (گجاڻي)، 18. گاداڻي (گداڻي)، 19. گبول، 20. گرگيز (گرجي)، 21. گربجا، 22. گشڪوري، 23. گلوئي، 24. گولاٽا، 25. لنڊ، 26. لوهراڻي، 27. مارڪاڻي (مرڪاڻي)، 28. محمداڻي، 29. ميروزئي (ميروئي)، 30. وزيراڻي، 31. ڳڏاڻي.

محترم رحيمداد خان مولائي شيدائي تاريخ بلوچستان ڇاپو 1941ع ص 21 تي بلوچن جو شجرو ڏنو آهي. جنهن مطابق ڏومبڪي شجرو مٿي ڏنو ويو آهي.

راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب "ڏومبڪي" بگٽين جي ٽوٽاڻي پاڙي مان آهن. جن جو چڱو مڙس "گوران" هو.

**ڏومبلي:** ايم - ايل ڊيمز ڪتاب "دي بلوچ (ريسس) ۽ م- ڪ پيڪولين ڪتاب "بلوچ" ۾ لکيو آهي تہ بگٽي نهايت ننڍي قوم هئي. ان ۾ ڪجهہ ڏومڪين ۽ چاڪراڻين پاڻ کي ضم ڪرايو. جنهن جي نتيجي ۾ هڪ نئون پاڙو "ڏومبلي" وجود ۾ آيو. جن کي بگٽي قبيلي جو پاڙو چون ٿا.

**ڏونب:** بروهين جو هڪ پاڙو آهي. هي بروهين جا مگڻهار آهن.

**ڏُوندا:** ڏوندين ٻيڙين هلائڻ وارا ملاح ۽ مهاڻا آهن. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڏُونَـدڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**ڏُونديري:** شيدين جي هڪ ذات آهي. سنڌ ۾ رهن ٿا.

**ڏُونگا:** ٿري هندن جي هڪ ذات آهي. هي اصل ۾ جيسلمير جا پاٽيا آهن. جن مان راڏا ڪرشناڻي هو.

**ڏونگيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. نواب شاهہ ۾ سندن ڪجهہ گهر آهن.

**ڏوهڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا. هنگورجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڏوهڙ" آهي.

**ڏوئانڪـي:** رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**ڊُهاگ:** هندو اوڏن جي هڪ ذات آهي، هي سنڌ ۾ رهن ٿا.

**ڊهبي:** هڪ نو مسلم ذات. هي ديوان چاولي راجپوت جو اولاد آهن. ٿر ۾ رهن ٿا

**ڊَهَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. اتر سنڌ ۾ رهن ٿا.

**ڊهو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. اتر سنڌ ۾ رهن ٿا. هي بهاول پور کان آيل آهن.

**ڊهيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊيڊ (ڍيڊ):** جي اصطلاحي معنيٰ آهي، مئل جانورن جو گوشت کائڻ وارا. هي گهٽ درجي جا هندو آهن، جن جو اصلي وطن راجپوتا ۽ گجرات هو. ڏڪار ۽ روزگار خاطر لڏي اچي ٿرپارڪر سنڌ ۾ وينا. هي ديويءَ جا پوڄاري آهن. هي مئل جانورن جو گوشت کائين ٿا ۽ چمڙي مان جتيون ناهين ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن. 1. انگيا، 2.جَنَپال، 3. چهڙا، 4. سونگي، 5. لاٺيليا.

**ڊيڊاتا:** ٿري ڀيلن جي هڪ ذات آهي.

**ڊيشَڪَ:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

**ڊيگل:** ٿري هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڊيمبا:** ڪلهوڙن جي هڪ ذات آهي.

**ڊِينداڻي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڊينشا:** پارسي قوم جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان نادر شاهه ايدلجي ڊينشا هڪ مشهور شخصيت هئي، جنهن 1921ع ۾ اين - اي - ڊي يونيورسٽيءَ جي بلڊنگ نهرائي هئي.

**ڊينگريڪو:** شيدين جي هڪ ذات آهي.

**ڊِيها:** هڪ سماٽ ذات آهي.

# ڏ

**ڏاتي:** اوسواڙ هندن جي هڪ گهٽ ذات آهي. هي ٿر ۾ اڻ پالين ٿا. منهون راڄ جتن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڏاڏرزئي:** ڌواري بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏاڏريا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي. (تاريخ سجاول).

**ڏاڏي:** مڱڻهار ۽ لنگها آهن. جيڪي سرندي تي راڳ ڳائي لاڳ وٺن ٿا.

**ڏارا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏاڳائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏاڳرا:** جوکين جو هڪ پاڙو.

**ڏاليت:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏاليجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏامراڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏاندي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو آهي. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**ڏانگرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏائي گهر:** هندو کترين جو هڪ پاڙو آهي.

**ڏڏاڻي:** هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڏکا:** ڪلهوڙن جي هڪ ذات آهي.

**ڏَڪَڙَ:** سومرن جي هڪ ذات آهي. هي اتر سنڌ ۾ رهن ٿا.

**ڏَڪَڻَ:** اتر سنڌ ۾ رهندڙ سومرا آهن. سمن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڏڪڻ" آهي.

**ڏڳڙي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏلو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ "ڏلو" جٽ راجپوتن جو هڪ قبيلو آهي، جنهن مان باجي، ساج ۽ ساندا پاڙا آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب ڏلو چندر بنسي راجپوت "سروها" ۽ سورج بنسي راجپوت "لو" جي اولاد مان آهن.

**ڏوڏا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. راجپوتن ۾ پڻ آهن. سهتن ۽ ڏاريجن ۾ پڻ ڏسائين ٿا.

**ڊوڊي:** ڪنيرن (سمن) جو هڪ پاڙو آهي. آرائين ۾ پڻ آهن.

**ڊورائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سامونڊي پٽي ۽ لاڙ ۾ وينا آهن.

**ڊورياڻي:** مڇي مارڻ وارا ملاح آهن. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 - 3 سال 2001ع ص 33).

**ڊول:** معنيٰ سهڻو. هي سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**بيت:** "م ڪر ڊول ڊلو، ناتو نماڻيءَ سان" (سر ڏهر - شاھ).

**ڊولنگائي:** ڪرمتين جي شولاڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڊوليا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڊُونڊا:** پرمار هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڊونگائي:** ڪرمتين جي ربائي (جت) شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڊيڊ (ڊيڊ):** وضاحت لاءِ ڏسندا "ديد".

**ڊَيــڊُ:** هندن جي گهٽ ذات وارا موچي ۽ سوچي آهن، هنن کي چمار بہ چون ٿا.

**ڊَيياڻاَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

# ذ

**ذِڪري:** غوشي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي مڪران جا رهواسي ذڪري (ذگري) بلوچ آهن. جيڪي حضرت امام مهديءَ جا پوئلڳ آهن. هن مذهبي فرقي جي زيارت گاھ مڪران ۾ "ڪوھ مراد" جي پرسان آهي.

**ذڪرياڻي:** ميمڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. (بحوالہ: ڪتاب ميمڻ قوم از ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي).

**ذگرمينگل:** جهلاوان پلويءَ جا بروهي آهن. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان جي ص 128 تي لکيل آهي تہ "ذگرمينگل" ساتڪ زئي قبيلي جو پاڙو آهي. ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ زرڪ، دُرڪ ۽ ذڪريا (ذگر) پاڻ ۾ ڀائر هئا. اُن ذڪريا مان ذگر مينگل آهن.

**ذگري:** بروهي ۽ مڪراني آهن. لسبيلي ۽ مڪران جا رهواسي آهن.

**ذَمڪاڻي:** مزاري بلوچن جي رُستماڻي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**ذُهرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

# ر

**را:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**رابري:** ڪتاب دائره معارف اسلام موجب "رابري" هندو راجپوتن جي هڪ پراڻي ذات آهي.

**راتيا:** وڏرا قوم جو هڪ پاڙو آهي. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**رانوڙ:** اصل لفظ سنسڪرت. راشٽر ڪوٽ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي جانٺو. جوان. بهادر. ڏکڻ هندستان ۾ راجپوتن جي مشهور ذات آهي. جن مان ڪافي لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. انهن مان ڪجهہ مسلمان ٿيا ۽ اجا ڪي هندو آهن. هنن جو شمار راجپوتن جي 36 شاهي خاندانن ۾ ٿئي ٿو.

تحفتہ الڪرام ۾ لکيل آهي تہ سام بن نوح عليہ السلام کي چار پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ٻڌا: هو. جنهن کي وري 16 پٽ هئا. جن کي گڏي "رانوڙ" چوندا هئا. جن جو اولاد. آمڙا. بدا. بوربوتا. چهاڻ. چهواڻ. ڏاواڪر. ڌنڌا. ڌارا. ڏوهٽ. ڳاها. جهنجہ. جرڪي پوتا. ڪارڻ. ڪوڪر. مڪواٺا. نڻ. سهتا. شورا. ولها ۽ ويسر آهن. اهو اولاد هن وقت جدا جدا ذاتين سان سڏجن ٿا. جيڪو "سماٽ" ۾ شمار آهي.

هن وقت سمن. شورن. سهتن. اوڏن ۽ مينگهواڙن جي پاڙن جو نالو پڻ "رانوڙ" آهي. پنجاب ۾ پڻ رانوڙ آهن. ڪتاب دائره معارف اسلام ۾ لکيل آهي تہ راجپوت نسل مان چنديل. بنڌيل ۽ رانوڙ ٽي پائر هئا. اهي رانوڙ راجپوت (رانوڙ) سڏجن ٿا.

ڪتاب جنت السنڌ ص 55 فوٽ نوٽ ۾ لکيل آهي تہ رانوڙ. راجپوتن جي سورج ونسي ڪل مان آهن. هنن لسبيلي. لاڙ ۽ ٿر تي حڪومت ڪئي هئي. هي سنڌ جي هنگلاج بت خاني جي ديويءَ جا پوڄاري هئا. ان ڪري پاڻ کي "هنگلاج چنديلا ڪمبوج" سڏائيندا هئا. هنگلاج لسبيلي ۾ هڪ غار آهي. جنهن ۾ بت رکيل هئا. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پاڻ هنگلاج ڏسڻ ويو هو. ان ڪري سندس بيتن ۾ پڻ ذڪر ٿيل آهي.

**راڻي:** هندن جي ذات آهي. چون ٿا تہ هي رانوڙ جي اوڙڪ مان آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب هي تنوار راجپوت نسل مان آهن. تنوار راجپوتن ڪن ڪمتر هندو عورتن سان ناجائزي ڪئي. پيدا ٿيل اولاد "راڻي" سڏجڻ لڳو. راڻي جي معنيٰ آهي زبردستي. هي جٽ بہ سڏجن ٿا. روهل ۽ ڏنڪر هن جا پائر آهن. راڻي هندن جا خاص پاڙا آهن: 1. برهائي. 2. بلوترا. 3. چانگڙا. 4. راڪوڙ. 5. گوردوال. 6. گوئٽل. 7. منگوال.

**راڄ:** معنيٰ سربراهہ. اڳواڻ هي سرن ناهڻ جو ڪم ڪن ٿا ۽ انهن جي انجمن جا سربراهہ آهن. ان ڪري ذات جا "راڄ" سڏجن ٿا. هندو ۽ مسلمان آهن.

**راجا:** سنسڪرت جو لفظ راجن. راج آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "چمڪڻ". بادشاهہ ۽ اڏيراج کي راجا چون ٿا.

سنڌ ۾ راجا ذات وارا باجر ۽ نهڙي آهن. ڪتاب شاهان گوجر ۾ لکيل آهي تہ "راجا" پنهنجي ذات جو پاڙو آهي.

**راجپوت:** سنسڪرت جو لفظ راجپتر آهي. راجا پتر يعنيٰ راجا جو پٽ. بادشاهہ جو پٽ. هي راجپوتانا ۾ رهندڙ هندو راجائن جي ذات جو لقب آهي. جن سنڌ تي ڪئين سال حڪومت ڪئي. جن مان ڪافي مسلمان ٿيا ۽ ڪي اڃا هندو آهن. هي سکن، سنڌين، مهاجرن ۽ پنجابين ۾ پڻ آهن.

برهمڻ هنن کي راجپتر يعني راجائن جو اولاد چيو آهي. برصغير تي ڪيترن ئي راجائن حڪومت ڪئي آهي. انهن مان ٻہ خاندان، هڪڙو راجا چندرونسي ۽ ٻيو راجا سورج ونسي نهايت مشهور هئا. چندر ونسي چنڊ جا ۽ سورج ونسي سج جا پوڄاري هئا. مختلف تاريخي بيانن مان خبر پوي ٿي تہ راجپوت، رام وڪرشن، اگني، رجنيہ، ڪشتيريہ، هُنن وغيره جو اولاد آهن. پرمار، پري هار (پرتي هار - پرهاڙ)، چوهاڻ ۽ چالوڪيا پاڻ ۾ پائر هئا. جن مان راجپوت نسل وڌيو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب چنديل، رانوڙ ۽ بنڊيل پاڻ ۾ پائر هئا، جن مان پڻ راجپوت نسل آهي. 600ع ڌاري اهي راجپوت مختلف رياستن جا راجا هئا. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٺ حاجي خان چاچڙ جي تحقيق موجب حضرت سام بن نوح جي هڪڙي پٽ جو نالو حضرت سنڌ (ارفخشند) هو. جنهن اچي هن خطي ۾ سڪونت اختيار ڪئي، سندس اولاد مان سماٽ ۽ راجپوت آهن. راجپوتن ۾ جاٽ، سيال، سوڍا، پرمار، پنا، پنهي، مهر، ڍهر، نائچ، چاچڙ وغيره شامل آهن. جن مان وري هزارين قبيلا ۽ ذاتيون ڦٽي نڪتيون آهن.

| راجاچندرونسي سوم بنسي | راجاسورج ونسي |
|---|---|
| يادو - ياني (پني)- چوهاڻ<br>جاڙيجا - سميجا<br>مديجا - برمن - بدا<br>برمن، سوها ۽ سنڌ جا سما آهن. | چاوڙا - راجپوت - جکڙ<br><br>پرمار - چوڙا - سوڍا، پرهار - سولنڪي، چيچي جنجوعہ - سوهال، چوهاڻ - چهواڻ - ڏڪڙ- گهلوت، سيبويا - تارڙ - وڙائيچ - گوجر - چنديل - بنڌيل - ڪڇوا ۽ رانوڙ آهن. |

انهن ٻنهي نسلن جو اولاد خاص طرح سان ٿر ۾ ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ آباد آهي، جن کي عام لفظن ۾ "راجپوت" چيو ٿو وڃي. جن مان خاص هن طرح آهن: 1. آڪا، 2. ٻاهڙ ميرا، 3. ٻگسريا، 4. ناڪر، 5. جادوبنسي، 6. جاگا، 7. چاوڙا، 8. چوڙا، 9. ڏانڌل، 10. ڏلها، 11. ڏوهٽ، 12. رانوڙ، 13. راجپر، 14. راٺڪ ڏيو، 15. راٺيڏتر، 16. رائوڙ، 17. ستا، 18. سرتاڻ، 19. سنگڙاسي، 20. سونگرا، 21. سيلهو، 22. سينها، 23. ڪونٽريا، 24. ڪيلهڻ، 25. ڪاوڙيا، 26. لگڙا، 27. موڪا، 28. ناڏورا، 29. نبا، 30. نرا، 31. ورڻ، 32. ويوسي، 33. جندران، 34. گرديز (گرديزي)، 35. اعوان 36. بندهاني، 37. گيلوت

(گيلاني)، 38. ڪٽلا (ڳوٺ)، 39. پنوار (پنهور)، 40. خانزاده، 41. قائمخاني، 42. گوريا، 43. نون، 45. باجوه، 46. جرال، 47. ڇڏڙ، 48. ڇتر، 49. راجپوت، 50. منهاس، 51. هرل، 52. سهگل، 53. ڪرل، 45. گوندل، 55. چالوڪيا، 56. گوجر، 57. چنديل، 58. بنڌيل، 59. ڊوگر، 60. ڪانجي، 61. رابري، 63. اهير، 64. ڪاٺل، 65. سلهري، 66. سومرا (سمره)، 67. جويا، 68. پال، 69. پوار، 70. ملواٽا (ملوانا).

**راجديهه:** ڏاريجا چاچڙن جي نورنگ شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**رَاَجـڙَ:** خرشيون پناڻن جو پاڙو آهي.

**راجسپوتا:** راٺوڙ نسل مان هڪ سماٽ مسلمان ذات آهي.

**راجسين پوٽا:** سمن جي ذات آهي، جيڪي حيدرآباد ۽ ٺٽي ۾ رهن ٿا. ڪوراڙن ۾ پڻ آهن.

**راجڪرا:** سمن جي ذات آهي، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**راجڪمار:** سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، راجا جو پٽ، شهزادو. هي هندو راجپوتن جي هڪ ذات آهي، جن کي پراڻي زماني ۾ راجينا يا سينا پتي چوندا هئا.

**راجگر:** هندو برهمڻن جي هڪ ذات آهي.

**راجگوڙ:** ٺٽي شهر ۾ رهندڙ برهمڻن جي ذات آهي، هي جاڙيجن جا درٻاري هئا.

**راجل (راڪڙا):** ابدالي پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**راجلاڻي:** وڏرا قوم جو هڪ پاڙو آهي.

**راجنيلي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**راجنيا:** رام ۽ ڪرشن (سوم بنسي) جي اولاد مان هندو راجپوت آهن. ڪشتريه هنن جا قريب آهن.

**راجيپوتا:** دلن جو هڪ پاڙو آهي.

**راڄا (راڄر):** نهڙين جو هڪ پاڙو. هي راهو بن ابراهيم بن ميئن بن راهڙ بن عمر بن ڳڃڻ جو اولاد آهن. هي ارباب ۽ پڳدار آهن. اَڄا، آمر، جراڙ، ڏيسر، لومڙيا ۽ ميئن (ميئن پوٽا) هن جا پاڙا آهن.

**راڄاڻي:** هندو قوم جو پاڙو آهي. ڏيا مسلمان آهن، انهن ۾ پڻ هڪ پاڙو "راڄاڻي" آهي. جتوئين ۾ پڻ آهن.

**راڄپار:** راڄڙن جو هڪ پاڙو.

**راڄپر:** راڄپوتن وانگر راڄا جو اولاد آهن، جنهن نسبت سان، راڄپوتن ۾ راڄپر ذات به آهي. هي برهمڻ نسل جي باني ذات سان پڻ نسبت رکن ٿا. جيڪي محمد بن قاسم جي اچڻ کان گهڻو پوءِ مسلمان ٿيا آهن.

مغلن جي دور ۾ سميجا هڪ وڏي قوم هئي، راڄپر به ان سميجا ڪل مان هئا. ذاتين جي اپياس مان

خبر پوي ٿي تـ راڄپر، ٽيبو بن انڙ ۽ هوٿي بن انڙ جو اولاد آهن، جيڪي سنڌ جا سما آهن، هنن جي نيچ ملاحن سان بـ لڳي ٿي.

راڄپرن جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1. آهوسامند، 2. آڊيجا، 3. بگهڙ، 4. ٻاگهہ، 5. ٻانيڻ، 6. ٻنڌاڻ، 7. ٽتوجا، 8. تڳرجا، 9. پاتا، 10. جوگي، 11. جهيجا، 12. مسڻ جا، 13. حاجي، 14. دوديجا، 15. دينرجا، 16. ڏنگيجا، 17. ڦل، 18. ڪبر، 19. ڪهرو، 20. رتڙ، 21. ساڏر، 22. ساڏرجا، 23. سانگي، 24. سميجا، 25. سهيجا، 26. صدر دينجا، 27. ڪتوجا، 28. گاگڻ، 29. لاکوجا، 30. ماکيا، 31. مالا، 32. ماندڻ، 33. موجائي، 34. واڏڙجا، 35. وڏڙيا، 36. ويسر، 37. پرياڻي 38. خيريجا 39. سوياڻي 40. سوناڻي 41. وَليجا.




**راڄڙ:** سما خاندان مان آهن، هي انڙ بن سمون، هوٿي بن انڙ (سميجا) ۽ ٻتڙ بن پنسين بن ڏهر جي اولاد ۽ پيڙهيءَ مان آهن. راڄڙ بن ٻتڙ کي چار پٽ رڪڻ، ڏيرڻ، تگاچي ۽ ساهيو هئا. جن پنيان سندن پاڙن ۽ ذاتين جا نالا پيا. شجري لاءِ شجرن وارو حصو ڏسڻ گهرجي. واڄڙن جا خاص پاڙا آهن.1. ابوبوتا، 2. تگاچي، 3. ڏيرڻ، 4. رڪڻ، 5. ساهيو 6. باجيد 7. بيداڻي 8. پاتو 9. راڄپار ۽ 10.ڪومونجا. هڪ ٻئي حوالي موجب "راڄڙ" ڏاهري قبيلي جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان شيخ حاجي محمد صالح ڏاهري ڪڙ وارو هڪ ڪامل بزرگ ٿي گذريو آهي. (بحوالہ: رسالہ مهراڻ 4 - 3 سال 2001ع ص 115).

**راڄڙا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو آهي.

**راڄڙي:** ڏهر جتن جي ذات آهي.

**راڄسين پوٽا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**راڄواڻي:** ڪرمتي جت بلوچ آهن. (مرگهر قبيلو)

**راڄيزئي:** برڙا قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هي بلوچستان ۽ مڪران ۾ رهن ٿا. ضلعي نصير آباد جي شهر طنبوءَ ۾ مصري خان ولد ماڻڪ خان ۽ ٻين برڙن سان ملاقات ٿي. جن ٻڌايو ته اسان جو پاڙو راڄيزئي آهي ۽ اسان سنڌ جا "چاموٽ" آهيون.

**راجهاڻي:** پنهي ذات جو پاڙو آهي.

**راڏا:** بنديجا ذات جو هڪ پاڙو آهي. ڪرمتين جو چوڻ آهي ته راڏا بنديجا هڪڙو نالو آهي. هي اسان جو پاڙو آهي.

**راڏا اگاريا:** ڪرمتين جي هڪ شاخ. 1. بجاراڻي 2. پناڻ 3. پجاڻي 4. جيئنداڻي 5. داواڻي 6. راڏاڻي 7.سليماناڻي 8. سيهوڻاڻي 9. ڪاراڻي 10. ڪُڪائي ۽ 11. ميراناڻي هنن جا خاص پاڙا آهن.

**راڏا بنديجا:** ڪرمتين جي هڪ شاخ. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. بُليجا 2. باندڻ پوٽا 3. ٿوبديپوٽا 4.ٿونڊا 5. دراڻي 6. سارئي پوٽا 7. سجا 8. ڪٽيرا 9. عُمر 10. مرزاڻي ۽ 11. موسيپوٽا.

**راڏا جت ملڪاڻي:** ڪرمتين جو هڪ قبيلو. ٻهڙ، حمراڻي ۽ لاڪاڻي سندن خاص پاڙا آهن.

**راڏا ڪرشناڻي:** پاٽين جي "دونگا" نک جو هڪ پاڙو. هي جيسلمير کان لڏي اچي سنڌ ۾ وينا.

**راڏاڻي:** چاندين جي مارفاڻي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي. ملاحن ۽ برهماڻي برن جي پاڙي جو نالو پڻ "راڏاڻي" آهي. جت بلوچن ۾ پڻ "راڏاڻي" (لاڪاڻي ملڪاڻي)، پاڙو آهي. جيڪي شتيار جت سڏجن ٿا. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي ته "راڏاڻي" موسياڻي بروهين جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي لجيرا، گبول ۽ راڏا اگارين جي قبيلن جو پڻ هڪ پاڙو.

**راڏڻ:**سميجا اوڙڪ مان ملاح ۽ مهاڻا ۽ سما آهن.

**رازا:** جاين ڪٽڻ وارن ڪاريگرن کي "رازا" چون ٿا. رازا ڪا ذات نه آهي. ليڪن ڪرت سبب ذات جا "رازا" سڏجن ٿا.

**راڙ:** پنجاب کان آيل هڪ نو مسلم ذات.

**راسڪ:** بلوچ آهن. مڪران ۾ راسڪ واديءَ ۾ رهڻ ڪري سندن نالو "راسڪ" پئجي ويو. ڪراچي ۽ ان جي آسپاس پڻ رهن ٿا.

**راشد شاهي:** لڪياري سيدن جو پاڙو آهي. ڪنگريءَ ۾ وينل آهن. (بحواله: قديم سنڌ. ان جا مشهور شهر ۽ ماڳهو ص 21).

**راشدي:** لڪياري ساداتن جو خاندان آهي. هنن جو وڏو پير محمد راشد ولد سيد محمد بقا شاهه لڪياري نهايت مشهور آهي. جنهنجي پنيان هي "راشدي" سڏجن ٿا. راشدي سيدن جو مورث اعليٰ سيد علي مڪي آهي. جيڪو عراق جي شهر سامري کان هڪ سو ساٿين سميت گڏجي آيو ۽ اچي لڪي شهر ۾ وينو. ان بعد لڪياري سيدن جو بنياد پيو.

سيد محمد راشد ايڪهين پٽ ۾ سيد علي مڪي جو اولاد آهي. جنهن جو نسب حضرت علي جن سان آهي. سيد محمد راشد روضي ڌڻي کي تيرهن پٽ هئا. ڪتاب انوار ڪريمي ص 346 تي 15 پٽ لکيل آهن جن مان چار پٽ ننڍي هوندي فوت ٿي ويا. جن جو اولاد لڪي، پير ڳوٺ، پير جهنڊو، هالا، نيو سعيد آباد، لاڙڪاڻو ۽ سنڌ جي بين حصن ۾ پکڙيل آهي. ليڪن ممتاز حيثيت "پيرپاڳارو" جن کي حاصل آهي. جيڪي راشدي خاندان جا سرواڻ آهن. پير پاڳاري جي نسبت سان "راشدي" خاندان جو شجره ڏسو آخري صفحن ۾.

**راڪمني:** نهروي بلوچن جو پاڙو آهي. هنن مان ڪافي لڏي اچي سنڌ ۾ وينا آهن.

**راڪوڙ:** راڻي هندن جي ذات آهي. هي ڪانگڙا علائقي جا رهواسي آهن.

**راڪڙا:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**رامانندي:** هي اڪثر ڪري وشنو بيراڳي آهن. جي رام جي پوڄا ڪن ٿا. ناڪر سندن دوارا آهن.

**راماٽي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**رامچنداٽي:** هندن جي ذات آهي. ديوان پرڀداس هن ڪيڙ مان هو. هي برهم کترين جي "درزي" نک مان ۽ ملڪاڻين مان آهن.

**رام داسيا:** چمارن جو پاڙو آهي. هي سک آهن. هي گووندي ۽ سنگهي سکن مان آهن. هي پاهل وٺن ٿا.

**رامديهه:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان پلي سردار جي نسل مان ويره سمي کي هگوري نالي پٽ هو. ان جي اولاد کي "رامديهه" چون ٿا. جن جو شجره هن طرح آهي.



**رام ڏيا:** سمن جو پاڙو آهي. هي راهوءَ جي اولاد مان آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**رام ڏيو:** هندن جي ذات آهي. ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ۾ رهن ٿا.

**رام رکياٽي:** هندن جي ذات آهي. هي برهم کترين جي "درزي" نک مان آهن.

**رامڪا:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي سرپار ڏيري جو اولاد آهن.

**رام ڳڙهيا:** سکن جو پاڙو آهي. سندن سردار ۽ مورث اعليٰ جسا سنگهه هو.

**رامَوجا:** پنهيارن جو پاڙو آهي.

**رامُوجا:** مهرن جي ذات آهي.

**رامون:** لکٽن جو پاڙو آهي.

**رامي:** آرائين جو پاڙو آهي.

**راميجا:** پنجاب ڪان لڏي آيل مهرن سان واسطو رکندڙ هڪ ذات آهي.

**رامي زئي:** شيخ آهن. بلوچستان ۾ رهن ٿا. ڪهيرين جا واسطيدار آهن. فاضل خان ۽ الهه بخش خان هنن جا چڱا مڙس هئا. عبرت اخبار اربع 15 آگسٽ 2001ع جي رپورٽ موجب "راميزئي" بگٽي بلوچن جو پاڙو آهي، جن کي ساهيزئي بہ چون ٿا. هنن جي عورتن تي شاديءَ کان اڳ گوشت کائڻ تي پابندي آهي.

**رانٽا:** سمن جو پاڙو آهي.

**رانٽيا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. هن ذات مان قاضي عبدالله بن ابراهيم رانٽيو هڪ نالي وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. جنهن سان مديني پاڪ ۾ قاضي قاضن سيوهاڻيءَ ملاقات (948 هہ) ڪئي هئي (بحوالہ: جنت السنڌ ص 380).

**رانجي:** ڇٽا ڇاڇڙن جي ذات آهي.

**رانجها:** ڀٽي راجپوت جو اولاد "جٽ" آهن. پاڻ چون ٿا تہ اسان ابوجهل جي پٽ جو اولاد قريشي آهيون.

**رانجهاٽي:** لغاري بلوچن ۽ سماٽي مگٺهارن جو پاڙو آهي.

**رانگر:** ٿر ۾ هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي.

**رانگڙ:** معنيٰ آهي ڇڳ (ڇوٽي) ڪٽيل. راجپوتن جو پاڙو آهي.

**رانگي:** ٿري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**رَانگهڙ:** هندو راجپوتن جي ذات آهي. هنن مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن. جيڪي پنهنجي اصلوڪي ذات "رانگهڙ" سان سڏجن ٿا.

**رانوا:** سمن جو پاڙو آهي.

**رانءَ:** سيالن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، هي ضلعي نوشهري فيروز ۾ رهن ٿا.

**رانيزئي:** اڪوزئي (يوسفزئي) پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**راٺا:** سمن، راجپوتن، مهاجرن ۽ پنجابين جي ذات آهي. دلن ۾ پڻ آهن. ويسي دل کي چار پٽ ڏيدو، راٺو، لاکو ۽ ٿل هئا. سندن اولاد پاڻ کي وڏن پنيان سڏايو.

**راٺاٺي:** سماٽي جتن جي ذات آهي. شاهبندر تعلقي ۾ رهن.

**راٺڪ ڏيو:** ٺري هندو راجپوتن جي ذات آهي.

**راٺوٺا:** ٺري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**راٺي:** نهڙين جي ذات آهي.

**راٺيا:** مسلمانن ۽ هندن جي ذات آهي.

**راٺيدتر:** ٺري هندو راجپوتن جي ذات آهي.

**راوت:** مفهوم آهي "راجپتر، نندوراجا، سورهه، بهادر". راوت سمن جي ذات آهي، هڪ ٻي روايت موجب "راوت" چنديل راجپوتن جو پاڙو آهي، جن کي رائو پڻ چون ٿا. دلَ قبيلي جي لنجا شاخ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "راوت" آهي.

**راوتالي:** مگسي بلوچن جو پاڙو آهي.

**راوتخانزئي:** شهواڻي بروهين جي حاجي زئي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**راور:** نهڙين جو هڪ پاڙو، هي راور بن ابراهيم بن ميئن جو اولاد آهن. ٺر ۾ رهندڙ.

راوَڙَ: پٺاڻ آهن، هريجن هندو آهن، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "راوڙ" آهي (بحوالہ تاريخ سجاول ص 346).

راوڙا: پٺاڻن جي ذات آهي.

**راوڙاخيل:** آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**راول:** هڪ رولو هندو قوم جي ذات آهي، جوڳين جهڙا لڳن ٿا.

**راولاٺي:** جاکرن جي منجهٺان شاخ جو هڪ پاڙو.

**راوليا:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**راهپوتا:** هي راهو ۽ چام راهو جي اولاد مان آهن. جيڪي سميجا ڪل ۾ شامل آهن. اصل لفظ راهو پوٽا

آهي، جيڪو ڦري راهپوٽا ٿيو آهي.

ايس - صادق علي ڪتاب جي ص 51 تي ڪين سمن جي پاڙي مان لکيو آهي. هي جنگجو ۽ بهادر هئا. تعلقي سيوهڻ ۾ هنن جا ڪجهه ڳوٺ آهن. جن مان وڏيرو حاجي عمرالدين ۽ وڏيرو حاجي علي شير نهايت مشهور آهن. راهپوٽن جو شجرو هن طرح آهي:




**راَهـڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**راهڙيا:** غير سمات مسلمان ذات آهي.

**راهزئي:** بروهي قوم جو پاڙو آهي.

**راهما:** سمن جو پاڙو آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**راهمون:** سمن جو پاڙو آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**راهو:** معنيٰ راهه. واٽ. آسماني گرهه. ميان نيڪ محمد سهتي جي فارسي نسخي تان ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، مهراڻ رسالي ۾ هڪ مضمون لکيو هو. جنهنجو عنوان هو "سنڌ جي تاريخ جو هڪ جهونو ورق" ان ورق ۾ لکيل آهي تہ سنڌ جي راجا موڙا سنگهہ کي ست پٽ هئا. انهن مان هڪ پٽ جو نالو ""راهو" هو. ان راهوءَ جي اولاد کي ذات جا "راهو" چون ٿا. راجا بين پٽن وانگر راهوءَ کي بہ جاگير عطا ڪئي جيڪا ٿري رياست جي نالي سان مشهور هئي، ساڳي نسخي ۾ لکيل آهي تہ ان راهو جي اولاد کي "هگورجا" بہ چون ٿا. سهتا، شورا، ڪوريجا، اڃڻ، مگڻ ۽ ڏارو هن جا پاڻر آهن. هي نجا ۽ خالص سما آهن.

ايس صادق علي جي لکڻ موجب راهو، چامر هوتي، ٽيبي ۽ انڙ جو اولاد آهن. نهڙي سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "راهو" آهي. هي راهو سميجا ڪل مان آهن. جيڪي ضلعي نواب شاهه ۽ ٿر جي هڪ مکيہ ذات آهي. 1. آبساٽي، 2. رڪٽاٽي، 3. ڦوڳاٽي خاص پاڙا آهن. هي ساهڙ بن لاکو بن جکري جو اولاد ٽين. لاکي کي ٽي پٽ ساهڙ، راهو ۽ ڳاهو هئا. هي راهوائي بہ سڏجن ٿا. راهو ذات جو شجرو هن طرح آهي:






**راهواڻي**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي راهوءَ جي اولاد مان آهن. ڪرمتين جي زنگياڻي ۽ لجيرا شاخ جو پڻ هڪ پاڙو. نهڙين جي هڪ شاخ جو نالو پڻ "راهواڻي" (راهو) آهي. جنهن جا خاص پاڙا آهن. 1. بابڻ 2. ٻيسا 3. آري 4. پهوڙ 5. جماريا 6. جعفر 7. چاندا 8. دورا 9. ديٺا 10. ڪـَرن 11. ماڪيا 12. متواڻي 13. نيتا 14. هوتي.

**راهوجا**: سميجا ڪل مان سنڌ جا ملاح، مهاڻا، ساريا، ابڙا، ڪماريا (ابڙا) انڙ آهن. جيڪي ساند پليءَ جو اولاد آهن. هنن جي پاڙي جو نالو "مهراڻي" آهي. هي اڪثر ڪري ڍنڍن ڍورن تي آباد آهن. راهوجن جو شجرو هن طرح آهي:

(زال گندوي) لاکو
|
انـڙ
|
لاکو
|
سمون
|
ڪاڪو — ڪاڪ جو مسلمان حاڪم ۽ مسرقن جو پڳدار

ڪاڪو: رائڏن، پلي (مسرقن جو سردار)
پلي → سمون (ملاحن جو سردار)

رائڏن: پلي، (نوَ پائر)، سمون

پلي: درس، ساند، پليجو، اڙو

ساند
|
ڄام هوتي
|
ڄام هاپـر

ڄام هاپر: ڄام جوڻو، ڄام راهو

ڄام راهو: راهو پوٽا، اولاد راهوجا ۽ راهوپوٽا

**راهوجا انڙ**: هي سميجا ڪل مان آهن.

**راهوراڻي:** سراڻي پٺين جي ذات آهي.

**ر هوڪڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري طرف رهن ٿا.

**راهوم:** بگٽي بلوچن جي ريهيجا - راهيجا (پيروزاڻي) قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**راهـومــا:** سنڌ جا سما ۽ ملاح آهن. ٺٽي ۾ رهن ٿا. جنجو شجره هن طرح آهي:




راهوما ذات جا خاص پاڙا آهن: 1. آٽا، 2. پرڪيا، 3. جـُمڙا، 4. چماريا، 5. رڪڻ، 6. ساڏيا، 7. ساڏر (ساڏورا)، 8. سار، 9. صاحبدين، 10. گـهريا (گهرياڻي)، 11. ڳاها، 12. ماما، 13. مهوا، 14. هالا.

**راهون:** غوريواها قبيلي مان هندو آهن. غوريواها خود مسلمان آهن.

**راهيجا (ريهيجا):** راهيجا، ريهيجا يا راهيچا هڪ ئي ذات آهي. هنن کي پيروزاڻي بـ چون ٿا. راهيجا بـُگٽين جو قبيلو آهي. جنهنجا خاص پاڙا آهن: 1. پچلور، 2. جکراڻي، 3. خانزئي، 4. ڏمگياڻي، 5. راهوم، 6. غلواڻي، 7. ميهلاڻي.

ڪتاب "بلوچ" جو مصنف م - ڪ پيڪولين ترجمہ ڊاڪٽر شاهه محمد مري لکي ٿو تـ 16 صدي جي آخر ۾ ميرچاڪر خان رند جي سوٽ جي وڏي پٽ "راهيجو" سيني بگٽين کان پهرين سنڌ ۾ داخل ٿي "راهيجا" پاڙي جو بنياد وڌو. جن کي راهيجا بگٽي رند بلوچ چون ٿا.

ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب "راهيجا" رندن ۽ منگسين (سماٽ) جي پاڙن جو نالو آهي. هڪ تحقيق موجب ."راهَيجا" بگٽي رند آهن ۽ "راهِيجا" ملاح ۽ مهاڻا آهن. ايس صادق علي کي ٻنهي ذاتين ۾ تميز ڪرڻ گهرجي ها.

**راهِيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**راءِ پرٿور (ڪشيپ):** هندن جي هڪ ذات.

**راءِ چنگهورا:** ڪڇ جي حاڪم راءِکنگهار جي اولاد مان هڪ نک جو نالو.

**راءُ حسين زئي:** رئيساڻي بروهين جو پاڙو آهي.

**رائداسي:** هندو چمارن جو پاڙو آهي، ڪن جاين تي هن کي "رائيداسي" لکن ٿا.

**راءِ ڳورات:** هندن جي هڪ آکهہ جو نالو.

**رائِلاڻي:** هندن جي ذات آهي.

**رائو:** ٻٽي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**رائوٽر:** ٺمل هندن جي هڪ ذات

**رائوڙ:** ٺري هندو راجپوتن جي ذات آهي.

**رائيداسي:** هندو چمارن جي ذات آهي، هنن کي "ربداسي" بہ چون ٿا. هي پاهل ڪونہ ٿا ونن.

**رائيڏڻ (رائڏنو):** سما ۽ ملاح آهن. اڪثر سماٽ هن جو اولاد آهن.

**رائيناڻي:** سومرن جو پاڙو آهي، هي رائينو بن محمد سومري جو اولاد آهن. ٺر ۾ رهن ٿا.

**رباني:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٻين ذاتين ۾ِآهن.

**ربائي:** ڪرمتين جي هڪ شاخ. 1. اڏ لکي 2. الوائي (علوائي) 3. ٻنائي 4. جماڻي 5. ڏونگائي 6. سياهي 7. ڪلاڻي 8. مولوائي ۽ 9. وناڻي هنن جا خاص پاڙا آهن.

**ربداسي (راءِ داسي):** هندو چمارن جي ذات آهي، هي پاهل ڪونہ ٿا ونن.

**رَبناڻي:** نتيار جتن جو هڪ پاڙو.

**رَبو:** ڪتاب سومرن جو دور از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۾ لکيل آهي تہ "ربو" سومرن جو پاڙو آهي. هي تعلقي ڇاڇري ۾ رهن ٿا.

**ربواڻي:** ڪرمتين جي مهيري ۽ ڳورئي شاخن جو هڪ پاڙو.

**ربِاري:** ٺري هندن جي ذات آهي.

**رَتا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. ضلعي ٺٽي جي ڪاري واري ٻاگي ۾ رهن ٿا. سميجن ۾ پڻ هڪ پاڙو. مگرين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "رتا" آهي. هي رَتو پٽ ڪيتو جو اولاد آهن. وريو، سوجو، ٻيرو، وڏن ۽ رتو پاڻ ۾ ڀائر هئا

**رَتاڻي**: پاهڙن جو پاڙو آهي، شاهبندر ۾ ٺٽيار جت وينا آهن. انهن ۾ پڻ "رتاڻي" آهن.

**رُتاڻي**: پهوڙن جو پاڙو آهي.

**رَتاوتَ**: ميو قبيلي جو پاڙو آهي، هي مسلمان آهن.

**رَتـڙَ**: سمن، راڄپرن ۽ ملاحن جو پاڙو آهي، ڪن هنڌن تي سومرا به سڏجن ٿا.

**رَتـڙَ**: پنجاب ڪان آيل سرائي آهن.

**رَتڙجا**: سما ۽ ملاح آهن.

**رَتـن**: سميجن جو هڪ پاڙو.

**رَتناڻـي**: هندن جي ذات آهي، جيڪي رُتين ۽ موسمن جا پوڄاري آهن.

**رَٺا**: هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي، ڪاري ڇاڻ ۾ وينا آهن.

**رَٺاڻي**: جت بلوچن جو هڪ پاڙو آهي، بلوچستان ۽ لسٻيلي جا رهواسي آهن.

**رَٺو**: مسلمان سماٽ ذات آهي.

**رَپائي**: سهندڙا ذات جو هڪ پاڙو آهي، تاريخ سجاول ۾ لکيل آهي تہ "رپاهي" ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رَپـڙ**: هي سـمي بن انڙ جو اولاد آهن، جيڪي ذات جا سما سڏجن ٿا. هنن جا ڪجهہ گهر ميرپور بٺوري ۾ آهن.

**رجباڻي**: ڪرمتين جي جانوري شاخ جو هڪ پاڙو.

**رجيرا**: ڪرمتين جي هڪ شاخ. وڌيڪ احوال لاءِ "لجيرا" عنوان ڏسجي.

**رڄـڙَ**: ساندن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو آهي.

**رَڄيرا**: ڪرمتي جت بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**رَحلياڻـي**: جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**رحما**: هڪ سماٽ ذات آهي، هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**رحمانزئي**: ڪردن جو هڪ پاڙو آهي، هي بلوچستان ۽ ايراني مڪران ۾ رهن ٿا. عمراني رند بلوچن ۾ پڻ

**رحماڻي**: جمالين ۽ لاکن جو هڪ پاڙو آهي، بلوچستان ۽ مڪران ۾ رهندڙ برڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ

"رحماڻي" آهي.

**رَحمتــاڻي:** شنباڻي بگٽي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**رَحمت زئي:** مينگلن جو هڪ پاڙو آهي. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان جي ص 728 تي لکيل آهي تہ "رحمت زئي" ساتڪ زئي قبيلي جو پاڙو آهي.

**رحمعلياڻي:** وسائي پوٽڙا چانڊين جو هڪ پاڙو.

**رَحمــڪاڻي:** مري بلوچن جي بجاراڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**رَحملاڻي:** بگٽي بلوچن جي شمباڻي (ياريازي) قبيلي مان پاڙو آهي. هنن کي سعيداڻي پڻ چون ٿا. بئي حوالي موجب هي رندن جي ڪيئازئي پاڙي مان ڪيئو بن سائينداد شنباڻي جو اولاد آهن.

**رحمياڻي:** مستوئي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. ڪرمتين جي جانوري شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**رحمي زئي:** بگٽي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**رَحَناڻـي:** کوسن جي مٺيوال پاڙي مان هڪ شاخ آهي.

**رَحيماڻـي:** بوزدار بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**رحيم خاناڻي:** وسائي پوٽڙا چانڊين جو هڪ پاڙو.

**رَخشاڻــي:** خاران، مڪران ۽ چاغيءَ جا رند بلوچ آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. جمال ديني، 2. سياهاڻي، 3. سياه پاز، 4. نيگواري، 5. رجيزئي، 6. هوتڪ. نهري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "رخشاڻي" آهي، هنن جي سردار جو نالو رحمت خان هو.

**رَخناڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رُخناڻــي:** مهرن جي هڪ ذات آهي.

**ردُ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**رِداڻـي:** مزاري بلوچن جي بلوچاڻي شاخ جو هڪ پاڙو آهي.

**رِدي:** بروهين ۽ پنهيارن جو پاڙو آهي.

**ردينـي:** سراواني بروهين مان آهن.

**رڏ:** سمن، سماٽي جٽن ۽ رندن جو هڪ پاڙو آهي، هي جيڪب آباد ۽ خيرپورميرس ضلعن ۾ رهن ٿا. هدايت علي فقير سگهڙ هن ڪيڙ مان هو.

**رِڏسي:** سماٽي جٽن جي هڪ ذات آهي.

**رزر:** محمد زئي (زمند) پناڻن جو هڪ پاڙو آهي، مندنر ڪابلي پناڻ آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "رزر" آهي، مانيزئي، ملڪ زئي، خدرزئي، ماموزئي ۽ اڪوخيل هن جا خاص پاڙا آهن.

**رُستماڻي:** مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو آهي. جنهن جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1. ادياڻي، 2. ايسام (عيسام)، 3. بانو، 4. بنگراڻي، 5. بيرڪاڻي، 6. ٽالپور، 7. چونگلاڻي، 8. حرواڻي، 9. درواڻي، 10. دولاڻي، 11. دوهاڻي، 12. ذمڪاڻي، 13. سرواڻي، 14. سنجراڻي، 15. سنيداڻي، 16. سيهالف (سياه لاف)، 17. سيلاڪافي، 18. شاڪيجا، 19. شهباز ڪاڻي، 20. عبدلاڻي، 21. قيصراڻي، 22. ڪلاب، 23. گلاڻي، 24. گلرين، 25. لالاڻي، 26. لوليا ز، 27. لوطاڻي، 28. مراڻي (مراداڻي)، 29. منگالاڻي، 30. ميرياڙي (ميرياڻي)، 31. نظاماڻي، 32. نوزڪاڻي، 33. نوڪاڻي.

قيصراڻي رستماڻين مان آهن، انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ (رستماڻي) آهي، رندن، لغارين بڙدين، مير جتن، مغيرين ۽ بوزدار بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "رستماڻي" آهي، چولياڻي چانڊين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ رستماڻي آهي. سبايا سماٽ ذات آهي، انهن ۾ پڻ "رستماڻي" آهن.

**رُستم زئي:** رئيساڻي بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**رَسولاڻي:** چانڊيا قبيلي جي چولياڻي شاخ مان آهن.

**رشا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، ڪاري ۾ رهن ٿا.

**رشڪاڻي:** نوز بن هرين جو اولاد آهن. هي بلوچ مڪران ۽ خاران ۾ رهن ٿا.

**رَشڪياڻي:** جهالاوني بروهي آهن.

**رَشيداڻي:** لاشاري بلوچن ۽ پٽين جو پاڙو آهي. مهڪاڻي مرين ۾ پڻ هڪ پاڙو. هي رشيد خان بن جعفر خان بن مير حاجي خان جو اولاد آهن.

**رَضا محمدياڻي:** سرماڻ مريداڻي برا آهن. لسبيليءَ ۽ ڪراچيءَ ۾ وينا آهن.

**رَضائي:** پٽا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**رضوي:** حسيني سيد آهن، امام علي رضا سان پنهنجي نسبت ظاهر ڪن ٿا. جنهن ڪري رضوي سيد سڏجن ٿا. سنڌ جي رضوي سيدن جو وڏو ڏاڏو سيد محمد مڪي (بکر) سکر وارو آهي. جنهن جو اولاد سکر، روهڙي، ٺٽي، نصرپور ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ آباد آهي. (ڏسو مختصر شجره) هن خاندان جا خاص پاڙا. 1. اسماعيل پوٽا، 2. جلال پوٽا، 3. عنايت، 4. عبدالله پوٽا، 5. عباس پوٽا، 6. مبارڪپوٽا، 7. محمد پوٽا، 8. مياڻا، 9. شجاع ديني وغيره آهن. سندن شجره، شجرن واري حصي ۾ ڏسندا-

**رقيا:** سما آهن.

**رُڪَ:** سما آهن.

**رُڪ:** ڇھڙن جو ھڪ پاڙو آھي.

**رُڪراڻي:** سهتا ذات جو هڪ پاڙو آهي. ڪتاب سومرن جو دور از نبي بخش خان بلوچ ۾ لکيل آهي تہ مانجهي بن همونءِ کي رکن (رڪڻ) نالي پٽ هو. جنهن مان "رڪراڻي" آهن.

**رُڪَن:** سمن جي ذات آهي، سومرن ۾ پڻ رکن آهن. هي مانجهي بن همون سومري جو اولاد آهن.

**رڪناڻِي:** سني خواجن (کواجن) جو هڪ پاڙو آهي. خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**رڪن پوٽا:** باجارن جي لکياري سيدن جو پاڙو آهي. هنن مان سيد حاجي اسدالله هڪ معزز ۽ نامور شخصيت هو.

**رُڪَڻ:** سما آهن. راڄڙ کي چار پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو رڪڻ هو. جنهن جي پنيان پاڙي جو نالو "رڪڻ" پيو. هي سميجن ۾ شامل آهن. (ڏسو راڄڙن جو شجره).

**رڪڻاڻي:** راهو ذات جو هڪ پاڙو آهي. سهتن ۾ پڻ (رڪڻ پوٽا) آهن. راڻي پور طرف رهندڙ مهرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**رڪڻ پوٽا (رڪڻاڻي):** سهتن جو هڪ پاڙو.

**رڪِي:** بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**رڪرائي:** ڌوٻين جي هڪ ذات (بحوالہ ڪتاب پنجاب کي ذاتين)

**رُڪڙا:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**رُڪَڻ:** راهومان آهن.

**رڪو:** تنوار قبيلي جو پاڙو آهي. جانو رکو ۽ ستر وال پاڻ ۾ پائر هئا.

**رڪوٽاڻي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي. ٽنڊو محمد خان ۾ رهن ٿا.

**رڪيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رَماڻِي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رمَداڻَ:** دل ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**رمداڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**رمراڻ:** مسلمان ذات آهي. ڏگهڙي تعلقي ۾ رهن ٿا.

**رمضان خيل:** لوڌي پٺاڻن جي هڪ ذات آهي.

**رمضان زئي:** بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**رمڪاڻي:** بجاراڻي مري آهن.

**رمناڻي:** جمالين جو هڪ پاڙو آهي.

**رموزئي:** بگٽي بلوچن جي نوتاڻي پاڙي جي هڪ ڦري آهي.

**رميزئي:** رندن ۽ ڪاڪڙ پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**رِندَ:** بلوچ قوم جو هڪ اعليٰ ۽ ممتاز قبيلو آهي. جيڪي خالصاً عربي نسل مان آهن. حلب کان اچي بلوچستان، ڪيچ مڪران، سيوي، ڍاڍر ۽ ڪڇيءَ ۾ ديرا ڄمايائون. جتان ڪجهه قبيلا هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. رندن بابت ڪجهه محققن جا رايا هيٺ ڏجن ٿا.

مرزا قليچ بيگ ڪتاب قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهن ۾ لکيو آهي تہ هي بلوچ، "رند" جو اولاد آهن. مير چاڪر خان رند سندن مورث اعليٰ هو. جيڪو بلوچستان کان پنجاب ويو ۽ "سنگهري" ۾ وفات ڪيائين. ان جي اولاد مان رند، ڏومبڪي، جکراڻي، لغاري، ڪوسا ۽ جمالي آهن.

م - ڪ بيڪولين ڪتاب "بلوچ" ۾ لکي ٿو تہ "رند" پنج سئو سالن تائين مڪران ۾ رهيا ۽ 16 صدي جي اڌ ڌاري هجرت ڪيائون. ان وقت بليدي، جمالي، ڪوسا، لشاري، چانديا، کهيري، ليغاري، هوت ۽ نتڪاڻي رندن کان الڳ ٿي ويا ۽ وڃي پنهنجي آزاد قبيلي جي نالي سان پاڻ کي سڏايائون. باقي رندن ۾ 53 پاڙا رهيا، جن پاڻ کي "رند" سڏايو.

ايس - صادق علي ڪتاب The muslman Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan جي ص 17 ۽ ص 18 تي رندن جي احوال ۾ لکيو آهي تہ رندن جو هڪ سردار گهر پنجاب جي شهر "ستگهڙو" ۾ آهي ۽ ٻيو سردار گهر قلات جي شوران ڳوٺ وارو آهي. جنهن مان سردار امام بخش خان رند، سردار يار محمد خان رند، سردار بهاول خان رند ٿي گذريا آهن. هن وقت رندن جو سردار، سردار يار محمد خان رند سيوهڻ وارو آهي. شيخ صاحب رندن جا 70 پاڙا لکيا آهن.

جناب رحيمداد مولائي شيدائي ڪتاب تاريخ بلوچستان ڇاپو 1941ع ۾ ص 23 کان ص 37 تائين رندن جو احوال لکيو آهي. جنهن ۾ هن رندن کي شجاع، بهادر، ايماندار ۽ جنگجو ڪري لکيو آهي.

راءِ بهادر هتورام ڪتاب تاريخ بلوچستان ص 4 ۽ ص 5. مير خدا بخش خان بجاراڻي ڪتاب بلوچستان صدين کان (ص 46) ۽ مولانا نور احمد خان فريدي ڪتاب بلوچ قوم اور اسڪي تاريخ ص 201 تي رند بلوچن تي ڪافي ڪجهه لکيو آهي. (ان موجب رندن جو شجرو هن طرح آهي:




مسٽر هينري پاٽنجر، سنڌ ۽ بلوچستان جو انن تي چڙهي سير ڪيو هو ۽ هر هڪ ڳوٺ ۾ وڃي قومن، قبيلن ۽ ذاتين جي معلومات ورتي هئي. ان بعد هن هڪڙو ڪتاب "سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر" لکيو هو. جنهن ۾ هن رندن کي شجاع قوم لکيو آهي ۽ هنن جا 28 پاڙا لکيا آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ رندن جا 29 پاڙا لکيا آهن.

ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي، ڪتاب سنڌ جون چند ذاتيون ۾ لکيو آهي تہ مير جلال خان بلوچ کي پنج پٽ رند، لشار، قرائي، جتوئي ۽ هوت هئا. پيءُ جي وفات کان پوءِ ننڍي پٽ هوت ميريءَ تي قبضو ڪري حڪومت ڪئي، ان بعد مير چاڪر خان رند ۽ مير گهرام خان لشاري حڪومت قائم ڪئي، انهن ڏينهن ۾ ٻئي سردار گوهر جتڻيءَ جي دام زلف ۾ ڦاسي پيا. جنهن تي ٻنهي سردارن جي وچ ۾ جنگ لڳي، جيڪا ٽيهن سالن بعد رندن کٽي، بلوچ قوم جي ڪمزوري ڏسي شاهہ بيگ ارغون ڪڇيءَ تي قبضو ڪيو، جنهن سبب رند ۽ ٻيا بلوچ قبيلا سنڌ ۾ هجرت ڪري آيا، ان وقت رندن جا 65 پاڙا هئا.

مٿين ليکڪن کان سواءِ مسٽر اي. ڊبليو. هگس، ايس - آر - جي - ايس، لانگس ورٿ ۽ ٻين ڪيترن رندن تي روشني وڌي آهي. مضمون جي طوالت سبب انهن جا احوال پيش نٿا ڪجن. مجموعي طور رند بلوچن جا خاص پاڙا هينيان آهن: 1. آسڪاڻي. 2. ارزي. 3. ايزدي. 4. الهداداڻي. 4. اتماڻي. 5. آلڪاڻي. 6. اسفاني. 7. بوزدار. 8. بجيراڻي. 9. باگراڻي. 10. ابراهاماڻي. 11. بلفت . 12. بگٽي. 13. بليدي. 14. بابراڻي. 15. بگهدار. 16. بگهلاڻي. 17. ٻوزهي. 18. پوگهه. 19. جکراڻي. 20. جلالاڻي. 21. جمالي. 22. جلباڻي. 23. جروار. 24. جمالاڻي. 25. جسڪاڻي. 26. جاوداڻي. 27. جتوئي. 28. چاماڻي. 29. چاڪراڻي. 30. چانگ. 31. چاچري. 32. چوٺاڻي. 33. چولاڻي. 34. حيدراڻي. 35. حسناڻي. 36. حسلاڻي. 37. جنگلاڻي. 38. خشڪ. 39. خاراڻي. 40. دريشڪ. 41. ديناري. 42. داہيا. 43. ديني. 44. ڊومبڪي. 45. رند. 46. ريحاڻي. 47. رخشاڻي. 48. رستماڻي49. راهيجا. 50. رنداڻي. 51. زودراڻي. 52. ڊوئانڪي. 53. سارنگاڻي. 54. سندراڻي. 55. سياهه آف. 56. سارنگاڻي. 57. سندراڻي. 58. سهرياڻي. 59. سياهقد. 60. رڌ. 61. رميزئي. 62. شاهيا. 63. شنباڻي. 64. شهڪاڻي. 65. شاهلزئي. 66. شهاڻي. 67. شهپات. 68. عالماڻي. 69. عمرزد. 70. عمر نوحاڻي. 71. عبداڻي. 72. علي حاني. 73. عباساڻي. 74. عمراڻي. 75. دشتي. 76. غلام بولڪ. 77. فيروزئي. 78. فروزاڻي. 79. قنڙ. 80. قيا. 81. قيصراڻي. 82. ڪولاچي. 83. ڪلوئي. 84. ڪلمتي. 85. ڪهيري. 86. ڪچاڻي. 87. ڪچڪ. 88. ڪوسا. 89. ڪيئازئي. 90. گودري. 91. گورچاڻي. 92. گشڪوري. 93. گورگيج. 94. گاڏهي. 95. گوپانگ. 96. گڏتري. 97. گبچاڻي. 98. گپچاڻي. 99. گلوئي. 100. گورخ. 101. لغاري. 102. لنجواڻي. 103. لند. 104. لوتاڻي. 105. لورد. 106. لشڪاڻي. 107. لشڪراڻي. 108. مروزاڻي. 109. مشوري. 110. مستوئي. 111. ميراڻي. 112. ميردادي. 113. محمداڻي. 114. مريداڻي. 115. مزاري. 116. مراڻي. 118. مستي خانزئي. 119. مندواڻي. 120. مائوندستري. 121. ميروزئي. 122. مدواڻي. 123. ميرواڻي. 124. ملوخاڻي. 125. مجيداڻي. 126. نوحاڻي. 127. نوتڪاڻي. 128. نونڌاڻي. 129. نظاماڻي. 130. نندواڻي. 131. نوشيرواڻي. 132. نتواڻي. 133. نکيزئي. 134. نند اڻي. 135. هيسباڻي. 136. هئبتاڻي. 137. هوت. 138. هوتڪاڻي. 139. هڏگري. 140 يوسفاڻي. 141. رئيساڻي. 142. حملاڻي. 143. بشڪالي. 144. بخشاڻي. 145. ڪلماڻي. 146. ملاڙي. 147. حلمباڻي. 148. پز. 149. رند. 150. چاڪراڻي. 151. بجاراڻي. 152. ابراهيماڻي. 153. عالياڻي. 154. جنگلاڻي. 155. زيد. 156. پندراڻي. 157. دشتي. 158. عيساڻي

رند قبيلي جي شجره لاءِ ڪافي ڪتاب اپياس هيٺ آيا. انهن سيني ڪتابن جو نچوڙ ڪيي رندن جو

شجرو شجرن جي حصي ۾ داخل ڪيو ويو آهي.

**رنداڻي:** رندن جو پاڙو آهي. جنهن جو مورث اعليٰ سردار خان رند هو. نوحاڻي رند آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "رنداڻي" آهي.

**رندواڻي:** مري بلوچن ۽ لغاري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**رنڌاوا:** پنڃي راجپوتن جي هڪڙي شخص "رنڌاوا" جو اولاد آهن. سندن واسطو جٽن سان آهي. ڪن جاين تي "ورڪ" سڏجن ٿا.

**رنگ:** سما قبيلي جي ذات آهي. جن جو ڪم ڳائڻ وڄائڻ هو. ان نسبت سان هي ذات جا "رنگ" سڏجڻ لڳا. رنگ فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ پڻ ڳائڻ، وڄائڻ آهي. سنسڪرت ۽ پراڪرت ۾ پڻ ساڳيو مطلب آهي. سنڌ ۾ ضلعي سانگهڙ ۽ ٻين جاين تي رهن ٿا.

**رَنگريٽا:** ڇهڙن جو هڪ پاڙو آهي. هي سک آهن. ندبي بہ سڏجن ٿا. رنگريٽو جي معنيٰ آهي گروءَ جو پٽ.

**رنگريز:** فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي نيل گر ڪپڙن کي رنگ ڏيڻ وارو. رنگريز ڪا ذات نہ آهي. ليڪن ڪرت سبب ذات جا "رنگريز" سڏجن ٿا.

**رنگواڻي:** ڪوسن جي هڪ ذات آهي.

**رنگها:** پنجاب کان آيل سرائي آهن.

**رٽائي:** لغاري بلوچ آهن.

**رٽيير:** گجو قبلي جو هڪ پاڙو.

**رَوا:** سومرا آهن. ٿر ۾ رهن ٿا. هي روو بن همو جو اولاد آهن. ڪن ڪن جاين تي رواڻي بہ سڏجن ٿا. سومرن ۾ روا پاڙي وارن کي "رواڻي" چون ٿا.

**روال:** مغلن جو پاڙو آهي. قزلباش سندن ويجها آهن. گوجرن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "روال" آهي.

**رَواڻي:** ٻڙدي بلوچ آهن. سومرن ۾ روا پاڙي وارن کي "رواڻي" چون ٿا.

**روپاڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**روپاهي:** هندو آهن. بلوچستان جي روپاهہ شهر مان لڏي اچي سنڌ ۾ وينا. پنهنجي اصلوڪي رهائشي نسبت سان ٻاڻ کي ذات جا "روپاهي" چوائڻ لڳا.

**روپايا:** ٺٽي ضلعي جا ميربحر ۽ مهاڻا آهن. چانديءَ جي ڳهن پائڻ ۾ مشهور هئا. جنهن نسبت سان ذات جا "روپايا" سڏجڻ لڳا.

**روپچنداڻي:** هندن جي هڪڙي ذات جو نالو آهي.

**روجهامر:** گجرات کان آيلن جي هڪ ذات آهي، اڪثر ڪري حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**روحلاڻي:** کوسن جو پاڙو آهي، جيڪب آباد جي طرف رهن ٿا.

**رودناڻي:** کوسن، جکراڻين ۽ رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**رودڻاڻي:** ڪرمتين جي بگهياڙ شاخ ۽ زنگياڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**رودنزئي:** بروهي آهن.

**رودينزئي:** ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 127 موجب "رودينزئي" سربرهہ قبيلي جو پاڙو آهي، جن جو واسطو افغانن سان آهي.

**روديني:** بروهي آهن، جيڪي "براهو، جو اولاد آهن. ڪافي محقق هنن کي "رئيس" جو اولاد چون ٿا، جنگ سبب هن خاندان جا ماڻهو ڀڄي وڃي رودين جبل ۾ لڪا هئا، ان ڏينهن بعد هي "روديني" سڏجڻ ٿا.

**روڏ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**روڏيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رَورِڪَالي:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**روڙ:** چوهاڻ راجپوتن مان جت آهن، هنن کي "اروڙ" بہ چون ٿا، هنن جو اصل وطن روهتڪ علائقي جي جهجهر تعلقي ۾ بادلي آهي، جوگران، سگوال ۽ ميپلا هن جا خاص پاڙا آهن.

**روڙا:** ملڪاڻي هندن جي هڪ نک جونالو، جيڪي رائچند ملڪاڻيءَ جو اولاد آهن.

**روڙپيوتا:** جوکين جي سالار قبيلي مان آهن.

**روزڻاڻي:** جکراڻين جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي روزي خان جو اولاد آهن.

**روزياڻي:** مغيري بلوچ آهن.

**روسواڙ:** اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو، گوتم ٻڌ جا پوڄاري هندو آهن.

**روگاتيا:** ڪڇ ڀڄ کان آيل ميمڻ آهن.

**روگها:** هندن جي هڪ نک جو نالو، پارواڻي هن نک مان آهن.

**رونڻاڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو آهي (ٽنڊو محمد خان).

**رونجهہ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، خيرپورميرس ۾ رهن ٿا.

**رُونجها:** سنڌ جي سما خاندان جي هڪ شاخ آهي. سميجا ڪل مان رونجهو نالي سمون هڪ وڏي بخت جو مالڪ هو. جنهن جي اولاد کي "رونجها" چون ٿا. هيءَ ڀهرين سنڌي قوم هئي. جنهن گجرن سان وڙهي لس ٻيلو فتح ڪري پنهنجي حاڪميت قائم ڪئي. رونجهن جي چوويهه پڳن سنڌ. بلوچستان ۽ لسٻيلي تي اٽڪل ٽي سو سال حڪومت ڪئي. اٽڪل 17 صديءَ جي پوئين حصي ۾ سندن حڪومت جو خاتمو ٿيو. هڪ ٻي روايت موجب انڙ بن سمون کي 28 پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "رونجهو" هو. رونجها ان جو اولاد آهن.
رونجهن جو شجرو هن طرح آهي:




رونجها لسٻيلي ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا. جن جا خاص پاڙا آهن: 1. بريا، 2.، سسي، 3. ڪماچا، 4. ڪينئرا، 5. ڪيٽا، 6. ونگا.

**رُونجها:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رُونجهاڻي:** هڪ سماٽ ذات آهي. خيرپورميرس ۾ چند گهر اٿن.

**رونڪاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**رونگها:** سمن جي ذات آهي. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ سندن ڪافي ڳوٺ آهن. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان آبڙ ۾ آهيون.

**رونو:** غير سمات ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رَوها:** خاصخيلي ملڪن جو هڪ پاڙو آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ روها، روهہ مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي جبل. هنن جا وڏا آفريڪا جي جبلن جا رهاڪو هئا. جتان خريد ڪري سنڌ ۾ وڪيا ويا. جن جو اولاد ابي ڏاڏي جي رهائشي نسبت سان ذات جا "روها" سڏجڻ لڳا. جن کان غلاميءَ جو ڪم ورتو ويو.

**رُوها:** ساند ملاحن جو هڪ پاڙو آهي.

**روهڙ:** ڪوڪرن (رانوڙ سما) جو هڪ پاڙو آهي.

**روهل:** راني. روهل ۽ ڏنڪر پاڻ ۾ پائر ٿين. هي تنوار راجپوتن طرفان ناجائز اولاد مان جت ۽ راني آهن. پاڻ ۾ شاديون ڪونہ ڪن.

**روهلاڻي:** بگٽي بلوچن جي نوتاڻي شاخ مان هڪ ڦري آهي.

**روهي:** جابلو پٺاڻن جي ذات آهي. روهہ جي معنيٰ آهي جبل هنن کي "ڪوهي" بہ چون ٿا.

**روهيجا:** مگسي بلوچ آهن.

**روهَيلا:** ڪليرين (جت) جو هڪ پاڙو آهي. هي سرائڪي ۽ جتڪي زبان ڳالهائين ٿا. پٺاڻن کي پڻ "روهيلا" چون ٿا. روهہ جبل کي چون ٿا. اهي جت ۽ پٺاڻ جابلو آهن. ان ڪري "روهيلا" سڏجن ٿا. پٺاڻ روهيلن مان غلام قادر ولد نواب ضابط خان نهايت مشهور هو. جنهن شاهہ عالم مغل شهنشاهہ جون اکيون ڪڍي انڌو ڪيو هو (بحوالہ: جنت السنڌ ص 58).

**روهِيلا:** تميا ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**رَهالُپوتا:** پاليشاهي ۽ ڇهڙن جي هڪ ذات آهي.

**رهاولزئي:** مري بلوچن جي غزيني قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**رهباري:** جتن جو پاڙو آهي. ريباري جت بہ سڏجن ٿا.

**رهبر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رهتا سهتا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. آسراڻي هن نک مان آهن.

**رهنيا:** چمارن جو پاڙو آهي. هي مسلمان ۽ سک آهن.

**رهڙ:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**رهڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رهزنزئي:** بروهين جي شاهوزئي قبيلي جو پاڙو آهي. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان (ص 132) موجب "رهزن

زئي" خدراڻي بروهين جو پاڙو آهي، هي اصل ۾ جدگال (جت) آهن. جـــي بعد ۾ خــــدراڻي قبيلـــي ۾ شامل ٿيا آهن.

**رُهلاڻي:** جمالي بلوچ آهن.

**رَهواڻي:** بــگـــٽي بــلوچن جـي ديـنـاري پـاڙي مـان هـڪ ڦري آهي، سنڌ ۾ رهواڻي ۽ بلوچستان ۾ "رهوانـي" سڏجن ٿا.

**رهيجي وارا:** مَــنهون راڄ جتن جو هڪ ننڍو پاڙو.

**رَهيداڻي:** ڪولاچي رندن جو هڪ پاڙو آهي.

**رئوفي:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. ڪرم شاهه بن قطب شاهه جو لقب "محمد رئوف" هو سندس اولاد پاڻ کي ذات جا "رئوفي" سڏائي ٿو.

**رَئيزاڻي:** بگٽي بلوچن جي شمباڻي (ياريازي) شاخ مان آهن.

**رَئيسُ:** جدگالي جتـن جو پـاڙو آهي. ڪـي هنـن کـي افغـان بـ چـون ٿـا ۽ گدا بـ سـڏجن ٿـا. هـي اڪـثـر ڪـري مڪران، لسبيلي بلوچستان، ايران ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا. ڪينگزئي، مهدي زئي، بند، ڪوڙڪ، سنگر ۽ سنڌ جا سماٽي جوکيا هنن جا شريڪ آهن.

ڪتاب بلوچ اور بلوچستان (جلد نمبر 2 ص 71) تي لکيل آهي تـ رئيس رند جو اولاد آهـن. ڪتـاب "بلوچ" از م - ڪ پيڪولين جي لکڻ موجب رئيس مڪران جا بلوچ آهن، جيڪي مير چاڪر خان رند جي چـاچي جي پٽ رئيس جي اولاد مان آهن، جيڪي پاڻ کي ان نسبت سان "رئيس" چوائين ٿا. سندن شجره هن طرح آهي.




**رئـيــسَ:** سمن جو پاڙو آهي.

**رئيساڻي (ريساڻي):** مولاڻي شيدائي جو پاڻ بـ شهواڻي بروهي هو، هن مهراڻ رسالہ، سنڌي ادبـي بـورڊ جلد نمبر 10 سال ۾ لکيو آهي تـ رئيساڻي، شاهواڻي ۽ سر پرهـ اصل ۾ پناڻ آهن، پـر هـن وقـت بروهي سڏجن ٿا. جن جا مکيـ پـاڙا آهـن: 1. راءِ حسين زئي، 2. رستم زئي، 3. سراج زئي ۽ 4. ميـان علي زئي، هـن بروهي

قبيلي جو سردار ۽ مورث اعليٰ "ملا محمد" هو. ساڳي مصنف ڪتاب جنت السنڌ ص 52 تي لکيو آهي ته رئيساڻي ۽ شهواڻي يهودين مان نو مسلم آهن.

جامع سنڌي لغات ۾ سراوانين (بروهين) جا 12 پاڙا لکيل آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "رئيساڻي" آهي، يعني هي بروهي آهن. اهڙي طرح هنٽري پاٽنجر ڪتاب سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر ۾ بروهين جا 90 پاڙا لکيا آهن، انهن مان هڪ پاڙو "رئيساڻي" آهي.

رند بلوچن جي اپياس مان خبر پوي ٿي ته "رئيساڻي" رئيس رند جو اولاد آهن. ڪتاب "بلوچ" جي مصنف م - ڪ پيڪولن ص 55 تي لکيو آهي ته رئيساڻي رئيس بلوچ جو اولاد آهن، جيڪي سراوان ۽ مڪران جا رهواسي بلوچ آهن. (ڏسو شجره رئيساڻي).

رئيساڻي بروهين جا پاڙا ۽ ڦريون هن طرح آهن:

1. **سراج زئي:** لشڪري زئي، قلندرزئي، جمال زئي، اسماعيل زئي،
2. **راءِ سين زئي (راءِ حسين زئي):** ڪنرزئي، سالارزئي، گل محمد زئي،
3. **رستم زئي:** گل محمد زئي، عيسب خان زئي، اختر زئي، گواري زئي، جوگي زئي.
4. **ميان علي زئي:** پندراڻي زئي، عيسباڻي، مهراڻي.

**رئيس پوٽا:** لسبيلي جي گونگن جو هڪ پاڙو آهي، هي سما آهن. ڪتاب بيلاين جا بول (ص 44) تي لکيل آهي ته جهلو گونگي کي پيروز نالي پٽ مان چار پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ جو نالو "رئيس" هو. جن جي اولاد پاڻ کي "رئيس پوٽا" چورايو.

**رئيسي:** جدگالن جي هڪ ذات آهي، مڪران ۽ لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**رياڙي (ياياڙي):** بگٽي بلوچن جي شاخ (شمباڻي، شهباڻي) آهي، جنهن جا خاص پاڙا آهن:

1. تنجواڻي، 2. ٽڪسور، 3. پبئي، 4. پجدور، 5. حمزاڻي، 6. حملاڻي (سعيداڻي)، 7. رئيزائي، 8. شنگواڻي، 9. گودائي، 10. مجوبار ۽ 11. مهرياڻي (شمباڻي). (تاريخ بلوچستان از مولائي شيدائي).

**ريباري (رٻاري):** سماٽي جت آهن، جيڪي اٺ پالڻ ڪري "اوٺي" به سڏجن ٿا. هي اٺن تي چڙهي پيغام (نياپا) پهچائيندا آهن ۽ انهيءَ ڪمائيءَ مان پيٽ پاليندا آهن. انهيءَ ڪري هي "قاصد" به سڏجن ٿا.

بيت: **راڻي ريٻارو، توڏاهه مڪو تڪڙو،**
**لڌوئٽا، لطيف جي، ماڱج موچارو،**
**صبح سوارو، ڪاڪ گهڙندو ڪرهو. (شاهه)**

**ريباري:** جهنگلي، بيوقوف ۽ وحشي مسلمان ۽ غير مسلمان خانبدوش آهن. ڪتاب پنجاب کي ذاتين ۾ لکيل آهي ته "ريباري" خانبدوش جت آهن، جن کي رهباري به چون ٿا.

**رَيُتَ:** سما ملاح آهن.

**ريتي:** غلام ذات آهي. خاصخيلي جي ملڪ پاڙي مان هڪ پاڙو آهي.

**ريٺي:** ڳاڙهي نسل جا اٺ پالڻ وارا سماٽي جت آهن. بڙدي بلوچن ۽ ڪنوهڙن (بڙدي) ۾ پڻ "ريٺي" پاڙو آهي. جيڪي بڙدين جا جت آهن (ريٺي معنيٰ ڳاڙهو).

**رَيَپَر:** مهرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ريجهسنگهاڻي:** هندن جي هڪ آکهہ جو نالو.

**ريحا:** شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هي سيد علي بن سائينداد شنباڻيءَ جو اولاد آهن.

**ريحان:** پنجاب کان آيل هڪ ذات آهي.

**رَيحانزئي:** بروهين جي شاهوزئي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**رَيحاڻ:** سمن ۽ پنجابين جو هڪ پاڙو آهي.

**رَيحاڻ پوٽا:** باريچن جو هڪ پاڙو آهي. تہ ۾ سومرن جو پاڙو آهي (ريحان پوٽا ۽ شيخ ريحان سومرو).

**ريحاڻي:** رندن جو هڪ پاڙو آهي. چانگن ۾ پڻ آهن.

**رَيدَ:** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**ريديٺي:** جتن سان واسطو رکندڙ ذات آهي.

**رَيڏي:** چاچڙن جي نورنگ شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**ريدار (ريڊر):** رڍن پالڻ وارا. اهي اونن ۽ سماٽي جتن جو هڪ پاڙو آهي، تہ ۽ لاڙ وارا ريدار جت مَنهون راڄ جتن ۾ شامل آهن. ريدار جت خيرپور ميرس جي شادي خان ڳوٺ جي پرسان وينا آهن. سندن گهر ڪاٺ جا نهيل آهن، جن تي رنگ سازيءَ جو ڪم ٿيل آهي. هي جت ڏارين مان شاديون نہ ڪندا آهن نہ ڏارين کي سڱ ڏيندا آهن. سنين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ريدار" آهي. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو پڻ هڪ پاڙو. لاشارين جي مچر شاخ ۾ پڻ "ريدار" پاڙي جو ڏس آهي.

**رَيڊَرَ:** خيرپور ميرس ۾ اڃڻ رهن ٿا. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "ريڊر" آهي، چانڊين ۽ خاصخيلين ۾ پڻ "ريڊر" پاڙو آهي.

**ريرا:** گهرت هندن جو پاڙو آهي، تر ۾ رهن ٿا.

**ريسَتَڪو:** بروهي قوم جو هڪ پاڙو آهي. (ڪتاب سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر از هنري پاٽنجر).

**رِيسَرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ريڪي:** ايران جا ڪاشتڪار ان پاليندڙ بلوچ آهن. جيڪي 32 قبيلن ۾ ورهايل آهن. انهن مان تاتوزئي بالوزئي، هاشم زئي ۽ بروگوئي نهايت مشهور آهن. هنن مان ڪافي ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**ريڪيزَئــي:** رخشاڻي رندن جو هڪ پاڙو آهي. جن جو مورث اعليٰ خيرو ريڪيزئي هو. (بحواله: ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 117).

**ريگيزئي:** جهلاواني بروهي آهن.

**ريلاڻــي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**رِيلڻ:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**ريٽي:** ٿمين جو هڪ پاڙو آهي.

**ريهاڙ:** هڪ سماٽي ذات آهي.

**ريهان:** اعوان جت قبيلي جو پاڙو آهي.

**ريهاندي:** مغيري بلوچن جو پاڙو آهي.

**ريهاڻ پوٽا:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي. هن پاڙي مان بزرگ هستيون ٿي گذريون آهن. هي شيخ رهاڻ ۽ جگري بہ سڏجن ٿا. (بحواله: ڪتاب سومرن جو دور ص 350).

**ريهر:** ڇهڙن (هندو ڊومٽا) جو پاڙو آهي. هي توريون ۽ ڇليون ناهين ٿا.

**ريهور:** هندو پرماڻن جي هڪ ذات آهي.

**ريبا** (Reya) : هندن جي هڪ ذات آهي. راجپوتن ۽ جتن مان آهن. بيوه جي شادي ڪن ٿا. ان ڪري راجپوت هنن کي پاڻ جهڙا تصور نٿا ڪن.

## راڄن جو شجرو



حضرت نوح عليہ السلام
پاگرت
همهر
سنگا
ٻڌا
ڏيرو
اجيپار
دسرت
(والده ڪسيلا)
لڪمڻ
رام
نواڪس
اتت
تتت
ڪن
(هن ڪن جو شهر نهرايو هو)
(راجپوتن جو ابو)
سنبوت راجا
سام
جادم
چوڙو
(چوڙا سمن جو ڏاڏو)
پوپت
(پٽين جو ڏاڏو)
ڪجيت
(چغدن جو ڏاڏو)
هسپت
(سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)
ابدري
نيت
راٺو نوتيار
اوڊو
ويرم
بجيراء
سوڍو (اولاد سوڍا)
ڀهوڙ
مهر
ڏهر
پنسين


اڏو
لاکيار (لاکير)
ڄام لاکو (بادشاھ ٿيو ۽ نني جي گندرن مان شادي ڪيائين)
انڙ (والده گندري ملاح)
لاکو
سمون
(ڪاڪ جو حاڪم ۽ سرڦن جو پڳدار) ڪاڪو
جياند
جاکرو/جکرو
پلي
سمون (ملاحن جو سردار)
رائڌڻ
سمون (سميجا هن جو اولاد آهن)
انڙ 28 پائر
هوٿي
راڄڙ
تيبو
راڄير
اولاد راڄڙ
انڙ
راڄڙ
(اولاد راڄڙ)
تيبو
حبو
راڄير
سمون
جوجو
ڏهر
پينسين
بتڙ
(اولاد راڄڙ) راڄڙ
ماهي
ڇجو
سمون
تڳاچي
رڪڻ
ڏيرڻ
سهيو/ساهيو

# راشدي سيدن جو شجرو (پير)



(راجا دلوراءِ جي ڏيءَ سان شادي ڪيائين)





شڪر الله
فتح محمد
محمد امام شاھ
سيد محمد بقا شاھ لڪياري ولادت 1135 ھ. شهادت 1192 ھ
سيد محمد راشد روزي ڌڻي
مرتضيٰ شاھ لڪياري
سيد صبغت الله شاھ المعروف پير پاڳارو تجر ڌڻي (وفات 1246ھ 1831ع)
هدايت الله
محمد ياسين شاھ
جهنڊي ڌڻي
ابو البقا مظهر الدين
حاجي هدايت الله ٽلاهي
صديق رسول
رشيد الدين
فضل الله
ابو تراب رشيدالله
سيد علي گوهر شاھ اول بنگلي ڌڻي (وفات 1263ھ 1847ع)
علي محمد شاھ
پير شاھ
سيد حزب الله شاھ
پير حامد شاھ
سيد علي گوهر شاھ ثاني
سيد علي مردان شاھ اول
سيد صبغت الله شاھ ثاني شهيد
سيد سڪندر علي شاھ (موجوده پير پاڳارو)
پير حسام الدين شاھ راشدي
پير علي محمد شاھ راشدي
احمد شاھ راشدي

# رضوي سيد جو شجرو





ابراهيم اول
محمد شجاح
مشهدي
شيخ عمر شهاب الدين سهروردي صديقيءَ جي ڌيءَ سان نڪاح ڪيو.
سيد محمد مڪي
سنڌ جي رضوين جو ڏاڏو سکر ۾ آمد 1260ع/658ھ ۾ وفات 1292ع/691ھ
صدرالدين محمد خطيب
وفات 1326ع/727ھ
بدرالدين
علاوالدين
علي
امام الدين
نظام الدين
نصرالله
قطب الدين
ڪمال الدين
تاج الدين
جمال الدين
موسى
مريد شهيد
محمد
رڪن الدين
رحمت الله
جادو
صاحب
مير محمد يوسف
عبدالرزاق
احمد شاھ
ٺٽي وارا مهدوي سيد
مبارڪ شاھ
ابراهيم شاھ
احمد شاھ ثاني
ابراهيم شاھ ثاني
جان محمد عرف جان شاھ
مير غلام مرتضى ثاني
الله رکيو شاھ
منور علي شاھ
قلندر علي شاھ
سيد ميران
خلق الصدق
يعقوب علي
1673ع/1083ھ ۾ سيوهڻ جو گورنر
تاج الدين
نجم الدين
ناصرالدين
ابوالغيث
نظام الدين
محمود
عبدالله
اولاد عبدالله پوٽا
رڪن الدين
سونهارو
مير حسن
عمر شاھ
تاج الدين
جادو
ميران
سيد دادو
علاوالدين
آدم
موسى
عبدالڪريم
ابي الفتح محمد
نصرالله
عيسى ڪلان
مير حسن عرف حيدر شاھ حقاني
روهڙي جي رضوين جو ابو، ولادت 915ھ بکر
وفات 1630ع/1039ھ
غلام مصطفى
فخرالدين
غلام مرتضى
محمود
سيد سعيد خان
سيد سلطان بايزيد اول
ٺٽي ۾ نصرپور جي رضوي سيدن جو مورث اعلى



فتح علي شاهہ
جان الله شاهہ
جمن شاهہ
وفات 1631ع 1041هہ
عبدالستار شاهہ
عبدالشكور شاهہ
شاهہ محمد شاهہ عرف شاهن
لاولد
ڪوبہ نرينو اولاد نہ ٿيو
سيد محمود
جلال الدين
مبارڪ (اول)
علاؤالدين
شهاب الدين
شهاب الدين
بايزيد ثاني (ستار شاهہ)
اسماعيل
محمد الحسيني محمد بہ
سيد اسماعيل
مبارڪ ثاني
جلال الدين
عباس
ڪمال الدين
محمد هاشم اول
اسماعيل پوٽا
مبارڪ پوٽا
جلال پوٽا
عباس پوٽا
عبدالخالق شاهہ
سيد عبدالقادر شاهہ
(مؤلف حديقتہ الاولياء)
نورالله شاهہ نوري
فتح الله
لطف الله
مرتضيٰ
هاشم شاهہ ثاني
حميد عرف پنيلڏو شاهہ
نجم الدين
غياث الدين
عبدالسلام
محمد اشرف
يارالله
مير شاهہ

# رند قوم جو شجرو

## مير چاڪر خان اعظم بلوچ

- مير دادن خان رند
  - بهادر خان
    - رحمت خان
      - حشمت خان
        - مسو خان
- نواب مير شهداد خان
  - مير ميران
  - رند
    - بهرام خان
      - عالي خان
        - جمال خان
          - رند خان
            - جمال خان
              - محمد خان
                - جمال خان
                  - محمد خان
                    - جمال خان
  - مير نصرت خان
- مير نوح خان
  - نوحاڻي
- مير بجار خان
  - سردار گل پالڪ خان
    - سردار هوت خان
      - سردار مبارڪ خان
        - سردار بيا خان
- مير باگڙ خان عرف باقر خان
- مير الهداد خان
- مير شهڪ خان عرف مير اسحاق
- مير سپهه دار خان
  - مير رند خان
    - بلوچ خان
      - ملائم بي بي
      - جسڪ خان
        - جسڪاڻي بلوچ
          - مير سلطان خان
            - مير لڏو خان
              - مير محمود خان
                - مير احمد خان
      - آشار خان
        - لشاري بلوچ
      - لشڪر خان
        - لشڪراڻي بلوچ
      - نورو خان
        - نوراڻي بلوچ
      - ڪندن خان
        - ڪنداڻي بلوچ
      - ڪوبچ خان
        - ڪبچاڻي بلوچ
      - محمد خان
        - محمداڻي بلوچ
      - شهانو خان
        - شهاڻي بلوچ
  - مير دائود خان
- مير شاهو خان
- مير ميرو خان
- مير شهزاد خان
- مير شهيڪ خان
- باقي چهن (پٽن) پاڻرن جا نالا ڪونہ ٿا ملن

## مورث اعلیٰ لغاري

- مورث اعلیٰ لغاري
  - سردار صاحب خان
  - سردار لنگر خان
    - سردار لعل خان
      - سردار فتح خان
    - سردار مبارک خان
      - سردار محمد خان
        - سردار الهيار خان
        - سردار فتح خان
          - سردار لنگر خان
            - سردار محمد حيات خان
            - مبارک خان
              - ذوالفقار خان
              - سردار چراغ خان
                - سردار عبدالرحمن خان
                  - سردار مبارک خان
              - سردار فتح خان
            - لشکر خان
          - لعل خان
    - بهرام خان
    - لشکر خان
      - کانو خان
  - سردار لوٹا خان
  - مير احمد خان
    - شهباز خان
    - چام خان
      - چاماٹي رند بلوچ
        - بهادر خان
          - غلام محمد خان
            - محمد مراد خان
            - غازي خان
            - عالم خان
    - عالم خان
      - عالماٹي رند بلوچ
        - لدّو خان
          - تدير خان
            - فتح محمد خان
              - محمد خان
              - محمد حيات خان
          - بلوچ خان





حسن خان
سردار مهر خان
شادي خان
سردار لعل خان
عظيم خان
سردار جعفر خان اول
حاكم خان
سردارخان
سردار جعفر خان ثاني
حاكم خان
چراغ خان
سهراب خان
مير باز خان
سردار الهجوايو خان
سردار بهادر خان
سردار فتح خان
سردار محمد امير خان
سردار دوست خان
سردار عطا محمد خان
سردار عزيز خان
سردار محمد افضل خان
سردار جعفر خان
سردار الطاف علي خان
سردار محمد جهانگير خان
محمد حفيظ خان
صاحبزاده محمد جعفر خان
سردار تاج محمد خان
سردار محمد نواز خان
سردار لعل خان
سردار غلام سرور خان
سردار مبارك خان
محمد يعقوب خان
اورنگزيب خان
محمد ممتاز خان

# ز

**زاد:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**زاورياڻي:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

**زاهدي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. گهڻي پرهيزگاريءَ سبب "زاهدي" سڏجڻ لڳا.

**زبتي:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

**زبراڻي:** گورچاڻي بلوچن جي دركاڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**زبيدي:** عراق ۾ سامره جي پرسان هڪ "زبيد" نالي سان شهر آهي. ان شهر جا سيد پاڻ کي "زبيدي" چوائين ٿا.

**زبيري:** عربن جي زبيري قبيلي مان آهن. دوست محمد زبيري عرب مان اچي هالن ۾ رهيو. سندس ڪيڙ وڏيو جن پاڻ کي "زبيري" سڏايو. هن کي قاضي بہ چون ٿا. هنن مان حافظ محمد زبيري مشهور هو. جيڪو آخوند نجم الدين دادو وارن جي مسجد جي احاطي ۾ دفن ٿيل آهي (بحوالہ: ڪتاب جنب گذاريم جن سين. پاڳو پهريون ص 191).

**زخاخيل:** آفريدي پٺاڻن جو قبيلو آهي. هن جون خاص شاخون هن طرح آهن: 1. باڙي خيل. 2. پائندي. 3. خسروزئي. 4. دائود دين. 5. سلطان خيل. 6. شام خيل. 7. مجرخيل ۽ 8. نصيرالدين خيل. اولاخيل پڻ آفريدي پٺاڻن جو قبيلو آهي. جن مان زخاخيل آهن.

**زدرياڻي:** ڪوسا قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**زرخاڻي:** فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. دولتمند. مالدار. هي بگٽي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**زرخيل:** معنيٰ شاهوڪار گهراڻو. دهوار بروهين جو پاڙو آهي. جيڪي مالداريءَ سبب نهايت مشهور هئا.

**زردارزئي**: محمد شهي بروهين جو هڪ پاڙو آهي. هي مالدار هئڻ ڪري "زردارزئي" سڏجن ٿا. ڪردن ۾ پڻ "زردارزئي" آهن.

**زرداري**: فارسيءَ جي ٻن لفظن جو مرڪب آهي. زر + دار. زرمعنيٰ دولت. مال ۽ دار معنيٰ رکڻ. ذارڻ. وارو وغيره يعني دولت وارو. مالدار شاهوڪار. زر وارو. ڪهاوتن ۾ آهي تہ جت قبيلي جو هڪ اڳواڻ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو خاص مريد هو. جنهن وٽ تمام گهڻا اٺ هئا ۽ هي زر وارو هئو. جنهن کي ميان نصير محمد زردار جو لقب ڏنو. ان ڏينهن بعد ان جت کي زردار خان سڏيو ويو. ۽ سندس اولاد پاڻ کي "زرداري" سڏايو.

**چوڻي:** زردار کا سودا هي، بي زرکا خدا حافظ.

[سودو امير جو، غريب جو الله واهي بحوالہ: حسن اللغات ص 492]

زرداري سنڌ جا سماٽي جت آهن، جن وٽ تمام گهڻا اٺ هوندا هئا، جنهن ڪري هي زر وارا ۽ مالدار سڏبا هئا، جنهن نسبت سان هي ذات (قوم) جا "زرداري" سڏجڻ لڳا. ايس - صادق عليءَ جي لکيل ڪتاب The muslman Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan ڇاپو 1901ع جي ص 431 ۽ ص 55 تي The Jat (Camel - breeders) واري عنوان ۾ سماٽي جتن جا 91 پاڙا لکيل آهن. انهن مان جريان نمبر 91 تي "زرداري" لکيل آهي.

ڪتاب "سماٽ" جي مصنف ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ ص 57 تي سماٽي جتن جي احوال ۾ زرداري ذات کي "جت" لکيو آهي. ساڳي طرح هندستان جي آدم شماري رپورٽ 1911ع، 1921ع ۽ 1931ع ۾ زرداري (ذات) کي سنڌ جي سماٽي جتن مان ڏيکاريو ويو آهي. ڊاڪٽر زيگ، ڊاڪٽر هائنس، ٽاڊ، ايليٽ وغيره جي لکڻين مان معلوم ٿئي ٿو تہ زرداري سنڌ جا جت آهن، هي بلوچ نہ آهن. اها تصديق مولانا شر جي لکڻين مان پڻ ٿئي ٿي. ايس - صادق علي ڪتاب جي ص 29 تي "جت بلوچن" جا 37 پاڙا لکيا آهن، ليڪن انهن ۾ "زرداري" لکيل نہ آهي، جنهن مان پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ هي بلوچ نہ آهن. زرداري سماٽي جتن جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1. بجاراڻي (بجراڻي)، 2. پنجاڻا، 3. جنگاڻا، 4. زنگاڻا، 5. سالاراڻي، 6. لالاڻي، 7. لڏاڻا، 8. ميراڻي، 9. مرڪاڻا، 10. صلحاڻا ۽ 11. داداڻا.

ڪتاب وادي لياري موجب سردار خان جت "زردار خان" جي نالي سان سڏيو، ان ڏينهن بعد هي جتن بدران "زرداري" سڏجڻ لڳا. زردار خان کي اٺ پٽ سالار خان، جنگو خان، زنگو خان، مرڪو خان، صالح خان، داد خان، پنجو خان ۽ لڏو خان هئا، جن جي پنيان سندن پاڙن جا نالا پيا. ڪن روايتن مطابق هي مير جتن جو پاڙو آهي.

**زَرِداري:** سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**زردوز:** مڪران ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات آهي، شايد هي بلوچ آهن.

**زرڪاڻي:** جامع سنڌي لغات ۾ بگٽي بلوچن جا جيڪي پاڙا لکيل آهن، انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "زرڪاڻي" آهي.

**زَرڪزئي:** فارسي لفظ آهي، زرڪ معنيٰ داناءُ (زيرڪ) ۽ زئي (زئيدن) معنيٰ ڄمڻ، هي زيرڪ خان جو اولاد زرڪ خان آهي، جنهن جي نسبت سان زرڪ زئي سڏجن ٿا. زرڪ زئي بروهي آهن، جن کي "زهري" بہ چون ٿا، هنن جو قومي سردار هن پاڙي مان آهي، هن وقت سندن سردار دودا خان جو پٽ سردار علي خان آهي.
ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 76 موجب تنگو خان بروهيءَ جي پٽ جو نالو "زرڪ" هو، جنهن مان "زرڪزئي" آهن، وادي زهريءَ ۾ رهڻ ڪري هيءُ زهري بہ سڏجن ٿا.

**زَرڪني:** پناڻن جو پاڙو آهي، بگٽين ۾ پڻ "زرڪني" پاڙو آهي، ڪتاب پنجاب کي ذاتين ص 109 تي لکيل

آهي تہ زرڪني، بگٽين جو پراڻو نالو آهي.

**زَرگَر:** فارسي لفظ آهي. زرمعنيٰ سون گر معنيٰ ڪاريگر. يعني سون جو ڪاريگر، سونارو. ايران ۾ هڪ ذات جو نالو آهي، جن مان ڪجھ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**زرياڻي:** ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين جي ص 125 تي لکيل آهي تہ "زرياڻي" سوري لنڊن جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي جَماري شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**زَريناڻي:** لنڊن جي ذات آهي.

**زغماڻي:** جتڪ بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**زڪريا:** سمان ميمڻن ۽ ڪاري ۾ رهندڙ ملاحن جو پاڙو آهي.

**زِڪريا:** ڪڇ پيچ ڪان آيل نو مسلم ميمڻن جو پاڙو آهي.

**زِڪرياڻي:** ڪلوڙن جي ذات آهي، ميمڻن ۾ پڻ آهن.

**زَڪورخيل:** لوڌي پٺاڻ آهن.

**زَڪوزَئي:** لوڌي پٺاڻ آهن.

**زَ مخاڻي (زِمخاڻي):** بگٽي بلوچ آهن.

**زَمراڻي:** خرشيون پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**زَنَبَ:** هندو قوم جي ذات آهي، جيڪي هندن جا ميراثي، مگڻهار، ڪجر ۽ سنگيت آهن. هن کي "ڊوم" بہ چون ٿا. هنن جون زالون نهايت حسين ۽ خوبصورت آهن، جيڪي ڳائين وڄائين ٿيون. هندن جي هڪ ورن جو نالو پڻ "زنب" آهي.

**زَنجورزئي:** ڪاڪڙ پٺاڻ آهن.

**زِنداڻي:** پنگرن جو هڪ پاڙو آهي.

**زندپور:** سمن جي هڪ ذات آهي.

**زَنگَ:** هڪ سماٽ ذات آهي، جي اڪثر ڪري پيرن ۾ گهنگهرو ٻڌندا هئا. جنهن نسبت سان "زنگ" سڏجن ٿا. لوهرن ۾ پڻ زنگ آهن.

**زَنگاڻا:** زردارين جو هڪ پاڙو آهي. هي انن ۾ ڇيرين ٻڌڻ، ناهڻ جا ماهر هئا. جنهن نسبت سان ذات جا "زنگانا" سڏجڻ لڳا. زنگاڻا فارسي لفظ "زنگ" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڇير". زنگي خان جت جو اولاد "زنگاڻا"

**زنگزيگري:** زنگ آفريڪا جي هڪ ملڪ جو نالو آهي. جتي جا حبشي نهايت مشهور آهن. انهن مان هڪ

پاڙن ۾ ذات جو نالو "زنگزيگري" آهي. هي ڪراچي ۾ سنڌ ۾ رهن ٿا.

**زَنگواڻي:** ڪوسن جو هڪ پاڙو آهي. (بحوالہ: جامع سنڌي لغات).

**زَنگورياڻي:** ڪوسن جو هڪ پاڙو آهي. (بحوالہ: ايس - صادق علي).

**زنگي:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**زَنگياڻي:** ڪرمتي جت بلوچ آهن. ميرپورساڪرو، ڪراچي ۽ لسبيلي ۾ رهن ٿا. محمد حسني بروهين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "زنگياڻي" آهي. ڪرمتي زنگياڻين جا خاص پاڙا آهن: 1. آدماڻي 2. احمداڻي 3. ابوڙاڻي 4. بنگلاڻي 5. بگٽياڻي 6. بهراماڻي 7. پيروزاڻي 8. جاڳواڻي 9. جيئنداڻي 10. چاڪراڻي 11. چتاڻي 12. ڏاندواڻي 13. ريدار 14. راهواڻي 15. رودٺاڻي 16. ساجناڻي 17. سوماراڻي 18. سومراڻي 19. شريشماڻي 20. شهاڻي 21. شيرواڻي 22. عالياڻي 23. فتحياڻي 24. قائماڻي 25. ڪانواڻي 26. گانگواڻي 27. گهٽواڻي 28. محمداڻي 29. محراباڻي 30. مڏهاڻي 31. مرداڻي 32. ميراڻي 33. ميرخاناڻي 34. ميياڻي 35. نٺداڻي 36. لاڏواڻي 37. لالواڻي ۽ 38. هاديبخشاڻي.

**زَنگيپوٽا:** باڪڙا خاندان جو پاڙو آهي. باڪڙي کي چار پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "زنگي" هو. زنگيءَ جي اولاد پاڻ کي "زنگيپوٽا" سڏايو. هي لسبيلي ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**زَنگيجا:** جتوئي بلوچن ۽ نوحاڻي بلوچن جي پاڙن جو نالو آهي. هي زنگيءَ جو اولاد آهن. جنهن نسبت سان "زنگيجا" سڏجن ٿا. سرائڪي ۽ بلوچي ڳالهائين ٿا. ديناربن ۾ پڻ زنگيجا آهن.

**زَنگيجا:** سمن جي هڪ ذات آهي.

**زنگيخاناڻي:** ڪرمتين جي هدبہ (جت) شاخ جو هڪ پاڙو.

**زَنگي خيل:** يوسف زئي خاندان جي هڪڙي شاخ جو نالو بائيزئي آهي، ان بائيزئي جي هڪڙي پاڙي جو نالو "زنگي خيل" آهي.

**زَنگيشاهي:** ڊومڪي بلوچن جي هڪ ذات آهي.

**زَنگهوري:** ڪاڪڙ پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**زَنوراڻي:** جمالي بلوچ آهن.

**زَنئور:** سرائي جت آهن. لسبيلي ۾ زوڙ سڏجن ٿا.

**زوار:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. تعلقي جوهيءَ ۾ ڪاچي واري حصي ۾ رهن ٿا.

**زَوبراڻي:** لهڙي بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**زَونَر:** هڪ روايت موجب لسبيلي جي گونگن جي وڏي (سمون) ڏاڏي جو نالو "جهلو" هو. ان کي ٽي پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ميران" هو. ميران جي پٽ جو نالو "سرمان" هو. ان جي هڪ پٽ جو نالو "زونر" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "زونر" چورايو. هنن مان ڪافي نقل مڪاني ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن.

**زَهارا:** ملاح ۽ مهاڻا آهه.

**زَهرا:** ملاح ۽ مهاڻا اهن.

**زَهراڻي:** بلوچ، سما ۽ جت آهن. جن جو ذڪر هن طرح آهي.

1. مولائي شيدائي، تاريخ بلوچستان ۾ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ لکيو آهي تہ "زهراڻي، گورجاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان آهن.
2. ايس - صادق علي ۽ ڊاڪٽر الهہ رکيو ٻٽ (ڪتاب سماٽ) ۾ لکيو آهي تہ "زهراڻي" سماٽي جت آهن. هي بلوچ نہ آهن.
3. ڪتاب بيلاين جا ٻول ص 54 تي لکيل آهي تہ "زهراڻي" ماندڙن جو پاڙو آهي.
4. عبرت اخبار اربع 15 آگسٽ 2001ع جي سروي رپورٽ موجب زهراڻي مري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. هنن جون عورتون شادي کان اڳ ۾ گوشت نہ کائينديون آهن. (ڏسو زهراڻي ذات جو شجرو)
5. ڪرمتين جي جانوري شاخ جو هڪ پاڙو.

**زهرواڻي:** بزنجو قبيلي جو پاڙو آهي.

**زهروزئي:** شهواڻي بروهين جي "عمراڻي" شاخ مان پاڙو آهي.

**زهري:** بروهين جو سردار قبيلو آهي. هن وقت مرحوم دودا خان جو پٽ سردار علي خان زهري هن پاڙي مان بروهي قبيلي جو سردار آهي. هن قبيلي کي "زرڪ زئي" بہ چون ٿا. هي اصل ۾ عرب آهن ۽ ڪي زهري جت بہ آهن. زهري بروهيءَ کي ڇهہ پٽ هئا. موسيٰ مان موسياڻي، لوٹ مان لوٹاڻي، باجو مان باجوئي، نٿو مان نٿواڻي، ٻبر مان ٻبرزئي ۽ ڏاهو مان ڏايا (ڏاها) پاڙا نهيا آهن. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان جي ص 74 تي تيرهن پٽ لکيل آهن. نومڙين سيهن (سماٽ) جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ (زهري) آهي.

**زهرياڻي:** مغيري بلوچن جو پاڙو آهي.

**زَهريجا:** گجر قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي (بحوالہ: ڪتاب بلوچ ۽ بلوچستان).

**زئنر:** جت قبيلي سان واسطو رکن ٿا.

**زيدبريا:** سمن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**زيدپوتا:** جاکرن منجهان شاخ جو هڪ پاڙو. محمد بن قاسم سان آيل عربن مان ڪن جاکرن مان شاديون ڪيون، سندن اولاد پاڻ کي عرب چوائڻ لڳا. زيد پوتا بہ ان نسبت سان پاڻ کي عرب چوائين ٿا.

**زيدي:** حسني ۽ حسيني سيد آهن. هنن جو شجره هن طرح آهي.




**زيرخاڻي:** مگسي بلوچ آهن.

**زيرڪ:** گجياني (گدا) پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**زيرڪاڻي:** محمد حسني بروهين جو هڪ پاڙو آهي.

**زيشت:** بنگش پناڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**زَيمڪاڻي:** کوسن جي للاڻي (اسحاقاڻي) پاڙي جي ڦري آهي.

**زَينداڻي:** بڙدي بلوچن جي سندراڻي قبيلي مان آهن. هنن کي "زيندياڻي" بہ چون ٿا.

**زينڊپوريا:** هڪ بلوچ پاڙو آهي.

**زينڊياڻي:** سندراڻي بڙدي آهن.

**زَيهاداڻي:** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان آهن.

# س

**سابڙا**: سمن جو هڪ پاڙو آهي.

**سابڪي**: هي هوت بلوچن مان آهن. اڪثر ڪري سرائڪي ٻولي ڳالهائين ٿا. هنن جي هڪڙي پاڙي جو نالو حاصلاڻي آهي. تعلقي موري ۽ لسٻيلي طرف هنن جا راڄ رهن ٿا.

**سابقي**: هڪ سماٽ ذات آهي.

**سابواڻي**: جکراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. هنن کي ساواڻي به چون ٿا.

**ساپا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ساتڪ**: ڪاڪڙ پٺاڻ آهن.

**ساتڪ زئي**: سراواني پلوي بروهي آهن. جيڪي رئيساڻيءَ جي اثر هيٺ آهن. ڪردن ۾ پڻ "ساتڪ زئي" آهن. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان جي ص 129 تي لکيل آهي ته "ساتڪزئي" ساتڪ ڪرد جو اولاد آهن. جنهن جا خاص پاڙا آهن: 1. ادريس زئي 2. بهادين زئي 3. احمد زئي 4. رحمت زئي 5. خاڪي زئي 6. بادين زئي 7. ذگر مينگل ۽ 8. جتوئي.

**ساتل**: جوکين جي تيبر شاخ مان آهن.

**ساتاڻي**: سومرن جو هڪ پاڙو. هي شڪارپور ۾ رهن ٿا.

**ساتياڻي**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ساتياڻي**: مغيري بلوچن جي ذات آهي. هن پاڙي کي "جهنڊي ڏڻي" به چون ٿا.

**ساٿور**: غير سماٽ آهن. لاڙڪاڻي ۾ ڪجھ گھر اٿن.

**ساتي**: مڇي وڪڻندڙ ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي ماڻي ۽ صبح پوڻا به سڏجن ٿا. هن وقت پاڻ کي ميمڻ ۽ سومرا به چوائين ٿا.

**بيت**: هيري هٿ وڏائين، ويهي ساٿين وچ ۾. (سرڪاموڏ - شاهه)

**ساج**: جٽ راجپوت قبيلي جي ڍلو شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**ساجدي**: بلوچستان جا جهالاواني پلوي بلوچ آهن. جن کي نهروي بلوچ به چون ٿا. هنري پاٽنجر هنن کي "ساجدي" ۽ مر - ک پيڪولين "سنجري" لکيو آهي. هنن جو سردار مير شاهه سوار وڏي نالي وارو هو. ڪتاب بلوچ قوم کي تاريخ از محمد سردار خان بلوچ ص 696 تي لکيل آهي ته ساجدي "جٽ" آهن. احمداڻي،

محموداڻي، ساياڙي هسواڻي ماڪڪاڙي، بيزناڻي، سنگر، يوسفاڻي، سندواڻي، نوتاڻي، گدور، هيجاڙي، تيمراڙي، ميران زئي، ساڪازئي ۽ نوشيروائي، هنن جا پاڙا آهن.

**ساجراڻي:** برڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، هي بلوچستان ۾ رهن ٿا. (نصيرآباد - طنبو)

**ساجَناڻي:** لغاري بلوچ آهن، سومرن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ساجناڻي" آهي. هي ساجن جو اولاد آهن، ٿر ۾ رهن ٿا. (بحوالہ: ڪتاب سومرن جو دور ص 350)

**ساجِناڻي:** چنا ۽ جوڻيجا آهن. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو پڻ هڪ پاڙو. هندن جي "جسوجا" نک جي هڪ آکهہ جو نالو "ساجناڻي" آهي. هي سيٺ ساجن مل ولد رنگو مل جو اولاد آهن. جيڪي اصل ۾ لهاڻا آهن. هن وقت هي پوڄواڻي بہ سڏجن ٿا.

**سادَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سادووال:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي شاد (سادم خان) بن حضرت بابا سجاول جو اولاد آهن.

**ساڏواڻي (سدواڻي):** مزاري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. رحيم داد مولائي شيدائي ساڏواڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان سدواڻي لکيو آهي.

**ساڌَ:** هندو ڀڳت ۽ هندو جتن جي ذات آهي، ساڌ مسلمان پير جي برابر آهن.

**ساڌر:** راڄپرن جي هڪ ذات آهي.

**ساڌَرجا:** راڄپر آهن.

**ساڌيا:** راهومن جي ذات آهي.

**ساڏَرَ:** راهوما ۽ سمان آهن.

**ساڏور:** ٿري نڪرن جي ذات آهي. هي هندو آهن.

**ساڏورا:** هڪ سماٽ ذات آهي. ٺٽي ضلعي ۾ ڪجهہ گهر اٿن.

**ساڏي:** هندو اوڏن جي ذات آهي.

**ساڍ:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي ساڍر پٽ سومر پٽ اسوڏو جو اولاد آهن.

سار: راهوما ۽ سمان آهن. هي مختلف شين مان عرق ڪڍندا هئا ۽ شيره ناهيندا هئا. ان ڪري "سار" سڏجڻ لڳا.

**سارباني:** افغاني پناڻ آهن. عبدالرشيد (قيص) پناڻ ڪي ٽي پٽ هئا، جن مان هڪڙي جو نالو "ساربان" هو، ان ساربان جي اولاد کي "سارباني" چون ٿا. ساربان ڪي وري بہ پٽ هئا، هڪ جو نالو شرف الدين هو، جنهن مان

"شرفيون" پناڻ آهن، ٻئي پٽ جو نالو خيرالدين هو، جنهن مان "خرشيون" پناڻ آهن. انهن ٻنهي شاخن مان پناڻن جو راڄ وڏيو آهي.

**سارسُوتَ (سرسوت):** ٽري هندو برهمڻن جي هڪ ذات آهي.

**سارمڻاڻي:** لورن جي هڪ ذات آهي.

**سارنگ:** سمن جي هڪ ذات آهي، راڳ ڳائڻ ۾ مشهور هئا. جنهن سبب هنن کي ذات جا "سارنگ" چيو ويو. نهڙين ۾ پڻ "سارنگ" آهن. هي سارنگ بن جراڙ بن ميئن جو اولاد ٿين. مگرين ۾ بہ "سارنگ" هڪ پاڙو آهي. هي ٻهڻ پٽ ٻير ڏهہ جو اولاد آهن. مشهور بزرگ مخدوم عبدالرحيم مگريو گرهوڙيؒ هن پاڙي مان هو.

**سارنگاڻي:** رندن ۾ خاصخيلين جو پاڙو آهي. لاشاري بلوچن ۾ پڻ "سارنگاڻي" آهن.

**سارنگزئي:** دهواڙي بروهي آهن.

**سارونيا:** سماٽ ذات آهي.

**ساري:** ڏوٻين جي هڪ ذات آهي. (بحوالہ: ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين).

**سارِيا:** سميجا ڪل مان آهن، جن جو واسطو انڙن سان آهي، هي سمن، ابڙن ۾ ملاحن جي ذات آهي، هي نهايت پراڻي سماٽ ذات آهي، جنهن ۾ ڏاريجا، راهوجا، مناهيجا، فيروزيجا، ڪيريا ۾ منگواڻا شامل آهن. هي جنگجو هئا، ڪين پنهنجو لشڪر هوندو هو. ڪَڪَڙ ۾ خانپور هنن جو خاص علائقو آهي، سارين جي دعويٰ آهي تہ اسان عرب آهيون، حضرت عمر فاروقؓ جي هڪڙي خاص سپہ سالار جو نالو "ساريو" هو، جنهن ايران فتح ڪيو هو، اسان ان جو اولاد آهيون. سندن اها دعويٰ ڪمزور آهي.

**ساريجا:** ساريا قوم مان ڦُٽل ذات آهي، ساريجو معنيٰ ساريا جو اولاد، پٽ، هي سميجا، ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**ساريي پوٽا:** راڏا بنديجا ذات جو پاڙو آهي.

**ساڙها:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**ساسولي:** بزنجو بروهي قبيلي جو پاڙو آهي، ڪوهستان ۾ سينهان رهن ٿا. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ساسولي" آهي. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 80 تي لکيل آهي تہ محققن جي راءِ آهي تہ "ساسولي" هوت جي اولاد مان "جت" آهن، جن کي گڏيل سڏيل بلوچ چون ٿا. آخونداڻي بہ هنن مان آهن. ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 502 تي لکيل آهي تہ موسا، ساسولي ۾ سڪونا ڄام آري برفت (حملاڻي) جو اولاد آهن.

**ساسِيا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**ساڪازئي:** ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 116 موجب "ساڪازئي" ساجدي جت بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**ساڪروئي:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي.

**ساڪري:** سمن جي هڪ ذات آهي.

**ساڪ:** پاڙها ذات جو هڪ پاڙو آهي.

**ساڪاٽي:** چانڊيا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڊاڪٽر غلام حيدر ٻرڙي جي لکڻ موجب "ساڪاٽي" مگسي آهن. جوکين جي تيبر شاخ مان پڻ "ساڪاٽي" آهن.

**ساڪ پوٽا (اسحاق پوٽا):** موندرن (سومرا) جو هڪ پاڙو آهي. هي لسٻيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. جوکين ۾ پڻ آهن.

**ساڪرو:** سمن مان آهن.

**ساڪِـڙا:** سمن مان آهن. هنن جا چند گهر سيوهڻ شهر ۽ باجارن جي پرسان آهن.

**ساگراٽي:** مسلمان ملاح ۽ مهاڻا آهن. دريائن ۽ سمنڊن جي نسبت سان ذات جا "ساگراٽي" سڏجن ٿا. هندن جي "چاڻڙيا" نک مان حيدرآباد جي مکين جي هڪ آکهه جو نالو. هي سگر مل (جنم 1720ع) خداآباديءَ جو اولاد آهن. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هنن کي کوسن قريو هو. ان ڪري خدآباد مان ڀاڄ پين.

ايوڌيا جي هڪ راجا جو نالو "ساگر" هو. جنهن جي اولاد ۽ پوئلڳن پڻ پاڻ کي "ساگراٽي" سڏايو. هندن جي عقيدي موجب "ساگر" "ست" آهن: 1. لوڻ جو. 2. کير جو. 3. گيهه جو. 4. ڏهيءَ جو. 5. شراب جو. 6. ڪمند جي رس جو ۽ 7. ماکيءَ جو. جن جي پوڄا پاٺ ڪرڻ وارن کي "ساگراٽي" چون ٿا. ساگراٽين جا چند گهر حيدرآباد ۾ آهن.

**ساگري:** ترڪئي (ترڪي) پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**ساڳراٽي:** پليجن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ساڳـڙ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات (سمہ) جو نالو آهي. چون ٿا تہ ساڳڙ، ڏماچ، پنيرو، سنيو، ڪوريجو، ڪجيجو ۽ ناريجو پاڻ ۾ ڀائر ٿين.

**ساڳـڙيا:** ساڳ جي ڪاٺ مان ٻيڙيون ناهڻ وارا ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سالاٽ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سالار:** معنيٰ اڳواڻ. جوکين جي هڪ قبيلي جو نالو آهي. جنهنجا خاص پاڙا آهن: 1. ٿيوهاٽي 2. جاکرا 3. روڙيپوٽا 4. غلاٽي ۽ 5. قيصر. سالار لسٻيلي، ڪراچي ۽ ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. هي اڪثر ڪري جدگالي

۽ بلوچي زبان ڳالهائين ٿا. هزارا (هزاروي) پٺاڻن جا خاص ٽي پاڙا آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو ۽ "سالار" آهي.

**سالاراڻي:** مري بلوچن جي بجراڻي (بجاراڻي) قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. لاشارين ۾ جتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سالاراڻي" آهي. ونهيو فقير سالاراڻي جت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي قرب وارو هو. ڪرمتين جي جماري شاخ مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو.

**سالار خيل:** ڪاڪڙ پٺاڻن ۽ شيراني پٺاڻن جو هڪ پاڙو آهي.

**سالارزئي:** خرشبون پٺاڻن جو پاڙو آهي. راءِ بهادر هتورام جو بيان آهي تہ "سالارزئي" رئيساڻي قبيلي جي رائوسين زئي پاڙي مان آهن.

**سالڪي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**سالوياڻي:** عمراڻي بلوچ آهن.

**ساليواڻي:** جکراڻي بلوچ آهن.

**سامتا:** سامتاڻي هندن جي هڪ نک (هاٿيراڻي) جو نالو.

**سامتيا (سمتيا):** پنجاب کان آيل سرائي جت آهن. هن ذات جي ڀنيان پان شهر جي پيرسان هڪ وڏو ڳوٺ "سامتياڻي" آهي، جنهن ۾ پڻ سرائي جت رهن ٿا. هندن جي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هتي "سامتا" هندو رهندا هئا. ان ڪري ڳوٺ جو نالو انهن جي پنيان پيو.

**سامَـتِـيا:** سنسڪرت جو لفظ "شرام" آهي، جنهن جي معنيٰ پناهہ. اجهو آهي، جڏهن سومرن جي مٿان ظلم ٿيا هئا، تڏهن انهن جي ڪجهہ عورتن "سام" ورتي هئي، جن کي سام ٿيا. (سامتيا) چيو ويو. ان ڏينهن کان سومرن جي هن حلقي وارن کي ذات (پاڙو) جا "سامتيا" سڏيو وڃي ٿو.

**سامَـتـيا:** پنجاب کان آيل سرائي جت آهن. پنجاب ۾ سامتيا جاٽ سڏجن ٿا.

**سامِـتِـيا:** جو مطلب آهي، مٽيءَ جو ڪم ڪندڙ ڪنڀار، گلال وغيره سامتيا سما آهن. هنن مان مسو فقير سامتيو نهايت مشهور هو، جنهن سال 1747ع /1160 هه ۾ نئي جي، راڻي ارجن ۽ ڏاراجي راڻيءَ جي وقت ۾ جابلو قومن سان منهن اٽڪايو هو.

**سامڪ زئي:** بروهين جي محمد شهي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**سامل زئي:** بنگش پٺاڻن جو پاڙو آهي. ابسٽن لکي ٿو تہ غار ۽ سامل بہ ڀائر هئا. غار جو اولاد غاري پٺاڻ ۽ سامل جو اولاد سامل زئي پٺاڻ آهن.

**سامئيا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**سامي:** سنسڪرت جو لفظ سوامن ۽ هندي لفظ سواميءَ جو مخفف آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، خاوند، سالڪ، الله لوڪ، فقير، سامي هندو فقيرن جي هڪ ذات آهي، جن کي سيلاني فقير بہ چون ٿا. هي اڪثر ڪري جوڳين وانگر گيڙو رنگ جا ڪپڙا پائين ٿا.

**بيت:** ڪال گڏئو سون ڪاپڙي، بايو بيڪاري،
**ســـامي سيلـو سرتـي، مالا موچـاري،**
**ڏيـتي ڏيـڪـاري، ڦـٽي دل فقير ويو. (شاهہ)**

**ساميٽا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**سانيرائي:** سمن جي ذات آهي. ٿر ڪڇ ۾ رهن ٿا.

**سانيل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سانجهيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي شام (سانجهہ) جي وقت مڇيءَ جو شڪار ڪندا هئا. ان وقت جي نسبت سان هي "سانجهيجا" سڏجڻ لڳا.

**سانچا:** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**سان خيل:** شيراني پٺاڻ آهن. پٿرن (سان) جي ڪم ڪرڻ جي نسبت سان "سان خيل" سڏجن ٿا. سان هندي لفظ آهي. جنهنجي معنيٰ آهي "پٿر" "سنگ" وغيره.

**ساند:** سام ۽ جادم جي اولاد مان "نريت" هو. هي سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ جي سمن جو چڱو مڙس هو. هن جي اولاد مان لاکو گوڙا (1250ع) هو. جنهن کي اٺ پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "ساند" هو. ان ساند جو اولاد نجا ساند سما آهن. باقي ٻين نسلن وارا ساند سميجا ۽ ملاح نسل مان شمار ڪيا وڃن ٿا. ڏاهر ذات جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ســانــد" آهي. هنن جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1. ازديــن، 2. ڀنــگــر، 3. تگدار، 4. پلي، 5. جٽا، 6. جنيجا، 7. دليپوتا، 8. رڄڻ، 9. روُها، 10. ساند، 11. سما، 12. سميپوتا، 13. سميجا، 14. ڏاهر (ڏهر)، 15. ڪامڙا، 16. گـهمڻ، 17. مريڙا، 18. وڙيل.

پلي بن رائدن کي ست پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو ساند هو. ساند پنهنجي قوم جو سردار هو. ان جي اولاد ۽ راڄ پڻ پاڻ کي ذات جا "ساند" سڏايو. ساند لفظ جي معنيٰ آهي، سوراخ، جوڙ، عضوو، بند وغيره. وڏيڪ لاءِ ڄام جوڻو ۽ ڄام گڙراهو جا شجرا ڏسڻ گهرجن.

ساند ذات جو شجرو هن طرح آهي:




**سانداڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ساندائن ذريعي پخال ۽ پاڻي پيريندا هئا. جنهن نسبت سان ذات جا "سانداڻ" سڏجن ٿا.

**سانداڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، جن جو پيشو پخال ۽ پاڻي پرڻ هو.

**ساند پوٽا:** ساند جي پٽن جو اولاد آهن، ساند پوٽا ذات مان عبدالغني واعظ (1119هـ) هڪ بزرگ ۽ عالم هو، جنهن مخدوم محمد مراد انصاري سيوهاڻي کي جمع نماز بعد مسجد ۾ ڪرسيءَ تي ويهي وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي. (بحوالہ رسالہ السنڌ ص 90 ص39).

**ساند جا:** معنيٰ ساند جو اولاد. هي ٿيبا (ملاح) آهن.

**ساند:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سانڌاڻا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (تاريخ سجاول)

**سانڌاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن (تاريخ سجاول)

**ساندا:** جٽ راجپوت قبيلي جي ڍلو شاخ مان آهن.

**ساندااٽا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سانسي:** هندو خانبدوش فقيرن جي ذات آهي.

**سانسيا:** هندن جي ذات آهي.

**سانگ:** هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، مسخري وجهڻ، راند ڪرڻ، ڪل يوڳ جي راند وغيره. سانگ ملاح ۽ مهاڻا آهن. شادين جي موقعن تي سانگ راند ڪندا هئا. جنهن نسبت سان هي ذات جا "سانگ" سڏجڻ لڳا. هي آبڙ ۾ اچن ٿا.

**سانگاهه:** سما خاندان جو پاڙو آهي. هي آبڙ ۾ اچن ٿا. قمبر تعلقي ۾ بيگ محمد سانگاهه جي نالي سان هڪڙو ڳوٺ آهي.

**سانگرو:** سمن جو پاڙو آهي، هي آبڙ ۾ آهن. سانگ راند جي ڪري سانگرو سڏجن ٿا.

**سانگري:** سمن جو پاڙو آهي. هي آبڙ ۾ آهن، راند جي نسبت سان سانگري سڏجن ٿا.

**سانگڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، سانگ راند، ڪرتب، مسخري ڪرڻ ڪري ذات جا "سانگڙا" سڏجن ٿا.

**سانگلا:** پرمار هندو آهن، سانگ راند ۽ ڪرتب ڪرڻ ڪري ذات جا "سانگلا" سڏجن ٿا.

**سانگو:** راجپوت آهن، جيڪي راجا سانگاٽيءَ جو اولاد آهن. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**سانگوان:** چوهاڻ راجپوتن مان جٽ عورت جو اولاد آهن، ان ڪري جٽ سڏجن ٿا. هي پاڻ ۾ چار پيائر جاکڙ، سانگوان، پيرو ۽ قاديان هئا.

**سانگواٽي:** ڪوسا قبيلي جو پاڙو آهي. سانگ راند ۽ تماشي ڪرڻ سبب ذات جا "سانگواٽي" سڏجن ٿا.

**سانگي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، شادين مرادين تي سانگ راند ڪرڻ، مسخري وجهڻ وارن کي "سانگي" چيو ويو، ان بعد ذات جا "سانگي" سڏجڻ لڳا. سنڌ کان ٻاهر هي سولنگي، سانگڙا ۽ پنڊ سڏجن ٿا. ابڙن، پهوڙن، راڄپرن ۽ ٻاهڙن جي پاڙن جا نالا پڻ "سانگي" آهن، اهي سڀ پاڙا سميجا اوڙڪ مان آهن.

(سانگ) - سانگي هندي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، منهن جو چهرو مٽائي مسخري وجهڻ (راند وجهڻ). چاچڙن جي جڳانند قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "سانگي" آهي.

بيت: **ڪاڄ جنين جو ڪکيون، مال جنين جا مڏ،**

**سمي سيئي سيڻ ڪئا، هيڻ جنين جا هڏ،**

**چام! پرتيءَ لڏ، سانگين جي، سيد چي. (شاهه)**

پهوڙن جي حوالي سان سانگين جي شجري لاءِ ڏسو (س اکر جي آخر ۾).

**سانگھرو:** سمن جي ذات آهي. هنن جو واسطو ابڙن ۾ جوڻيجن سان آهي. هن ذات وارا گهڻو ڪري لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آباد آهن.

**سانگري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سانورا:** سماٽ ذات آهي. مگرين ۾ پڻ هڪ پاڙو. هي سانورو پٽ خيرو پٽ جهندو پٽ اسوڏو جو اولاد آهن.

**سانولاڻي:** جت بلوچ آهن. فقير سانول جت جي اوڙڪ مان آهن. لسبيلي ۽ بلوچستان ۾ رهن ٿا. ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 204 موجب "سانولاڻي" هندن جي ذات آهي.

**سانوند (ساوند):** سمن جي هڪ ذات آهي. جيڪا ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچي ٿي. وزيراڻي هنن جو خاص پاڙو آهي. سانوند سومرن جو پڻ پاڙو آهي.

**سانوٽاڻي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**سانهاڻي:** بنگلاڻي بلوچن جو پاڙو آهي. هنن جون عورتون شاديءَ کان اڳ گوشت نہ کائينديون آهن.

**سانٺريا:** سمن جي ذات آهي.

**ساواڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي. هن کي سابواڻي (صابواڻي) پڻ چون ٿا.

**ساوٽاڻي:** پيرگڙين جو پاڙو آهي. ساوٽاڻي جاڙي خان پيرگڙيءَ جو اولاد آهن. پنهنجي ڏاڏي جي نالي پٺيان ساوٽاڻي سڏجن ٿا. سندن شجرو هن طرح آهي:




**ساها:** هندي لفظ آهي. جنهنجي معنيٰ آهي "فصل". ساها سماٽ آهن. جن جو گذر سفر فصلن تي هو. ان نسبت سان ذات جا "ساها" سڏجن ٿا.

**ساهت:** سمن جي ذات آهي.

**ساهتا:** سما ۽ مهاڻا آهن.

**ساهراڻي:** سماٽي جت ۽ سڏايا آهن.

**ساهڙ:** سما ۽ ملاح آهن. جاکرو يا جکرو ملاح آهي. ان جي هڪڙي پٽ جو نالو "ساهڙ" هو. ان پٽ جي اولاد پاڻ کي ساهڙ ۽ ساهڙ سما سڏايو. ساند بن پلي‌ءَ جي اولاد مان پڻ ساهڙ آهن. جن جو شجره هن طرح آهي:




نهڙي سما آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ساهڙ" آهي، هي ساهڙ بن لاکو بن جکري جو اولاد آهن. راهو ساهڙ ۽ ڳاهو پائر هئا. هنن جو انڙ پوٽن سان بہ واسطو آهي. پنجاب کان لڏي آيل سرائي جتن ۾ پڻ "ساهڙ"

آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب دَل قبيلي جي ڏيٿا شاخ مان پڻ "ساهڙ" آهن. ٻودلو، ٻائو ساهڙ ۽ گگن پاڻ ۾ ڀائر هئا. سندن ڀنيان پاڙن جا نالا ٻيا.

**ساهڙا:** سماٽي ساهڙن مان قُتل ذات آهي.

**ساهنزئي:** بگٽين جي راهيجا پاڙي مان آهن.

**ساهووال:** سماٽي جٽ آهن، جيڪي انن ذريعي واپار ڪندا هئا. ساهو هندي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، سوداگر، واپاري وغيره.

**ساهر:** دَلن جو هڪ پاڙو.

**ساهي:** راجا جگديو کي ٻه پٽ ساهي ۽ سنڌو هئا. جن جي اولاد پاڻ کي "ساهي" ۽ "سنڌو" سڏايو. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر) هي سورج بنسي راجپوت آهن. جهنڊ وڻ جي پوڄا ڪن ٿا. مسلمان ۽ هندو آهن. هي ڊوگرال به سڏجن ٿا.

**ساهيجا:** سمن جي ذات آهي.

**سائچو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سائوجاٽي:** گورچاڻي بلوچن جي هوتواڻي قبيلي مان آهن.

**سائوند:** ٿر ۾ رهندڙ هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سائيتاڻي:** عمرانيءَ بلوچن جو پاڙو آهي.

**سائيناڻي:** جوکين جو هڪ پاڙو. لاشاري بلوچن جي منڌير شاخ مان پڻ آهن.

**سائينداداڻي:** ڪرمتين جي پئوا شاخ جو هڪ پاڙو. مشهور سگهڙ قادر بخش پٽ چوٽا خان هن ڪيڙ مان هو.

**ساياڙي:** ڪتاب بلوچ ۽ بلوچستان جي ص 116 تي لکيل آهي تہ "ساياڙي" ساجدي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سَبايا (سِبايا):** سما ملاح آهن، جن جا خاص پاڙا 1- رستماڻي ۽ 2- منواڻي آهن.

**سبراڻي:** جمالي بلوچن جي ذات آهي.

**سُبزاڻي:** قمبر جي طرف چانڊين جا خاصخيلي آهن، هنن کي شابراڻي پڻ چون ٿا.

**سبزاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي هلواڻي شاخ مان آهن.

**سبزواري:** سيد محمود سبز واري بن محمد جو اولاد آهن. سبز وار شهر ۾ رهڻ جي نسبت سان "سبز واري سيد" سڏجن ٿا. سندن شجرو هن طرح آهي:

## سبز واري سيدن جو شجرو



**سبزواڻي**: ٻگٽين جي نوتاڻي پاڙي مان آهن.

**سبزوئي**: ٻڙدي بلوچ آهن.

**سبزئي**: هڪ مسلمان غير سمات ذات آهي.

**سبزي خيل**: لوڌي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**سبڪاڻي**: کوسا بلوچ آهن.

**سبنڪاڻي**: جتڪ بروهين جو پاڙو آهي.

**سپايا**: سمن جي ذات آهي.

**سَپَڙَ**: سمن جو پاڙو آهي.

**سَپَڙَجا**: سمن جو پاڙو آهي.

**سپاڳچندآڻي**: هندن جي "ڳيرا" نک مان هڪ آکهہ جو نالو.

**سَپاني**: هندن جي ذات آهي. هي ديوان سپاچند جو اولاد آهن، جيڪي "چچڙا" نک مان آهن. لالواڻي ۽ ريجهسنگاڻي هنن جا نکڙ يا عزيز ٿين.

**سَپُوپوتا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ستا**: ٽري هندو راجپوتن جي ذات آهي.

**سَتاباڻي**:سنيا ذات جو پاڙو آهي. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**سُتارَ**: بلوچستان ۽ لسبيلي جا رهاڪو، بلوچي زبان ڳالهائيندڙ، ڪاٺ جو ڪم ڪرڻ وارا واڍا آهن، جيڪي ذات طور "سُتار" سڏجن ٿا.

**سَتاڻي**: چانڊين جو پاڙو آهي. ضلعي لاڙڪاڻي ۽ دادو ۾ رهن ٿا.

**ستروال**: پنوار راجپوتن جو پاڙو آهي. هي ٻاڻ ۾ ٽي ڀائر، جاتو، رکو ۽ ستروال هئا.

**سَتَلَو**: ٽري هندن جي ذات آهي، ڪن ڪن جاين تي مسلمان بہ سڏجن ٿا.

**سَتواڻي**: هڪڙن جو پاڙو آهي. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**ستي**: زواب خان ولد تخت خان کي هڪ ڪشميري عورت مان "ڏونڌ" نالي هڪڙو پٽ هو، هڪ ٻي عورت مان هڪ ناجائز پٽ "ستي" هو جنهن جو اولاد "ستي" سڏجي ٿو. ميجر ويس هنن کي هندو نسل ۽ ڪرنل ٽاڊ پنوار راجپوتن مان لکي ٿو. ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**ستيا**: پنجاب کان آيل سرائي آهن.

**ستارا**: ترڪان هندن جو پاڙو آهي. لوهہ ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا. چون ٿا تہ ستارن مان سهتا ٿيا آهن. جيڪي پڻ لوهہ جو ڪم (لوهار) ڪن ٿا.

**سُتِرا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سترا**: مسخري وجهي پنندڙ فقيرن جي ذات آهي. هنن کي بي شرمائيءَ سان پنڻ وارا فقير چون ٿا. (جامع لغات سنڌي ص 1574) هندن ۾ پڻ هڪ آکهہ جو نالو.

**سترا شاهي**: سکن جي ذات آهي. هي سچا برهمڻ جا پيروڪار ۽ هندن جي رسمن جا حامي آهن.

**ستيا**: سومرن جي ذات آهي. حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**سٽيا**: سمن. جتن ۽ ٻرڙن جو پاڙو آهي. سٽين ۽ ذاتين جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ "سٽيا" سٽين قوم مان آهن. سٽيا لفظ ڦري "سٽيا" ٿيو آهي. منهنجي راءِ اها آهي تہ سٽيا نجا سمات آهن نہ ڪي سٽين جو صوتي روپ آهن جي سٽين مان آهن تہ پوءِ جَتَ آهن ۽ جت بہ سما ۽ سمات آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: چاڪي، بيلائي، ڪٽيرا، پودرائي، محمد پوٽا، مانڌريا، لَسريا، دودائي، ايرڦائي، جانوائي، پلينائي، ممڻ، پٽيلائي، ٺٺائي، واڊائي، ريدار، فضلائي، گوگائي، مريدائي، بلالي، مندائي، ڪانپائي، ڊٻائي، صابونائي، ٻُٽائي، چنگائي، پيروئائي، ڪَر، مواتي، ٻُڌاني، پوتار، ڊانيدي، موالي، ٻدائي، يعقوبائي (يونگرائي)، گهينچ، علودائي، پيريائي، ستاٻائي، ٺوڙهيائي، لوهيڙا، ولايتي، تنبائي، لولو، ابنائي، پنجوائي، جعفرائي، ڪيڙائي، ڪاراٽي ۽ لالائي (محترم اميد علي سٽيو جي ٿورن سان) هڪ روايت موجب سٽيو، پنيرو، ڏماچ، ڪجيجو، ڪوريجو، ساگڙ ۽ ناريجو پاڻ ۾ پائر آهن. ڪن ڪن هنڌن تي سٽيا پاڻ کي "سينر" چوائين ٿا.

**سَنيار**: سمن ۽ ملاحن جو پاڙو آهي.

**سُپا**: سمن جو پاڙو آهي.

**سُپاڙ**: ڪرمتين جي مَسرگهر شاخ جو هڪ پاڙو.

**سُپاهي**: مڪراني بلوچ آهن. ڪراچي ۾ رهن ٿا.

**سپاهيملائي**: هندن جي ذات آهي. (بحوالہ: جنب گذاريم جن سين ص 127) هي سپاهيمل ولد ڪرمچند جو اولاد آهن. هي اروڙ ونسي آهن ۽ سندن نک جو نالو "نانگ ديو" آهي.

**سُپتي**: ٻڌ جا پوڄاري هندو آهن. رلي پني دڦ وڃائي گذر سفر ڪن ٿا. سندن رهڻي ڪهڻي هيسي هندن جهڙي آهي. پر هو هڪ ٻئي کي پاڻ جهڙو نٿا سمجهن.

**سَپَر (سُپير)**: سمن جو پاڙو آهي. هن جا خاص پاڙا 1- طيبياڻي، 2- ڪاڪيپوتا ۽ 3 - ڪڇمي آهن.

**سپرا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. جهنگ پنجاب وارا سُپرا جتن جي گلِ شاخ مان آهن.

**سپريا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سُپڙَ**: پينءَ سين بن ڏهر کي ڏهہ پٽ هئا جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "سپڙ" هو. جنهنجي اولاد پاڻ کي "سپڙ" سڏايو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏهرن ۽ جوڻن جو شجره ڏسڻ گهرجي. تاريخي حوالن مان معلوم ٿو ٿئي تہ "سپڙ" رونجهن جو پاڙو آهي. هي ڄام سپڙ رونجهي جو اولاد آهن. ڄام سپڙ سنڌ جو هڪ مشهور سخي ۽ ڏاتار هو.

**بيت:**

**پيو ليٽين لٽ، سڄيون راتيون سمهين،**
**اتي آڏيءَ نہ ڪرين، سپڙ ساڻ سهڻ،**
**رونجهي رات اپنيا، پينيئون پاٽيٹ،**
**ميڙي تئان مٽ، چوندي پريا چارٽين. (شاھ)**

**هڪ ٻئي روايت موجب "سپڙ" دلن جو پاڙو آهي. پکريي دل کي چار پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو "سپڙ" هو. سندس اولاد "سپڙ" سڏجي ٿو.**

**سَپڙا**: هندن جي ذات آهي، جهمٽ ذات وارا هنن مان آهن. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر) جتوئي قبيلي ۾ پڻ "سپڙا" پاڙو آهي.

**سُپڙا**: سما ۽ ملاح آهن.

**سُپڙَيا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سپل**: ڌوبين جي ذات آهي. (بحوالہ: ڪتاب پنجاب کي ذاتين)

**سَپَيا**: سمن جو پاڙو آهي. پينسين بن ڏهر جي پٽ جي نالي پنيان "سپيا" سڏجن ٿا. هي پاڻ ۾ ڏهہ پائر هئا. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏهرن ۽ جوڻن جو شجره پڙهڻ گهرجي.

**سِپيا**: سنڌ جا سپيا عرب آهن، جيڪي پاڻ کي بني جريمہ جو اولاد سڏائين ٿا. ڪتاب "سماٽ" جي ص 57 تي لکيل آهي تہ "سپيا" سومرا آهن. 1911ع واري آدم شماري ريورٽ ۾ ڄاڻايل آهي تہ "سپيا" سنڌ جا سومرا ۽ سما آهن.

**سُپيا**: سمن جي ذات آهي. هي بہ چون ٿا تہ اسان بني جريمہ جو اولاد ۽ سومرا آهيون.

**سپير**: سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. سپيا ۽ سپير پاڻ ۾ پائر ٿين.

**سپيرا:** سمن جي ذات آهي.

**سَجا:** راڏا بنديجا ذات جو پاڙو آهي.

**سجاوَل:** علوين جو پاڙو آهي. هي عرب آهن.

**سجاولاڻي:** مارفاڻي چانڊين جو پاڙو آهي.

**سُجاهِي:** سماٽي جت آهن.

**سجناڻي:** انڏڙن جو پاڙو آهي.

**سَجودي:** بلوچ آهن. مڪران ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**سَچڻَ پوٽا:** ملڪن جو پاڙو آهي.

**سچاننداڻي:** هندن جي "ڳيرا" نک مان هڪ آکهہ جو نالو.

**سَچديوَ:** هندن جي ذات آهي. هي اروڙ ونسي آهن. تولاڻي، جهانگياڻي ۽ ڄيٺاڻي پڻ هن نک مان آهن.

**سچيناڻي:** ڪرمتين جي ڳوريٽي شاخ جو هڪ پاڙو.

**سحاق پوٽا:** باڪڙن جي پاڙي جو نالو آهي. هنن کي "اسحاق پوٽا" بہ چون ٿا.

**سُخاڻي:** مگسي بلوچن، مهرن ۽ سمن جو پاڙو آهي.

**سَخِيرا:** مهرن جي ذات آهي. پني عاقل ۾ رهن ٿا.

**سُخيراڻي:** ميراثي ۽ مگڻهار آهن. سڏايا، ملاح ۽ مهاڻا آهن. انهن جي هڪ پاڙيَ جو نالو پڻ "سخيراڻي" آهي. مهرن ۾ پڻ "سخيراڻي" آهن.

**سَدارنگاڻي:** هندن جي ذات آهي. ڊاڪٽرو هرومل فارسي زبان جو ماهر هن ڪيڙ مان هو.

**سدڪاڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سَدواڻي:** مزاري بلوچ آهن.

**سدوزئي:** فوفل پٺاڻن مان آهن. ابدالي پٺاڻن جو واسطو پڻ "سدوزئي" خاندان سان آهي. احمد شاهہ ابدالي برصغير جو بادشاهہ هن خاندان مان هو. جنهن پنهنجي دور ۾ محراب خان سدوزئيءَ کي شڪارپور جو گورنر مقرر ڪيو هو. مندنرڪابلي پٺاڻ آهن. جن جي ڇئن شاخن مان هڪڙي شاخ جو نالو "سدوزئي" آهي.

**سڏا:** سمات ذات آهي.

**سَڏاڻي:** ڏاريجا چاچڙن جو پاڙو آهي.

**سَڌايا:** سما ۾ دَل آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1- پاروائي 2- پريائي 3- جاگرائي 4- درائي 5- ڏنـدائي 6- ساندائي 7- ساهرائي 8- سخيرائي 9- صوپائي 10- عمرائي 11- فريدائي 12- قاسمائي 13- هشائي.

**سڌنائي:** "ڪنهڙيا" نک مان هندن جي هڪ آکھ جو نالو. هي ڏنجائين جا نکڙيا سوٽ ٿين.

**سڌوائي:** آڏوائي هندن جي هڪ آکھ جو نالو. هي سڌو مل جو اولاد آهن.

**سَڌوپوٽا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن. سهتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "سڌوپوٽا" آهن.

**سرا:** پٽي راجپوتن مان جٽ آهن. هي سنڌ ۾ سرائي جٽ سڏجن ٿا.

**سِراجا:** ڏهرن جو پاڙو آهي.

**سراجائي:** مغيري بلوچن جو پاڙو آهي.

**سِراج زئي:** رئيساڻي بروهين جو پاڙو آهي.

**سرار (سريرا):** هي مسلمانن جي ڪرال شاخ مان آهن. هنن جو اصل وطن هزاره ۾ ڪشمير جا جابلو علائقا آهن.

**سَرازَ:** موچڪو ۾ سوچڪو ڏنڊو ڪرڻ وارن جي ذات آهي. يعني هي موچي آهن.

**سراليا:** بنيا ذات (واپاري) جو پاڙو آهي، هي اگروال آهن. سرالہ ۾ رهڻ ڪري "سراليا" سڏجن ٿا.

**سَران:** هڪ جابلو مسلمان ذات آهي.

**سَراوان:** رهائش جي لحاظ کان بروهي قوم وارا سراوان پلوي ۾ جهالا وان پلوي سڏجن ٿا. سراوان بروهي آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ 1931ع واري آدمشماريءَ جو حوالو ڏيندي هن ذات جا هينيان بارهن پاڙا لکيا آهن: 1- احـمـد زئـي، 2 - الـتـزئي، 3- بنـگـل زئـي، 4- ديناري 5- رديـدنـي، 6 -رئيـسـاڻـي 7- سنبلاڻي 8- قمبرائي 9- ڪرد 10- گرگناڙي 11- لنگر 12- لهڙي

ڊاڪٽر نبي بخش خان سراوان ۾ ٻين محققن "سراواني لکيو آهي.

**سَرائي (سَهرائي):** پٽي راجپوت نسل جي هڪڙي ماڻهو جو نالو "سرائہ" هو. جيڪو حافظ آباد جو رهاڪو هو. هي پاڻ کي جٽ چورائيندو هو. سندس اولاد "سَرائہ" سڏجي ٿو. سنڌ جا ماڻهو هنن کي سِرائي جٽ چون ٿا.

**سِرائي (سِيرائي):** محمد شبير احمد ظامي، ڪتاب سرائڪي زبان جي ارتقا ۾ لکي ٿو تہ سرائي معنيٰ سنڌ جي اترين خطي جا ماڻهو ۾ ٻي معنيٰ اتس سنڌ جي ڪلهوڙن ۾ ٽالپر حاڪمن جو غير بلوچ سردار يا معتبر.

داڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي اردو لغت حيدرآباد. سنڌ يونيورسٽي 1959ع ص 554 تـي لکي ٿـو تـه سنڌ ۾ ڪلهوڙا حاڪمن پنهنجي ڪن خادمن. حاضريءَ جي ڪن غير بلوچ معتبر ماڻهن کي. نمڪ حلالي ۽ بهترين ڪارڪردگيءَ جي ڪري جاگيرون. ڏنيون ۽ کين "سرائيءَ" جو لقب پڻ ڏنو. جنهن جي معنيٰ آهي "معتبر". منشي عبدالرحمان. عبدالحميد عتيق فڪري. عبدالحميد راشد. پيرو مل آڏواڻي. گريئرسن. مرزا قليچ بيگ. ايس صادق علي. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تحقيق موجب "سرائي" سنڌ جي اترين حصي مان لڏي آيل ذاتين وارن ماڻهن کي چون ٿا ۽ انهن جي زبان کي "سرائڪي" چون ٿا. پراڻي وقت ۾ سنڌ جو خطو بهاولپور. ديره غازي خان. ميانوالي ۽ ملتان تائين پکڙيل هو. اهي ماڻهو اتان لڏي سڄي سنڌ ۾ تـر ۽ ساموندي ڪناري تائين پکڙجي ويا. جتي پاڻ کي "سرائي" سڏائڻ لڳا. اهي اڪثر ڪري لاڏو ماڻهو ۽ گهٽ ذات وارا پورهيت مسلمان غير مسلمان هئا. جن ۾ جت. جٽ. جاٽ. جاٽيا ۽ "خدمتگار". بهاريدار شامل هئا. مرزا قليچ بيگ ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي تحريرن ۾ ڪلهوڙن کي بہ "سرائي" لکيو آهي.

روزمره جي زندگيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تـه ڪن ڪن جاين تي بڙدي. جتوئي. خاصخيلي. کهاوڙ. کوسا. برهماڻي. جت. ملاح. خشڪ. مير جت. سولنگي. بهاري ڏين وارا پنگي بہ "سرائي" سڏجن ٿا.

داڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات جي جلد نمبر4 ۾ سرائي کي "سيرائي" لکيو آهي. جنهن جا هن 24 پاڙا لکيا آهن. ايس - صادق علي ڪتاب **The Muslaman Races Found in Sindh Blochistan and Afghanistan** جي ص 70 تي سرائي قوم جا اٽڪل 62 پاڙا لکيا آهن. بلوچ صاحب ۽ شيخ صاحب جي لکيل پـاڙن کي نظر ۾ رکندي هن طرح ترتيب ڏجي ٿي: 1- اوان. 2- اهير (آهير). 3- بدا (بدا). 4- بوهڙ (بوهر). 5- بوڪ (بڪ). 6- بنب. 7- باتڙا. 8- بالهڙا. 9- پڳت. 10- پاڳت. 11- ٽانوري. 12- ٽڳڙ. 13- ٽاٽـري. 14- بـٽ (بٽ). 15- ٽيٽا. 16- ٽاٽـاري. 17- تيـوٽـا. 18- جويا. 19- چچڙا. 20- چن. 21- دبرائي. 22- ديدڙ. 23- ججوهـا. 24- ڏپ. 25- ڏن. 26- ڏوهٽ. 27- ڏهيـا. 28- ڏيهـڙ. 29- ڊڪن. 30- رتڙ. 31- رنگهـا. 32- چگـدا. 33- سامتيـا. 34- سمتيا. 35- سامتـيا. 36- سيـال. 37- سيهڙ. 38- ساهڙ. 39- سهاڳ. 40- ستيا. 41- سوهڙ. 42- سوهـو. 43- قناصرا. 44- ڪنسيرا. 45- ڪاٺيا. 46- ڪالرو. 47- ڪانيا. 48- ڪرٽيا. 49- ڪرل. 50- ڪرل. 51- ڪڪ. 52- کوکر. 53- کواڙ. 54- کهاوڙ. 55- کيمٽيا. 56- کمٽيا. 57- کيرا. 58- کيرا. 59- گچل. 60- گورڙ. 61- گوکاس. 62- ڳچل. 63- ڳورڙ. 64- ليکي. 65- ڦيلهڙا. 66- مساڻ. 67- مسڻ. 68- مانجونا. 69- ميـتلا. 70- ميـٺا. 71- نول. 72- وگهمل. 73- هرل. 74- هسلا. 75- مين.

**سرَبنگي:** رولو شڪاري آهن. هي حلال ۽ حرام ڪائين ٿا. هنن جو واسطو هندو ڌرم سان آهي.

**سرتاڻ:** ٽري هندو راجپوت آهن.

**سرتيا:** سمن جي ذات آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ رائڌڻ جي پٽ جو نالو سمون هو. جنهن جي هڪڙي پٽ جو نالو "سرت" هو. ان سرت جي اولاد کي "سرتيا" چون ٿا.

**سرپارا:** بروهي قوم جو قبيلو آهي.

**سرپره:** سراواني پلوي آهن، جيڪي شهواڻي پاڙي مان آهن، چون ٿا تہ اصل ۾ هي پٺاڻ آهن. پر هن وقت هي، بروهي تمن ۾ شامل آهن. (بحوالہ: ڪتاب بلوچ قوم کي تاريخ ص 696).

ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 126 موجب هي هڪ گڏيل فوجي دستي تي مشتمل قبيلو هو. جنهن ۾ رند بلوچ، بروهي ۽ پٺاڻ شامل هئا. فوجي پٽڪي ۾ ڪکڙ جو کنڀ لڳائيندا هئا. جن کي سرپره (مٿي تي پر) چوندا هئا. ان بعد هي "سرپره" سڏجڻ لڳا. جن جا خاص پاڙا آهن: آدم زئي، جاڙزئي، شمبزئي، سومارزئي، رودين زئي، مرائي ۽ نوتڪ زئي. مورخ اي - ڊبليو هيوز تاريخ بلوچستان ۾ بروهين مان "سرپره" قبيلي کي "ستين" جي نسل مان ڏيکاري ٿو. (بحوالہ: جنت السنڌ ص 53 فوٽ نوٽ).

**سرجاني:** هڪ بلوچ قبيلو، ڪراچي جي آسپاس رهن ٿا.

**سَرخيل:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي. نواب شاهہ ۽ ٻين هنڌن تي وينل آهن. سنڌي ڳالهائين ٿا.

**سُرخيل:** ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن جي دور ۾ خاصخيلي قبيلي جا ماڻهو "سرخيل" سڏبا هئا. پٺاڻن جي چست خاندان جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "سرخيل" آهي. ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ رهن ٿا.

**سرست:** هندو برهمڻ آهن.

**سرَسوَت:** هندن جي ذات آهي.

**سُرطان:** ترڪي سوڊن نڪرن جي ذات آهي.

**سَرفاڻي:** ڪبارن جو پاڙو آهي (راڄپر)

**سَرفراڻي:** بروهي قوم جو پاڙو آهي.

**سَرڪاڻي:** پيرنگ پٺاڻن جو پاڙو آهي. هي گهوٽڪيءَ ۾ رهن ٿا.

**سَرڪَري:** بگٽي بلوچن جي ماسوري قبيلي مان آهن.

**سَرڪي:** سمن مان آهن، جيڪي ابڙ ۾ اچن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. آدماڻي 2. آڏتاڻي 3. باگاڻي 4. پنجابي 5. حبيباڻي 6. حسناڻي 7. سنڌي 8. فوزاڻي 9. ميواڻي 10. هوتواڻي.

جيڪب آباد، ٺٽي ۽ سيوهڻ ۾ رهن ٿا. هنن جو سردار گهر جيڪب آباد ۾ ڊاڪٽر سهراب سرڪيءَ وارا آهن. پنجاب ۾ رهندڙ "سرڪي" پاڻ کي بلوچ چوائين ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب رانوڙ قوم مان خليفو

جرڪس ۽ ايسر پٽ ڏني جا هئا. جيڪي ٿر جا رهواسي هئا. هي ملتان جي غوث جي تلقين سان مسلمان ٿيا.
جرڪس جي اولاد پاڻ کي ”ڪونڙيا“ ۽ ايسر جي اولاد پاڻ کي ”سرڪي“ سڏايو

**سَرڪي خيل:** افغاني پٺاڻن جو پاڙو آهي. ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ رهن ٿا.

**سَرڪاٺي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سَرڪي:** سماٽ ذات آهي.

**سَرگالي:** مزاري بلوچن جي قبيلي ۽ پاڙي جو نالو آهي، جنهن جا خاص پاڙا جلر (چلر) ۽ سرگالي آهن.

**سَرگاني:** جهنگ پنجاب کان آيل ”سيال“ آهن.

**سَرگاني:** دريشڪ بلوچن جو پاڙو آهي. برمهمند (مهمند) پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ”سرگاني“ آهي.

**سرگاٺي:** مري بلوچن جي غزيني خاندان جو پاڙو آهي، سرگاٺي چون ٿا تہ اسان ”دريشڪ“ آهيون. جسڪاٺي بلوچن ۾ پڻ ”سرگاٺي“ آهن.

**سَرمالهي:** ٿر ۾ برهمڻ ذات آهي.

**سرماٺي:** ڪرمتين جي بگهياڙ شاخ جو هڪ پاڙو.

**سَرماٺي ٻرا:** هي عيسب برفت جي اولاد مان آهن. لسٻيلي ۾ رهن ٿا. دودا، ڏونريا، ٻيروز پوٽا، پوٺا، حسن پوٽا، دريساٺي، ڊگاراٺي، ٻيراٺي، پيراراٺي، رضا محمدياٺي ۽ موتاٺي هنن جا خاص پاڙا آهن. ٻرن جي ٻي شاخ جو نالو ”براهماٺي ٻرا“ آهي.

**سَرمگائي:** ڪوراڙن جو پاڙو آهي.

**سرمورائي (سرموراٺي):** گورچاٺي بلوچن جي پتافي قبيلي مان آهن.

**سَرميندَ:** جمالي بلوچ آهن.

**سَرواني:** بروهين جو قبيلو آهي.

**سَرواڻ:** ٺٽي ضلعي ۾ ڪاري ۾ رهندڙ سماٽي جت آهن.

**سَرواٺي:** مزاري بلوچن جي رستماٺي شاخ جو پاڙو آهي.

**سَرواٺي:** پينگرن جي ذات آهي.

**سروپا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. شيوڪراماٺي هن نک مان اهن.

**سَرور:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سَروري:** مخدوم نوح ۽ مخدوم طالب المولىٰ هالن وارن جا مريد پاڻ کي عقيدت طور ”سروري“ چوائين ٿا.

**سروڻ:** هندو اوڏن جي ذات آهي.

**سَروهِي:** حسني سيد آهن. هنن جا وڏا ڪوه آبو رياست مان لڏي اچي سنڌ ۾ وينا. هنن وٽ هڪ مشهور تلوار هئي. جنهنجو نالو "سروهي" هو. ان نسبت سان هي "سروهي" سڏجن ٿا. اتان جا ماڻهو تلوار کي بہ "سروهي" چون ٿا (بحوالہ: حسن اللغات اردو)

**سرها:** سماٽي ميمڻن جي ذات آهي.

**سُرهاٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سَرهَندِي:** حضرت عمر فاروق رضہ جو اولاد آهن. جيڪي فاروقي. سرهندي ۽ سرهندي پير جي ذات سان سڏجن ٿا. هنن جو مورث اعليٰ امام احمد رباني مجدد الف ثاني هو. جنهنجي اولاد مان ڪجھ ماڻهو هندستان جي شهر سرهند امبالا (پنجاب) ۾ اچي وينا ۽ ويهڻ واري جاءِ جي نسبت سان "سرهندي" سڏجڻ لڳا. انهن مان ڪجھ هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ متيارن. ٽنبو سائينداد ۽ ڪامارو شريف ۾ وينا. جتي "سرهندي پير" سڏجن ٿا.

سنڌ ۾ رهندڙ سرهندي پير ٻارهن واسطن سان امام رباني ۽ چوٽيتاليھہ واسطن سان حضرت عمر فاروق خليفہ الثانيءَ سان ملن ٿا. نموني طور سندن شجرو شجرن واري حصي ۾ ڏسندا.

**سَرهنگ:** نيازي (لوڌي) پٺاڻن جو پاڙو آهي. هن جو اصل وطن بنون ضلعي ۾ سنڌو درياءَ جا ڪنارا آهن.

**سرهي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سُرهياَ:** مديني کان آيل عرب آهن. عرب ملڪن ۾ هنن کي عطار ۽ گانڌي چون ٿا. گانڌي جڙي ٻوٽيون ۽ انهن مان ناهيل شيون وڪڻن ٿا. مثلاً عطر، عنبير، مشڪ، پائوڊر، ڪريم وغيره جن کي عام لفظن ۾ "پنساري" بہ چون ٿا. سنڌ ۾ بہ انهن ساڳيو پيشو اختيار ڪيو. جن کي پراڪرت ٻوليءَ ۾ "سرھ" ۽ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ "سُرَبِ" چيو ويو. جنهن جي سنڌي ۾ معنيٰ خوشبودار آهي. ان خوشبودار شين ۽ سرھ شين جي ناهڻ وارن کي اصطلاحي معنيٰ ۾ "سرهيا" سڏيو ويو. سرهيا اڄ بہ عملي طور انهيءَ پيشي سان وابسطہ آهن. جن کي ذات طور ذات جا "سرهيا" چون ٿا.

سرهين جو وڏو ڏاڏو فريدالدين عطار هو. جيڪو ايران ۾ مدفون ٿيل آهي. هن هڪ ڪتاب پندنامہ (نصيحت نامہ) لکيو هو. جيڪو مدرسن ۾ پڙهايو ويندو هو. ان ڪتاب مان هڪ چوند بيت هتي لکجي ٿو.

**بيت: بادشاها، جرم مارا درگزار، ماگناھ گاريم، تو آمرزگار،**

**تونيڪوکار، وما بدکردئيم، جرم بي انداز، بيحد کردئيم، (عطار)**

عطار جي مثنوي جو نالو "منطق الطير" هو.

**سرهياٽي:** پنگرن جو پاڙو آهي.

**سُريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سُرِيا:** ميراثين، لنگهن ۽ مڱڻهارن جي ذات آهي.

**سريجا:** چاندين جو پاڙو آهي.

**سُريچَڻ:** بوزدار بلوچن جو پاڙو آهي.

**سريرا (سرارا):** مسلمان ۽ هندو آهن. ٻٽرن مان اکريون، روهيون، کرل ۽ ٻيون شيون ناهين ٿا.

**سريوال:** سري+وال سري معنيٰ اتر، وال معنيٰ رهاڪو يعني اترادي، سريوال اتر کان لڏي آيل لغاري بلوچ آهن.

**سُستا:** سماٽ ذات آهي.

**سَسَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سسوديا:** اڏيپور جي راجپوتن جي هڪ قبيلي جو نالو آهي. حاجي محمد هاشم گزدر هن قبيلي مان هو.
(بحوالہ: جنم گذاريم جن سين ص 255)

**سَسي:** رونجهن جي ذات آهي. (سسي)

**سَسَيا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**سَعدپوٽا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سعيت:** ڪرمتين جي شولاڻي شاخ ۽ لٽينگ شاخ جو هڪ پاڙو.

**سعدخاناڻي (سئدخاناڻي):** جتوئي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سعيداڻي:** بگٽي بلوچن جي شمباڻي (ياريازي) شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. هنن کي "رحملاڻي" پڻ چون ٿا. آلڪاڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سعيداڻي" آهي، هي پنهنجي ڏاڏي سعيد خان جي پنيان "سعيداڻي" سڏجن ٿا.

**سعيد پوٽا (سيٽ پوٽا):** جوکين جو هڪ پاڙو.

**سَفرت خيل:** آفريدي پناڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**سَقَا:** عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، پاڻي پيرڻ واري مشڪ. اصطلاحي معنيٰ اٿس، پاڻي پيارڻ وارو. بهشتي، هي ذات جا ملاح، گلال ۽ پنهيار آهن.

**سِڪا:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي سڪو پٽ ابو پٽ موهڻ پٽ سبز پٽ قمر جو اولاد آهن.

**سڪائي:** اڄڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**سَـڪريا :** دلن جو هڪ پاڙو.

**سڪرياڻي (ساڪرياڻي) :** سومرن جو پاڙو آهي. بحوالہ: ڪتاب سومرن جو دور ص 350. گڪڙن (ڪياني مغل) جو پاڙو آهي.

**سڪندر خيل:** آفريدي پٺاڻن جي ڪوڪي خيل قبيلي مان آهن.

**سِـڪٽا :** ميربحر ۽ مهاڻا آهن. بدين ۽ ٺٽي جي ساموندي ڪناري سان رهن ٿا .

**سڪونا :** ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 502 تي لکيل آهي تہ ساسولي، سڪونا ۽ موسا، چامر آري برفت جو اولاد آهن. هن وقت قلات بلوچستان ۾ رهن ٿا .

**سِـڪَ:** راجپوت نسل مان غير مسلم آهن. هنن جي سردار کي خالصا چون ٿا . هي وارڪونہ ڪوڙائيندا آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1- راجپوت، 2- چوهاڻ، 3- شهيد، 4- قلڪيان، 5- اهلو واليا، 6- پنگي، 7- ڪنهيا، 8- رامگڙهيا، 9- فڪيس، 10- سترا شاهي، 11- نرملا.

**سَـڪاڻي:** چاچڙ چنا قبيلي جو پاڙو آهي.

**سَڪرال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي محمد شاهہ جي اولاد مان سڪن (سکن) جو اولاد آهن.

**سڪراڻي:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سُڪريجا** :ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سڪواڻي:** ٽالپرن ۽ جمالين جو پاڙو آهي.

**سُـڪياڻي:** چنن جي ذات آهي.

**سَـڪِـيجا :** مهرن جي ذات آهي.

**سَـڪِـيرا :** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سَـڪيراڻي:** بزدي بلوچن جي ذات آهي.

**سگر:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي سگر پٽ سومر پٽ اسوڏو جو اولاد آهن.

**سُـگَـريا :** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا .

**سگوال:** روڙ جتن جو پاڙو آهي.

**سگهڙَ:** سمن جي ذات آهي. خيرپور ميرس ۾ چند گهر اٿن.

**سگهڙيا :** سگهڙ ذات مان قتل ذات آهي. هي سما آهن.

**سلاٽا:** سرون وجهندڙن جي سماٽ ذات آهي.

**سَلاراٽي:** زرداري جتن جو پاڙو آهي.

**سَلاماٽي:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**سِلاوٽا (سلواٽا):** اصل ۾ مارواڙ جي پوڪران شهر ۽ جيسلمير شهر کان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. شروع ۾ هندو هئا. جن مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن. شروع ۾ اڪرين ناهڻ ڪُنڊين ناهڻ ۽ سنگتراشيءَ جو ڪم ڪندا هئا. حيدرآباد ۾ هن ذات وارن جو پاڙو آهي، جن کي سلاوٽا، سلواٽا ۽ سلاٽا چون ٿا.

**سلجوق:** ترڪ قبيلي جي غز پاڙي مان آهن. هنن سلطان مسعود بن محمود غزنويءَ کي قتل ڪيو هو.

**سلطان:** دَل قبيلي جي لنجا شاخ جو هڪ پاڙو.

**سلطاناڻي:** وسائي پوٽڙا چاندين ۽ لاشارين جي منڌير شاخ جو هڪ پاڙو.

**سلطان اوٺا:** سلطان بن لاکو بن ڪاها جو اولاد آهن. هي سما آهن. (شجره لاءِ ڏسو "اوٺا").

**سلطان پوٽا:** لسبيلي جي ڄاموٽن جو پاڙو آهي.

**سلطان خيل:** آفريدي پٺاڻن جي زخا خيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**سلطان زئي:** غيباڻي چاندين جو پاڙو آهي.

**سلطاني:** پيرگڙي بلوچن جو پاڙو آهي، هي رئيس عليءَ خان جو اولاد آهن.

**سُلڪاڻي:** بڙدي بلوچن جي ذات آهي.

**سُلڪاڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سِلماڻي:** لاشارين جي ذات آهي.

**سَلمن:** کوسن جو پاڙو آهي. هن پاڙي جون مکيہ شاخون آهن: 1- قاناڻي، 2- ملهواڻي، 3- عيساڻي، 4-ميرواڻي، 5- لَلاڻي، 6- چاڪراڻي، 7- الوداڻي، 8- فتحلاڻي، 9- نهالواڻي، 10- جوگياڻي، 11- بليلاڻي.

**سلهريا:** سوم بنسي راجپوت نسل جي راجا سيگل جي اولاد چندر گپت مان آهن. هي بهلول لوڏي جي اثر هيٺ مسلمان ٿيا هئا. هن وقت پاڻ کي منهاس، ناڪر، پٽي ۽ باگڙ (باگڙي) بہ چوائين ٿا.

**سليماناڻي:** ڪرمتين جي راڌا اگاريا شاخ جو هڪ پاڙو.

**سَليمان خيل:** غلزئي ۽ اسپين پٺاڻن جي پاڙن جو نالو آهي. خيبر شنواري پٺاڻن ۾ پڻ "سليمان خيل" پاڙو آهي.

**سليمان زئي:** بگٽي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سليماني**: پٺاڻن جو ٻيو نالو "سليماني" آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ آصف ۽ آفغان ٻہ ڀائرهئا. آصف حضرت سليمان جو وزيراعليٰ ۽ مشير اعليٰ هو ۽ افغان فوجي جرنيل هو. ٻنهي کي حضرت سليمان پائيندو هو. عرب ان ڪري حضرت سليمان جي نالي جي نسبت سان پٺاڻن کي "سليماني" چوندا آهن.

**سَلِيماڻي**: گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**سَلِيماڻي**: کوسن جو پاڙو آهي.

**سما (شمان - شمہ)**: سما لفظ نهايت پراڻو آهي. جيڪو سنڌ جي پراڻي قبيلي لاءِ استعمال ٿئي ٿو. عام چوڻي آهي تہ :

**ٻئيہ گهر سمڪا، تن ۾ ارڙهن تيا آهير.**
**انهن ۾ ٻہ چوڪا تيا چار.**
**سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، پاٽي (پٽي) جيسلمير.**
**تن اتا هون چغدو جنهن جو گادي ءِ (اگڙ) مٿي پير.**

هن چوڻيءَ مان خبر پوي ٿي تہ "سمون" قبيلو نهايت اهميت وارو آهي، جڏهن هي قبيلو وڌيو، ٽڙيو پکڙيو، مختلف گروهن، ذاتين، پاڙن ۽ فرقن ۾ تقسيم ٿيو تہ وري ان کي "سماٽ" چيو ويو. سماٽ جو ذڪر الڳ ڪيل آهي، هتي رڳو سما قبيلي تي ڪجهہ خيالن جو اظهار ڪجي ٿو.

مير شير علي قانع، ڪتاب تحفتہ الڪرام ص 122- 121 ڇاپو 1976ع ۾ لکيو آهي تہ سمن بابت ٽي رايا آهن، پهريون تہ هو ايران جي جمشيد بادشاهہ جو اولاد آهن. هن نظرئي موجب سمن جو شجره هن طرح آهي: ياسخ، جمشيد بادشاه، سام، برت، بلينٽ، پنت، نرت، اوڙ، اوڙر، چاڳر، لاد، جادم (سمن جو ڏاڏو) نرپت، نوتيار، رائڏڻ، سمون ۽ ٻلي.

ٻي راءِ موجب سما عرب جي قريشي قبيلي مان آهن. تاريخ معصوميءَ ۾ پڻ لکيل آهي تہ سما، عرب قريش مان آهن. هن مصنف جي راءِ آهي تہ هي عڪرمہ بن عصام ۽ عطيہ بن ابوجهل جو اولاد آهن. ان راءِ موجب سمن جو شجره هن طرح آهي: عبدالمطلب، ابو لهب، ابو شهم (ابو شام)، عبدالرحمان، حسام الدين، جاڪرو، جادم، هسپت (سمن جو ڏاڏو) سمون جنهن جو اولاد سمان.

آئينہ قديم سنڌ ۾ لکيل آهي تہ حضرت اسماعيل جي نياڻي (بشامہ) مان هڪ پٽ "رعوايل" هو، جنهن کي وري چار پٽ نحت، زراح، مزه ۽ سمہ نالي هئا، سما ان "سمہ" جو اولاد آهن. اها قوم سنڌ، پنجاب، ڪڇ، جيسلمير، جوڌپور ۽ بلوچستان ۾ رهندڙ هئي، جنهن جو ذڪر چچنامہ ۾ پڻ آهي.

ٽئين راءِ موجب "سمان" "سام" جو اولاد آهن ۽ انهن جو واسطو حضرت نوح نبيءَ سان آهي. تحفتہ الڪرام جي مصنف سام جا چار پٽ رام، سنگا. همهر ۽ پاگرت لکيا آهن. جن مان "سما" قوم آهي. عربي تاريخ سبائيڪ ذهب ۾ لکيل آهي تہ "سام" کي پنج پٽ اشور، الام، ارم، لاڏ ۽ افرخشاد هئا. جن مان "سما" آهن.

تاريخ فرشتہ ۽ بين تاريخن جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ "سام" کي 99 پٽ هئا. جن جا ڪجهہ نالا هن طرح هئا. ارفشاد (افخرفشاد)، ڪي، ٽاڏ، ياد، ارم، ڪبتا، آڏ، ڪهتا، سما، اڇوڪا سما. ان سما جو اولاد آهن. مختصرا انهن جو شجره هن طرح آهي تہ: "سام" کي سورهن پٽ هئا. : ٻنڌ. سومرا (سورهہ)، سهتا، ويسر، اونار، آمڙآ، نهدير، ٻور، ڇماڻ، ڇهواڻ، ڏاواڪر، ڏيا، دوهن ۽ ڳاها، ڀڙهار، جانسپار، (جن کي سپا) ۽ ڪوريجا، ٻور مان ٻوربوٽا هئا.

ٻڌ کي سورهن پٽ هئا، جيڪي "رانوڙ" جي لقب سان سڏبا هئا. چون ٿا تہ ڏارا، جرڪ پوٽا، ڪارڻ، ڪوکر، مڪواڻا، منگر، سوڍا، صحرائي، نن، واها پڻ انهن "رانوڙن" مان آهن.

عام راءِ موجب "سمان" هندو راجپوت (چندر ونسي) ۽ (جادو) راجپوت نسل مان آهن. جن جو سلسلو حضرت نوح عليہ اسلام جي پٽ "سام" سان آهي، سام جا ٻہ پٽ سنڌ (ارفخشند) ۽ هند ((اسور) هن سرزمين تي اچي ويٺا. جن جو اولاد سما ۽ راجپوت سما آهن. سنڌ تي نالو بہ ان سام جي پٽ سنڌ جي پٺيان پيو. بعد ۾ هنن جو راڄ "جادم" جو اولاد سڏجڻ لڳو. جنهن مان ڪجهہ ڪڇ ڀڄ جي طرف هليا ويا ۽ باقي سنڌ ۾ آباد ٿي ويٺا. تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو تہ محمود غزنويءَ جي دور حڪومت ۾ ۽ علاوالدين خلجيءَ جي حڪومت دوران سومرن ۽ سمن جي مٿان ظلم ڪيا ويا ۽ انهن جو قتل عام ڪيو ويو. جنهن سبب هي 1320ع ڌاري ڪڇ ڀڄ، گجرات، ڪانياواڙ ۽ لسبيلي جي حصن ۾ ٽڙي پکڙجي ويا. جن مان ڪڇ ۽ سنڌ جي اندر ڄام لاکو بن لاکيار "سمان" خاندان جو سرواڻ ٿيو. سنڌ، گجرات، ڪڇ ۽ ڪانياواڙ جي سمن مان "نر پت" "سما" خاندان جو مورث اعليٰ مقرر ٿيو. ان کان سواءِ ڇوڙا سما، راءِسما، جاڙيجا سما، رانوڙ سما خاندان جا سلسلا شروع ٿيا. جيڪي نجا سما آهن.

ڄام لاکي بہ شاديون ڪيون هيون. جن مان هڪ ٺٽي ضلعي جي ملاحڻ (گندري) هئي. ان وقت جي ماڻهن لاکي جي ملاحڻ زال مان لاکي جي اولاد کي زال جي نسبت سان ملاحن جي ڪُل ۽ اوڙڪ مان تصور ڪيو. ان زال جي اولاد مان "سمون". "سمان" "سميجا" "سما ملاح" "ساريا" "ابڙا" "لاکا" ۽ "انڙ" آهن. جن جي نسلي سلسلي ۽ اولاد کي پڻ اڄ ڏينهن تائين ملاحن جي اوڙڪ جي نسبت ڏني وڃي ٿي.

ٻي زال جو نالو بنڀي چاره هو. جيڪا "راجپوت" نسل مان هئي. ان زال جي اولاد کي خالص سما نسل چيو وڃي ٿو. جيڪي ملاحن جي اوڙڪ مان نہ آهن. المطلب تہ ڄام لاکي بن لاکيار کان اڳ جيڪي بہ سما آهن. اهي نج ۽ خالص سما آهن. سندس گندري زال مان جيڪو بہ نسل پيدا ٿيو آهي. اهي سما تہ آهن پر

ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا. جن کي ”سما ملاحؒ چئجي ٿو. انهيءَ حسبي ۽ نسبي سلسلي کي مدنظر رکندي ڄام لاکي جي سما شاخ جو شجرو (ڏسو اکر ”س“ جي آخر ۾).

1333ع ڌاري سمان خاندان جو باقاعدي بنياد پيو. جن اٽڪل ٻه صديون حڪومت ڪئي. سنڌ ۾ ذاتين جي اڪثريت اڪثر ڪري هن خاندان جي نسل مان آهي، جن جو سرواڻ ڄام جوڻو هو. سما خاندان جي هن شاخ جو حسبي ۽ نسبي شجره (ڏسو اکر ”س“ جي آخر ۾).

ڄام جوڻي جي هن شجره ۾ ڪافي ڳالهيون وضاحت طلب آهن. جهڙوڪ 1- تحفته الڪرام. تاريخ معصومي، جنت السنڌ. قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو، اخبار الوحيد آزاد نمبر جون 1935ع ۽ ٻين ڪتابن ۾ شجره هڪ جهڙا نظر اچن ٿا. ليڪن ڪتاب مڪلي نامه تان نقل ڪيل شجره جهڙوڪ سمن جي سلطنت. تاريخ ضلعو نواب شاهه از ڊاڪٽر محمد لائق زرداري وغيره ناقص ۽ غلطين وارا نظر اچن ٿا.

سنڌ، گجرات، ڪانياواڙ ۽ ڪڇ جي سمن جو ڇڳو مڙس ”نرپٽ“ ٿيو. جنهنجي پيڙهيءَ مان پڻ ”سما“ خاندان جو سلسلو هليو. هي نجا سما خاندان آهي، جن جو مختصر شجرو هن طرح آهي:



لاکو گرڙا (گورارا) ٻہ شاديون هڪ گرائي ذات مان ۽ ٻي ڇاوڙن مان ڪيون هيون. جن مان ڪيس اٺ پٽ هئا. هڪ اندازي موجب اٽڪل 15 لک سما قوم جا ماڻهو سنڌ ۾ رهن ٿا. جيڪي پاڻ کي "سما" سڏائين ٿا. سنڌ جون سڀئي اصلي قومون "سماٽ" تہ آهن. ليڪن اهي سڀ سما (سمان) نہ آهن. سما خاندان ۾ جيڪي قبيلا، پاڙا ۽ ذاتيون شامل آهن، انهن جي مختصر فهرست هيٺ ڏجي ٿي.

## سما قوم جون ذاتيون ۽ پاڙا.

آبڙ. آنا (راهوما _ نهڙي). آترائي (تيبا). آجڙا. آچر. آچرا (ماندائڻ). آچو. آچيا. آدمائي (وڳڻ _سرڪي) آڏتائي (سرڪي). آڍا. آڍائي. آڍيجا. آرادين. آرادينجا. آرائين (پٽا). آرتا. آرهائي (ڏيا). آريپوتا (برهمائي ٻرا). آريجا. آريچا. آريسر. آسرجا. آسمار. آگائي. آگرا (تميا). آڳرا. آگهم (دل). آلڪائي (هوتيپوتا). آمر (نهڙي). آمڙا. آمنائي (پان). آميار آهور _ آهورا. آهو سامند (راڄپر). آيا (نهڙي). ابڙا (سميجا _ انڙ _ راڄپر). ابڙنڌ. ابڙيپوتا. ابڙيپوتا. ابڙيجا. ابڙينگ. اَبو پوتا. ابو پوتا (راڄڙ). ابراهيم پوتا (نهڙي). اٽر. اڄڻ. اڇلاڻ. احمداسي (سنهندڙا). اڏا. اڏيجا. اڏيچا. اڏيرا (ٻرڙا). ارادنجا. ارادڻ. ارباب (دل). ارهب. ارهوتا. اريسر. ازدين (ساند). اسرانو. اعواڻ (جت). اگهم. اگهيم (پليجا). الاپا. الاچي. الائي (ٻرا). الرا (ابڙا). آما (پلي). امينائي (وڳڻ). انڙ. انسائي (مهر). اوپايائي (برهمائي ٻرا). اوتار. اوٺا. اوٺائي. اوٺو. اونوال. اوڍا. اوڍاٺا. اوڍر. اوڍيجا. اوڙائي (ٻرڙا). اوسر. اوسيڙا. اوگام. اوڳاهي. ايري. ايلائي (ماندڙا). ايوب پوٽا (شاهوڪ). بابڙا (ابڙا). بابي. باپرائي. باجرَ. باجيپوتا (نومڙيا). بادين پوتا (ڄاموٽ). بارڻ. باريچا. باقر (دل). باقر پوتا (دل). باڪڙا (ٻرا). باگائي (سرڪي). بانگهوريا (حمرٽي). باهڙ. باهوتا. باهوجا. بچا. بدرائي (سميجا). بدي. بديپوتا (ڏهر). بدينپوتا (دل). بدينڻ (دل). برا. براچ. بران پوتا (ڄاموٽ). براهيم پوتا (موندرا _ باريچا). برباز (حسنائي). برڙ پوتا (باريچا). برفت. برند (جوجا). برَ دودا (برفت). برهمائي (ڏهر). بڪيجا (ابڙا). بڪيرا. بڪرائي. بڪو پوتا. بگا. بگڙا (مهر. بگهڙ (راڄپر). بلها (مهر). بمڻ. بنبال. بنيا (مهر). بنيرا (برفت). بنر. بنگلائي (ڪيهر. لاکا). بوبا. بوبرا. بوبران. بوجا (مهر). بولائي (گائينچا). بهرائي (ماندڙا). ٻهرائي (ٻرا). ٻهريہ. ٻهڻ. بيدي. بنديپوتا. بيسر. بيڪاري. بيگائي (ماندڙا). بيلدار. باٻڙا. بابي. باپر. باپڙائي (برفت). باپڙائي. بارچا. بارڻ. باگهہ (راڄپر). باگهل. بالائي (مهر). بانيڻ (راڄپر). بانڌ. بانگوريا (برفت). بانها. بانهيپوتا. ٻبر. ٻتڙ (ڏهر). ٻتڙي. ٻتڙا. ٻتڙائي. ٻجورا. ٻجوڙا. ٻچڙا. ٻڌ. ٻڌائي. ٻرَ. ٻرَ. ٻرا. براچ. ٻرڙا. برند. ٻريا (رونجها). ٻريد. ٻڪرار (ٻرڙا). ٻگهيا (سميجا _ ابڙا). ٻلالائي (پيا). ٻلها (مگڻهار). ٻنيا. ٻنيائي. ٻنڌاڻ (راڄپر). ٻنگا. ٻور پوتا (رانوڙ). ٻوڙاتيا. ٻوڪ. ٻها. ٻهارا. ٻهاڻ. ٻيليچا. پاتڙا. پارا. پارچ. پان. پانپوتا. پانڙا. پانگر. پانيجا. پاڻ. پاٺا. پاٺوتي. پاٺوجا. پاٺوريا. پاٺون. پاٺيجا. پاوڻ. پائل.

پائيخاناڻي (پيا)، پيرياڻي (ڪورار)، پُٽا (آرائين، سودا)، پٽر، پٽرا، پٽي (ڏهر)، پچا، پچند، پچو، پـَـڏا، پـُرٽ، پرڪيا (راهوما)، پـره، پريا (ڏهر)، پل (نهڙي)، پلاڻي، پلو، پليجا، پم، پماڻي (پاڙها)، پنيا، پنير، پنيرا، پنيڻ (تيبا)، پنيار (نهڙي)، پنسين (ڏهر)، پـُنگ، پنگر، پوپٽاڻي، پوپٽ، پورا پٽا (پٽا)، پوٺا، پيا (رانوڙ)، پيڏا، پيري، پيرياڻي، پيلار (ابڙا)، تاجاڻي (دل)، تاجيا، تارا (بابڙا)، تارڙا، تاٽڪ، تايوجا (ابڙا)، تتوجا (راڄپر)، ترٽا (سهتا)، تڳر، تڳرجا (راڄپر)، تماچي (انڙ)، تنتار، تنوريا، تنيا (ابڙا)، توراڻي (سينها)، توڪا (سهتا)، توڳاچي (راڄڙ)، تونگ، تهباڻي (ڪيهر)، تيلاڻي، تيوٽا (ابڙا)، تارڙ، تاريچا، تاريلا، تاڪريا، تري، ترياڻي (ڪٽا)، تريچو، تريو، تلها، تورا، تهيم، تيبا، تيباڻي، تيرڙ، تانوريا (انڙ)، ٽرٽا، ٽڪودر، ٽڳڙ، ٽـما، ٽـورڙا، ٽونگل (حملاڻي)، شهيجا (برفت)، نيبات، نينا، پاتا (راڄپر)، پاترا، پاتيار، پاپا، پاربيي پوٽا (چاموٽ)، پارو، پارواڻي (سڏايا)، پارياڻي (سڏايا)، پارياهه، پاڙها، پالاري، پانڌا (ابڙا)، پاهر، پاهڙ، پاهي، پبيا، پناڻ (ماندڙا)، پخرار، پرار، پرارا، پرارو (سميجا)، پراڙ (برفت)، پرهاڙ، پريا، پرياڻي (برا)، پـَسايا (نهڙي)، پـُسايا، پـَسريا، پـُسيا، پل، پلهه، پلي (نهڙي)، پليپوٽا، پليجا، پـُنا، پنجابي واتڙا، پنجابي (سرڪي)، پنجوابڙو، پنجوٽا (ابڙا)، پـُنڙ، پـَـنڙا، پنوهار، پنوهر، پنهو، پنهوار، پنهيار، پنيا، پورڙ، پهڙ، پهلاڻي (پاهڙ)، پيچوها (ابڙا)، پيراڻي (مريداڻي برا)، پيرانهي، پيروز (برهماڻي برا)، پيروز پوٽا (گونگا)، جاجهڦجا، جادڻ، جاڙا، جاڙواڻ، جاڙيپوٽا، جاڙيجا، جاڪرا (سميجا، ابڙا، پاڙها)، جاڳا، جاڳرا، جاڳراڻي (سڏايا)، جاڳو، جاڳورا، جاڳر، جاميا، جاناڻي (ڏيا)، جاني، جاوتيا (ميمڻ)، جت، جتري (هڪڙا)، جتڙ، جڌ، جرڪيپوٽا (رانوڙ)، جرواڻ، جعفر پوٽا (شاهوڪ)، جڪرا، جڪراڻي (ڏيا)، جڪريجا، جڪڙ (ابڙا)، جڪڻ (ابڙا)، جڳسي، جڳسرڳا، جڳسين، جماڻي (ڏهر، وڳڻ، ميمڻ، دايا، جوکيا)، جمڙا (راهوما)، جـَنباڻي (پٽا)، جنجاڻي (ڪٽا)، جـُنجهه (دلَ)، جـَـنگا (مهر)، جـُـنگا، جنگاڻي (ڏهر)، جنگراڻي، جوجا، جوڌ، جوراهه، جوکيا (برڙا)، جوڳي (راڄپر)، جوليا، جوٽا (ابڙا)، جوٿو (ابڙ)، جوٿيجا (انڙ)، جوئلا، جويا، (ابڙا)، جويا ابڙا، جهيجا (راڄپر)، جهيرجا (ڪيريا)، جياپوٽا (ڏيپر)، جياند، جيڏا (مهر)، جيسر، جيسراڄا (مهر)، جيسڻ (پاڙها)، جيئندار، جيئنداڻي (چاموٽ)، چارڻ (نهڙي)، چام (برفت)، چاماڻي (سهتا)، چامڙا، چامناڻي، چاموٽ (برفت)، چاٺيرا، چماريا (راهوما)، چينيا، جهالوڪ (تيبا)، جهانجهڻ، جهانجهڦـجا، جهتيال، جهرڙ، جهرڪ، جهلا (گونگا)، جهلاڻي (برڙا)، جـُهلڻ، جهلوجا، جهراڻي (برڙا)، جـهمير، جـهنجهه (رانوڙ)، جهنجهڻ، جهنجهي، جـُهندير، جـُهنديل، جهنرنگ، جهولڻ، جهيجها، چاچڙ، چارڙا، چارڻ، چانگ، چانهيا، چانيهڻ، چاوڙا، چاوٽا، چاهڻ (رانوڙ)، چـُتا (پاڙها)، چدير، چـرا، چـراهه، چريا، چـُغَ، چغدا (انڙ)، چڪرا، چڳدا، چـليا، چماڻي، چنا، چنبڙ، چنجڻ، چنجڻي، چنداڻي (پنگر)، چند، چند پوٽا، چنديا (پان)، چنڙ (مهر)، چنڙا، چنڙيپوٽا (چاموٽ)، چنگ، چنڻ (ڪورار)، چنوجا،

چنيبار (پان)، چنيجا (پان)، چنيسر، چوٽاڻي، چوڏا، چوڌري، چوسر (پاهڙ)، چوهڙا (مهر)، چهاڻ (رانوڙ)، چهواڻ (رانوڙ)، چيتور (مانڌڙا)، چيلاريا، چينا، چاپرا، چارا، چٽا (برفت _ مهر)، چٽاڻي (سهتا)، چچا، چچڻ، چچر (سميجا)، چر (هنگورا)، چڳيربوٽا (گونگا)، چلگري، چناڻي (پان)، چورا، چوري، چينا، حاجاڻي (مانڌڙا، پٽا)، حاجب، حاجي (راڄپر)، حاجيپوٽا، حامند، حامند پوٽا، حب، حبوجا، حبوجا انڙ، حبيباڻي (برڙا)، حدر، حدراڻي (چام)، حَسَنَ (مانڌڙا)، حَسِن، حَسناڻي (گائيچا)، حسڻ پوٽا (چاموٽ)، حسنجو، حسڻ پوٽا (ٻرا)، حصل پوٽا، علواڻي، حماتي (ٻاپڙا، برفت)، حلوائي - چاچڙ حمايتي، حمداڻي، حملاڻي (برفت)، حميراڻي، خاساڻي (شورا)، خاڪاڻي (پيا)، خاڪواڻي (مونڌڙ) خاڪي، خالدي، خان (نهڙي)، خاناڻي (ڪاڪيپوٽا)، خليفا، خورم (مانڌڙا)، خيراڻي (پٽا _ گهنيا)، داد پوٽا، داڙيا، داسڙا، دالا (پان)، داندڻي، دائل پوٽا، دائود پوٽا (شاهوڪ)، دائيٽريٽري، دائيپال، دائيدا (مناهي)، دائيدامڻ، دايا، دبائي، دبر، دبل، دبلا، دبراچ، دتر، (گائينچا)، دراڻي (سڌايا)، دريان، درس، درڪاڻي (سوڍر)، دراوڻ، دري، درياڻي (گهنيا)، دريساڻي (ٻرا)، دريها، دستي، دقڙ (ڪاڪيپوٽا)، دَلَ (ڪاڪا، انڙ، تيبا)، دَلاڻي (لاکا)، دمڙا (ابڙا)، دمهيا (ابڙا)، دنبڙ، دندورا، دنگهيا، دودا (ٻرا _ شاهوڪ)، دوداڻي (ڏهر، پيچوها)، دوريجا (راڄپر)، دوها، دَيدا، ديناراڻي (ٻبرڙا)، دينرجو، (راڄپر)، دينگر (ابڙا)، ڊارا (نهڙي، رانوڙ)، ڊاريجا، ڊانڊا (رانوڙ)، ڊانڊو، ڊانڙا، ڊانڙها، ڊتوراڻي (ٻرا)، ڊر پالي، ڊڪڙ، ڊڳ (ٻرا)، ڊماچ، ڊماچاڻي، ڊمٽاڻي (ٻرا)، ڊميجا، ڊنڊڻ، ڊنگاڻي، ڊنوريپوٽا (ٻرا)، ڊوا، ڊوڙو، ڊوڙو، ڊوڪي، ڊونرا، ڊونريا (ٻرا)، ڊيراجا (مهر)، ڊيرڻ، ڏانگا، ڏانگر، ڏاواڪر (رانوڙ)، ڏاوچ، ڏاهراج، ڏاهرجا، ڏاهري (انڙ)، ڏاهيجا، ڏتا (مهر)، ڏتيا، ڏجا، ڏڏر (حملاڻي، برفت)، ڏرٽ (نهڙي)، ڏڙها، ڏنداڻي، (سڌايا)، ڏنديا (ابڙا)، ڏنگاسي، ڏنگزيرا (دودا)، ڏنگٽا، ڏنگيجا (راڄپر)، ڏنيپوٽا (شاهوڪ)، ڏور، ڏورا (نهڙي)، ڏوگر، ڏوم، ڏومرا، ڏوهٽ (رانوڙ)، ڏهر (ابڙا)، ڏهرناهيا، ڏهريجا، ڏهيسر، ڏيا، ڏينار، ڏيپر، ڏيپارجا (چاموٽ)، ڏيرا، ڏيراجا (ميمڻ)، ڏيريپوٽا (ڪورار)، ڏيسر (نهڙي)، ڏيسرُ، ڏيوڙا، ڍگاراني (ٻرا)، ڍول، رانوڙ، راجا (باجر _ نهڙي)، راجسپوٽا (رانوڙ)، راجڪرا، راڄيپوٽا (دل)، راڄپر(سميجا)، راڄڙ، راڄيزئي (برڙا)، راڏڻ، رامديهه، رام ڏيا، راموجا (مهر)، رانٽا، رانوا، راٺا، راٺي (نهڙي)، راوت، راهپوٽا، راهما، راهمون، راهو، راهوجا، راهوما (ساند)، رائيڏڻ، رَتاڻي (پاهڙ)، رَتَڙ (راڄپر)، رتڙجا، رباڻي (سهنڌڙا)، ربڙ، رحماڻي (برڙا)، رُخناڻي (مهر)، ردي، (پنهيار)، رڏ، رستماڻي (سبايا)، رضا محمدياڻي (ٻرا)، رضائي (پٽا)، رقيا، رُڪ، رڪن، رڪراڻي (سهتا)، رُڪڻ (راڄڙ)، رڪڙا، رمداڻ (دل)، رنگ، رونجها، رونگها، روهڙ (رانوڙ)، روهيلا (ٺميا)، رئيس، رئيسپوٽا (گونگا)، ريبر (مهر)، ريحاڻ، ريحاٽپوٽا (باريچا)، ريلڻ، ريٽي (ٺميا)، زرداري، زَڪريا (ميمڻ)، زنداڻي (پنگر)، زندپور، زنگيپوٽا (باڪڙا)، زنگيجا، زونر (گونگا)، زهراڻي (مانڌڙا)،

ساجدائي (ٻرڙا)، ساڏر (راڄپر)، ساڏرجا (راڄپر)، ساڏيا (راهوما)، ساڏر، سار، سارنگ، ساريا، ساريجا، ساڪري، ساڪ (پاٽ ها)، ساڪرو، ساڪڙا، سامـتيا، سانيرائي،ساند، سانگاهه (ابڙا)، سانگرو، (ابڙا)، سانگري، سانگي (راڄپر، ابڙا، پاهڙ)، سانگهرو، سانوند، سانٹريا، ساهت، ساهتا، ساهرائي (سڏايا)، ساهڙ (نهڙي)، ساهيجا، سبايا، سبايا، سبڙ، سبڙجا، ستوائي (هڪڙا)، سَنيا (ٻرڙا)، سنيار، سُپا، سَپر، سُپڙا، سَپيا، سُپيا، سُپير، سُپيرا، سحاق پوٽا (ٻاڪڙا)، سجائي (مهر)، سخيرا (مهر)، سخيرائي (مهر)، سنڌايا (سميجا)، سنڌوپوٽا (سهتا)، سراجا (ڏهر)، سرتيا، سرفائي (راڄپر)، سرڪي، سروائي (پنگر)، سُرها (ميمڻ)، سرهيائي (پنگر)، سسي (رونجها)، سقا (پنهيار)، سڪيجا (مهر)، سگهڙ، سگهڙيا، سلطان پوٽا، سلطان اوٽا (ڄاموٽ)، سما، سمار (ميمڻ)، سمان، سمائي (لاڙ)، سمتيجا (راڄپر)، سمرا، سمنگ (ابڙا)، سميپوٽا، سميجا، سميٹر، سنپل، سنج، سندا، سنداٹا، سنديلا، سنڌڙ، سنڌي (پاهڙ)، سنگراسي (ڏهر)، سنهاڙا، سنهرا، سَنهڙا (ڪاڪا)، سنيا (ميمڻ)، سنيهڙا، سٹيال، سٹيرا (برفت)، سوايا، سوير، سوجا (ابڙا)، سوڏر (ابڙا)، سوڍا، سوڍائي، سوڍر، سوڍر، سوڍڙا، مورا، مورجا، سولي (برفت)، سولنگي، سومار (ميمڻ)، سومرا، سومرائي، سومرجا (مهر)، سونهٹيرا (حملائي)، سونهيرا (حملائي)، سهارڻ (ڪاڪيپوٽا)، سهتا (رانوڙ)، سهرائي (پنگر)، سهڙ، سَهُڙا، سهسرائي، سُهندڙا، سهيا (راڄڙ)، سهيجا (راڄپر)، سيتوائي (سوڍر)، سينا، سينار (گونگا)، سيٹر، سيدپوري (لاڙ)، سيرجا، سيڪاتيا، سيڪرو (ڄاموٽ)، سيلاڄي، سيلر، سيلرا، سيلريا، سينڌلائي (برفت)، سيٹرا (برفت)، سيهڙ، شادي (ميمڻ)، شاهائي (پتي)، شاهليائي (ٻرڙا)، شاهوڪ (برفت)، شبائي، شبي، شجراهه، شجراءَ، شرائي، شمسائي (ڏهر)، شودا (برفت)، شور (ماندڙا)، شورا (رانوڙ)، شورائي، شهٹا (برفت)، شيرائي، شينا (برفت)، شيش پوٽا، صابوجا (هوتي)، صابوگر، صاحب، صاحبدين (راهوما)، صالحائي (پٽا)، صحبدين (پنيرا)، صحرائي، صدر، صدرائي، صدر پوٽا (باريجا)، صندل (پتي)، صدر دينجا (راڄپر)، صندل (پتي)، صوبي زئي (پٽا)، عابدائي، عاربائي (پنيا، ماندڙا)، عاقوب پوٽا (سورا)، عسائي (پنهيار)، عاليائي/عليائي (ٻُرڙا)، علي پوٽا (ٻاڪڙا)، عمرائي (سڏايا)، عمر پوٽا (باريجا)، عيسائي (پٽا _ تيبا)، عيسبائي (برفت)، عيسر (ميمڻ)، غيبي پوٽا (باريجا)، فاضلائي (ٻرڙا)، فرش، فراش، فريدائي (سڏايا)، فوزائي (سرڪي)، قُرڪارا، قرها، قل، قلائي، قل پوٽا، قل لاڪا، قل ناهيا، قلڻ، قل، قوبگائي (راهو)، قاسمائي (سڏايا)، قدريه پوٽا، قلبائي (ڪٽا)، قمبرائي (ماندڙا)، قيصرپوٽا، ڪابورا، (پنهيار)، ڪابڙ، ڪاتيار (ڪوري، ٻُرا)، ڪانيا، ڪاپڙي (ڏهر)، ڪاڇيلا (برفت)، ڪاخيل، ڪارائي، ڪارائڙو، ڪارايل، ڪاريا، ڪارنائي، ڪارڻ (رانوڙ)، ڪاسوٹا (برفت)، ڪاڪ، ڪاڪا، ڪاڪڙ (سميجا)، ڪاڪڙا، ڪاڪيپوٽا، ڪاڪيجا (سميجا) ڪاڪيجا پوٽا، ڪالَرا، ڪامڙا، ڪانجا (ڏهر)، ڪانخيا، ڪانڌڙا، ڪانڙا (برفت)، ڪانڙيا (برفت)،

ڪانگڙي (پريا). ڪانهہ. ڪانهر. ڪانهڻ. ڪاها. ڪاهڙا. ڪاهي. ڪاهيا. ڪاهيجا. ڪٻر (راڄپر).
ڪٻرا (مهر). ڪترا (ڄاموٽ). ڪتريا. ڪٿائي. ڪٿا (ابڙا). ڪٿار. ڪٿيا. ڪٿپار. ڪٿپال. ڪچڻ.
ڪچمي. ڪچيلا. ڪدنائي. ڪرتيا. ڪرما. ڪلال (ڪنبر). ڪلر. ڪلرجا (تيٻا). ڪلندي. ڪلوا.
ڪلي. ڪليا. ڪليار. ڪماچا (رونجها). ڪماد. ڪمادي (پٽا). ڪمار (تيٻا). ڪماريا (ابڙا).
ڪمانديا. ڪمريجا (ابڙا). ڪميجا (ابڙا). ڪناسرا. ڪنب. ڪنيار. ڪنبر. ڪندر. ڪنڊائي (ٻرا).
ڪنڊيائي (ڪورار). ڪنگريا. ڪوبرا. ڪوبريا. ڪوپر. ڪوتار. ڪودڻ. ڪوڏائي (ابڙا). ڪورار.
ڪورهيائي (پٽا). ڪوري. ڪوريجا. ڪونر. ڪونريجا. ڪوهر پوٽا. ڪهرو (راڄپر). ڪيا (پيا). ڪيرا.
ڪيرڪاهو. ڪيريا. ڪيڪؤ پوٽا (باڪڙا). ڪيهر. ڪيهرچو. ڪاٺوٽ.ڪاٺونيا. ڪاوڙ. ڪاهڙ (نهڙي). ڪاهوڙي
(منگواڻا). ڪٻارا (راڄپر). ڪبرا. ڪٻا. ڪتو. ڪتوجا (راڄپر). ڪنياڻ (پيا). ڪجڙ. ڪدرائي. ڪدر پوٽا. ڪر.
ڪرا. ڪرا. ڪرپار. ڪرهار. ڪريرا. ڪريڙا. ڪڙيرا (برفت). ڪڪپر. ڪڪر. ڪڪرائي (ابڙا). ڪلڪي. ڪماڻ.
ڪماڻ پوٽا. ڪمنڙا. ڪميائي. ڪنيڙا (پٽا). ڪند. ڪنديال (ڏهر). ڪورتائي (پاهڙ). ڪوڏي. ڪور. ڪورا.
ڪورام. ڪورائي (نهڙي). ڪوڙ. ڪوڙا. ڪوڪر (رانوڙ). ڪوڪيجا. ڪونماڻ. ڪهاڙا. ڪهاوڙ (برفت). ڪيبر.
ڪيبرائي. ڪيدائي. ڪيرا. ڪيراتيا (گهنيا). ڪيرنپوٽا (ٻرا). ڪيڙا. ڪيٺا (رونجها). ڪيٺرا (رونجها). گابار.
گابر. گابڙيا. گاپر. گاد (ابڙا). گادڻ. گاگناٽي (مهر). گاگڻ (راڄپر). گام. گائينچا. گاهيچا (برفت).
گٻاٽي. گجريپوٽا (دودا). گجڻ (برفت). گچڙ. گچل. گڏهڙ. گرائي (ابڙا). گرپڻ. گرجي. گريا
(ڄاموٽ). گگا. گلا. گلا. گلال (پنهيار). گمر. گمبرل. گمهي. گن. گنبا. گنجا (برفت). گنجڻ. گنڌير.
گنگا (سوڍا). گوترپل (ڏهر). گوٻانگ. گورڙ. گوگن (دودا). گوليپوٽا. گوندر (برفت مانڊڙا). گوندل.
گونگائي (پيا). گيدائي. ڳاها. (راهوما. رانوڙ). ڳاهوتي. ڳاهيجا. گاهيچا. ڳچڙ. ڳنپير (سميجا).
ڳنڊاهي. ڳوهاٽا (ابڙا). ڳوهاتي. ڳهيل. ڳهيلا. ڳهيلڙا. گهانگها. گهانگهرا (ڏيپر). گهانگهڻ. گهرگائي
(تيٻا). گهريا (راهوما). گهلو. گهلوجا. گهليا (دودا). گهمرا (رانوڙ). گهمرائي. گهنڊيائي (ڏهر). گهنڊير
(ٻرا). گهنيا. گهوٽا. گهوراواري. گهيجا. گهيل. گهيلي. لاٽ (ميمڻ). لاچي. لاڊر (مهر). لاڙ. لاڙڪ
(گائينچا). لاڪا. لاڪاٽا. لاڪاتي. لاڪاتيا. لاڪائي. لاڪڙيجا. لاڪوجا (راڄپر). لاڪيا. لاڪيار. لاڪيپوٽا
(پنهيار). لاڪير. لالائي (برفت_ دل _ برڙا). لالنگ. لاليپوٽا (مهر). لانڊر. لانگاهہ. لٻاٽا. لڏا (شاهوڪ).
لسا. لڪ. لڪا. لڪمير. لڪڻ (لاکا). لنجا. لنجار (لاکا). لنجاري (مهر). لنجائي (پاهڙ). لنگها. لوتيار.
لوٽاري (حملائي). لوڊا. لودرا (مهر). لودي. لوڊر. لوڊي. لوڊيڙا. لورا. لورڙ. لوريا. لولايا. لومڙيا. لونگيا.
لوهاچ. لوهارائي (برفت). لهاچ. لهڻ (انڙ). لهوڪڙا. ليڏا (پان). ليل. ليلا. ليمائي (جوٺيجا). ماتيرا
(مهر). مارائي. مارخيائي (ابڙا). مارفائي (ابڙا). مارفت. مارو پوٽا (مهر). ماري. ماريچ. ماريجا. ماريچا.

ماڪا (مهر)، ماڪراڻي (تميا)، ماڪيا ،راڄپر)، مالا (راڄپر)، مالهو، ماما (راهوما)، مانجهند، مانجوڻا، ماندا، مانداڻي، مانڊرا، مانڊڻ، مانداڻ، مانداڻا، ماندڙا (برفت)، ماندڻ (راڄپر)، مانگيا، ماڻڪ، ماهوڻا، ماهي، مباح (مهر)، مبارڪاڻي (ٻرڙا)، مبيجا (انڙ)، متريجا (مهر)، متلا، متوال، مجيداڻي (ٻنگر)، مجريجا، مجولا، مڇلا، مڇي، محباڻي (پاهڙ)، محرم پوٽا (نهڙي)، محمداڻي (ڏهر)، محمدياڻي (ٻرڙا)، محموداڻي، محمود پوٽا (باريجا)، مڏا، مُرا (نهڙي)، مراداڻي (مهر)، مراڻي (برهماڻي)، مردوئي (برفت)، مرڪ (پاڙها)، مرڪياڻي، مرها، مري پوٽا (ٻرا)، مسڪاڻي، مسڻ، مسواڻي، مسوزئي، مڦڙ، مقصوداڻي، (پيا)، مَڪا (تميا)، مڪواڻا (رانوڙ)، مڪول، مڪريا، مگر، مگريا، مگڻ، مگڻهار، مگڻيپوٽا، مگڻيجا، ملان، فقير (سهتا)، مُلاڻي (ٻرڙا)، ملڻ (سهتا)، مُلڻ، ملڻ فرش، ملوڪاڻي (پيا)، ملهر پوٽا، مليپوٽا، ممر، ممياڻي (تيبا)، مناهجا، مناهوجا، مناهي، مناهيا، مناهيجا، منجا، منجهو (ابڙا)، منداڻي (پيچوها)، مندر، منڊرا، منڊا، منگر، منگراڻا، منگراڻي، منگراڻي (گهنيا)، منگريا، منگسي (ابڙا)، منگلجا، منگش، منگو، منگواڻا (سميجا)، منگر، منگر، منگريا، منگريپوٽا، منهنجا (مهر)، منهند (پالاري)، منياڻي (ڪجارا)، موتيا (پاٽ)، موٽاڻي (ٻرا)، موٽمل، موٽو، موٽيا (باڪڙا)، موجاڻي (راڄپر)، موجيجا (برفت)، مورا، مورڙا، مَوريا، موريجا، موسا (برفت)، موساپوٽا (موندرا)، موساڻي (لاکا)، موساڻي (ٻرڙا _ ٻنگر _ پٽا)، موسيپوٽا (شاهوڪ)، مولهاڻي، موندرا (چاموٽ)، موندراڻي (سينهان)، موندره (برفت)، موهل، موهلا، مهالاڻي (مهر)، مهداڻي (ڪٽا)، مهد پوٽا (قيهر)، مهراڻيپوٽا (سوڍا)، مهريا، مهڙ (انڙ)، مهڙچ، مهزول، مهلاڻي (مهر)، مهندا (برفت)، مهوا (راهوما)، مهوندپوٽا (باڪڙا)، مهيسر، مهيليا، مئا، مئواڻي (ڪوراڙ)، ميان (نهڙي)، ميتلا، ميٺو، ميرانپوٽا (گونگا)، ميراڻي (ٻرڙا)، ميرڻ، ميرٺپوٽا، ميري، ميريپوٽا (ڪيهر)، ميڪڻ، ميمن، ميمڻ، مينگهراجاڻي (پاڙها)، مينوهاڻي (مهر)، نابيا، نارا، نارائي، ناريجا، ناگي، نانگراج، ناواڙا، ناوڙا، ناها، ناهوجا، ناهيا، نخراج، نرهه، نماڻي (موندرا)، نماڻيپوٽا، نميجا، نندا، ننگر، ننگراج، ننگراڄ، ننگري (ٻرڙا)، ننگريجا، ننگوا، ننهجا (مهر)، نڻ (رانوڙ)، نوت (برفت)، نوتيار (باجر)، نوح پوٽا، نول، نومريا، نومڙيا (برفت)، نون، نوناري، نوندڙا، نونڊا، نوهاڻي (لغوري)، نهاڙي، نهڙ، نهڙي، نهڙيا (برفت)، نياڙي (برفت) نيرَ، نيرَ، واڌڙ جا (راڄپر)، واڍيا، واسا، واگها، واگهورا (سوڍا)، واگهوريا، والڙا، والڪڙي، واٽيجا، واهرا (چاموٽ)، واهلا (سهتا)، واهوجا، وڇاڻي (پٽا - ٻرا)، وڌڙيا (راڄپر)، وڌيا، ورايا (ميمڻ)، ورهه، ورهيا، ورياهه، وريهه، وسا، وساڻ (انڙ)، وسائي پوٽا، وسرياڻي (ٻرا)، وسطڙا، وڪا، وڪڙاڻي (ٻرڙا)، وڪيا، وڪيو، وڳڻ (ابڙا)، وگهامل، وگهڙ، وگهڙ، وگهيا، ولها (رانوڙ)، ونجها (مهر)، وندر (سهتا) _ مگڻيجا)، ونديار، ونبير، ونگا (رونجها)، وهريا، وهڙ، وهڙا (وهريا)، وهڙڪيا، وهڙيا، وٿنس، ويڇل (مهر)، ويا، ويرهاڪ، ويرا، ويسر (راڄپر)، ويٿنس، هاٿي، هاٿيپوٽا، هاڙها، هالا (مهر،

نهڙي)، هاليپوٽا، هتر، هتيپوٽو، هٿياڻي، هُجا، هد، هڏا، هڏورا، هربا، هريا (پان)، هُسراڻي (برڙا)، هسڪو (سينها)، هسيجا (مهر)، هشاڻي (سڏايا)، هڪڙا، هگورا، هگورجا، هلايا، هَــلي، هليا، هميي، هموپوٽا، هنگورا، هنگورجا، هنگي پوٽا، هوتي، هوتياڻي، هوتيپوٽا، هيرناڻي (ڏيا)، هيڙها (برفت)، هيلايا (بابڙا)، يوسفاڻي (ميمڻ).

**سَمــاٽ:** سنڌ جي اصلي سنڌي قومن (Son of Soil) جن جي تمدني حالت بلڪل هڪجهڙي آهي، انهن کي مجموعي طرح سان "سماٽ" يا "ڄاموٽ" چيو ويجي ٿو. سماٽ لفظ اصل ۾ سنسڪرت جي لفظ "سماتر" مان ورتل آهي، جنهنجو مفهوم آهي، اصل رهاڪو، جيڪو اشارو ڪري ٿو سنڌ جي سنڌي ماڻهن ڏانهن، جيڪي هن سر زمين جا اصل ڄاوا (سَـمُ) آهن. پوءِ اهي ڄاوا ڇو نـ مسلمان يا غير مسلمان هجن يا ڪنهن بـ قوم يا قبيلي مان هجن. مثال طور جت، ملاح ۽ مهاڻا، ماڇي يا سولنگي، سومرا، راجپوت يا ٻيون سما قبيلي جون قومون ۽ ذاتيون وغيره.

سنڌ صوبي جون حدون تمام وسيع هيـون، جيڪي ديـره غازيخـان ملتـان، ڪـڇ ڀڄ، ڪانيـاواڙ، جهوناڳڙه، سورٺيا، لسٻيلي ۽ ڪڇ مڪران تائين پکڙيل هيُون. انهن حدن جي اندر سنڌي ماڻهو رهندڙ هئا، اهي سبب "سماٽ" سڏجن ٿا. طبعي ۽ تاريخي لاهن چاڙهن، حملن ۽ تباهين، گهرو ۽ قبائلي جهيڙن، روزگار ۽ ڏڪار سبب سنڌ جا ماڻهو هجرت ڪري ڪنهن ٻئي صوبي يا ملڪ ۾ ويا تـ بـ اهي اتي "سماٽ" سڏجن ٿا. سالن بعد انهن جا پونئير وري واپس اچي سنڌ ۾ وينا تـ بـ اهي پاڻ کي "سماٽ" ڪوٺائين ٿا. ڌارين صوبن يا علائقن جا ماڻهو، قبيلا يا ذاتيون جن کي سنڌ ۾ رهندي صديون گذري ويون آهن، اهي بـ چون ٿا تـ اسان "سماٽ" آهيـون، خير! سماٽ اهي ئي آهن، جيڪي بنيادي طور سنڌ جا ڄاوا آهن، جن ۾ صرف سنڌي شامل آهن.

سما قبيلو اصل سنڌ جو قبيلو آهي، جيڪو وڏي اهميت وارو لڳي ٿو. اڳتي هلي جڏهن هي قبيلو وڌيو ۽ ٽڙيو پکڙيو، انهن جي ذاتين، قبيلن ۽ پاڙن جي ورهاست ٿي تڏهن ان سان شامل سڀني جٿن، گروهن کي مجموعي طرح "سماٽ" جو گڏيل نالو ڏنو ويو. جن جي دعويٰ آهي تـ "سماٽ" جا اصلي اسان سرواڻ آهيون، اهڙي دعويٰ ڪندڙن ۾ سنڌ جا اڻڙ سرفهرست آهن.

ڇوٽي:

قُــل مـــنــاهـــي بـــــ ڇـٹـــا انـــڙ اٺاويهــــــ،
ڪـويـــچـــي تـــ ســمــڪـــا گــهـــر لـــيـــهـ،
بـــارهن بـــاري جـــا ڏٽـــي، ارڙهـــن آهـــن آهيـــر،
بـــارهن مـــان بــــ چـــار چنـــد، اٺ ٽيـــا اهـــڙا،
ســنڌ سمـــون، ڪـــاڇي چنـــو، پـــاٽي جيســـلمير،
ڇوٽـــون پـــاٽن چغـدو، جنهـــن جـــو پيڙهـي مٿـي پيـــر.

**سُمار (سومار):** سماٽي ميمڻن جو پاڙو آهي. هي سما آهن.

**سُماراڻي:** چانڊين جي هڪ قبيلي جو نالو آهي. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن:

1- آجباڻي، 2- تاماڻي، 3- ڏيپراڻي، 4- ڪلواڻي، 5- قاسماڻي، 6- عمراڻي ۽ 7- نورياڻي. شاعر عبدالنبي چانڊيو (جاگير نواز غيبي خان) هنن مان هو. مڪراني بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "سماراڻي" آهن.

**سمالاڙي:** جهالاواني پلوي بروهي آهن. هنن جو واسطو شاهي خاندان "احمد زئي" سان آهي، جيڪي حلب عرب کان آيل آهن.

**سمالاڻي:** جتڪ بروهين جو پاڙو آهي.

**سَمان:** سما خاندان جي هڪ ذات آهي. هي سميجا ڪل مان آهن. سميجن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سمان" آهي.

**سمانيا:** ڪياني ۽ سمانيا ايراني نسل جا قبيلا آهن. سمانيہ خاندان نهايت مشهور آهي، جن بخارا تي 130 ورهيہ حڪومت ڪئي هئي (بحوالہ: جنت السنڌ).

**سُماڻي:** سماٽي جتن جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي مرگهر شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**ســماڻي:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سُماڻي:** لاڙن جو پاڙو آهي.

**سمَائر:** ميربحر ۽ ملاح آهن.

**سمبلاڻي:** سراواني بروهين جو پاڙو آهي.

**سَمبهاڻي:** متعلوي/متيَاري سيدن جو پاڙو آهي. هي سمبهو بن عبدالولي بن دين محمد بن شاھ ڪريم بلڙي واري جو اولاد آهن. سمبھ کي چار پٽ عبدالرحمان، عبدالحڪيم، ابوالفتح ۽ بهارو هئا. جن جي اولاد ڏاڏي جي نالي پنيان پاڻ کي "سمبهاڻي" سڏايو.

**سَمتيجا:** راڄپرن جو پاڙو آهي. هي سميجا ڪل مان آهن. هڪ بي لکڻي موجب راجا چندر ونسيءَ جي نسل مان سنڌ جا هندو راجپوت آهن.

**سُمرا:** سمن جي ذات آهي.

**سمراٹ:** هندن جي هڪ ذات جو نالو آهي. ڪتاب وساريل لفظن جي لغت "اسان کي متان وساريو" جو مصنف گنگارام سمراٹ هن ذات مان آهي.

**سَمراڻي:** مري بلوچن جي بجاراڻي شاخ جو پاڙو آهي. ڪن ڪن جاين تي "سومراڻي" بہ سڏجن ٿا. انڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سمراڻي" آهي.

**سُمراڻي:** ڊومڪي بلوچن. لشاري بلوچ. مڪراني بلوچن ۾ چنن جو پاڙو آهي.

**سمساڻي:** ڪرمتين جي هديہ شاخ جو هڪ پاڙو.

**سَمسيو:** ملاحن ۾ مهاڻن جي ذات آهي. ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**سَمعالاڻي:** لاشاري بلوچن جي ذات آهي.

**سمگڻ:** ملاح ۾ مهاڻا آهن. ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**سَملاڻي:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. (بحوالہ: تاريخ بلوچستان) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ "سملاڻي" بروهين جو پاڙو لکيو آهي.

**سِملاڻي:** چانڊين جو پاڙو آهي.

**سمنگ:** لفظ سنسڪرت جي لفظ "سمڪت" تان ورتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، "نوازيل". سمنگ ابڙن جو پاڙو آهي، جن جو واسطو ملاحن ۾ مهاڻن سان آهي، سمنگ ضلعي خيرپور ميرس ۾ سکر جي طرف رهن ٿا.

**سَموَن:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**سَموزئي:** بروهي آهن.

**سمي:** ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ جهينور مهاڻن جي احوال ۾ لکيل آهي تہ "سمي" جهينورن جو پاڙو آهي.

**سميپوتا (سميپوتڙا):** سمن جو پاڙو آهي. هي سميجا ڪل مان آهن.

**سَميجا:** سنڌ ۾ ڪڇ جي سمن مان لاکو بن لاکيار بادشاهہ ٿيو هو. ان جي پيڙهيءَ مان رائڌن بن ڪاڪا هو. رائڌن کي نو پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "سمو" هو، جنهنجي اولاد کي "سميجا" چون ٿا.

مير معصوم شاهہ بکري پنهنجي تاريخي حوالن ۾ ڄاڻايو آهي تہ "سميجا" سماٽ آهن. جي اصطلاحاً ملاح آهن. تاريخ مظهر شاهہ جهاني جو ليکڪ يوسف ميرڪ لکي ٿو تہ "سميجا" قوم جنگجو قوم هئي، جيڪا ان وقت هڪ وڏي "سماٽ" قوم هئي، جنهن ۾ ٻيون بہ ڪافي ذاتيون شامل هيون. جهڙوڪ: ڪيبر، ساند، جوٺيجا، ڪيريا، دل، انڙ، راهپوتا، ٿيبا، بکيجا، پچا، پريا، ڏاهري، اوٺا، پان، لاکير، راڄپر، موڇي، ابڙا، پنهور، ڪوريجا، بريا، ميتر، ساريا وغيره. ان وقت انڙ قوم جون ذاتيون راهو، ڏاهري، ساند، ساريا ۽ ڪيريا، ڏاريجا، راهوجا، سميجا ڪل مان سڏبا هئا، هي سڀ ملاحن ۾ مهاڻن جي ڪل ۾ شمار ٿين ٿا.

سميجا راڄ اڄ بہ سنڌ جي ڪافي حصن ۾ رهي ٿو. ايس - صادق علي جي لکڻ موجب راڄپرن جي پاڙن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "سميجا" آهي، ساڳئي مصنف ڪتاب جي ص 60 کان ص 63 تائين ميربحرن ۾ مهاڻن جا 254 پاڙا لکيا آهن. ص 63 جريان نمبر 214 تي "سميجا" لکيل آهي، يعني هي ملاح ۾ مهاڻا آهن. سميجن جا خاص پاڙا آهن: 1- اوٺا، 2- ٻوڙا، 3- سمان، 4- شينهڻ، 5- گهرياڻي، 6- محمود، 7- ميراڻي،

8- نانگا، 9- ٻگهيا، 10- ٻهڻ، 11- منگوائا، 12- اجا، 13- اجو، 14- پرما، 15- پيـنـئـرا، 16- ٻجـيـر، 17- پاتل، 18- پسـايا، 19- پيـرج، 20- درس، 21- ڏتـا، 22- راهـو، 23- رتـا، 24- رتـن، 25- سـانئرا (سونئرا)، 26- سانگڻ، 27- ساتل، 28- سينهڙا، 29- ساهيا، 30- شيها، 31- طاهر، 32- قاسم، 33- ڪٻر، 34- ڪلو (ڪلا)، 35- ڪنڌر، 36- عيسب، 37- ڪينئرا، 38- گوپا، 39- گوهڙ، 40- ڳاهـيا، 41- ناتـا، 42- ندا، 43- وڪيا، 44- ويڏا. سميجن جو شجرو هن طرح آهي:

**سميجن جو شجرو**




**سميسا:** سميو بن محمد سومري جو اولاد آهن. ٺٽ ۾ رهن ٿا. (پاڙو).

**سَـمِـيئا:** ٺري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**سميـَـڙ:** سمن جي ذات آهي.

**سُنارَ (سونارا):** سون جو ڪم ڪندڙن کي سناريا سونارا چون ٿا. بلوچستان ۽ مڪران ۾ ”سنار“ هڪ ذات آهي، جيڪي سونارڪو، لوهارڪو ۽ واڍڪو ڪم ڪن ٿا.

هندن جي ستن ورنن مان هڪڙي ورن جو نالو ”سونارا“ آهي، جيڪي پڻ ذات جا ”سونارا“ سڏجن ٿا.

**سُناس:** فقيرن جي ذات آهي، هي اڪثر ڪري پولڙا (باندر) پاليندا آهن.

**سَناڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سَنائي سيد:** هي سيد متعلوي (متياري) سيدن جي ميين پوٽا جي هڪ شاخ آهن. جامع شجره لاءِ (ڏسو ”متعلوي“ سيدن جو شجره).

**سنائي سيدن جو شجرو**






**سنبڪ پوٽا:** جاکرن جي همند پاڙي جي هڪ شاخ.

**سَنبڪ زئي:** بروهي قوم جي ذات آهي.

**سَنبلاڻي:** مرزا قليچ بيگ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لکڻ موجب هي مزاري بلوچن جو پاڙو آهي.

**سَنبوال:** سماٽي جت آهن.

**سنپاڻي:** هندن جي ذات آهي. رسالہ آشا جو ليکڪ (1941ع) هن خاندان مان هو.

**سَنپيل:** سمن جو پاڙو آهي.

**سَنتال:** هندن جي هڪ قديم قوم آهي.

**سنپال:** پنجاب کان لڏي آيل سرائي جت آهن. سنڌ ۾ سنپال سڏجن ٿا.

**سنپل:** پرمار هندو آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**سنجا:** ٿر ۾ مينگهواڙ ذات آهي.

**سنجاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سَنجراڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو "سنجراڻي" آهي. لغارين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سنجراڻي" آهي. لعلڻ خان لغاري ڏورن. بيٺن ۽ ڳجهارتن جو سگهڙ هو. هي سنجراڻي هو. جيڪو ذات جو لغاري هو. بحوالہ ڪتاب "ڏور" ص 631 از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.




كتابن ۾ لكيل آهي تہ سراواني سنجراڻي خالص بلوچ آهن. 1911ع ۽ 1931ع واري آدم شماري رپورٽ موجب "سنجراڻي" ميرجتن ۽ جت قوم مان هئا. جن بعد ۾ پاڻ كي بلوچ سڏرايو. هن وقت بہ جتن جي ذاتين ۽ پاڙن تي نظر وجهبي تہ انهن ۾ "سنجراڻي" نظر اچن تا. جتوئيءَ جي هكڙي پٽ جو نالو "سنجر" هو، ان جي اولاد كي پڻ "سنجراڻي" چون تا. بروڙن ۾ پڻ "سنجراڻي" آهن، جيكب آباد طرف رهندڙ آهن. سنجراڻي پاڙي/ ذات جو مورث اعليٰ سنجر خان هو، جنهن جي نالي پنيان "سنجراڻي" سڏجن تا.

راءِ بهادر هتورام لكيو آهي تہ "سنجراڻي" موسياڻي بروهين جو پاڙو آهي. كتاب جنب گذاريم جن سين ص 408 تي لكيل آهي تہ "سنجراڻي" كوسن جي مٿيوال پاڙي جي هڪ شاخ آهن. هي كوئٽڙي تعلقي ۾ رهن تا. لعل بخش خان سنجراڻي هنن جو چڱو مڙس تي گذريو آهي. نوحاڻي بلوچن جي هڪ راڄ جو نالو "سنجراڻي" آهي، جنهن مان شكلاڻي، قاسماڻي ۽ مناڻي پاڙا آهن.

**سنجل خيل:** آفريدي پٺاڻن جي اكاخيل قبيلي جو پاڙو آهي.

**سَنجواڻي:** پٿي ذات جو پاڙو آهي.

**سنجوڳي:** مڙس هڪ ذات مان ۽ زال ٻي ذات مان هجي، ان جي ميلاپ مان جيكو اولاد پيدا ٿئي، ان كي ذات جا "سنجوڳي" چون تا. هي هندو آهن ۽ گدا بہ سڏجن تا.

**سنجوڳي شيخ:** هي نوان مسلمان شيخ آهن، پر سندن عادتون، ريتون رسمون اجا تائين هندن جهڙيون آهن.

**سنجهوجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سنجهيپوتا:** جاکرن جي حُسَنَ پاڙي مان هڪ وراڻي.

**سَنيچ:** سمن جي ذات آهي.

**سنچر:** برهم کترين جي هڪ نکَ جو نالو.

**سَندا:** سمن ۽ پنجاب کان لڏي آيل سرائي جتن جي ذات آهي.

**سنداڻا:** سمن جي ذات آهي.

**سَندراڻي:** ڪتاب تاريخ بلوچستان ص 29 از مولاڻي شيدائي ۾ لکيل آهي تہ "سندراڻي" بگٽي بلوچن جي نوتاڻي شاخ مان آهن. ساڳي طرح جامع سنڌي لغات ۾ پڻ لکيل آهي تہ "سندراڻي" بگٽي قبيلو آهي.

**سُندراڻي:** گورچاڻي بلوچن جي لشاري شاخ مان هڪ پاڙو آهي، جن کي ".سندلاڻي" بہ چون ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بہ هنن کي لشاري شاخ مان لکيو آهي. چانديا هوت بلوچ جو اولاد آهن. هوت کي چار پٽ هئا. انهن مان هڪ پٽ جو نالو مير حسين هو. ان حسين مان "سندراڻي" آهن. جامع سنڌي لغات ۾ جتوئي بلوچن جا 24 پاڙا لکيل آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "سندراڻي" لکيل آهي.

ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب "سندراڻي" رندن جو پاڙو آهي ۽ جتوئين جي شر قبيلي مان پڻ "سندراڻي" آهن. بڙدي ۽ بليدين جي احوالن ۾ لکيل آهي تہ "سندراڻي" بڙدي ۽ بليدي آهن، جنهن جا خاص پاڙا آهن: 1- بابلاڻي 2- بهار خاناڻي، 3- بجاراڻي، 4- زينديڻاڻي، 5- ميولداڻي، ۽ 6- هيسباڻي.

سندراڻي بڙدين جو شجره هن طرح آهي:

هرين بلوچ
|
مير علي
|
زيندي خان
|
سندر خان اولاد سندراڻي

ڪتاب شاهان گوجر ۾ لکيل آهي تہ "سندراڻي" گوندل ذات جو پاڙو آهي.

**سندر زئي:** بارڪ پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**سندزئي:** شيراني افغاني پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**سندواڻي:** ڪتاب بلوچ اور بلوچستان جي ص 116 تي لکيل آهي تہ "سندواڻي" ساجدي بلوچن (جت) جو پاڙو آهي.

**سُندي:** ڪمبوه قبيلي جو پاڙو آهي.

**سنديلا:** سمن جي ذات آهي. هي آبڙ ۾ اچن ٿا.

**سَنڌَڙ:** سمن جي ذات آهي.

**سَنڌلَ:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**سُنڌلاڻي:** ملڪ ڪانيو خان جي پٽ بهدي خان جو اولاد آهن. هي حملاڻي برفت آهن.

**سِنڌو:** راجا ڪرن جو اولاد مان تارڙ ۽ سنڌو آهن. سنڌو جي ٻي شاخ راجا جگديو مان آهي. راجا جگديو کي ٻه پٽ ساهي ۽ سنڌو هئا. جن جي پنيان جدا جدا ذاتين جا نالا پيا. (بحواله: ڪتاب شاهان گوجر) آرائين ۽ ڇهڙن ۾ پڻ "سنڌو" ذات وارا آهن.

**سنڌي:** ڀاهڙن ۽ ڀهوڙن جو پاڙو آهي.

**سنگاساڻي:** چانديا قبيلي جو پاڙو آهي.

**سنگاسي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سنگاٽا:** ڪولاچين جو پاڙو آهي.

**سنگاڻي:** "هرجال" نک مان هندن جي هڪ آکهہ جو نالو هي "دوداڻي" بہ سڏجن ٿا.

**سَنگر:** جدگالن (جتن) جو پاڙو آهي. سنگ فارسي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي : "پٿر" سنگر جي اصطلاحي معنيٰ ٿي، پٿرن تي رهڻ وارا، جبلن ۾ رهڻ وارا. هي جدگالي ايران، بلوچستان، ڪيچ مڪران، لسبيلي ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا. جيڪي انن تي پٿر ۽ ان مان نهيل شيون هڪ جاءِ تان ڪٺي ٻي جاءِ تي پهچائيندا هئا. هن وقت هي سڏريل آهن. رئيس، ڪينگرئي، مهدي زئي، بند ۽ ڪوڙڪ هنن جا پائر ۽ شريڪ آهن.

ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 116 موجب "سنگر" ساجدي (جت) بلوچن جو پاڙو آهي. "سنگر" بلوچي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي مورچو سنڀالڻ وارو.

**سنگراسي:** هن ذات لاءِ ڪافي رايا آهن. جيڪي هن طرح آهن: 1- سما سنگراسي مسلمان آهن. جيڪي ڏهر بن جوجو جو اولاد آهن. هن جي پائرن جا نالا پينسين ۽ پريو هئا. 2- سنگراسي سوڍن جو اولاد آهن. جن مان ڪجهہ مسلمان تہ ڪجهہ هندو آهن. هي ٿر ۾ رهن ٿا. هندو سنگراسي شري ڪرشن جا پوئلڳ آهن. سندن وڏو راڻو سنگر پٽ راڻو ڪينئرو غوث بهاؤالدين ملتاني جي تلقين سان مسلمان ٿيو. 3- پنجاب ڪان آيل سنگراسي نوان مسلمان آهن. هي سرائڪي ۽ ملتاني زبان ڳالهائين ٿا. جيڪي سکر ۽ خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا. هي دهلاري ۽ ميراثي آهن. سنگراسين جا خاص پاڙا آهن. 1. آسريا 2. جکريا 3. چوندا 4. سوڍا 5. ڪٺارا 6 لونديا ۽ 7. لوٺا.

**سَنگراشي:** ٿري ٺڪرن جي ذات آهي.

**سَنگراهه:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سَنگڙاسي:** ٿري راجپوتن جي ذات آهي.

**سنگهڙيال:** جاٽن جي هڪ ذات.

**سنگل:** ميو قبيلي جو پاڙو آهي. هي مسلمان آهن.

**سَنگو خيل:** شنواري پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**سَنگُوري:** مڪران جا رهندڙ بلوچ آهن. زراعت ۽ ماهيگيري ڪن ٿا. اي - ڊبليو هيوگس ڪتاب "دي ڪنٽري آف بلوچستان" ص 163 تي لکي ٿو ته "سنگوري" هڪ گڏيل قبيلو آهي. جنهن ۾ غير بلوچ، بروهي ۽ لس شامل آهن. ڪاري نسل جا بلوچ "سنگور" عورتن جو اولاد آهن. هيوز لکي ٿو ته سنگوري بروهي نسل مان آهن.

**سنگها:** سما ملاح آهن.

**سَنگهار:** ملاح آهن. ٺٽي ضلعي جي ڪاري واري حصي ۾ رهن ٿا.

**سنگهاڙ:** ڪاڇي هندو آهن. سنگهاڙا **(Wates Nuts)** فصل ڪن ٿا. ان ڪري ذات جا "سنگهاڙ" سڏجن ٿا.

**سنگهراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سَنگهڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. خيرپور ميرس طرف وينا آهن. هي اصل ۾ پنجاب ۾ سنگهڙ نئن (ندي) تي رهندا هئا. جنهن نسبت سان ذات جا "سنگهڙ" سڏجڻ لڳا.

**سَنگهي:** چاچڙن جي جڳانند شاخ مان آهن.

**سَنگهيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سَنَليا:** لنگهن جي ذات آهي.

**سنهاڙا:** سمن مان آهن.

**سَنهالي:** هي ٻڌ جا پوڄاري، سيلون (سريلنڪا) جا رهائشي آهن. سندن زبان پالي آهي. ڪراچيءَ ۾ اقليت ۾ رهن ٿا.

**سنهڙا:** سمن مان آهن.

**سُنهڙا:** ڪاڪا ذات وارن جو پاڙو آهي.

**سنهيان:** سومرن جو پاڙو آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**سُنيا:** سماٽي ميمڻن جي ذات آهي.

**سَنياسِي:** سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، تارڪ دنيا، جوڳي، فقير، فقيرن جو ٽولو، آزاد خيال وغيره. هندي ڌرم جي چوٿين آشرم جا پوڄاري. جيڪي پاڻ کي ذات جا سنياسي فقير چوائين ٿا. هي شنڪر اچاريا جا پيروڪار آهن.

**سَنيچا:** هڪ سماٽ ذات آهي. همايون بادشاهه جي لشڪر ۾ شامل هئا. ٺٽ ۾ رهن ٿا. (بحوالہ: جنت السنڌ ص 393).

**سَنيداڻي:** مزاري بلوچن جي رُسمتاڻي شاخ جو پاڙو آهي.

**سَنيهڙا:** سمن جي ذات آهي.

**سُنيهڙا:** غير سماٽ ذات آهي.

**سَٽپال:** پنجاب کان آيل سرائي جٽ آهن.

**سٽِپال:** سمن جي ذات آهي.

**سٽيرا:** ڪوهستان ۾ رهندڙ برفت آهن. صالح محمد جي راڄ جا ماڻهو آهن.

**سَواتي:** اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو آهن. هتان لڏي وڃي وادي سوات ۾ ويٺا. جن پاڻ کي پٺاڻ سڏايو. اصلي پٺاڻ هنن کي هندستاني نسل جا "گدا" چون ٿا. هي سيد جلال بابا جا پيروڪار سني مسلمان آهن. ترلي، ٻاخلي، غيباري، متواري ۽ ممياليِ هنن جا خاص پاڙا آهن.

**سوامي نارائڻ:** هي اڪثر ڪري ڪاسبي ۽ ڪڇي هندو آهن. جيڪي ڪرشن ۽ راڌا جا پوڄاري آهن. لنگ جي بہ پوڄا ڪن ٿا. هنن جا الڳ مندر آهن.

**سواناڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سَواڻي:** گورچاڻي بلوچن جي سوراڻي شاخ مان آهن.

**سوائي:** سمن سهتن ۽ جاڙيجن جو پاڙو آهي. مهرن ۾ پڻ سوائي (متوجا) آهن. هندن ۾ پڻ سوائي آهن. جيڪي اڻوڌ جي سوائي مانسنگھہ بهادر ۽ سوائي مهاراج اڏيراج جو اولاد آهن. هي پاڻ کي سري رامچند جي وڏي پٽ "ڪش" جو اولاد، سورج ونسي ڪُل مان کتري راجپوت، ديويءَ جا پوڄاري چوائين ٿا. ڀڳت آکهہ بہ هنن مان آهي جن جو لقب "سوائي" آهي.

**سوايا:** سمن جو پاڙو آهي.

**سوبدراڻي:** جمالي بلوچ آهن.

**سوبر:** سمن جي ذات آهي.

**سوپار:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري واري علائقي ۾ رهن ٿا

**سوپاٽي:** مگسي بلوچ ۽ عمراڻي رند آهن. راڄپرن ۾ پڻ "سوپاٽي" پاڙو آهي.

**سونڪاٽي:** جتن جو هڪ پاڙو. هي ننڍيار جتن ۾ شامل آهن.

**سَوتار:** ٺري هندن جي ذات آهي.

**سُوتَڙ:** ڪوهستاني سماٽ ذات آهي.

**سُوتَهڙَ:** ٺري هندن جي ذات آهي. هن ذات مان لالجي همٿو جي ۽ راٿو جي ڳجهارتن جا ڏاڍا ماهر هئا.

**سوپار** ڪران ڪان آيل مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

**سوجا:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي سوجو پٽ ڪيتو پٽ مهراڻ جو اولاد آهن.

**سوجا:** هڪ آبڙ ذات آهي. هنن جا چند گهر خيرپور ميرس ۾ آهن.

**سُوجاڻي:** ڪرمتين جي پيئوا ۽ گبول شاخ جو هڪ پاڙو.

**سوچڪ:** ابراهيم زئي پناڻن مان آهن. يوسفزئي هنن مان آهن.

**سود:** جابلو هندن جي ذات آهي، هي بين وٺ ملازمت ڪن ٿا.

**سودازئي:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

**سوداگر:** وڻجارن (ملاح) جي ذات آهي.

**سَودَر:** پراڪرت ٻوليءَ جو لفظ "سدر" سنسڪرت جو لفظ "شودر" مان ورتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي "شڄ صاف ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ تي پنگي، گهڻ ذات وارا هندو. آرين جا چار ورڻ 1- برهمڻ 2- کتري 3- وئش ۽ 4- سودر آهن. سودر انهن مان آهن. هنن کي "شودر" بہ چون ٿا.

**سُودرا:** ٺر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي ذات آهي.

**سَودوزئي:** محمد شهي بروهي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**سُوڏَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سُوڏرَ:** سما آهن. آبڙ ۾ آهن. ٺر ۾ پڻ سوڏر رهن ٿا. جيڪي هندو آهن.

**سوڍا:** هندو کترين جي هڪ نک جو نالو.

**سوڍا:** راجپوت نسل مان هندو پرمار آهن. راجپوتانا اتهاس ۾ لکيل آهي تہ راجپوت بهادر هئا. انهن مان پرمار وڏي نالي وارا هئا. جن مان پڙهيار، سولنڪي ۽ چوهاڻ هئا. انهن پرمارن "ابوءَ" کي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪري ساري هندستان تي قبضو ڪيو. ان وقت پرمارن جون ٽن مان وڏي پنجٽيهہ ساکون ٿيون، جن مان پهرين ۽ مکيہ ساک "سوڍا" هئي.

1226ع ۾ اجين مان سرمار سوڍو سنڌ ۾ اچي پاڻ کي راڻي جو لقب ڏئي عمر ڪوٽ جو حاڪم ٿي وينو. ان بعد راڻا ڏارا هرش سوڍي جي ٽن پٽن مارواڙ کان اچي سڄي ٿر واري علائقي تي قبضو ڪيو. 1355ع ۾ عمر سومري سوڍن کي شڪست ڏيئي سڄي ٿر تي قبضو ڪيو. 1542ع ۾ همايون بادشاهه عمر ڪوٽ جي هڪ راڻي وٽ اچي پناهه ورتي هئي. 1859ع ۾ سوڍن انگريزن جي خلاف فساد ڪيو هو. جنهن تي انگريزن راڻي اڏيسنگهه کي چوڏهن سال ۽ سندس وزير کي ڏهه سال سزا ڏني. جنهن بعد سڄي سنڌ ۾ مشهور ٿيو تہ "سورهہ پٽ سنڌ جا، سوڍا پٽ سنڌ جا".

هڪ شجره موجب ٿر جا سوڍا راڻا هن طرح ٿي گذريا آهن: راڻو آسراءِ، راڻو ڏيوراج، راڻو سڙڪجي، راڻو ڪنگهار جي، راڻو ارجڻجي، راڻو ڀيمجي، راڻو باڪرجي، راڻو گانگوجي، راڻو اکوجي، راڻو ماڻڪ راءِ، راڻو ڏيپار ڏيو، راڻو رام سنگهہ، راڻو وٿويرجي، راڻو رائڌڻجي، راڻو گجسي، راڻو ڪانجي، راڻو رتنجي، راڻو هميرجي، راڻو رڻچوڙجي، راڻو اچل سنگهہ، راڻو جگوجي، راڻو ڪرڻجي، راڻو لاڌوسنگهہ ۽ راڻو اڏيسنگهہ.

سوڍا شو جا پوڄاري آهن، جن جون ڪيتريون ئي ذاتيون آهن. مثلاً اڏا، اکا، پرمار، جسراج وغيره. ٿر جي سوڍن پنهنجا ننگ (ڌيئرون) ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن کي پرڻائي ڏنيون هيون، جيئن راجپوتن مغل بادشاهہ اڪبر ۽ ٻين کي ڏنيون هيون.

ايس - صادق علي جي لکڻ موجب بجيراءِ، ويرم ۽ هندو پٽيءَ جي اولاد مان "سوڍا" آهن، جن کي عام طور "سما" چون ٿا. جن مان تمام گهڻا مسلمان ٿيا آهن ۽ باقي اڄا تائين هندو آهن. انهن سوڍن جون مکيہ شاخون آهن: 1. ڀهپار 2. بجير 3. پٽا 4. پيا 5. جيسر 6. ڪور 7. گجو 8. سنگراسي 9. گنڌير 10. گنگا 11. موڏا 12. مهراڻ پوٽا 13. وگهورا 14. ويسر. راجپوتانا کان آيل ڪترين، سنگراسين ۽ سنڌ جي سومرن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سوڍا" آهي. سوڍن جو شجرو هن طرح آهي:






**سوڍاڻي:** عمراڻي بلوچن جي پاڙي جو نالو آهي. تر ۾ سمن جا ماڻهو رهن ٿا، انهن ۾ پڻ "سوڍاڻي" آهن. ٺٽي ضلعي جي ڪاري واڙي پاڳي ۾ "سوڍاڻي" ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سوڍائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سامونڊي ڪناري سان رهن ٿا.

**سـَوڍر:** سما آهن. هي تر ۾ اڪثريت سان ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ ڇڙوڇڙ رهن ٿا. هن ذات جا خاص پاڙا آهن:1. تيلاڻي، 2. خوشحالاڻي، 3. درڪاڻي، 4. سومراڻي، 5. سيٺواڻي، 6. گاگاڻي، 7. غيباڻي. ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، سوڍرن مان هڪ ڄاتل سڃاتل شخصيت هو.

**سوڍڙ:** سمن جي ذات آهي.

**سوڍڙا:** سما آهن. آبڙ ۾ ٿا اچن. هنن جا ڪجهه گهر خيرپور ميرس ۾ آهن.

**سوڍي:** هندو کترين جو پاڙو آهي.

**سوڍي پوٽا:** جاکرن جي حسڻ پاڙي مان هڪ ننڍو پاڙو.

**سـُورَ (سـُوڙهه):** اگارين (بلوچ) جا پائر آهن. ڪوهستان، لسٻيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. هنن جا سومار پوٽا، ٿهور پوٽا ۽ عاقوب پوٽا پائر آهن. لوڏي پٺاڻن جي هڪڙي شاخ جو نالو پڻ "سور" آهي، جن هندستان تي حڪومت ڪئي (سوري).

**سورا:** سما آهن. هنن کي ڪن ڪن جاين تي "شورا" بہ چون ٿا. ڪوهستان ۾ رهن ٿا. ٺٽي ضلعي ۾ سمنڊ جي ڪناري سان رهندڙ "سورا" ملاح ۽ مهاڻا آهن. محمد شهي بروهين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "سورا" آهي.

**سَـوراڻي:** گورچاڻي بلوچن جو قبيلو آهي. هن قبيلي جون مکيہ شاخون آهن: 1. سواڻي (سوراڻي) 2.موساڻي (موسياڻي)، 3. ميرڪام، 4. هرواڻي.

**سُـوراڻي:** نوحاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**سورائي:** تاريخ سجاول 1984ع موجب "سورائي" ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سورٺيا:** سورٺ برصغير جي هڪ رياست جو نالو هو. نومبر 1947ع ۾ هنن جي شهرن تي هندن ظلم ڪيا. جنهن سبب اتان جا ماڻهو لڏي اچي سنڌ ۾ ويٺا. جن پاڻ کي پنهنجي اصلوڪي وطن جي نسبت سان ذات جا "سورٺيا" سڏايو. انهيءَ لاڳاپي سان ڪراچيءَ جا ميمڻ پاڻ کي "سورٺيا" ۽ ٿر جا پرمار هندو پڻ پاڻ کي "سورٺيا" سڏائين ٿا.

**سورڃا:** سمن جي ذات آهي.

**سورما:** سماٽ ذات آهي، همايون جي لشڪر ۾ شامل هئا. ٿر ۾ رهن ٿا (جنت السنڌ ص 353).

**سورنگال:** گکڙ قبيلي جو پاڙو آهي، مسلمان ڪياني مغلن مان آهن.

**سورو:** محمد شهي بروهين جو پاڙو آهي.

**سَـورَهيا:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**سوري:** صوبي سرحد ۾ سوري لڪ آهي. جتي امير سوريءَ جو اولاد رهندو هو، جن کي سوري لڪ جي نسبت سان "سوري" چون ٿا. سوري لنڊ ۽ پٺاڻ آهن. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا شاهڪار ۾ لکيل آهي تہ سوري افغاني پٺاڻن جي لوڌي خاندان مان آهن، لوڌي خاندان جون ٽي وڏيون شاخون سياني، نيازي ۽ دوتاني آهن، وري سياني شاخ جون وڏيڪ بہ شاخون اسماعيل ۽ پرنگ آهن، اسماعيل وري وڏيڪ ٽن شاخن سور، لوهاني ۽ مهيال ۾ ورهايل آهي. سوري انهن مان آهن. جنجو شجره هن طرح آهي.



**سـُوريجا**: مزاري بلوچن جي سيدائي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**سوري لنڊ**: هي امير سوري لنڊ جو اولاد آهن ۽ گڏيل سڏيل بلوچ آهن. صوبي سرحد ۾ سوري لڪ جي پرسان وينل هئا. جنهن نسبت سان "سوري لنڊ" سـڏجن ٿا. هـنـن جـا خاص پـاڙا آهن: 1. اوراڻي، 2. نينگاڻـي، 3. چـاڪـراڻي، 4. حـيـدراڻـي، 5. دوداڻـي، 6. ڏنـگـاڻي، 7. زريـنـاڻي، 8. صادقـاڻي 9. طالبـاڻي، 10. بـڪـراڻـي، 11. زرياڻي، 12. گرزواڻي، 13. نوحاڻي، 14. گورچاڻي.

**سوسولي**: سماٽ ذات آهي. هي ڄابلو ماڻهو آهن. جن جو واسطو لسبيلي جي "برفتن" سان آهي. سنڌ ۾ بہ رهن ٿا.

**سوفيجي**: برهم کترين جي هڪ نک جو نالو.

**سوڪ زئي**: بابرج پناڻن جو پاڙو آهي.

**سوڪڙا**: پرمار هندن جي ذات آهي.

**سـَورَهيا**: مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**سولجر**: هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سولڪاڻي**: جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سـَولـَنـڪـِي**: هندن جي تاريخ ۽ ذاتين جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ "سولنڪي" هندو ڌرم جي راجپوت نسل مان آهن. جن جي نسبتَ گجرن سان لڳي ٿي. ڏهين صديءَ ۾ اها گجر قوم گجرات جي حاڪم قوم هئي[1] ابوظفر ندويءَ جي لکيل ڪتاب "تاريخ گجرات" مان خبر پوي ٿي تہ سولنڪي اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو هئا. زماني جي لاهن چاڙهن سبب اهي گجرات لڏي ويا ۽ صدين بعد انهن جو نسل واپس اچي سنڌ ۾ آباد ٿيو.

گجرن جون اٽڪل ٻاهٺ (62) ذاتيون آهن. انهن مان هڪڙي ذات جو نالو "چالوڪيا" آهي. ان چالوڪيا جي شاخ مان "سولنڪي" آهن. منگهارام جي لکيل ڪتاب "پراڻو پارڪر" جي اڀياس مان پتو پوي ٿو تہ "سولنڪي" راجپوتن جي سورج ونسي نسل مان آهن. جيڪي اصل ۾ هندو هئا. جن مان ڪافي مسلمان ٿيا اجا ڪجھ ساڳيائي هندو آهن.

راجپوتانا اتهاس ۾ لکيل آهي تہ پرمار هندن مان سوڍا آهن. انهن سوڍن جي هڪ نک جو نالو "سولنڪي" آهي. جيڪي نهايت بهادر آهن. مينگهواڙ هندن جي نسل تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ "سولنڪي" مينگهواڙن جو هڪ مکيہ پاڙو آهي. محمد بن قاسم جي اچڻ وقت ماٿڪ تارا رياست جو حاڪم جيسر ولد ججہ سولنڪي هو. هن رياست جو وجود ناصرالدين قباچہ جي زماني تائين هو. انهن سولنڪين دين اسلام قبول ڪري محمد بن قاسم جو ساٿ ڏنو. ان بعد هي "سولنگي" سڏجن ٿا. ان وقت سولنڪي قوم

---

[1] گجرات جا حاڪم مولراج سولنڪي ۽ ڪمار پال سولنگي هئا.

حاڪم، بهادر ۽ عزت واري هئي. ان ڪري ٻيون قومون ان جو اثر قبول ڪري ان ۾ داخل ٿيڻ لڳيون. مثال طور ماڇي، شڪاري، ملاح، شيخ وغيره . اهي سڀ پاڻ کي "سولنڪي" ڪوٺائڻ لڳا.

سولنڪيءَ جو تلفظ بار بار دهرائڻ ڪري ۽ زباني گردان سبب سولنڪيءَ مان ڦري "سولنگي" ٿي پيو. جنهن بعد اهي سولنڪي سڄي سنڌ ۾ "سولنگي" سڏجن ٿا. ڪتاب شاهان گوجر ص 162، گوجر اڪيڊمي لاهور لکيو آهي تہ "سولنگي" آسون گوجر جو اولاد آهن. سورت وارا گوجر اڄ بہ پاڻ کي "سولنگي" چوائين ٿا. ص 163 سولنگي گوجر حڪمران هئا. جن پنهنجي دور ۾ ڪانيا واڙ جو نالو تبديل ڪري "گجرات" رکيو. گجرات ۾ جاين تي لکيل ڪتبن تي سولنگي گوجر لکيل آهي. گجراتي قصن ۽ ڪهاڻين ۾ پڻ سولنگي گوجر چيو ويو آهي.

**سولنگي:** راجپوت نسل مان هڪ سماٽ ذات آهي. جيڪا قوم جي صورت اختيار ڪري چڪي آهي. هن ۾ ٻيون بہ ڪافي ذاتيون شامل ٿيل آهن. جيڪي پڻ پاڻ کي "سولنگي" چوائين ٿا. جن مان خاص ذاتيون ماڇي، مهاڻا، شڪاري ۽ شيخ آهن. وڌيڪ معلومات لاءِ ڏسو لفظ (ذات) "سولنڪي".

**سُوانگي:** سمن جو پاڙو آهي.

**سوم:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي پڻ اسوڌو جو اولاد آهن.

**سُومارَ:** سما ميمڻن ۽ گجو قبيلي جو پاڙو آهي.

**سوماراڻي:** ڪرمتين جي پيُوا، زنگياڻي، لجيرا، مهيري، ٻاڻوٽ ۽ جانوري شاخن مان هڪ پاڙو.

**سوماريوٽا:** اگاريا بلوچن جو پاڙو آهي. سور، ٿهور پوٽا ۽ عاقوب پوٽا هنن جا پاڙا آهن. هي لسٻيلي جي طرف رهن ٿا. لسٻيلي جي ڄاموٽن جو پڻ "سومار پوٽا" پاڙو آهي. هي سماٽ ۾ شامل آهن.

**سومارزئي:** ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 105 موجب سومار زئي ميرواڻي بروهين جو پاڙو آهن. جن جو مورث اعليٰ سومار خان هو. ساڳي ڪتاب جي ص 127 موجب "سومارزئي" سرپره قبيلي جو پاڙو آهي. جن جو واسطو افغان پناڻن سان آهي.

**سومالاڙي:** جهالاواني پلوي بروهي آهن. هنري پاٽنجر ڪتاب سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر ۾ هنن کي "سوملاري" لکيو آهي. جو شايد ترجمہ ڪرڻ واري ائين لکيو آهي. جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي تہ "سومالاڙي" بلوچ قبيلو آهي. منهنجي تحقيق موجب هي بلوچ نہ پر بروهي آهن.

**سومرا:** سنڌ جي هڪ اهم قديم قوم آهي. سومرا لفظ سومر +را جو مرڪب آهي. سومر، سنسڪرت جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، چنڊ، قمر، ماهتاب. ۽ را فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي لاءِ. اصطلاحي معنيٰ ٿي چنڊ جا پوڄاري. هي سنڌ ۾ ٿانيسر جي جاءِ تي سومر جي ڏينهن پوڄا ڪندا هئا ۽ ميلو لڳائيندا هئا. چنڊ جي پوڄا ۽ سومر جي ڏينهن ملهائڻ جي وجهہ تسميہ سبب هي قوم جا "سومرا" سڏجڻ لڳا.

سومرا هڪ اهم قوم هئڻ جي باوجود اجا تائين تاريخي پردن ۾ ويڙهيل ۽ ور ڇڙهيل آهي. ڪي مورخ هنن کي عرب لکن ٿا تہ ڪي هنن کي خالص هندو نسل مان چون ٿا. ڪن جي راءِ آهي تہ هي سنڌ جا سما ۽ سمات آهن. سومرن جا نالا، ذاتيون ۽ پاڙا عربن، هندن ۽ سمات ذاتين ۽ نالن جهڙا لڳن ٿا. ڪافي ليکڪن ۽ محققن تاريخي حوالا ڏيئي هڪ ٻئي تي ڇوهہ ڇنڊيا آهن. ليڪن نتيجو ساڳيو ئي ملي ٿو تہ ڪي چون ٿا تہ سومرا هندو نسل مان آهن تہ ڪن جي راءِ آهي تہ هي عرب کان آيل آهن. انهيءَ پس منظر ۾ ڪن تاريخ نويسن جا تحقيقاتي رايا پيش ڪجن ٿا.

0 تاريخ معصوميءَ جو مصنف مير محمد معصوم بکري لکي ٿو تہ سلطان عبدالرشيد جي زماني (441 هہ 444 هہ) ۾ "سومره" نالي هڪ شخص هو. جنهن کي ٿريءَ جي شهر جو تخت نشين ڪيو ويو ۽ ان کي "پونگر" نالي هڪ پٽ هو. ان سومره مان "سومرا" سڏجن ٿا.

0 تاريخ طاهريءَ جي مصنف مير طاهر نسياني سومرن کي هندو قبيلي ۽ هندو مذهب وارو لکيو آهي.

0 عرب مورخ ابن بطوطہ پنهنجي سفرنامہ ۾ جناني شهر جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ هن شهر ۾ "سومرا" قوم جا ماڻهو رهن ٿا. جيڪي قديم زماني کان هتي موجود آهن. هنن جا وڏا بہ هتي رهندا هئا.

0 هڪ ڪتابي حوالي موجب سومرا اصل سنڌ جا سنڌي آهن. واپار سانگي سامره شهر ۾ وڃي وينا. سالن بعد موٽي اچي سنڌ وسايائون. جنهن ڪري سنڌ جا ماڻهو ڪين "سامره ۽ سومرا" سڏڻ لڳا.

0 مولوي نجم الغني پنهنجي لکيل تاريخ "وقائع راجستان" ۾ لکي ٿو تہ "سومرا" سورج بنسي ڪل مان پرمار راجپوت جي خاندان امره سومره مان آهن. جيڪي بعد ۾ مسلمان ٿيا آهن.

0 تاريخ جنت السنڌ جو ليکڪ محترم رحيمداد مولائي شيدائي لکي ٿو تہ: سومرا سنڌ جا پرمار هندو راجپوت نسل مان آهن.

0 سام بن نوح نبيءَ کي 16 پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "سومرو" هو. سومرا ان مان آهن.

0 پيرو مهرمل چند آڏواڻي، ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ ڄاڻائي ٿو تہ سومرا اصل ۾ هندو راجپوت نسل مان آهن.

0 شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ڪتاب قديم سنڌ ان جا شهر ۽ ماڻهوءَ ۾ لکي ٿو تہ سومرا هندو راجپوتن مان آهن.

0 اميد علي ڪريم بخش ڪتاب گجراتي اتساهہ ۾ لکيو آهي تہ سومرا اصل ۾ هندو راجپوت نسل مان آهن.

0 ڪتاب راس مالا ۾ لکيل آهي تہ سومرا، هندو راجپوتن مان آهن. جيڪي علاوءَ الدين خلجي جي فتح بعد مسلمان ٿيا (1125ع).

0 سيد سليمان ندوي پنهنجي ڪتاب عرب و هند ڪي تعلقات ۾ لکيو آهي تہ سومرا اصل ۾ سنڌ جي راجپوت ذات آهي.

0 هريجن رائچند تاريخ ريگستان ۽ ڪتاب ڪانياواڙ سرو سنگراءِ ۾ ڄاڻايو آهي تہ سومرا اصل ۾ سنڌ جي راجپوت ذات آهي.

0 "يو ون راج ونسا ولي" جوڌپور جي اتساهي ڪتاب ۾ سومرن کي هندو راجپوت لکيو آهي.

0 ڪتاب فرشتہ جي مصنف جي راءِ آهي تہ "سومرا" پرمار راجپوت آهن.

0 ڪتاب پراڻو پارڪر جي مصنف منگهارام اوجها سومرن کي پرمار راجپوت سڏيو آهي. هن پرمارن جا ڪافي پاڙا لکيا آهن. جن مان هڪ مکيہ پاڙو "سومرا" آهي.

0 ڪتاب دائره معارف اسلام ص 97 تي لکيل آهي تہ سومرا راجپوت آهن. جيڪي سمره راجپوت جو اولاد آهن يا سمره لفظ ڦري "سومرا" ٿيو آهي.

0 حضرت نوح جي پٽ سام جي پٽ ٻڌ (ٻڌا) کي سورهن پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "سومره" هو. جن جو اولاد سومرا سڏجي ٿو.

0 ندوي ابوظفر تاريخ گجرات دهلي ۽ ندوة الصنفين سال 1958ع ۾ سومرن کي سنڌ جا پرمار راجپوت لکيو آهي.

0 نارائڻ وشنجي 1929ع ۾ ڪتاب "ڪڇ نوڪسيري دودو الي چنيسر" گجراتي ص 12 تي لکي ٿو تہ "سومرا" اصل چندر ونسي هئا.

0 محترم جي - ايم سيد. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ سومرن کي پرمار شاهي خاندان مان نو مسلم قوم سڏيو آهي.

0 تاريخ سنڌ جي مصنف عبدالغني عبدالله لکيو آهي تہ "سومرا" قديم وقت کان سنڌ جا رهاڪو آهن. جيڪي عربي نسل جا نہ آهن.

0 ڪڇي قوم ۾ ڪافي ذاتيون شامل آهن. جن مان هڪڙي ذات "سومرا" آهي.

0 يورپي مورخن سومرن کي نہ مسلم راجپوت نسل مان ڏيکاريو آهي. ايلٽ صاحب **History of India** ۾ لکيو آهي تہ سومرا هندو راجپوت نسل مان آهن.

0 جي. ايبٽ. ڪتاب سنڌ ۽ا ن جا ماڻهو ۾ سومرن کي اصل هندو راجپوت لکيو آهي. جيڪي پوءِ قرمطي ٿيا ۽ ننهن کان پوءِ شيخ بهاءَ الدين ذڪريا ملتاني جي روحاني فيض سان سچا مسلمان ٿيا.

0 ڪرنل ٽاڊ. ڪتاب راجستان ۾ سومرن کي پرمار راجپوت لکيو آهي. سندس چوڻ آهي تہ سومرا. سوڍا قبيلي جي عمره ۽ سمره شاخ مان آهن.

0 ميجر جنرل هيگ پنهنجي ڪتاب انڊس ڊيلٽا ڪنٽريءَ ۾ لکيو آهي تہ سومرا اصل ۾ هندو راجپوت هئا ۽ پوءِ مسلمان ٿيا.

0 مسٽر اوبراڻن سومرن کي راجپوت نسل مان لکي ٿو.

0 سنڌ گزيٽيئر، بمبئي پريزيڊنسي گزيٽيئر جلد نمبر 7، ڪمبرج هسٽري آف انڊيا جلد نمبر 3 ۾ صاف صاف لکيل آهي ته سومرا اصل ۾ هندو راجپوت هئا، جي بعد ۾ مسلمان ٿيا آهن.

0 ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته سومرا اصل ۾ اسماعيلي هئا، جيڪي بعد ۾ سهروردي بزرگن جي تبليغ سبب سني مذهب ۾ داخل ٿيا.

0 عام ڪتابن ۾ لکيل آهي ته سنڌ جا سومرا هندن جي پرمار نسل مان آهن. پرمارن جا وڏا مالوه تي حڪومت ڪندا هئا. منجهائن منج ۽ ڀوج راجا سومرا هئا. جن ڪان چوهاڻن 12 صديءَ ۾ حڪومت ڦري.

0 مغلن جي دور ۾ (سما) سيوهڻ جو راجا، راجا چلديو (صلديو) قوم جو هندو راجپوت سومرو هو. (بحواله ڪتاب جنت السنڌ). ان ڪان سواءِ ٻيا ڪافي اهڙا مفڪر ۽ تاريخ نويس آهن، جن جي راءِ آهي ته "سومرا" عرب نسل مان آهن. اهڙن مفڪرن جا ڪجهه رايا هن طرح آهن:

0 ڪتاب بيگلارنامہ جو مصنف امير سيد قاسم خان جي لکڻ مان ظاهر ٿئي ٿو ته "سومرا" عربي نسل مان آهن. جو هن سندن ڳاديءَ جو هنڌ "محمد تور" لکيو آهي، جيڪو عربي لفظ آهي.

0 ڪتاب تحفته الڪرام جو مصنف مير شير علي قانع ٺٽوي "سومرا" قوم کي سامره جي عربن مان لکيو آهي . ص 363 تي لکيل آهي ته سيد علي بن عباس سان گڏ سامره جا رهاڪو سؤ عرب گڏجي آيا هئا، جيڪي اچي لکي شهر ۾ ويٺا، سومرن جا وڏا اهي عرب هئا.

0 جديد مورخن جو خيال آهي ته سومري بادشاهه عرب قبيلي جي هڪ صاد جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي ۽ پوءِ مسلمان ٿيا، ان رشتي جي نسبت سان ماڻهو راءِ رکن ٿا ته سومرا عرب آهن.

0 مولوي عبدالرحيم جي لکيل ڪتاب "گلزار سنڌ" جي اڀياس مان خبر پوي ٿي ته "سومرا" حضرت علي جي نسل مان "علوي" آهن.

0 مولوي عبدالله شائق ڪتاب "دولت علويہ" 1929ع ۾ لکيو هو، جنهن ۾ هن صاحب سومرن کي حضرت عليءَ جو اولاد "علوي" ڪري لکيو آهي.

0 ابو مصطفيٰ ڪمال سومرا قوم کي يثرب يعني مديني ۾ رهندڙ بني سمرا قبيلي مان ڄاڻايو آهي، ان قبيلو جو سردار "سومره بن جنب" پاڻ سڳورن جو اصحابي هو. هن قبيلي جا ماڻهو محمد بن قاسم سان سنڌ ۾ آيا هئا، جن پاڻ کي "سومرا" سڏايو.

0 مرحوم فيض محمد (چاچو پاڪستاني) جي لکڻين مان معلوم ٿئي ٿو ته سومرا بني تميم قبيلي مان آهن، جيڪي "سامره" شهر مان لڏي اچي سنڌ ۾ ويٺا.

0 ڪن جي راءِ آهي ته سومرا بابل جي "سميرين" مان آهن.

0 مهراڻ رسالہ جلد نمبر 28 نمبر 4 - 3 سال 1979ع ص 212 تي مير محمد بخش ٽالپر لکيو آهي تہ سومرا عرب جا قريشي آهن. جن جو واسطو بنو سومره قريشي قبيلي سان آهي، جن جو شجره هن طرح آهي:




**بصره ۾ هڪڙي محلہ جو نالو "سومره" آهي.**

مٿين تحقيقاتي حوالن ڪان سواءِ چچ نامہ ڪتاب سمات. ڪتاب سنڌ جون چند ذاتيون. ڪتاب سنڌ از ڊاڪٽر لمبرڪ. سنڌ جي سومرا قوم از قريشي حامد علي خانائي رسالو مهراڻ جلد نمبر 23 نمبر 1 سال 1974ع. سومرا قوم جو حسب نسب از مير محمد بخش خان ٽالپر رسالو مهراڻ جلد نمبر 28 نمبر 3 - 4 سال 1979ع. اخبار خادم وطن 19 جولاءِ 1997ع ۾ ڇپيل مضمون تاريخ جو حل طلب سوال از وزير علي سومرو. اخبار بختور 28 اپريل 1998ع ۾ ڇپيل مضمون "سومرا عرب نہ آهن. پر سنڌي آهن" ۽ ٻيا ڪافي ڪتاب اپياس هيٺ آيا. جن ۾ هڪ ٻئي تي ڇوهہ چنڊڻ ۽ هڪ ٻئي جا حوالا ۽ بيان نظر اچڻ لڳا. رڳو حرفن جي صنعتگيري ۽ پنهنجو پاڻ کي محقق مڃائڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. ڪا بہ اهڙي ڪسوٽي يا پرک نہ آهي، جنهن مان خبر پوي تہ "سومرا" سنڌ جا سمات آهن يا عرب ملڪ مان آيل عرب آهن. رڳو رايا ۽ مفروضا نظر اچن ٿا.

منهنجي تحقيق موجب "سومرا" اصل ۾ پرمار راجپوت هئا، جن کي سوڍا سومرا بہ چوندا هئا. هي سن 1300ع ۾ محمود بيگڙي مسلمان جي ڪاهن جي سبب ايمان آڻي مسلمان ٿيا. جن سوڍن کان 1355ع ۾ حڪومت حاصل ڪئي ۽ سنڌ تي ساڍا ٽي سو سال حڪومت ڪئي. جن جا ڪل 36 حڪمران ٿي گذريا آهن. سندن شجرو سامره، سومره ۽ پونگر کان شروع ٿئي ٿو.

محمود غزنوي، عبدالرزاق خان ۽ علاوالدين خلجي جي حملن سومرن جي اوج کي ختم ڪري ڇڏيو. سومرا قوم يا ذات جي بجاءِ پاڻ کي پيشور ذات جهڙوڪ ڍکڻ، واڍا، ڌوبي، رنگريز، ڪٽي، ڪنهياٽي وغيره سان سڏائڻ لڳا تہ جيئن سندن جان بخشي ٿي سگهي. سنڌ جا ڇتا، ڪهاوڙ ۽ صابرا بہ اصل ۾ سومرا آهن. مگريا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سُومرا" آهي. جن جو شجرو هن طرح آهي.

**چانرو مگريو**

|

ڏوڏو

|

مانڌل

|

اسوڏو

|

جهندو

|

مـــهاجڙ

|

سومرو

|

اولاد سومرا هي بہ ٿر ۾ رهن ٿا.

سومرن جا خاص پاڙا ۽ ذاتيون هن طرح آهن:

1- اوستا، 2- بوجا (بجا)، 3- ٻبراڻي، 4- ٻياڻي، 5- پنجاڻي، 6- جعفراڻي، 7- جمراڻي، 8- جساڻي، 9- جوٽيا، 10- جوکيا، 11- جوٺيجاڻي، 12- چاڪي، 13- ڇتاڻي، 14- ڇوڏاور، 15 - هياتاڻي، 16- خفيپوٽا، 17- دوداڻي، 18- دوديپوٽا، 19- ڌوبي، 20- ڌڪڙ، 21- ڏاگها (داگا)، 22- ڏنور، 23- ڏيٽا، 24- ڍکڻ، 25- ڍڪڙ، 26- ڍڪڻ، 27- ساڪروئي، 28- سامٽيا، 29- سانوند، 30- سٽيا، 31- سپيا، 32- سوڍا، 33- شيخ جاپوٽا، 34- صابرا، 35- طائي پوٽا، 36- عمرپوٽا، 37- عناياتاڻي، 38- ڪاڪڙ، 39- ڪچيلا، 40- ڪلهيا، 41- ڪنديپوٽا، 42- ڪوري، 43- کتو، 44- ڪٽي، 45- ڪنپاڻي، 46- رنگريز، 47- گلاهي، 48- ڳن، 49- لاڪوڙيا، 50- لاڪا، 51- لنبر، 52- متوپوٽا، 53- متو، 54- مرڪنبا، 55- مستاڻي، 56- موندرا، 57- نيروڻي، 58- واڍا، 59- وردلي، 60- هاليپوٽا، 61- همون

(همون پوٽا)، 62- همير، 63- هيسباڻي، 64- نورنگ پوٽا، 65- نورنگ زادا، 66- ريهاڻ پوٽا، 67- طائي، 68- متوئي، 69- کينٽرا، 70- خفيف، 71- پين، 72- پينٽان، 73- پيٺاڻي، 74- جيٺا، 75- جکري، 76- جکرا (جاکرا)، 77- ريحاڻ پوٽڙا (ريهاڻ پوٽڙا)، 78- لڏا، 79- سکرياڻي (ساکرياڻي)، 80- گاگناڻي، 81- محمد پوٽڙا، 82- عيساڻي، 83- سٺهيان، 84- آسو، 85- سميسا، 86- مرکندا، 87- ساجناڻي، 88- جيٺا، 89- جيئي پوٽا، 90- پٺياڻي، 91- رکن، 92- رکناڻي، 93- رائيناڻي، 94- ابڙا، 95- لڏا، 96- ميرٺاڻي، 97- قياساڻي، 98- مرزاڻي، 99- هولياڻي (هولاڻي)، 100- گورجاڻي، 101- روا، 102- کيبتا، 103- پارا، 104- مرکڻ، 105- ننگرپوتا، 106- ربو، 107-موجا، 108- عمراني، 109- حماد، 110- فراس، 111- شجاع، 112- ٿهيم، 113- خيراڻي، 114- باگهل، 115- ساٽاڻي، 116- حسٺاڻي، 117- دوداڻي، 118- پڙپوتا، 119- ڪلا، 120- رتڙ، 121- پورگر، 122- مرکنڊ ۽ 123- چورا.

سما قوم جي داستان مان خبر پوي ٿي تہ رائيدن جي پٽ جو نالو سمون هو، انجي اولاد مان "سومرا" آهن. جيڪي سما آهن، ٻي روايت موجب پلي جي اولاد مان "سومرا" آهن.







**سومره کي اولاد ڪونہ هو، پر هنجي ماٺهن پاڻ کي ذات جا سومرا سڏايو.**

**سومراڻي:** انيڙن، سمن، سوڍن، پٽين ۽ چهڙن جي پاڙي ۽ ذات جو نالو آهي. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي تہ "سومراڻي" جتڪ بروهين جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي زنگياڻي تمن مان پڻ هڪ پاڙ.

**سومراهہ:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سومرجا:** مهرن جي ذات آهي.

**سومٺيا:** هندو لهاڻن ۽ ڀهرناڻين جي هڪ نک جہ!!

**سونارا:** سون جي ڪم ڪرڻ جي نسبت سان ذات جا سونارا ۽ نيارا سڏجن ٿا. مڪران ۾ هنن کي سنار ۽ زرگر سڏين ٿا. هندن جي ورنن مان هڪڙي "ورن" جو نالو "سونارو" آهي، جنهن نسبت سان هي ذات جا "سونارا" سڏجن ٿا.

**سوناڻي:** بڙدي بلوچن جي حاجيجا شاخ مان هڪ پاڙو آهي، راڄپر ۽ گهنيا سنڌ جا سما آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سوناڻي" آهي.

**سَونَپار:** هندستان جي ڪڇ مان آيل هندن جي هڪ ذات آهي، جيڪي ٿر ۾ رهن ٿا. هي برهم ڪتري آهن. دَل قبيلي جي ڏيتا شاخ مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "سونپار" آهي.

**سوندا:** گندرن، ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي، هن ذات جي پنيان نٽي ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو "سوندا" آهي، جيڪو ڪينجهر ڍنڍ جي پرسان آهي.

**سونَــڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سُونگرا:** هندو راجپوتن جي ذات آهي.

**سُونڱـي:** هندو ڍيڍ (ڍيڍ) آهن.

**سونـليا (سينهار):** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**سونهاڻي:** پرڳڙين جو پاڙو آهي. نواب شاهه ۾ رهن ٿا. هن پاڙي مان الله بخش خان پرڳڙي خيرپور رياست جو ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ رهيو هو.

**سُونَـهري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سُونهڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سونهٽيرا:** ڪوهستان ۾ حملاڻي راڄ وارا آهن.

**سونهيرا:** ڪوهستان ۾ حملاڻي راڄ جي ذات آهي.

**سونئرا (سانئرا):** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو، هي منو پٽ ڪلو پٽ رائڌڻ جو اولاد آهن، اپيڙ، سانيون ۽ سونئرو (سانئرو) پاڻ ۾ پائر ٽين، سونئرو جي اولاد پاڻ کي سونئرا (سانئرو) سڏايو.

**سونيا:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**سوٽيجي:** ڪترين جي ذات آهي.

**سوها:** راجا چندر ونسيءَ جي نسل مان هندو راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو آهي. مسلمانن ۾ پڻ "سوها" آهن. هنن جا ڪجهه گهر تعلقي جاتيءَ ۾ آهن.

**سوهاڻ (سوهاوڻ):** نائچ راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**سوهال:** راجپوت سومر بنسي شاخ مان هڪ شخص جو نالو سهو هو. جنهنجي اولاد پاڻ کي "سوهال" سڏايو. ابستن لکي ٿو تہ هي جهينور ملاحن جو پاڙو آهي.

**سُوهڙ:** پنجاب کان آيل سرائي آهن.

**سوهل:** هي چوهاڻ راجپوت آهن. جيکي سوهل مهاگ جو اولاد آهن.

**سَوهُو:** پنجاب کان آيل سرائي آهن. هي سرائي جت بہ سڏجن ٿا. سيال ۽ نول هنن جا قريب آهن. سوها ۽ سوهو هڪ ٻئي جي هڪ جهڙائي رکن ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ "سوهُو" بہ راجپوت نسل مان هجن يا سوهُو ۽ سوها هڪ ئي ذات جا بہ تلفظ هجن.

**سوهوال:** سماٽي ۽ سرائي جت آهن.

**سُوئرنگري:** سوئر مارڻ وارن شڪارين جي ذات آهي. هي لاڙ ۾ رهن ٿا.

**سويراٽي:** لاشاري بلوچن جو پاڙو آهي.

**سها:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**سَهارڻ:** ڪاڪيپوٽا آهن.

**سَهاڪاٽي:** کوسا آهن.

**سَهاڳَ:** سماٽ ذات آهي.

**سُهاڳَ:** جامع سنڌي لغات ۽ ڪتاب سماٽ جي اپياس مطابق پنجاب کان آيل سرائي ۽ انن چارڻ وارا جت آهن. سنڌ ۾ رهندڙ ڪمانگر پڻ سهاڳ سڏجن ٿا. ڪتاب پنجاب کي ذاتن ۾ لکيل آهي تہ هڪ سيال. پائي خان جي ڌيءَ "سوهاگ" سان شادي ڪئي. پيدا ٿيل اولاد پاڻ کي سيال ۽ سهاڳ سڏايو.

**سُهاڳا:** هڪ سماٽ مسلمان ذات آهي.

**سهاٽا:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**سهائي:** جتن جو هڪ پاڙو.

**سَهتا (سَهتَا):** سماٽ ذات آهي. سنڌ وارا سهتا محمد بن قاسم جي اچڻ کان پوءِ مسلمان ٿيا آهن. هندستان ۾ رهندڙ سهتا اجا هندو آهن. سماٽ قوم تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ جادم کي 11 پٽ 1. گجپت، 2 کر، 3 منگر، 4. پوپت، 5 سمون، 6 هسپت، 7 ذاريجو، 8 سهتو، 9 سوڍو، 10 صحرائي ۽

11 رانوڙ هئا. سهتا ان جادم جي پٽ سهتي جو اولاد آهن. هندن جي داستان ۾ لکيل آهي تہ هندو قوم جا ست (07) ورن آهن. انهن مان هڪڙي ورن جو نالو "سهتو" هو. جنهن ورن (ورڻ) جي حسب ۽ نسب سان هي اڄ بہ "سهتا" سڏجن ٿا.




ايس - صادق علي جي لکڻ موجب سام جي پٽ جو نالو "ٻڌا" هو. جنهن کي 16 پٽ هئا. هڪڙي پٽ جو نالو سهتو هو. سهتا ان مان آهن. انهن سورهن پٽن کي مجموعي طور "رانوڙ" چوندا هئا. ان رانوڙ جي اولاد مان "سهتا" آهن. جي بعد ۾ مسلمان ٿيا آهن. سن 610 هجري (1313ع) ۾ راٺو پــنوئر سهتو رانوڙ دربيلي تي حڪومت ڪندو هو. جي بعد ۾ مسلمان ٿيو. انهن جو اولاد اڄ بہ ان علائقي ۾ رهي ٿو. [i]

مياں نيڪ محمد سهتي جي لکيل فارسي نسخي ۾ لــکـيل آهـي تہ راجـا مـوڙا سنگـهہ کي ســت پٽ 1 ذارو، 2 شورو، 3 ڪونئرو، 4 سهتو، 5 راهو، 6 مگڻ ۽ 7 اڇڻ هئا. انهـن مـان سهتي جـي اولاد پـاڻ کـي "سهتا" سڏايو. راجا موڙا سنگهہ پنهنجي حياتيءَ ۾ سهتي پٽ کي نوشهرو، مورو ۽ ڪنڊياري وارو علائقو جاگيري طور عطا ڪيو هو. انهن ٺنهي تعلقن کي گڏي ساهتي پرڳڻو چون ٿا. اهو ساهتي نالو سهتا قبيلي تـان پيل آهي. جنهن تي سهتا قبيلي جا ماڻهو حڪومت ڪندا هئا. حڪمراني ۽ سرداريءَ ڪري سهتا ڄام سڏجن

[i] لب تاريخ سنڌ ص 39 تي لکيل آهي تہ اصل ذات سعتو آهي. بدلجي پوءِ "سهتو" ٿيو آهي. هي رانوڙ نسل مان آهن.

تا. 1042 هجري ۾ راڻو پنر سهتو رانوڙ دربيلي رياست جو حاڪم هو ۽ ديرو سندس گاديءَ جو هنڌ هو. مٿي بيان ڪيل سهتا نجا ۽ خالص سما نسل مان آهن.

هڪ ٻي روايت موجب انڙ بن سمون بن رائيڌن جي اولاد مان هڪڙي جو نالو "سهتو" هو. جنهنجو اولاد سهتا سڏجڻ لڳا. در حقيقت اهي سهتا سما ۽ ملاح آهن. قارئين جي واقفيت لاءِ شجرو لکجي ٿو.




هڪ ٻي روايت موجب سهتا "دلن" ۾ پڻ آهن. ڏيسر دل کي چار پٽ ڇڄو. پنيرو. سهتو. ديدو ۽ پونئرو هئا. جن جو اولاد پنهنجي وڏن پنيان سڏجڻ لڳو.

سهتن جا خاص پاڙا آهن: 1- ترٽا. 2- توڪا. 3- ڇتائي. 4- مڱڻيجا. 5- وندير. 6- جاماڻي. 7- سڏوپوٽا. 8- ملان فقير. 9- سوائي. 10- وسطڙا. 11- رڪٽائي. 12- رڪڻ پوٽا. 13- غيب الدين پوٽا. 14- خليفا.

15- موڏيجا، 16- گهلو، 17- سڌوجا، 18- مشائخ، 19- شمس، 20- شورا، 21- آبن، 22- بلال جا، 23- بيگاڻي، 24- پريجا، 25- تيگر، 26- جماڻي، 27- جمڙا، 28- جئيجا، 29- حليا، 30- خميساڻي، 31- ڏيا، 32- ڏهراج، 33- ڏيپارجا، 34- ساهل، 35- ساهيجا، 36- صدرجا، 37- عليم جا، 38- مهائين پوٽڙا، 39- مگڻا پوٽڙا، 40- مولهڻ، 41- ملا، 42- مهراب جا، 43- کيرجا، 44- ويجر، 45- هالا، 46- هگورا پوٽڙا، 47- ڊوڊا، 48- ڀهڻجاڻي، 49- موتپارجا، 50- سينر.

ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ خانواهڻ، راڻيپور ۽ درازا شهر سهتن جا ٻڌايل آهن.

**سهتاڻي**: بوزدارن، گبولن، شاهاڻين (شهاڻين) ۽ پٽين جو پاڙو آهي.

**سَهتَڪاڻي**: جت بلوچ آهن. شاه بندر ۾ رهن ٿا.

**سهجاڻي**: پرگڙين، ٻزدين ۽ کوسن جو پاڙو آهي.

**سَهراڻي**: پنگر آهن.

**سَهراڻي**: ڪتاب "بلوچ" جي ليکڪ م - ڪ پيڪولين ترجمي ڊاڪٽر شاه محمد مري ص 73 موجب "سهراڻي" گورچاڻي بلوچن جو قبيلو آهي. ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب "سهراڻي" ٻزدي بلوچن جي هڪ پاڙي (ذات) جو نالو آهي.

**سُهراوت**: راجا اننگ پال تنوار جي پٽ "سهرا" جو اولاد آهن. پٽيالہ کان آيل آهن.

**سُهرائي**: ميجر ٽاڊ جي لکڻ موجب سهرائي، پنوار راجپوتن مان آهن، جن اروڙ جي پرسان سهل يا سهر ڳوٺ ٻڌايو هو. ڪن محققن هنن کي سراڄڻ ۽ جٽ ڪري لکيو آهي.

**سُهراياڻي**: لغارين ۽ ٽالپرن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هن ٽالپر پاڙي مان خيرپور رياست جا حڪمران مير مراد عليخان، مير غلام حيدر خان، مير رستم خان ۽ مير فتح عليخان ٿي گذريا آهن. هنن جو شجره هن طرح آهي.






جوکین جي تيپير شاخ مان پڻ هڪڙي پاڙي جو نالو "سهراياڻي" آهي.

**سَهرزوڻي**: بروهي آهن.

**سَهرزئي**: شهواڻي جهلاواني پلوي پاڙي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي، جنهنجون مکيہ شاخون آهن: 1-بوجازئي، 2- ڏاهي زئي، 3- عليخان زئي، 4- عيسيٰ زئي، 5- حڪيم زئي، 6- فيروزئي، 7- ڪنزئي. حاجي زئي پڻ بروهي آهن. انهن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ "سهرزئي" آهي.

**سهروردي**: سيد آهن. هي ايران جي صوبي جبال جي ڳوٺ "سهرورد" جا آهن. هن ڳوٺ جا ڪجهہ سيد عالم تبليغ خاطر سنڌ جي طرف آيا ۽ اتي اچي آباد ٿي ويا. جيڪي پنهنجي ابائي ڳوٺ جي نسبت سان "سهروردي" يا "سهروردي سيد" سڏجن ٿا. هڪ جائزي مطابق هن ذات جو حسبي ۽ نسبي سلسلو هن طرح آهي: شهاب الدين ابو خفص عمر ابن عبدالله. شهاب الدين يحيٰ بن حبش سهرورد. ابو نجيب سهروردي بهاءَ الدين ذڪريا ملتاني سهرورد شهاب الدين.

**سهرياڻي**: رند ۽ کوسا آهن.

**سُهرياڻي**: جمالي ۽ کوسا آهن.

**سَهـڙ**: سمن جي ذات آهي. هنن جا ڪجهہ گهر حيدرآباد ۾ آهن.

**سَهڙا**: سمن ۽ ڄنن جا پاڙا آهن.

**سِهڙا**: ٻگهيا ذات جو پاڙو آهي.

**سَهسرائي**: سما ۽ ملاح آهن.

**سهڪاڻي**: مري بلوچن جي غزيني شاخ جو پاڙو آهي. کوسن ۾ پڻ "سهڪاڻي" آهن.

**سهگل**: راجپوتن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**سهلاڻي**: جمالي بلوچن جي ذات آهي.

**سهمرزئي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**سَهنجا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**سهنڌڙا:** سمن جي ذات آهي. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1- احمداسي، 2- دلاٽي، 3- رباڻي، 4- قاسماٽي.

**سهوترا:** ڇهڙن جي ذات آهي. هي حرام ڪائيندڙ هندو آهن.

**سهودا:** مسلمان سماٽ ذات وارا آهن. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**سهول:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. ڪن ڪن جاين تي هي "سرائي" بہ سڏجن ٿا.

**سهيا:** راڄڙن جو پاڙو آهي. هن جي پائرن جو نالو رکڻ، ڏيرن ۽ توڳاڇي آهي.

**سَهيپوتا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**سَهيجا:** راڇپرن جو پاڙو آهي. هنن جو اصل نالو "سهيرا" هو، جو بعد ۾ "سهيجا" ذات جا سڏجڻ لڳا. هي بئي ڪنهنجي هٿ جي ماني نہ کائيندا هئا. (بحوالہ: نئين زندگي ص 39، ڊسمبر 1966ع.)

**سهيجاٽي:** ڇهڙن جي ذات آهي.

**سهيل:** عربي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي هڪ چمڪندڙ تارو. چون ٿا تہ هن تاري جي شعاع ڪري يمن ۾ ڪپڙن ۾ خوشبوءِ پيدا ٿيندي آهي. ان تاري جي نسبت سان يمن جا ڪجهہ ماڻهو پاڻ کي ذات جا "سهيل" چوائين ٿا. ڪراچيءَ ۾ هڪ بہ گهر رهن ٿا.

**سئتاٽي:** ميرجتن جو هڪ پاڙو. هي ڪوبل ديواني جو اولاد آهن.

**سئجاٽي:** ڪانڌڙا ذات جو پاڙو آهي.

**سَئِينا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سئينچ (سينچ):** پنجاب کان لڏي آيل سرائي جت آهن. سيال، سندا، بٽ هنن جا قريب آهن.

**سَيَا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي (بحوالہ: تاريخ سجاول)

**سيابج:** ڪتاب فتوح البلدان ازبلاذري موجب "سيابج" سنڌ جا جت آهن. جن مان ڪافي لڏي خليج فارس ۾ وينا آهن. جتي سياهبز يعني ڪارين بڪرين وارا پڻ سڏجن ٿا. دائره معارف اسلام، مروج الذهب مسعودي، لسان العرب ۾ پڻ سندن ذڪر آهي.

**سيازئي:** خرشيون پٺاڻن جي ذات آهي.

**سيال:** هي هڪ پنوار راجپوت، رائہ شنڪر جي اولاد آهن. جي الهہ آباد، فتح پور ۽ دارانگر جا رهواسي هئا. راءِ شنڪر کي چار پٽ. سيئو، ٽيئو، گهيئو ۽ سيال هئا. ٽيئو مان ٽوانا، گهيئو مان گهيئا، سيئو ۽ سيال مان.

سيال قبيلو وجود ۾ آيو. سيال نتل مڪاني ڪري اچي جهنگ واري علائقي ۾ وينا. سيال, ڀائي خان جي ڌيءَ "سوهاگ" سان شادي ڪئي. ان جو اولاد "سيال" ۽ "سهاگ" سڏجڻ لڳو.

ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ص 385 تي لکيل آهي تہ سيال, ٽوانا, گهيئو ۽ کرال, راجا رسالو جي ملڪ جي بطن مان هڪ ٻهاريدار آشنا جو اولاد آهن. هي بابا فريد جي هٿ تي مسلمان ٿيا. 1747ع ۾ احمد شاهہ ابداليءَ هٿان سيالن جو سردار ولي داد خان قتل ٿيو. جنهن کان پوءِ هي ٽڙي پکڙجي ويا. تاريخ اعوانڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي زمان علي اعوانڻ کوکر جي اولاد مان سال خان جواولاد آهن. ان ڪري هي راجپوت يا جت نسل مان نہ آهن.

مسٽر اسٽيڊمين ۽ رجرڊ برٽن سيالن کي پنجاب جا "جت" سڏيو آهي. سنڌ جا ماڻهو ڪين سماٽي ۽ سرائي "جت" چون ٿا. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ جي لکڻ موجب, سيال, جاٽ جو اولاد آهن. ٻڙيال, سگڙجال, ڪانيا, ملاٽا ۽ ورڙ هنن جا عزيز آهن. هڪ تحقيق موجب سيال جت قبيلي جا هيٺيان خاص پاڙا آهن: 1. ڀپيرا 2. ڀلال 3. سندا 4. سينچ 5. سنڀال 6. سيال 7. ڪلي 8. پتر 9. پرواني 10. جنيانا 11. چڌهڙ 12. جهنتيال 13. ڏلاٽي 14. ڏب 15. ڏڏي 16. سرگاٽي 17. ڪملاٽا 18. ڪميائي 19. مگهيانا 20. مسلاٽا 21. مسلاٽي 22. لوڌرا 23. نواب 24. جلگاني 25. کک (ڪک).26. رانءَ 27. موتمل 28. مگڻ 29. عليائي 30. ڏول 31. پنگو 32. هراج 33. سهاگ 34. اوپاڙا.

ڪتاب شاهان گوجر ۾ لکيل آهي تہ سيال گوجرن (جت) راجپوتن ۽ پنوارن جو پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب ٻاجر سماٽ ذات سان واسطو رکن ٿا. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "سيال" آهي.

**سيانچ:** سماٽ ذات آهي, بلوچستان جي ڪڇي واري علائقي ۾ رهن ٿا.

**سياني:** بوزدار بلوچن جو پاڙو آهي. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ۾ لکيل آهي تہ "سياني" افغاني پٺاڻن جي لوڌي خاندان مان آهن. سياني وري وڌيڪ بن شاخن پرنگي ۽ اسماعيل ۾ ورهايل آهي.

**سياون:** ترڪانن جو پاڙو آهي. هي هندو آهن.

**سياهہ:** معنيٰ ڪارا, ڏيرن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**سياهہ آف - سياهہ پاز - سياهہ پهد - سياهہ فاز ۽ سياهہ قد:** در حقيقت سياهہ آف, سياهہ پاز, سياهہ پهد, سياهہ فاز ۽ سياهہ قد اصطلاحاً هڪ ئي مطلب رکندڙ لفظ آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سياهہ پاز ۽ سياهہ قد لفظ استعمال ڪيو آهي. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي سياهہ آف ۽ م - ک پيڪولين سياهہ پهد لکيو آهي. بهرحال اهو رندن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جن کي هن وقت "شهبات" بہ چون ٿا. رندن جي هن پاڙي جو شجره هن طرح آهي.

**مير جلال خان رند**

|

رند

|

رمضان

|

نصيرالدين

|

احمد

|

گلو

|

فيروز

|

ڪالو

|

فيروز شاھ

|

شهڪ

|

حسن

|

ريحان

|

بشڪالي

|

سياھ پهد

سياھ پهد جو اولاد گورجاڻي بلوچ آهن. بِروهي قوم جي دهوار پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو پڻ "سياھ پاد" آهي. جيڪي چون ٿا تہ اسان رند بلوچ آهيون. جڪراڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو "سياھ پاز" آهي. هي بہ چون ٿا تہ اسان رند بلوچ آهيون. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 25 تي لکيل آهي تہ بلوچي زبان ۾ سياھ پاد جي معنيٰ آهي "ڪارن پيرن وارو". رند بلوچن جا ماڻهو فوج ۾ سجاڻپ خاطر ڪارن جورابن وارا بوٽ (بزباني) پائيندا هئا. جن ڪي "سياھ پاد" چيو ويو. ان بعد هي "سياھ پاد" سڏجڻ لڳا.

**سياهاڻي:** رخشاڻي رند بلوچن جو پاڙو آهي.

**سياھ پاد**: بزنجو قبيلي جو پاڙو آهي. هي خالص بلوچ آهن. جي بعد ۾ بزنجن ۾ شامل ٿيا آهن. (بحوالہ: ڪتاب بلوچ قوم ڪي تاريخ ص 695).

**سياھ پاز:** لفظ سياھ آف ڏسندا.

**سياھي:** رباڻي جتن جي ھڪ پاڙي جو نالو (ڪرمتي)

**سياھ قاز:** ھي شنبي جي پٽ گڏري جو اولاد آھن. جيڪي شنباڻي، سياھ قاز ۽ گڏري (گدري) بلوچ سڏجن ٿا.

**سياھ قد:** لفظ سياھ آف ڏسندا.

**سياھيزئي:** بگٽي بلوچن جو پاڙو آھي. ھنن کي "راميزئي" بہ چون ٿا.

**سيائي:** جت بلوچن جي ذات آھي. ھي ونگائي جت آھن، جيڪي ونگو بن مير عمر جت جو اولاد آھن. لاکي جت جي پڳ ھيٺ آھن، لاکي کي سيائي چاموٽ چون ٿا.

**سيبويھ:** راجا سورج ونسيءَ جي نسل مان ھندو راجپوتن جي ذات آھي.

**سيبي سوراني:** بلوچستان جي سيبي ۽ سوراني وادين ۾ رھڻ وارا خانبدوش بلوچ آھن. وادين جي نالن جي نسبت سان ھي ذات جا سيبي سوراني بلوچ سڏجن ٿا.

**سيتاناڻي:** مير جتن جو ھڪ پاڙو.

**سيتلاڻي:** آڏواڻي ھندن جي ھڪ ذات ھي ديوان سيتلدس ولد ديوان پاليپول جو اولاد آھن. سندن نک جو نالو ۾ منگھو سکتوڻي آھي.

**سيتاڻي:** عمراڻي رندن جو ھڪ پاڙو.

**سيتواڻي:** سوڍن جي پاڙي جو نالو آھي.

**سيٺ:** ھندو کترين جو پاڙو آھي.

**سينا:** سمن جو پاڙو آھي. چون ٿا تہ سينا ۽ سنيا ساڳي ذات آھي، منھنجي راءِ ۾ ھي بہ جدا جدا ذاتيون آھن.

**سينار:** لسبيلي ۾ گونگا قبيلي جو سردار "جھلو" گونگو ھو. ان کي خدا ٽن پٽن سان نوازيو ھو. جن مان ھڪڙي پٽ جو نالو "زومڪ" ھو، ان کي چار پٽ ڄاوا، جن مان ھڪ جو نالو "سينار" ھو. سينار جي اولاد پاڻ کي ذات جا "سينار" سڏايو. ھن ذات وارا اندروني سنڌ ۾ پڻ رھن ٿا. سينر چون ٿا تہ سينار ۽ سينر ھڪ ئي ذات آھي.




**سينارجا:** سينار جو اولاد آھن. ھن ذات پنيان "سينارجا" ڳوٺ آھي.

**سيناڙا:** هڪ سمات ذات آهي.

**سينر:** سمن، ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. سهتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "سينر" آهي. سينارجا هنن جو اولاد آهن. هيءَ سنيا ۽ سڏجن ٿا.

**سينڙ:** هڪ غير سمات ذات آهي.

**سينيا:** ڪچ ڀڄ کان آيل ميمڻ قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**سيپاخيل:** آفريدي پناڻن جي هڪ قبيلي جو نالو آهي، هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1- ابوبڪر خيل، 2- لندو خيل ۽ 3- نورمز خيل

**سيپاه:** شنواري پناڻن جو پاڙو آهي. ميمنا خيل آفريدي پناڻن ۾ پڻ "سيپا" آهن.

**سيچپال:** هندو لهاڻن جي هڪ نک جو نالو.

**سيجو:** ٿري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**سيد:** حضرت علي جو اولاد بيبي فاطمہ الزهريٰ جي بطن مان پيدا ٿيل کي ناني جي نسبت سان "سيد" چون ٿا. ڇاڪاڻ تہ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن سيد الانبياء هئا ۽ بيبي فاطمہ الزهرا سيدة النساء هئي. جنهن سبب بيبي فاطمہ جي اولاد کي "سيد" چيو ويو آهي. سيد لفظ جي معنيٰ، مرشد، رهبر، اڳواڻ، سڌو رستو ڏيکارڻ وارو آهي. حقيقت ۾ سيد قريشي الهاشمي آهن. سيد ڪا ذات، قوم يا پاڙو نہ آهي.

حضرت علي کي بيبي فاطمہ جي بطن مان ٻہ فرزند حضرت امام حسن ۽ امام حسين هئا، امام حسن جي اولاد کي "حسني سيد" چون ٿا. جن ۾ اڪثر سنڌ جا زيدي، جيلاني، گيلاني، قريشي، امروٽي، بخاري وغيره شامل آهن. حضرت امام حسين جي اولاد کي "حسيني سيد" چون ٿا . امام حسين ڪربلا جي واقعي ۾ شهيد ٿي ويو هو، سندس هڪ فرزند امام علي زين العابدين بيماريءَ جي حالت ۾ زنده بچيو هو، جتان سيدن جو سلسلو وڌيو. حسيني سيدن جون بنيادي شاخون حسيني، ڪاظمي، قاسمي، موسوي، رضوي، تقوي، نقوي، عسڪري، زيدي، جعفري، عابدي، عريضي، اسدي، اسماعيلي وغيره آهن.

اسلام جي تبليغ خاطر ۽ جنگين جي تباهين سبب ڪجهہ سيد پنهنجو وطن ڇڏي دنيا جي ملڪن ۾ پکڙجي ويا . جتان نقل مڪاني ڪري آيا انهن شهرن ۽ هنڌن جي نسبت سان پاڻ کي سڏايائون. جهڙوڪ سبزواري، شيرازي، مروندي، واسطي، بخاري، مشهدي، ڪاشاني، گرديزي، سهروردي، خراساني، استر آبادي، زبيدي، ڪهيري.

ڪي اهڙا سيد هئا، جن پاڻ کي پنهنجن وڏن ڏاڏن ۽ نئين رهائش واري هنڌ سان پاڻ کي سڏيو. مثلاً: لڪياري، متياري، امروٽي، ڪابڙوٽي، ٽڪڙائي، پشنگي، اميرخاني، وجهہ الدين، ڪهيري، شاهہ پوٽا، يعقوب پوٽا، باقيل پوٽا، مزندرائي، راشدي، قاسم خاني، معصومي، مشوائي، چاموٽ، تياعازي، ميرخي، شمسي،

ڪبرني، لوديني، متعلوي، شڪر الاهي، تران وغيره. مٿي ذڪر ڪيل سيد سنڌ ۾ رهن ٿا. جن جو مختصر احوال پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ڏنل آهي. سيدن جو شجرو، شجرن واري حصي ۾ ڏسڻ گهرجي.

**سيدازئي:** مزاري بلوچن جي بلوچاڻي شاخ مان آهن.

**سيدائي:** پنهورن جو پاڙو آهي. شنباڻي بگٽين ۾ پڻ "سيدائي" آهن.

**سيدپوري:** لاڙ ذات جو پاڙو آهي.

**سيد خان زئي:** شاهوزئي بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**سَيدزئي:** بروهين جي بنگلزئي پاڙي مان هڪ ڦريءَ جو نالو آهي. جتڪ بروهين ۾ پڻ "سيدزئي" آهن.

**سيڏا:** ذات جا سومرا آهن.

**سيڏر:** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**سيڏَل:** ذات جا لنگها آهن.

**سيرا:** هڪ مسلمان سمات ذات جو نالو آهي. جيڪب آباد طرف رهن ٿا.

**سيراس:** نوحاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**سيرائي:** اصل لفظ سرائي آهي. وضاحت لاءِ ڏسندا "سرائي".

**سيرچا:** سمن جي ذات آهي. ڪن ڪن جاين تي هي "انڙ" به سڏجن ٿا.

**سِيرڪاڻي:** ڪتاب "ڪليات حمل" ص 2 ڇاپو 1953ع از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. لکيل آهي ته "سيرڪ" لغارين جي سيرڪاڻي قبيلي جو وڏو ڏاڏو آهي. جنهن مان "سيرڪاڻي" پاڙو آهي. ان سيرڪ جو اولاد ٽالپرن سان گڏجي سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ پاڻ کي "سيرڪاڻي" بلوچ سڏايائون. هن مان هڪ ٻيو پاڙو "بالاچاڻي" ٿيو.

ڪتاب جنب گذاريم جن سين جلد نمبر 1 ص 67 موجب "سيرڪاڻي" ديره غازي خان کان لڏي آيل لغارين جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان رئيس علي مراد خان ولد رئيس غلام شاهه خان لغاري سڪرنڊ وارو وڏي نالي وارو هو.

**سِيرگُل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سِيروٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سيزاڻائي:** ذات جا عمراڻي بلوچ آهن.

**سَيسا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. درياءُ ۾ حرام جانور "سيسر" جو شڪار ڪري ان کي کائڻ جي نسبت سان هي "ذات" جا "سيسا" سڏجن ٿا.

**سَيفلاڻي:** شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هي شيهڪ بن شنبو جو اولاد آهن.

**سيڪاٽيا:** سما ۽ ملاح آهن.

**سيڪاٽي:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي.

**سيڪرو:** لسٻيلي جي ڄاموٽن جو پاڙو آهي.

**سيڪڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سيگراٽي:** بگٽي بلوچن جي ماسوري شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**سيلانا:** هڪ سماٽ ذات آهي. هنن جي هڪڙي قبيلي جو نالو "گنڌر" آهي. ڪن جاين تي غير سماٽ آهن.

**سيلاناڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان آهن.

**سيلاڇي:** سمن جي هڪ ذات آهي. هي ڪڇي بلوچستان ۾ رهن ٿا.

**سيلاوٽا:** راجپوتن جي چوهاڻ پاڙي مان آهن (بحوالہ: جنم گذاريم جن سين نمبر 1 ص 223).

**سيلرَ:** هڪ سماٽ (سما) ذات آهي.

**سيلرا:** سمن جي ذات آهي.

**سيلرا:** ملڪن جو پاڙو آهي.

**سيلريا:** سمن جي ذات آهي.

**سيلهو:** ٿري هندو راجپوتن جي ذات آهي.

**سينڄ (سئيڄ):** پنجاب کان آيل سرائي جٽ آهن. ڪن ڪن جاين تي سيال ۽ سٽپال بہ سڏجن ٿا.

**سينڏڙو:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**سينڏلاڻي:** ملڪ ڪانيو خان (ٽاٽو بولاخان) جي پٽ ٻهدي خان جو اولاد آهن. هي ٺَڪَ بارڻ ۾ آباد آهن.

**سينگلاڻي:** مينگهواڙن جو پاڙو آهي. ڪن جاين تي ڀيل بہ سڏجن ٿا. ٿر ۾ رهن ٿا.

**سينها:** ٿري هندو راجپوتن جي ذات آهي.

**سينهان:** لسٻيلي جي پورالي واري حصي ۾ آباد بروهي قوم سان واسطو رکندڙ آهن. جن جا خاص پاڙا آهن: 1- آرياڻي، 2- توراڻي، 3- زهري، 4- ساسولي، 5- موندراڻي ۽ 6 - هسڪو.

**سينهڙا:** هڪ سماٽ ذات آهي. ٿر ۽ نٿي ۾ رهن ٿا. سميجا بہ سڏجن ٿا.

**سينهوٽاڻي:** ڪرمتين جي راڏا بنديجا شاخ جو هڪ پاڙو

**سينٽڙا:** برفت آهن. ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**سيني:** مغلن جو پاڙو آهي.

**سَيوازئـي:** گنڌارا جي هڪڙي راجا جو نالو "سيوا" هو، جنهن جي پنيان بلوچستان ۾ "سيوي" شهر ٻڌل آهي. سيوازئي ان راجا جو اولاد آهن، جيڪي مسلمان آهن.

**سيوا:** برهمڻ نسل مان مسلمان ۽ هندو آهن. راجا سهرس هن خاندان جو پوئون راجا هو. سهرس جي پٽ سنجن اسلام قبول ڪيو هو، ان جو اولاد "سيوا" آهن، جيڪي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ رهن ٿا. هن قبيلي جي پنيان قلات جو نالو "سيوا قلات" پيو هو. (بحوالہ: جنت السنڌ ص 446).

**سيوڙا:** انڍڙن جو پاڙو آهي.

**سيهالف:** مزاري قبيلي جي رستماڻي شاخ مان آهن.

**سـيهاڻي:** بوزدار بلوچن جو پاڙو آهي.

**سيهہ پغ (سياهہ قاز):** گورچاڻي بلوچن جي دَرڪاڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**سيَـهـڙ:** پنجاب کان لڏي آيل سرائي جت آهن، هي ٻٽ سراين جا قريب نظر اچن ٿا.

**سـيهَڙَ:** ذاتين جي اپياس مان خبر پوي ٿي تہ "سيهڙ" سرائي جت آهن، جن جو واسطو پنجاب جي ليہ واري علائقي سان آهي، جتي هنن جا سردار جهانگير خان ۽ شهاب الدين خان رهن ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان جامع سنڌي لغات ۾ سرائي قوم جا جيڪي پاڙا لکيا آهن، انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "سيهڙ" آهي، ايس - صادق پڻ اهڙي راءِ جو اظهار ڪيو آهي.

عربي ڪتابن ۾ اٺ سوارن کي الاساوره (سيوڑه)، الزط (جت)، السياح بج (سياهہ پادگ) ۽ الاندغار (جدگال) لکيو ويو آهي، اهي چارئي ذاتيون (قومون) محمد بن قاسم سان شامل هيون، جيڪي ملتان تائين ويون، جن مان الاساوره (سيوڑه) ملتان جي سرائڪي پٽيءَ ۾ رهجي ويا. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ اهي سيوڙهہ گڏجي سنڌ ۾ آيا، جن پاڻ کي "سيهڙ" سڏايو. ڪن جاين تي هي سرائڪي تہ ڪن هنڌن تي سنڌي ڳالهائين ٿا.

ڪتاب شاهان گوجر جي ص 160 تي لکيل آهي تہ "سيهڙ" گوجرن (جت) جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**سـيهـَڙ:** سمن جي هڪ ذات آهي.

**سيهڙا:** سمات ۽ غير سمات (سرائي جت) ذات آهي.

**سـيهـَڙات:** مسلمان غير سمات ذات آهي.

**سـيهلاڻـي:** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان آهن.

**سـيـَال:** هڪ سمات مسلمان ذات آهي.

## سانگين جو شجرو

حضرت نوح عليہ السلام



بدا | سنگ | همبر | پ ڳرت

پ ڳرت

ڏيرو

اجيپار

دسرت

(والده ڪسيلا)

رام | لڇمڻ

رام

نواڪس

انت

تنت

ڪن (هن ڪن جو شهر ٺهرايو هو)

سنبوت راجا (راجپوتن جو ابو)

سام

جادم

سپت (سنڌ جي سمن جو ڏاڏو) | ڇجت (ڇغدن جو ڏاڏو) | ڀرپت (ڀٽين جو ڏاڏو) | چوڙو (چوڙا سمن جو ڏاڏو)

سپت ← ابڙي

ڀرپت ← ڀجيراء | ويرم



نيت
راٺو نوتيار
اوڍر
آڍو
لاکيار
ڄام لاکو
(بادشاهه تيو ۽ ننڍي جي گندرن مان شادي ڪيائين)
انڙ
(والده گندري ملاح)
لاکو
سمون
سودو (اولاد سوڍا)
ڍهر
مهر
پهوڙ
سانگي
ڪاڪو
(ڪاڪ جو حاڪم ۽ مسرتن جو پڳدار)
جياند
جاکرو/جکرو
پلي
سمون
(مسرتن جو سردار)
رائڏڻ/رائڏنو
سمون
(اولاد سميجا)
انڙ
ڄاڄڙ (28 پائر)
سانگي

# سرهندي پيرن جو شجرو

مخدوم شيخ عبدالاحد تنذاري

(مورث اعليٰ سرهندي پير ولادت 1564ع/971هہ وفات 1034هہ) حضرت امام احمد رباني مجدد الف ثاني عرف بدرالدين

خواجہ محمد سعيد

خواجہ محمد معصوم

خواجہ محمد صبغت الله (قيوم زمان)

محمد اسماعيل

(هيءَ ڪڙي ڪن شجرن ۾ ملي ٿي تہ ڪن ۾ نہ)

خواجہ غلام محمد معصوم ثاني (قطب الا قطاب)

شاهہ غلام محمد

شاهہ غلام حسن (مدفون پشاور)

شاهہ غلام حسين (مدفون پشاور)

شاهہ غلام نبي

شاهہ فضل الله فضل مجددي تنذاري (صاحب عمده المقامات)

(وفات 1270هہ) شاهہ عبدالقيوم سرهندي

خواجہ عبدالرحمن (ولادت قنذار 1244هہ يا 1224هہ 47 پشت ۾ خليفي ثاني حضرت عمر فاروق رضہ 1298هہ ۾ تکڙ ۾ ميران محمد شاهہ وٽ پهتو ميران

فضل الله سرهندي

خواجہ عبدالباقي "باقي"

خواجہ محمد عمر "عمر"

خواجہ ناصرالدين "جانان"

شاهہ صفي الله مجددي نقشبندي (قيوم جهان)

تخلص "صفي" مدفون حديده. متوفي 1212هہ. سيوهڻ ۾ مخدوم عبدالواحد نعمان ثانيءَ سان ملاقات ڪيائين

پير فدا محي الدين

محمد اشرف

شهودالدين

غلام نقشبندي

شاهہ غلام صادق

(مدفن حيدرآباد) شاهہ غلام محي الدين مجددي

شاهہ نظام الدين "نظام" (معدن الانوار)

پير رفيع الدين

پير امام الدين

بهاؤالدين

شمس الدين

نورالدين

محمد شاھ سندس مريد ٿيو. وفات 1898ع/ 1315ھ. مدفون گنجو ٽڪر

خواجہ محمد حسن جان سرھندي مجددي، ٽنڊار ۾ 1275ھ ۾ ڄائو 1898ع/ 1316ھ ۾ حيدرآباد کان ٽنڊي سائينداد پهتا. وفات 1973ع/1365ھ والد سان گڏ مدفون



خواجہ عبدالله جان المعروف شاھ آغا — عبدالستار جان — محمد هاشم جان

خواجہ غلام علي جان — غلام نبي جان — ميان محمد سعيد جان — فضل الله جان — محمد عابد جان

خواجہ عبدالحميد جان مجددي سرھندي — غلام فاروق جان — غلام عثمان جان — غلام صديق جان — اسدالله جان — خليل الله جان — ڪليم الله جان — مسيح الله جان

خواجہ عبدالوحيد جان سرھندي جنم 22 ڊسمبر 1963ع/5 شعبان1383ھ بروز آچر صاحب" بيان الرحمن في ترجمة القرآن"

# سمن (سماٽ) جو هڪ جامع شجرو. حضرت نوح عليہ السلام جي پٽ سام مان

حضرت نوح عليہ السلام

سام

ٻڌ / ٻڌا / ٻدها — سڪا / سنگها — همهر — پهت / پاگرت / پاڳرت

ٻڌ

ٻڌ، سومرا، سهتو، ويسر، اوتار، آمڙو، نهدير، هور، چهاڻ، چهواڻ، ڏاواڪر، ٻنئيو، ڏوهٽ، ڳاهو، جهنجي، شورو

هور پوٽا

انهن سورهن ڀائرن کي راڻوڻ چون ٿا. ڏارا، جهرڪپوٽا، ڪارڻ، ڪوڪر، مڪواٽا، منگر، سودا، صحرائي، نن ۽ واها انهن راڻوڻ مان آهن.

همهر

تودر

پهت / پاگرت / پاڳرت

دمره / ڏمره / ديره / ڏيرو

اجيپار

دسرت (ٽي شاديون ڪيون)

ڪليا / ڪيڪئي زال مان — ڪسيلا / ڪشيلا / ڪوشليا زال مان — سميہ زال مان

برت / پرت

پڙهار / پڙيهار / پڙهيار — جانسپار / جنسپا — ڪوريجو — ناهيو / ناهر

رام — لڪمڻ / لڪشمڻ (بي اولاد)

چترڪن / چترگن

چارڻ / چٿرا

رام

نواڪس / تواڪس

اتت / انت

تتت / سرگنت / نرگنت

ڪن (هن ڪن شهر ٺهرايو هو)

راجا سنبوت / راجا سامبس (هي سيوهڻ ۾ سڪندر اعظم سان لڙيو هو = شڪست کاڌائين.)



سام
برکره/بارکره (لقب شاهہ)
هنرت عرف رکن
ماده/ماوه
جادم
هسپت
کجپت
(چغدن جو ڏاڏو
اولاد چغدا، ملاح، ميربحر، چندا)
پوپت (پٽين جو ڏاڏو، اولاد پٽي سما)
چوڙو/جوره سمہ (راءِ ڏياچ جو ڏاڏو)
اولاد چوڙا سما
ابدري / زبدري
نيت/نيٽ/نرپٽ
راٺو نوتيار/راٺيڊر
اوڊر/اودها
اودهہ/اوڙ/اوڙو
لاکيار/لاکير
ڄام لاکو (ملڪ جو حاڪم/بادشاهہ ٿيو = ٻہ شاديون ڪيائين)
هندويڻي ڇاره زال مان
ٿٽي جي ڪندرن/مسرقن/ميربحر زال مان
بجيراءِ
سودو
اولاد: سوڍا، ٻهپار،
پيا، پتا، گنگا، چيسر،
کور، مهراڻ، پوتا، موڏا،
سنگراسي، وگهورا ۽ ويسر.
ويرم
پهوڙ
اولاد: سوڍا، ٻهپار،
پيا، پتا، گنگا، چيسر،
کور، مهراڻ پوتا، موڏا،
سنگراسي، وگهورا ۽ ويسر.
مهر
ڏهر
پريو
سنگراسي
پينسين

- اٿوٽ /اڀو بي اولاد
- مهر
  - ستيا /ستيہ / ساڌيا
  - وديتري / هاٿاري / پاٿاري
  - ودها بي اولاد
  - ساند بي اولاد
- جيهو
- هڪ پيو پٽ
- مناهيو
- ڦل لاکو
  - ڦلاڻي لاکو
    - ڪلاڻي
- چنو/چتو
  - دکنا
  - بابڙا
  - ڪلا
- انڙ (اولاد انڙ)
  - لاکو (اولاد لاکا)
    - سمون (اولاد سما)
      - ڪاکو (ڪاڪ جو مسلمان حاڪم اولاد ڪاڪيپوٽا)
        - پلي
          - سمون (مسرقن جو سردار)
        - رائدن/رائيڏڻ/رائڏنو
          - سمون
            - ڦل اولاد (ڦل پوٽا = ڦل لاکا)
              - مناهيو
              - منافيجو
              - دل
              - اونڙ
              - ڏيڏو
              - لنجو
            - مناهي
            - انڙ
              - تانور
              - تاتنر
              - پلهه
              - سهتو
              - گامر
              - واهو کيا
              - کرهاڙي
              - واهڙ
              - کور
              - رامديو
              - پاهو
              - چغ
              - بهمڻ
              - کاکو
              - رونجهو
              - ابڙو
              - تير
              - ڳاهو
              - منگواڻو
              - صاحب
              - هولي
              - هالو
              - پيو
              - جاکرو
              - چهچر
              - پچو
              - ٿيبو
              - چاچڙ
              - چنو
              - مهتر
              - هگورو
              - ڳنهير
              - ڦل
              - ڏيپر
              - راڄڙ
              - جوکيو
            - پسايو
            - سارت
            - ڏيٿو
            - جاڙو
          - نوتيار
          - لاکو
          - ابڙو
          - ناهيو
          - چنيسر
          - مناهيو
          - ڪوريو
          - پلي
            - درس
            - ساند (تونر جو سردار)
            - پليجو
              - پليجا
                - پلي پوٽا
              - پليجاڻي
            - اڏو
              - اڏيجا
              - اڏيجا
              - بهريہ
      - جياند/جيئند
      - جکرو/جاکرو
        - ٻکهيو
        - ڏيپر
        - ڏيٿو
        - ساهڙ
        - لاکو
        - هگورو
        - اڇڻ
        - مگڻ
        - هرو
        - پٽو
        - اراڏين
        - پليجو
- ساند
- وريار

- تگاچي — ڏيرڻ — رکڻ — سهيو/ساهيو
  - تگاچي
    - مير
      - مهندو
        - لنجو (اولاد لنجار)

- جام جوڻو — جام انڙ — ڪاها — پلي (ڦل سنن ۽ پلي سنن جو ڏاڏو) — اوٺو — جيسر — ابڙو (ابڙن جو ڏاڏو) — هنگورو — همنگر (بي اولاد) — رائدن — سلطان — لاکو
  - جام جوڻو
    - کهوريو — تاجيو — ابڙو — بلوچ — جام بابينو
      - جام بابينو
        - ملڪ راهو
          - ملڪ رائڌنو
            - ملڪ راهو
              - ملڪ انڙ
                - ملڪ راڄ سيال
        - جام جوڻو اول عرف علاؤالدين سنڌ ٺٽي جو پهريون حاڪم هن کي فيروز تغلق قيد ڪيو.
        - جام انڙ اول عرف فيروز الدين شاهه ٺٽي جو پهريون حاڪم
          - جام تماچي اول عرف رڪن الدين شاهه ٺٽي جو حاڪم
            - جام خيرالدين عرف جام تڳاچي
              - جام بابينو ثالث
              - جام تماچي ثاني (نوري گندري جو مڙس)
                - جام صلاح الدين — جام علي شير — جام سڪندر — جام ڪرن — جام بهاؤالدين — عامر/امر
          - جام بابينو ثاني عرف صدرالدين فيروز تغلق هٿان قيد ٿيو.
  - سلطان
    - سلطان اوٺا
  - هنگورو
    - مراديو — مناهيو — ڏيسر
      - ڏيسر
        - ڪاهو — هالو — رکڻ — هنگورو — جوڻو

- جام ڪينهون
  - جام جمروڪ
    - ملڪ مريد
      - ملڪ ڪانيو
        - ملڪ نورالدين
          - ملڪ پهاڙ خان
            - ملڪ عزت خان
              - ڪوهستان جا ملڪ

- اولاد مانديڙو
  - هارون
    - بير
      - مندو
        - الهيار
          - ننة
            - هارون
              - الهيار
                - ايوب
                  - زهرو
                    - اولاد زهراڻي سما
    - ايوب
      - عارب
        - عارباڻي

چام نظام الدين اول
چام علي شير
چام ڪرن
چام تماچي
چام تغلق
چام سڪندر
چام فتح خان
چام سنجر
چام ننڊو
چام ابراهيم — چام الهڙنو — چام بايزيد

مخدوم ادريس
مخدوم حسن سمون
مخدوم بلاول باغباني
شهيد 929هه

چام انڙ
چام بابينو
عرف پنيو
چام نظام الدين
عرف چام ننڊو
چام فيروز شاهه (سمن جو آخري حاڪم)

چام فتح خان
چام سڪندر

چام سڪندر
(پيءُ جي وفات بعد چائو)
چام تغلق
چام سڪندر

چام الهڙنو ←
چام رېڏنو
چام عالي ڪٺوريو
چام مير خان
چام علي خان
چام مير خان
چام علي خان
چام ڪمال خان
چام غلام محمد خان
چام غلام قادر خان
لسبيلي جا چاموٽ

# ش

**شابراڻي**: پاڻ کي چانديا سڏائين ٿا. چاندين جو چوڻ آهي تہ هي اسان جا پورهيت ۽ خاصخيلي آهن. هي چانديا نہ آهن. ايس - صادق علي جي لکڻ موجب "شابراڻي" خاصخيلي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. شابراڻين جا ڪجھ گهر قمبر جي پرسان آهن. هي بلوچي زبان ڳالهائين ٿا.

**شاداڻي**: مرزا قليچ بيگ ڪتاب قديم سنڌ ان جا شهر ۽ ماڻهوءَ ۾ ڪوسن جا 6 پاڙا لکيا آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "شاداڻي" لکيو آهي. ايس - صادق عليءَ ص 22 تي لکيو آهي تہ "شاداڻي" جتوئي بلوچ آهن.

**شادمان زئي**: مينگلن جو پاڙو آهي.

**شادماڻي**: ٻبرن (جت) جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**شادن زئي**: ذات جا بروهي آهن.

**شادڻجا**: هڪ مسلمان ذات.

**شادو خيل**: ڪاڪڙ پناڻن جو پاڙو آهي.

**شادي**: سماٽي ميمڻن ۽ جت بلوچن جو پاڙو آهي.

**شادياڻي**: بروهي قوم جي لهڙي قبيلي جو پاڙو آهي.

**شاديپوٽا**: جوکين (جت) جي بنديجا قبيلي مان آهن.

**شادي خيل**: لوڌي پناڻن ۽ ڪاڪڙ پناڻن جو پاڙو آهي.

**شادَي زئي**: ذات جا بروهي آهن. هنن جي قبيلي جو نالو "محمد شهي" آهي، ڪردن ۾ پڻ "شاديزئي" آهن.

**شادِي زئي**: پيرنگ پناڻن جو پاڙو آهي، هي گهوٽڪيءَ ۾ رهن ٿا.

**شادين زئي**: شهواڻي بروهين جي "حاجي زئي" خاندان مان آهن.

**شاديءَ**: شاهہ بندر جا سماٽي جت آهن.

**شاعر**: ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ:تاريخ سجاول ص 345).

**شاڪِراڻـي**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٺٽي شهر جي ميمڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "شاڪراڻي" آهي. هن پاڙي مان الله بخش شاڪراڻي هڪ نامور شخصيت هو. جنهنجي زير نگراني ۾ مير علي مراد خان ٽالپر والي خيرپور (متوفي 1894ع) 1227 ھ ۾ ٺٽي جي جامع شاهي مسجد جي مرمت ڪرائي هئي.

**شاڪيجا:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان آهن.

**شالُ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**شالاڻي:** ذات جا جمالي بلوچ آهن. ڪرمتين جي مهيري شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**شالماڻي:** سماٽي جت آهن. سن جي پرسان روڊ سان لڳو لڳ هن ذات جي نالي سان هڪ وڏو ڳوٺ آباد آهي، جنهن ۾ جت رهن ٿا.

**شالـواڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**شام خيل:** آفريدي پٺاڻن جي زخا خيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**شاناڻي:** ذات جا چنه آهن.

**شانگُ:** بگٽي بلوچن جي "ڦونگ" شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**شاهه:** فارسي لفظ آهي. جنهنجي معنيٰ آهي. بادشاهه. سلطان. فقيرن جو لقب ۽ سيدن جي نالن سان لڳندڙ خاص لفظ شاهه ڪا ذات نه آهي. پر ذات جي روپ ۾ استعمال ٿئي ٿو.

**شاهاڻي:** اصل لفظ فارسي "شاهانه" آهي. جنهنجي معنيٰ اهي عمده. اعليٰ درجي جو ۽ بادشاهن جهڙو. شاهاڻي مختلف ذاتين ۽ قومن جو پاڙو آهي. جن کي هن وقت ذات طور سڏيو وڃي ٿو. هي سماٽ ۽ غير سماٽ بلوچ آهن. مثال طور: شاهاڻي، چانديا بلوچن جي "مارفاڻي" قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جنهنجا خاص پاڙا آهن:

1- ٻاغاڻي 2- پهرداڻي 3- شيهڪاڻي 4- گهنوراڻي 5- روت 6- ڪياڻي 7- مناڻي ۽ 8- هيبتاڻي.

2- ايس - صادق جي لکڻ موجب دومڪي بلوچن جي جسڪاڻي پاڙي مان "شاهاڻي" آهن.

3- سماٽي پٽين جي هڪ پاڙي جو نالو "شاهاڻي" آهي.

4- سنڌ جي جتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "شاهاڻي" آهي.

5- پير علي مرتضيٰ شاهه راشديءَ (لڪياري) جي اولاد کي "شاهاڻي سيد" چون ٿا. جيڪو پير محمد راشد روضي ڌڻي جو پاءُ هو. هن شاخ مان پير حجت الله شاهه راشدي پٽ سرائي (ميهڙ ضلع دادو) وارو هڪ وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. (بحواله: ڪتاب آهي ڏينهن اهي شينهن ڀاڱو نمبر 2 ص 107).

6- ڪهيرين جو پاڙو آهي. مير سهراب خان ٽالپر والي خيرپور ميرس جو سپهه سالار گول شاهه (ڪوله شاهه) هن پاڙي مان هو. جنهن خيرپور ميرس ۾ گولي شاهه نالي مسجد نهرائي هئي.

7- پڙهيارن جو پاڙو آهي.

شهاڻي ۽ شاهاڻي ٻه جدا جدا قبيلا آهن. ليڪن لفظن جي (اُچار) هڪجهڙائي هئڻ ڪري هڪ ٿي ويا آهن. شهاڻي، شهانو خان رند بلوچ جو اولاد آهن. تفصيل لاءِ لفظ "شهاڻي" ڏسڻ گهرجي.

**شاهپوتا:** حسني سيدن جو پاڙو آهي.

**شاهپوريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**شاهداڻي:** حاجيزئي خاندان مان آهن. سندن سردار جو نالو شاهه بيگ هو. جيڪو مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان جو وفادار هو. هن کي ميرن جاگيرون عطا ڪيون هيون.

**شاهدين زئي:** ذات جا جتوئي بلوچ آهن.

**شاهلزئي:** رند بلوچن جو پاڙو آهي.

**شاهلياڻي:** برڙن، ٽالپرن ۽ جمالي بلوچن جو پاڙو آهي.

**شاهواڻي:** بوزدارن، جتن، ٽالپرن ۽ لاشارين جو پاڙو آهي. ڪتاب جنت السنڌ ص 594 تي لکيل آهي ته شاهواڻي مير شاهو خان ولد مير بجر خان ولد مير زنگي خان جو اولاد آهن. مير شاهوخان کي غلام محمد ۽ ڪرم خان پٽ هئا. جن جي اولاد پاڻ کي "شاهواڻي" سڏايو. هن خاندان جو شجره هن طرح آهي.



**شاهوپوٽا (شاهي پوٽا):** جاکرن جي حسڻ پاڙي جي هڪ شاخ. هنن تي حسڻن جي پڳ آهي.

**شاهوزئي:** بروهي قوم جي هڪ تمن جو نالو آهي. هن جا مکيہ قبيلا ۽ پاڙا آهن: 1- براهيم زئي، 2- تمازرئي، 3- جنگي زئي 4- رهزن زئي 5- ريحان زئي 6- سيد خان زئي 7- فدارزئي 8- گاجي خان زئي 9- گرزئي 10- مراد خان زئي 11- مستان زئي 12- مصر زئي.

جهلاوان پلوي بروهين جي بنگلزئي پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو پڻ "شاهوزئي" آهي. هي زهريءَ جي اتر هيٺ آهن. محمد حسني ۽ جتڪ بروهين ۾ پڻ "شاهوزئي" آهن. بزنجو بروهين ۾ پڻ هن پاڙي وارا آهن. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 132 موجب "شاهوزئي" خدرائي بروهين جو پاڙو آهي. زرڪ زئي هن جا پائر آهن. جي بعد ۾ خدرائي قبيلي ۾ شامل ٿيا آهن.

**شاهوڪ:** برفتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هن وقت ڪوهستان ۽ لسبيلي ۾ رهن ٿا. هنن کي دودا پڻ چون ٿا. شاهوڪن مان منو شاهوڪ وڏي نالي وارو هو. هن کي قلات جي خان، خدادا خان سونمياڻيءَ ۾ نيابت جو پروانو ڏنو هو. جنهن تي چاموٽن ۽ بزن گڏجي هن کي قتل ڪيو هو. ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 502 موجب شاهوڪ، چام برفت جي پٽ شاهوجو اولاد آهن. شاهوڪن جا خاص پاڙا آهن: 1- ايوب پوٽا، 2- جعفر پوٽا، 3- دائود پوٽا، 4- ڏني پوٽا، 5- لڏا، 6- موسيٰ پوٽا.

**شاهول:** شاهاڻي جتن مان آهن. هنن جا چند گهر حيدرآباد ۾ مقيم آهن.

**شاهُولــِـي برَ (شاهه بر):** خانبدوش ٻڪرين ۽ رڍن چارڻ وارا ايراني بلوچ آهن. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**شاهي:** فارسي لفظ آهي، جن جون ڪئي معنائون آهن مثلاً ڪارو، ڪاراڻ، ڪاريءَ مس جهڙو، نڱ وغيره.
شاهي ميمڻ ۽ جتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هڪ روايت موجب ڪچ ڀڄ کان آيل ميمڻن جو سامان وغيره جت بلوچن ۽ سماٽي جتن انن تي آندو هو. سماٽي جتن مان ڪجهه ماڻهن پاڻ کي ميمڻن سان منسوب ڪري ذات جا "شاهي" سڏايو. شاهي ميمڻ اصل ۾ 'جت" آهن. ايس - صادق علي ص 55 جريان نمبر 77 تي لکيو آهي تہ "شاهي" جت آهن.

**بيت: افلاطون عقل جا، ٿا شاهي لاهن شاهه.(جلال)**

**شاهياڻي:** جت ڪرمتين جي گلڙي ۽ مرگهر شاخ جو هڪ پاڙو.

**شاهي پوٽا:** جاکرن جي حسڻ پاڙي جي هڪ وراٺي.

**شاهيجا:** رندن جو پاڙو آهي.

**شاهي خيل:** آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ "شاهي خيل" مسلمان ڇهڙن جي ذات آهي. هي سرحد صوبي ۾ رهن ٿا. ملڪ جي ٻين حصن ۾ کين کوجا، ڪتانہ ۽ مصلي چون ٿا.

**شاهي زئي:** مينگل بروهين ۽ محمد حسني بروهين جو پاڙو آهي.

**شبائي:** سما آهن.

**شَبڪُور:** فارسي لفظ آهي. شب + ڪور = رات + انڌ - نابين. اهو ماڻهو جيڪو رات جو نہ ڏسي سگهي. شبڪور هڪ سماٽ ذات آهي.

**شَبلاڻي:** فارسي لفظ شب + لان مان نهيل آهي. جنهنجي لغوي معنيٰ آهي. اهي جابلو ماڻهو جيڪي راتيون جاڳي خوش مزاجي ۽ ڪچهرين ۾ گذارين ٿا. شبلاڻي لاشاري بلوچ آهن. جيڪي مٿين ڪهاوت سان منسوب آهن.

**شَبي:** فارسي لفظ آهي. جيڪو منسوب آهي رات سان. شبي سمن مان آهن.

**شَتَبڪ:** ڪڙراني پٺاڻن جو قبيلو آهي.

**شتياڻي:** مهيسرن جو هڪ پاڙو.

**شجاع:** سومرن جو نهايت پراڻو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب سومرن جو دور ص 370).

**شجاع ديني:** بروهين جو پاڙو آهي.

**شُجراهہ:** سمن جي هڪ ذات جو نالو آهي. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان عرب ڪان آيل "عرب" آهيون. گهڻو وقت سنڌ ۾ رهڻ ڪري اسان "سماٽ" سڏجون ٿا.

**شُجراءَ:** سنڌ جا سما آهن. شجراءِ لفظ سج + راءِ جو مرڪب آهي. جنهنجي معنيٰ آهي سج (سورج) جا پوڄاري. هي ذات سنڌ ۾ نهايت گهٽ آهي.

**شدراڻي:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

**شدنزئي:** ڪردن جو پاڙو آهي.

**شدوال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي شاد بن حضرت بابا سجاول جو اولاد آهن.

**شَرَ:** عربي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي فساد. گوڙ. جهيڙو. اصطلاحي معنيٰ تي وڙهڻ وارو. جهيڙي ڪرڻ وارو وغيره. جامع سنڌي لغات ۾ جتوئي قبيلي جا چوڏهن پاڙا لکيل آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "شر" لکيل آهي. ايس - صادق جي لکيل ڪتاب جي ص 87 جريان نمبر 28 تي لکيل آهي تہ "شر" جتوئي بلوچن جو پاڙو آهي. جنهنجا مکيہ پاڙا آهن: 1- ابراڻي 2- بجاراڻي 3- بنگلاڻي 4- گنديرِ 5- هيسباڻي 6- ادرا 7- سندراڻي 8- قاسماڻي. شر هن وقت هڪ آزاد بلوچ قبيلو آهي. صحباڻي ۽ اتلاڻي بہ هنن مان آهن.

**شرخيل:** ڪاڪڙ پٺاڻن جي ذات آهي.

**شرف:** هڪ مسلمان ذات، آهي.

**شرف پوتا:** متعلوي/منياري سيدن جو پاڙو آهي. هي سيد شرف الدين بن سيد مير علي سنڌي جو اولاد آهن.

**شرمالي:** برهمڻ هندن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**شرن زئي:** محمد شهي بروهين جي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**شريشاڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي تمن جو هڪ پاڙو.

**شريفاڻي:** چنن جو پاڙو آهي.

**شِـريمالَ:** گوجرن (جت) جو پاڙو آهي. (بحوالہ:شاهان گوجر).

**شرين:** هندو ڪترين جو پاڙو آهي.

**شَـڦـڪـُـور:** دومڪي بلوچن جو پاڙو آهي.

**شِـڪاري:** جهنگلي جانورن جو شڪار ڪندڙن کي شڪاري چيو تو وڃي. اصطلاحاً اهي حرام کائيندڙ باليشاهي، هڏ واڙ، ڳاگڙا، گرگلا، ڇهبير، ڇهڙا، ٻاگڙي، گيدڙي وغيره قوم جا ماڻهو، جيڪي حرام جانورن جو شڪار ڪري کائين ٿا. هي خانبدوش آهن. مسلمان ٿين ڪان پوءِ پاڻ کي ماڇي، ملاح ۽ شيخ چوائين ٿا.

**شڪرخلاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**شَـڪرلاهي:** حسني سيد آهن. ٺٽي شهر ۾ رهن ٿا.

**شڪريو:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**شڪلاڻي:** نوحاڻي بلوچن جي سنجراڻي شاخ مان هڪ پاڙو. مهڪاڻي مرين مان شڪل خان بن مير حاجي خان مريءَ جو هڪ ڪيڙ.

**شَـڪـُـورزئي:** الڪو پناڻن جو پاڙو آهي.

**شَـلماني:** مهند پناڻن جو پاڙو آهي. ابسٽن هنن کي اندين ماخذ پناڻ ڄاڻائي ٿو. (بحوالہ: پنجاب کي ذاتيـن) درياءَ سنڌ جي ڪناري شلمان علائقي ۾ رهڻ سبب "شلماني" سڏجن ٿا.

**شلواڻي:** بگٽي بلوچن جي ريهيجا (راهيجا) پاڙي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**شَـمباڻـي (يار ياڙي):** بگٽي بلوچ قبيلو آهي. هـنـن کـي "يـار ياڙي" پـڻ چـون ٿـا. هـن خانـدان جا خاص پاڙا آهن: 1- تنجواڻي 2- ٽڪسور 3- پيٽي 4- پجدور 5- حمزاڻي 6- رحملاڻي (تيغواڻي) 7- رئيزاڻي 8- شنگواڻي 9- شمباڻي (يارياڙي)، 10- گودائي 11- مجوبار 12- مرزاڻي 13- مهرياڻي.

**شمبدئي:** ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 127 موجب "شمبدئي" سرپرد قبيلي جو پاڙو آهي. جن جو واسطو بلوچن سان آهي.

**شمراڻي:** سمن جي ذات آهي.

**شَمس:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**شَمساڻي:** ڏهر ذات جو پاڙو آهي.

**شَمسي:** حسيني سيد آهن. جيڪي محمد تبريزي المعروف شمس تبريز جو اولاد آهن. ڪن روايتن ۾ آهي تہ شمس تبريز غير شادي شده هو. هن جي پاءُ جي اولاد کي "شمسي" چون ٿا. هي بزرگ عراقي، سبز واري، مغربي ۽ شاميءَ جي نالي ۽ لقب سان مشهور آهن. هي شام ملڪ کان نڪري اچي ملتان ۾ سڪون پذير ٿيا ۽ سندن اولاد پاڻ کي "شمسي سيد" سڏايو. شمس تبريز جي تاريخي حوالن سان سندن شجرو هن طرح ثابت آهي:



عبدالمجيد
|
منتظر باالله
|
احمد هادي
|
هاشم علي
|
محمد
|
سيد محمود سبزواري (سبزا واري سيدن جو مورث اعليٰ)
|
محمد محب الدين
|
علي خالد الدين
|
عبدالمؤمن (بادشاه آفريڪا)
|
سيد علي ملقب
|
صلاح الدين محمد نور بخش
|
سيد محمد تبريزي المعروف شمس تبريز (شمسي ڪلهوڙن جي دوُر ۾ سنڌ ۾ آيا)
|
اولاد شمي سيد

**شنباڻي:** ڪرمتين جي مهيري ۽ مرگهر شاخ جو هڪ پاڙو. لاشارين جي منڌير شاخ مان پڻ آهن. پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي لکيو آهي تہ "شنباڻي" مگسي بلوچ ۽ بگٽي (رند) بلوچن جو پاڙو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان لکي ٿو تہ "شنباڻي" بگٽي بلوچ آهن. ايس - صادق علي جي لکڻ موجب "شنباڻي" بگٽين (رند) جو هڪ جدا قبيلو آهي، جنهنجو سردار ڪيچي خان شنباڻي بگٽي هو. هي شنبو پٽ سائينداد جو اولاد آهن. شنباڻي بگٽين جا هيٺيان خاص پاڙا آهن: 1. رحمتاڻي 2. ڪيازئي 3. گدري 4. شنباڻي 5. سيداڻي 6. چنڪاڻي 7. سياهہ قاز 8. ڪذو 9. پهلواڻي 10. عاقلاڻي 11. حيراڻي 12. گندڪاڻي 13. شيهہ ڪاڻي 14. نوتڪاڻي 15. جامڪاڻي 16. سيفلاڻي 17. درياڻي 18. ريحو 19. ڪارجو 20. ڪذير 21. رحملاڻي 22. بکراڻي 23. بنبي زئي 24. ٽالپر 25. هلياڻي

**شنبوزئي:** بروهين جو پاڙو آهي (شنبي زئي)

**شَنبي:** پناڻن جو هڪ پراڻو قبيلو آهي، جيڪي شنب بن حريق غوريءَ جو اولاد آهن. چون ٿا تہ لوڏي ۽ سوري بہ هنن مان آهن.

**شنبياڻي:** بگٽي بلوچ قوم جي نوتاڻي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**شندال:** هندن جي هڪ ذات ۽ ورن جو نالو آهي. هنن کي "چندال" بہ چون ٿا.

**شَـنگرانـِـي:** بروهي قوم جي لهڙي پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو آهي.

**شنگواڻي:** بگٽين جي "شمباڻي" (يارياڙي) پاڙي مان هڪ ڦريءَ جو نالو آهي.

**شـِنگھواڻــِي:** هندن جي ذات آهي.

**شنواري:** خلجي پٺاڻن جو پاڙو آهي. افغانستان ۾ جلال آباد جي علائقي ۾ حصارڪ ۽ روتاس جي پرسان هڪ ڳوٺ جو نالو "شنوار" آهي. هي ان ڳوٺ جا شنواري خلجي افغان آهن. (بياض مرحوم مولانا مير جمال الدين علوي).

**شَـنـواري:** خرشيون پٺاڻن ۽ ڪيراني افغانين جي پاڙي جو نالو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب هي خرشيون جي ٽئي پٽ ڪانسيءَ جي اولاد مان آهن. سنگو خيل، علي شير خيل، سيپاهه ۽ مندوزئي هن جا خاص پاڙا آهن.

**شودا:** حملائي راڄ مان سنڌ جا سما آهن. جيڪي برفت آهن.

**شوداساڻي:** هي شو جا پوڄاري هندو آهن. هنن جي نک جو نالو "ڪنگهر" آهي. ٽڏائي، منسڪاڻي ۽ نهائي پاڻ ۾ عزيز ٿين.

**شـُـودر:** هي گهٽ ذات وارا اڇوت هندو آهن. شودر سنسڪرت زبان جو لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي. خدمتگار ذات خادم ذات.

**شور:** لسبيلي جي مانڌڙن جي راڄ جي هڪ ذات آهي.

**شورا:** محمد بن قاسم جي هٿ تي سنڌ جي راجا موڙا سنگهه رانوڙ اسلام قبول ڪيو. جنهن ڪري هن کي سنڌ جي اوپر واري حصي تي حاڪم مقرر ڪيو ويو، جنهن جو مرڪز حيدرآباد هو. ان وقت هن کي ست پٽ: ڏارو، شورو، ڪونئرو، سهتو، راهو، مگڻ ۽ اڇڻ هئا. شورا ان شوري جو اولاد آهن. راجا پنهنجي حياتيءَ ۾ حيدرآباد سنڌ کان هيٺيون پاڱو جاگير طور شوري کي ڏنو. اڄ بہ انهيءَ پاڱي ۾ "شورا" ذات جا وڏا وڏا ڳوٺ آهن.

شورن جو ذڪر مغل بادشاهه شاهجهان جي زماني ۾ پڻ آهي. ان وقت سيوهڻ جي سرداري مير ابوالبقاءُ وٽ هئي. جنهن سيوهڻ جا گدرا بيڙيءَ ذريعي ٺٽي جي حاڪم ڏانهن روانا ڪيا هئا. جن کي دائود شوري جي ماڻهن کاسائي شورا ڳوٺ وٽ ڦريو هو. اڄ بہ اهي شورن جا ڳوٺ موجود آهن. شورا سماٽ قوم آهي ۽ اصل سمن مان آهن. ايس . صادق علي جي لکڻ موجب سام جي هڪڙي پٽ جو نالو "ٻڌا" هو. جنهن کي 16 پٽ هئا. جن کي "رانوڙ" چوندا هئا. ان رانوڙ جي قبيلي مان "شورا" آهن. هي نجا سما آهن. سهتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "شورا" اهي. شورن جا بہ ڪافي پاڙا آهن. جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "ڪاسائي" آهي. (سهتن جو شجرو ڏسڻ گهرجي).

**شوران زئي:** بروهي قوم جي بنگلزئي شاخ مان هڪ پاڙو آهي.

**شورائي:** سمن جي ذات آهي. ديسي ڪار ناهڻ جي ڪرت سبب "شورائي" سڏجن ٿا.

**شولا:** بلوچن جو پاڙو آهي. اتر سنڌ ۾ رهن ٿا.

**شولاڻي:** بوزدارن، ڪرمتين ۽ ميربحرن جو پاڙو آهي. ڪرمتي شولاڻين جا خاص پاڙا آهن: اوناڙي، بنياڻي، جماڻي، ڊولنگاڻي، عيساني، ڏيواڻي، ڪانواڻي، ظهرياڻي، سعيت ۽ حامحلاڻي.

**شولين:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**شهاب زئي:** لورن جي ذات آهي.

**شهاڻي:** رندن، لشارين، ٽالپرن ۽ هندن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڪتاب بلوچ قوم اور اسڪي تاريخ ص 348 تي شهاڻي رندن جو شجره هن طرح لکيل آهي:




ايس . صادق علي جي لکڻ موجب "شهاڻي" رند، لشاري ۽ ٽالپر آهن. عام طرح سان اهي "رند شهاڻي" پاڻ کي هن وقت "شاهاڻي" چوائين ٿا. جن جا پاڙ داڻي، حمزواڻي ۽ سهتاڻي خاص پاڙا آهن. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان پڻ "شهاڻي" آهن. عام طور ڏنو ويو آهي تہ هندو شهاڻين کي شاهاڻي لکيو وڃي ٿو، جو درست نہ آهي. شهاڻي "بنيجا" نک مان هندو آهن. سندن ذات جو نالو سندن وڏن پنيان نہ پر شاهہ بهارو جي پنيان پيو آهي. شاهہ بهارو بوبڪن جو ذات جو جهنجهڻ هو. هي ميرن جي صاحبيءَ ۾ چانڊڪا پرڳڻي جو گورنر ٿيو. جنهن هندن مٿان تمام گهڻو هٿ رکيو. ان نسبت سان اتي جي هندن پاڻ کي شهاڻي سڏيو آهي. پوءِ اهي هندو سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويا. اي _ تي شهاڻي ۽ پي کي شاهاڻي پڻ هنن مان هئا. بهارو شاهہ جي قوم وارن سندس شان شوڪت ڏسي پڻ پاڻ کي بہ شهاڻي سڏايو. بهارو شاهہ جي درگاهہ لاڙڪاڻي شهر ۾ ڪيراج فقير جي باغ ڪان ٿورو پريرو گهاڙ واهہ جي ڪپ جي ويجهو آهي.

**شهبارڪاڻي:** مزاري بلوچ قبيلي جي رستماڻي شاخ مان آهن.

**شهبزائي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**شهبيگ:** جت بلوچ آهن. بلوچستان، لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. هنن کي "شهبيگي" بہ چون ٿا.

**شهپات:** رندن جو پاڙو آهي. اصل لفظ سياھ پهد. سياھ پاد سياھ پاز ۽ سياھ فاز آهي. جيڪو بگڙجي "شهپات" ٿيو آهي. ايس. صادق علي لکيو آهي تہ "شهپات" رند آهن. جنگ ۾ ڪارن بوٽن - جورابن (ڪارا پير) پائڻ ڪري "سياھ پاد" سڏبا هئا. لفظ سياھ پاد بگڙجي "شهپات" ٿيو.

**شهجراھ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**شهخاٽي:** لشاري بلوچ آهن.

**شهداتاٽي:** ڪولاچي آهن.

**شهداداٽي:** ٽالپرن ۽ لاشارين جو پاڙو آهي. جوڪين ۽ مهيرين ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**شهدادزئي:** محمد حسني بروهين جو پاڙو آهي.

**شهداٽي:** لشاري بلوچ آهن. مير جتن ۽ لشاري جتن ۾ پڻ "شهداٽي" پاڙو آهي.

**شهزادا:** اصل ۾ عربي نسل جي قوم جا ماڻهو آهن. جيڪي ڪجهه صديون اڳ عرب ملڪ مان هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. ڪافي عرصي بعد انهن مان ڪجهه روزگار خاطر سنڌ مان لڏي وڃي جيواٽي، دشت باهو، ڪرمان ۽ مڪران ۾ سڪونت پذير ٿيا. ايران جي مڪراني پٽي ۾ رهڻ ڪري هن وقت هي "مڪراني بلوچ" سڏجن ٿا.

**شهہ غاسي:** جي معنيٰ آهي دربان. بلوچستان جا بلوچ آهن.

**شهڪ:** بلوچ آهن. جيڪي شهڪ رند جو اولاد آهن.

**شَهڪاٽي:** رند بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جن جو ڏاڏو شهڪ خان هو. هنن جو شجره هن طرح آهي:

مير جلال خان بلوچ
|
رند
|
رمضان
|
نصيرالدين
|
احمد
|
گلو
|
فيروز
|
ڪالو
|
فيروز شاھ
|
شهڪ
|
اولاد شهڪاٽي رند

**شَــهلاڻي:** جمالي آهن.

**شَـهلياڻي:** بلوچ آهن.

**شَــهمراڻي:** بوزدار بلوچ آهن.

**شهميراڻي:** ڪرمتين جي مهيري راڄ جو هڪ پاڙو.

**شِـهڻا:** برفتن مان آهن. تـاڻي بـولا خـان ۽ ڪوهستـان ۾ رهن تـا. ڪوهستان وارا شهڻا وڏيره صالح محمد برهماڻي جو راڄ آهن. جيڪي ملڪ جي سرداري هيٺ آهي.

**شهوازاڻي:** آلڪاڻي بلوچن جي شاخ آهي.

**شَـهواڻي (شاهواني):** بروهي قوم جا تمام گهڻا پاڙا آهن. جن مان "شهواڻي" هڪ نهايت مکيه پاڙو ۽ قبيلو آهي. هن پاڙي مان محترم رحيمداد خان مولائي شيدائي "شهواڻي" هڪ برک تاريخدان ٿي گذريو آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ هي اصل ۾ پٺاڻ آهن. پر اڄ ڪلهہ بروهي تمن ۾ شامل آهن. شهواڻي پاڙي جا خاص ٽي وڏا قبيلا آهن. جن ۾ ٻتيهہ شاخون آهن. جن جو تفصيل هن طرح آهي:

**الف: حـاجي زئـي:** 1. حـاجي زئـي 2. راوت خـان زئـي. 3. شـادين زئـي 4. چندوزئـي 5. حـاصل خـان زئـي 6.ميروزئـي 7. شـيرزئي 8. خواجوزئـي 9. شـاهوزئي 10. حسـيـنـي 11. ڪلـوزئـي 12. عـمـرانـي 13.تـنـگـي زئـي 14. سهرزئي 15. سياهي زئي 16. ڪشاني ۽ 17 غل.

ب : **سهرزئي:** 1 ڏاهي زئي 2 علي خان زئي 3 فيروزئي 4 عيسيٰ زئي 5 بوجازئي 6 حڪيم زئي، 7 ڪنزئي.

ج: **عمراني:** 1 هوتي زئي 2 جهل زئي 3 يار علي زئي 4 ٻندوخ زئي 5 زهروزئي 6 غـزار زئي ۽ 7 جوگي زئي.

شهواڻي خاندان جو شجره هن طرح آهي.

**شجره شهواڻي**






ڪتاب جنت السنڌ ص 52 فوٽ نوٽ تي لکيل آهي تہ رئيساڻي ۽ شهواڻي يهودين مان (افغان) نو مسلم آهن.

**شهواڻي:** گورچاڻي بلوچن جي لشاري شاخ مان هڪ پاڙو آهي. (رندن) جکراڻين ۽ ٽالپرن ۾ پڻ "شهواڻي" آهن.

**شَهوڪَ:** هڪ غير سمات ذات آهي.

**شهياڻي:** جوکين جو هڪ پاڙو.

**شهيبگي (شهيگي):** شاهہ بندر جا سماٽي جت آهن.

**شَهيجا (شاهجا):** بجاراڻي مرين جو پاڙو آهي.

**شَهيد:** سکن جو پاڙو آهي. هي سوڍا سنگهہ تلوندي جي مهنت جي نالي تي سڏجن ٿا.

**شهيدي:** رخشاڻي ڪردن جو پاڙو آهي. هنن جي وڏي جو نالو سردار الفت خان هو.

**شيخ:** عربي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، بزرگ، قاضي، وڏي رتبي وارو وغيره. شيخن جا بہ قسم آهن. هڪڙا ايران کان آيل، جيڪي بزرگ ۽ درويش آهن. ٻيا هندن، سکن، شڪارين يا غير مسلم مان نوان مسلمان ٿيل آهن. جهڙوڪ ميمڻ، خوجا، وورا، بوهرا، شيخ، گهرئي پوٽا ۽ سرائي وغيره. ايران کان آيل دهوار بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "شيخ" آهي. اهي سڀ شيخ ذات جا "شيخ" سڏجن ٿا.

**شيخا:** اصل ۾ عربي نسل جا عراق مان هجرت ڪري آيل عرب آهن. سندن چوڻ آهي تہ هو حضرت عقيل رضہ جي اولاد مان آهن. جيڪي پاڻ کي "شيخہ" چوائين ٿا.

شيخہ پنهنجي بزرگي ۽ ڪرامت جي ڪري تمام گهڻا مشهور آهن. هن وقت حمراڻي شيخہ حمر جو اولاد ۽ ڪڙياڻي شيخہ ڪڙيي جو اولاد حيدرآباد ۽ ڪراچي جي آسپاس رهي ٿو. ڪن ڪن جاين تي هي "علوي" بہ سڏجن ٿا.

**شيخاڻي:** گورچاڻي بلوچ قبيلي مان آهن. هن جون مکيہ ڦريون آهن: 1- بڪراڻي 2- بيراڻي (بابولاڻي) 3- جلباڻي 4- دوداڻي 5- شيخاڻي 6- مناڻي 7- منڪاڻي (ماٽڪاڻي) 8- ميهاڻي.

چاچڙن جي ڇٽا قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "شيخاڻي" آهي. ايس - صادق علي جي لکڻ موجب "شيخاڻي" مگسي قبيلي (سمات) جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**شيخ پهنور:** پنهور آهن. دادو شهر جي پرسان وينا آهن.

**شيخ جا پوٽا:** ذات جا سومرا آهن.

**شيخ حسيني:** محمد حسني بروهين جو پاڙو آهي. هي هاروني آهن. هنن جو مورث اعليٰ بزرگ شيخ حسين هو. جنهن جي مزار نوشڪيءَ ۾ آهي. هي ايراني نسل مان آهن.

**شيخ زاده:** هي خواجا "مگو" ڪُل جا کتري آهن. جيکي اڪثر ڪري چمڙي جا واپاري آهن. هي هندن مان شيخ ٿيا ۽ سندن اولاد پاڻ کي "شيخ زاده" سڏايو.

**شيخ علي خيل:** خيبر شنواري پٺاڻ جو پاڙو آهي.

**شيخي:** استرياني سيدن جو پاڙو آهي. هي پٺاڻ سيد آهن.

**شيدي:** عربي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. اسود. ڪارو يعني هي رنگ جا ڪارا آهن. هي اڪثر ڪري غلام قوم رهي آهي. هنن جا ٻہ قسم آهن. هڪڙا گهر ڄاوا ۽ ٻيا آفريڪا مسقط ۽ عرب ملڪن کان خريد ڪيل غلام. سنڌ ۾ اڪثر ڪري ٽالپرن وٽ هي غلام ۽ پورهيت هئا. هن وقت هي سجاڳ ٿيندا ٿا وڃن ۽ غلامي جي زنجير مان پاڻ ڇڏائيندا ٿا وڃن. مشهور مصنف ۽ شاعر محمد صديق مسافر پڻ هنن مان هو. شيدي قوم جون مکيہ ذاتيون ۽ پاڙا هن طرح آهن: 1- پمپاڻي 2- تريزميزا 3- تيمالوئي 4- تووئر 5- ڊونڊيري 6- ڊونگو 7- ڊينگريڪو 8- زنگزيگري 9- ظالما 10- قمبراڻي 11- ڪمٽڪ 12- گنبو (گدا) 13- ماگر 14- متوئي 15- ملوئي 16- مريما 17- مريما قاٽي 18- مزگرا 19- مکامي 20- مکو 21- مکوندي 22- مکوئا 23- مياس 24- نيامئيزي 25- آسماني 26- مخول 27- ملشيري 28- ڪوندي.

**شيرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**شيرا خيل:** لوڌي پٺاڻ آهن.

**شيرازئي:** ڪاڪڙ پٺاڻ آهن.

**شيرازي:** حسيني سيد آهن. شيراز ايران جو شهر آهي. ان شهر جي نسبت سان "شيرازي" سڏجن ٿا. شيرازي سيدن جا وڏا غالباً 786 هہ 1384ع ڌاري شيراز کي خيرباد چئي قنڌار کان ٿيندا سيوهڻ پهتا. جن مان ڪجهہ سيوهڻ ۾ رهيا ۽ باقي سيد محمد ۽ سندس پٽ ۽ سيد احمد ساموئي کان ٿيندا. اچي ٺٽي شهر ۾ سڪون پذير ٿيا. پاڻ قاضي نعمت

الله عباسي سان رشتيداري ڪري هميشہ لاءِ ٺٽي ۾ آباد ٿي ويا. ان ڪان پوءِ پيا بہ "شيرازي" سيد شيراز ڪان اچي سنڌ ۾ ويا. شڪرالله سيد ۽ انجوي سيد بہ شيرازي خاندان مان آهن. تحفتہ الڪرام جو مصنف علي شير قانع بہ شڪرالله شيرازي سيدن مان هو. نموني طور ٻنهي ڪڙين جا شجرا هن ڪتاب جي آخر ۾ شجرن واري حصي ۾ ڏنا ويا آهن.

**شيراني:** افغاني پٺاڻ آهن. پٺاڻن جي ذڪر ۾ لکيل آهي تہ شيراني اسرائيل جي شاول نسل مان آهن. هن وقت هي اندرون سنڌ ۽ ڪراچي ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. شيراني پٺاڻن جو شجره هن طرح آهي.

عبدالرشيد (قيص - شاول)

ساربان

خيرالدين (خرشبون) — (شرخبون) شرف الدين

شرف الدين: شيراني، ترين، بابرج، ميانه، ارماڙ

شيراني پٺاڻن جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1. ترياني 2. اسندزئي 3. بابرالياس لڪياني 4. بوباخيل 5. خخياني 6. دولت خيل 7. سالار خيل 8. سان خيل 9. سندزئي 10. مروت خيل 11. موسيٰ خيل 12. غوريزئي 13. گنداپور 14. بابر.

**شَيراڻي:** سما ۽ گهنيا ذات جا پاڙا آهن. لغاري بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "شيراڻي" آهي.

**شِيراڻي:** مري بلوچن جي لوهاراڻي شاخ مان آهن. ڪرمتين جي مهيري ۽ جانوري شاخن جو پڻ هڪ پاڙو.

**شيرپائو:** محمد زئي (زمند جو پٽ) پٺاڻن جو پاڙو آهي. محمد حيات شير پائو هن پاڙي مان هڪ مشهور شخصيت هو.

**شير خاناڻي:** جمالين جو پاڙو آهي. ٺٽي جي ميمڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "شير خاناڻي" اهي.

**شيرخانائي:** جمالي آهن.

**شير خان خيل:** پٺاڻ آهن.

**شيرخاڻي:** جمالي بلوچ آهن.

**شيرزئي:** معنيٰ شينهن جهڙو. شهواڻي بروهين جي حاجيزئي شاخ جو پاڙو آهي. بارڪ پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "شيرزئي" آهي.

**شيرلياڻي:** مزاري بلوچ آهن.

**شيرواري:** بروهي آهن.

**شيرواڻي:** پرڳڙين جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**شيروزي:** محمد حسني بروهين جو پاڙو آهي.

**شيش پوتا:** باريڃن جو پاڙو آهي.

**شيلياڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**شِينا:** برفتن مان آهن. ڪوهستان ۾ رهن ٿا. ملاحن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "شينا" آهي. هي تعلقي جاتي ۾ رهن ٿا. پڪا چانگ (خيرپور ميرس) ۾ وڏيره جان محمد شينا سان ملاقت ٿي. جنهن ٻڌايو تہ اسان سماٽ آهيون. شمس الدين بلبل پڻ ذات جو شينو هو. هي پاڳناڙي ڪان آيل هو.

**شِينهڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**شينهڻ:** سميجن جو پاڙو آهي.

**شيواڻي:** هندن جي هڪ آکهہ جو نالو. ٿر ۾ رهندڙ.

**شيوڪاڻي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**شيوڪ راماڻي:** ُسروپا' نک مان هندن جي هڪ آکهہ.

**شيهہ:** ونگائي جت بلوچن جي ذات آهي. شاهہ بندر ۾ رهن ٿا.

**شيها:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو. هي شيهو پٽ ندو پٽ ڪندر جو اولاد آهن. ڪُبَر هن جا سوٽ ٿين. شيهي جي اولاد پاڻ کي "شيها" سڏايو.

**شِيهڪاڻِي:** شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هي شيهڪ بن شنبي جو اولاد آهن.

**شيهي:** اصل ۾ ايراني مڪران جي علائقي دشتياري ۽ باهو جا رهاڪو آهن. هي پاڻ کي بلوچ ۽ مڪراني چوائين ٿا. ڪراچي ۾ رهن ٿا.

# شيرازي / انجوي سيدن جو شجرو





محمود (متوفي 694 هہ)
(786 هہ ۾ سنڌ ۾ اچي مراد اوني ڳوٺ ۾ ويٺا) محمد عرف ميران محمد (شيراز کان آيو. اولاد شيرازي)
احمد
علي
جعفر
محمد شريف
سيد محمد حسين (جنم 831 هہ وفات 893 هہ)
احمد (نهر والا گجرات)
منصور
نعمت الله
حماد
سيد جلال
سيد جمال
علي ثاني عرف رشيد (وفات 971 هہ)
علي محمد (لاولد)
عبدالقدوس
احمد
طاهر
جلال ثاني (مرزا صالح جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين)
احمد
عبدالرحمان
مير محمد (ترخان نامہ جو مصنف)
سيد فضل الله
شيخو
حامد
منصور
سيد بزرگ عبدالله
مير علي اصغر
احمد عرف سيد وڏو
عبدالرحمن
الهڏنو عرف عَلو
مير حسن علي
محمد طاهر
رشيد لعلميد
محمد شجاع عرف سيد ناٿن
محمد طاهر عرف مير محمد

# هڪ بي ڪڙيءَ مان شيرازي سيد

عبداللطيف

مير عبدالرحمان

امير سيد فضل الله محدث الحسيني الدشتڪي الشيرازي

جمال الدين محدث

عطاءُ الله

مير ميرڪ شاه محدث

امير نسيم الدين المعروف محمد عرف ميرڪ شاه

عرب شاه

نعمت الله

وجه الدين

قاضي سيد شڪرالله (ٺٽي جي انصارن مان شادي ڪيائين) — 927 هه ٺٽي ۾ آيو

ظهير الدين المعروف جادم اول



# ص

**صابرا:** سومرا قبيلي جي هڪ اهم شاخ آهي. هنن جو وڏو ڏاڏو "خواوڙ" سومرن جي حاڪم "ڏونگر راءِ" سان گڏجي ئو. هي پاڻ کي سنڌ جا اصل باشندا ۽ سماٽ سڏائين ٿا. هيوز بلز جي لکڻ موجب "صابرا" راجپوت نسل مان آهن. هڪ روايت موجب صابرا مانڌڙن جو راڄ آهي ۽ انهن جون پاڻ ۾ مٽيون مائٽيون آهن. ڪي محقق هنن کي برفت لکن ٿا. **صابرا لسيلي (پيراڻي):** سروان، جهالاوان، ڪوهياري، باغبان، ڪراچي ۽ ٺٽي ۾ رهن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن:1- آريپوٽا 2- الياساڻي 3- جڪريپوٽا 4- حسن پوٽا 5- ڳاڙهي پوٽا 6- منڪاڻي 7- موتي پوٽا 8- موندر پوٽا ۽ 9- مهوميا.

**صابلاڻي:** لاکن جو پاڙو آهي.

**صابواڻي:** جڪراڻي بلوچ آهن. ڪرمتين جي پيٺوا شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**صابوجا:** هوٽي ذات جو پاڙو آهي.

**صابوگر:** سمن جي ذات آهي، ٺٽي شهر ۾ رهن ٿا.

**صابوٺاڻي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**صاحب:** ذات جا سما آهن. (اوٺا)

**صاحُباڻي:** مارفاڻي چانڊين جو پاڙو آهي، ببرن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "صاحباڻي" آهي. ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 409 تي لکيل آهي تہ "صاحباڻي" کوسن مان آهن.

**صاحِباڻي:** عمراڻي بلوچ آهن.

**صاحبڏين:** راهوما ذات جو پاڙو آهي.

**صاحبناڻي:** ڪرمتين جي ڳورئي شاخ جو هڪ پاڙو.

**صادقاڻي:** سوري لنڊن جو پاڙو آهي. خيرپورميرس ۾، سني ڪوجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "صادقاڻي" (عيسباڻي) آهي. ڪرمتين جي جانوري شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**صادق پوٽا:** دلن جي ڏيتا شاخ جو هڪ پاڙو.

**صافي زئي:** مهند پٺاڻ آهن.

**صالحاڻي:** پٽن جو پاڙو آهي.

**صالح خيل:** فوفل پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**صالحياڻي:** ڪرمتين جي گلڙي ۽ جانوري شاخن جو هڪ پاڙو.

**صبح پوٽا:** ملاحن، مهاڻن ۽ ساٿين (ملاح) جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**صحباڻي:** شرن جو هڪ پاڙو.

**صُحبجا:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**صحب دين:** پنيرن جو پاڙو آهي.

**صحرائي:** هسپت بن جادم جو اولاد آهن، هي اصل سما آهن. صحرائي سيدن جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان نامور تاريخ نويس سيد طاهر محمد نتوي ٿي گذريو آهي، جنهن ”تاريخ طاهري“ لکي هئي.

صدر: اصل سما آهن.

**صدرالدين:** متعلوي سيدن مان آهن. سيد موسيٰ بن سيد صاحب بن سيد احمد کي ٽي پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو سيد صدرالدين هو جنهن جي اولاد پاڻ کي ”صدرالدين“ سڏايو.

**صدرجا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**صُدراڻي:** ناريجن ۽ سمن جو پاڙو آهي.

**صدرپوٽا:** باريچن جو پاڙو آهي.

**صدردينجا:** راڄپرن جي ذات آهي.

**صديقي:** حضرت ابوبڪر صديق رضہ خليفتہ الاول جو اولاد آهن. هن جي اولاد جو اولاد محمد بن قاسم سان گڏ ۽ مختلف دورن ۾ اسلام جي تبليغ خاطر سنڌ ۾ آيو ۽ خصوصاً سيوهڻ ۽ پاٽ ۾ سڪونت پذير ٿيو. هندستان جي ورهاڱي سبب پڻ ڪافي صديقي اچي سنڌ ۾ وينا. انهن جو اولاد وڌيو ۽ سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويو. جن پاڻ کي حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي حسب نسب سان ”صديقي“ ۽ ”بڪري“ سڏرايو.

سيوهڻ شهر ۾ صديقي خاندان صدين کان ونني آباد آهي. انهي خاندان جو حڪيم مخدوم محمد نصيرالدين فاروق بن مخدوم محمد مراد صديقي هڪ چشم چراغ آهي. جنهن وٽان صديقي خاندان جو هڪ پراڻو شجرو هٿ آيو. مخدوم نوح لطف الله جو شجره فتاويٰ واحدي ۽ بياض مخدوم محمد مراد انصاري تان اتاريو ويو آهي. جيڪو مخدوم بهاؤالدين گودڙئي (نتي جو ميمڻ خاص مريد) جو لکيل آهي. مهراڻ رسالہ جلد نمبر 32، نمبر 3-2 سال 1983ع ص 186 تي ڊاڪٽر ميمن عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل شجرو تصحيح طلب آهي. مهراڻ رسالہ نمبر 4 سال 1989ع ص 133 تي محترم ڊاڪٽر عبدالرحمان مغل سيوهاڻي. مخدوم بصرالدين سيوهاڻيءَ جي مضمون ۾ جيڪو شجرو لکيو آهي. اهو پڻ اڻپورو ۽ تصحيح طلب آهي. سنڌ، هند ۽ پنجاب جي صديقي بزرگن جون هينيون گاديون مشهور آهن.

**خواجہ محمد سليمان تونسوي صديقي، تونسہ شريف.**

**مخدوم محمد زمان لنواري شريف، بدين.**

**مخدوم نوح هالائي، هالا، سنڌ.**

**ڪوٽڙي ڪبير وارا صديقي بزرگ.**

**سيوهڻ شريف جا صديقي بزرگ.**

**پاٽ شريف جا صديقي بزرگ.**

**درگاه مسيح الاولياءَ شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي برهانپوري، هندستان.**

صديقي بزرگن جي وڌيڪ تفصيل لاءِ شجرن واري حصي ۾ سندن شجرو ڏسڻ گهرجي.

**صفراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪرمتين جي گبول شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**صفرواڻي:** کوسا بلوچ آهن.

**صفريزئي:** ڪردن جو پاڙو آهي.

**صفوزئي:** محمد شهي بروهين مان هڪ پاڙو آهي.

**صقل گر:** هندو لوهارن جو پاڙو آهي، لوهہ ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا.

**صلحاڻا:** زردارين جو پاڙو آهي، پنهنجي پيءُ صالح بن زردار پنيان "صلحاڻا" سڏجن ٿا.

**صندراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**صندل:** پٺاڻي قبيلي جو پاڙو آهي.

**صوبدراڻي:** جمالي بلوچ آهن.

**صوپيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**صوپازئي:** بگٽي بلوچن ۽ بروهين جي قمبراڻي قبيلي جو پاڙو آهي.

**صوپاڻي:** پرگڙي بلوچن جو پاڙو آهي. هي رئيس علي خان جو اولاد آهن. ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو پڻ هڪ پاڙو. سمراٽي رهندا پيا آهن.

**صوپواڻي:** ڪرمتين جي مرگهر شاخ جو هڪ پاڙو.

**صوپو پوٽا:** سمن ۽ ابڙن جو پاڙو آهي.

**صوپي زئي:** پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**صوفي:** عربي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي پرهيزگار، عابد، زاهد، پارسا، ڪٽيوال. اهو جو دماغ کي غير جي مشغوليءَ کان پاڪ رکي. صوف = پشم + ي يعني پشم جو لباس (اُن) پائڻ وارو.

صوفي عربستان جي هڪ قبيلي جو نالو آهي. جنهن جا ماڻهو ڪعبي جي خدمت ۾ رهندا هئا ۽ ماڻهن سان چڱائي ڪندا هئا. انهن مان ڪجهه سنڌ جي طرف هجرت ڪري آيا. جن پاڻ کي ذات جا "صوفي" سڏايو.

**صهبائي:** هڪ مسلمان ذات آهي. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**صهيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**صيفاڻي:** موسياڻي بروهين جو پاڙو آهي.

# صديقي خاندان جو شجره: سيوهڻ/پاٽ/هالا/لنواري

سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه (بني مره - تميمي قريشي قبيلو)

(والده ام الخير سلميٰ بنت صخر ۽ والد ابو قحافه عثمان بن عامر)




نوٽ: هڪ ڪان 3 نمبرن سان منسلڪ ناﻻ ايندڙ صفحي تي ڏسندا.




نوٽ: 1 کان 4 نمبرن سان منسلڪ ٽالا ايندڙ صفحي تي ڏسندا.

(4) (3) (2) (1)

عبدالعليم عبدالعظيم محمد معين الدين

محمد شعيب

مخدوم عبدالغفار عبدالرحمان عبدالجليل عبدالعزيز عبدالرزاق غلام محي الدين عبدالوهاب

مخدوم عبدالجبار ميان عبدالستار ڊاڪٽر عبدالشڪور شهيد عبدالغني حافظ ڪليم الله مخدوم سليم الله

حبيب ڊاڪٽر شيراز شهريار بلال طلال راحيل ريحان علي

مخدوم حڪيم محمد مراد حبيب الله سعيد الله انعام الله فضل الله امداد الله

حسن

محمد نصير الدين فاروق محمد حسن ثاني محمد حسين محمد احسن محمد محسن محمد حسان احمد فواد

محمد ناصر الدين فهد محمد مراد فيصل محمد مراد اسامہ محمد مراد نزيهہ هاني غاني حذيفہ حماد محمد مراد

نوٽ: سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جن چار شاديون ڪيون هيون. زال ام رومان مان حضرت عبدالرحمان ۽ بيبي عائشہ هئي. زال قتيلہ مان حضرت عبدالله ۽ بيبي اسماء هئي. زال اسماء مهاجره مان محمد پٽ هو. ۽ زال حبيبہ مان ڌيءُ ام ڪلثوم هئي.

پاٽ واري شاخ ۾ طوالت کان بچندي فقط فرزند ڪلان جي حساب سان مخدوم عبدالواحد ڪبير کان موجوده دور تائين پيڙهيون ڄاڻايون ويون آهن. جڏهن تہ ان مان مزيد ٽٽندڙ شاخن جي وضاحت خانداني شجرن ۾ ڏسي سگهجي ٿي. جيئن تہ تاريخ باب الاسلام ۾ ڏنل آهي. شجري سان منسلڪ سنڌ گزيٽ جو اهو عڪس ڏنو ويو آهي جنهن ۾ سلطان اورنگزيب عالمگير رحمت الله عليہ جو فرمان ڊاڪٽر گريخشاڻي انگريزي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيو هو. هن ۾ سلطان اورنگزيب طرفان مخدوم عبدالواحد ڪبير پاٽائيءَ ڪي مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله جي اولاد مان ڏيڪاريندي مدد معاش لاءِ جاگير جو اعلان ٿيل آهي. ان گزيٽ جو اصل مخدوم سليم الله صديقي جي ذاتي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

THURSDAY · 10TH APRIL.

# SIND GAZETTE

A true copy of the translation of the document granted by the Emperor Aurangzeb to two former members of the still existing family of Pat in Sind published in the Sind Gazette issue of the 10th April 1913, with a note from the Editor.

" A Sind Souvenir of Aurangzeb. Preservation of an ancient document. Sind anti-quarians will be interested in the translation which we publish below of an original letter of the Emperor Aurangzeb to two former members of the still existing family of Pat in the Larkana District of Sind. It is specially interesting to note that Mukhdum Abdul Karim, who is in possession of the original letter, is one of the Old Boys of Sind Madresseh.

"The officers of the present time as also the time to come holding their offices in the District of Sevostan (Sehwan) and Pat are hereby apprised that in accordance with the august injunctions of the most fortunate and glorious of the sovereign of time and earth, the Divine medium of all security and protection, the exhibitor of Heavenly Grace, the shadow of God, issued on the most auspicious day of His Majesty's Coronation fifty-one

rupees have been assigned as the daily allowance to be paid to Mukhdum Sheikh Abdul-Wahid, Late Chief Justice and the holy Gnostic Sheikh Abdul Kadir, the son and nephew respectively of the Saint of God, the Pole of Poles, the essence of the Divine Sheikh Issa Kassim Sidiki (May the mercy of God be upon him) from the treasury. Since the mind of the Government is in its entirety set upon the furtherance of both the material and spiritual advancement of the Kingdom and whereas the Government ardently desires that persons of high breeding and noble birth should be maintained in a fortunate and happy plight so as to spontaneously pour forth a devout wish and prayer for the prosperity of the state and the welfare of the Divine representative of God on Earth, the Government is pleased to confer ten thousand bigas of land as a substitute for his daily allowance of Rs 25-8-0 on the holy and the most virtuous of gnostic Mukhdum Abdul Wahid Sidiki to serve as a resource of income for his maintenance. The officers in charge of the District are ordered to deem it incumbent upon them to act in accordance with the above orders and entrust the afore-said amount of land to the same most glorious Mukhdum in the District of Pat. He is to be considered as exempt from all the political matters of the state and no contrary wise measures against the above command are under any circumstance to be adhered to."

I hereby certify that the above is a correct rendering of the original Persian document.

(Sd) H. M. GURBAXHIN, M. A.,
Professor of Persian."

D. G. Sind College, Karachi, March 1915

---

An authenticated translation of the certificate of His Highness Mir Muhammed Hussain Ali Khan Talpur one of Chief Amirs of Sind recommending the bearer to the Sind Government.

" During the reign of the former rulers of India up to the reign of the Amir's of Sindh, the Mukhdum Sahibs of Sehwan have been from generation to generation down to Mukhdum Muhammed Sahib esteemed as the most reverend and chosen persons of the time. "

" In recognition of the high regard to which they were held the Emperors of Delhi the Kalhoras and Talpur rulers of Sindh conferred high titles of honour of reverence. and of respect on them made grants of land to them and exempted them from local taxation. "

According to the Sanads in their possession their rights are proved. It will therefore be befitting if the British Government considering the past respect and rights of the said Mukhdum Sahid's family make due provision for Mukhdum Mian Ahmed and Mukhdum Habibullah who belong to the family of the Mukhdums mentioned above. "

Dated 7th July 1877.

(Signed) MUHAMMED, HUSSAIN ALI KHAN.

---

## True Translation.

I certify that the above is a true translation of the original Persian as I have compared the Sindhi translation given to me by Mr. Khushiram Khatanmal, Pleader with the original and I am satisfied that it is correct.

Dated 6th July 1893

(Signed) IMAM ALI,
Special Magistrate.
Second Class, Hyderabad Sind.

---

## True Translation.

---

The original Persian certificate addressed to the British Government dated 7th July 1877 is given by my father Mir Muhammed Hussain Ali Khan and it bears his signature and seal.

(Signed) HAJEE NUR MUHAMMED KHAN

A true copy of the certificate given by Mir Ayub-Khan Jam Mir Khan of Las-Bela Bar-at-Law *vice* President of Karachi Municipal School Board, and Persian vice-Consul to Makhdum Naruddin Mahomed Anwar of Pat.

Karachi, February 2nd 1915.

" I have known Mr. Noorudin Mahomed Anwar Sidiki for some years. He belongs to the distinguished family of the Mukhdums of Pat in Sehwan Sub-Division who are looked upon with reverence by the Mahomedans of this Province. Even the Mughal-Emperors of Delhi respected this family and gave them grants-in-aid and lands. Any encouragement official or otherwise given to a member of this noble family and specially to Mr. Sidiki whose career at School and College has been such a success-ful one would only be a step in the right direction.

Personally I have a great liking for this bright youngman and wish him every success in life.

(Sd). MIR AYUBKHAN,
Bar-at-Law.

# ط

**طالباني:** ڪردن جي هڪ ذات جو نالو. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**طالباڻي:** لنڊ بلوچن جو پاڙو آهي. پنهورن ۽ خاصخيلين ۾ پڻ "طالباڻي" آهن.

**طاهر:** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو، هي اپيڙ پٽ مني جو اولاد آهن. قاسم، رتن ۽ ڏتو هن جا پائر ٿين.

**طاهراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**طاهر خيل:** لوڌي پناڻ آهن.

**طاهرياڻي:** سماٽي جتن، ملاحن ۽ مگرين جو پاڙو آهي.

**طائي:** عرب قبيلو آهي، هنن مان ڪجهه هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا، محمد بن قاسم، موسيٰ بن يعقوب طائي کي اروڙ جو قاضي مقرر ڪيو هو. طائي حقيقت ۾ عربن جي "جبريہ" قبيلي مان آهن، هنن کي تيمي بہ چون ٿا. عمار بن حسان طائي شهيد ڪربلا هن "طائي" قبيلي مان هو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب سومرن جو دور ص 350 تي لکيو آهي، "طائي" سومرا آهن. بحوالہ: ڪتاب سومرن جو دور ص 350.

**طائي پوٽا:** سومرن جو پاڙو آهي، طائي پوٽا ضلعي ٿرپارڪر ۾ رهن ٿا.

**طلحيٰ:** اعوانن جو هڪ پاڙو. بهادر علي بن قطب شاهه اعوان جو لقب "طلحہ" هو. سندس اولاد پاڻ کي ذات جا "طلحيٰ" سڏائي ٿو.

**طهرياڻي:** ڪرمتين جي شولاڻي شاخ ۽ جوکين جي تيپير شاخ جو هڪ پاڙو.

**طلاقيا:** مگرين جو هڪ پاڙو. هي جمال طلاقبو پٽ ڪٺوريو جو اولاد آهن.

**طيباڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جوکين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "طيباڻي" آهي. هنن جا چند ڳوٺ ضلعي نوشهروفيروز ۾ آهن.

**طيبياڻي:** سپرن جو پاڙو آهي. هي ملاح ۽ مهاڻا آهن.

# ظ

**ظالما:** شيدي قوم جو پاڙو آهي.

# ع

**عابداڻي:** لسبيلي جا سما آهن. ڈاڪٽر غلام علي الانا هنن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4-3 سال 2001ع ص 32).

**عابدي:** هي سيد آهن، جيڪي حضرت زين العابدين بن امام حسين جو اولاد آهن.

**عادلاڻي:** غيباڻي چانڊين جو پاڙو آهي.

**عارباڻي:** ذات يا پاڙو ڪيترن ئي قبيلن ۾ آهي. جهڙوڪ: (1) ٻڙدين ۽ مغيرين ۾ عارباڻي آهن. ڪٺوهڙ ٻڙدين مان آهن، انهن ۾ پڻ "عارباڻي" آهن. (2) جامع سنڌي لغات ۾ جتوئين جا 14 پاڙا لکيل آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "عارباڻي" آهي. (3) پٽن ۾ عارباڻي آهن. (4) جوٽيجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "عارباڻي" آهي. (5) جاکرن جي حُسڻ پاڙي جي هڪ شاخ. هنن کي لَسِرڙا بہ چون ٿا. 6 ماندڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "عارباڻي" آهي. هي لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. هنن جو شجره هن طرح آهي

**ڄام هوٿي**
|
ڄام عيسب
|
ڄام برفت
|
همرڪ
|
مهندو
|
حسن
|
ماندڙو (مندڙه)
|
هارون
|
ايوب
|
عارب
|
اولاد عارباڻي

(7) نٿيار جتن جو هڪ پاڙو. 8 راءِ بهادر هتورام لکيو آهي تہ "عارباڻي" سيد زئي بروهين جو پاڙو آهي.

**عاربي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**عارفاڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو پاڙو آهي. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**عاقباڻي:** چانڊين جي بجيراڻي شاخ جو پاڙو آهي.

**عاقباڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڊاڪٽر غلام علي هنن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي (بحواله: مهراڻ نمبر 4-3 سال 2001ع ص 33).

**عاقلاڻي:** چانڊيا قبيلي جي بجيراڻي شاخ مان آهن. ان کانسواءِ ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "عاقلاڻي" آهي. هي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا. برفتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "عاقلاڻي" آهي. ٿنڊي آدم ۾ "نومڙين" جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "عاقلاڻي" آهي. اهي برفت ۽ نومڙين وارا عاقلاڻي، چام برفت جي پٽ مير ڪاري جو اولاد آهن. شنباڻي بلوچن مان لوشڪ بن شنبي جو اولاد پڻ "عاقلاڻي" سڏجي ٿو. ٿري پيان فقيرن ۾ پڻ هڪ پاڙو "عاقلاڻي" آهي.

**عاقوب پوٽا:** سورن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**عاقيواڻي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**عالماڻي:** ايس - صادق علي ۽ ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي جي لکڻ موجب "عالماڻي" رند بلوچ آهن. ليڪن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مرزا قليچ بيگ، مولائي شيدائي ۽ هئنري پاٽنجر رندن جي احوالن ۾ "عالماڻيءَ" جو ڪو بہ ذڪر نہ ڪيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ لفظ "عالماڻي" لکيو آهي، ليڪن هن ان جي ذات بابت ڪا وضاحت نہ لکي آهي. محقق جي تحقيق موجب "عالماڻي" رند بلوچ آهن. جن جو شجره هن طرح آهي






**عالِماڻي:** جامع سنڌي لغات ۽ ٻين ڪيترن ئي ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ”عالماڻي“ جتن ۽ لشارين (جت) جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي بلوچ نہ آهن. ناريجا سماٽ ذات آهي. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ”عالماڻي“ آهي. ٻٽين ۽ مرين جي مهڪاڻي قبيلي مان هڪ تمن جو نالو پڻ ’عالماڻي‘ آهي، مري عالماڻي، عالم خان پٽ جهان خان پٽ زنگي خان جو اولاد آهن.

**عالم زئي:** مهند پناڻن ۽ شڪارپور ۾ رهندڙ پيرنگ پناڻن (دراني) جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**عالياڻي:** لغاري بلوچن جو هڪ مکيہ قبيلو آهي. ڪليات حمل فقير ۽ تاريخ جي ٻين ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديره غازي خان جي لغارين مان چنگو، هيبت، سيرڪ ۽ عالي پاڻ ۾ چار ڀائر هئا. جن جو اولاد ٽالپرن سان گڏجي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيو. ان عاليءَ جي اولاد پاڻ کي ”عالياڻي“ سڏايو. هي اڪثر ڪري لاڙ ۾ آباد

آهن. جوري بلوچن جي غزيني شاخ مان هڪ پاڙو "عالياڻي" آهي. برهماڻي برن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "عالياڻي" آهي. هي لسبيلي ۽ ڪوهستان ۾ رهن ٿا. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي تہ "عالياڻي" جتڪ بروهين جو پاڙو آهي. جيڪب آباد ۽ بلوچستان جي برڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "عالياڻي" آهي. ڪرمتين جي بگهياڙ، زنگياڻي ۽ مرگهر شاخن ۽ چارڻ فقيرن ۾ پڻ "عالياڻي" آهن.

**عَامَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. شاهہ بندر جي جتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "عامر" آهي. ڪن جاين تي عامر بہ سڏجن ٿا. پنين ۽ مرين جي معڪاڻي قبيلي مان هڪ تمن جو نالو "عالماڻي" آهي. هي عالم خان پٽ جهان خان بن زنگي خان جو اولاد آهن.

**عامُرَ:** ونگائي جتن جو هڪ پاڙو. هي ونگي بن مير عمر جت جو اولاد آهن. نهڙين ۾ پڻ هي عامُر پٽ ميئن بن عمر بن گجڻ جو اولاد آهن ۽ راڄو جي پڳ هيٺ آهن.

**عامل:** عربي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، عمل ڪرڻ وارو، حاڪم. تحصيلدار. جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي تہ عامل" پنجاب کان لڏي آيل کتري هئا. جن کي لالا ۽ عامل چون ٿا. چاڪاڻ تہ هي لکپڙهہ ۽ منشيءَ جو ڪم ڪندا هئا. ان وقت سيوهڻ، خدا آباد ۽ حيدرآباد جا عامل سڄي سنڌ ۾ مشهور هئا.

**عباساڻي:** رندن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**عباس پوٽا:** رضوي سيدن جو پاڙو آهي. هي نصرپور ۾ رهن ٿا.

**عباسي:** حضرت عباس بن حضرت عبدالمطلب جو اولاد (بنوعباس) عباسي خلافت جي دور ۾ سنڌ ۾ آباد ٿي پاڻ کي "عباسي" چوائڻ لڳا. جن جو وڏو حضرت عبدالله ۽ لقب ابوالعباس عبدالله هو. امين هن کي "باالسفاح" چيو. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ انهيءَ خاندان مان سنڌ جا عباسي، ڪلهوڙا، ڪلوڙ، گگرا، اوڏاڻا، ڪرنيا ۽ ڪماڻ آهن. جن مان وري دائود پوٽا، ڪوري، لاشاري (سنڌي) چنا (ڪوري) ۽ ڪلهوڙا فقير آهن. عباسي ۽ انهن جي شاخن وارا سڄي سنڌ ۾ پکڙيل آهن. هڪ تاريخي جائزي موجب هن قبيلي جو شجره (ڏسو آخر ۾ شجرن وارو پاڱو).

**عباڪان زئي:** بگٽي بلوچ آهن.

**عبدالله پوٽا:** سيد محمد مڪي جي اولاد سيد عبدالله بن سيد ابوالغيث جو اولاد آهن. جيڪي پاڙي طور "عبدالله پوٽا" سڏجن ٿا. هي رضوي سيد آهن، سکر ۾ رهن ٿا.

**عبدالله زئي:** سراباني پٺاڻن مان عيسيٰ بن راجل بن ابدال کي زرڪ نالي پٽ مان "بارڪ" پٽ هو. جنهن کي ڏهہ پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "عبدالله" هو. ان عبدالله جي اولاد پاڻ کي "عبدالله زئي" سڏايو.

**عبدالياڻي:** موندرن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**عبدائي:** رند بلوچ آهن.

**عبد زئي:** بلوچستان ۾ بازمان جبل جي دامن ۾ رهڻ وارا ٻڪرين ۽ رڍن چارڻ وارا بلوچ آهن.

**عبدلائي:** مزاري بلوچن جي رستمائي شاخ جو پاڙو آهي.

**عبدل خيل:** آفريدي پٺاڻن جي ڪوڪي خيل قبيلي مان آهن.

**عبدوزئي:** سراباني پٺاڻن مان هڪ جو نالو ترين هو. ان کي ابدال نالي پٽ مان راڄل پٽ هو. جنهن کي علي ۽ عبدو نالي ٻہ پٽ هئا. عبدوءَ جي اولاد پاڻ کي "عبدوزئي" سڏايو.

**عتبي:** عرب آهن. جيڪي بنو عتبہ جو اولاد آهن. قاضي برهان فتحپوري هن خاندان مان هو.

**عثمانؑ زئي:** مندنر ڪابلي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**عثمانائي:** ڪرمتين جي ٻائوت شاخ جو هڪ پاڙو.

**عثماني:** حضرت عثمان غني رضہ خليفتہ الثالث (بنواميہ) جي اولاد مان آهن. حضرت عثمان کي ڏهہ پٽ هئا. سندس نسل ٻن پٽن عبدالله ۽ ابان کان جاري آهي، جيڪي قريشي ۽ عثماني سڏجن ٿا. هنن جا ڪافي ماڻهو حڪومت ڪرڻ خاطر ۽ اسلام جي تبليغ لاءِ برصغير ۾ آيا ۽ سنڌ ۾ آباد ٿي ويا. جن پاڻ کي "عثماني" سڏايو. سنڌ ۾ رهندڙ "بشوائي" پڻ هن خاندان مان آهن. سندن شجره هن طرح آهي



**پٽن جا نالا:** عبدالله اڪبر، عبدالله اصغر، حضرت ابو سعيد ابان اڪبر، حضرت خالد، حضرت ابو عثمان سعيد، حضرت وليد، حضرت عبدالملڪ، حضرت ضرار، حضرت ابان اصغر. اعواڻن ۾ پڻ "عثماني" آهن. قطب شاه اعوان جي هڪ هندستاني زال ام ڪلثوم مان هڪ پٽ جو نالو نادر علي محمد عثماني هو. سندس اولاد پاڻ کي "عثماني" سڏايو.

**عرب:** عرب ملڪ کان آيل مسلمان آهن.

**عربي خيل:** ڪاڪڙ پٺاڻ آهن.

**عرضياڻي:** ڇهڙن جو پاڙو آهي.

**عريضي:** سبز واري سيدن جو پاڙو آهي. حقيقت ۾ سبزواري، مروندي، شمسي ۽ اسماعيلي "عريضي" سيدن مان آهن. سندن شجره هن طرح آهي.




**عزيز خيل:** بائيزئي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**عزيزاڻي:** ڦيهرن ۽ ملاحن جي پاڙي جو نالو آهي.

**عساڻي:** پنهيارن جو پاڙو آهي.

**عسڪري:** امام حسن العسڪري جو اولاد پاڻ کي عسڪري سيد چوائين ٿا.

**عِشو خيل:** آفريدي پٺاڻن جي آدم خيل قبيلي جو پاڙو آهي.

**عصار:** معنيٰ تيل پيڙڻ وارو چاڪي. ڪرت جي نسبت سان ذات جا "عصار" سڏجن ٿا.

**عطار:** سرهين کي چون ٿا. عطار جي معنيٰ آهي عطر فروش هي عرب آهن.

**عطراڻي:** جتوئي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. شڪارپور طرف رهندڙ.

**عطلاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**عطوزئي:** ڪاڪڙ پٺاڻ آهن.

**عـَقيلي:** قريشي ۽ هاشمي آهن. حضرت عقيل بن حضرت ابوطالب. پاڻ سڳورن جا سوٽ ۽ حضرت علي جو وڏو ڀاءُ هو. هن کي چوڏهن (14) پٽ هئا. جنجي اولاد پاڻ کي "عقيلي" سڏايو. عقيلي محمد بن قاسم سان گڏ حي آيا هئا. ديبل بندر ۽ ٺٽي جي آسپاس آباد ٿي وينا. اڄ بہ هن ذات وارا ٺٽي شهر ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا. هنن جو شجره هن طرح آهي.




**عـُقيلي (عگيل):** عرب ۾ هنن کي اُنن وارا چون ٿا. حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جن کي هن خاندان مان سعدبن عباده هڪ ڏاچي ڏني هئي، جنهنجو نالو "مهره" هو. جيڪا تمام گهڻو ڪير ڏهائيندي هئي. قيص عيلان بدوي قبيلي جي شاخ آهي، جن جا خاص پاڙا (1) بنو تڪريت، (2) بنو خفافہ ۽ (3) بنو منتفق آهن. هن قبيلي جا ماڻهو شام، عراق ۽ بحرين کان ٿيندا سنڌ ۾ داخل ٿيا. جن پاڻ کي "عقيلي" سڏايو. هنن جو شجره هن طرح آهي.




**علقاڻي:** لاشاري بلوچ آهن.

**علواڻي:** هڪ سمات ذات جو پاڙو آهي. ميهڙ تعلقي ۾ رهن ٿا.

**علوداڻي:** لغاري بلوچ آهن. ٽنڊي محمد خان ۾ سنيا وينا آهن. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "علوداڻي" آهي. نوحاڻي بلوچن جي سرياڻي شاخ مان علوداڻي هڪ پاڙو. ڪرمتين جي جماري شاخ مان پڻ هڪ پاڙو "علوداڻي" آهي.

**عَـلـوِي:** حضرت علي جي اولاد کي چون ٿا. بشرطيڪ اهي حضرت بيبي فاطمہ جي بطن مان نہ هجن. هڪ انگريز محقق رچرڊ برٽن 1843ع ۾ هڪ ڪتاب سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون لکيو هو. جنهن ۾ لکيل آهي تہ حضرت علي جو اولاد ڪنهن بہ زوجہ مان. سواءِ بيبي فاطمہ جي. انهن کي "علوي" چون ٿا. جيڪي سيد نہ آهن. هي قريشي الهاشمي خاندان مان حضرت علي (بنو علي) جو اولاد آهن.

حسن اللغات اردو ۾ لکيل آهي تہ حضرت علي جي اولاد کي "علوي" (بنو علي) چون ٿا. پر اصطلاحاً اهو اولاد بيبي فاطمہ الزهره جي بطن مان نہ هجي. فيروز لغات اردو ۾ "علوي" لفظ جي معني آهي. حضرت علي جو اولاد. جيڪو بيبي فاطمہ الزهرا جي پيٽ مان يا اولاد مان نہ هجي.
اصطلاحاً "علوي" سيد نہ آهن.

دولت علويہ جي شجره تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ حضرت علي رضہ جن کي 18 پٽ هئا. مشهور تاريخ طبريءَ ۾ 14 پٽ. آئينہ مسعودي ترجمہ مرات مسعودي مؤلف خواجہ اڪبر وارثي ميرٺي ۾ 11 پٽ ڄاڻايل آهن. هڪ فارسي قلمي نسخي ۾ 14 فرزند لکيل آهن. انهن فرزندن يعني امام حسن رضہ امام حسين رضہ. محمد حنيفہ (محمد بن حنيفہ).

عباس الاڪبر، عمر ۽ زبير مان اولاد هو. باقي پٽن مان اولاد ڪونہ هو. امام حسن ۽ امام حسين کي ڇڏي باقي پٽن مان جيڪو اولاد ٿيو انهن کي "علوي" چون ٿا . محمد بن حنيفہ جي والده جو نالو "خولہ" هو. عباس الاڪبر علمبردار جي والده جو نالو "ام البنين" هو ۽ حضرت عمر جي والده جو نالو "الصهبا" هو. ڪتاب انوار ڪريمي ص 178 تي لکيل آهي تہ حضرت علي جن کي 15 فرزند، 17 نياڻيون ۽ نوَ (9) گهر واريون هيون.

مشهور تاريخ نويس ابوالعرا ۽ مسعودي لکن ٿا تہ محمد حنيف جي والده خولہ اصل سنڌ ملڪ جي هئي، جيڪا قيد ٿي ٻانهي ٿي عرب ملڪ پهتي، جنهن سان حضرت علي جن نڪاح ڪيو. جنهن مان ڪين محمد اڪبر (حنيف) پيدا ٿيو. قبيلو بنو حنيفہ جي نسبت سان ڪين محمد بن حنيفہ چون ٿا .

عمر بن علي رضہ (والده ام حبيب بنت ربيعہ) جو ذڪر ڪتاب "نزهتہ الخواطر" تحفتہ الڪرام، عمدة الطالب ۾ چٽيءَ طرح سان بيان ٿيل آهي، اهڙي طرح عباس، جعفر، عثمان، عبدالله اڪبر (والده اما البنين فاطمہ) بن علي جو بہ ذڪر ڪتابن ۾ موجود آهي. زبير بن علي جو بہ ذڪر آهي، انهن ڇئن فرزندن جو اولاد شمالي مغربي آفريڪا، ايران، سعودي عرب، هندستان ۽ سنڌ تائين پکڙجي ويو ۽ هو پاڻ کي "علوي" چوائڻ لڳا .

ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ محمد بن حنيفہ کي 14 پٽ هئا، ليڪن تاريخ مان ثابت آهي تہ محمد بن حنيفہ کي ڇهہ پٽ، احمد، ابوهاشم، عبدالفتاح، عبدالمنان، عبدالله ۽ علي هئا، ابو هاشم کي ڪوَ بہ اولاد ڪونہ هو، علي کي هڪ پٽ حسن هو، حسن کي هڪ پٽ علي ۽ علي کي وري هڪ پٽ حسن هو، احمد، عبدالمنان ۽ عبدالله کي پڻ پٽ هئا، جنگ وجدل سبب وڏيڪ اولاد ٿي نہ سگهيو، ان ڪري هن شاخ جا علوي سنڌ تائين پهچي نہ سگهيا، عمر بن علي کي ڪافي اولاد هو، هن 85 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ حضرت علي جي ملڪيت مان ڪيس اڌ حصو مليو، هن جي اولاد وارا "علوي" سنڌ ۾ آيا ۽ آباد ٿي ويا. حضرت عباس جي اولاد جي ڪنهن بہ تاريخ مان ڇاڻ ڪانہ ٿي ملي، حضرت زبير بن علي رضہ جو اولاد نالي ماتر سنڌ ۾ آباد ٿيل آهي.

تاريخ جي ورقن مان خبر پوي ٿي تہ جڏهن منصوره جو حاڪم ابوالمنذر عمر بن عبدالله هو، ان وٽ محمد، علي ۽ حمزه نالي ٽي عرب هئا، جيڪي "علوي" هئا ۽ پاڻ کي حضرت ابو حنيفہ جو اولاد چوندا هئا، منصوره جو حاڪم علوي پاڻ کي عمر جو اولاد سڏائيندو هو، سنڌ ۾ جيڪي نٽي جا علوي هئا، اهي خواجہ عبيدالله احرار جو اولاد آهن، جيڪو بابر بادشاهہ جو مرشد هو، خواجہ مير فقير الله علوي شڪاربوري 1775-1680ع/ 1195-1100 هہ پڻ خواجہ عبيدالله احرار جو مريد هو. هن جي والد صاحب جو نالو عبدالرحمان حنفي هو. هي 1100 هہ ۾ جلال آباد افغانستان ۾ پيدا ٿيو ۽ جوانيءَ ۾ اچي سنڌ ۾ وينو.دائره المعارف حيدرآباد دکن ۽ تاريخ الڪامل ابن اثير جلد 9 مان پتو پوي ٿو تہ سڀ کان پهرين عبدالله بن محمود علوي بن عبدالله بن حسن بن حسن بن علي سنڌ ۾ آيو هو، عباسي خليفي منصور جي ڏينهن ۾ محمد بن حفص سنڌ جو حاڪم هو.

هن علويءَ کي سنڌ ۾ هڪ پٽ ڄائو هو. جنهن جو نالو محمد هو. عبدالله علوي سفيح بن عمر جي هٿان قتل ٿي ويو. 151 هہ ۾ محمد مدينہ منوره روانو ٿيو. اهڙي طرح هن علوي جو بہ اولاد سنڌ ۾ ڪونہ بچيو.

ايلٽ تاريخ هند ۾ جامع العڪاب ڪوفيءَ جي حوالي سان لکيو آهي تہ محمود غزنوي جڏهن سومنات تي حملو ڪيو هو تہ واٽ ۾ تر وٽ ڪيس هڪ ٻيو ۽ ان جو نوجوان پٽ مليا هئا. جن ڪيس ٻڌايو تہ اسان "علوي" آهيون.

علوين جو قرامطين، اسماعيلين، فاطمين، سليمانين، زيدين ۽ بوهرين تي گهڻو اثر پيو هو. جناب حاطم علي علوي ڪراچي جو هڪ مشهور شخص هو. جيڪو ذات ۽ عقيدي جو "بوهرو" هو. پر هن پاڻ کي ڪڏهن بہ "سيد" نہ چورايو. اعوانن (آوان _ اوان) جي دعوي آهي تہ اسان "علوي" آهيون، ليڪن مقامي ماڻهون کين جَـٽ چون ٿا. منهنجي راءِ ۾ هي بہ علوي آهن. ڏسو اعوانن جو شجرو.

اعوان قبيلي (سنڌ ۾ جـٽ) مان نواب ملڪ امير محمد خان آف ڪالاباغ، گورنر اولهہ پاڪستان. مشهور مجاهد بزرگ حضرت سالار سلطان مسعودي غازي ۽ خواجہ احمد گيسودراز پاڻ کي "علوي" چورائيندا هئا. حالانڪ اهي حضرت علي جي اولاد مان ڪونہ هئا. مولوي عبدالله شائق 1929ع ۾ هڪ ڪتاب دولت علويہ نالي لکيو هو. جنهن سومرن کي "علوي" لکيو آهي. حالانڪ سومرا حضرت علي جي اولاد مان نہ آهن. اهڙي طرح مولوي عبدالرحيم ڪتاب گلزار سنڌ ۾ پڻ سومرن کي ذات جا علوي لکي حضرت علي جو اولاد ظاهر ڪيو آهي. ليڪن ائين آهي ٿي ڪونہ. اهڙي طرح سان سنڌ جون ٻيون گهڻ ذاتيون مثلاً خاصخيلي، شيخ، ملاح، جت وغيره پاڻ کي حضرت علي سان نسبت ڏيڪاري "علوي" سڏائين ٿا. سندن سوچ بالڪل غلط آهي. ان جو ثبوت ڪتاب عرب و هند کي تعلقات مين، مناقب سلطاني ۽ آئينہ مسعودي مان ملي ٿو.

حضرت سلطان باهو جن پاڻ "علوي" هئا. جنجو شجره مبارڪ هن طرح آهي: سلطان باهو بن بايزيد بن فتح محمد بن الهڏنو بن محمد تميم بن محمد متان بن موغلا بن محمد پيدا بن محمد سگهرا بن محمد انون بن محمد صلا بن محمد بهاري بن محمد جيمون بن محمد هرکن بن انور شاهہ بن امير شاهہ بن حضرت شيخ قطب شاهہ بن حضرت امان شاهہ بن حضرت حسين شاهہ بن شيخ خير محمد بن حضرت محمود شاهہ بن فرطڪ شاهہ بن حضرت ادهم شاهہ بن عبيق شاهہ بن حضرت احمد شاهہ بن حضرت حجر شاهہ بن حضرت امير زبير بن حضرت اسدالله غالب رضہ. (وڌيڪ لاءِ علوين جو شجرو ڏسڻ گهرجي)

علوي ذات جا خاص پاڙا آهن. 1 اعوان. 2 سجاول. 3 شيخ. 4 شيخا. 5 مياڻا. 6 بيگلار. 7 قطب شاهہ. 8 ڏنيال. تاريخ مان ظاهر آهي تہ اعوان ۽ ڏنيال جت ۽ مياڻا ملاح آهن.

**علياڻي:** برڙا قبيلي جو پاڙو آهي. علياڻي ۽ ممدياڻي پاڻ ۾ پاڙ ٿين. پنجاب کان آيل سيال قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "علياڻي" آهي. لاشاري بلوچن جي منڊير قبيلي مان پڻ "علياڻي" آهن.

**علي پوٽا:** باکڙن جو پاڙو آهي.

**علي حاني:** رندن جو پاڙو آهي.

**علي خاناڻي:** ڪرمتين جي پٺوا شاخ جو هڪ پاڙو.

**علي خان خيل:** عيسيٰ بن راجل بن ابدال کي ٽي پٽ، مير، نور ۽ زرڪ هئا. زرڪ کي فوفل (پوپل) نالي پٽ مان 14 پٽ هئا. جنهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "علي خان" هو. جنهنجي اولاد پاڻ کي "علي خان خيل" سڏايو. هي سراباني پٺاڻ آهن.

**علي خان زئي:** شهواڻي بروهين جي سهرزئي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**علي خيل:** غلزئي پٺاڻن ۽ ڪاڪڙ پٺاڻن جو پاڙو آهي. آفريدي پٺاڻن جي آدم خيل قبيلي مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "علي خيل" آهي. ابراهيم زئي پٺاڻن ۾ پڻ "علي خيل" آهن.

**علي زئي:** سراباني پٺاڻن مان ترين جي پٽ ابدال. ابدال جي پٽ راجل کي علي نالي پٽ هو. ان علي جي اولاد کي "علي زئي" چون ٿا. اورڪزئي پٺاڻن ۾ پڻ علي زئي پاڙو آهي. محمود وزيري پٺاڻن ۽ اتمان زئي پٺاڻن ۾ پڻ "علي زئي" آهن.

**علي شير خيل:** شنواري پٺاڻن جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان خير شنواري آهن.

**عليم جا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**علي محمداڻي:** ڪرمتين جي ملڪاڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**علي مرادزئي:** خدراڻي بروهين جو پاڙو آهي. هي اصل ۾ جدگال هئا. جي بعد ۾ خدراڻين ۾ شامل ٿيا آهن.

**عمد:** بنديجن جو پاڙو آهي.

**عـُمر:** ڪرمتين جي راڏا بنيچا شاخ جو هڪ پاڙو.

**عمراڻي:** ڪتاب سومرن جو دور ص 370 تي لکيل آهي تہ راجا دلورا ۽ چنو عمراڻي (امراڻي) سومرا هئا. جن جي قبيلي جو نالو "عمراڻي" آهي. ڪي هنن کي ٿهيم بہ لکن ٿا. عمراڻي: مرزا قليچ بيگ جي لکيل ڪتاب قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو جي ص 315 تي لکيل آهي تہ "عمراڻي" بلوچ قوم آهي ۽ بڙدي قبيلي جي هاجيجن واري شاخ مان آهن. جامع سنڌي لغات ۾ پڻ لکيل آهي تہ "عمراڻي" بڙدي آهن. ايس - صادق علي لکيو آهي تہ "عمراڻي" بڙدي آهن. هنن جي وڏي جو نالو "عمر" هو. جنهنجي پٺيان "عمراڻي" سڏجن ٿا. هي اصل ۾ قلات جا رهواسي هئا. جن جا چڱا مڙس رحيم خان ۽ خدائي خان عمراڻي هئا.

مولاڻي شيدائي تاريخ بلوچستان ۾ لکيو آهي تہ مير جلال خان بلوچ کي ڇهہ پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "علي" هو. ان علي جي پٽ جو نالو "عمر" هو. عمر جي اولاد پاڻ کي "عمراڻي" سڏايو. ڪتاب

"بلوچ" جي مصنف م - ڪ پيڪولين ص 73 ۽ ڪتاب The Baloch Race ص 76 از ايم - ايل ڊيمز جي لکڻ موجب "عمراڻي" مير جلال خان جي پٽ علي جي پٽ عمر (پوٽو) جو اولاد آهن. ان موجب سندن شجره هن طرح آهي.




مشهور سياح، مورخدان ۽ ذاتين جو اڀياس ڪندڙ هنري پاٽنجر بلوچستان ۽ سنڌ جو سفر ڪري هڪ ڪتاب سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ترتيب ڏنو هو. جنهن ۾ هن رندن جا اٽڪل ٿيهه پاڙا لکيا آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "عمراڻي" آهي. جن جو سردار ثابت علي خان عمراڻي رند هو. گورگيج بہ رند آهن. جن مان عالي خان جي پٽ عمر جو اولاد پاڻ کي "عمراڻي چوائي ٿو.

گورچاڻي (رند) بلوچن تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ انهن جو هڪ قبيلو درڪاڻي آهي. ان درڪاڻي قبيلي جي هڪ ڦري جو نالو "عمراڻي" آهي. اهڙي طرح سان چانڊين جي "سماراڻي" پاڙي جي هڪ شاخ جو نالو "عمراڻي" آهي. کوسن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "عمراڻي" آهي. لاشارين ۾ پڻ "عمراڻي" آهن.

بروهين جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ شاهواڻي (شهواڻي) خاندان جا مکيہ ٽي قبيلا آهن. انهن مان هڪڙي قبيلي جو نالو عمراڻي (عمراني) آهي. جيڪي جهالاواني پلوي آهن. هن جا مکيہ ٽمن آهن: 1 پندوخ زئي، 2 جوگي زئي، 3 جهل زئي، 4 زهروزئي، 5 غذارزئي، 6 هوتي زئي ۽ 7 يار علي زئي.

جتڪ بروهي، بزنجو بروهي ۽ شهواڻي بروهين جي حاجي زئي پاڙي جي هڪ ٽڪ جو نالو بہ "عمراڻي" آهي. هي خالص بلوچ آهن. جيڪي بزنجو قوم سان شامل ٿيا آهن. سماٽ ذاتين ۾ پنهورن، سڏاين، چنن ۽ حجمن، خاصخيلين جي پاڙن جو نالو پڻ "عمراڻي" آهي. ڊاڪٽر غلام علي الانا مهراڻ رسالہ سال 2001ع نمبر 3-4 ص 33 تي لکي ٿو تہ "عمراڻي" ملاحن جو پاڙو آهي، جن جو ڏنڌو مڇي مارڻ آهي. عمراڻي بلوچن جا خاص پاڙا هيٺيان آهن: 1 بهاراڻي، 2 باوتاڻي، 3 پيرياڻي، 4 ٽنجواڻي، 5 پرياڻي، 6 پليياڻي، 7 پيرواڻي، 8 جدواڻي، 9 جروار، 10 جونگاڻي، 11 جياڻي، 12 دالشياڻي، 13 درڪاڻي، 14 دلاورزئي، 15 دليلاڻي، 16 عمراڻي، 17 غوتاڻي، 18 سائٽاڻي، 19 سالوياڻي، 20 سوداڻي، 21 سيزاناڻي، 22 صاحباڻي، 23 ڦداڻي، 24 گهنوراڻي، 25 ملغاڻي، 26 ملنگاڻي، 27 ميواڻي، 28 نوتڪاڻي، 29 هڏواڻي، 30 ياراڻي. 31. بورياڻي 32. پائناڻي 33. سوياڻي 34. ميتاڻي ۽ 35. ملغاڻي. ... ٦١. معراڻي ٦٢. ڪنورماڻي.

مير عمر جت جي اولاد مان حسن هو. جنهن جو اولاد "عمراڻي" سڏجي ٿو. هي ننڍيار جتن ۾ شامل آهن. ڪرمتي پڻ جت آهن، جن جي ڳورڻي شاخ مان "عمراڻي" هڪ پاڙو آهي.

**عمرپوٽا:** سومرن باريچن ۽ سمن جو پاڙو آهي.

**عمر خيل:** غلزئي پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**عمرزه:** رند بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**عمرزئي:** لوڏي، ڪيراني، ۽ محمد زئي (زمند جو پٽ) پٺاڻن جو پاڙو آهي. رئيساڻين ۾ پڻ "عمرزئي" آهن.

**عمر نوحڪاڻي:** هي رند آهن.

**عمري:** حضرت عمر فاروق جو اولاد آهن، جيڪي پاڻ کي "عمري" ۽ فاروقي چوائين ٿا. (ڏسو فاروقي شجرو)

**عناياتاڻي:** سومرن جو پاڙو آهي.

**عنايتپوٽا:** رضوي سيدن جو پاڙو آهي. نصرپور ۾ رهن ٿا.

**عنايت خاني:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي عنايت خان گولڙي جو اولاد آهن.

**عهدياڻي:** دينارين جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**عيباڻي:** سني خواجن جو پاڙو آهي، خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**عِيدڻاڻي:** هندن جي ذات آهي. سندن نک جو نالو "موٽڻ پوٽا" آهي. ڪرپلاڻي، مير چنداڻي ۽ واسواڻي هنن جا عزيز ٿين.

**عيدواڻي:** ڪرمتين جي پٺوا شاخ جو هڪ پاڙو.

**عيساپوٽا:** متعلوي/متياري سيدن جو پاڙو آهي، هي سيد عيسيٰ بن سيد صاحب بن سيد احمد جو اولاد آهن. هن پاڙي مان سيد حافظ شاهه جي پٽ کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي هڪ ڀيڻ پرڻايل هئي (بحوالہ مهراڻ 3 ص 28).

**عيسيٰ خيل:** لوڏي پٺاڻن جو پاڙو آهي. پرمهمند پٺاڻن ۾ پڻ عيسيٰ خيل آهن.

**عيسيٰ زئي:** شهواڻي بروهين جي سهرزئي قبيلي مان هڪ پاڙو آهي. عيسيٰ زئي پٺاڻن ۾ پڻ آهن، جنجو خاندان يوسف زئي آهي، اڪازئي، حسن زئي ۽ مندا خيل، عيسيٰ زئيءَ جا خاص پاڙا آهن.

**عيسيٰ زئي خيل:** آفريدي پٺاڻن جي اڪاخيل قبيلي مان هڪ پاڙو آهي.

**عيسيٰ ناڻي:** غزيني مري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، هن وقت هنن کي "نوهڪ عيساناڻي" پڻ چون ٿا.

**عيسان پوٽا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**عيساني:** ٽالپرن ۽ ڪوسن جي پاڙي جو نالو آهي.

**عيساڻي:** جکراڻين، لغارين، جمالين، رندن ڪوسن، پُنن، ٿيبن، پنهورن، انيڙن (مولانا حماد الله انيڙ هاليجوي، جنم 1300 هه هن پاڙي مان هو)، ۽ مانگرين جي پاڙن جو نالو آهي. ڪرمتين جي لجيرا ۽ شولاڻي شاخن مان پڻ عيساڻي آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب سومرن جو دور ص 350 تي لکيو آهي ته عيساڻي سومرن جو پاڙو آهي، جيڪي عيسو بن محمد جو اولاد آهن. خيرپور ميرس ۾ سني خواجن جو پڻ پاڙو (صادقاڻي) آهي.

**عيسائين:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي شاخ مان هڪ ڦري آهي. هنن جو مورث اعلي عيسيٰ خان هو. جنهنجي نسبت سان هي "عيسائين" سڏجن ٿا.

**عيسائي:** حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پوئلڳن کي "عيسائي" چون ٿا. هي نصراني آهن، حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان نسبت هئڻ ڪري عيسائي سڏجن ٿا. انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ ۾ رهڻ لڳا، ديسي ماڻهو هندو گواني، ۽ مدراسي پڻ عيسائي ٿيا. ٺٽي شهر ۾ ارمني عيسائي رهندا هئا. جيڪي "فرنگي" سڏبا هئا.

**عِيسب:** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي هگورو پٽ جيهي جو اولاد آهن. جيهي کي ٻه پٽ عيسب ۽ آچار هئا. عيسب جو اولاد "عيسب" ۽ آچار جو اولاد "بجير" سڏجن ٿا.

**عِيسباڻي:** مگسي ۽ برفت آهن. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب "عيسباڻي" رئيساڻي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو هي. هڪ ٻئي حوالي موجب جاکرن جي حسڻ پاڙي جي هڪ شاخ، جتن ۾ پڻ آهن. ڪرمتين جي گلڙي، مرگهر، گبول شاخن ۽ بخاري سيدن جي پاڙن جو نالو پڻ "عيسباڻي" آهي.

**عِيسب پوٽا:** متعلوي سيدن مان آهن. سيد موسيٰ بن سيد صاحب بن سيد احمد کي ٽي پٽ هئا. هڪڙي پٽ جو نالو عيسب هو، جنهنجي اولاد پاڻ کي "عيسب" پوٽا" سڏايو. هڪ ٻي روايت موجب جاکرن جي حسڻ پاڙي مان عيسباڻي آهن، جن جي هڪ نک جو نالو "عيسب پوٽا" آهي.

**عيسب خان زئي:** رئيساڻي قبيلي جي رستم زئي پاڙي مان آهن.

**عيسب زئي:** خرشيون پٺاڻ آهن.

**عِيسر:** سما ميمڻ آهن.

**عِيسوئي خيل:** لوڌي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**عيسي پوٽا:** جوکين جو هڪ پاڙو.

## عباسين جو شجرو





مرزوق
ٿل (پنجين پيڙهي ۾) لس بيلي ۾ گجرن کان زمينون ڦري حاڪم ٿيو.
نور الدين
پل
محمد يعقوب
مائي لاشارڻ مان
چنيه
ڪوري
مائي جوليا مان
محمد ميران
(اولاد لاشاري غير بلوچ)
طاهر
محمد
مخدوم محمد جعفر بوبڪائي
مُحمد (غزنوي دؤر ۾ ملتان ۾ ملازم ٿيو)
دائود
ڪلوڙ
(اولاد دائود پوٽا)
محمد
دائود
(ريشمي چادر)
ڪلهوڙا
ابراهيم
ڪماڙ
گگرا
صالح
شاهه محمد (ميان شاهم)
راند (ميان راڻو)
طاهر
ميان خان
ميان صاحب
گنجڻ (ميان ڪچڻ)
(سکر ۾ آدم شاهه ٽڪري تي مقبرو اٿس)
ميان آدم شاهه سکري (سنڌ جي ڪلهوڙن جو ڏاڏو سنه1100 هجري)
ميان دائود
ابراهيم

# علوين قوم جو شجرو




علي
جعفر ثالث
محمد
طيب
طاهر
عطاء الله
سالار مير قطب شاه
اولاد اعوان
شاهو غازي
سالار مسعود غازي
سيف الدين
حمزه
ابوالهاشم
(لاولد وفات 18ھ)
عبدالله
يحيٰ
محمد
ابراهيم
حسين
امان
قطب
امير
انور
محمد هرگن
محمد جيمون
محمد بهاري
محمد صلا
محمد انون
علي
شهك
چاكر خان
محمد سگهرا
محمد پيدا
موغلا
محمد منان
محمد تمير
الهڈتو
فتح محمد
بايزيد
سلطان باهو
نوٽ: اعوانن جو شجرو بہ پڑهو گهرجي

# غ

**غاري:** بنگش پناڻن جو پاڙو آهي. غاري ۽ سامل پاڻ ۾ پائر هئا.

**غازاڻي:** غازن جو اولاد آهن. هي مري بلوچ آهن. جيڪي مڪران واري پاڳي ۾ اڃ بہ آباد آهن. هنن جو شجره هن طرح آهي.




**غازياڻي:** چانگن جو هڪ پاڙو.

**غذارزئي:** شهواڻي بروهين جي عمراڻي قبيلي مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**غريبداساڻي:** "سيڏاڻ" نک مان هندن جي هڪ آکهہ. هي اصل ۾ سهتا رانوڙ راجپوت آهن.

**غز:** ترڪ قبيلي جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان سلجوق آهن. جن محمود غزنويءَ جي پٽ سلطان مسعود کي قتل ڪيو هو.

**غزالي:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي. غزال لفظ جي معنيٰ آهي، سٽ ڪتڻ وارو. امام غزاليءَ جو پيءُ سٽ ڪتڻ جي ڪري "غزالي" سڏبو هو. ان جي اولاد پڻ پاڻ کي ذات جا "غزالي" سڏايو. هي ايراني آهن ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**غزنوي:** ترڪ نسل جا مغل آهن. غزنوي (افغانستان) شهر جي نسبت سان قوم/ذات جا غزنوي (پناڻ) سڏجن ٿا. هنن مان سلطان محمود غزنوي نهايت مشهور هو. جنهن هندستان تي ڪاهه ڪري سومنات مندر تباهه ڪيو هو. سندس باقيات برصغير ۾ آباد ٿي ويني. اڄوڪا غزنوي انهن مان آهن. غزنوي خاندان جو شجره هن طرح آهي:




**غزيني:** مري بلوچن جو هڪ مکيہ قبيلو آهي. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1 اصفاني، 2 بهاولنزئي، 3 بدائي، 4 تنگيائي، 5 تلغيائي، 6 جادوائي، 7 جروار، 8 ڇلگري، 9 ڇوري، 10 رهاولزئي، 11 عاليائي (علياٽي)، 12 عيساناٽي، 13 ڪهور خانزئي، 14 لانگاٽي، 15 لدوار، 16 ماهيڪاٽي، 17 منگراٽي، 18 موزندگاٽي، 19 موهانداٽي، 20 نوزبندگاٽي، 21 هليل زئي.

روايتن ۾ آهي تہ "غز" هڪ جابلو وڻ آهي، ان جي هينان هڪ مريءَ کي پٽ ڄائو هو، وڻ جي نسبت سان ان جو نالو غزيني رکيو ويو، ان غزيني کي تمام گهڻو اولاد ٿيو، جنهن پڻ پاڻ کي "غزيني" سڏايو، ان ڪان پوءِ هن ذر جي نالي سان هڪ قبيلي، خاندان ۽ پاڙي جو بنياد پيو.

**غفاري:** عرب آهن. جيڪي حضرت ابوذر غفاري جي اولاد مان آهن. عبدالله بن عروه غفاري شهيد ڪربلا هن قبيلي مان هو. غفاري ڇٽا پاٽا سنڌ ۾ رهن ٿا.

**غفي:** ميمڻ جو پاڙو آهي. ضلعي ٺٽي جا رهواسي آهن.

**غـلَ:** شهواڻي بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو حاجيزئي آهي. غل ان پاڙي مان آهن.

**غلاماڻي:** مستوئين، نوحاڻين (سحاقاڻي) بوزدارن ۽ پرگڙين جي پاڙن جو نالو آهي. ڪرمتين جي پيئوا شاخ جو هڪ پاڙو. ڇانڊين ۾ پڻ غلاماڻي (نٿراڻي) آهن.

**غلام بولڪ:** رند بلوچن جو پاڙو آهي. سيوهڻ تعلقي ۾ جهانگارن جي پرسان هن ذات جي پنيان هڪڙو ڳوٺ آهي. جنهنجو نالو "غلام بولڪ" آهي. غلام بولڪ جي ڇڳي مڙس جو نالو وڏيرو مير خان هو.

**غلام پوٽا:** جوکين جي هڪ قبيلي جو نالو بنديچا آهي. ان جي هڪ پاڙي جو نالو "غلام پوٽا" آهي.

**غلامي پوٽا:** جاکرن جي حسڻ پاڙي جي هڪ ڦري.

**غلاڻي:** ڪرمتي ۽ جوکين جي سالار قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**غلزئي:** افغاني پٺاڻ آهن. جيڪي اسرائيل جي شاول نسل مان آهن. هي روزگار خاطر ڪراچي ۽ اندرون سنڌ ۾ آباد آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 استرياني، 2 بختوخيل، 3 دستيار خيل، 4 سليمان خيل، 5 علي خيل، 6 عمر خيل، 7 ڪاري خيل، 8 نيازي خيل، 9 وردڪ، 10 هتڪي، 11 هدخيل، 12 همير خيل، 13 خروطي.

**غِـلزِئِـي:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

**غني:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**غَـنياڻي:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**غوتاڻي:** عمراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**غوث پوٽا:** حضرت غوث اعظم جي اولاد مان مخدوم فاضل شاهه ۽ مخدوم شهر الله ڪيبرائي وڏا الله وارا ٿي گذريا آهن (سومرا دور) جنجي اولا پاڻ کي غوث پوٽا سڏايو آهي (جنت السنڌ ص 338). هڪ ٻئي حوالي موجب پير شيخ غوث بهاوالدين زڪريا جو اولاد مان پير علي محمد بن فتح محمد قريشي بکيرائي (شاهبندر) پاڻ کي "غوث پوٽا" چوائين ٿا. (تذڪره مشاهير سنڌ نمبر 2 ص 325).

**غوري:** مسلمان افغاني پٺاڻن جي ذات آهي. افغانستان جي رياست غور سان رهائشي نسبت ڪري "غوري" سڏجن ٿا. ٻي روايت موجب "غور" جي معنيٰ جبل جي چوٽي آهي، يعني هي پٺاڻ جبلن جي چوٽي جي رهائش

جي نسبت سان ”غوري“ سڏجن ٿا. 1175ع ۾ محمد معز الدين غوري هندستان تي حملو ڪيو. جنهن سبب هي برصغير ۾ پکڙجي ويا. هن وقت سنڌ ۾ به رهن ٿا.

**غوري خيل:** غور جي اولاد مان دوارا پٺاڻ آهن.

**غوري زئي:** ڪاڪڙ پٺاڻن جو پاڙو آهي. شيراني پٺاڻن ۾ پڻ آهن.

**غوريواها:** رام جي ٻئي پٽ ڪيش جي اولاد ڪڇواها راجپوت مان آهن. هنن جو چوڻ آهي ته ڪيش جي ڇهين پيڙهي ۾ راجا ڪڇوا کي به پٽ هوا ها ۽ ڪڇوا هئا. جن مان اسان آهيون. سلطان شهاب الدين غوري جي وقت ۾ مسلمان ٿيا هئا. سلطان ٻنهي ڀائرن کي عطيه طور زمين ڏني هئي. جنهن نسبت سان هي ”غوريواها“ سڏجن ٿا.

**غويشي (غوثي):** مڪراني آهن. جن کي عام طور شيدي چون ٿا.

**غيباري:** سواتي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**غيباٽي:** چانڊين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هن پاڙي جون خاص ڦريون آهن:

1 الهرياٽي 2 بداٽي 3 لشڪراٽي. سوڍرن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ”غيباٽي“ آهي.

**غيب دين پوٽا (غيب الدين پوٽا):** سهتا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. راڻي پور طرف رهندڙ.

**غيبي پوٽا:** موندرن ۽ باريچن جو پاڙو آهي.

**غيبي زئي:** بزنجن جو پاڙو آهي.

# ف

**فاروقي:** حضرت عمر فاروق رضہ خليفتہ الثاني جن بنو ڪعب قريش مان هئا. ڪين نو پٽ هئا. فاروقي ۽ عمري سندن اولاد مان آهن. شهاب الدين فاروقي بن عبدالعزيز بن عبدالله بن حضرت عمر فاروق رضہ. محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو. هن کي محمد بن قاسم سيوهڻ جو گورنر (عامل) مقرر ڪيو هو. محمود غزنوي جي دور ۾ شيخ محمد فاروقي سيوهڻ جو گورنر هو. انهيءَ خاندان مان ابو سعيد، مخدوم بدرالدين، محمد شريف، ميان محمد حافظ عرف صاحبڏنو، ميان صلاح الدين، عبدالحق ۽ سچل سرمست جن پيدا ٿيا. 800 هہ بمطابق 1313ع ڌاري قاضي قلندر فاروقي سيوهڻ ۾ رهندو هو، جنهنجي اولاد مان سائينڏنو ميان مير سيوهائي (درگاهہ لاهور ۾) قاضي بولڻ، قاضي عثمان، قاضي طاهر ۽ قاضي محمد فاروقي هئا. اهي سڀ فاروقي هئا. جن جو اولاد سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويو ۽ فاروقي سڏجڻ لڳا. سنڌ ۾ رهندڙ سرهندي پڻ فاروقي آهن. شهاب الدين جي هڪڙي پٽ جو نالو علم الدين هو، جنهنجي اولاد پاڻ کي "علمدائي" فاروقي سڏايو. سندن شجرو هن طرح آهي:

فاروقي / عمري / علمدائي جو شجرو





عبدالله
محمد شهريار
احمد
خبير حسين / جرجيس
فاروق
ملك عادل
عمر الحاكم ملك
ابي الفتح ملك
(چوڑھین پیڑھي ٤
محمد عطاء
الملك
شير الملك
شيخ شمس الدين مفتي
كمال الدين
قطب الدين
عبدالملك
قاضي كبير عرف قاضي بده
قاضي قاسم
قوام الدين عرف قاضي قادن
محمود
احمد
منصور
معظم
الشهيد وجيه الدين
شيخ عبدالرحيم
شاه ولي الله دهلوي / قطب الدين
شاه عبدالعزيز
بهاؤ الدين
وجيه الملك
سالار شام
حضير الملك
خطير الملك
منور
ارزاني
قاضي عماد الدين بدايوني
قاضي اسماعيل
قاضي صدر الدين الهرگامي
ملا عبدالماجد
ملا عبدالواجد
محمد صالح
ارشد
فضل امام

**فاضُلاڻي:** ٻرڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**فاضِلاڻي:** لاشاري بلوچن جو پاڙو آهي. سيدن ۾ پڻ ”فاضلاڻي“ پاڙو آهي.

**فاضل زئي:** ابدالي (دراني) پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**فاطمي:** شام ۽ مصر ڪان آيل شيعا (دروز) آهن. هنن جي دعويٰ آهي تہ اسان بيبي فاطمہ الزهره جي بطن مان سيد آهيون.

**فاطواڻي:** جت بلوچ آهن. لسٻيلي ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا.

**فال:** جت بلوچ آهن. لسٻيلي ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا.

**فانوج (فانوچ):** مڪران ۾ رهندڙ بلوچ آهن، سنڌ ۾ بہ رهن ٿا. خاص ڪري ڪجور جو ڌنڌو ڪن ٿا.

**فَتَحاڻي (فتح خاني):** جتوئي بلوچن جي هڪڙي قبيلي جو نالو آهي، جيڪي پنهنجي وڏي ڏاڏي فتح خان جي نالي پنيان سڏجن ٿا. سني خواجن جو پاڙو آهي، هي خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**فتُحاڻي:** پرڳڙين ۽ ڪوسن جي پاڙن جو نالو آهي. چانگن ۾ پڻ آهن.

**فتحجا:** هڪ سماٽ ذات آهي، ڪن جي چوڻ موجب هي ملاح ۽ مهاڻا آهـ.

**فتحلاڻي:** ڪوسن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**فتحڻاڻي:** ٿري ڪوسن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**فتحياڻي:** جسڪاڻي بلوچن جي هڪڙي قبيلي جو نالو آهي. چانگن، ڪرمتين جي جماري ۽ زنگياڻي شاخن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ”فتحياڻي“ آهـ.

**فتوال:** اعواڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. هي عبدالله گولڙي جي اولاد مان فتح خان جو اولاد آهن.

**فَـتواڻي:** سماٽي جت آهن، شاهہ بندر ۾ وينا آهن.

**فَـتـُواڻي:** غيباڻي چانڊين جو پاڙو آهي. وسائي پوٽڙا چانڊين ۾ پڻ آهن.

**فخرپوٽا:** سماٽ ذات آهي، مخدوم محمود فخر پوٽو ڪاهانيءَ وارو. قاضي ڏتو سيوستانيءَ جو استاد هن خاندان مان هو. حقيقت ۾ فخر پوٽا. صديقي خاندان مان آهن. جن مان مخدوم نوح هالن وارو آهي. فخر پوٽن جو شجره هن طرح آهي. هي شجره فتاويٰ واحدي جي قلمي نسخہ تان اتاريو ويو آهي، جيڪو 1020 هـ ۾ بهاوالدين جو لکيل آهي.

حضرت ابوبڪر صديق رضہ

عبدالرحمان

محمد

ابوالقاسم

مسعود

وجهہ الدين

ابو محمد

ابوعاصم

خيرالدين

سراج الدين

نصيرالدين

عبدالله

اسماعيل

ابوبڪر

فخرالدين (اولاد فخر پوٽا)

**فدارزئي:** شاهوزئي قبيلي (بروهي) جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**فدواڻي:** پنجي پائي خوجن جو پاڙو آهي.

**فراس:** هي سومرن جو نهايت پراڻو پاڙو آهي. (بحوالہ ڪتاب سومرن جو دور از نبي بخش خان بلوچ ص 370.

**فراش:** جتوئي قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. فراش لفظ جي معنيٰ غلام آهي.

**فرش:** سما ملاحن ۾ ڪيرين جو پاڙو آهي.

**فرناس (الماس):** پنجاب کان آيل مسلمان آهن. گهوٽڪيءَ جي پرسان وينا آهن.

**فرنگي:** انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ ٺٽي شهر ۾ ارمني عيسائي رهندا هئا، جن کي سنڌ جا ماڻهو "فرنگي" چوندا هئا. هن وقت انهن مان ڪجهه فرنگي ڪراچي ۾ رهن ٿا. فرنگي اصل ۾ "فرئنڪ" جرمني قوم جو نالو آهي. جنهنجي معنيٰ آهي، دريائي چور.

**فروزائي:** رندن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**فريداڻي:** سڏاين جو پاڙو آهي.

**فريد خيل:** آفريدي پٺاڻن جي ڪوڪي خيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**فـُـزَ:** مغيري بلوچن جو پاڙو آهي.

**فضلاڻي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي. ٽنڊي محمد خان ۾ وينا آهن.

**فقيراڻي:** سنڌ ۾ ٿاڻي بولاخان ڪوهستان ۾ ملڪ جي راڄ وارن مان هڪ سماٽ ذات جو نالو آهي، ڄڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "فقيراڻي" آهي.

ڄت قوم ۾ فقير سانول هڪ مشهور درويش ٿي گذريو آهي، جنهن تي قبو پڻ اڏيل آهي، ان فقير سانول جي اولاد کي "فقيراڻي" چون ٿا. ڪانڌي ڄتن (ڪڇ ۾) ۾ پڻ فقيراڻي پاڙو آهي.

**فقير زئي:** ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 105 موجب فقير زئي، ميرواڻي بروهين جو پاڙو آهي، جن جو مورث اعليٰ فقير محمد هو.

**فَـنجواڻي:** جسڪاڻي بلوچ آهن.

**فوجاناڻي:** چانديا قبيلي جي چولياڻي خاندان مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**فوجاڻي:** مري بلوچ آهن. هنن جي پاڙي جو نالو مزاراڻي آهي.

**فوجلاڻي:** گورچاڻي بلوچ قوم جي لشاري پاڙي مان هڪڙي ڦري آهي.

**فوزاڻي:** سرڪي سمن جو پاڙو آهي.

**فوفل (پوپل):** عيسيٰ خان پٺاڻ افغانستان جو هڪ نهايت مشهور پٺاڻ هو، جنهن مان دراني، پوپل زئي، بارڪ زئي ۽ محمد زئي نهايت مشهور امير ٿي گذريا آهن. ان عيسيٰ خان کي ٽي پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "زرڪ" هو. ان زرڪ کي وري چار پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ جو نالو فوفل (پوپل) هو. جنهن جو اولاد فوفل پٺاڻ سڏجن ٿا. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1 اسماعيل زئي، 2 اورڪ خيل، 3 ايوب زئي، 4 بادوزئي (بدوزئي)، 5 باميزئي، 6 تدوزئي، 7 حبيب زئي، 8 حسن زئي، 9 سدوزئي، 10 صالح خيل، 11 علي خان خيل، 12 فوفل زئي، 13 ڪامران خيل، 14 ڪن لاڪ، 15 مينگل زئي.

**فوفل زئي:** فوفل افغاني پناڻن جو پاڙو آهي.

**فهيم:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**فيروزا:** انڙن جو پاڙو آهي.

**فيروزال:** گکڙن (ڪياني مغل) جو پاڙو آهي.

**فيروزاڻي:** مغيري بلوچن جو پاڙو آهي.

**فيروزائي:** رندن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، جيڪي پنهنجي وڏي فيروز بن گلو جي نالي پنيان سڏجن ٿا.

**فيروز خيل:** آفريدي اولاخيل پناڻن جي ميمنا شاخ مان آهن. مير احمد خيل ۽ سيپاهه هن جا پائر آهن، ڪوڪي خيل ۽ قمر خيل هن جون مڪيہ شاخون آهن.

**فيروزئي:** رندن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، جيڪي پڻ فيروز بن گلوءَ جي نالي جي نسبت سان "فيروزئي" سڏجن ٿا. شهواڻي بروهين جي سهرزئي قبيلي مان هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "فيروززئي" آهي.

**فيروزيجا:** سميجا ڪل مان ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**فيضواڻي:** ڪرمتين جي مهيري شاخ جو هڪ پاڙو

# ق

**قاليزئي:** مري قبيلي جو پاڙو آهي. هنن جون عورتون شاديءَ کان اڳ گوشت ڪونہ کائينديون آهن.

**قاناڻي:** ڪوسن جي سلمن پاڙي جي شاخ آهن. دادو ضلعي ۾ سندن ڳوٺ آهن.

**قتڙ:** رندن جو پاڙو آهي.

**قتوناڻي:** نظامائي آهن.

**قـَـجَ:** پنجاب کان آيل هڪ غير سماٽ ذات.

**قداڻي:** عمراڻي بلوچ آهن.

**قدراڻي (قدرا):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**قدلاڻي:** ڪلڦر بگٽي آهن.

**قرا:** ڪلهوڙا آهن.

**قـَراهو:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**قرڙا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**قـُرسا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**قـُرِڪارا:** لغاري بلوچن جو پاڙو آهي

**قـُرِڪارا:** سمن جي ذات آهي.

**قـُرنگَ:** مري بلوچن جو پاڙو آهي. وڌيڪ لاءِ لفظ "قونگ" ڏسڻ گهرجي.

**قرها:** سمن جو پاڙو آهي.

**قـُرَهـَرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**قرماڻي:** ڪوسن جي مٺيوال پاڙي جي شاخ آهن.

**قـُزبر:** نوتاڻي بگٽين جي قري آهي. دوست علي سندن چڱو مڙس هو.

**قزواڻي:** بجاراڻي مرين جي قري آهي.

**قـُـقلَ:** ٿري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**قـُـگَ:** بنگلزئي بروهين جو پاڙو آهي.

**ڦـلَ:** سنڌ. گجرات. ڪڇ ۽ ڪانياواڙ جي سمن سردارن جي نرپت سمي جي اولاد مان لاکو گوڙا (1250ع) کي اٺ پٽ هئا. انهن مان هڪڙي جو نالو "ڦل" هو. ان جي اولاد کي "ڦـل" چـون ٿـا. اهڙي طرح ڦـل جو پـاءُ موڙهـو هو. ڦل جي وفات کان پوءِ موڙهي پنهنجي پٽ جو نالو ڦل رکيو. ان ڦل جي اولاد کي بـ "ڦـل" چـون ٿـا. هـي ڦـل خالص سما آهن. باقي ٻين نسلن وارا ڦل سميجا ۽ ملاح شمار ٿين ٿا.

ايس. صادق علي جي لکڻ موجب ڄام لاکي کي مسرق زال مان چار پٽ هئا. جن مـان هـڪـڙي پـٽ جـو نالو "ڦل" هو. ان ڦل جي پنيان سندس اولاد ذات جا "ڦل" سڏجن ٿا. هـڪ ٻـئي پـٽ مـوڙي کـي "سـور" نـالي پـٽ هو. ان جي پٽ جو نالو پڻ "ڦل" هو. جنهنجي اولاد پاڻ کي "ڦل" چورايو.

انڙ بن سمون بن رائڏڻ جي هڪ پٽ جو نالو "ڦل" هو. ان جو اولاد بـ ڦل آهـن. راڄـپـرن جـا ڪـافي پـاڙا آهن. جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "ڦل" آهي. دلن ۾ پڻ "ڦل" پاڙو آهي. هڪ جائزي مطابق ڦلن جو شجره هـن طرح آهي.




وڌيڪ تفصيل لاءِ "ڦلپوٽن" جو احوال پڙهڻ گهرجي.

**ڦـلانزئي:** ڪردن جو پاڙو آهي. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ڦَـلاڻي:** ڪرمتين جي ٻورئي شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڦـلاڻي:** لاکي جي اولاد مان سما ملاح آهن.

بيت: لاکا لک هوا، ڦلاٿي ڦير ٻيو (شاهه).

ڦلاٿي ملاح ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. ڇاڇڙن جي ”ڇنا“ قبيلي مان هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ”ڦلاٿي“ آهي.

**ڦُل پوٽا:** سما ۽ ملاح آهن، جيڪي لاکي جي اولاد مان آهن. هنن جو شجره هن طرح آهي.




اتر سنڌ وارا ڦلپوٽا، ڪماريا (ابڙا) راڄ ۾ شامل آهن.

**ڦُل لاکا:** لاکي جي اولاد مان سما ملاح آهن. هنن جي شجره لاءِ ڏسندا ”ڦل پوٽا“.

**ڦـُل ناهيا:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن جي شجره مان معلوم ٿئي ٿو ته رائڌن بن ڪاڪا مسلمان حاڪم کي نو پٽ هئا. انهن نون پٽن مان هڪڙي جو نالو ناهيو هو ۽ ٻئي جو نالو ابڙو هو. انهن کي جيڪو اولاد پيدا ٿيو، ان کي "ڦل ناهيا" چيو ويو.

ڪتاب جنت السنڌ ۾ لکيل آهي ته ڦل ناهيا ابڙي جو اولاد آهن. ليڪن هڪ ٻئي حوالي موجب ابڙي جو اولاد "ڏهر ناهيا" لکيل آهي. هن ناچيز جي تحقيق موجب ڦل ناهيا ۽ ڏهرناهيا ابڙي جو اولاد آهن. هنن جو شجره هن طرح آهي.




**ڦـُلڻ:** سمن جي ذات آهي.

**ڦـَلواڻي:** هندن جي ذات آهي. "بوڏيا" نک مان راجپوتانا کان آيا.

**ڦـُل وَڏيا:** سما ملاح آهن.

**ڦـُليا:** اتر طرف رهندڙ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڦـَٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڦوٽاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحواله: تاريخ سجاول).

**ڦودنا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڦوريا:** هندن جي ذات آهي. سندن نک به ساڳي آهي. ٽيڪواڻي هندو به هن نک مان آهن.

**ڦوڙياٽَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڦوڳاڻي:** راهو قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڦول:** مالهي هندن جو پاڙو آهي. هي ڪانگڙا علائقي جا آهن. ناڪر به سڏجن ٿا.

**ڦولوڏيا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. گيانچنداڻي به هنن مان آهن.

**ڦـونـگَ (ڦـونـگ):** بگٽي قبيلي جو هڪ مکيہ پاڙو آهي. هي اڪثر ڪري جيڪب آباد ۽ ڪراچيءَ ۾ رهـن ٿا. هن پاڙي جون مکيہ ڦريون آهن: 1 شانگ، 2 مندراڻي، 3 هئجماڻي. ڪن ڪن جاين تي ڦونگن کي "ڦرنـگ" بہ چون ٿا.

**ڦيا:** اصل ۾ ڪڇي ۽ ڪلاچ جا رند بلوچ آهن. هن وقت اندروني سنڌ ۾ بہ رهن ٿا.

**ڦيراڻي:** مري ٽالپرن جو پاڙو آهي.

**ڦيرائي:** تلسياڻي هندن جي هڪ آکهہ جو نالو. هي پنهنجيون نياڻون ٽياڪڙ يا ان کان مٿي عيوض ۾ ڏيندا آهن. سڱن جي اهڙي ڦيري جي ڪري "ڦيرائي" سڏجن ٿا.

**ڦيرواڻي:** هندن جي ذات آهي. هي جيسلمير جا پاٽيا آهن. هن ذات مان پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي هڪ مشهور اديب هو. جنهن هڪ ڪتاب "راج رشي ديوان ڏيارام گدو مل جون جيون چرتر" 1938ع ۾ لکيو هو. (بحوالہ: اهي ڏينهن اهي شينهن نمبر 2 ص 374). هنن جي نک "اڏيسي پوٽا" آهي. ڦيرومل جي ڪري "ڦيرواڻي" سڏجن ٿا.

**ڦيزبر:** بگٽي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڦَـينهڙا:** سماٽي جت آهن.

# ق

**قابلاڻي:** جاکرن جي حسڻ پاڙي جي هڪ ڦري.

**قادرَ:** جوکين جي تيبر قبيلي مان هڪڙو پاڙو آهي.

**قادراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جتوئين ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**قادرناڻي:** ڪرمتين جي هديء. پڻوا ۽ گبول شاخن جو هڪ پاڙو.

**قادري:** اڪثر ڪري دايا پاڻ کي "قادري" چوائين ٿا. جوکين ۾ پڻ هڪڙي پاڙي جو نالو "قادري" آهي.

**قادواڻي:** ميمڻن جو پاڙو آهي.

**قادياڻي:** وورن جو پاڙو آهي.

**قاسم:** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي اپيڙ پٽ منو پٽ ڪلو جو اولاد آهن. رتن، ڏتو ۽ طاهر. قاسم جا پاٽر ٿين.

**قاسماڻي:** ڪافي قومن، قبيلن ۽ پاڙن مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، جيڪو قاسم جي نسبت سان "قاسماڻي" سڏجي ٿو. جهڙوڪ:

1. گورجاڻي بلوچ قوم جي هوتواڻي پاڙي مان هڪ پاڙو. 2. جتوئي بلوچن جي شر قبيلي مان هڪڙو پاڙو آهي. 3. چانڊين جي سماراڻي پاڙي مان هڪ ذات جو نالو آهي. 4. بگٽين ۾ پڻ قاسماڻي آهن (راهيجا پاڙو). 5. سڏايا ذات جو پاڙو قاسماڻي آهي. 6. سنهندڙن جو پاڙو قاسماڻي آهي. 7. ڪلوڙن ۾ بہ قاسماڻي آهن. 8. پنجي پائي خوجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "قاسماڻي" آهي. 9. نوحاڻي بلوچن جي سنجواڻي شاخ مان هڪ پاڙو. 10. لاشارين جي مچر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**قاسم پوٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. اڪبر مغل بادشاهه جي دور ۾ ان جي طرفان محمد قاسم خان ميربحر ڪابل جو رکوالو هو، جنهن جي هڪڙي پٽ جو نالو هاشم خان هو. هاشم خان جي پٽن پاڻ کي ڏاڏي جي نسبت سان "قاسم پوٽا" سڏايو. هن ڪيڙ جا ماڻهو اڄ بہ سنڌ ۾ موجود آهن.

**قاسم خاني:** هي سبز وار کان آيل سبزواري سيد آهن. مغلن جي دور ۾ دهلي، ان بعد سکر، ان کان پوءِ سيوهڻ پهتا. سيوهڻ ۾ ڪجهہ ترسي پيا ۽ باقي وچي ٺٽي ۾ آباد ٿيا. ڪجهہ سالن بعد انهن مان ڪجهہ ٺٽي ۾ رهجي پيا، جن پاڻ کي امير خاني سڏايو. ڪجهہ سيوهڻ اچي وينا جن پاڻ کي "سبزواري" سڏايو ۽ باقي سکر ۾ واپس اچي آباد ٿيا. سکر وارن پاڻ کي "قاسم خاني" چورايو. قاسم معنيٰ نالو، خانہ معنيٰ گهر. يعني قاسم جي گهر وارا. قاسم جي گهر جو ڪتنب پاتي وغيره. سندن وڏي جو نالو "قاسم" هو. ان نسبت سان "قاسم خاني" نالو رکيائون. هنن جو شجرو هن طرح آهي.




**قاسمي:** هي سيد آهن، جيڪي قاسم بن عباس جو اولاد آهن. هنن جو شجرو هن طرح آهي.




**قاصد:** جتن (سماٽ) جي ذات آهي. هيءَ انن تي چڙهي پيغام ۽ نياپا پهچائين تا، ان نسبت سان "قاصد سڏجن تا. هي "ريبارا" بہ سڏجن تا. ريبارا سماٽي جت آهن.

**قاضي:** محققن جو چوڻ آهي تہ قاضي ڪا ذات نہ آهي. شرعي ۽ فقهي فيصلا ڪندڙن کي "قاضي" چون تا قاضي لفظ روز مره جي زندگي ۾ انهن ماڻهن لاءِ بار بار استعمال ڪرڻ ڪري ذات ۾ تبديل ٿي ويو آهي اعوانن جي هڪ پاڙي جو نالو "قاضي" آهي. هي حافظ ملوڪ شاھ جو اولاد آهن. حافظ کي بہ پٽ گوندل خا

۽ قاضي خان هئا. گوندل خان جو اولاد "گوندل" ۽ قاضي خان جو اولاد "قاضي" سڏجن ٿا. هنن جو ديني ۽ شرعي فيصلن سان ڪو واسطو ڪونهي.

**قاضياڻي:** ڪرمتين جي جماري شاخ جو هڪ پاڙو.

**قاضي خيل:** دهوار بروهين جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هن پاڙي وارا قاضي سڏجن ٿا. جيڪي شرعي ۽ فقهي فيصلا ڪن ٿا.

**قائماڻي:** ڪوسن ۽ جوڻيجن جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**قائمخاني:** راجپوتانا کان لڏي آيل راجپوتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هي قائم جو اولاد آهن. قائم نالو آهي ۽ خانہ فارسيءَ ۾ گهر کي چون ٿا. يعني قائم جي گهر وارا. قائم جو خاندان وغيره.

**قبولاڻي:** جکراڻي بلوچن جي صابواڻي شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. کبارن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "قبولاڻي" آهي.

**قبوليا:** سمن جو پاڙو آهي. دادو ضلعي ۾ رهن ٿا. ڪتاب "مڪلي نامہ" ۾ لکيل آهي تہ دولهہ درياءَ خان قبوليا پاڙي مان هو.

**قدريہ پوٽا:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان سردار پليءَ جي پٽ اڏو جو اولاد آهن. ٻهريہ، اڏيجا ۽ قدريہ پوٽا هڪڙي اوڙڪ ۾ شامل آهن.

**قراني:** پنيرن جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان مولوي محمد عثمان قراني هڪڙو مشهور عالم ٿي گذريو آهي.

**قرمطي:** ملتان کان آيل "سومرا" آهن. هي شيعا آهن. هن وقت ساڪري جي طرف رهن ٿا. ڪن جو چوڻ آهي تہ قرمطي مختلف ذات وارا شيعا آهن. ڪتاب "جنت السنڌ" ص 215 تي لکيل آهي تہ قرمطي بلوچ آهن. منهنجي راءِ ۾ ڪين بلوچ نہ چوڻ گهرجي

**قره:** بلوچ آهن. سکر طرف رهن ٿا.

**قريش – قريشي:** قريشي عربي لفظ تقرش مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ واپاري **(Trader)** آهي. قريش عربن جو قبيلو آهي، جن جي ماڻهن کي قريشي چون ٿا. قريش خاندان جو بنياد وجهندڙ فهر هو. جيڪو واپاري هو. محمد بن قاسم جي سنڌ ۾ اچڻ وقت ۽ بعد ۾ انهي قبيلي جا ماڻهو اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا ۽ انهن جو اولاد "قريشي" ٿيا. پاڻ سڳورا صلعم بہ قريشي هئا. قريشي هاشمي بہ انهن مان آهن. سنڌ جا پير اڪثر ڪري قريشي آهن.

ڪتابن مان ثابت آهي تہ هاشمي، سيد، علوي، صديقي، عثماني، فاروقي، عباسي، جعفري ۽ عقيلي وغيره قريشي آهن. قريشي خاندان جون خاص شاخون آهن: 1 بني غالب، 2 بني لوئي، 3 بني ڪعب، 4 بني

مره يا بني تميم. 5 بني ڪلاب. 6 بني ڪوسي. 7 بني اميه. 8 بني هاشم. 9 بني عباس وغيره. انهن متين شاخن مان ڪافي قريشي پيدا ٿيا. جيڪي سڄي دنيا ۾ پکڙجي ويا.

قريشي خاندان جو مختصر چارٽ ڏجي ٿو. جو اميد تہ قارئين حضرات لاءِ مفيد ثابت ٿيندو.

فهر (قريش خاندان جو بنياد وجهندڙ)
|
غالب (بني غالب)
|
لوئي (بني لوئي)
|
ڪعب (بني ڪعب. هن مان حضرت عمر فاروق آهي).
|
مره (بني مره. هن خاندان مان حضرت ابوبڪر (صديق) آهي)
|
ڪلاب (بني ڪلاب)
|
ڪوسي (بني ڪوسي)
|
عبدالمناف (مغيره)

عبدالمناف جو اولاد: مطلب، هاشم، عبدالشمس، نوفل (مطلب هاشم ۽ عبدالشمس جي والده ساڳي آهي)

هاشم[1] (اصل نالو عمرو) حضرت علي جن هن خاندان مان آهن. (بنوهاشم. پاڻ سڳورا ﷺ هن خاندان مان آهن.)

عبدالشمس ← (بني اميہ. حضرت عثمان هن خاندان مان آهي)

هاشم ← عبدالمطلب (شيبہ)

عبدالمطلب جو اولاد: ابوطالب (عمران)، عبدالله، عباس (بنوعباس)، حمزه، زبير، حارث، ابولهب

ابوطالب ← عقيل، علي، جعفرطيار
علي ← حسن، حسين
عبدالله ← حضرت محمد ﷺ
حضرت محمد ﷺ ← قاسم، ابراهيم
عباس ← سيد المدرين
سيد المدرين ← قثم، عبدالله، فضل
عبدالله ← علي ← محمد ← عبدالله ← محمد
حارث ← عبدالله
ابولهب ← عصام، عطبہ
عصام ← عڪرمہ
عطبہ ← ابوشام

**قريشي هاشمي:** بنو هاشم جي اولاد کي قريشي هاشمي چون ٿا. حضرت عبدالمطلب جو جملي اولاد هن شاخ مان آهي. سيد. علوي، عباسي (بنوعباس)، جعفري، عقيلي، ڪلهوڙا ۽ ڪلوڙ پڻ هن شاخ مان آهن.

---

[1] هاشم لفظ جي معنيٰ آهي ماني کي پور پور (ٽڪر) ڪرڻ وارو. عرب ملڪ ۾ ڏڪار پيو هو. ان وقت عمرو ماني جو ٽڪر ڪيا ۽ پور ڪري ماڻهن ۾ ورهايا هئا. ان وجهہ سبب کيس "هاشم" چيو ويو. ان ڏينهن کان پوءِ پاڻ هاشم جي نالي سان سڃاڻڻ لڳو.

**قزاق:** ترڪي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڦورو، لٽيرو، غارتگير وغيره. هي پراڻي زماني جا ميد (ملاح) آهن، جن عربن کي ڦريو هو، جنهن سبب محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي.

ايس - صادق علي لکيو آهي تہ "قزاق" سنڌ جي سمن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هن پاڙي جا ماڻهو ساموندي ڦريون ڪندا هئا. هن وقت هن ذات جا ماڻهو نواب شاهہ، حيدرآباد ۽ دادو ۾ نهايت ٿورائيءَ ۾ رهن ٿا.

ڪن محققن هنن کي عرب نسل مان لکيو آهي، جيڪو ڪمزور دليل آهي. هي عرب هجن ها تہ محمد بن قاسم چڙهائي نہ ڪري ها.

**قزلباش:** ترڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي، قزل معنيٰ ڳاڙهو، سرخ ۽ باش معنيٰ مٿو يعني ڳاڙهن مٿن وارا. اصطلاحي معنيٰ ۾ ايران ۽ افغانستان جا شيعا. قزلباش سنڌ جي اندر هڪ ذات طور سڃاتا وڃن ٿا. جن ۾ قزلباش مغل، ترخاني مغل ۽ جاليار جا مغل، تورخيل ۽ ميليخيل شامل آهن. جيڪي ايران کان اچي هتي آباد ٿيا آهن. تاريخ مان پتو پوي ٿو تہ شيخ صفوي (شاهہ اسماعيل صفوي) اردبيلي هنن جو جد اعليٰ هو. جنهن ايران ۾ پيري مريديءَ جو سلسلو جاري ڪيو. هن پنهنجي مريدن لاءِ (لشڪر) ٻارهن ڪنگرن واري ڳاڙهي بنات جي ٽوپي ٻارهن امامن جي نشاني طور ايجاد ڪئي، ان ڏينهن کان پوءِ سندن مريد "قزلباش" سڏجن ٿا. يعني ڳاڙهين ٽوپين وارا جن مان عبدالحميد خان مغل ۽ مرزا عبدالمجيد خان مغل نهايت مشهور هئا.

قزلباش، مُغلن جي هڪ خاص پاڙي جو نالو پڻ آهي، هي هڪ غلام ذات (غلام خانہ) آهي. قزلباش جي تاريخ ٻڌائي ٿي تہ هي مشرقي قفقعاز (ڪاڪيشيا) جا گهوڙيسوار فارسي فوج جا مغل سپاهي هئا. نادر شاهہ، همايون ۽ اورنگزيب جي لشڪر ۾ شامل هئا. همايون کي ٽوپي، شاهہ طماسپ (طوماسپ) قزلباش پارائي هئي.

**قـشمشي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**قَصَاب:** عربي لفظ آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، قاصائي، ذبح ڪرڻ وارو. هي هڪ ذات جو پڻ نالو آهي، جيڪي گوشت فروشي جي پيشي سان منسوب آهن.

**قصر:** مغلن جو پاڙو آهي.

**قصراڻي:**رندن مان آهن، صحيح اچار "قيصراڻي" آهي، ان ڪري قيصراڻي ذات جو احوال پڙهڻ گهرجي، ڪن ليکڪن هنن کي ڪيزراڻي ۽ خسروانہ پڻ لکيو آهي.

**قصر قند:** بلوچن جي هڪ گڏيل سڏيل قبيلي جو نالو آهي، جنهن ۾ بليدي، رئيس، دڪرزئي، زينو قدين ۽ ٻيا غريب طبقي جا بلوچ شامل آهن.

**قطب شاهہ ڏمني:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي شريف خان ڏمنيءَ جو اولاد آهن.

**قطب شاهي:** علوي خاندان (اعواڻ) جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، آرائين ۾ پڻ آهن.

**قطب شاهي ڪوڪر:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي قطب شاهه غزنوي جي پٽ زمان ڪوڪر جو اولاد تين، سندن ماءُ ڪوڪر هئي، اولاد بہ ماءُ جي نسبت سان پاڻ کي ڪوڪر سڏايو.

**قلباڻي:** ڪٽا ذات (سما) جو پاڙو آهي.

**قلڪيان:** سڪن جو پاڙو آهي، هي پٽاليہ، جيند، نابا ۽ ملوڌ رياستن جي راجپوتن مان آهن.

**قلندراڻي (قلندراڙي):** بلوچ قوم جي پاڙن جو نالو آهي جهڙوڪ:

1. بروهي قوم جي شاهي خاندان "احمدزئي" جي هڪ ٽڪ جو نالو "قلندراڻي" آهي. هي اصلي ۽ نج بروهي آهن. 2 . مگسي قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، جنهنجو مورث اعليٰ نور خان هو. 3. بجاراڻين جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. 4. لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. 5. بگٽي بلوچن جو پاڙو آهي.

**قلندرزئي:** رئيساڻي بلوچ آهن.

**قلندوراڻي:** مري بلوچن جي بجاراڻي شاخ مان پاڙو آهي.

**قلندري:** قلندر لال شهباز جي پوئلڳن کي "قلندري" چون ٿا. هندستان ۾ "گڙگائون" علائقي جي ڪجهہ رهواسي فقيرن جي ذات آهي. هي رڇ، پولڙا ۽ باندر پالين ٿا. حقا ۽ توپيون ناهي پيٽ پالين ٿا. هن وقت پنجاب کان سنڌ ۾ داخل ٿيا آهن.

**قمبراڻي (قمبراڙي):** ڪافي قبيلن ۽ قومن جي پاڙن جو نالو آهي، جنجو مختصر بيان هن طرح آهي.

1 بروهي قوم جي پاڙن مان هڪ مشهور ۽ اصل پاڙي جو نالو آهي. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان پاڻ سڳورن جي غلام "قمبر" جو اولاد آهيون ۽ اسان جو حسب نسب ان قمبر سان آهي ۽ اهو ساڳيو قمبر، حضرت علي جن جو غلام ۽ ساٿ جو اڳواڻ هو.

2 اهو ساڳيو قمبر آهي، جنهن بلوچستان ۾ هندو راجا کان حڪومت ڦري بروهي راڄ جو بنياد وڌو هو، جنهن کان پوءِ قمبراڻين جو ميرو پٽ قمبر، مير عمر ۽ محمود خان اڳواڻ ٿيا. قمبراڻين جي هن شاخ جا خاص پاڙا آهن: 1 باران زئي، 2 صوباڻزئي ۽ 3 ميران زئي. 2 جتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "قمبراڻي آهي، اهي بہ چون ٿا تہ اسان ان ساڳئي قمبر جو اولاد آهيون.حضرت علي جي انن جي قافلي وارا اسان قمبراڻي جت هئاسين. 3 چاندين جي پاڙن مان هڪڙي پاڙي جو نالو قمبراڻي آهي.4 سراوانين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "قمبراڻي" آهي.

5 شيدين ۽ مڪرانين ۾ پڻ "قمبراڻي" آهن. 6 لاشاري بلوچن جا ڪافي پاڙا آهن، جن مان هڪڙو پاڙو "قمبراڻي" آهي. 7 ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب خاصخيلين جي هڪ پاڙي جو نالو "قمبراڻي" آهي.
8 مانڌڻن جي داستان ۾ لکيل آهي تہ مانڌڻي کي هارون پٽ جي پيڙهيءَ مان اِهداد کي "قمبر" نالي پٽ هو. جنهن جي نالي پٺيان مانڌڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "قمبراڻي" پيو. هن قمبراڻي پاڙي مٿان مانڌڻن جي پڳ آهي. هي لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.[1]

**قمبر پوٽا:** جاکرن جي همند پاڙي مان هڪ ڦري.

**قمبر خيل:** آفريدي پٺاڻن جي مير احمد خيل قبيلي جو نالو آهي. هن جا مکيہ پاڙا آهن: 1 اجمل خيل، 2 تور خيل، 3 پيين خيل، 4 خداداد خيل.

**قمراڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**قمر خيل:** آفريدي پٺاڻن جي فيروز خيل قبيلي جو پاڙو آهي.

**قناصرا (ڪنسيرا):** اتر سنڌ ۾ رهندڙ هڪ مسلمان ذات آهي. جامع سنڌي لغات ۾ سرائين جا 24 پاڙا لکيل آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "قناصرا" لکيل آهي. ڪتاب "سماٽ" جي ص 38 تي لکيل آهي تہ هي پنجاب کان آيل جت ۽ سرائي آهن. جيڪي هن وقت سماٽ ۾ شامل آهن.

**قندراڻي:** جسڪاڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**قندر پوٽا:** جوکين جو هڪ پاڙو.

**قنڌاراڻي:** افغانستان کان آيل قنڌار شهر جا مغل ۽ پٺاڻ آهن. ڪراچيءَ ۾ سندن ڪجهہ گهر آهن. آڏواڻي هندو نهايت مشهور آهن. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "قنڌاراڻي" آهي.

**قنڌاري:** افغانستان جي شهر قنڌار کان آيل پٺاڻ، افغان، مغل، جيلاني، گيلاني ۽ پيو آهن. خيرپور ميرس ۾ اڄڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "قنڌاري" آهي.

**قهار:** ديري غازي خان کان آيل جت آهن.

**قهر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**قهيري:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**قياساڻي:** قياس بن پونگر سومري جو اولاد آهن. ٿر ۾ رهن ٿا. (پاڙو)

---

(1) هڪ روايت موجب قمبر (قنبر) حضرت عليءَ جن جو وفادار غلام هو. جيڪو کين وضوءَ جو پاڻي مهيا ڪندو هو. هن قنبر کي حجاج ثقفيءَ گرفتار ڪرائي قتل جو حڪم ڏنو هو.

**قيسي:** قيس بن عيص (عبدالرشيد) افغاني پناڻ جي اولاد مان هڪ قبيلو آهي.

**قيصر:** جوکين جي سالار قبيلي مان هڪڙو پاڙو آهي.

**قيصراڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي مان هڪ اهم شاخ آهي، جنهنجو مورث اعليٰ قيصر خان رستماڻي هو. ان قيصر خان جي نالي پٺيان. هن شاخ جو نالو "قيصراڻي" پيو. قيصر خان جي اولاد مان سردار منا خان چڱو نالو ڪڍرايو. جنهن تي ملتان جي حاڪم "ديوان سانوڻ مل" قيصراڻين کي جاگير عطا ڪئي، جيڪا نسڙي ۽ بيٽ لڏا ۾ هئي. سندن نالي تي قيصراڻي علائقو سنگهڙ نديءَ تي پکڙيل هو. جيڪو بعد ۾ ٽالپرن هنن کان ڦري بوزدارن کي ڏيئي ڇڏيو. هن شاخ جا خاص پاڙا آهن: 1 پوداڻي، 2 جروار، 3 خوبدين، 4 رستماڻي، 5 لشڪراڻي، 6 لغاري. سرداريءَ جا پڳ ڌڻي رستماڻي آهن. هڪ تحقيق موجب هن شاخ جو شجرو هن طرح آهي.




هڪ ٻي تحقيق موجب "قيصراڻي" بلوچن جو واسطو رند قبيلي سان پڻ آهي، جنهن موجب قيصراڻي رند به آهن. جمالين، جتن ۽ مهيرين ۾ پڻ "قيصراڻي" آهن. جيڪي سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. قيصراڻي جت پاڻ

ڪي مير جت بہ چوائين ٿا. ڪرمتيـن جـي پـٺـوا، جماري، ڳورٽي ۽ گبول شاخن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "قيصراڻي" آهي.

رند قيصراڻين جو شجرو پڻ قارئين حضرات لاءِ پيش ڪجي ٿو




**قيصر پوٽا:** سمن جي ذات آهي.

**قيصر زئي:** پيرنگ (دراني) پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**قيصري:** بروهي آهن، سندن ڏاڏي جو نالو قيصر خان هو. ان جي پنيان "قيصري" سڏجن ٿا.

**قِـيمَـڪاڻي:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي.

# ڪ

**ڪابورَا:** پنهيار ذات جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هي ضلعي دادو ۾ رهن ٿا. ڪابل ڪان آيل پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ آهي، جيڪي پاڻ کي سنڌي پٺاڻ چوائين ٿا. هنن جا چند گهر حيدرآباد ۾ آهن.

**ڪاپار:** پرمار هندو آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪاپَڙَ:** سما آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪاتارَ:** سٽ ڪتيندڙ سماٽ ذات آهي.

**ڪاتَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سنڌ جي اتر واري حصي ۾ رهن ٿا.

**ڪاتُر:** هڪ سماٽ ذات آهي، جيڪي ملاحن مان آهن.

**ڪاتُرو:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪاترِيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪاتل:** ڪتاب دائره معارف اسلام موجب "ڪاتل" هندو راجپوتن جو پاڙو (گوت) آهي.

**ڪاتيار:** اصل ۾ سنڌ جا سماٽ ذات جا ڪوري آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب بيلاين جا ٻول ۾ لکيو آهي تہ ڪاتيار (ڪوري) ٻُرن جا پائر آهن. ايس - صادق علي لکيو آهي تہ ڪاتيار منگسي ۽ سما ملاح آهن. هي چنن ۾ پڻ آهن.

**ڪاتِيا:** پنجاب کان آيل سرائي آهن.

**ڪاٽ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪاٽ ٻانيڻ:** هندو فقيرن جي هڪ ذات جو نالو آهي. جيڪي برهم کتري آهن. مسلمانن ۾ پڻ "ڪاٽ ٻانيڻ" آهن. مسلمان ڪاٽ ٻانيڻ ذات ما ڪتاب "بيان العارفين في تنبيهہ الغافلين" جو فارسي مان سنڌي ترجمہ ڪندڙ عبدالرحمان بن محمد ملوڪ هڪ ناليَ وارو ٿي گذريو آهيَ. چون ٿا تہ هي ذات جو سومرو هو.

**ڪاٽ پال:** هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**ڪاٽڙا:** پنهورن جو پاڙو آهي.

**ڪاٽل:** گورداسپور جي هڪ راجا ڪاٽل جو اولاد آهن. هي سلهرين سان مٽي مائٽي ڪن ٿا.

**ڪاٽواٽي:** ڪرمتين جي زنگياٽي ۽ شولاٽي شاخن جو هڪ پاڙو.

**ڪاٽوڙا:** ميمڻن جو پاڙو آهي، ٺٽي شهر ۾ رهن ٿا.

**ڪاني:** راجپوتن جي ذات آهي. (بحوالہ: ڪتاب دائره معارف اسلام).

**ڪانيا:** وچ ايشيا جي هڪ قوم هئي. جتان هجرت ڪري سنڌ مان ٿيندا گجرات جي صوبي شوراشٽ پهتا. اتي آباد ٿي شوراشٽ جو نالو "ڪانياواڙ" رکيائون. زماني جي گردش ۽ لاهن چاڙهن سبب ڪجهہ اتي رهيا ۽ ڪجهہ سنڌ جي طرف واپس اچي آباد ٿيا. هنن سنڌ ۾ اسلام قبول ڪيو ۽ پاڻ کي ذات جا "ڪانيا" سڏرايائون.

ڪانين جي تمدني حالت سنڌي سماٽ جهڙي آهي. شايد ان سبب ايس - صادق علي لکيو آهي تہ "ڪانيا" سما قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هن قوم جا ماڻهو نواب شاهہ ۽ ضلعي دادو ۾ چڱا آباد آهن. ڪتاب پنجاب کي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ ڪانيا راجا ڪرن ۽ پنوار راجپوت جي اولاد مان آهن. روايتن ۾ آهي تہ اڪبر بادشاهہ جي اثر هيٺ "ڪنيہ" نالي هڪ راجپوت شهزادي اسلام قبوليو. جنهنجي اولاد پاڻ کي "ڪانيا" سڏايو. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي Kathaei قوم مان آهن. جن سڪندر اعظم سان ضلعي گوگيره ۾ لڙائي ڪئي هئي.

**ڪانيارا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ميمڻن ۾ پڻ "ڪانيارا" آهن. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 سال 1972ع ص 128).

**ڪانياواڙي:** ڪانياواڙ (شوراشٽ) ۽ جهوناڳڙهہ جا مسلمان ميمڻ آهن. هي اڪثر ڪري گجراتي زبان ڳالهائين ٿا. ڇاڪاڻ جو هنن جو ابائي صوبو گجرات آهي.

**ڪاپَٽَ:** سنڌ ۾ رهندڙ جوڳي فقيرن جي هڪ ذات آهي. هي اڪثر ڪري نانگ پاليندا آهن ۽ پنهنجي گذر سفر لاءِ پنندا وتندا آهن. هي گهڻو ڪري غير مسلم آهن.

**ڪاپَڙي:** ڏهرن جو پاڙو آهي. برهمڻن ۾ پڻ هڪڙي پاڙي جونالو "ڪاپڙي" آهي. هي شادين جي موقع تي هار سينگار جو ڪم ڪن ٿا. ڏهرن تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ هو خود برهمڻ (چچ) جو اولاد آهن. وڌيڪ لاءِ ڏهر ذات ڏسڻ گهرجي.

**ڪاپِڙي:** سنسڪرت جي لفظ ڪاپٽڪ تان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. زاهد. فقير. تپشي. ڪاپڙي جوڳي فقيرن جي ذات آهي.

**بيت: ڪال ڳڏيو سون ڪاپڙي. جهڙو ماهہ منير.**
**فيض فراق فقير. جوڳي جاڳائي ويو. (شاهہ)**

**ڪاچوآٽي:** سماٽي جتن جو پاڙو آهي. شاهہ بندر جي جتن مان آهن.

**ڪاڇي:** ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ رهندڙ هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو آهي. ڪاڇي ۾ رهڻ جي نسبت سان هي ذات جا "ڪاڇي" سڏجن ٿا. ڪتاب پنجاب کي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ "ڪاڇي" هندن جي ذات آهي. لہ:

۽ لوڊن جا عزيز آهن. سندن اصل وطن جمنا ضلعو آهي.

**ڪاڇَيلا:** سما خاندان جي ۽ ڪاڇي ۾ حملاتي برفتن جي راڄ جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ڪاڇِيلا:** سومرا خاندان جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. دَلن ۾ پڻ آهن.

**ڪاخيل:** سما آهن.

**ڪار:** ميمڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 سال 1972ع ص 128).

**ڪارا (ڪارڙا):** چاندين، پنهورن ۽ ملاحن جا پاڙا آهن.

**ڪارائي:** سمن، پنهورن ۽ ڇُهڙن جي پاڙن جا نالا آهن. خيرپور ميرس ضلعي ۾ اڃڻ رهن ٿا. انهن ۾ پڻ "ڪاراٺي" آهن. ڪرمتين جي مهيري شاخ مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "ڪاراٺي" آهي.

**ڪارائــڙو:** سمن جو پاڙو آهي. ڪارايل ڪڇ جي پنگهر ڄام جو پٽ هو ۽ وڏو سورهہ هو. ان جو اولاد ڪارائڙو ۽ ڪارايل سڏجي ٿو.

**ڪارائي:** ڪرمتين جي راڌا اڱاريا شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڪارايل:** ڪارائڙو يا ڪارايل جو مطلب ساڳيو آهي. هي سما آهن.

**ڪاربا:** سما خاندان مان آهن.

**ڪارباٺي:** سما خاندان مان آهن.

**ڪارجي:** بارڪ زئي پٺاڻن مان آهن.

**ڪارجو:** شنباڻي بلوچن جو پاڙو. هي سَيد علي بن سائينداد جو اولاد آهن.

**ڪارڙا:** چانديا، پنهور ۽ ملاح آهن. چاچڙن جي ڇتا قبيلي مان هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪارڙا" آهي، ٺٽي شهر ۾ ميمڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪارڙا" آهي.

**ڪارڻَ:** رانوڙ سمن ۽ غير سمن جو پاڙو آهي.

**ڪاروزائي:** مگسي بلوچ آهن.

**ڪارونيار:** مگٺهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ڪاريا:** ڪڇي لوهارن جي ذات آهي. هي پٽ ۽ لورا بہ سڏجن ٿا. ليڪن مسلمان نہ آهن.

**ڪارياٺي:** ٻگهين جو پاڙو آهي. ضلعي دادو تعلقي سيوهڻ ۾ ڪارياٺي ذات پنيان هڪ ڳوٺ جو نالو آهي.

**ڪاريٽ:** مگٺهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ڪاريجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪارِي خيل:** غلزئي پناڻن جو پاڙو آهي.

**ڪاريڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪاڙَها:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪاسائي:** عربي لفظ قَصاب مان ورتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي گوشت پائيندڙ. ڪوس جو ڪم ڪندڙ. ڪاسائي هڪ ذات جو نالو آهي. ملاحن ۽ پجارن جي پاڙن جا نالا پڻ "ڪاسائي" آهن.

**ڪاسب:** هندن ۽ مغلن جي مخلوط نسل مان ڪنيت هندو آهن، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "ڪاسب" آهي.

**ڪاسنگ:** هندو سوڍن جو هڪ پاڙو.

**ڪاسوتا:** ڪوهستاني حملاڻي برفتن مان آهن.

**ڪاسي (ڪانسي):** سراباني پناڻن جو قبيلو آهي. انورزئي (انوري) پڻ هنن مان آهن. ابسٽن لکي ٿو تہ جولاها، ڪوري آهن. جن کي هزاره ۾ ڪاسي چون ٿا، يعني ڪاسي ڪپڙي اڻڻ وارا "ڪوريٌ" آهن.

**ڪاسيرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪاشاني:** ترخاني دور ۾ سيد مير غروري ڪاشان مان لڏي اچي لاڙ ۾ وينو، جيڪي ڪاشان جي نسبت سان "ڪاشاني" سيد سڏجن ٿا.

**ڪاظمي:** هي سيد آهن، جيڪي امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق جو اولاد آهن. ڪاظمي سيدن جو شجره هن طرح آهي:






**اولاد ڪاظمي سيد**

**ڪاغذ ڪُٽا:** هندو هنرمندن جي هڪ ذات. هي ڪاغذ ٺاهين ٿا.

**ڪاغذي:** هڪ غير سمات ذات آهي.

**ڪاڪ:** سمن جي ذات آهي، هي ملاح بہ آهن.

**ڪاڪا:** پنهورن ۽ سمن جي پاڙن جو نالو آهي. ڪاڪن جو خاص پاڙو "دل" آهي. ڪاڪا (وڌيڪ لاءِ سمن جو شجرو: ڏسن گهرجي) ڪاڪو بن سمون جو اولاد آهن. ڪاڪو، ڪاڪ جو حاڪم هو.

**ڪاڪاخيل:** افغاني پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**ڪاڪڙ:** افغاني پٺاڻن جو قبيلو ۽ ذات آهي، جيڪي اسرائيلي نسل مان آهن. سندن حسب ۽ نسب عبدالرشيد (قيص) پٺاڻ سان آهي. عبدالرشيد کي ٽي پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو غار گسٽ (گهارگهج) هو. ان غارگسٽ کي چار پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "ڪاڪڙ" هو. ان ڪاڪڙ جي پٺيان (اولاد) ڪاڪڙ پٺاڻ سڏجن ٿا. هن ڪاڪڙ کي خدا تعاليٰ 24 پٽ ڏنا هئا. هر هڪ پٽ جي نالي سان جدا جدا پاڙي جو نالو پيو. ڪاڪڙ پٺاڻن جا خاص پاڙا آهن:

1 ابراهيم زئي، 2 . ابو سعيد زئي، 3 اتمان خيل (عثمان خيل)، 4 احمد زئي، 5 ايوب خيل، 6 باجو خيل، 7 برت خيل، 8 تاجوزئي، 9 تران، 10 جلال خيل (جلال زئي)، 11 خضري خيل، 12 دمر (ڏمڙ) 13 رميزئي، 14 زنجورزئي، 15 زنگهوري، 16 ساتڪ، 17 سالار خيل، 18 شادو خيل، 19 شادي خيل، 20 شر خيل، 21 شيرازئي، 22 عربي خيل، 23 عطوزئي، 24 علي خيل، 25 غوري زئي، 26 ڪاڪڙ، 27 ڪمال زئي، 28 کهوزئي، 29 گائسوزئي، 30 ماما خيل، 31 مامڙ (ممڙ)، 32 مامي خيل، 33 محمد زئي، 34 مروان زئي، 35 مکوڙئي، 36 مندوزئي، 37 موسيٰ زئي، 38 مها خيل، 39 يونس زئي.




24 پٽ - 39 پاڙا

سومرن، ڪلهوڙن، ڪچين ۽ سمن جي پاڙن جو نالو پڻ "ڪاڪڙ" آهي. اهي سڀ سنڌي ڳالهائين ٿا ۽ سنڌ جي ڪافي حصن ۾ آباد آهن.

**ڪاڪڙا:** ڪاڪ جو اولاد آهن. جيڪي سما ملاحن ۾ شامل آهن.

**ڪاڪو:** برهم کترين جي هڪ نک جو نالو.

**ڪاڪَوٺا:** ٿر ۾ رهندڙ هندو قوم جي هڪ ذات آهي.

**ڪاڪي:** ڪيراني پناڻن جو پاڙو آهي.

**ڪاڪيپوٽا:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان ڄام لاکو بن لاکيار جي اولاد مان هڪ جو نالو لاکو هو. ان لاکي جي پٽ جو نالو سمو هو، جنهن کي ٽي پٽ جکرو، ڪاڪو ۽ جياند هئا. ڪاڪو پنهنجي رياست "ڪاڪ" جو مسلمان ڄام حاڪم هو، ان مسلمان حاڪم جي اولاد کي "ڪاڪيپوٽا" چون ٿا. هي سنڌ ۽ ڪڇ جا ڄاموٽ ۽ سما آهن ۽ ملاح اوڙڪ ۾ شامل آهن. هن وقت سنڌ جا ڪجهه اوڏا پڻ پاڻ کي "ڪاڪيپوٽا" سڏائين ٿا. سبر (سما) ۽ اونن جي ذات جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪاڪيپوٽا" آهي، سنڌ جا اڪثر ڪاڪيپوٽا، ابڙن جو ... آهن. ڪاڪيپوٽا ذات جا خاص پاڙا آهن: 1 پنهاٽي، 2 چنگلاٽي، 3 خاناٽي، 4 دقڙ، 5 سهارڻ




**ڪاڪيجا:** سما ملاح آهن، جيڪي ڄام ڪاڪا جي اولاد مان آهن.

**ڪاڪيجا پوٽا:** سنڌ ۾ ڪڇ جي سمن مان ڄام لاکو بن لاکيار جي اولاد مان پلي پنهنجي قوم جو سردار هو. ان پليءَ کي ڪجهه پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو ساند هو. ان ساند کي ست پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو "ڪاڪو" هو ان ڪاڪي جي اولاد کي "ڪاڪيجا پوٽا" چون ٿا.




**هن جو اولاد ڪاڪيجا پوٽا**

**ڪاگيا:** ٿري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**ڪالاخيل:** آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. ساڳي وقت ملڪ دين خيل قبيلي جو بہ پاڙو آهي.

**ڪالاغ زئي:** جهالواني بروهي آهن.

**ڪالاڻي:** جوکين جو پاڙو آهي. ضلعي نوشهروفيروز ۾ هنن جا ڪافي ڳوٺ آهن. هندن جي هڪ آکهہ جو بہ نالو. هن ڪيڙ مان هيمون مل پيسو مل حر تحريڪ جو هڪ مشهور سرويچ سورهيہ هو.

**ڪالپسر:** پرمار هندن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**ڪالپُور:** بگٽي بلوچن جي هڪ شاخ آهي. هن شاخ جون مکيہ ڦريون 1 بتيلاڻي، 2 پدلاڻي، 3 حلڪاڻي ۽ 4 حمزاڻي آهن.

**ڪالخيل:** لوڌي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**ڪالَرا:** ڪن محققن جي راءِ آهي تہ هي ترڪ نسل جا ڪارلوغ آهن. ڪارلوغ لفظ ڦري "ڪالرا" ٿيو آهي. ڳالهہ مڃڻ کان ٻاهر آهي، حقيقت ۾ هي سنڌ جا سما آهن.

**ڪالِرا:** پنجاب کان آيل سرائي آ

**ڪالس:** گوجرن جو پاڙو آهي.

**ڪالموهہ:** پرمار هندن جي ذات آهي.

**ڪالو:** جوکين جي ٽهير قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، ساڳي وقت سرائي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڪالو" آهي. ڪلهوڙن جا تمام گهڻا پاڙا آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "ڪالو" آهي.

**ڪالواڻي:** لاشاري بلوچ آهن.

**ڪالوزاڻي:** لغاري بلوچ آهن.

**ڪالهڻ:** نهڙين جو هڪ پاڙو.

**ڪاليال (ڪلیال):** اعواڻن جو هڪ پاڙو.

**ڪالير (ڪالپر):** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڪالينار:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڪامران خيل:** فوفل پٺاڻن مان آهن.

**ڪامِڙا:** سما ۽ ساند آهن. هي ملاحن جي اوڙڪ ۾ شامل آهن.

**ڪامونجا:** راڄڙن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڪامِي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪاناڻي:** مگرين جو هڪ پاڙو. شاعر محمد مگريو. تعلقو ڇاڇرو هن پاڙي مان هو. (1940ع ڌاري).

**ڪانُڀڙَ:** مينگهواڙن جي ذات آهي.

**ڪانپائي:** تاريخ سجاول ص 345 تي لکيل آهي تہ "ڪانپائي" ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي سجاول ۾ رهن ٿا.

**ڪانَتَ:** غير سمات ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانتيا:** اوسواڙ هندن جي ذات آهي.

**ڪانپائي:** سنيا ذات وارن جو پاڙو آهي (ٽنڊو محمد خان).

**ڪانجا:** سمن، ڏهرن ۽ هندن جي ذاتين جي پاڙن جو نالو آهي.

**ڪانجڙ:** هندن جي هڪ نک جو نالو.

**ڪانجي:** راجپوتن جي ذات آهي. (بحوالہ: ڪتاب دائره معارف اسلام)

**ڪانجَياڻي:** هندن جي ذات آهي.

**ڪانجها:** مسلمان ذات آهي.

**ڪانجون:** هڪ مسلمان ذات آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڪانخيا:** سمہ ملاح آهن.

**ڪانڌڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانديل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانڌَ:** غير سمات ذات آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا. چون ۾ اچي ٿو تہ هي بہ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانڌرائي:** بليدي بلوچن جي ميرالي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ڪانڌڙا:** سمہ قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هي آبڙ ۾ اچن ٿا. هنن جي هڪ خاص پاڙي جو نالو "سئجاڻي" آهي.

**ڪانڌَڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانَڌڙيا:** سما ملاح آهن. آبڙ ۾ اچن ٿا.

**ڪاندي:** ڪڇ جي ڪند واري علائقي ۾ رهن ڪري "ڪاندي" سڏجن ٿا. هي جت آهن ۽ اٺ پالين ٿا. پاليا. فقيراڻي ۽ گُهناڻو جت هنن مان آهن.

**ڪانيڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڪانَڙا:** برفتن جي حملائي راڄ جي ذات آهي، ڪوهستان ۾ رهن ٿا. ڪن هنڌن تي"ڪانڙيا" بہ سڏجن ٿا.

**ڪانَڙا:** پنهورن جو پاڙو آهي.

**ڪَانِڙيا:** ڪوهستان ۾ رهندڙ برفتن جو پاڙو آهي.

**ڪانڙيچا:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ڪانـگَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٺٽي شهر وارا ڪانگ ميمڻ مان آهن. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 سال 1972ع ص 128).

**ڪانـگـڙَ:** هندو آهن. مٽيءَ مان شيون ناهي وڪڻن ٿا.

**ڪَانگڙي:** پريا سميجا ڪل مان (د ) آهن. هي پراڻي زماني ۾ ڪمبات ۽ ديبال ڪانگڙيءَ واري علائقي ۾ رهندا هئا. ان ڪانگڙي واري علائقي جي نسبت سان هي ذات جا "ڪانگڙي" سڏجڻ لڳا. هن وقت هي پاڻ کي "پريا" ۽ "ڪانگڙي" چوائين ٿا. حقيقت ۾ هي سمن جو پاڙو آهي. سيوهڻ شريف ۾ هنن جا ڪجهہ گهر آهن. جيڪي پاڻ کي انڙن مان چوائين ٿا.

**ڪانگو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانگهيا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو. جيڪب آباد طرف رهندڙ.

**ڪانونگا (قانون گا):** اصل لفظ قانون گا يعني قانون جا ڄاڻو آهي. بنيادي طور هي شهر سيوهڻ جا هندو ذات وارا آهن. هنن جي آکهہ جو نالو پڻ "ڪانونگا" آهي. هنن جا ڪجهہ گهر اڄ بہ سيوهڻ ۾ موجود آهن. هي ايترا تہ مشهور هئا جو هنن جي نالي تي سيوهڻ ۾ هڪڙو پاڙو آهي. هن پاڙي وارا لعل شهباز قلندر جي مينديِ ڪيندا آهن.

**ڪانويرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سنڌ جي اترين حصي ۾ رهن ٿا.

**ڪانَـهـہ:** سمن جي ذات آهي.

**ڪانُـهـرَ:** سمن جي ذات آهي.

**ڪانَـهـڻَ:** سمن جي ذات آهي.

**ڪانَـهـُوجا:** جت آهن. اٺ پالين ٿا.

**ڪانهيرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانهيون:** دلن جو هڪ پاڙو. ابڙو. کهر. ڪانهيون ۽ ناهيون پاڻ ۾ پائر ٿين.

**ڪانيا:** سرائي آهن.

**ڪانيورا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪانيها:** سمن جو پاڙو آهي. قاضي احمد جي پرسان رهن ٿا. جيڪي سرائڪي زبان ڳالهين ٿا.

**ڪاٺيا:** ڪلهوڙن جو پاڙو آهي.

**ڪاها:** سمن جي ذات آهي.

**ڪاهري:** "جسوجا" نک مان لوهاڻن جي هڪ نک جو نالو. سيٺ ساجن مل ڪاهري، سامتاڻي پرڳڻي جو هڪ وڏو زميندار ۽ نالي وارو واپاري هو. جنهن ڪاهريءَ جي ماڳ سان پاڻ کي ذات جو "ڪاهري" سڏايو.

**ڪاهڙا:** سمن جي ذات آهي.

**ڪاهلُون:** پنجاب کان آيل ذات آهي. هي راجا وڪرما جيت (چندر بنسي) ڪل مان راجا جگديو جي اولاد سولي ۽ سوڍيءَ مان آهن. پاڻ ۾ شاديون ڪن ٿا. سنڌ وارا پاڻ کي "جت" چون ٿا.

**ڪاهوري:** گورچاڻي بلوچ قوم جي درڪاڻي شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪاهي:** سما ملاح آهن.

**ڪاهيا:** ٿر ۾ رهندڙ سما ملاح آهن.

**ڪاهيجا:** سمن جي ذات آهي.

**ڪُبراڻي:** بڙدي بلوچن جي بجاراڻي شاخ جو پاڙو آهي. هنن کي "ڪنراڻي" بہ چون ٿا.

**ڪبرتي:** حسني سيدن جو پاڙو آهي.

**ڪُبيرَ:** هڪ مسلمان سمات ذات آهي.

**ڪَبير بَنسي:** مسلمان جولاهن جو پاڙو آهي.

**ڪَبِتا:** ٿري هندن جي ذات آهي.

**ڪُبَرَ:** سنڌ جا اصل سمات آهن. هي سنڌ جا جوٺيجا آهن. جوٺيجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "ڪبر" آهي. هي انڙن جي سرداريءَ هيٺ آهن.

راڄپرن جا تمام گهڻا پاڙا آهن. جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪبر" آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب ڪبر، سميجہ قبيلي جي هڪ ذات آهي. هي ڪبر پٽ سومري جو اولاد آهن. ڪبر ۽ ندا پاڻ ۾ ڀائر ٿين. ڪبر جي پٽ جو نالو گجڻ هو. جنهن جو اولاد سڄي سنڌ ۾ پکڙيل آهي.

**ڪُبَرا (ڪَبَرا):** مهرن جي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪُبريا:** وسواڙ هندن جي ذات آهي.

**ڪُبِڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. چانديين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪبڙا" آهي.

**ڪَـتالاڻـي:** گورچاڻي بلوچن جي پٽافي قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪُـتانا:** ڇهڙن جي ذات آهي. هندن مان مسلمان ٿيا آهن.

**ڪتائي:** بڙدي بلوچن جي بجاراڻي قبيلي جي بهلڪاڻي پاڙي مان هڪڙي ٽڪ جو نالو آهي. شڪاري ڪـ ذارن جي نسبت سان هي ذات يا پاڙي جا "ڪتائي" سڏجن ٿا. گمبٽ جي پرسان ناريجا وينا آهن. جن هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪتائي" آهي.

**ڪترا:** لسبيلي جي ڄاموٽن جو پاڙو آهي.

**ڪَـتِـريا:** سما ۽ ملاح آهن. لاڙڪاڻي جي طرف وينا آهن. آبڙ ۾ اچن ٿا.

**ڪُـتِـريا:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي. [illegible]

**ڪُـتِــڙا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪَـتَـڪَ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪَـتَـهڙ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪَـتاڻـي:** سمن جي ذات آهي.

**ڪَـتَـوَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَـتِـيڪَ:** ڇهڙن جو پاڙو آهي. حرام ڪائيندڙ هندو آهن.

**ڪتا (ڪُـتِيا):** ســمن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هي آبڙ ۾ اچن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن. 1 ترياڻي. 2 جنجاڻي، 3 ريبر، 4 گيهي، 5 قلباڻي، 6 گيداڻي، 7 مهواڻي، 8 لمبور.

**ڪَـتارَ ڪُـتِـيا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪتانا:** ديره غازيخان ڪان آيل جت آهن.

**ڪَـتِـپارَ:** سمن جو پاڙو آهي. هي ملاحن مان آهن. هنن جي هڪ پاڙي جو نالو "موساڻي" آهي. ڪن ڪن جاين تي هي ڪوري بہ سڏجن ٿا. ڪتپار ۽ ڪتپر هڪ ئي لفظ آهي.

**ڪتيال:** سما ملاح آهن.

**ڪَـتِـپـرَ:** ڪوري ميمڻن جو پاڙو آهي.

**ڪَـــتر (ڪتر):** لوهاڻن جي هڪ نک جو نالو. سنڌ وارا ڪتر ۽ پنجاب ڪان آيل "ڪتر" سڏجن ٿا.

**ڪَـتلا:** راڄپوتانا ڪان لڏي آيل راڄپوتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. ڪتلا هڪـڙي ڳوٺ جـو نـالو آهي. ان ڳوٺ جي وجهہ تسميہ سبب هي "ڪتلا" سڏجن ٿا. ڪراچيءَ ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا.

**ڪتوال:** هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**ڪنوج (پنانيا):** سورج بنسي ۽ چندر بنسي راجپوتن جو اولاد آهن. سندن مورث اعليٰ پوم چند هو. هي چون ٿا تہ اسان پوميہ (زمين) ۽ پگوتي جي ابرو جي پگهر مان پيدا ٿيل آهيون. هي مغرور آهن. چوڻي آهي تہ ڪنوج جي گهر ۾ ڪم ڪندڙ خدمتگار کي ڇان جي ماني ۽ خوشامند ڪندڙ کي اعليٰ قسم جا جانور ملن ٿا.

**ڪنوهڙ:** بڙدي بلوچن جي حاجيجا شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. ڪن جاين تي ڪنوهڙ تہ ڪن جاين تي بڙدي سڏجن ٿا. ڪنوهڙن جا ڳچگا مڙس حاجي، جعفر خان ۽ غلام خان حاجيجو جعفر آباد وارا آهن.

هڪ روايت موجب ڪنوهڙ (ڪنهڙ) بلوچن جا جت هئا. انن تي سندن جنگي سامان ۽ لڏ پلاڻ ڪندا هئا. جنهن ڪري هي ان وقت جت بہ سڏبا هئا. هنن جا خاص پاڙا آهن. 1 ڏاهاڻي، 2 ماڻاڻي، 3 مريداڻي، 4 مغلاڻي، 5 عارباڻي.

**ڪنهريا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. ڏنجاڻي ۽ سڏناڻي پڻ هن نک مان آهن.

**ڪَنيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُنيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪني خيل:** آفريدي پٺاڻن جي ڪوڪي خيل قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. ڪني خيل. ملڪ دين خيل قبيلي جو پڻ پاڙو آهي. هنن جو خاص پاڙو "دولت خيل" آهي.

**ڪَنَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪترانزئي:** ڪمال زئي ڪابلي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**ڪَتيرا:** سنيا ذات جي پاڙي جو نالو آهي (ٽنڊو محمد خان).

**ڪيچاڻي:** رندن جو پاڙو آهي. بلوچ رند کي انن پٽن مان هڪ جو نالو ڪوبيچ خان هو. ان جي اولاد پاڻ کي "ڪيچاڻي" سڏايو.

مير چاڪر خان رند
|
سيهہ دار
|
مير رند خان
|
بلوچ خان
|
ڪوبيچ خان
|
ڪيچاڻي بلوچ

**ڪَپراڻي:** ڪرمتي جت بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪَپــري:** ٽالپرن جو پاڙو آهي. اڄ ڪلهه هي ذات طور سڏجن ٿا.

**ڪَپور:** هندو کترين جو پاڙو آهي. هي پنهنجي نالي جي منڍ ۾ "ملڪ" لفظ لڳائيندا آهن.

**ڪَڄواڻي:** لسبيلي ۾ رهندڙ جت بلوچ آهن.

**ڪَڄَــرَ (ڪنجر):** هيءَ هڪ خراب لفظ آهي. جيڪو عورتن جي زنا ڪاريءَ جي دلالپ سان واسطو رکي ٿو. ليڪن دهليءَ ۾ هڪ سيلاني شڪاري قبيلي جو نالو "ڪجر" آهي، جن جو ڪم گدڙ، بگهڙ، گوهن وغيره جو شڪار ڪري پيٽ پالڻ آهي. ٻُهارا ۽ برش ناهي وڪڻن ٿا. ڦٽ ڦرڙين جو علاج ڪن ٿا. هن خاندان مان دهلي دربار جا جلاد ٿي گذريا آهن. ان ڪري هي"جلاد" به سڏجن ٿا. ڪراچي ۾ به رهن ٿا.

**ڪَڄا:** چاچڙن جي جگانند قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪچالا:** ڪتاب تواريخ ديره غازيخان ص 110 موجب "ڪچالا" جت آهن.

**ڪچائي:** رندن جو پاڙو آهي. لغارين ۾ پڻ "ڪچائي" آهن.

**ڪچريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪچڪ:** رندن جو پاڙو آهي. لشڪر خان هنن جو چڱو مڙس هو. مرين هنن کي تمام گهڻو نقصان پهچايو. ايتري قدر جو هنن جي گهرن کي باهه ڏنائون. چوناني رند هنن جي راڄ جا آهن.

**ڪچڪ:** هڪ بروهي قبيلي جو نالو آهي. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب هي رندن جا واسطيدار آهن. جن جو اصل وطن "سراوان" آهي.

**ڪَڇَهلا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَڇَيلا:** سومرن جو پاڙو آهي.

**ڪَڇارَ:** چنن جو پاڙو آهي. ڪوهستان ۽ ڪاڇي جي ڪڇ ۽ دامن ۾ رهائشي نسبت سان "ڪڇار" سڏجن ٿا.

**ڪَڇڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. دريائن ۽ ڍنڍن ۾ پاڻيءَ جي جانور "ڪڇونءَ" جو شڪار ڪري ان جو گوشت کائيندا آهن. ان ڪڇونءَ جي نسبت سان هي ذات جا "ڪڇڙا" سڏجن ٿا.

**ڪَڇَڻ:** سما ملاح آهن.

**ڪَڇِمي:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪَڇُو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي خيرپورميرس ۾ ر ر

**ڪَڇُوا:** راجا چندر ونسي جي نسل مان راجپوت پاڙو آهي. هي هندو آهن.

**ڪَڇي:** ڪڇ ڀڄ کان آيل مائٽهن کي ٿا چون. ڪڇي هڪ وڏي قوم آهي. جنهن ۾ ٻيون ڪافي ذاتيون

شامل آهن. اهڙين ذاتين ۾ خاص "ميمڻ" آهن. جيڪي "ڪڇي ميمڻ" سڏجن ٿا. ڇون ٿا تہ "ڪڇي" ذات وارا چوهاڻ راجپوت آهن. هندن ۾ پڻ ڪڇي پاڙو آهي. هن پاڙي وارا تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا.

**ڪَڇِيا:** ڪڇ کان آيل هڪ مسلمان ذات آهي. حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ڪڇيلا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪَدناٽي:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪَدي:** ڪيراني پناڻن جو پاڙو آهي.

**ڪُڏائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ساموندي پٽي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا.

**ڪُڏيچا:** تري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**ڪَڍڻَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي غير سماٽ آهن.

**ڪُڏا:** گڏري شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**ڪُرا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڪِراڙَ:** مارواڙ جي ويڻل هندو قوم آهي. جيڪي وشنو ديوتا جا پوڄاري آهن. هي ڪا بہ رت وندي شيءِ کائيندا آهن. ڪن ڪن جاين تي واڻيا، لوهاڻا ۽ بيراڳي پڻ "ڪراڙ" سڏبا آهن. هي ٿر ۾ عام آهن.

**ڪراڙي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**ڪَرالَ:** هزاره ۽ ڪشمير جي جبلن جا رهاڪو مسلمان آهن. چيال ۽ سرارا هنن مان آ ب

**ڪِرال:** هي راجا رسالو جي ملڪ جي بطن مان هڪ بهاريدار آشنا جو اولاد آهن. ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ص 385 موجب ڪرال، سيال، ٽوانا ۽ گيهو پاڻ ۾ پائر تين.

**ڪراٽي:** ڇهڙن جي ذات آهي.

**ڪَرِتيا:** سرائي قوم جي ذات آهي. هڪ بي تحقيق موجب بني عباس جي ستن شاخن مان هڪ شاخ جو نالو "ڪرتيا" آهي. هي سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڪُرِتيا:** سما ملاح آهن. لاڙڪاڻي جي طرف رهن ٿا.

**ڪرتيلا:** ڪترين جو پاڙو آهي.

**ڪُرتيوال:** جتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪرپالاڻي:** هندو ذات جو پاڙو آهي. جيڪي موتڻ پوٽا ۽ ڄگهہ نک مان آهن. هي ديوان ڪرپارام جو اولاد آهن. هي عامل ۽ پاڻيبند بہ سڏجن ٿا.

**ڪرپاٽي:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪرِپلاٽي:** عامل هندو گهراڻي مان آهن. برفتن جو پڻ پاڙو آهي. هنن جي پنيان تُمن جو نالو "ڪرجات" آهي.

**ڪرجاريا:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**ڪُردَ (ڪُڙد):** ايران کان آيل سراواني بلوي بروهي آهن. جن جو واسطو رئيساڻي سرداريءَ سان آهي. هينري پاٽنجر هنن کي "ڪوردا" لکيو آهي. م - ڪ پيڪولين ڪتاب "بلوچ" ۾ ڪورد لکيو آهي. هينري پاٽنجر ۽ م- ڪ پيڪولين هنن کي نهروي بلوچ ڪري لکيو آهي. جنجو سردار الفت خان هو. ڪي مصنف ڪردن کي "شهيدي" پڻ چون ٿا. مزارين ۾ بہ آهن. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب ڪرد اصل ۾ "عرب" آهن. صلاح الدين ايوبي ڪرد بلوچ هو. جنهن 1117ع ۾ بيت المقدس آزاد ڪرايو هو.

ڪردن جا خاص پاڙا آهن: 1 برهان زئي، 2 جمشيد زئي، 3 رحمان زئي، 4 مديزئي، 5 ڪرمون زئي، 6 زردارزئي، 7 شدن زئي، 8 مسوداڻي، 9 گرگيز ئي، 10 شاديزئي، 11 محمد زئي، 12 قلان زئي، 13 صفريزئي، 14 سانڪزئي، 15 برزاني، 16 طالباني.

نشت دران دشت بيسارڪوچ

افغان ولا چين وِڪرد و بلوچ.

**ڪردگالي:** ايراني ڪردن جي نسل مان بروهي آهن. قلات ۽ ڪوهستان ۾ سندن وڏو تعداد رهي ٿو.

**ڪرڙَ:** هڪ سماٽ ذات آهي. هالن جي پرسان وينا آهن.

**ڪرسي:** جتوئي بلوچن جو پاڙو آهي. تڙت، مصراڻي، حيدراڻي، زنگيجا هن جي برادريءَ وارا آهن.

**ڪرشناڻي:** هندن جي ذات آهي.

**ڪرڦاٽو:** پيلن، جهڙن ۽ پنگين جي ذات آهي.

**ڪَرڪَٽ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪرڪل:** برهم کترين جي هڪ نک جو نالو.

**ڪَرڪَلا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڪرڪلي (ڪلڪي):** لغاري بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪرلاڻري:** هي دلزاڪ پٺاڻ آهن. هنن کي ڪوڏائي پٺاڻ پڻ چون ٿا. هي ڪرلان جو اولاد آهي. هي بدمت جا پوچاري هئا. محمود غزنويءَ جي ڪوشش سان مسلمان ٿيا. هنن جو اولاد سنڌ ۾ رهي ٿو. بنگش پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪرلاڻري" آهي. ڪرلان جي هڪڙي پٽ جو نالو "ڪڪ" هو. جنهن مان "ڪڪئي" پٺاڻ آهن.

**ڪرما:** سمن جي ذات آهي.

**ڪَـرماڻي:** لاشارين. نظامائين ۽ هندن جي پاڙن جونالو آهي. ڪرمتين جي هديہ شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**ڪـِرماڻي (ڪرماني):** لفظ جي معنيٰ آهي، "تلوار". ڪرماڻي دريشڪ بلوچن. پٺين ۽ جتن جي پاڙن جو نالو آهي.

**ڪَـرمَـتـي:** چانديا بلوچن جي شاخ آهي. مرزا قليچ بيگ جي لکڻ موجب ڪرمتي. مڪران ۾ هڪڙي مڪان "ڪرمت" پٺيان سڏجن ٿا. جتان هي لڏي اچي سنڌ ۾ وينا. هي جت بلوچ آهن.

جنت السنڌ ۾ لکيل آهي تہ ڪرمتي عمان کان اچي مڪران ۾ آباد ٿيا. جتي ميدن. ڪورن ۽ جتن سان لڙيا ۽ بعد ۾ سنڌ ۽ مڪران جي رندن سان مٽيون مائٽيون ڪيائون. منهنجي تحقيق موجب عمان کان ڪلمتي آيا هئا نہ ڪرمتي. ڪرمتي هوت جي اولاد مان آهن. هوت، مير جلال کي عجوبہ نالي زال مان مڪران ۾ پيدا ٿيو هو. هوت جو اولاد چانديا آهن. چاندين مان ڪرمتي آهن. مڪران ۾ رهڻ ڪري مڪراني سڏجن لڳا. رندن ۽ جتن سان عزازت ڪرڻ ڪري رند ۽ جت سڏجڻ لڳا. لفظ قرمطي (شيعا). ڪلمتي (رند بلوچ) ۽ ڪرمتي (هوت چانديا) جي ويجهڙائي ۽ هڪجهڙائيءَ ڪري محقق ڪين قرمطي. ڪلمتي ۽ ڪرمتي هڪ ئي سمجهہ ۾ هڪجهڙو سمجهڻ لڳا ۽ لکڻ لڳا. ليڪن جي ڳالهہ ۾ ڪافي فرق آهي. قرمطي ملتان کان آيل شيعا آهن. جيڪي شيعا مذهبي ۽ سياسي پيروڪارن جو اولاد آهن. هي ڪرمتي نہ آهن. ڪلمتي رند بلوچن جو خاص ۽ مشهور پاڙو آهي. بلاشڪ ڪرمتين رندن مان شاديون ڪيون هيون پر هي رند ۽ ڪلمتي نہ آهن. ڪلمتي خالص رند آهن ۽ ڪرمتي چانديا هوت آهن.

م - ڪ بيڪولين ڪرمتين کي گڏيل سڏيل بلوچ چئي ٿو. چاڪاڻ تہ پاڻ چانديا آهن. هنن رند بلوچن، مڪراني بلوچن ۽ جت بلوچن سان مٽيون مائٽيون ڪيون، جنهن ڪري سندن اولاد ۽ قوم گڏيل سڏيل پيدا ٿي، ان ڪري هي گڏيل سڏيل (Mixed) بلوچ آهن. انهيءَ سبب ڪري لفظ ڪرمتي. ڪلمتي ۽ قرمطي ۾ ڪا بہ تميز يا سڃاڻپ باقي نہ رهي. ڪتاب وادي ليار ي ص 144 تي لکيل آهي تہ ڪرمتي غير بلوچ آهن. هي 1494ع ۾ هنگلاج کان نڪري لسبيلي مان ٿيندا سنڌ ۾ داخل ٿيا. هنن جو وڏو راڏو (مغل دور) هو. مير گل خان نصير ڪتاب "بلوچستان قديم اور جديد تاريخ کي روشني مين" ص 203 تي ۽ جسٽس خدا بخش مري ڪتاب "بلوچستان تاريخ جي آئيني ۾" ص 53 تي لکن ٿا تہ ڪرمتي "غير بلوچ" آهن. ايم لونگ ورٿ ڊيمز پنهنجي ڪتاب "دي ٿينوگرافي اينڊ هسٽاريڪل اسڪيچ آف بلوچ ريس ۾ لکي ٿو تہ غالبًاً ڪرمتي غير بلوچ آهن.

هڪ ٻئي تاريخي حوالي موجب ۽ ايس. صادق علي جي لکڻ موجب (ص 22 - 21) تہ ڪرمتي چانديا آهن. هي ڪيچ مڪران جا حاڪم هئا. هنن کي مظفرالدين بادشاهہ شڪست ڏني ۽ انهن مان ڪجهہ پڇي وڃي

ڪرمت واري هنڌ تي پناهه ورتي. پوءِ لڪ خاطر هي پاڻ کي قرمطي. ڪلمتي ۽ ڪرمتي چوائڻ لڳا. ڪجهه سالن بعد هنن اچي ميرپور ساڪري ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ اتي پاڻ کي هڪ آزاد قبيلي جي صورت ۾ ”ڪرمتي“ بلوچ سڏائڻ لڳا. ان وقت هنن جا وڏا ملڪ غلام شاهه ڪرمتي ۽ ملڪ دولت خان ڪرمتي جت بلوچ هئا. هنن جو مقابلو جوکين سان ٿيو هو. وڙهندي به ڪرمتي جوان ڪسجي ويا هئا. جن مٿان سندن عورتن به قبرون ٺهرايون هيون. جن کي ”ماهين“ چون ٿا. اتان جا ماڻهو انهن قبرن کي ڏيوري پڻ چون ٿا. هي قبرون (نل) گهاري لڳ پنيور جي پڙي جي اتر ۾ آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب ڪرمتي نوت خان جو اولاد آهن. جن جو شجره هن ريت آهي.




هوت خان ۽ پنهون خان ننڍي ماءُ مان به سڳا ڀائر هئا. جن جو واسطو سسئي پنهون جي داستان سان هو.

ڪرمتين جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1 احمداڻي. 2 الهدناڻي. 3 ٻابراڻي. 4 بازي. 5 بالـوط. 6 بگهياڙ. 7 پيوا. 8 جامبري. 9 جانوري. 10 چگاڻي. 11 خچراڻي. 12 رڇيرا. 13 راڄواڻي. 14 زنگياڻي. 15 شولاڻي. 16 غلاڻي. 17 ڪپراڻي. 18 ڪشماڻي. 19 ڪيراڻي. 20 گبول. 21 گوراڻي. (گورائي). 22 گنبا.

23 لٽي. 24 مارو. 25 ماوداڻي. 26 مچڙ. 27 مُرگهر. 28 مندرا. 29 منڊيار. 30 مهيري. 31 هديه. 32 جماري. 33 ڳورهئي (ڳورئي). 34 چولاڻي. 35 پيروزاڻي. 36 بجاري. 37 نوندداڻي. 38 ملڪاڻي. 39 ٻائوٽ يا ٻاهوت. 40 دٻائي جت. 41 گلڙي. بلوچستان ۽ سنڌ جي سڃاڻ ۽ ٻارڪن وٽان معلوم ٿيو ته ڪ متي جت بلوچن جا ايڪيهه وڏا ڪيڙ ۽ سندن سوين پاڙا آهن. جن جو چارٽ پيش ڪجي ٿو.

| سيريل | قبيلو/شاخ/پاڙو | پٽ/پاڙو/ڦري/لڙهي/ وراڻي |
|---|---|---|
| .1 | ملڪاڻي | 1. الهبنداڻي 2. ٻبراڻي 3. حملاڻي 4. علي محمداڻي ۽ 5. محمداڻي |
| .2 | پٺوا | 1. بشاماڻي 2. بجاراڻي 3. پجاڻي 4. پيدازاڻي 5. پير محمداڻي 6. جانداراڻي 7. جانواڻي 8. جيئنداڻي 9. حمراڻي 10. چندواڻي 11. خاناڻي 12. خالقڏناڻي 13. درياڻي 14. ڏتيڏناڻي 15. سائينداداڻي 16. سوماراڻي 17. سوجاڻي 18. صابواڻي 19. علي خاناڻي 20. عيدواڻي 21. غلام ماڻي 22. قادرناڻي 23. قيصراڻي 24. ڪلاڻي 25. لونگاڻي 26. متاراڻي 27. مناڻي 28. مصرياڻي 29. مرتياڻي 30. ملهوغاڻي 31. ميواڻي 32. محبواڻي 33. موليڏناڻي 34. ناٿاڻي 35. نوتڪاڻي |
| .3 | بگهياڙ | 1. پينياڻي 2. نڪراڻي 3. رودناڻي 4. سرماڻي 5. عالياڻي 6. ميراناڻي 7. مليراڻي ۽ 8 نںداڻي |
| .4 | احمداڻي | 1. احمداڻي ۽ 2 ٻازي |
| .5 | جانوري | 1. بَلنداڻي 2. بناڻي 3. بهاوالداڻي 4. جنگناڻي 5. چولياڻي 6. جتاڻي 7. حملاڻي 8. دائوداڻي 9. دوداڻي 10. رجباڻي 11. رحيماڻي 12. زهراڻي 13. سوماراڻي 14. شيراڻي 15. صادقاڻي 16. صالحياڻي 17. گلماڻي 18. گوماڻي 19. معارفاڻي 20. مهراڻي 21. ميواڻي 22. ورياڻي ۽ 23. وليداداڻي. |
| .6 | جماري | 1. احمداڻي 2. بنگلاڻي 3 چاڪراڻي 4. حسناڻي 5. زرياڻي 6. سالاراڻي 7. قاضياڻي 8. قيصراڻي 9. ڪنداڻي 10. فتحياڻي 11. علوداڻي 12. منناراڻي 13. نںداڻي 14. ننگراڻي 15. نهالاڻي ۽ 16. ورياڻي. |
| .7 | ٻائوٽ | 1. الهرڪياڻي (حافظاڻي) 2. اگاراڻي 3. جاڙاڻي 4. جيئنداڻي 5. سوماراڻي 6. عثماناڻي 7. گلواڻي 8. مناڻي 9. مرزاناڻي ۽ 10. محمداڻي |
| .8 | راڏا اگاريا | 1. بجاراڻي 2. پناڻ 3. پجاڻي 4. جيئنداڻي 5. داواڻي 6. راڏاڻي |

| | | |
|---|---|---|
| | | 7. سليماناڻي 8. سيهوتاڻي 9. ڪارائي 10. ڪڪائي ۽ 11. ميراناڻي |
| .9 | راڏا بنديجا | 1. بليجا 2. باندڻ پوٽا 3. توبديپوٽا 4. تونــدا 5. درائي 6. سارئي پوٽا 7. سجا 8. ڪزيرا 9. عمر 10. مزائي ۽ 11. موسيپوٽا |
| .10 | راڏا جــت ملڪاڻي | 1. حمرائي 2. لاڪائي 3. ٻبر |
| .11 | ربائي جـت | 1. اڏ لکي 2. الوائي (علوائي) 3. پناٿي 4. جمائي 5. ڊونگائي 6. سياهي 7. ڪلائي 8. مولوائي ۽ 9. ونائي |
| .12 | زنگيائي | 1. آدمائي 2. احمدائي 3. ايوڙائي 4. بـنگلائي 5. بگٽيائي 6. بهرامائي 7. پيروزائي 8. جاگـوائــي 9. جـيـئـندائـي 10. چـاڪرائي 11. چـتـائي 12. ڏاندائــي 13. ريــدار 14. راهــوائي 15. رودٿـائـي 16. ساجـنـائـي 17. سومارائي 18. سومرائي 19. شريشـائي 20. شـهائي 21. شـيـروائـي 22. عاليـائي 22. فتحيـائي 24. قائمـائي 25. ڪـانوائي 26. گانگوائــي 27. گهتوائي 28. محمدائي 29. محرابائي 30. مڏهائــــي 31. مـردائـي 32. ميرائي 33. ميرخاناڻي 34. ميـيائـي 35. نـنـدائي 36. لاڏوائي 37. لالوائي ۽ 38. هاديبخشائي. |
| .13 | شولائي | 1. اوناڙي 2. بنيائي 3. جمائي 4. ڏيـوائي 5. ڊولـنگـائـي 6. طـهـريائي 7 عيساني 8. سعيت 9. ڪانوائي ۽ 10. محلائي. |
| .14 | گبول | 1. اميد عليائي 2. بجارائي 3. بنيائي 4. نيـيائي 5. جوگيائي 6. راڏائي 7. سوجائي 8. صفرائي 9. قيصرائي 10. قادرنـائــي 11. عـيسـبـائـي 12. ڪيروائي 13. لاڪـائي 14. هالمـائي 15. مـبــارڪائي 16. ملوڪـائي 17. نوتائي |
| .15 | گـُـلڙي | 1. جمارائي 2. جرارائي 3. شاهيائي 4.صالحيائي 5. عيسـائي 6. ڪلائـي ۽ 7 مزارائي |
| .16 | ڳورئي | 1. بکرائي 2. توندا 3. پوپٽائــي 4. چـاڪـرائـي 5. چوتـائي 6. حمرائي 7. دروائـي 8. ربوائـي 9. سچـيـنـائي 10. صاحبنـائي 11. عمرائــي 12. قلائي 13. قيصرائي 14. ڪبڙائي 15. مناٿي 16. مندائي 17. ناتائي |
| .17 | لـٽينگ / لٽيگ | 1. ببرائي 2. بگهياڙ 3. پٺوا 4. حملائي 5. سعيت 6. محمدائي 7 مرگهر ۽ 8 هدبہ |

| .18 | لجيرا (رجيرا) | 1. آسودا 2. بندائي 3. پاروائي 4. پجائي 5. پيروراٽي 6. جاڙائي 7. جانيائي 8. حاجائي 9. دوستائي 10. ڏاوڙيا 11. ڏاها 12. راڏائي 13. راهوائي 14. سوماراٽي 15. عيسائي 16. صوپائي 17. کوهيوائي 18. گنبا 19. لانديا 20. لوڪا 21. لکائي 22. مراداٽي 23. مروحا 24. ملهوائي 25. ممبراٽي 26. مير حبا ساٽي 27. واداٽي ۽ 28. وراجائي |
|---|---|---|
| .19 | مُرگهر | 1. ناروائي 2. پناياٽي 3. چاگائي 4. خوشحالائي 5. راجوٽي 6. سپاڙ 7 سماٽي 8. شاهياٽي 9. شنباٽي 10. صوپيوائي 11. عالياٽي 12. عيسباٽي 13. کهيراٽي 14. گنجائي 15. مير خاناٽي ۽ 16 ورياٽي |
| .20 | مَـهيري | 1. آچاراٽي 2. بکراٽي 3. بيڙائي 4. پاوائي 5. پلسيلائي 6. ناروائي 7. پارپياٽي 8. پيراٺاٽي 9. پيروزائي 10. جلالائي 11. جهنگلائي 12. چنگلائي 13. حيجباٽي 14. خاناٽي 15. خميساٽي 16. خودوائي 17. ربوائي 18. سوماراٽي 19. شالائي 20. شنباٽي 21. شهداداٽي 22. شهميراٽي 23. شيراٽي 24. فيضوائي 25. قيصراٽي 26. کاراٽي 27 کلاٽي 28. لانديا 29. لهاکاٽي 30. مناٽي 31. مُلاٽي 32. مياندادائي 33. نوتکاٽي 34. نوڏاٽي ۽ 35. هوتاٽي |
| .21 | هديه | 1. برهماٽي 2. درياخاناٽي 3. زنگي خاناٽي 4. سُمٽاٽي 5. قادرناٽي 6. کرماٽي 7. کيکوائي ۽ 8 نوتياٽي |

**ڪرم شاهزئي:** ڪتاب" بلوچ اور بلوچستان" ص 105 موجب ڪرم شاهزئي، ميرواٽي بروهين جو پاڙو آهي.

**ڪرملياٽي:** وسائي پوتڙا چانڊين جو هڪ پاڙو.

**ڪرمناٽي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**ڪرمواٽي:** ڪولاچي رندن جو پاڙو آهي.

**ڪَرموزئي:** محمد شهي بروهين جي پاڙي جو نالو آهي. ساڳي وقت بگٽي بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪرموزئي" آهي. ڪردن ۾ پڻ ڪرموزئي آهن.

**ڪرمي:** هندن جي ذات آهي.

**ڪَرَن:** هڪ ٿري غير مسلم ذات آهي. نهڙين جي راهواٽي شاخ جو پڻ هڪ پاڙو. هي بہ ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪَرناٽِي:** هندن جي ذات آهي. سندن نک جو نالو "چگهہ" آهي.

**ڪرناٽي:** مسلمان ذات آهي.

**ڪرنملاٽي:** هندن جي ذات آهي. سندن نک جو نالو "منچنديا" آهي. اجواٽي، پاوناٽي، جڳتياٽي ۽ گدواٽي هنن جا نکڙيا مائٽ تين.

**ڪرٽيگر (ڪرٽيگور):** هندن جي ذات آهي.

**ڪروچڪو:** بروهي قوم جي ذات آهي.

**ڪروڏي (ڪيٿائي):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪروڙ خاني:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪروش:** جتوئين جو پاڙو آهي.

**ڪري:** انيڙن جي ذات آهي.

**ڪري:** بروهين جو پاڙو آهي.

**ڪريا:** کترين جي ذات آهي.

**ڪرياگر:** ٽري هندن جي ذات آهي.

**ڪريچا:** ٽري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**ڪريڙ پوٽا:** جاکرن جي حسڻ پاڙي مان هڪ ٽڪ.

**ڪريم پوٽا:** شاهه عبدالڪريم بلڙي واري کي اٺ پٽ هئا. جن جو اولاد "ڪريم" پوٽا آهن. جيڪي پاڙي طور "ڪريم پوٽا" سڏجن ٿا.

**ڪرينگر:** هندن جي ذات آهي.

**ڪڙاني:** سيدقاف جو اولاد آهن. جيڪي امام حسن جي اولاد مان آهن. پٺاڻن جي هڪڙي قوم جو نالو "ڪڙاني" آهي. جنهن مان خٽڪ، شتبڪ ۽ لازڪان آهن.

**ڪڙڪ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪڙمي:** لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ "ڪٽنبڪ" "ڪٽنبن" تان ورتل آهي. جنهنجي معنيٰ آهي، ڪٽنب پاليندڙ، هاري.ڪڙمي هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪڙوڪاٽي:** جکراڻي پاڙي مان هڪ ذات آهي.

**ڪڙولاٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪڙوَٺا:** ٺري هندن جي هڪ ذات آهي.

**ڪڙيا:** مٺيارين جي متعلوي سيدن جو پاڙو. سماٽ ۾ پڻ "ڪڙيا" آهن.

**ڪِڙياٽي:** لسبيلي جي هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڪڙياٽي شيخ:** بغداد کان آيل ڪڙيو شيخ جي اولاد کي "ڪڙياٽي شيخ" چون ٿا. هي لسبيلي ۾ آباد آهن.

**ڪسانا:** گوجرن جو پاڙو آهي.

**ڪسر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَسنبُ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪسيرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪشاڻي:** شهواڻي بروهين جي حاجي زئي قبيلي مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪَشتري:** رام وڪرشن (سوم بنسي) جي اولاد مان هندو راجپوت آهن. جن مان پرمار، پرهاڙ، چوهاڻ ۽ چالو ڪيا آهن. هنن کي "ڪشتريہ" پڻ چون ٿا.

**ڪشماڻي:** ڪرمتي جت بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪشناڻي:** هندن جي هڪڙي ذات جو نالو آهي.

**ڪَڪا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُڪا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. اتمچنداڻي هن نک مان آهن.

**ڪڪاڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: تاريخ سجاول). لاشاري بلوچن جي منذير قبيلي جو پڻ هڪ پاڙو.

**ڪُڪائي:** ڪرمتين جي راڌا اگاريا وَٽ جو هڪ پاڙو.

**ڪَڪراڻي:** مگسي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪَڪَريجا:** هندن جي ذات آهي. جيڪا يادو ونس جي انڌڪ راجا مهايوڄ جي پٽ "ڪڪر" جو اولاد آهن.

**ڪَڪَڙا:** غير سماٽ ذات آهي. ميربور ماٿيلي ۾ رهن ٿا. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان "سماٽ" آهيون.

**ڪڪڙجا:** هي غير سماٽ آهن.

**ڪڪڙڌهِ:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**ڪڪڙيجا:** هندن جي ذات آهي. هي اروڙ ونسي هندو آهن. هنن جو چوڻ آهي تہ ڪنهن جنگ ۾ وڙهندي بارود

ختم ٿي ويو ۽ ان جي بدران ڪڪڙا (پٺريون) ڪم آندائون. تنهن ڪري سندن پويان "ڪڪڙيجا" يعني ڪڪڙن وارن جو اولاد سڏجڻ ۾ آيا. انبواڻي، پڳوانائي، ڪيسراڻي، مولچندائي، ۽ ڇڳاڻي هن نک جا آهن.

**ڪُـڪُـسبا:** سومرن جو هڪ پاڙو. جنهانڻ سومرو ۾ رهندڙ.

**ڪَـڪَـئي:** ڪڪ، ڪرلان پٺاڻ جو پٽ هو، ڪڪ جي اولاد پاڻ کي "ڪڪئي" پٺاڻ ۽ "ڪرلاڻي" پٺاڻ سڏايو.

**ڪُـڪُـيَـارو:** پٺين جي ذات آهي.

**ڪڪيزئي:** برمهمند (مهمند) پٺاڻن جو پاڙو آهي. ڪن ڪن هنڌن تي هنن کي "ڪڪوزئي" پڻ چون ٿا.

**ڪَـڪِـي سَيد:** حسيني سيدن جو پاڙو آهي.

**ڪُـلَ:** اوسواڙ هندن جي ذات آهي. ڪُلَ لفظ پراڪرت ۽ سنسڪرت جو آهي، جنهنجي معنيٰ آهي ڪٽنب، خاندان، گهر، ذات، قوم.

**ڪُـلاَ:** هڪ سماٽ ذات آهي. هنن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "ڏوبلا (ڏبرا) آهي. سنڌ ۾ رهن ٿا. حقيقت ۾ "ڪلا" شيخ حسين سومري جو اولاد آهن ۽ پاڻ سومرا آهن. شيخ حسين سومرو سيد محمد حسين عرف پير مراد شيرازيءَ جو خاص مريد هو. (بحوالہ: مهراڻ ص 188 4-1964ع محبوب علي چنا).

**ڪُـلا:** هڪ سماٽ ذات. نوحاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. چون ٿا تہ عمر هيسباڻي نوحاڻي جي هڪ پٽ جو نالو ڪُلو هو. جنهن جو اولاد "ڪلا" آهن. هي بهادر هو سندس ناني جو نالو حسن هو. لاشارين طرفان رندن سان ڙهندي قتل ٿيو هو. چوڻي آهي تہ "ڪُـلو عمر (پيءُ) هوندي پلو". مگرين جو پڻ هڪ پاڙو "ڪُـلا" آهي.

**ڪَـلابُ:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان هڪڙو پاڙو آهي.

**ڪلاٽري:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڪَـلاڻي:** شايد خاصخيلين جي ڪنهن پاڙي کي ٿا چون (تحقيق طلب)

**ڪلاڻي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪُـلاچِـي:** ڪُلاچ مڪران جا رهواسي بلوچ آهن. ڪلاچ جي رهائشي نسبت سان "ڪلاچي" سڏجن ٿا. روهين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪلاچي" آهي. هي بہ ڪلاچ مڪران ڪان آيل آهن.

اڪثر محقق ڪلاچي ۽ ڪولاچيءَ ۾ تميز ڪونہ ٿا رکن. انهن لاءِ پڌرو ڪجي ٿو تہ ڪلاچي ۽ ڪولاچي جدا جدا لفظ ۽ ذاتيون آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ مورڙي ملاح جي اولاد مان مورڙي وٺا آهن، جن مان ڪلاچي، لاڙا ۽ بندري مشهور پاڙا آهن، جيڪي ابراهيم حيدري، شمس ڳوٺ، باباپٽ ۾ هن ٿا. (مهراڻ نمبر سال 1996ع ص 82).

**ڪلادي (ڪلادئي)**: بروهي قوم جي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪَلاڙَ**: اصل لفظ ڪلوڙ آهي. جو تبديل ٿي ڪلاڙ ٿيو آهي. هي مهاڻا (مئي فروش) آهن. "جي ڪات ڪلاڙ ڪڍيا. موٽئو پوءِ وڃن".

**ڪَلالُ**: سنسڪرت جي ٻن لفظن ڪليہ = شراب + پال (سريمن ساهہ) رکندڙ. ناهيندڙ. وڪڻندڙ جو مرڪب آهي جنهنجي معنيٰ آهي گَنتي وارو. هي مارواڙ ۽ راجپوتانا جا گهڻ ذات وارا هندو آهن. جيڪي شراب ناهي وڪر ڪن ٿا. جتيون ناهين ٿا. موچڪو ۽ سوچڪو ڪم ڪن ٿا. هي اڇوت، ڀيل ۽ مينگهواڙ آهن. هي سنڌ جي ڪاڪ حصن ۾ رهن ٿا.

**ڪُلالُ**: سنسڪرت جو لفظ ڪُلَ مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. نڪر جا ٿانو ناهڻ وارا. فارسي هنن کي گلال ۽ سنڌي ۾ ڪنڀر چون ٿا. ڪلال، ڪنڀرن جي ذات آهي.

**بيت: ڪڏئا جي ڪلال، سي پسي خال خوش ٿيي،**
**پاٺي چٽ پُسايا ڏاءَ نہ جهلي ڏمال،**
**سپڪ پانيا سوهڻي جوين جي جمال،**
**آڪي جا احوال، معلم ٿيا مهراڻ ۾.**

(شاهہ)

**ڪلاٺي**: اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي يحيائي اعواڻن جا پاٽر ٿين.

**ڪلاٺي**: ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: تاريخ سجاول). ڪرمتين جي پيٺوا، گلڙي، مهيري ۽ رباڻ شاخن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڪلاٺي" آهي.

**ڪَلپَر**: جتن جي ذات آهي.

**ڪلچي**: لدو راجپوتن جو پاڙو آهي. هي اصل ۾ هوشيار پورجا آهن.

**ڪَلچي پڳوا**: بروهي قوم جو پاڙو آهي.

**ڪَلدي**: جت قبيلي جي ذات آهي. هي اڪثر ڪري ٺڏا ناهين ٿا ۽ اٺ پالين ٿا.

**ڪَلَرَ**: سماٽي جت آهن. سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڪلر" آهي. جـهنجـهي قبيلي ۾ پڻ "ڪلر" هڪ پاڙو

**ڪَلرَا**: سنڌ جا جت آهن. رچرڊ برٽن پڻ هنن کي سنڌ جا جت لکيو آهي.

**ڪلرائي**: بگهين جو هڪ پاڙو.

**ڪلرجا**: ٿيبن جو پاڙو آهي.

**ڪلرو:** سماٽي جت آهن.

**ڪَلري:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**ڪلريجا:** هندن جي ذات آهي.

**ڪلسان:** گوجرن جو پاڙو آهي.

**ڪلسيا (ڪلساڪي):** ميو مسلمانن جي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪَلغان:** اعوان قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪلڪلي:** مڪراني بلوچن جي ذات آهي. ڪراچي ۽ اندروني سنڌ ۾ رهن ٿا.

**ڪلماٽي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪَلمتي:** ڪلمت ۽ ڪرمت مڪران ۾ ٻه جدا جدا هنڌ آهن. ڪرمتي هنڌ وارا رهاڪو ڪرمتي هوت آهن ۽ ڪلمت جاءِ تي رهڻ وارا ڪلمتي رند آهن. قرمطي اجا جدا قوم آهي. هي در حقيقت ۾ شيعا آهن. جن لڙاين سبب سنڌ مان ڀاڄ ڪائي وڃي ملتان ۾ پناھ ورتي هئي ۽ اتي ۽ انن کي "قرمطي" چوائڻ لڳا. محقق حضرات کي گذارش آهي تہ لفظي تڪراءُ کي خيال ۾ رکندي ٽنهي لفظن ۾ ڪين تميز ڪرڻ گهرجي.

اورنگزيب، ڪلمتي رند سردارن، سردار مير بجار خان ۽ مير بابر خان کي پوڏيسر کان لاهوري بندر ڏانهن اينڊڙ ويندڙن جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيو هو ۽ ڪين جاگيرون ۽ معاوضا ڏنا هئا. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن بہ سندن قدر ڪيو. انگريزن بہ سندن وفاداري کي پسند ڪندي جاگيرون بحال رکيون. ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ هي رند بلوچ آهن. جيڪي ڏهين صديءَ ۾ الاحساءِ بحرين ۽ ايران کان ٿيندا حلب پهتا ۽ اتان اچي پسنيءَ ۾ آباد ٿيا. ڪلمت مڪران کان ٿيندا اچي سنڌ وسايائون. هنن مان بابراڻين ۽ بجاراڻين تي سرداري پڳ هئي. ڪلمتي جوکيا، نومڙيا ۽ ميمڻ گڏجي انگريزن سان لڙيا هئا. ان وقت ڪلمتين جو اڳواڻ سردار ابراهيم خان هو. ۽ نومڙين جو سردار ملڪ احمد خان هو. اسماعيل بن گلو ڪلمتي 1460ع ۽ حمل بن جيئند ڪلمتي 1581ع ۾ جهازران هئا. ڪلمتين ۽ ڪرمتين جو چوڻ آهي تہ اسان هڪ ئي قبيلي سان واسطو رکون ٿا ۽ اسان هوت بلوچ جو اولاد آهيون.

**ڪلندوراٽي:** هي مري بلوچن جي بجاراٽي شاخ مان آهن.

**ڪلندي:** سما خاندان جو پاڙو آهي.

**ڪَلو (ڪلا):** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي ڪلو پٽ گجڻ پٽ ڪبر جو اولاد آهن.

**ڪُلو:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڪلوا:** سما خاندان جو پاڙو آهي.

**ڪلواڙ (ڪلوڙ):** هڪ غير سماٽ ذات آهي. هي پاڻ کي "بلوچ" چوائين ٿا.

**ڪلواڻ:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڪلواڻي:** مري بلوچن جي بجاراڻي شاخ مان آهن. چانڊين جي سماراڻي پاڙي مان هڪ ذات جو نالو پڻ "ڪلواڻي" آهي.

**ڪلواڻي:** لاشاري بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪلوڙ (ڪلوڙ):** عباسي خاندان جي هڪ شاخ آهن. اها خبر نٿي پوي ته سندن نالو "ڪلوڙ" ڪيئن پيو. ڪلهوڙا بہ عباسي آهن. شايد ڪلوڙ, ڪلهوڙن جو بيو نالو هجي. بهرحال اتر سنڌ ۾ سندن ڪافي ڳوٺ آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 بابراڻي، 2 پورڙا، 3 چتاڻي، 4 حميداڻي، 5 زڪرياڻي، 6 قاسماڻي، 7 لابرياڻي، 8 لڪاڻي، 9 مارفاڻي، 10 منداڻي، 11 نداماڻي، 12 ننداڻي، 13 ورياڻي. ايس - صادق عليءَ لکيو آهي تہ ڪلوڙ ۽ ڪلهوڙا. قريشي الهاشمي خاندان جي شاخ بني عباسي مان آهن.

**ڪلوزئي:** شهواڻي بروهين جي حاجي زئي قبيلي مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. راءِ بهادر لکيو آهي تہ "ڪلوزئي" جتڪ بروهي آهن.

**ڪَلوِنتَ:** سنسڪرت جو لفظ "ڪلاوت" مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي مطرب. گويو. ڳائڻو. هي هندن جي هڪ ذات آهي. جيڪي هندن جا درباري ڳائڻا آهن.

**ڪلوغاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي هوتواڻي شاخ مان آهن.

**ڪَلوئي:** هنري پاٽنجر هنن کي رند لکيو آهي. پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي ڪلوئين کي رند ۽ لغارين جي پاڙن مان ڄاڻايو آهي. لکي شاهه صدر وٽ ڪلوئي راڄ جا ڪافي ماڻهو آباد آهن. جن وٽان معلوم ٿيو تہ ڪلوئي رندن جو پاڙو آهي.

**ڪَلها:** هندو برهمڻن جي هڪ ذات آهي.

**ڪلهاڙ:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڪلهوڙا:** حضرت عباس بن حضرت عبدالمطلب جي اولاد مان آهن. هنن جا وڏا بغداد جي خليفي معتمر عباسي جي ڏينهن ۾ دين جي تبليغ لاءِ سنڌ ۾ آيا. حيدرآباد جي پرسان ڪلور واريءَ ٽڪريءَ تي اچي آباد ٿيا. پاڻ ميان ۽ بزرگ سڏبا هئا. تنهن ڪري ڪلور والا جي بزرگ جي نالي سان مشهور ٿيا. اهو لفظ بگڙجي "ڪلهوڙا" ٿيو. ان ڏينهن کان وٺي هي ڪلهوڙا سڏجن ٿا. سندن شجرو (شجرن واري حصي ۾ ڏسندا).

سن 417 هہ/ 1026ع ۾ سلطان محمود غزنوي سنڌ تي عبدالرزاق کي مقرر ڪيو. ان وقت بني عباس

جو قبيلو موجود هو. ان قبيلي مان ڪن ماڻهن پاڻ کي ڪلهوڙا چورائي شيعا مذهب اختيار ڪيو. مرزا قليچ بيگ جي لکڻ موجب ڪلهوڙا، عباسي ۽ دائود پوٽن جي شاخ آهن. ڪن جاين تي ڪلهوڙا، سرائي ۽ جت به آهن. ڪڇيءَ ۾ وينل ڪلهوڙا چون ٿا ته اسان سنڌ جا سماٽ جت آهيون. هي فقير به سڏجن ٿا. ايس صادق علي هنن کي قريشي الهاشمي جي شاخ بنو عباس مان ڄاڻايو آهي. ڪلوڙ به هن شاخ مان آهن. حڪيم محمد صادق عباسي راڻيپور جو وينل هو،هن لکيو آهي ته ابراهيم عباسي صاحب ڪرامت ۽ درويش هو. هو "ڪلهو" يعني اڪيلو سنڌ ۾ آيو هو. جنهن ڪري پاڻ "ڪلهو" جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ پوءِ اهو لفظ بگڙجي "ڪلهوڙو" ٿيو. ان ڏينهن بعد هي ذات جا "ڪلهوڙا" سڏجن ٿا.

(بحواله: تاريخ سنڌ اردو جلد اول از غلام رسول مهر)،ڪلهوڙا حاڪم ٿي رهيا آهن. جن سنڌ، لسبيلي ۽ بلوچستان تي حڪومت ڪئي. پنجاب جا به ڪجهه حصا هنن جي قبضي هيٺ هئا. هنن کان ٽالپرن حڪومت ڦري پاڻ حاڪم ٿي وينا. ڪلهوڙن جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1 ابل، 2 ازلي، 3 اوڍاڻا، 4 بنهاڻي، 5 پٽا ڪلهوڙا، 6 پنگي، 7 تاسريا، 8 پنسا، 9 پيٽ ڦاٽا، 10 جهنجها، 11 حاڪماڻي، 12 خاتي، 13 خوشحالاڻي، 14 خولرا، 15 ڏڏرا، 16 ڊوڪا (ڍڪا)، 17 ڊيمبا، 18 رانگا، 19 ڦاريرا، 20 ڦرا، 21 ڪالو، 22 ڪاٺيا، 23 ڪرٽا، 24 ڪلهوڙا، 25 ڪندر، 26 ڪندناڻي، 27 ڪوري، 28 ڪهارا، 29 گانمراڻي، 30 گجراڻي، 31 گنجا، 32 گوندل، 33 لاڪا، 34 لوچي، 35 مڃلا، 36 ملهاڻ، 37 منهنپوٽا، 38 مياري، 39 ننگراج، 40 ننگراجا، 41وڏ پاڳيا (وڏ پڳيا)، 42 پولا.

ڪتاب" جنت السنڌ" ص 448 فوٽ نوٽ ۾ رچرڊ برٽن جي حوالي سان لکيل آهي ته ڪلهوڙا اصل ۾ نو مسلم چنا قوم مان هئا. جي زور وٺڻ کان پوءِ پاڻ کي عباسي سڏائڻ لڳا. ليڪن وٽن ڪو شجرو ڪونه هو ۽ نه ئي وري وقت جا عالم سندن شجرو ناهي سگهيا.

سنڌ ۾ هڪ عباسي بزرگ "سهرا خطيب" نالي رهندو هو. جنهن وٽ پتل جي تختيءَ تي سندس شجرو لکيل هو. ڪلهوڙن سندس ڳوٺ کي ساڙائي کيس مريدن سوڌو قتل ڪري، مٿين تختي حاصل ڪري پنهنجو شجرو ناهي پاڻ کي "عباسي ڪلهوڙا" سڏايو. انگريزي راڄ ۾ کين "ڄاموٽ" لکيو ويندو هو. سومرن وانگر ڪلهوڙا به اضطراب کان بچي نه سگهيا آهن. ڪي هنن کي عرب ته ڪي محمد چنبي (سماٽ) جو اولاد چون ٿا. ميان نور محمد ڪلهوڙي "تاريخ ڪلهوڙا"، "تحفته الڪرام"، "جواهر عباسيه" از محمد اعظم بن شيخ محمد صالح، "مراة دولت عباسيه" ۽ راءِ بهادر هتورام جي لکڻين مان معلوم ٿئي ٿو ته "ڪلهوڙا" حضرت عباس (عباسي) جي اولاد مان آهن. نه ڪي محمد چني جي اولاد مان چني پوٽا آهن. قابل قبول لفظ محمد چينو آهي نه ڪي محمد چنو. چينا بعد جا آهن ۽ چنا محمد بن قاسم کان به اڳ جا آهن. ڪلهوڙا بعد جي پيداوار آهن ۽ ان وقت درست لفظ چنا هو. دائود پوٽن جو نسب بين قبيلن مان پڻ آهي. جهڙوڪ، چنن مان

(ڪوري)، دائود پناتن مان، لسبيلي جي شاهوڪن مان، نصرپور جي پاتولين، گراٽن ۽ پانڌياڻين مان ۽ بهاولپور جي عباسين مان. ڪن محققن جي راءِ آهي تہ ڪلهوڙا لفظ اصل ۾ "ڪلور" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ظلم، يعني ظلم ڪرڻ وارا (ظالم) ماڻهو. تاريخي حوالن مان معلوم ٿو ٿئي تہ ڪلهوڙا سنڌ جي بين قبيلن وانگر هميشہ سنڌ تي غيرن جي ڏاڍ ۽ تسلط جي خلاف پنهنجي قوت سان وڙهندا بہ آيا آهن. بهرحال ڪابہ ڪسوٽي ڪانهي جا ثابت ڪري يا پرکي تہ ڪلهوڙا سماٽ (سما) آهن يا عباسي.

**ڪَلَهيا:** سومرن جو پاڙو آهي.

**ڪِلِي:** سمن ۽ سيالن جو پاڙو آهي. سرائڪي ڳالهائڻ وارا سيالن مان آهن. هنن جا ڪافي گهر مورو شهر آهن جيڪي سيالن مان آهن.

**ڪليا:** سما خاندان جي ذات آهي.

**ڪَلَيار:** سما خاندان جي ذات آهي. ڪتاب شاهان گوجر ۾ لکيل آهي تہ هي "چوهاڻ" آهن، جن جو واسطو گوجرن سان آهي.

**ڪَلِيارَ:** سماٽي جت ۽ سرائي جت آهن.

**ڪَلِيارا:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڪليانا:** ڇهڙن جي ذات آهي. هندو آهن.

**ڪَليتا:** هندن جو قبيلو آهي، جنهن مان سنگهاڙا، ڪاڇي، لوڏا ۽ لوڊا آهن.

**ڪلي پوٽا:** جاکرن جي حسڻ پاڙي مان هڪ ڦري. جوڪين ۾ پڻ "ڪليپوٽا" آهن، جيڪي ڪلو مريد جو اولاد آهن.

**ڪَليري:** ايس صادق علي هنن کي جت لکيو آهي. ڪتاب سماٽ جي ص 57 تي لکيل آهي تہ ڪليريُ"جت" آهن. ڏنو ويو آهي تہ ڪليري پاڻ کي بلوچ چوائين ٿا. ليڪن هي بلوچ نہ آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 بازراڻي، 2 پوراڻي، 3 روهيلا.

**ڪَلِيها:** اوڏن جي ذات ۽ پاڙو آهي.

**ڪماچا:** رونجهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪَمادَ:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪَمادي:** پٽن جو پاڙو آهي.

**ڪَمَارَ:** ٽيبا ذات وارن جو پاڙو آهي.

**ڪُماريا:** ابڙن جو پاڙو آهي. شڪارپور ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ آباد آهن. ڪماريا خاندان تي ابڙن جي پڳ آهي. هن وقت همت علي خان ڪماريو پڳدار آهي. جيها، ڪڪراٽي، جوٽيجا، هسراٽي، راهوجا ۽ ڦل پوٽا، ڪماريا ذات جو حصو آهن.

**ڪَمالاٽي:** پنهورن، ٿهيمن، پٽين ۽ ميمڻن جي پاڙن جو نالو آهي. ڪتاب مورو ناهي ٿورو جو مصنف جناب محمد منل ڪمالاٽي ذات جو ميمڻ آهي ۽ سندس پاڙو "ڪمالاٽي" آهي. مرين جي غزيني قبيلي مان مهڪاڻي شاخ جو هڪ پاڙو. هي ڪمال خان بن مستي خان مريءَ جو اولاد آهن.

**ڪَمال زئي:** ڪاڪڙ پناڻن جو پاڙو آهي، مندنر ڪابلي پناڻن مان عثمان زئي آهن، جن مان "ڪمال زئي" آهن.

**ڪَمالو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَمانَديا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪَمانگر:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ڪمان ناهڻ وارو، هڏن ڪي ڳنڍڻ وارو، اصطلاحي معنيٰ ۾ جاين جون ڪمانون ناهڻ وارو ڪاريگر، رنگ ڏيڻ وارو ڪاريگر وغيره. ڪمانگر هڪ ذات جو نالو آهي. هن ذات وارا علاؤ الدين خلجيءَ جا ماٿهو هئا. سنڌ تي حملن وقت هن سان گڏ هئا. سومرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. شروع ۾ نول پير غوريءَ جا مريد ٿيا. هنن جا ڪجهه گهر سکر ۽ سيوهڻ ۾ آهن. ڪمانگرن جا خاص پاڙا آهن: 1 ٽاٽائي، 2 گجراتي، 3 لاڙائي، 4 سهاڳ.

**ڪُماڻ:** بنو عباس جي ستن شاخن مان هڪ شاخ جو نالو آهي. هن ذات وارا سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ڪماٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَمبليہ:** هي گبريا هندو آهن. ڪمبل ناهڻ جي ڪري ڪمبليہ سڏجن ٿا. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪُمبوني:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ڪمبوهہ:** پنجابي پٽين جو پاڙو آهي. سنڌ ۾ ڪافي جاين تي رهن ٿا. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ هي آرائين آهن، ليڪن آرائين هنن کي گهٽ درجي جا سمجهن ٿا. چاڪاڻ تہ هي پنهنجون ڏيٺرون (سڱ) پٽسن تي وڪڻن ٿا. ڪمبوهہ جي بہ معنيٰ سڱ وڪڻ آهي، هي مسلمان ۽ هندو آهن. هنن جو اصل وطن فيروز پور، پٽيالہ، نابا ۽ ماليرڪوٽلا آهي، سندن خاص پاڙا آهن: انمال، ٿند، جورا، جمون، جوسان، جهنڊي، ڏوٽ ۽ مهروڪ.

**ڪمتي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ڪمتڪ:** شيدين جي ذات آهي. ڪٿي ڪٿي هي "ڪمت" جي نالي سان بہ سڏجن ٿا.

**ڪُمريجا:** سمن جو پاڙو آهي، هي آبڙ ۾ شمار آهن.

**ڪمڪاٽي:** بگٽي بلوچن جي نوتاڻي شاخ جو پاڙو آهي.

**ڪمل:** وانهان هندن جي هڪ نک جو نالو ياڳچنداڻي ۽ گرو سوائي صاحب جا پوئلڳ هن نک مان آهن.

**ڪملا:** سمن جو پاڙو آهي. ضلعي نواب شاه ۽ ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**ڪملانا:** پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**ڪملاڻي:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**ڪـُملي:** پناڻن جو هڪ ڪيڙ.

**ڪَمواڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڍنڍن ۽ ڍورن ۾ پيدا ٿيندڙ "ڪمن" ڪڍڻ جو ڪم ڪندا آهن ۽ اهي وڪڻندا آهن. جنهن نسبت سان هي "ڪمواڻي" سڏجن ٿا. لوڙهائي ۽ ڪمواڻي پاڻ ۾ پيائر آهن. ايس صادق علي ڪمواڻيءَ جو ذڪر ص 62 جريان نمبر 137 تي ۽ لوڙهاين جو ذڪر ص 62 جريان نمبر 152 تي ڪيو آهي.

**ڪمياني:** پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**ڪميجا:** سمن جو پاڙو آهي، هي آبڙ ۾ اڇن ٿا.

**ڪـُنا:** چنا چاچڙن جو پاڙو آهي.

**ڪـَنادا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪـِنادا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنازئي:** مندنر ڪابلي پناڻن جي هڪڙي شاخ جو نالو آتمان زئي آهن. جن مان "ڪنازئي" آهن. علي زئي، ڪنازئي ۽ اڪازئي پاڻ ۾ پيائر آهن.

**ڪنَاسرا:** سما ۽ غير سما آهن. غير سما سرائي آهن.

**ڪناند:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنب:** سمن جي ذات آهي.

**ڪَنبرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪـُنبراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪـَنـُبويا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪـُنيـَار:** هڪ سماٽ مسلمان ذات آهي. هنن جو چوڻ آهي تـه اسان "سما" آهيون. ڪنب جي معني آهي وڏو پيالو. يعني مٽيءَ جي ٿانون جي ڪرت ڪندڙ.

**ڪنير:** نڪر جا ٽانو ناهڻ وارن کي ڪنير چون ٿا. جيڪي ذات طور ٻاڻ کي ڪنير، ڪلال، گلال ڄوائين ٿا. هي چون ٿا تہ اسان "سما" آهيون. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 دول، 2 ڊوڊي، 3 ڪوڪر، 4 گولا، 5 مهار.

**ڪنتزئي:** بروهي قوم جو پاڙو آهي.

**ڪَنٽ:** راجپوتانا کان آيل هندو کترين جي ذات آهي

**ڪنٽا:** ٿري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**ڪننا:** غير سماٽ گهٽ ذات آهي.

**ڪَنجڙا:** هندن جي ذات آهي. اڪثر ڪري سبزي فروش آهن.

**ڪُنجڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪونج (ڪنج) پکيءَ جو شڪار ڪرڻ جي نسبت سان "ڪنجڙيا" سڏجن ٿا.

**ڪُنجڻ:** غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنجاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنداراڻي:** ڄام برفت جي هڪڙي پٽ جو نالو ڄام همرڪ هو. ان جي اولاد مان حسن هو. جنهنجي پٽ جو نالو سپوٽوهو. ڪندراڻي، ان سپوٽو جو اولاد آهن. هي حسناڻي آهن.

**ڪَنداڻي:** جتن جي ذات آهي.

**ڪُنداڻي:** هندو قوم جي ذات آهي. ڪتاب بلوچ قوم اورا س ڪي تاريخ ص 348 موجب "ڪنداڻي" ڪندن خان رند بلوچ جو اولاد آهن. هنن جو شجره هن طرح آهي:



**ڪَندرَ:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪُندر:** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي ڪندر پٽ گجڻ پٽ ڪبر جو اولاد آهن.

**ڪندرالي:** سماٽ ذات آهي.

**ڪندراڻي:** مري بلوچن جي لوهاراڻي شاخ مان آهن.

**ڪندرو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪندل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪندلاڻي (ڪندوال):** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي عبدالله گولڙي جي پاءُ "محمد ڪندلان" جو اولاد آهن.

**ڪُندِي:** پٺاڻ قوم جي ذات آهي.

**ڪَنڌار:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**ڪنڌاڙو:** ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. سماٽ آهن.

**ڪَنڌر:** انيڙن جو پاڙو آهي. پنوعاقل ۾ رهن ٿا

**ڪَنڌرا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڪنڍاڻي:** برهماڻي ٻرن جو پاڙو آهي. لسٻيلي ۾ رهن ٿا. مير جتن ۾ پڻ آهن. ڪرمتين جي جماڻي شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**ڪُنڍاڻي:** اونن جو هڪ پاڙو.

**ڪَنڍائي:** ٻيلارن (سومرا) جو هڪ پاڙو. پني عاقل طرف رهندڙ.

**ڪنڍراهه:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري ۾ رهن ٿا.

**ڪنڍڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنڍل:** گهرت هندن جو پاڙو آهي.

**ڪنڍناڻي:** ڪلهوڙن جي راڄ مان آهن.

**ڪنڍي:** نيازي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**ڪنڍياڻي:** ڪوراڙن جو پاڙو آهي. هاليپوٽن ۾ پڻ "ڪنڍياڻي" آهن.

**ڪنڍيپوٽا:** سومرن جي راڄ مان آهن.

**ڪُنڍيا:** دلن جو هڪ پاڙو.

**ڪَنداڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُنداڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**ڪنر:** مسلمان سماٽ ذات آهي. خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**ڪَنراڻي:** بڙدي بلوچن جي بجاراڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. هنن کي "ڪبراڻي" بہ چون ٿا.

**ڪِنراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنززئي:** شهواڻي بروهين جي سحر زئي قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪَنسِيرا:** پنجاب کان لڏي آيل جاٽ (جت) آهن.

**ڪُنڪوار:** سماٽ ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪنگ:** اعوان قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪَنگا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُنگا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُنگاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي چانگ قبيلي مان آهن. تاريخ سجاول ص 345 تي لکيل آهي تہ "ڪنگاڻي" ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. هن ذات وارا سجاول ۾ رهن ٿا.

**ڪَنگٽيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪنگ پکيءَ جي شڪار ڪرڻ جي نسبت سان "ڪنگٽيا" سڏجن ٿا.

**ڪنگراڻي:** مرزا قليچ بيگ موجب "ڪنگراڻي، مري بلوچن جو پاڙو آهي. دوست خان مري ٽنڊو مستيءَ واري پڻ ان کي درست قرار ڏنو آهي. هنن جي هڪڙي ذات جو نالو پڻ "ڪنگراڻي" آهي.

**ڪنگراهي:** جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي تہ ڪنگراهي مري بلوچ آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب هي بجاراڻي شاخ مان آهن.

**ڪنگريا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪنگڻ:** تلسياڻي هندن جي هڪ آکھ جو نالو. هي پنهنجيون نياڻيون وڪڻن ٿا. ان ذليل ڪاروبار ڪري "ڪنگڻ" سڏجن ٿا.

**ڪَنگڻ زئي:** بزنجن جو پاڙو آهي.

**ڪنگهائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنلاڪ:** فوفل پناڻن جو پاڙو آهي.

**ڪنهار:** ديره غازيخان ڪان آيل جت آهن.

**ڪنهاڙ:** ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. هالا شهر ۾ رهندڙ.

**ڪنها:** سکن جو پاڙو آهي، هي امرتسر جا رهاڪو آهن.

**ڪني:** مهراڻ رسالہ نمبر 4 سال 1989ع ص 113 تي لکيل آهي تہ دونگهہ. ڪني. درس ۽ خليفا. دائود پوٽن (ڪوري) جا پاڙا آهن، جن جو خاص ڏنڊو ڪيس ناهڻ آهي.

**ڪنيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنيال:** هي هڪ مشترڪ ذاتين جو قبيلو آهي. پاڻ کي راجپوت نسل چوائين ٿا. مسلمان آهن.

**ڪَنيِتَ:** هندن جي ذات آهي. هندن ۽ مغلن جي پيدائش مان مخلوط نسل آهن. ڪن هنڌن تي برهمڻ بہ سڏجن ٿا. خاص پاڙا آهن: رائو پنگلانا. خاصيا. ڪاسب. لستوري ۽ منگل.

**ڪنير:** پنجاب کان آيل ميربحر ۽ ملاح آهن. توريون ۽ ڪارا ناهين ٿا.

**ڪنيرا:** ٿري مينگهواڙن جي ذات آهي. چم جو ڪم ڪرڻ ڪري چمار بہ سڏجـ . .

**ڪنيٺا:** ڪشيپ رشيءَ مان هندو قوم جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**ڪٺوبراڻي:** پنهورن جو پاڙو آهي.

**ڪٺوڪاڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪٺيال:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. لاڙڪاڻي طرف رهن ٿا.

**ڪوبرا:** سمن جي ذات آهي.

**ڪوبريا:** سمن جي ذات اهي.

**ڪوبياڻي:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**ڪوپر (ڪوپر):** سمن جو پاڙو آهي. ڪوهن ڪوٽڻ. بيل هڻڻ ۽ ڪوهن ڪٽڻ جي ڪرت سبب ڪن هنڌن تي ڪوهارا تہ ڪن هنڌن تي "ڪوپر" سڏجن ٿا. هنن کي مغل يا پٺاڻ (ڪوهہ بر) چوڻ سان زيادتي ٿيندي. ڪوپرن مان ڪيترائي بزرگ ٿي گذريا آهن. صادق آباد. ماڇڪو. گهوٽڪي ۽ پني عاقل ۾ سندن ڳوٺ ۽ گهر آهن.

**ڪوترو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪوٽار:** سمن جي ذات آهي.

**ڪوٽائي:** محترم ايس صادق علي هڪ ڪتاب 1901ع ۾ لکيو هو. هن صاحب ميربحر ۽ ملاحن جي باب ۾ ص 62 جريان نمبر 136 تي لکيو آهي تہ "ڪوٽائي" ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. سيوهڻ شهر ۾ ڪوٽائي

پيل آهن. انهن جي چڱي مڙس بڌايو تہ اسان "سما" آهيون. ڪوٽ ناهي ان ۾ اندر جايون نهرائي ويناسين. ان ڪوٽن جي نسبت سان اسان "ڪوٽائي" سڏجڻ لڳاسين. ڪيريا ملاح آهن. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪوٽائي" آهي. تاريخ سجاول جي مصنف عزيز جعفراڻي ص 346 تي لکيو آهي تہ "ڪوٽائي" ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا.

**ڪوٽڙيا:** ٿر ۾ هندو راجپوتن جي ذات آهي. سمن ۽ سرڪين ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڪوٽي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**ڪونا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڪوناري:** ٿري هندن جو هڪ پاڙو.

**ڪوبر:** سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ڪوچاري:** هڪ جابلو مسلمان ذات آهي.

**ڪوچاريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**ڪوچائي:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ڪوچريا:** هڪ خانبدوش قوم جو نالو آهي.

**ڪُوچڙا:** هندو خانبدوش قوم آهي. جنهن ۾ ڇهڙا، پيل، شڪاري وغيره شامل آهن. ٽاڊ ڪوچڙن کي گهلوتن ۾ شمار ڪري ٿو، ليڪن سندس راءِ ڪمزور نظر اچي ٿي.

**ڪُوچڪا:** بروهين جو پاڙو آهي.

**ڪوچي:** پشتون قوم (ايراني پٺاڻ) جي هڪ قبيلي جو نالو آهي. ڪوئٽا ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ڪوچائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**ڪودائي:** هي دلزاڪ پٺاڻ آهن. هنن کي ڪرلاڻري پٺاڻ پڻ چون ٿا. ٻڌمت جا پوڄاري هئا. محمود غزنويءَ جي ڪوشش سان مسلمان ٿيا.

**ڪودڻ:** سمن جو پاڙو آهي

**ڪوڏ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪوڏاڻي:** ابڙن جو پاڙو آهي.

**ڪوڏناڻي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**ڪوراڇي:** محمد حسني بروهين جو پاڙو آهي.

**ڪوراڙ (ڪورار):** سمن جو پاڙو آهي، جن جا خاص پاڙا آهن: 1 پميرياڻي، 2 حيدراڻي، 4 ڏيريبوتا. 5ڪنداڻي، 6 مئواڻي.

**ڪوراڙيا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**ڪورائي:** مير جلال خان جي هڪڙي پٽ جو نالو ڪورائي (قرائي) هو. ان ڪورائيءَ کي جيڪو اولاد ٿيو. ان پاڻ کي "ڪورائي" سڏايو. هي بلوچستان ڇڏي وڃي بهاولپور ۾ آباد ٿيا. ڪجھ وقت بعد هنن مان ڪافي لڏي اچي روهڙي، دادو، موري ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ وينا. هي سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. جتوئين ۾ پڻ ڪورائي آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ جمالي بلوچن جا 17 پاڙا لکيا آهن. جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "ڪورائي" لکيل آهي. ڪورائي قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1 بڊاڻي (بداڻي)، 2 براڻي، 3 پتافي، 4 دستي، 5 ڪورائي، 6 جاماڻي، 7 جاني، 8 آلاڻي، 9 ڪولاچي، پتافي، دستي ۽ بڊاڻي هن وقت ڪورائين کان الڳ ٿي ويا آهن.




**ڪوردا:** بروهين جو پاڙو آهي، شايد ڪردن جو بگڙيل نالو هجي.

**ڪَورڙَ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڪورڙا:** ڪتاب شاهان گوجر موجب "ڪورڙا" راجپوت پڻي آهن.

**ڪورڪاڻي (ڪورڪاڻي):** ٻڙدي بلوچن جي حاجيجا شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. هنن جا چڱا مڙس جعفر آباد وارا حاجيجا ٻڙدي آهن.

**ڪورواھ:** مڪراني قوم مان آهن، هي صرف مڇيءَ تي گذران ڪن ٿا. جيوني ۽ گوادر جا مڪراني ملاح آهن. هنن جا ميدن سان گهاٽا لاڳاپا آهن. ڪورواھ، شهزادا قوم جا خاص خدمتگار رهيا آهن. ان ڪري هنن کي گهٽ ذات وارو سمجهيو وڃي ٿو.

**ڪورهياڻي:** پٽا قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪوري:** هڪ سما ذات آهي. هي اتل ۽ لسبيلي ۾ رهن ٿا. محققن، دائود پوٽن ۽ هندستاني ميمڻن کي ڪوري سڏيو آهي. بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڪوري" آهي.

ڪوري لفظ جي اصطلاحي معنيٰ آهي، ڪپڙو اُڻڻ ۽ ناهڻ. ڪاتيار، گراٽا ۽ مينگ پڻ ڪورين جي راڄ ۾ شامل آهن. تحقيق لغات جي ص 277 تي لکيل آهي تہ "ڪوري" هڪ ذات آهي، جيڪا سنسڪرت جي لفظ "ڪولڪ" مان ورتل آهي. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 25 تي لکيل آهي تہ بلوچي زبان ۾ "ڪور" لفظ جي معنيٰ آهي، ڪپڙو اُڻڻ. ڪڏهن تي ڪم ڪرڻ. بروهين جي هڪڙي قبيلي جا ماڻهو انهيءَ پيشي جي نسبت سان "ڪوري" سڏجن ٿا.

بيت: هلو تہ هلون ڪورئين، نازڪ جنين نينهن،
ڳنڍين ســـارو ڏينهن، چنڻ مـــور نہ سڪيا. (شاهہ)

**ڪوريجا:** ڪوريجا، ڪوريچا، ڪورينجا يا ڪئوريجا هڪ ئي ذات ۽ قوم جا جدا جدا سنڌي صوتي روپ آهن. درست ۽ عام مروج ذات "ڪوريجا" يعني ڪوريي جو اولاد آهي. اسلام کان اڳ سنڌ ۾ ٻڌ جي حڪومت هئي، ان ٻڌ جي نسل مان ڪوريجا آهن. ايس صادق عليءَ لکيو آهي تہ "سام" جي اولاد مان دسرت کي پيرت پٽ مان چار پٽ جانسبر، ناهيو، پرهاڙ ۽ ڪوريجو هئا. ڪوريجا ان ڪوريجي جي اولاد مان آهن. جن جو شجره سمن جي شجرن ۾ (سام بن نوح عليہ السلام) ڏسڻ گهرجي. ڪتاب "سماٽ" جي مصنف لکيو آهي تہ "ڪوريجا" ابتدائي طور راجا ڏاهر جا جزا هئا. هو برهمڻ نسل جا پاٽيءَ جا پوڄاري هئا. جن مختلف وقتن تي سرداري ڪئي، ان ڪري هي چام بہ سڏجن ٿا. ان وقت هي ڪوهستان واري علائقي ۾ رهندا هئا. برفتن کان پوءِ لسبيلي جا حاڪم ٿيا. جن 214 سال حڪومت ڪئي.

سنڌ ۽ ڪڇ جي سما خاندان جي حسب نسب تي نظر وجهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪاڪا مسلمان حاڪم کي رائدن ۽ پلي نالي بہ پٽ هئا. رائدن کي وري نو پٽ هئا. انهن مان هڪڙي جو نالو "ڪوريو" هو. ان ڪوريي کي جيڪو اولاد پيدا ٿيو، اهي پيءَ جي نسبت سان "ڪوريجا" سڏجڻ لڳا. سمن جي دور ۾ "سميجا" هڪ وڏي قوم هئي، جنهن ۾ ڪوريجا بہ ذات شامل هئي، يعني ان وقت هي ملاحن ۾ شامل هئا. هن وقت بہ چوڻي آهي تہ "ڪوريجا" ملاح آهن.

ميان نيڪ محمد سهتي جي لکيل فارسي نسخي مان پتو پوي ٿو تہ سنڌ جي راجا موڙا سنگهہ کي ست پٽ هئا. انهن مان ٽئين پٽ جو نالو "ڪونٽرو" هو. ان ڪونٽري جي اولاد کي "ڪوريجا" سڏجي ٿو. هن کي پنهنجي پيءَ حياتيءَ ۾ سڪرنڊ جي آسپاس وارو علائقو جاگير طور عطا ڪيو هو. بحوالہ: رسالہ مهراڻ" از ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو لاڙڪاڻو.

ٻڌ، پيرت ۽ موڙا سنگهہ وارا ڪوريجا خالص سما آهن. باقي ٻين نسلن وارا ڪوريجا، ملاح ۽ سميجا سڏجن

ٿا. هڪ تحقيقي مطالعي موجب ڪوريجا ذات جو شجره هن طرح آهي:







هڪ روايت موجب سنيو، ناريجو، ڪجيجو، ڪوريجو، ساڳڙ، ڏماچ ۽ پنيرو پاڻ ۾ ڀائر آهن.

**ڪوريڙو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَوڙا:** پنجاب ۾ "ڪوڙا" موچڪو ڪم ڪندڙن کي چون ٿا. جيڪي ذات طور پڻ "ڪوڙا" سڏجن ٿا. هنن جا ڪافي ذات وارا اتر سنڌ ۾ رهن ٿا.

**ڪَوڙاڻي:** نوحاڻين ۽ چنن جو پاڙو آهي. خاصخيلين ۾ پڻ آهن.

**ڪوڙد (ڪرد):** لفظ (ذات) ڪرد ڏسڻ گهرجي.

**ڪَوڙڪ:** جدگالن جي ذات آهي. هي جت ۽ رند بہ سڏجن ٿا. ڪوڙڪ، رئيس، ڪينگزئي، مهدي زئي، بند ۽ سنگر پاڻ ۾ عزيز ٿين ۽ هڪ ئي ڪل مان آهن. مڪران، گوادر، لسٻيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ڪَوساڳي:** ايران جا مڪراني آهن. ڪوساڳ علائقي ۾ رهڻ ڪري "ڪوساڳي" سڏجن ٿا.

**ڪوسالي:** هندو اهيرن جو پاڙو آهي.

**ڪَوش:** معنيٰ خزانو، ڪوش جتوئي قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪوشڪ:** پنجاب کان آيل جت راجپوت آهن.

**ڪوڪ:** بجيراڻي چانڊين جو پاڙو آهي.

**ڪوڪا:**لسٻيلي ۾ رهندڙ بلوچ قوم آهي. سنڌ ۾ هنن کي "ٻاهوٽ" چون ٿا.

**ڪوڪاري:** سماٽ ذات جو پاڙو آهي. اٻڙ ۾ اچن ٿا، لاڙڪاڻي ضلعي جي عاقل ۾ رهن ٿا.

**ڪوڪاڻي:** ڪوسن جي ڪلولاڻي پاڙي مان آهن.

**ڪوڪائي:** مري ٽالپرن جو پاڙو آهي.

**ڪوڪٽ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪوڪر:**هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪوڪڙي:** عام طور ڪڪڙ پالڻ ۽ ڪڪڙن جو واپار ڪرڻ وارن کي ڪوڪڙي چيو وڃي ٿو، ليڪن ڪوڪڙي هڪ ذات جو بہ نالو آهي. تاريخ سجاول از عزيز جعفراڻي ص 346 تي لکي ٿو تہ ڪوڪڙي هندو هريجن جو پاڙو آهي. هي سجاول ۾ رهن ٿا. سومرن (جنهاڻ) جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ڪوڪڙي (ڪڪسيا) آهي.

**ڪوڪلا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪوڪي:** خرشيون پٺاڻن جي ذات آهي.

**ڪوڪي خيل:** آفريدي پٺاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو آهي، جنهن جون اٺ ڪل ست شاخون آهن، جن جو تفصيل هن طرح آهي. 1 سڪندر خيل، 2 شير خان خيل، 3 عبدال خيل، 4 فريد خيل، 5 ڪٽي خيل، 6 ماشو خيل، 7 نادر خيل.

**ڪول:** هندن جي هڪ قديم ذات آهي.

**ڪولاچي:** ڪتاب "سمات" مان سڌ ملي ٿي تہ ڪولاچي جت قبيلي جي هڪ ذات آهي. انگريزن جي ڪرايل آدم شماري سال 1911ع ۽ سال 1931ع جي رپورٽ موجب ڪولاچي سمات آهن ۽ جت ڪل مان آهن. جامع سنڌي لغات ۾ رندن جا 29 پاڙا لکيل آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "ڪولاچي" لکيل آهي.

ڪولاچي رند بلوچن جا مکيہ پاڙا آهن: 1 باگاڻي، 2 رهيداڻي، 3 سنگاڻا، 4 شهداتاڻي، 5 ڪرمواڻي، 6 گهراماڻي، 7 واسواڻي، 8 ياريباڻي. لاشاري بلوچن ۽ مستوئي بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪولاچي" آهي.

ياد رکڻ گهرجي تہ مرزا قليچ بيگ، پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي، هينري پاٽنجر، رچرڊ برٽن يا مولائي شيدائيءَ جي ڏنل بلوچ قوم جي فهرستن ۾ ڪٿي بہ "ڪولاچي" کي رند نہ ڄاڻايو ويو آهي.

**ڪُولاچي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي "ڪولاچي" واري ڪن سان منسوب آهن. جنهن ۾ مورڙيو ۽ ان جا پيائر مانگر مڇ جي پيٽ ۾ ويا هئا.

**ڪَولاٽي:** هندن جي ذات آهي.

**ڪُولهي:** معنيٰ مزور. هي هندو قوم جي اڇوت ۽ گهٽ ذات وارا غلام ۽ پورهيت آهن. جي شايد اصل ۾ راجپوت نسل مان هئا. هنن جو اصل وطن گجرات، واگهڙ ۽ ڪڇ هو. جتان روزگار خاطر نقل مڪاني ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. هي پرمار راجپوت جا فوجي جوان هئا ۽ بهادر ليکيا ويندا هئا. سوڍن جي حڪومت ۾ ڏاڍا هئندا هئا. بهادريءَ جي ڪري "روپلي ڪولهي" جو نالو مشهور آهي. ڪتاب شاهان گوجر ص 164 تي لکيل آهي تہ ڪولهي راجا ڪوهل ۽ راجا وڪرما جيت جو اولاد آهن ۽ هي گوجر آهن.

ڪولهي هندو ڌرم مطابق هندو ديو تائن جي پوڄا ڪندا آهن ۽ گوشت کائيندا آهن. ڪتاب متان وساريو (لغت) جي مصنف ڪنگهارام سمرات لکيو آهي تہ اهي اهي ساڳيا ڪولهي مزور آهن. جيڪي ريلوي اسٽيشن تي ڪولهڪو ڏنڏو ڪن ٿا. محقق هن جي راءِ سان اتفاق نٿو ڪري.

**ڪُولِـي:** هندن جي گهٽ ذات آهي، جن کي اڇوت سمجهيو وڃي ٿو.

**ڪُونَـجڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**ڪوندي:** شيدين جي ذات آهي. اڳاتو ننڍي ۾ رهندا هئا.

**ڪُونڌَرَ:** هڪ مسلمان سمات ذات آهي. مهراڻ رسالہ جلد 22 نمبر 4 سال 1973ع ص 160 تي لکيل آهي تہ "ڪونڌر" قوم ساهتي پرڳڻي جي ٻڌيہ رياست جي راجا سرڪونڌ پٽ پندرڪو مان آهي. انهيءَ سرڪونڌ جي بگڙيل صورت "ڪونڌر" آهي. ٽالپرن جي دور ۾ وڏيرو مير ڪونڌر وڏي نالي وارو هو.

**ڪَونَـر:** سما ذات جو پاڙو آهي.

**ڪَونريجا:** ڪونر + يجا معنيٰ ڪنور جو پٽ سما خاندان جو پاڙو آهي. اچ ڪلهہ هنن کي "ڪوريجا" چون ٿا.

**ڪونـهيارا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪونٿريچا:** هڪ سماٽ ذات آهي. وڌيڪ لاءِ "ڪوريجا" لفظ ڏسڻ گهرجي.

**ڪونيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪوهـ:** چاندين جو پاڙو آهي. هنن جو واسطو جبلن سان هئڻ ڪري "ڪوهـ" سڏجن ٿا.

**ڪوهانس:** ڌوٻين جو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين).

**ڪوهـرَپوتا:** انڙن جو پاڙو آهي.

**ڪوهلا:** هندو پرمارن جي ذات آهي.

**ڪوهلي:** بگٽي بلوچن جو پاڙو آهي (نوتاڻي پاڙو) هنن جو چڱو مڙس، ڪوڙو خان هو.

**ڪوهـ ناناڻي:** هي گورچاڻي بلوچن جي چانگ قبيلي مان آهن.

**ڪوهي:** جابلو پٺاڻن جي ذات آهي. هنن کي روهي ۽ روهيلا بہ چون ٿا. روهـ. روهي ۽ ڪوهيءَ جي معنيٰ آهي "جبل".

**ڪوهيواڻي:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڪوئزئي:** الڪو پٺاڻن مان آهن.

**ڪَويڙيا:** هندو قوم جي ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪويل:** هي ڪويل ديواني مير جتن جو پاڙو آهي. راوڇي ۽ سٽناڻي ميرجت هن ڪيڙ مان آهن. دادواڻي مير جت ڪويلن جا پڳدار آهن.

**ڪَهار:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ص 673). ڪهار، مغلن ۾ بہ آهن.

**ڪِهر:** دل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ڪهراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**ڪَهرو:** راڄپرن جو پاڙو آهي.

**ڪهڙيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَهوٽ:** ذاتين جا ماهر هنن کي نيم راجپوت نسل مان چون ٿا. پر سندن دعويٰ آهي تہ اسان مغل ۽ اعوان آهيون. ڪهوٽا جبل جي نسبت سان پاڻ کي "ڪهوٽ" چون ٿا. ميٺر ۽ مصور هنن جا قريب آهن.

**ڪهور:** مڪراڻي بلوچن جي ذات آهي.

**ڪهَوراڻي:** هندن جي ذات آهي.

**ڪَهَورخانزئي:** هندن جي ذات آهي.

**ڪَهُورخانزئي:** هي غزيني مري آهن.

**ڪهوريا:** پرمار هندن جي ذات آهي.

**ڪَهوزئي:** ڪاڪڙ پناڻن جو پاڙو آهي.

**ڪهيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري ۾ رهن ٿا.

**ڪهيرائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: تاريخ سجاول 1984ع).

**ڪَهيري:** ڪتاب سنڌ جون چند ذاتيون ۾ لکيل آهي تہ "ڪهيري" رندن جو پاڙو آهي. سنڌ ۾ رڇن، باندرن ۽ پولڙن پالڻ وارا چون ٿا تہ اسان بہ ذات جا "ڪهيري" آهيون.

جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي تہ "ڪهيري" رڇن ۽ پولڙن وارا فقير آهن. ڪهيري رندن جو سردار محمد بقا نهايت مشهور هو.

**ڪُهيري:** هي امام موسيٰ ڪاظم جي اولاد مان حسيني سيد آهن. ڪهير وڻ (ڪنڊي) جي هينان ويهڻ ۽ ان جي شاخ (ڏار) تي چڙهي گهوڙي وانگر سواري ڪرڻ جي وجهہ تسميہ سبب "ڪهيري" سڏجڻ لڳا. ڪهيري بلوچستان ۾ شيخ ۽ سنڌ ۾ جت سڏجن ٿا.

**ڪُئا:** ڏاريجا چاچڙن جو پاڙو آهي.

**ڪئوداڻي:** مڪران جا مڪراني بلوچ آهن.

**ڪئونريجا:** هڪ سماٽ ذات آهي. اها ڪلهہ هي بہ "ڪوريجا" سڏجن ٿا.

**ڪَيَا:** ٻيا ذات جو پاڙو آهي.

**ڪَيارزئي:** بگٽي بلوچن مان آهن.

**ڪِياني:** ايراني نسل جا باشندا آهن. هنن مان سمانيہ خاندان نهايت مشهور آهي، جن بخارا تي 130 ورهيہ حڪومت ڪئي هئي (بحوالہ: جنت السنڌ ص 218).

**ڪيبل:** سما خاندان جو پاڙو آهي.

**ڪيتا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**ڪَيتوال:** ڏونڊ ۽ ستي نسل مان آهن. هنن جي دعويٰ آهي تہ اسان سڪندر اعظم جي نسل مان آهيون. ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**ڪَيتواڙي:** بروهي نسل جا ڪيچ مڪران ۾ رهندڙ باشندا آهن. ڪراچيءَ ۾ پڻ رهن ٿا.

**ڪيجن بلادِي:** هئنري پاٽنجر جي لکڻ موجب هي بروهي آهن.

**ڪيچائي:** ڪيچ مڪران جي هڪ مشترڪ ذات آهي.

**ڪيچي:** ڪتاب شاهان گوجر ص 171 تي لکيل آهي تہ ڪيچي، ڪچي ۽ چاچي گوجرن (جت) جا پاڙا آهن.

**ڪيرا:** سما خاندان جو پاڙو آهي.

**ڪيراني:** لفظ جي پشتو زبان ۾ معنيٰ ٽري (تالهي) آهي. هڪ دفعي ڪاڪڙ قبيلي جا ماڻهو ڪنهن ڪم سان ويا پئي تہ انهن مان هڪڙي ٽري (تالهي) ۾ ٻئي نندو چاول بار (ڇوڪرو) لڌو. ٽري واري ڪاڪڙ لڌل بار واري ڪاڪڙ کي چيو تہ مونکي پٽ ڪونهي، انهيءَ ڪري اهو بار مونکي ڏي تہ مان توکي ٽري ٿو ڏيان. ٻنهي پاڻ ۾ سودو ڪيو ۽ ان بار جو نالو ان لڌل ٽري جي نسبت سان "ڪيراني" رکيو. ان ڪيرانيءَ کي جيڪو اولاد پيدا ٿيو. اهي اڄ ڏينهن تائين "ڪيراني" افغان (پٺاڻ) سڏجن ٿا. هنن کي ڪيراتي ۽ باردوراني بہ چون ٿا.

**ڪيراني پٺاڻن جا خاص پاڙا آهن:** 1 آفريدي، 2 احمد خيل، 3 اميزئي، 4 اورڪ زئي، 5 ترهہ، 6حضرزئي، 7 ختڪ، 8 خليل، 9 خنگيائي، 10 شنواري، 11 عمرزئي، 12 ڪاڪي، 13 ڪردي، 14 مامي زئي، 15 متي زئي، 16 مندازئي، 17 منگهي، 18 موسيٰ زئي، 19 وتوزئي، 20 ونزئي، 21 بحسي زئي، 22 يونس خيل.

**ڪِيرائي (باردوراني):** تفصيل لاءِ "ڪيراني" پٺاڻن جو احوال پڙهڻ گهرجي.

**ڪِيرتاٽي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**ڪيرڪاهو:** سمن جي ذات آهي.

**ڪيري:** نو مسلم وورن جو پاڙو آهي.

**ڪِيريا:** سميجا ڪل مان سنڌ جا سما ملاح آهن. جيڪي سما خاندان جي ٻن شاخن مان ڦٽل آهن. ٽيبي جي پٽ جو نالو انڙ هو. ان انڙ کي بہ پٽ، راهو ۽ حبو هئا. ان حبوءَ کي وري بہ پٽ سمون ۽ ڪيريو هئا. ڪيريا ان ڪيريي جو اولاد آهن.

ٻي تحقيق موجب ٽيبو بن انڙ بن سمون بن رائدن کي سترهن پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ڪيريو" هو، جن جو اولاد ڪيريا آهن. عام ڇوٽيءَ ۾ "ڪيريا" ملاح آهن. ڪيرين جو شجره هن ريت آهي:

**ڪيرين جو شجره**

لاکيار

|

ڄام لاکو (گندرن مان شادي ڪيل)

|

انڙ

|




(تفصيل لاءِ سما خاندان جو شجره ڏسڻ گهرجي)

هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 جهيرجا، 2 حسينائي، 3 فرش، 4 محسن پوٽا، 5 ملڻ فرش، 6 ڪوٽائي.

**ڪيرياٽي:** ٻگهين (ملاح) جو پاڙو آهي.

**ڪيڙانا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي جاتي ۾ رهن ٿا.

**ڪيڙاٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪيڙت:** هڪ سمات ذات آهي.

**ڪَيسواڻي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**ڪَيڪَائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪيڪواڻي:** ڪرمتين جي هديہ شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڪيڪوپوتا:** باڪڙا خاندان جي موٽا قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪيلاڻي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪَيلهَڻَ:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ لکيو آهي تہ "ڪيلهڻ" ٿر ۾ رهندڙ هڪ راجپوت ذات آهي.

هڪ ٻئي حوالي موجب "ڪيلهڻ" پنجاب کان لڏي آيل گهٽ ذات وارا نوان مسلمان آهن. جيڪي شيخ بہ سڏجن ٿا. ٿر وارا ڪيلهڻ غير مسلم آهن.

**ڪِيماگر:** جي معني آهي، سون ناهڻ وارا ڪاريگر. هي ڪا ذات نہ آهي، پر ڪرت جي ڪري ذات طور "ڪيماگر" سڏجن ٿا.

**ڪيماڻي:** مري ٽالپرن جو پاڙو آهي.

**ڪَينگڙئي:** جدگال (جدغال) يعني جت قبيلي جي هڪ مکيہ پاڙو آهي. هن ذات وارا گوادر. مڪران. لسبيلي، ڪراچي ۽ ٺٽي جي آسپاس رهن ٿا. هنن جو چوڻ آهي تہ ٺٽي وارا جوکيا اسان جا عزيز آهن. رئيس. مهدي زئي، بند. ڪوڙڪ ۽ سنگر هنن جا عزيز آهن.

**ڪَيورت:** هندستاني ملاح، ڪشتي بان ۽ ماهيگير آهن. پنجاب کان ٿيندا سنڌ ۾ داخل ٿيا آهن.

**ڪيوگاڻي:** جسڪاڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪيولراماڻي:** هندن جي هڪڙي ذات جو نالو آهي.

**ڪَيهَر:** اصل ۾ راجپوت نسل جا سما آهن. هن وقت پاڻ ناريجن جا قريب نظر اچن ٿا. سمن جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ سنڌ، گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي سمن سردارن مان نربت، اڏو (اوڍو) لاکيار ۽ لاکو گوڙا (1250ع)، حاڪم ٿي گذريا آهن. لاکو گوڙا ۽ ٻيا اجا مسلمان ڪونہ ٿيا هئا. ان لاکو گوڙا (گرڙا) کي اٺ پٽ هئا، جن مان موڙو (مور) ۽ منهيو (منائي) سنڌ ۾ رهندا هئا ۽ ڏاڍا ظالم هئا. ڏاڙا هڻندا هئا ۽ ڦربون ڪندا هئا. هنن گڏجي پنهنجي ڀاءُ (انڙ) کي قتل ڪيو. ماڻهن جي رنج ٿيڻ تي هي سنڌ ڇڏي وڃي ڪڇ ۾ رهيا. ڪڇ جو ڄام اوڍو سندن ويجهو عزيز هو. جنهن هن کي پناهہ ڏني. ظلمن، ڦرين ۽ ڏاڙن جي ڪري هو ايترا تہ مشهور ٿي ويا جو ماڻهو کين ڪاريهر (نانگ) قهر (غضب) ڪيهر (شينهن) جي نالن سان سڏڻ لڳا. بعد ۾ اهو لفظ سنڌي صوتي روپ اختيار ڪري "ڪيهر" سڏجڻ ۾ آيو. ڪيهر جي اولاد بہ پاڻ کي

ذات جا "ڪيھر" سڏرايو.




هڪ ٻي لکت موجب هوٿي بن انڙ بن سمون جي هڪڙي پٽ جو نالو "ڪيھر" هو. جنهن پنيان سندن اولاد پاڻ کي "ڪيھر" سڏايو. هي سنڌ جا سما ملاح آهن. جن جا خاص پاڙا آهن: 1 بنگلاڻي، 2 تھباڻي، 3 عزيزاڻي، 4 مھديوتا ۽ 5 ميرپيوتا.

ڪيھر، ڪڪرالي ۾ سمن جو سردار هو.

بيت: **چوندي ورھ چار، اسان آڍو تو تيا،**
**ڪيھر من ويچار، منھنجا نيڻ جھليا نتا رھن.**

**ڪيھراڻي:** بوزدار بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪيھرچو:** سمن جو پاڙو آهي.

# كلهوڙن جو شجرو

حضرت عبدالمطلب

حضرت عباس سيد المضرين

فضل | عبدالله ابن عباس | قثم

علي السجادين

محمد ذي الثفنات

ابو جعفر عبدالله / منصور بالله (149 – 145هه ۾ بغداد جو شهر ٻڌايو هو)

محمد ابو عبدالله مهدي

هارون

معروف

اسحاق

ابراهيم

مامون

محمد

جعفر

عباس (سنڌ جا عباسي)

کهڙن وارا مخدوم عباسي هن شاخ مان آهن

عبدالرحمن

قائم

جاهره

احمد

طاهر

قائم (رڌاڻو (صوفي درويش ڪيچ مڪران ۾)

پنجويهين پيڙهيءَ ۾




(1600ع)
ميان دائود
ابراهيم
ميان شاهل محمد (1657ع)
ميان الياس محمد (1620ع)
ميان نصير محمد (1657ع)
مير محمد
ميان دين محمد (1692ع)
ميان يار محمد عرف خدايار خان
محمد خان
غلام حسين عرف محمد خان
ميان نور محمد
محمد دائود خان
صادق علي عرف خداداد خان
عبدانبي خان
غلام النبي خان
ميان غلام شاه
عطر محمد
محمد مراد ياب خان
محمد عرف محمود خان
محمد سرفراز خان
مير محمد
عطر خان

# ڪ

**ڪابڙوني:** سيوهڻ جي هڪ سيد گهراڻي جو پاڙو آهي. جيڪي هن وقت پاڻ کي ”سبزواري“ چوائين ٿا. هڪ روايت موجب هي سيد سيوهڻ تعلقي جي ڪبڙوٽ (ڪابڙوٽ) ڳوٺ ۾ رهندا هئا. جنهن نسبت سان هي ”ڪابڙوني“ سڏجڻ لڳا.

**ڪاٽڙائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**ڪاٽڙائي:** معني ڪاٺي ڪٽڻ وارا. سماٽ ذات آهي.

**ڪاٽڙي:** سماٽ ذات آهي.

**ڪاٽڪي:** سماٽ ذات آهي.

**ڪاٽواڻي:** هندن جي ذات آهي.

**ڪاٽي:** ترڪان هندن جو پاڙو آهي.

**ڪارا:** ڇهڙن جو پاڙو آهي. هندو آهن.

**ڪارائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي ڪاري ۾ رهن ٿا. ان نسبت سان ”ڪارائي“ سڏجن ٿا. انهيءَ ساڳي علائقي ۾ سنيا رهن ٿا. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ”ڪارائي“ آهي.

**ڪارٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪارجاٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪارڇ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪارواڻي:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪاريڙا:** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ڪاسائي:** شورا قبيلي جو پاڙو آهي. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ سندن گهر آهن.

**ڪالتيرا:** مڱڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ڪامڙيا:** جي معنيٰ آهي ڪاٺي ڪٽندڙ هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪامڙين کي ”ڪوڏاريو“ بہ چون ٿا.

**ڪاٺوٽ:** سمن جي ذات آهي. دادو ضلعي ۾ رهن ٿا. ڪوٽڙي تعلقي ۾ روڊ تي هن ذات جي نالي سان هڪ سنو ڳوٺ بہ آهي.

**ڪاٺونيا (ڪاٺوٽ):** سمن جي ذات آهي.

**ڪاٽيچا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري ۾ رهن ٿا.

**ڪاوڙ:** سمن جي ذات آهي.

**ڪاوڙيا:** ٿري راجپوتن جي ذات آهي.

**ڪاهَڙَ:** نهڙين جو پاڙو آهي.

**ڪاهوڙي (ڪاهوڙي):** منگواڻن (سما) جو پاڙو آهي. هي جهانگي ماڻهو آهن. ڪاهوڙي لفظ جي معنيٰ آهي اورچ، محنتي وغيره.

بيت: منڌ نہ منجها تن، پسي لڪ لڏن جي،
جا پر ڪاهوڙين سا پر سکي سسئي.

**ڪائوڙي:** ٿر ۾ رهندڙ نڪرن جي ذات آهي.

**ڪباڙا:** راڄپرن جي بگهڙ پاڙي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي سما آهن.

**ڪباٽي:** سما ملاح آهن. خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**ڪبرا:** سمن جي ذات آهي.

**ڪبُراٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪبَڙاٽي:** نوحاڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪَبا:** هي سمن جو پاڙو آهي. ملاحن جي اوڙڪ ۾ شامل آهن.

**ڪبڙاٽي:** ڪرمتين جي ڳورئي وٽ جو هڪ پاڙو.

**ڪَتائي (خطائي):** اونن جو هڪ پاڙو.

**ڪترِيال:** هندن جي ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪتري:** سنسڪرت لفظ "ڪشتريہ" مان ورتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، رنگريز، واڍو. جنهن سبب ڪتري رنگريز ۽ واڍا سڏجن ٿا. هي اصل ۾ هندو راجپوت آهن. هن وقت ڪجهہ مسلمان بہ ٿيا آهن. جي پڻ ڪتري (يڪتري) سڏجن ٿا. ڪتري برهمڻ نہ آهن. پر برهمڻ هنن مان شاديون ڪن ٿا. پنجاب ڪان آيل ڪتري پاڻ کي "عامل" ۽ "لالا" چوائين ٿا. تاريخ جي اڀياس ۽ ذاتين جي معلومات مان خبر پوي ٿي تہ ڪتري سنڌ جي راجا ڄئدرٿ جو اولاد آهن. هي راجا 730ع ۾ سنڌ جي ڪن حصن تي راڄ ڪندو هو. جنهن پنهنجي اولاد جا نالا "ڪتري" رکيا ۽ ٻين راجائن بہ پيار مان اهي نالا رکيا. انهن راجائن مان ڪن محمد بن قاسم جي دور ۾ اسلام قبول ڪيو تہ وري ڪي هندو ئي رهيا. اهڙن هندن جو واسطو راءِ گهراڻي جي جيڻوا ونش سان هو. جنهن ڪري

کترين کي "جينوا" بہ چون ٿا. هنن جي مٿان ظلم ٿيندو رهيو. وڪرما جيت جي زماني ۾ ڪجهه ساهه پنيائون.

هن وقت کتري سنڌ جي ڪافي حصن ۾ آباد آهن. جيڪي هندستان جي گڏيل ٻولي ڳالهائين ٿا. هي سنڌي بہ ڳالهائين ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 پيدا، 2 ناڪريا، 3 ڏارا، 4 سوڍا، 5 سونيجي، 6 ڪرٽيلا، 7 ڪريا، 8 ڪنت، 9 گرچ، 10 مچڙ، 11 منڊو، 12 نانيز، 13 وردوئي، 14 بنجاهي، 15 بيدي، 16 باهري، 17 چارذاتي، 18 پنج ذاتي، 19 ڇهه ذاتي، 20 ڍائي گهر، 21 سوڍي، 22 شرين، 23 سيٺ، 24 ڪپور، 25 کنا، 26 کوکران، 27 مرهوترا، 28 برهم کتري

**ڪَتو:** سومرن جو پاڙو آهي.

**کتو:** سمن جي ذات آهي.

**کتوجا:** راڄپرن مان آهن.

**ڪَٽي:** ڪلهوڙن جو پاڙو آهي.

**ڪَٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**کٽرائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَتوريا:** چانڊين جو لقب آهي، ڪن جو چوڻ آهي تہ هي "چانديا" بلوچ آهن. هندن جي هڪ نک جو نالو پڻ "کتوريا" آهي، هي کتوري (ڪستوري) جو واپار ڪندا هئا، ان ڪري "کتوريا" سڏجڻ لڳا. ڇبلاڻي بہ هن نک مان آهن.

**کٽانا:** گوجرن جو پاڙو آهي.

**کٽر (ڪٽر):** اروڙ ونسي لهاڻن جي هڪ آکهہ.

**ڪَٽڙ:** هي اعوان جت قبيلي جو پاڙو آهي، جيڪي ڪٽڙ خان جو اولاد آهن، کٽڙ خان محمد غوري جو خاص ماڻهو هو. هي سڀ لنگرخان شاهي ناظر اٽڪ جي ماتحت هئا. نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "کٽڙ" آهي.

**کٽواڻي:** هندن جي ذات آهي. سندن نک جو نالو "تلهر" آهي، هي پوڄارا بہ سڏجن ٿا.

**کٽي (کهنباٽي):** سنسڪرت جي لفظ "ڪشل" مان نڪتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، ڌوئڻ. اصطلاحي معنيٰ ۾ ڪپڙن ڌوئڻ وارو ڌوٻي. کٽي سومرن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**ڪَٽياڻ:** ٻيا ذات جو پاڙو آهي.

**کٽياڻي:** هندن جي ذات آهي.

**کٽيرياڻي:** ڊاڪٽر غلام علي الانا هنن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 - 3 سال 2001ع ص 33).

**ڪُپرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪپرجا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**ڪجت:** سنڌي پٺاڻن جو پاڙو آهي. هي جيڪب آباد ۾ رهن ٿا.

**ڪَجَر:** ميمڻن جو پاڙو آهي. هي ٺٽي جا رهواسي آهن.

**ڪجرا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي. سکر ۾ رهن ٿا.

**ڪجڙَ:** هي سما آهن.

**ڪَجَڪَ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪجَڪاڻي:** برڙا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪب آباد ضلعي ۾ رهندڙ.

**ڪجڻ:** هڪ مسلمان ذات آهي. سکر ۾ رهن ٿا.

**ڪَجِي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪجيجا:** هڪ سماٽ ذات (سما) جو نالو آهي. سنيو، ناريجو، ڪوريجو، ساڱڙ، ڏماچ ۽ پنيرو هن جا پاٿر آهن (هڪ روايت).

**ڪُچڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُچڻُ:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**ڪچ:** پنهورن جي ذات آهي.
چاچي، گوجرن (جت) جو پاڙو آهي. مسٽر ڊينزل ابسٽن هنن کي راجپوتن مان لکي ٿو.

**ڪچدر:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**ڪِچِي:** پٺين ۽ جتن جو پاڙو آهي. ڪتاب شاهان گوجر جي ص 171 تي لکيل آهي تہ ڪچي، ڪيچي ۽

**ڪدراڻي:** سمن ۽ انڍڙن جو پاڙو آهي. بروهي قوم جي زهري پاڙي مان هڪ قبيلي جو نالو پڻ "ڪدراڻي" آهي.

**ڪدِرپوٽا:** سمن جي ذات آهي.

**ڪدڙا:** هي فقير سڏبا آهن ۽ هنن جو فرقو ۽ ذات جدا آهي. مرداني طاقت نہ هئڻ ڪري "ڪدڙا" سڏجن ٿا. زنانو ويس پائين ٿا. خوشين جي موقعن تي ڳائي وڄائي لاڳ ونن ٿا. هنن جي اڳواڻ کي سالار ۽ رهڻ واري جاءِ کي مڙهي چون ٿا. هندو ڪدڙا بکرا يا ديول ديويءَ جي پوڄا ڪن ٿا. ٽالپرن جي دور ۾ فضل ۽ گل جان مشهور ڪدڙا هئا. جيڪي وڏا دولتمند هئا. جن جي ماڳ سان حيدرآباد ۾ اڄ بہ ڪدڙا گلي مشهور آهي. ٽالپرن وٽ حبشي غلام هوندا هئا. جن جا هٿ سان آنورا ڪدي ڪٽ ڪرائي ڇڏيندا هئا. جن کي ناظر چوندا هئا.

**ڪڏراڻي (ڪڏرا)**: انيڙ آهن.

**ڪڏا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي جاتيءَ ۾ سندن ڳوٺ آهن.

**ڪُڏائي**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٺٽي ضلعي ۾ سندن ڳوٺ آهن.

**ڪڏايا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪڏيجا**: ملاح ۽ مهاڻا آهن, ٺٽي ۽ دادو ضلع (منظور آباد) ۾ وينا آهن. ڪڏيجا جي معنيٰ آهي ڪڏن (ڏندن) تي رهڻ وارا.

**ڪڏي سر**: شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هي سيد علي بن سائينداد جو اولاد آهن.

**ڪـرَ**: جادم جو اولاد آهن. هي پنجاب ۾ رهن ٿا. ڪر لفظ جي معنيٰ آهي "ٻوڙو" هن ڪٽنب جا سڀ ماڻهو ٻوڙا هئا, جنهن ڪري هي ذات جا "ڪر" سڏجڻ لڳا. (بحوالہ ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 24) ٽنڊو محمد خان ۾ ڪر وينا آهن, جيڪي سنين مان آهن.

**ڪـُـرَ**: سمن جي ذات آهي.

**ڪَـرا**: سما آهن.

**ڪـُرا**: سما آهن.

**ڪَـرانا**: اعواڻ جتن جو پاڙو آهي. هندن ۾ پڻ آهن.

**ڪرٻار**: سما آهن.

**ڪـُرڙا**: هڪ مسلمان سمات ذات آهي.

**ڪـُرقور**: هڪ مسلمان ذات آهي.

**ڪرَڪـَـرَ**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪـرڳَ**: هندو قوم جي هڪ ذات آهي, جيڪي ڪپڙا رنگين ٿا ۽ ڪپڙن تي ٺپا هڻن ٿا. هي چُـنري ڪپڙي جو ڪم ڪن ٿا, سنڌ جي وڏن شهرن ۾ رهن ٿا.

**ڪـرڳي**: ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪَـرلَ**: هڪ سما ذات آهي. ڪتاب شاهان گوجر ص 186 تي لکيل آهي تہ "ڪرل" باجوهہ راجپوتن مان آهن, جن جو وڏو ڪرل هو, ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ۾ لکيل آهي تہ ڪرل راجا ڪرن جو اولاد آهن. ڪن جاين تي هي جت تہ ڪن هنڌن تي راجپوت سڏجن ٿا. هڪ ٻي زوايت موجب هرل, ڪرل ۽ مرل پنوار ۽ چوهاڻ راجپوتن مان راءِ ڀوپا جي پٽن جو اولاد آهن, پنجاب جا ماڻهو هنن کي اميرن مان چون ٿا.

**ڪروار**: هڪ مسلمان ذات آهي.

**کروال:** راجا مل جي نسل مان جنجوعہ قبيلي جو پاڙو آهي. بيوه سان شادي ڪونہ ڪن. راولپنڊي ۽ ڪهوٽہ سندن ماڳ آهي.

**ڪَروسَ:** جتوئي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ڪُرهَارَ:** سمن جي ذات آهي.

**ڪَريٽَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُريرا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪريڙا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪَڙا:** اعوائن ۽ راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**ڪَڙڱَ (ڪڙڱ):** هندو ڪترين جي ذات آهي. جيڪي رڱاوت جو ڪم ڪن ٿا.

**ڪڙڱي:** هندو ڪتين جي ذات آهي. هي بہ رڱاوت جو ڪم ڪن ٿا.

**ڪَڙوڪَاٽي:** بنگلاڻي بلوچن جو پاڙو آهي. هنن جون عورتون شاديءَ کان اڳ ۾ گوشت استعمال نہ ڪنديون آهن. (عبرت 15 آگسٽ 2001ع).

**ڪَڙياٽِي:** متعلوي سيدن جو پاڙو آهي. هي سيد زڪريو عرف ڪڙٿو جو اولاد آهن.

**ڪڙيرا:** حملاڻي برفتن جو راڄ آهي. هي ڪوهستان ۾ رهن ٿا. بنديجا بلوچن ۾ پڻ "ڪڙيرا" آهن. ڪرمتين جي راڏا بنديجا شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**ڪَشتري:** هندو ڪترين جي ذات آهي. اصل لفظ ڪشتري آهي. ان مان "ڪتري" ٿيو.

**ڪَڪَ:** سرائي سيالن جو پاڙو آهي. هڪ روايت موجب سيالن ۾ پاڇ پئي. ان دوران هڪڙي مائي وڄي سارين جي پلال ۾ لڪي. جتي هن کي هڪ پٽ ڄائو. ان بعد هي "ڪڪ" سڏجڻ لڳا.

**ڪڪَپَر:** سمن جي ذات آهي. بگٽي بلوچن (ڪلڦر) جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ڪڪپر آهي.

**ڪـڪپرَ:** ڪک معنيٰ ميڇيءَ جي ڏپ. بوءِ. ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**ڪڪَر:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪَڪراڻي:** سمن ۽ ابڙن (منجهو) جو پاڙو آهي. هي ڪماريا راڄ ۾ شامل آهن.

**ڪُڪِراڻي:** گاڏهي بلوچ آهن. پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي جي لکڻ موجب (ص 15). ڪڪراڻي مري بلوچن جي بجاراڻي شاخ مان آهن.

**ڪَڪڙا:** سيمڻن جي پاڙي جو نالو آهي. ٺٽي شهر جا رهواسي آهي.

**ڪڪزئي:** لورن جي ذات آهي.

**ڪَـڱا:** هي چون ٿا ته اسان قريشي آهيون. پنجاب وارا هنن کي جت چون ٿا. ڊانس. جهنڊير ۾ ڪڱا پاڻ ۾ عزيز آهن.

**ڪلڦر (ڪلپر - ڪڪپر):** جامع سنڌي لغات ۾ "ڪلڦر". ڪتاب سنڌ جون جند ذاتيون ۾ "ڪڪبر" ۽ تاريخ بلوچستان از راءِ بهادر هتورام ۾ "ڪلپر" لکيل آهي. منهنجي اڀياس موجب زبان جي لهجي سبب ٿئي لفظ مروج آهن. ڪلڦر بگٽي قبيلي جي هڪ تمن جو نالو آهي. جنهن جا ٻه خاص پاڙا آهن:

1 ڦدلاڻي (ٻدلاڻي-ٻهدلاڻي). 2 هوتڪاڻي. عبرت اخبار اربعا 15 آگسٽ 2001ع جي رپورٽ موجب ڪلڦر (ڪلپر) پاڙي جي عورتن تي شادي کان اڳ گوشت کائڻ تي پابندي آهي. هن وقت هن پاڙي جو ڄڳو مڙس محمد خان ڪلپر آهي.

**ڪلڪي:** سما آهن.

**ڪلناڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هندن ۾ پڻ آهن. هن پاڙي مان ڪرڙو مل چندن مل ڪلناڻي لي ڪاريو آهي. جيڪو ٽيڪسٽ بوڪ رويزن جو ميمبر هو.

**ڪلٽاڻي:** هندن جي ذات آهي. 1904ع ۾ انگريزي سنڌي لغات ڇپي هئي. جنهنجو مصنف ديوان ڪوڙر مل هو. جيڪو ڪلٽاڻي هندو هو. هي اروڙ ونسي هندو آهن ۽ سندن نک جو نالو "هندوجا" آهي. هي پاڻي ڪلڻ مل مينگهراج جو اولاد آهن. سرائي ٻه سڏجن ٿا.

**ڪلولاڻي:** ڪوسن جو پاڙو آهي. ڪونڙي تعلقي ۾ رهن ٿا.

**ڪـُماڻَ:** سمن جي هڪ ذات آهي. هن ذات جي پٺيان ضلعي دادو ۾ هڪ ريلوي اسٽيشن آهي.

**ڪماڻ پوٽا:** سمن جي ذات آهي.

**ڪـُماڻي:** پنهوڙن جو پاڙو آهي.

**ڪـِمنڙا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪـِمتيا:** پنجاب کان آيل سرائي جت آهن.

**ڪـِمرا:** مسلمان سمات آهن. انهي جي ڇڪين جو ڪاروبار ۽ ڪم ڪن ٿا.

**ڪملاڻي:** ڪوسن جي ڪلولاڻي پاڙي مان آهن.

**ڪـِمياڻـِي:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪنا:** هندو ڪترين جو پاڙو آهي.

**ڪَـنيا:** ٿري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**ڪُنياڻي (کهنياڻي):** ڌوٻين جي هڪ ذات جو نالو آهي. ڌوٻي ڪپڙن کي رنگ چاڙهڻ ۽ صاف ڪرڻ لاءِ "ڪنب" چاڙهيندا هئا. ان نسبت سان "ڪنياڻي" سڏجن ٿا. هي سيوهڻ ۽ ٻين شهرن ۾ رهن ٿا.

**ڪَنيڙا:** پٺن جو پاڙو آهي.

**ڪنَيِڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنٽيِڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪنجيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪُند:** غير سماٽ ذات آهي.

**ڪَندَ:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڪندو:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**ڪَندوائي:** مري قبيلي جو پاڙو آهي. هنن جون عورتون شاديءَ کان اڳ ۾ گوشت ڪونه کائينديون آهن.

**ڪنَديال:** ڏهرن جو پاڙو آهي.

**ڪنرزئي:** رئيساڻي قبيلي جي رائوسين زئي پاڙي جي ڦري آهي.

**ڪنگهرا:** هندن جي هڪ نک جو نالو. حيدرآباد ۾ نهاين جي پاڙي وارا ٿڌائي. شوداساڻي ۽ منسڪاڻي هن نک جون آکهيون آهن.

**ڪنها:** هندو کترين جي هڪ آکهہ. هي پنهنجي نالي اڳيان "ملڪ" لکندا آهن.

**ڪُڻَ:** ميمڻن جو پاڙو آهي. ٺٽي جا رهواسي آهن.

**ڪٺاريا:** سنگراسين جو هڪ پاڙو.

**ڪوبرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪوجا (خوجا):** مختلف ذاتين سان واسطو رکندڙ مسلمان ۽ اسماعيلي آهن. اسلام لاءِ ڪوچ لڳائڻ لاءِ "ڪوجا" سڏجن ٿا. ڇهڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪوجا" آهي، هي مسلمان آهن.

**ڪودا:** جتوئي قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪودِڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪودي:** سمن جي ذات آهي.

**ڪورَ:** سمن ۽ سوڍن جا پاڙا آهن.

**ڪورا:** سمن جي ذات آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪورام:** سمن جي ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪوراڻي:** نهڙين جو پاڙو آهي.

**ڪورڪاڻي:** ٽالپرن جي احوال مان معلوم ٿئي ٿو تہ "ڪورڪاڻي" ٽالپرن جو پاڙو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ مرزا قليچ بيگ جي لکڻ موجب هي "مزاري" آهن.

**ڪورم:** انڙ پوٽا نهڙين جي ڪيڙ مان ڏورتن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ڪورناڻي:** پاهڙن (سمن) جو پاڙو آهي.

**ڪوڙ:** سما آهن. جاتي تعلقي ۾ سندن ڪجهہ گهر آهن.

**ڪوڙا:** سما آهن.

**ڪوسا:** ڪوسا بلوچ سنڌ ۾ هڪ وڏو قبيلو آهي. ڪي چون ٿا تہ هي رند آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ ڪوسا هوت بلوچ آهن. ان سلسلي ۾ مورخن جا ڪجهہ رايا پيش ڪجن ٿا. ڊينزل ابسٽن ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ص 4 تي لکي ٿو تہ ڪوسا ڪيچ-مڪران جي رندن ۽ هوتن مان آهن. مشهور مورخ جيمس ٽاڊ لکي ٿو تہ ڪوسا ڪوسخ توراني نسل مان آهن. سندن اصل وطن ڪاسريگا چيناڻي ترڪستان آهي. ايس - صادق علي جي لکڻ موجب ڪوسا رند قبيلي جي هڪ شاخ آهي. ڪوسا ٻن لفظن ڪوهہ ۽ ساگهہ جو مرڪب آهي. ڪوهہ (ڪوهہ) معنيٰ جبل ۽ ساگهہ معنيٰ ڪتو آهي. يعني جابلو ماڻهو ڪتن پالڻ وارا. اصطلاحي معنيٰ ۾ جبل جا رهڻ وارا جيڪي ڪتن ذريعي ڦرلٽ ڪندا هئا. عام اصطلاح ۾ ڪوسا ڦريون ڪندا هئا. پوءِ اهو لفظ ڦري "ڪوسخ" ٿيو. جڏهن جبل ڇڏي سنڌ ۾ آيا تہ ماڻهو کين "ڪوسا" سڏڻ لڳا. ڪوسا چون ٿا تہ اصل لفظ ڪوسار (ڪوهسار) يعني جبل جي چوٽين تي رهڻ وارا آهي. ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 407 تي لکيل آهي تہ ڪوسا رند قبيلي جي شاخ آهن. اصل ڪيچ جا وينل هئا. سنڌ گزيٽيئر ۾ رندن مان لکي ٿي.

ڪتاب بلوچ جي مصنف م - ڪ پيڪولين لکيو آهي تہ ڪوسا هوت جي پوٽي حمل جو اولاد آهن، ڪوسي کي بليل، عمر، جياڻي ۽ حمل پٽ هئا. جن جي نالن سان بليلاڻي، عمراڻي، جياڻي ۽ حملاڻي پاڙن جا نالا پيا. ڪوسا هڪ مخلوط قبيلو آهي، جنهن ۾ بيا بہ نَوَ گروپ شامل آهن.

ڪتاب بلوچ و بلوچستان جلد پنجون از مير نصير خان احمد زئي ڇاپو 1998ع ص 118 تي لکيل آهي تہ مڪران جي امير رجب ماملي ڪرد (1298ع) کي ست پٽ هئا. جن مان وڏي پٽ جو نالو "ڪوسو" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "ڪوسا" بلوچ سڏايو.

مولائي شيدائي جي لکڻ موجب ڪوسا هوت جي اولاد مان آهن، جن جو شجرو هن طرح آهي:

**مير جلال خان بلوچ**

- **هوت**
  - خوسخ (ڪوسا)
    - حمل
      - ڪوسو
        - بليل — بليلاڻي
        - عمر — عمراڻي
        - جيو — جياڻي
        - حمل — حملاڻي
  - مير حسن
  - بجار خان
    - محمد خان
      - عمر خان
        - مير عالي خان
          - شهڪ
          - ينهل خان
          - هوت خان
            - چانديو — چانڊيا
            - عالي خان — مزاري
            - پنهون خان
              - بليل خان
                - باحل خان
                  - بهادر خان
                    - اولاد ڪوسا
          - بين
          - چنيسر
          - ڪياني خان
          - توت خان
            - ڪرمت خان
              - اولاد ڪرمتي
          - عمر خان
          - سمرا خان
          - تهر خان
  - مير حاجي
  - مير عالي
  - مير عبدو (پيءُ جي وفات بعد مڪران جو بادشاهه ٿيو.)

رندن ۽ ڪوسن جي حسب نسب مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي اندر جيئنداڻي ڪوسا رهن ٿا. جيڪي رند جي اولاد مان آهن. انهن جو شجره هن طرح بيان ٿيل آهي.



ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 24 از الفت نسيم موجب "ڪوسا" لفظ جي معنيٰ آهي ٻچي ڏاڙهي وارو. بلوچن جو هڪ اهڙو قبيلو هو، جن جون ڏاڙهيون ٻچيون هيون، تن کي "ڪوسا" چيو ويو ۽ ان بعد اهي ڪوسا بلوچ سڏجڻ لڳا.

هڪ روايت موجب مير چاڪر خان حالاتن ڪان مجبور ٿي پنجاب ڏانهن هليو ويو. ان سفر دوران ستگهڙو ڏانهن ويندي سنڌو درياءَ کي پار ڪرڻ لاءِ ٻيڙين هلائڻ لاءِ ڪوسن کي چيو هو. جن مير چاڪر خان کي، ان جي خاندان ۽ لشڪر کي ٻيڙين ذريعي سنڌو درياءَ پار ڪرايو هو. انهيءَ ڪهاڻيءَ کي اتان جا بلوچ چون ٿا ته ڪوسا "مهاڻا" آهن. جو هنن ٻيڙين تي چڙهي ونجهه هلايو آهي. انهن ڪوسن مان سردار بهادر خان ڪوسه ديره غازي خان ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ ڪن اچي جيڪب آباد سکر وسائي. جن مان امام بخش خان، هيبت خان، رحيم خان، قادر بخش خان ۽ مير هزار خان نهايت مشهور سردار ٿي گذريا آهن. پنجاب ڪان لڏي آيل ڪوسا سرائڪي ۽ بلوچستان کان لڏي آيل ڪوسا بلوچي زبان ڳالهائين ٿا. ميجر پولاڪ هنن کي چور، ڦورو ۽ ڌاڙيل چوي ٿو. همايون بادشاهه هنن کي سنڌ ۾ جاگيرون ڏنيون هيون (بحوالہ ڪتاب پنجاب کي ذاتين ص 124).

ڪوسن مان بلو بداڻي نهايت هڪ سورهه ٿي گذريو آهي، جنهن انگريزن سان وڙهي ملڪ جو نالو روشن ڪيو هو. هن لاءِ چوڻي آهي ته: "بلو بداڻين تو سورهه سڏائي".

هڪ اپياس مطابق ڪوسن جا هينيان پاڙا آهن: 1 بازماڻي، 2 بجاراڻي (بجراڻي)، 3 بچاڻي، 4 بداڻي، 5 بشماڻي، 6 بشواڻي، 7 بڪراڻي، 8 بليلاڻي (بلولاڻي)، 9 باجهاڻي، 10 جانورياڻي، 11 جرووار، 12 جاگيراڻي (مرزا قليچ بيگ)، 13 جماڻي، 14 جُماڻي، 15 جنگوارو، 16 جوگياڻي، 17 جياڻي، 18 چٺائي (چٺاڻي)، 19 چيچاڻي، 20 حاجاڻي، 21 حملاڻي، 22 حيدراڻي، 23 خاناڻي، 24 درياڻي، 25 دلاڻي، 26 دوستلاڻي، 27 رنگواڻي، 28 رودناڻي، 29 زدرياڻي، 30 زنگواڻي، 31 زنگويراڻي، 32 سانگواڻي، 33 سبخاڻي، 34 سليماڻي، 35 سهجاڻي، 36 سهرياڻي، 37 شاداڻي، 38 سهڪاڻي، 39 صفرواڻي، 40 عمراڻي، 41 عميراڻي، 42 عيساڻي، 43 فتحلاڻي، 44 فتحشاڻي، 45 قائماڻي، 46 گوندخاڻي، 47 گهمراڻي، 48 سداڻي، 49 محمداڻي، 50 مگسي، 51 مندراڻي (مٺدراڻي)، 52 مهرواڻي (پروفيسر برڙو)، 53 ميرناڻي، 54 نوتڪاڻي، 55 بولياڻي، 56 بداڻي، 57 بهيلاڻي، 58 جاگيل، 59 جندواڻي، 60 جاماڻي، 61 اونراڻي، 62 هدواڻي، 63 روحلاڻي، 64 مٺيوال، 65 سلمن، 66 ڪلولاڻي، 67 للاڻي، 68 بندواڻي، 69 مڪڙاڻي، 70 رفناڻي، 71 سنجراڻي، 72 ڦرياڻي، 73 موندراڻي، 74 ڏناڻي، 75 جهنداڻي، 76 تڳياڻي، 77 گهنوراڻي، 78 ملا، 79 ڦاناڻي، 80 ملهواڻي، 81 ميرواڻي، 82 چاڪراڻي، 83 الوداڻي، 84 نهالواڻي، 85 اسحاقاڻي، 86 پنجاڻي، 87 زيمڪاڻي، 88 بٺالاڻي، 89 ڏيرناڻي، 90 مناڻي، 91 لاسي، 92 پوراڻي، 93 هيبتاڻي، 94 ڪملاڻي، 95 ڪوڪاڻي، 96 جندواڻي، 97 گاهياڻي، 98 احمداڻي، 99 صاحباڻي ۽ 100 مهڪاڻي.

**ڪوسڙا:** ڇهڙن جي ذات آهي. هندو آهن.

**ڪوڪر:** ڪوڪر جي اصطلاحي معنيٰ آهي، زمينن ۽ فصلن جي گوجر جي صفائي ڪرڻ وارا. پاڪستان مان لڏي ويل سعودي عرب ۾ ڪوڪر پاڻ کي "خوقير" چوائين ٿا. جيڪي اڪثر ڪري ساڳيو ڪم ڪن ٿا. ڪوڪر اصل ۾ پنجاب جي جٽ قوم آهي. سن 582 هه بمطابق 1186ع ۾ جڏهن قطب الدين ايبڪ سنڌ جو حاڪم هو. تڏهن ڪي ڪوڪر لاهور مان ڪاهي آيا ۽ قطب الدين جي پٽ شهاب الدين کي ماري وڌائون. وري سن 796 هه /1393ع ڌاري محمود شاهه ولد ناصرالدين شيخا ڪوڪر سان وڙهڻ لاءِ سارنگ خان موڪليو. جنهن لاهور ۾ اچي هن کي شڪست ڏني. سنڌ جا ڪوڪر بہ انهن ڪوڪرن جي اولاد مان آهن. (بحوالہ: قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ص 319 از مرزا قليچ بيگ).

جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ پنجاب کان آيل سراين جا 24 پاڙا لکيا آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "ڪوڪر" آهي، ڪتاب شاهان گوجر مان پتو پوي ٿو تہ "ڪوڪر" گوجر راجپوتن (جٽ) جو پاڙو آهي، جنهن مان "هرل" آهن.

ڊاڪٽر الهرڪي پٽ ڪتاب "سماٽ" ص 38 تي لکيو آهي تہ ڪوڪر پنجاب جا اٺ پالينڊڙ "جٽ" آهن، جيڪي هن وقت پاڻ چون ٿا تہ اسان "سماٽ" ۾ داخل آهيون، ڪڇيءَ ۾ وينل ڪوڪر پاڻ کي "جٽ" چوائين ٿا.

ايس - صادق علي لکي ٿو تہ "ڪوڪر" رانوڙ قبيلي مان آهن ۽ خالص "سما" آهن. ڪوڪر اقليتن، هڏواڙن، "اعواڻن" ۾ پڻ آهن. جيڪي پنجاب کان آيل آهن. ڪرنل ٽاڊ ۽ بارڪلي جي راءِ آهي تہ ڪوڪر ۽ ڀني، راجپوتن مان جٽ آهن. ڪي چون ٿا تہ ڪوڪر غزنويءَ جي قطب شاهه جي پٽ محمد جو اولاد آهن پاڻ چون ٿا تہ اسان قريشي آهيون. ڪوڪرن جا خاص پاڙا آهن: 1 پنرايو، 2 روهڙ، 3 گهمرا، 4 ونگا ۽ 5 هرل.

**ڪوڪران:** هندو ڪترين جو پاڙو آهي.

**ڪوڪراٽي:** ڪوڪرن مان ڦٽل هڪ نئين مسلمان ذات آهي.

**ڪوڪيجا:** سمن جي ذات آهي.

**ڪولَرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. خيربورميرس طرف رهن ٿا.

**ڪُولرا:** ڪلهوڙن جو پاڙو آهي.

**ڪونجاڻا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڪوند:** ڀيلن ۽ اڇوت هندن جي ذات آهي.

**ڪونماڻ:** سمن جي ذات آهي.

**ڪُوهار:** برهم ڪترين جي هڪ نک جو نالو.

**ڪُوهار:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**ڪُوهارا:** معنيٰ ڪوهن ڪوٽڻ وارا. ڪوهارا ڪلهوڙن جو پاڙو آهي (عباسي).عرب ڪوهارن کي "اصحاب الرس" چون ٿا. اصحاب الرس جو ذڪر قرآن شريف جي سورة الفرقان ۽ سورة ق ۾ آهي.

**ڪوهُاٽا:** معنيٰ ڪوهن ڪوٽڻ وارا، هي سماٽ آهن.

**ڪوهي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. ٽنڊوآدم ۾ مري بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪوهي" آهي.

**ڪوهيگاٽي:** مارفاٽي ڇانڊين مان آهن.

**ڪهاڙو (ڪُهاڙا):** سمن جي ذات آهي.

**ڪهاڻ:** سماٽ ذات آهي.

**ڪهاوڙ:** ٻن لفظن جو مرڪب آهي. ڪوهه + آور. ڪوهه معنيٰ جبل ۽ آور معنيٰ ڪان آيل يعني جبل ڪان آيل ماڻهو. ذاتين جي اپياس مان خبر پوي ٿي تہ سومرا، دودي ڇنيسر جا ماڻهو هئا. جيڪي تعلقي وارهہ جي ڏاڙهياڙي جبل ۾ رهندا هئا. ان وقت علاؤالدين خلجي ۽ دودي سومري جي وچ ۾ جنگ لڳي، دودي هارايو. جنهن سبب سومرن مان ڪجهہ ماڻهن ڊپ مان پاڇ ڪاڍي. جيڪي پڇي ويا، سي "ڇٽا" سڏجڻ لڳا ۽ جيڪي پڇي نہ سگهيا اهي "ڪوهہ آور" سڏجڻ لڳا. ڪجهہ عرصي بعد ڪوهہ آور سنڌي صوتي روپ اختيار ڪري "ڪهاوڙ" سڏجڻ لڳا. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي ڪُهجي پيا ۽ پنڌ نہ ڪري سگهيا. مقامي ماڻهن ڪين "ڪهڻ" (ٿڪل) چيو. جو بعد ۾ ڪهوڙ ۽ ڪهاوڙ سڏجڻ لڳا.

ڪلهوڙا پنجاب ڪان آيل آهن. جيڪي سرائڪي زبان ڳالهائڻ ڪري سرائي ۽ جٽ پڻ سڏبا هئا (آهن). ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪهاوڙ انهن جا مريد ٿيا ۽ سرائڪي زبان اختيار ڪيائون. جنهن بعد هي بہ سرائي سڏجڻ لڳا. ڪلهوڙن ڪيترن ئي ڪهاوڙن کي پنهنجا امير ۽ لشڪر جا سپهہ سالار مقرر ڪيا هئا. جيئن محمد حسن ڪهاوڙ. جو ميان عبدالنبي جي وقت ۾ سندس ياران مير فتح علي خان سان وڙهيو هو. سرائي ڪهاوڙ يا سومرن مان تبديل ٿيل ڪهاوڙ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آباد آهن. جن مان هڪ ڳوٺ "گاجي ڪهاوڙ" نهايت مشهور آهي. ڪن ڪهاوڙن جو چوڻ آهي تہ اسان چغتا پٺاڻ آهيون. منهنجي اپياس موجب هي چغتا پٺاڻ نہ آهن. پٺاڻ تہ سندن دشمن هئا. لسبيلي ۾ رهندڙ برفتن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڪهاوڙ" آهي.

**ڪهرا:** معنيٰ سخت، ٽڪا. پنجاب ڪان آيل پٺين ۽ جتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. صرف ضلعي دادوءَ ۾ قلجي ڳوٺ وٽ رهن ٿا. سنڌ ۾ ڪنهن ٻئي هنڌ نظر ڪونہ ٿا اچن.

**ڪهڙا:** سنڌ جي اصل سماٽ ذات آهي. هنن جي اصل ڪرت ڪوسلا ۽ ٻيڙيون ناهي دريائن تي گذر سفر ڪرڻ هو. اصطلاحن هو دريائن جا رهاڪو. ٻيڙين ناهڻ جا ڪاريگر وادا ملاح هئا. هن وقت ڪهڙا هڪ وڏي ۽ سڌريل ذات آهي، جيڪا اڪثر ڪري ضلعي لاڙڪاڻي ۽ خيرپورميرس ۾ آباد آهي.

**کهڙو:** سنڌ جا سماٽ آهن. جيڪي ملاحن جي اوڙڪ ۾ شامل آهن.

**کهلوڙ:** پنجاب کان آيل سرائي ۽ جت آهن.

**کهنبا:** هندو کٽين (کترين) جي ذات آهي. جيڪي ڪپڙن تي رنگ چاڙهيندا آهن. جنهن کي "ريتو" ڪپڙو چون ٿا.

چوڻي: جيئن کِهنبو رنگ ڪلي پوي - تهڙي لالائي بہ لبن (ملهار).

**کهنباٽي (کنباٽي):** نيروٽي. ڪپڙن تي رنگ چاڙهڻ وارو. هندن ۽ مسلمانن ۾ هڪ ذات جو نالو آهي. جيڪي ڪرت سبب ذات جا کهنباٽي سڏجن ٿا.

**کهنباٽي:** چر جو ڪم ڪندڙ هندو ۽ مسلمانن جي ذات آهي.

**کُهنبِڙا:** کُنڀ چاڙهڻ وارا نيروٽي ۽ کٽي. هندن ۽ مسلمانن جي ذاتين جا نالا آهن.

**کهوڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**کهيراٽي:** ڪرمتين جي مرگهر شاخ جو هڪ پاڙو.

**کِيازئي (کيبازئي):** جهلا واني بروهين جو پاڙو آهي (محمد حسني).

**کيال:** اعواڻن جو هڪ پاڙو.

**کياٽي:** ڪڪراٽي بلوچن جي ساهواٽي پاڙي مان هڪ قريءَ جو نالو آهي. مهرن ۾ پڻ "کياٽي" آهن.

**کيَبَر:** سميجا ڪل مان سما ملاح آهن. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ٿيبو بن انڙ بن سمون بن راٺيڊن کي سورهن پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "کيبر" هو. ان کيبر جو اولاد "کيبر" سڏجن ٿا. هن ذات جي نالي سان حيدرآباد ۽ هالن جي وچ تي هڪ ڳوٺ جو نالو "کيبر" آهي. هن ذات وارن جو شجره هن طرح آهي.



هن وقت ڪيبرن مان ڪجھ ماڻھو پاڻ کي هوتي ۽ هوتياڻي بہ سڏائين ٿا. درويش نوح اصل ۾ ذات جو ڪيبر آهي، پر هن وقت هو "هوتياڻي" سڏجي ٿو.

**ڪيبراڻي:** سما ملاح آهن. ڪيبرن جي ذات مان ڦٽل ذات آهي.

**ڪيتراڻ:** بلوچستان جا بلوچ آهن. ڪيتران واري علائقي ۾ رهڻ ڪري ڪيتران يا ڪيتراڻ سڏجن ٿا.

ڪتاب بلوچ جي مصنف م - ڪ پيڪولين جي راءِ آهي تہ هي هڪ پوڪ ڪندڙ هندي قبيلو آهي، کيتي ڪرڻ ڪري پاڻ "ڪيتران" يعني کيتي ڪندڙ، ڪاشتڪار (ڪشترہ) سڏجڻ لڳا. ڪتاب پنجاب ڪي ذاتين ص 124 موجب ڪيتران هڪ گڏيل بلوچ قبيلو آهي. هنن جو تعلق ابدالي پٺاڻن جي مورث اعليٰ ترين جي پياءُ "ميانا" سان آهي. ڪيتران بلوچن جي هڪ وڏي پٺاڻ قوم مان شادي ڪئي هئي، ان ڪري ماءُ طرفان پٺاڻ ۽ پيءُ طرفان بلوچ سڏجن ٿا. سندن زبان ڪيتراني بلوچي آهي. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 بابر، 2 حسناڻي، 3 ڏاڙيول، 4 گنجورا. ڏاڙيوال پاڻ کي دوداڻي هوت سڏائين ٿا.

**ڪيتراني بلوچن جو شجرہ هن ريت آهي**




**ڪيتوال:** اعوانن جو هڪ پاڙو.

**ڪيتراڻي:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ڪيچر:** پرمار هندن جي ذات آهي.

**ڪَيدا:** جڳند چاچڙن جو پاڙو آهي.

**ڪيداِڻي:** سما ۽ ملاح آهن. ٺٽي ضلعي ۾ سنيا وينا آهن، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪيداڻي" آهي.

**ڪير:** پرمار هندن جي ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڪيرا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**ڪِيراتيا:** ڪرمتي جت بلوچن ۽ گهنيا ذات (سما - جت) جي پاڙي جو نالو آهي.

**ڪيراڻي:** جتوئي بلوچن ۽ سرائي جتن جو پاڙو آهي.

**ڪيرواڻي:** ڪرمتين جي گبول شاخ جو هڪ پاڙو.

**ڪيري:** سنڌي ڳالهائيندڙ بلوچ آهن.

**ڪيِريا:** مزاري بلوچ آهن.

**ڪِيرين پوٽا:** برهماڻي برن جي راڄ مان آهن.

**ڪيڙا:** سمن جو پاڙو آهي. هي ملاحن ۾ شامل آهن. پنجاب کان لڏي آيل جٽ قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڪيڙا" آهي.

**ڪيسائي:** ڪڇ ڀڄ کان آيل ميمڻ آهن. ڪيسن ناهڻ جي نسبت سان "ڪيسائي" سڏجن ٿا.

**ڪِيمٽيا (ڪمٽيا):** پنجاب کان آيل سرائي جت آهن.

**ڪيمچنداڻي:** هندو لهاڻن جي "ڪاريا" نک مان هڪ آکھ. هي سيٺ ڪيمچند وسٽمل جو اولاد آهن.

**ڪينٽليا:** ٿر ۾ مينگهواڙن جي ذات آهي.

**ڪينجاڻي:** رندن جو پاڙو آهي.

**ڪيندر:** گوجرن جو پاڙو آهي.

**ڪيِنئرا:** ڪينئو بن همون سومري جو اولاد پاڻ کي ڪيئنرا سومرا سڏائين ٿا (پاڙو). هڪ ٻئي حوالي موجب ڪينئرا سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. هي سانيين پٽ منو پٽ ڪلو جو اولاد آهن. پيئنرو، اجو، پرمو، سانگڻ ۽گوهڙ، ڪينئري جا پاڙ تين. مگرين ۾ پڻ هڪ پاڙو"ڪينئرا" آهي.

**ڪيٽا:** رونجهن مان آهن.

**ڪيوڙا:** پنجاب کان لڏي آيل جٽ قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڪيئازئي:** بگٽي بلوچن جي شنباڻي پاڙي مان هڪڙي پاڙي جو نالو. رندن ۾ پڻ "ڪيئازئي" آهن. ڪيئو سائينداد جو پٽ هو. رحملاڻي، بنبي زئي، بڪراڻي، ٽالبر ۽ هلياڻي، ڪيئازئيءَ جا پاڙا آهن.

**ڪيئلداساڻي:** هندن جي هڪ آکھ جو نالو.

**ڪيئنرا:** رونجها آهن، هي لسبيلي ۾ رهن ٿا.

# ڳ

**ڳابار:** سمن جو پاڙو آهي.

**ڳابر:** سما خاندان جو پاڙو آهي.

**ڳابرڪلاڻي:** پنهورن جو پاڙو آهي.

**ڳابري:** مڪراني بلوچن جي ذات آهي.

**ڳابڙيا:** سما خاندان جي ذات آهي.

**ڳاپَرَ:** سما خاندان جي ذات آهي.

**ڳاٽاڻي (ڳاٽاڻي):** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان آهن.

**ڳاجاناڻي:** غيباڻي چانڊين جو پاڙو آهي.

**ڳاجاڻي:** ٻڙدي بلوچن جي ٻجاراڻي شاخ مان آهن. ڊومڪي بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ڳاجاڻي" آهي.

**ڳاجرا:** مهاراجا گجسنگهہ غزني واري جي برادريءَ وارا هندو آهن.

**ڳاجريا:** ملاحن، مهاڻن ۽ هندن جي ذات آهي.

**ڳاجي خانزئي:** شاهوزئي بروهين جي پاڙي جو نالو آهي

**ڳاجيڻي:** پني قبيلي جو پاڙو آهي.

**ڳاد:** سمن جو پاڙو آهي، هي آبڙ ۾ اچن ٿا. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا. جوکين ۾ پڻ آهن.

**ڳادا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. هي غلام ذات آهي. پنهارن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ڳادا" آهي.

**ڳاداڻي (ڳداڻي):** ڊومڪي بلوچن مان آهن.

**ڳادڻ:** سما خاندان مان آهن. هي ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا.

**ڳاديجاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڳاڏار:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. سجاول تعلقي ۾ هنن جا ڪافي گهر آهن.

**ڳاڏائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڳاڏر:** ڳاڏار ۽ ڳاڏر هڪ ئي ذات معلوم ٿي ٿئي. هن ذات مان حسين ڳاڏر فقير هڪ مشهور شخصيت ٿي، جنهن جو ذڪر ڪتاب "بيان العارفين وتنبيہ الغافلين" ۾ ٿيل آهي.

**گاڏوھو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گاڏهي:** هي لفظ ٻن لفظن جو مرڪب آهي. گادي + وال. جنهن جي معنيٰ آهي گاديءَ وارو. گاديءَ جو مالڪ. اڳواڻ وغيره. گادي وال. سنڌي صوتي روپ اختيار ڪري ”گاڏهي“ ٿي پيو.

ايس - صادق علي جي لکڻ موجب گاڏهي. رندن ۽ جتوئين جو پاڙو آهي. سنڌ ۾ ڪافي جاين تي گاڏهي آباد آهن. ڪي پاڻ کي جتوئي تہ ڪي وري رند چوائين ٿا. جامع سنڌي لغات ۾ بڙدي قبيلي جا 24 پاڙا لکيل آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو ”گاڏهي“ لکيل آهي. يعني هي بڙدي بہ آهن. ڪتاب ”سمات“ ۾ جتن جي احوال ۾ انگريزن جي طرفان ڪرايل آدم شماري 1911ع ۽ 1931ع مان خبر پوي ٿي تہ ”گاڏهي“. جتن جي هڪ ذات آهي. گاڏهي بلوچ. سرائڪي ۽ بلوچي زبان ڳالهائين ٿا ۽ گاڏهي جت سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. ڪتاب ”تواريخ ديره غازيخان“ ص 110 موجب گاڏهي، جت آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 بالچاڻي، 2 حمزاڻي، 3 حسناڻي، 4 حملاڻي، 5 خوشالاڻي، 6 ڪڪراڻي ۽ 7 لڏاڻي.

چوڻي آهي تہ: **مري، هڏ ڪري، گاڏهي، گبول، بخشش بانڙي.**

**گاڏي:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي ذات آهي.

**گاڏيواڻ:** سنڌي پناڻن جي هڪ ذات. درويش سمن سرڪار لڳ. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ علي خان گاڏيواڻ جو ڳوٺ مشهور آهي.

**گاڏيهي:** جي معنيٰ آهي، گڏهن وارا. هي بلوچ آهن. جيڪي ميرچاڪر سان گڏ هئا. مير چاڪر رند جو سامان گڏهن تي کڻندا هئا. جنهن سبب ”گاڏيهي“ سڏجڻ لڳا.

**گارزئي:** بروهين جو پاڙو آهي. حب بلوچستان ۾ سندن وڏا ڳوٺ آهن.

**گاروڙي:** جوڳي فقيرن جي ذات آهي. هي مرليءَ سان نانگ ڦاسائيندا آهن.

**گاگاٽي:** هندو سوڍرن جو پاڙو آهي.

**گاگڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. بدين ضلعي ۾ سندن ڪافي راڄ آهن. شڪارين جي هڪڙي ذات جو نالو پڻ ”گاگڙا“ آهي.

**گاگن:** هڪ روايت موجب جتوئيءَ جي هڪڙي پٽ جو نالو ”گاگن“ هو. جو بي اولاد وفات ڪري ويو. هن جي ڪجهہ عزيزن پاڻ کي وڏي جي نسبت سان ”گاگن“ سڏايو. مگرين ۽ ابڙن ۾ پڻ آهن.

**گاگناڻي:** مهرن جي ذات آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب سومرن جو دور ص 350 تي لکيو آهي تہ گاگن سومري جي اولاد پاڻ کي ”گاگناڻي“ سڏايو. (پاڙو).

**گاگڻ:** راڄپرن مان آهن.

**گامر:** سمن جو پاڙو آهي.

**گاما:** هڪ مسلمان ذات آهي، سنڌ ۾ رهن ٿا.

**گامون:** پٽ فقيرن جو هڪ پاڙو.

**گانجيازئي:** بروهين جو پاڙو آهي.

**گاندر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**بيت:**

**"جــن دوءِ درا، ڪـڇيـن ڪـم ۽ ڪوٺـيـون،**

**سي مـٽي پيـريـن برهنہ، هئا ڳانـدر سـپ گرا،**

**اهي پاهان، پاڻ پرا، ٿيا سمي جي سهاڳ سان" (سچل)**

**گانڌي:** جي معنيٰ آهي "پنساري". گانڌي، اوسواڙ هندن جي ذات آهي. هندستان کان آيل ڪي مسلمان پڻ پاڻ کي گانڌي سڏائين ٿا. حالانڪ ڏنڌو ۽ پيشو مختلف اٿن. حيدرآباد ۾ ابراهيم جي گانڌي هڪ مشهور واپاري (پنساري) آهي. هندو ڀاٽين جي هڪ نک جو نالو پڻ "گانڌي" آهي.

**گانگا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**گانگڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گانگڙا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙ آهن.

**گانگواٽي:** ڪرمتين جي زنگياٽي شاخ جو هڪ پاڙو.

**گانمراڻي:** ڪلهوڙن جو پاڙو آهي.

**گانئچا (گائنچا - گائينچا): هڪ ٿي قبيلي سان واسطو رکندڙ سما ذات آهي. اصل لفظ، گانءِ + چو = گانئچو آهي، جنهن کي فارسيءَ ۾ گاؤ، پراڪرت ۾ گائي ۽ سنسڪرت ۾ گو، چون ٿا، جنهن جي معنيٰ ڳئون، ڳئن وارو، ڳئن پالڻ ۽ چارڻ وارو آهي. اصطلاحي معنيٰ ۾ ڪين مالدار چون ٿا. ڪن جو چوڻ آهي تہ اصل لفظ گائو چر، معنيٰ ڳئن چارڻ وارو آهي، جنهن جي معنيٰ ۽ مطلب ساڳيو آهي.**

روايت ۾ آهي تہ هي اصل ۾ ڏاڙهياري جبل جا لاڙڪ (ملاح) هئا، جن جو وڏو ڏاڏو چوٽيئر لاڙڪ جي نالي سان مشهور هو، جنهن لاڙڪاڻي جو شهر ٻڌرايو هو. جيئن تہ هي مالدار هئا، ڳئن جا هنن وٽ ڌڻ هئا، ان ڳائي مال جي نسبت سان پاڻ کي "لاڙڪ" جي بجاءِ گانئچا، گائنچا ۽ گائينچا سڏرائڻ لڳا.

هي چٽن، وکن ۽ برفتن وانگر سنڌ جا اصل سما آهن، جبلن ۾ رهڻ ڪري جابلو ماڻهو لڳن ٿا پر هي بلوچ نہ آهن، سندن مادري زبان سنڌي آهي. ڏاڙهياڙي جبل ۾ چٽن سان دشمني ٿي پين، جنهن سبب ڪافي

گانئچا نقل مڪاني ڪري اچي سنڌ جي بين حصن ۾ آباد ٿيا. هنن جي پاڙن مان اچ بہ "لاڙڪ" پاڙو منجهن قائم آهي، جيڪو سندن اصليت کي ظاهر ڪري ٿو. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 چابرو، 2 حسناڻي، 3 دتڙ 4 لاڙڪ، 5 بولاڻي، 6 لاڙائيءَ [illegible].

**گاوا:** ترڪانن جو پاڙو آهي. پنجاب کان آيل هندو آهن.

**گاهري:** پنجاب کان آيل لباڻن جو پاڙو آهي. گاهہ جي ڪرت ڪرڻ ڪري گاهري سڏجن ٿا.

**گاهي:** معنيٰ گاهہ وڪڻندڙ - هڪ سماٽ ذات آهي.

**گاهياڻي:** هڪ روايت موجب جتوئي جي هڪڙي پٽ جو نالو "گاهي" هو، جنهنجي اولاد پاڻ کي "گاهياڻي" سڏايو. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ص 409 تي لکيل آهي تہ "گاهياڻي"، ڪوسن جي ڪلولاڻي پاڙي جي شاخ آهن. چانگن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**گاهيچا:** حملاڻي برفتن جو راڄ آهي، ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**گائسوزئي:** ڪاڪڙ پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**گباڻي:** سما آهن.

**گبچاڻي:** رندن جي ذات آهي.

**گبراڻي:** ٿالپرن ۽ نوحاڻين جو پاڙو آهي. جوکين ۾ پڻ آهن.

**گبرزئي:** رندن جو پاڙو آهي، جن کي هوتانزئي بہ چون ٿا. بلوچستان مان لڏي لڪي شاهہ صدر اچي وينا، جتان جهانگارا ۽ پوءِ نواب شاهہ ۾ وجي آباد ٿيا. ميروزئي هنن جا ويري آهن.

**گبلاڻي:** پهوڙ آهن.

**گبول:** گبول خان بلوچ جو اولاد آهن. هي گورچاڻي قبيلي جي لشاري شاخ مان آهن، جن جو واسطو رندن سان آهي. مرزا قليچ بيگ جي لکيل ڪتاب "قديم سنڌ" ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ۾ ص 300 تي لکيل آهي تہ بڙدي يا بليدي جي هڪڙي چگي مڙس زيندي خان کي بہ پٽ هئا. هڪ سندر خان ۽ بيو حاجي. سندر خان جي اولاد مان "گبول" آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ لکيو آهي تہ "گبول"، بڙدين جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. بلوچ صاحب جي لکڻ ڪري مرزا صاحب جي لکت کي تقويت ملي ٿي.

ايس - صادق علي جي خيال ۾ "گبول"، ڪرمتي جت بلوچن مان آهن. آءُ (راقم) پڻ ان جي تائيد ڪريان ٿو تہ ڪرمتين جي هڪ شاخ جو نالو "گبول" آهي. هي گبول، گبول خان ڪرمتيءَ جي اولاد آهن، جن جا خاص پاڙا آهن: 1. اميد علياڻي 2. بجاراڻي 3 بنياڻي 4. جوگياڻي 5. سوجاڻي 6. صفراڻي 7. عيسباڻي 8. قادرناڻي 9. قيصراڻي 10. ڪيرواڻي 11. لاڪاڻي 12. مالماڻي 13. مبارڪاڻي 14. نيباڻي 15. ملوڪاڻي

16. راڏاڻي ۽ 17. نوتاڻي. ذاتين جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ ”گبول“، ڊومڪي بلوچن ۽ جتن جي پاڙن جو پڻ نالو آهي.

مير شهڪ خان بلوچ، گبولن جي مدد سان سبي کي فتح ڪيو. ان وقت گبولن جو مورث اعليٰ ”گبول خان“ هو. انهن گبولن جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1 آکوواڻي، 2 باغلاڻي، 3 جلالاڻي، 4 جنگواڻي، 5 جيوڻاڻي، 6 چالاڪاڻي، 7 حاجواڻي، 8 حمزاڻي، 9 ڏيرڪاڻي، 10 فوجاڻي، 11 ڪراراڻي، 12 ڪرملاڻي، 13 لالاڻي، 14.هالواڻي، 15 منڊرا، 16 منڊراڻي، 17 نورنگاڻي ۽ 18 هسواڻي.

نبيل خان گبول وارا ”آکوواڻي“ پاڙي مان آهن. جن جو چوڻ آهي تہ گبولن جي سرداري پڳ اسان جي مٿان آهي. رسول بخش خان گبول ۽ سردار آچر خان گبول جوهيءَ وارن جو چوڻ آهي تہ گبولن جا سردار اسان آهيون. هڪ اڀياس موجب گبولن جو شجرو هن طرح آهي.



**گبولڙا:** گبولن مان ڦٽل هڪ ننيڍڙي بلوچ ذات آهي.

**گتا:** ڪڇي ميمڻن جو پاڙو آهي.

**گپچاٽي (ڳچپاٽي):** رندن جو پاڙو آهي.

**گـجا:** هڪ سماٽ ذات آهي. غالباً هي ملاح آهن. ساموندي پٽي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا.

**گجاڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ساموندي پٽي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا.

**گجاٽي:** بڙدي بلوچن, ڊومڪين ۽ انيڙن جي پاڙن جو نالو آهي.

**گجپت:** هندو ذات آهي, هي جادم جو اولاد آهن.

**گـجَر:** هي اصل ۾ جارجيا جا رهاڪو هئا. جتان نقل مڪاني ڪري پنجاب, راجپوتانا ۽ سنڌ ۾ آباد ٿي وياا. گجرات صوبو هن ذات جي نالي پنيان پيو. پنجاب پاڪستان ۾ گجرات شهر اڏاراياڻون. لسبيلي تي قبضو ڪري حڪومت ڪيائون, جن کان وري رونجهن حڪومت حاصل ڪئي.

گجر, راجپوتن سان ملي پاڻ کي سورج ونسيءَ جو اولاد چوائڻ لڳا. هن وقت گجر, راجپوتن, ڇهواڻن, سوڍن ۽ برهمڻن سان شامل آهن. گجر قبيلي جا ڪافي ماڻهو مسلمان ٿيا آهن. سماٽ ۾ پڻ "گجر" آهن. مومل (شاهه جي سورمي) هنن مان هئي. محققن جو چوڻ آهي تہ گجر ۽ گوجر ساڳي ذات يا قوم جو نالو آهي. هي سنڌ جا آهن ۽ هنن جو واسطو سنڌ جي جٽن سان آهي. زماني جي گردش, لاهن چاڙهن جنگ و جدال ۽ روزگار خاطر برصغير, ايران ۽ افغانستان تائين وڃي آباد ٿيا. افعانستان وارا هنن کي "جت" چون ٿا. وڌيڪ لاءِ گوجر ذات ڏسڻ گهرجي.

**گـجِر:** هڪ بلوچ ذات آهي. (جت).

**گـجراتي:** ڪمانگرن جو پاڙو آهي.

**گـجِرال:** ڪتاب "شاهان گوجر" ۾ لکيل آهي تہ "گجرال", پٽي راجپوت آهن.

**گـجراٽي:** بڙدي بلوچن جي بجاراڻي شاخ مان آهن.

**گجر پوتا:** جوکين جي بنديچا شاخ مان آهن (جت).

**گـجـِريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـجريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي پنجاب کان آيل آهن.

**گـجرپوتا:** دودن جو پاڙو آهي. لسبيلي ۾ رهن ٿا. دودي جي هڪڙي پٽ جو نالو "گجر" هو, هي ان پنيان سڏجن ٿا.

**گجڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گجز:** لسبيلي جي هڪ سماٽ ذات آهي.

**گجڻ:** حملائي برفتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. گجو ۽ نهڙين ۾ پڻ "گجڻ" پاڙو آهي. نهڙي گجڻ. گجڻ بن راجپار جو اولاد آهن.

**گـُجـڻاڻي:** ٻڙدي، ڏاهاڻي، حاجيجا ۽ ٻجاراڻي شاخن مان آهن. انهن ڏاهاڻين جي هڪڙي پاڙي جو نالو "گجڻاڻي" آهي.

**گجڻچا:** جت بلوچن جي ذات آهي.

**گـَـجـُـو:** لفظ جي معنيٰ آهي وڏي دل وارو. تر ۾ مسلمان سوڍن جي ذات آهي. گجو سما ۽ غير سما آهن. هڪ روايت موجب راڻي گجسنگهه سوڍي، ملتان جي غوث جي هٿ تي دين اسلام قبول ڪيو، سندس نالو مصلح الدين رکيو ويو. سندس اولاد پاڻ کي "گـَجـُو" سڏايو. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. ٻٺپير 2. پيٺو 3 جارب 4 گجڻ 5. رٺپير ۽ 6. سومار.

**گجياني:** هي خخئي پناڻ جي پٽ ميڪ جو اولاد آهن. هڪ ڀيرو، ميڪ جي ڌيءَ گجي /گوجي سان شادي ڪئي هئي. جيڪو اولاد پيدا ٿيو، ان کي "گجياني" چيو ويو. پناڻ هنن کي "گدا" چون ٿا. زيرڪ ۽ هوتڪ هن جا خاص پاڙا آهن.

**گچاڪي:** بروهي قوم جي ذات آهي.

**گچڙ:** سمن جي ذات آهي.

**گچڪـي:** سنڌ وارا گچڪي سماٽ ۽ مڪران وارا گچڪي مڪراني بلوچ سڏجن ٿا. اصل ۾ گچڪي سماٽ ذات آهي. گچڪي قبيلي جا ماڻهو مارواڙ، جوڌپور، جئپور ۽ چام ننگر جا رهاڪو هئا. جتان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. سنڌ ۾ رهڻ ڪري پاڻ "سماٽ" ۾ داخل ٿيا.

17 - صدي ۾ هنن مان ڪجهه لڏي وڃي مڪران جي وادي "گچڪي" ۾ آباد ٿيا. اتان وري بن شاخن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙا ڪيچ ۾ آباد ٿيا. اهي ڪيچي گچڪي ۽ ٻيا تمپ ۾ ويٺا. اهي تمپ وارا گچڪي سڏجڻ لڳا. گچڪي حقيقت ۾ بلوچ يا مڪراني بلوچ آهن.

ڪتاب "تاريخ بلوچ و بلوچستان" جلد پنجون از مير نصير خان احمد زئي ڇاپو 1994ع ص 118 تي لکيل آهي تہ 1298ع ۾ مڪران جو حاڪم رجب ماملي ڪرد بلوچ هو. هن کي ست پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "مراد" هو. ان مراد جي اولاد مڪران جي گچڪي واري هنڌ تي سڪونت اختيار ڪئي، جنهن بعد هي "گچڪي" سڏجڻ لڳا. مڪراني گچڪين جو واسطو غوشي ذات جي ذڪري مذهبي ٽولي سان آهي. جيڪي

ڪوهه مراد وٽ زيارت لاءِ وجن ٿا.

ايس - صادق علي لکي ٿو تہ گچڪي، مارواڙ راجپوتانا ۾ هڪ ننڍڙي ڳوٺ جو نالو آهي، جتي جو راجا "جڳت سنگهہ راجپوت" لڏي وجي ڪيچ ۾ وينو ۽ اتي اسلام قبول ڪيائين. ان راجا پاڻ کي پنهنجي اصلوڪي ڳوٺ جي نسبت سان "گچڪي" سڏايو، جنهن جي اولاد مان مهراب خان گچڪي پنهنجي قبيلي جو ڇگو مڙس هو. هن وقت هي مڪراني بلوچ سڏجن ٿا.

ڪتاب "بلوچ قوم اور اس کي تاريخ" از مولانا نور احمد خان فريدي ص 383 تي لکي ٿو تہ دينار گچڪي، بليديا تي قبضو ڪيو، جنهن کي شهہ عمر، شهہ الله، شهہ بيگ، شڪرالله ۽ شاهہ محمد نالي پٽ هئا.

رحميداد خان مولائي شيدائي، تاريخ بلوچستان ۾ لکي ٿو تہ بليدين، بزنجن ۽ گچڪين سان متي مائٽي ڪئي. بليدين ۽ گچڪين ۾ اڪثر جهڳڙا ٿيندا رهيا. جنهن خوف کان بليدي پنهنجو وطن بليديہ ڇڏي اچي سنڌ ۾ وينا. ڪتاب جنت السنڌ ص 442 تي "آر هيوز بلز" جي حوالي سان لکيل آهي تہ گچڪي ماءُ طرفان بلوچ ۽ پيءُ طرفان راجپوت آهن. آڪاٽي هن طرح آهي تہ نظر محمد بلوچ پنهنجي پٽ ڪمال خان کي ڪاوڙ ۾ ماري وڌو، هن کي هڪڙي ڌيءَ "دليبو" نالي هئي، قسم کنيائين تہ هن جي شادي غير بلوچ سان ڪندس. انهن بلوچن جا ڪجهہ ماڻهو ٻڙودا ويا، جن سان شهزادو "سمت جوارميدا" گڏ مڪران آيو، مسلمان ٿي شادي ڪيائين ۽ سندس اولاد گچڪي سڏجڻ لڳو.

**گچڪي زئي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 132 موجب "گچڪي زئي" خدرائي بروهين جو پاڙو آهي. هي اصل ۾ جدگال (جت) آهن، جي بعد ۾ خدرائي بروهين ۾ شامل ٿيا آهن.

**گچل:** سمن جي هڪ ذات آهي، گچل ۽ ڳچل ۾ فرق آهي. ڳچل سرائي جت آهن.

**گدارا:** خاصخيلي قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**گداٽي:** ڊومڪين جو پاڙو آهي.

**گدبدڪي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گدري:** شنباڻي بگٽي بلوچن جو پاڙو آهي. شنبي کي اٺ پٽ هئا، جن مان هڪ پٽ جو نالو گدري (گڏري) هو، سندس اولاد "گدري" سڏجي ٿو. چنڪاڻي، سياهہ قاز ۽ ڪُڌا هن جو اولاد آهن.

**گدڙ:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. ٺٽي شهر ۾ ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "گدڙ" آهي. شڪارين ۾ پڻ هن ذات وارا آهن، جيڪي گدڙ جو شڪار ڪري ان کي کائين ٿا.

**گدواٽي:** ڊومڪي بلوچ آهن. هندن جي هڪڙي ذات جو نالو پڻ "گدواٽي" آهي. ڳجهارتن ۽ لوڪ ادب جو

ماهر ڊاڪٽر پرسو هن ڪيڙ مان هو. (بحواله: مهراڻ نمبر 4 سال 1991ع ص 74). هندو گدواڻي "منچنديا" نک مان آهن. ديوان گدو مل کي ڪو اولاد ڪونه هو. سندس ٽن ڀائرن عالمچند، جسترا ۽ خانچند جي اولاد پاڻ کي ڇاڇي جي نسبت سان "گدواڻي" سڏايو. ديوان گدومل ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو مشير اعليٰ هو.

**گدور:** هي بلوچ آهن. پراڻي قوم "گيدور" سان واسطو رکي ان ۾ سماڄي ويا آهن. لسٻيلي ۾ سندن ماڳ آهن. اڪثر ڪري مڇي مارڻ جو ڪم ڪن ٿا. جنهن ڪري هي ملاح به سڏجن ٿا. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 116 موجب "گدور". ساجدي بلوچن (جت) جو پاڙو آهي.

**گدي:** کتري راجپوتن ۽ برهمڻن جو پاڙو آهي. ڪانگڙا سندن اصل مقام آهي.

**گڏا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گڏاڻي:** ڊومڪي بلوچن جو پاڙو آهي.

**گـُڏاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گڏائي:** اوڏن جي ذات آهي. هي غير مسلم آهن.

**گڏتري:** رندن جو پاڙو آهي.

**گـڏريا:** هندو چمارن جو پاڙو آهي.

**گـُڏڻ:** ميربحرن ۽ ملاحن جي هڪ ذات جو نالو.

**گڏو:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**گڏوڙا:** ميمڻن جو پاڙو آهي. ٺٽي جا رهواسي آهن.

**گڏهار:** ٺري هندن جي ذات آهي.

**گڏهڙ:** سما ملاح آهن.

**گبا:** لفظ گبو، يعني گڏيل تان ورتل آهي. تاريخي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته حبشي عورتن سان مڪرانبن ۽ سنڌين شاديون ڪيون. انهن مان جنهن اولاد جنم ورتو ان کي "گبا" چيو ويو. عربن هنن کي "بياسر" چيو. جن کي سنڌ ۾ "بيسرا" ۽ "اڌبيسرا" ۽ "گبا" چيو ويو.

ذاتين جي محقق، ڊاڪٽر گليسر لکيو آهي ته حبشي عورتن مڪران ۾ شاديون ڪيون ۽ اهي بلوچ تسلط هيٺ آيون. ان مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو ان کي "گبا" سڏيو ويو.

هن وقت لورن، خاصخيلين، جتن ۽ ملاحن ۾ پڻ گبا ذات وارا آهن. شيدي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "گبا" آهي. ڪلمتي بلوچن جي بگهياڙ پاڙي مان هڪ ڦريءَ جو نالو پڻ گبا (Mixed) آهي. نامور شاعر بکر

بگهياڙ ۽ غلام محمد هن پاڙي مان هئا. جن مير بهرام خان جي شهادت جو قصو پنهنجي شاعريءَ ۾ قلم بند ڪيو آهي.

**گـَداڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گڊريا:** هندن جي ذات آهي. ٻڪريون ۽ رڍون چارين ٿا. ڪمبل پڻ ٺاهين ٿا. جنهن ڪري "ڪمبليه" پڻ سڏجن ٿا.

**گـَذدر:** هڪ غير سماٽ ذات آهي. سيلانن جي هڪڙي قبيلي جو نالو پڻ "گذدر" آهي. هن پاڙي مان محمد هاشم گذدر هڪ مشهور انجنيئر ۽ سماجي ڪارڪن ٿي گذريو آهي. گذدر، هندستان ۾ هڪڙو هنڌ آهي، ان جي رهائشي نسبت سان هي "گذدر" سڏجن ٿا.

**گر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـُر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گراڙا:** غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گراسيا:** ڪڇ ۾ رهندڙ جتن جو هڪ پاڙو.

**گراماڻي:** چاندين جي مرزاڻي شاخ مان آهن.

**گـِراناڻي:** جتوئي بلوچن جو پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**گـِراني:** بروهين جي ذات آهي. هي بنگلزئي شاخ مان آهن.

**گراٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـِراٽا:** جي معنيٰ آهي ڪپڙن اٽڻ وارا. گراٽا، ڪوري آهن. هي سماٽ آهن. هنن جي هڪ ڌر پانڌياڻي ۽ درس سڏجي ٿي.

**گـَراڻي:** ابڙن جو پاڙو آهي.

**گـِراڻي:** بگٽي بلوچن جي ماسوري شاخ مان آهن.

**گـِرايا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. خيرپور ميرس طرف رهن ٿا.

**گـُربخشاڻي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**گربلا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**گـُرپڻ:** هي سما ملاح آهن.

**گـرجي:** اصل ۾ گرجستان يا جارجيا جا باشندا آهن. روس ۽ ايران جي جنگ ۾ قيد ٿي ايران پهتا ۽ اتي مسلمان ٿيا. ٽالپرن جي دور ۾ مرزا خسرو بيگ، مرزا فريدون بيگ، مرزا قربان علي بيگ ۽ مرزا باقر بيگ

اچي سنڌ حيدرآباد ۾ ٽنڊي نوڙهي محلي ۾ آباد ٿيا. انهن مان مرزا خسرو بيگ، مير ڪرم علي خان جو پٽ وانگر نيپاج هو. اهي روس جا گرجي هن وقت ساڳي جاءِ تي مرزا يا بيگ جي ذات سان مشهور آهن.

**گـَرجي:** سما ملاح آهن.

**گـِرچ:** ڪترين جي ذات آهي.

**گردا خيل:** آفريدي پٺاڻن جي اڪاخيل قبيلي مان هڪڙو پاڙو آهي.

**گرديز:** ڪانياواڙ، گجرات ۽ راجپوتانا کان لڏي آيل راجپوتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي. ڪراچيءَ ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا.

**گرديزي:** حسيني سيد آهن. زيدي حسيني بہ هنن مان آهن. گرديزي ۾ رهڻ ڪري ”گرديزي“ سڏجن ٿا.

**گرڏاري ملاڻي:** ”چچڙيا“ نک مان هندن جي هڪ آکھ.

**گرڍيرا:** اوسواڙ هندن جي ذات آهي.

**گرراج:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**گـَـرڙَ:** هندو قوم جي ذات آهي. هي حرام کائين ٿا. مهاڻن ۽ جتن ۾ پڻ آهن.

**گـُـرڙا:** حرام کائيندڙ هندو قوم سان واسطو رکندڙ، ٿر ۾ رهندڙ هڪ ذات آهي، جيڪي هن وقت سڄي سنڌ ۾ خانہ بدوش آهن. گرڙا، ڏقيرن، ٻاليشاهين ۽ شڪارين جا مذهبي پيشوا آهن. هنن ۾ پوپا بہ آهـن. گـرڙا ۽ پوپـا مرڻ وقت ڏقيرن، ٻاليشاهين ۽ شڪارين کي غسل ڏئي هندڪي رسمن سان پوريندا آهن يا ساڙيندا آهن.

**گرزواڻي:** سوري لنڊن جو پاڙو آهي.

**گرزئي:** شاهوزئي بروهي قبيلي جو پاڙو آهي.

**گرسهاڻي:** هندن جي ذات آهي.

**گـُرسياڻي:** هندو قوم جي ذات آهي.

**گرڪاڻي:** گورچاڻي بلوچ قوم جي لشاري شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**گرگراڻي:** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”بگهڙ“. بروهي قوم جي هڪ ذات آهي.

**گـُرگلا(شرٽ):** هندو قوم ۽ ڀيلن جي ذات آهي. هي رلي ڀني پيٽ پالين ٿا. رسم و رواج ۾ باگڙين جهڙا لڳن ٿا.

**گـُرگلاڻي:** پنهورن جو پاڙو آهي.

**گـُرگناڙي:** احمد زئي بروهين ۽ سراواني بروهين جي پاڙن جو نالو آهي. هي اصل بروهي آهن.

**گـُرگيج:** ٻڙدين ۽ جهلاواني بروهين جو پاڙو آهي. هي بروهي مينگل سان واسطو رکن ٿا. ايران جا جـڳ

مشهور پهلوان رستم ۽ سهراب گرگيج هئا . رند بلوچن جي هڪ شاخ جو نالو پڻ "گرگيج" آهي. عمراڻي رند. عمر خان گرگيج جو اولاد آهن.

**گَرگيجا:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي. عام جوڻي آهي تہ هي مارفاڻي چانديا آهن.

**گَرگيچ:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي.

**گَرگير:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي.

**گَرگيز:** ڊومڪي بلوچ آهن.

**گرگيزئي:** ڪردن جو پاڙو آهي.

**گَرگين زئي:** محمد شهي بروهين جو پاڙو آهي.

**گَرماڻي:** چاندين جو پاڙو آهي. هي جاگيردار هئا ۽ سنڌ ۾ سرداري ڪئي اٿن. قمبر ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. دادو شهر ۾ گرماڻي وينا آهن. هنن جو جوڻ آهي تہ اسان پنجاب کان آيل سرائي آهيون. اسان جا وڏا اٺ پاليندا هئا (جت).

**گروپوتا:** هندن جي ذات آهي. هي گرو گوبند سنگهہ جي اولاد مان آهن.

**گِـروڙ:** هندو اوڏن جي ذات آهي.

**گِـروڙي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**گِـري:** ٿر ۾ هڪ هندو ذات آهي. هي سيلاني آهن.

**گريا:** لسبيلي جي ڇاموٽن جو پاڙو آهي.

**گِـرياڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گريجا:** ڊومڪي بلوچن جو پاڙو آهي.

**گِـريوي:** ٿر ۾ هڪ مينگهواڙ ذات آهي.

**گَڙسـر:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي ذات آهي.

**گَڙهہ گٽ:** هندو اوڏن جي ذات آهي.

**گزبر:** ميدن جو پاڙو آهي. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**گزدر:** هي راجپوتن جي سسوديا قبيلي جو پاڙو آهي (بحوالہ: جنم گذاريم جن سين نمبر 1 ص 255)

**گَـزر:** هندو گوجرن (جت) جي ذات آهي. هنن کي "گورچ" پڻ چون ٿا.

**گزگي:** جتڪ بروهين جو پاڙو آهي. هنن کي "ڳورج" پڻ چون ٿا.

**گزوزئي:** بزنجو بروهين جو پاڙو آهي.

**گسر:** جتن جي ذات آهي. شاهه بندر ۾ وينا آهن.

**گُسرا:** هي جت بلوچ آهن.

**گَشُڪوري:** ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي جي لکڻ موجب گشڪوري مير بيورخ رند جي پٽ جو اولاد آهن. مڪران جي گشڪور نديءَ تي رهڻ ڪري متن "گشڪوري" نالو پيو. بلوچ قوم تي لکيل ڪتابن مان خبر پوي ٿي ته گشڪوري، رندن، لاشارين، گورچاڻين، جتوئين ۽ ڊومڪين جي پاڙن جا نالا آهن.

گشڪور لفظ جي معنيٰ آهي "گهر". ڪتابن ۾ لکيل آهي ته هڪ بلوچ قبيلي جو هڪ ماڻهو لشارين ۽ رندن جي ٽيهه سالن جي ويڙهه ۾ رندن جي طرفان پهريدار مقرر ٿيل هو. ان وقت لشار قبيلي جون ڪجهه عورتون ارغون ترڪن جي هٿان گرفتار ٿيون. جيڪا ڳالهه مير چاڪر خان رند کي پسند ڪانه آئي. هن اهي عورتون آزاد ڪرائي انهيءَ بلوچ پهريدار جي پهري هيٺ ڏنيون. ڪجهه ڏينهن بعد هڪ رات سخت طوفان لڳو ۽ برسات پئي جنهن ڪري عورتن واري طنبوءَ (گهر) جي مرڪزي ڪمان ٽٽي پئي. جنهن کي ان بهادر پهريدار پنهنجو ڪلهو ڏئي عورتن جي جان بچائي. مير چاڪر خان بلوچ اوچتو اچي ان جاءِ وٽان لنگهيو. جنهن ان بلوچ بهادر جي وفاداري ۽ بهادري ڏسي خوش ٿيو ۽ چيو ته تون اسان جي قوم لاءِ هڪ امن ۽ بهادريءَ جو "گهر" آهين ۽ پوءِ کيس "گشڪوري" جو لقب ڏنائين. ان ڏينهن بعد هي بلوچ ذات جا "گشڪوري" سڏجن ٿا.

**گَڪَڙ:** هي اصفهان جي حاڪم ڪياني مغل خاندان جي "ڪيگوهار" نسل مان آهن. ڪي هنن کي سٿين مان لکن ٿا. هي محمود غزنويءَ سان گڏ آيا هئا. محمود غزنوي ۽ محمد غوري جي زماني ۾ مسلمان ٿيا. محمد غوري 1206ع ۾ هنن هٿان قتل ٿيو. هي پاڻ کي اعليٰ قبيلي مان سمجهن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن.1 ادمال، 2 بگيال، 3 سڪندرال، 4 سورنگال ۽ 5 فيروزال.

**گُگَ:** ڪڇي ميمڻن جو پاڙو آهي.

**گُگا:** سمن جي ذات آهي. ضلعي ٺٽي ۾ سندن ڪجهه گهر آهن.

**گِگرا:** بنو عباس جي عباسي خاندان جي ستن شاخن مان هڪڙي شاخ جو نالو آهي.

**گَگِڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گگلزئي:** هڪ پٺاڻ قبيلو آهي. هنن کي "امازئي" پڻ چون ٿا.

**گگو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گَگَهڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـلَ:** پنجاب ۾ جٽ ۽ سنڌ ۾ سما سڏجن ٿا. ڇهڙن ۾ بہ گل، پاڙو آهي. گـل، جٽ راجپوتـن جو مورث اعلي شير گل هو. جيڪو گل رگوبنسيءَ جو پٽ هو. هن جي ماءُ پلر جٽ هئي. هي راجا جگديو جي اثر هيٺ هٺا. امرتسر مان لڏي جهوڪ وينس ۽ ڊولڻ (لاهور) ۾ وينا. اتان پوءِ سنڌ ۾ داخل ٿيا.

**گـلَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گلا:** سمن جي ذات آهي.

**گـلا:** سمن ۽ جگانند چاچڙن جو پاڙو آهي.

**گـلا:** ڪڇ ڀڄ کان آيل ميمڻن جو پاڙو آهي.

**گلاباڻي:** خاصخيلين جو پاڙو آهي. دادواڻي مير جتن ۾ پڻ گلاباڻي آهن. جيڪي پڳدار آهن.

**گلال:** جتن (راجپوت) جي هڪ ذات جو نالو. اٺ پالڻ وارن (جت) کي گلا (گلابان) چون ٿا. جن مان "گلال" ٿيا اهن.

**گـلال:** گـل مٽي کي چون ٿا. مٽي مان ٿانو ناهڻ وارن کي "گلال" چون ٿا. مختلف زبانن ۾ هنن کي ڪنڀار، ڪنير، سامٽيا، پنهيار ۽ سقا پڻ چون ٿا.

**گـلالُ:** بلوچن جي هڪ پاڙي (ذات) جو نالو. قمبر ۽ شهدادڪوٽ ۾ سندن گهر آهن.

**گـلاڻي:** مزاري قبيلي جي رستماڻي شاخ مان هڪ ذات (پاڙو) آهي. هزاري بلوچن جي هڪڙي پـاڙي جو نـالو پڻ "گلاڻي" آهي. لاشارين جي منڌير شاخ مان پڻ هڪ پاڙو. ڪتاب مورڙو ۽ مانگر مڇ ص 13 تـي لکيـل آهـي تہ "گلاڻي" ملاحن جي هڪڙي اوڙڪ (پاڙو) جو نالو آهي. هي بدين جي پرسان رهن ٿا.

**گـلاهي:** سومرن جو پاڙو آهي.

**گلبيگاڻي:** وسائي پوٽڙا چانڊين جو هڪ پاڙو.

**گلرا:** آرائين قبيلي جو پاڙو آهي.

**گـل راج:** هڪ مسلمان ذات جو نالو آهي.

**گلراجاڻي:** هندو قوم جي ذات آهي. هي "لينجهار" نک مان گـلراج مـل مهتـابراءِ نـاڪرداس جو اولاد آهـن. پنهون مل، گلراج جو پاءُ هو. جنهن جو اولاد "پنواڻي" سڏجي ٿو.

**گلريجا:** ڪڇ ۽ ڀـڄ کان آيل ميمڻ آهن.

**گـلرين:** مزاري قبيلي جي رستماڻي شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**گـلڙي:** ڪرمتي جت بلوچن جو پاڙو آهي. هن پاڙي جون خاص ڦـريـون آهن: 1. جــراراڻــي 2. جمـاراڻــي

3. شاهياڻي 4. صالحياڻي 5. عيساڻي 6. ڪلاڻي ۽ 7. مزاراڻي.

**گلزئي:** بروهين ۽ افغانن جو پاڙو آهي.

**گلشاڻي:** اعوانڻ جٽن جو پاڙو آهي.

**گل شاهي:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي عبدالله گولڙي جي پٽ ڪندلان عرف گل شاهه جو اولاد آهن.

**گـلشراڻي (گلشيراڻي):** مزاري قبيلي جي بلوچاڻي شاخ جو پاڙو آهي.

**گلشرزئي:** بگٽي قبيلي جي ماسوري شاخ مان آهن.

**گـلفاز:** دريشڪ بلوچن جو پاڙو آهي.

**گـلگـلا:** هندن جي گهٽ ذات وارا پيلن جهڙا رولو فقير آهن.

**گـلم:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـُـل ماڻي:** ڪرمتين جي جانوري شاخ جو هڪ پاڙو.

**گل محمد زئي:** رئيساڻي قبيلي جي رستم زئي ۽ رائو سين زئي پاڙي مان آهن.

**گـلنداز (گولانداز):** نشان باز، توبچي. سمن جي هڪ ذات آهي.

**گلڻ زئي:** لاشاري بلوچن جو پاڙو آهي.

**گـُـلواڻي:** ڪرمتين جي بائوٽ شاخ جو هڪ پاڙو.

**گـُـلوسوري:** بروهين مان آهن.

**گـِلوئي:** ڳوهه جهڙو جانور. ايس - صادق علي جي لکڻ موجب "گلوئي" رندن ۽ ڊومڪين جو پاڙو آهي.

**گلهه:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گلي:** آفريدي پٺاڻن جي آدم خيل شاخ جو پاڙو آهي.

**گلياڻي:** لغارين جو پاڙو آهي. نشتر ناڻن شاهي هن پاڙي مان آهي.

**گليرو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گليهه:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـَـمَ:** سما آهن.

**گمبرل:** سما آهن. نواب شاهه شهر ۾ هنن جا ڪجهه گهر آهن.

**گمشادزئي:** بلوچستان جا خانہ بدوش يار احمد زئي جي اثر هيٺ بلوچ آهن. هنن جا خاص پـاڙا آهن: 1 تلخ

ڪوهي، 2 جهانگيرزئي، 3 خاڪيزئي، 4 داد خدازئي، 5 درگشت، 6 عيدوزئي، 7 ڪريم زئي، 8 مرادزئي، 9 مزارزئي، 10 محمد زئي. (بحوالہ: ڪتاب بلوچ ص 53).

**گُمشازئي:** مڪراني بلوچ آهن.

**گمشاوزئي:** مينگلن جو پاڙو آهي.

**گمگئودا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي

**گمنا:** مهرن جو پاڙو آهي.

**گمهي:** سمن مان آهن.

**گَنُ:** سما آهن. ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا. خاص طرح لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

**گنا:** برهم ڪترين جي هڪ نک جو نالو.

**گُنا (گٽا):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گنب:** جتوئي بلوچن جو پاڙو آهي.

**گنبا:** ڪرمتي جت بلوچن جي لجيرا شاخ مان ۽ سمن (ملاح) جي پاڙن جو نالو آهي.

**گنباڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گنبواڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گنبول:** گنبو جت جو اولاد آهن. مخمون راڄ وارا جت سندن چڱا مڙس ٿين.

**گنبير:** هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**گنجا:** معنيٰ نوڙها، جتوئي قبيلي جو پاڙو آهي. ميهڙ تعلقي ۾ هن ذات وارا رهن ٿا. سندن ذات پنيان ڳوٺ بذل آهن. لسبيلي جي ڄامن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "گنجا" آهي. گنجا برفت بہ آهن.

**گنجاڻي:** ڪرمتين جي مرگهر شاخ جو هڪ پاڙو.

**گنجلاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گنجن:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گُنجڻ:** برفتن جو پاڙو آهي.

**گنجورا:** ڪيتراني بلوچ آهن. بابر، حسناڻي ۽ ڏاڙيوال هن جا سوٽ آهن. هي اصل ڪيتران آهن.

**گندارا:** گندرن (ملاح) جي ذات آهي.

**گندا گولڪ (گندا گولگ):** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي شاخ مان آهن.

**گندبادوزئي:** سراواني بروهي آهن.

**گندرا:** مڇي فروشن کي چيو ٿو وڃي. هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي چون ٿا تہ اسان سما آهيون ۽ نوري اسان جي ذات مان آهي. جنهن تي ڄام تماچي سمون هرکي پيو هو. هن ذات وارا ڪينجهر ڍنڍ تي ۽ ان جي آسپاس اڄ بہ آباد آهن. جن جو خاص ڌنڌو مڇي مارڻ ۽ ان جو واپار ڪرڻ آهي.

گند اصل ۾ سنسڪرت جي بولي جي لفظ "ڪند" تان ورتل آهي، جنجهي معنيٰ آهي لوڙهہ جو قسم. پبڻ جون پاڙون، لوڙهن ۽ پبڻ جي پاڙن کي ڪڍڻ، چونڊڻ ۽ ان جو ڪم ڪرڻ وارن کي "گندرا" چيو ٿو وڃي. جن جو واسطو مڇي مارڻ وارن ڍنڍن ۽ ڍورن سان آهي، جنهن سبب محاوراً ۽ اصطلاحاً گندرا ملاح ۽ مهاڻا آهن.

بيت: (1) گند جن جي گوڏ ۾. پابوڙا پوشاڪ (شاهہ).

(2) تون سمون، آئون گندري، مون ۾ عيبن جوءِ،
پسي راڻن روءِ، متان ماگر مٽين.

(3) پکا پکارئو، ڄام تماچي آئيو.
گندر لاهيو، گندريون آتڻ اجارئو،
ڪنجهر قرارئو، سمي سام بخشي.

هڪ ٻئي حوالي موجب ڄاڪرو، جيسر ۽ گندرو پاڻ ۾ ڀائر هئا. هنن اوائلي دور ۾ اسلام قبول ڪيو. ان گندري جو اولاد "گندرا" سڏجي ٿو. هي نئي ۾ ڍانداڻي مڪان ۾ جهول ڍنڍ تي ويٺل هئا.

**گندرا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات آهي.

**گندل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گندهي:** سروها راجپوت نسل مان جٽ آهن.

**گنديلا:** هي مرلي وڄائيندڙ جوڳي مسلمان ۽ غير مسلمان نانگ نچائيندڙ ۽ نانگ ڦاسائيندڙ مٽي اگهاڙا رولو فقير آهن. مسلمان گنديلا گهوگهي چوهاڻ جا پوڄاري آهن ۽ غير مسلمان، شوَ جا پوڄاري آهن. هندو ڪڇون وغيره کائين ٿا، رڇ پالين ٿا، چاقو، ڇريون ۽ تلوارون ناهين ٿا. گنديلا اڪثر ڪري گيڙو ڪپڙا پائيندا آهن. ان ڪري هي جوڳي تصور ڪيا ويندا آهن.

**گنداپور:** شيراني پٺاڻن جو پاڙو آهي. استرياني سيدن ۾ پڻ "گنداپور" آهن.

**گندڪاڻي:** شنباڻي بلوچن مان نوشڪ بن شنبي جو اولاد آهن، مير جتن ۾ پڻ آهن.

**گندو (گڊو):** شيدين جي ذات آهي.

**گنڊڙ:** ٽري هندو ٻانيئن جي ذات آهي.

**گــنديرَ (گنديرَ):** سوڍن ۽ سمن جي پاڙن جو نالو آهي. شر. جتوئي قوم جو قبيلو آهي. جنهن مان پڻ "گنديرَ" آهن.

**گـَنگا:** سوڍن ۽ ملاحن جو پاڙو آهي.

**گـَنگاڻي:** مارفاڻي چانديِن ۽ ملاحن جو پاڙو آهي.

**گـَنگداس:** ٽري نڪرن جي هڪ ذات.

**گنگڏاس:** هي ٽري هندو راجپوت آهن.

**گنگڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گنگلاڻي:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**گنگواڻي:** هندن جي هڪ آکهہ جو نالو.

**گـنوَترَ:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**گـنوراڻـِي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**گنياڻ:** هي جوکيا برفت آهن.

**گـُٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـُٽسار:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**گواراڻي:** هي بروهي آهن.

**گوارزئي:** دهوار بروهي آهن.

**گـواريا:** هندو نڪرن جو پاڙو آهي. هنن کي "گوريا" بہ چون ٿا.

**گواريزئي:** رستماڻي قبيلي جي رستم زئي پاڙي مان آهن.

**گوال بنس:** اهيرن جو پاڙو آهي. ڳئون پالين ٿا.

**گوبل:** سما ملاح آهن.

**گوٻڏا (گوٻلا):** جاکرن جي حَسڻ پاڙي جي هڪ ڦري.

**گوٻلا:** هي جابلو سماٽي جت آهن. لاڙ ۾ رهن ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب گوٻلا (گوٻڏا) جاکرن جي حسڻ پاڙي مان آهن.

**گوتاڻي:** چنن مان آهن.

**گـوتاڻي:** هي لاشاري بلوچ آهن.

**گوتر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گوتريل:** ڌهرن جو پاڙو آهي.

**گويا :** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي گويو پٽ گجڻ پٽ ڪبر جو اولاد آهن.

**گـَـوپانگ:** رندن ۽ جتوئين جي پاڙن جا نالا آهن. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي جي لکڻ موجب گوپانگ، گورچاڻين جي هڪ شاخ آهي. جيڪي گوپانگ خان جو اولاد آهن. هنن سنڌ تي سرداري ڪئي آهي ۽ کين جاگير به هئي. هن وقت گوپانگ، گوپانگ ۽ گوپانگَ قبيلا هڪ ٿي ويا آهن. خبر نٿي پوي ته ڪي ڪير آهن.

**گـوپانگ:** هي سماٽي جت آهن. جن جو ذڪر 1911ع ۽ 1931ع واري آدم شماري واري رپورٽ ۾ ٿيل آهي.

**گوپانگُ:** سمن جو پاڙو آهي. جنهن ڪري هي سماٽ آهن. اصل لفظ گوڦانگ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، ڳئن چارڻ وارا. بعد ۾ گوڦانگ بدلجي گوپانگ ٿيو آهي.

**گـُـوجر - گـُـوجـَر:** هندي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڳئن ڏارڻ وارو، ڳئن چارڻ وارو، گوالا، گنور، اهير. گوجر هندو ۽ مسلمان راجپوتن جي ذات آهي. جيڪي ڳئن جو کير وڪڻن ٿا. کير وڪڻڻ وارن کي پڻ "گوجر" چون ٿا. ذاتين جي ماهر، انور بيگ اعوانَ جي راءِ آهي ته "گوجر" لفظ گ و جر (گؤ + چر) مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، ڳائو مال پاليندڙ يا چاريندڙ.

محمد عبدالمالڪ پنهنجي لکيل ڪتاب "شاهان گوجر اعظم ڳڙهه 1934ع" ۾ لکي ٿو ته گوجر، راجپوت نسل مان آهن. جن کي خُزر، جُزر، جـُرز، گـُرجر به چون ٿا. اصل لفظ "گـُرجر" هو. جيڪو ڦري گجر ۽ گوجر ٿيو. هن وقت مروج لفظ "گوجر" آهي.

ڪتاب "جنت السنڌ" ص 449 جي فوٽ نوٽ ۾ "تاريخ گجرات" مؤلف غلام محمد جي حوالي سان لکيل آهي ته "گوجر" اصل ۾ راجپوت آهن. جن جو اصل وطن جارجيا هو. جتان نڪري پنجاب ۾ گوجرانوالا جو شهر ٻڌايائون. اتان وچي گجرات ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. گوجر قوم جي پٺيان "گجرات" نالو پيو. چالوڪيا راجپوتن کان پوءِ هي گجرات جا حاڪم ٿيا.

ڪتاب "دائره معارف اسلام" ۽ ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" مان معلوم ٿئي ٿو ته هي گرجستان (وسط ايشيا) کان آيل آهن. بحر خزر جو نالو به هن قوم پٺيان پيو. جوسٿين (Scythian) مان هئا. جيڪي 6 صدي ۾ هندستان آيا. بانا جي ڪتاب "هرش چرت" ۾ کين "گورجا" لکيو ويو آهي. ڊي اي سمٿ، ڊي - آر ڀنڊار، گريسن ۽ هڪ چيني سياح (640ع) هنن کي "گـورجار" لکن ٿا ۽ چون ٿا ته هي سٿين جو اولاد آهن. 5 صديءَ ۾ راجپوتانا ۽ 6 صديءَ ۾ منمال ۽ پڙوچ ۾ سندن حڪومت هئي. جتي کين "گورجارا" چوندا هئا.

ڪتاب لکن ٿا تہ "گوجر" اصل ۾ سنڌ جا راجپوت انن چارڻ وارا جت آهن. جيڪي سنڌ مان لڏي وڃي بحر خزر وچ ايشيا ۾ آباد ٿيا. ڪجھ صدين بعد واپس اچي وادي ڪاغان. ڪشمير. سوات. بالاڪوٽ ۾ وينا. دره بولان کان آيل گوجر. گجرات ۽ ڪانياواڙ ۾ وينا جتي کين "گرجره" سڏيو ويو. جنهن جاءِ تي وينا ان کي "گرجره استره" يعني گوجرن جو ملڪ چيو ويو. جنهن کي بعد ۾ "گجرات" جي نالي سان سڏيو ويو. اصل ۾ ان علائقي جو نالو ضلع راٺ هو.

سڪندر نامہ نظامي ۾ خزرين لاءِ لکيل آهي تہ:

دربن پاسگہ رخنهائہ کہ هست
عمارت کند تاشود سنگ بست
مگر ز آفت آن بيابانيان
براحت رسدکار خزرانيان
بفرمودش تاگزر هائہ کوهہ
بہ بندند خزرانيان هم گروهہ.

ڪتاب Linguistic Survey of India 1968 جي ص 15 تي لکيل آهي تہ گوجر. سچ جا پوڄاري هئا. هندو معاشري ۾ شامل ڪرڻ لاءِ برهمڻن کين ڪوهہ آبو (پيين مال) تي قرباني جي باھہ تي پوتر ڪرڻ جو انتظام ڪيو. جنهن مان چار عظيم گوجر. پرهاڙ. پرمار. چوهاڻ ۽ سولنگي (سولنڪي) پيدا ٿيا. اڄوڪا گوجر ان چوهاڻ گوجر جو اولاد آهن. جيڪي 8 صدي کان پين نالن بجاءِ "گوجر" سڏجڻ لڳا. گوجرن جو مورث اعليٰ "تانڪ گوت مان" هو. جنهن جو نالو "سهارن" هو. هن فيروز شاهہ تغلق جي هٿ هيٺ اسلام قبول ڪيو ۽ کيس "وجيهہ الملڪ" جو لقب مليو. ان جو پٽ ظفر خان (مظفر خان) سلطان ٿيو. گوجر. علاوالدين خلجي ۽ اڪبر بادشاهہ جي دور ۾ تباھہ ٿيا.

فارسي زبان جو مشهور شاعر شاهہ فقير الله آفرين لاهوري. احسن القصص وارو پنجابي شاعر مولوي غلام رسول ۽ احمد اول. گجرات جو حاڪم (1413ع) جنهن احمد آباد جو شهر نهرايو هو. اهي سڀ قوم جا گوجر هئا. گوجر هڪ بهادر قوم هئي (آهي). چوڻي آهي تہ:

گوجري عورت اور شيرني کا دودھ پيوگي تو شجاع ہوگی

جديد تحقيق موجب. گوجر. سنڌ جا جت آهن. جن کي "گجر" بہ چيو ٿو وڃي. "گجر جي معنيٰ سهڻي زال. حسين عورت آهي. چوڙ ڪندي مينهن کي بہ گجر چون ٿا. گوجر لفظ جي فارسي زبان ۾ معنيٰ گلہ بان يعني انن چارڻ وارو (جت) آهي. سوات. دير. ايبٽ آباد. هزارہ. جمون. ڪانگڙا ۽ سيال جي جبلن ۾ رهڻ وارا گوجر اڄ بہ اٺ چارين ٿا. جتي سڪنري. گوجري. هنڪو ۽ ميواتي زبان ڳالهائين ٿا. هن وقت بلوچن. چوهاڻن

راجپوتن ۾ سوڍن ۾ پڻ "گوجر" ذات جا ماڻهو شامل آهن.

ڊاڪٽر بيليو، ڪتاب سلسلہ التواريخ، فتوح البلدان، مروج الذهب، المسالڪ والممالڪ، آئين اڪبري ۽ ٻين ڪتابن مان پڻ پتو پوي ٿو تہ گوجر "جت" آهن، جن لسٻيلي تي پڻ حڪومت ڪئي آهي.

هڪ تحقيق موجب گوجر قبيلي جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1 پيچا، 2 پند، 3 پوچا، 4 پرگڙ، 5 پوملا، 6 ناڪريا، 7 پشڪر، 8 پرهياڙ، 9 پرمار، 10 پٽيل، 11 باگهيلا، 12 برهمڻ، 13 جويا، 14 ڇاڇي، 15 چوڪر، 16 ڇيچي، 17 پوسوال، 18 تنوار، 19 ٻجار، 20 زهريجا، 21 سيهڙ، 22 شري مال، 23 سولنگي، 24 سيال، 25 روال، 26 ڏيدر، 27 ڪچي، 28 ڪيندر، 29 ڪولهي، 30 گسزر، 31 گورچ، 32 گورچائي، 33 ڪوڪر، 34 ڪيچي، 35 ڪالس، 36 ڪسانا، 37 ڪلسان، 38 ڪٽانا، 39 گورئي، 40 لاوي، 41 لستالا، 42 لنگاهہ (لانگاهہ)، 43 محموداني، 44 مونن، 45 ميلو، 46 موريا، 47 نون، 48 واگهيلا، 49 لالي.

**گوجرا:** گوجر ذات سان واسطو رکندڙ هڪ ذات آهي.

**گودا:** ٽري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**گودائي:** ٻگٽين جي شمباڻي (ياريا ڙي) شاخ مان آهن، جيڪي هن وقت هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري چڪا آهن.

**گودرا:** هي سنڌ جا غلام ملاح ۽ جت قبيلي جا واسطيدار آهن. هن وقت مڪران ۾ رهن ٿا.

**گودري:** هي رندن مان آهن.

**گودڙ:** چنل ۽ ڦاٽل ڪپڙن پائڻ وارا هندو فقير آهن، جيڪي پاڻ کي ذات جا "گودڙ" چوائين ٿا.

**گودڙيا:** معنيٰ: گودڙين وارا فقير. هي ٻچيءَ ۽ ڪلهي ۾ گودڙي (گوتري) وجهي پنندا آهن، هي مسلمان ۽ هندو آهن. گودڙي پائڻ جي نسبت سان ذات جا "گودڙيا" سڏجن ٿا.

**گودڙيا:** ٽري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**گوڏائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گوڏو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گوڏير:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**گوڊواڙ:** هڪ سمات ذات آهي.

**گور (گوروا):** چوهاڻ راجپوتن جو پاڙو آهي. راجپوتن جي 36 شاهي خاندان ۾ شمار آهن.

**گورا:** معنيٰ پورا ۽ سهڻا. چاندين ۽ هندن جي ذاتين جا نالا آهن. هنن کي سري راڳ پڻ چون ٿا. انگريزن کي

بہ گورا چوندا آهن. اٺ جي ٻچي کي گورو چون ٿا. ان جي پالڻ وارن کي پڻ "گورا" (جت) چون ٿا. ڪتاب "تواريخ ديره غازيخان" ص 108 تي لکيل آهي تہ "گورا" پنهنجي جت آهن. هڪڙي عورت وفات ڪئي. قبر (گور) ۾ لاهڻ وقت هن کي هڪ پٽ ڄائو. جن جو اولاد "گورا" سڏجي ٿو.

**گورابا:** غير سماٽ ۽ غير مسلم آهن.

**گوران زئي:** بزنجو قبيلي جو پاڙو آهي.

**گوراٽا:** غير سماٽ ۽ غير مسلمان آهن.

**گوراٽي (گورائي):** لاشارين ۽ ڪرمتين جا پاڙا آهن. مينگل بروهين ۾ پڻ "گوراٽي" آهن.

گورايا: هنن لاءِ روايت آهي تہ 1. هي چندر بنسي راجپوت سروهانسل مان انن چارڻ وارا جت آهن. 2. هي هندستان جا ڪُئن چارڻ وارا (Porcax Picte) جت آهن. 3. هي سوم بنسي راجپوت "مل" جي پٽ "گورايا" جو اولاد آهن.

**گور برهمڻ:** برهمڻ ۽ گوجر برهمڻن مان آهن. ناگر برهمڻ. مير برهمڻ ۽ پشڪر برهمڻ هنن جا عزيز آهن. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر ص 172).

**گور پٽاٽي:** گور معنيٰ قبر ۽ پٽاٽي معنيٰ کوٽڻ يعني قبرن کوٽڻ وارا. لاشن پورڻ وارا. گورچاٽي بلوچن جي خليلاٽي شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو "گور پٽاٽي" آهي. هي لاشن کي پورڻ جو ڪم ڪندا هئا. جنهن نسبت سان سندن ذات جو نالو گور پٽاٽي پئجي ويو. ڪن جو چوڻ آهي تہ گور معنيٰ صحرا. جهنگل. پٽاٽي معنيٰ پٽ يعني صحرائن ۽ جهنگلن ۾ رهڻ وارا.

**گورجر:** هندن جي ذات آهي. جيڪي صحرائي ميدانن ۾ رهڻ وارا آهن.

**گورچ (گزر):** هندو گوجرن (جت) جي ذات آهي. ڪن ڪن جاين تي هنن کي "گزر" پڻ چون ٿا.

**گورچاٽي:** گور فارسي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي صحرا. جهنگل. قبر. لاش ۽ جهنگلي گڏهہ وغيره. گورچاٽي لفظ جي اصطلاحي معنيٰ آهي. صحرائن ۽ جهنگلن ۾ رهڻ وارا. صحرائي گڏهن تي سفر ڪرڻ وارا لاڏائو باشندا. گورچاٽي مختلف قبيلن تي مشتمل هڪ بلوچ قبيلو آهي.

گورچاٽي اصل ۾ رند آهن. جن جو اصل مرڪز بلوچستان ۾ "لعل ڳڙهہ" هو. جتان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. پنجاب کان لڏي آيل گورچاٽي سرائڪي ۽ بلوچستان مان لڏي آيل بلوچي ڳالهائين ٿا. رحميداد خان مولاٽي شيدائي ۽ ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي جي لکڻ موجب هن قبيلي جا اٺڪل يارهن پاڙا ۽ پنجاهہ شاخون (ڦريون) آهن. جن جو مختصر احوال هن طرح آهي.

| جريان نمبر | پاڙو | شاخون/قريون |
|---|---|---|
| .1 | شيخاڻي | 1 بڪراڻي 2 ٻبراڻي 3 جلباڻي 4 دوداڻي 5 شيخاڻي 6 مناڻي 7 منڪاڻي 8 ميهاڻي. |
| .2 | لشاري | 1 بدولاڻي 2 بنگلاڻي 3 جلباڻي 4 جمراڻي 5 ترڪلاڻي 6 سندراڻي (سندلاڻي) 7 شهواڻي (شاهواڻي) 8 فوجلاڻي 9 حق داداڻي. 10 گبول. 11 گرڪاڻي. 12 گشڪوري. 13 گهراماڻي. 14 موردائي. 15 نهالاڻي. |
| .3 | ٻتاڻي | 1 اميگراڻي 2 براهماڻي 3 نلراڻي 4 جرواڻي 5 جنگلاڻي 6 جيوڻاڻي 7 چاڪراڻي 8 سرموراڻي 9 قتالاڻي 10 گوڪيباڻي 11 گهنوراڻي 12 متڪاڻي 13 هوتمان. |
| .4 | جسڪاڻي | 1 داداڻي (دوداڻي) 2 دلشا تلاڻي (دلشاداڻي). 3 فتحياڻي 4. فنجواڻي 5 ڪيوڪاڻي 6 گهرام. |
| .5 | درڪاڻي | 1 آلڪاڻي (الڪاڻي - الڪاڻي) 2 آٿري (آري - آريجا) 3 ٻرڪاڻي 4 جنداڻي 5 روتڪاڻي 6 زبراڻي (فرباڻي) 7 زهراڻي 8 زيهاداڻي (زاهداڻي) 9 سليماڻي 10 عمراڻي 11 گاتاڻي 12 گندا گولڪ 13 ڪاهوري (ڪنهوري) 14 لنگراڻي 15 ميلوهر 16 سينهه ٻغ 17 نوڪاڻي 18 نيهالاڻي (نهالاڻي). |
| .6 | هوتواڻي (هوت) | 1 ٻبراڻي (بابلاڻي) 2 چوتياڻي (چتاڻي) 3 سائوجاڻي 4 قاسماڻي 5 ڪلوءِغاڻي 6 منوڪاڻي (مولاڪاڻي). |
| .7 | خليلاڻي | 1 بڪيراڻي 2 بهادراڻي 3 گورپتاڻي. |
| .8 | بازيگر (بازگير) | 1 براهماڻي 2 پياداڻي (پياواڻي). 3 دولالاڻي 4 ميرواڻي (موبراڻي). |
| .9 | چانگ | 1 احمداڻي (اجوداڻي) 2 ڪنگاڻي 3 ڪوهوناڻي (ڪوهوداڻي) 4 ميواڻي. |
| .10 | سوراڻي (سورياڻي) | 1 سوراڻي 2 موساڻي 3 ميرڪام 4 هرواڻي (حرواڻي). |
| .11 | هلواڻي (سبزاڻي) | 1 وداڻي 2 لوداڻي 3 متڪاڻي. |

م - ڪ پيڪولين جي لکڻ مطابق گوريش مير جلال خان بلوچ جو پڙ پوٽو هو. جنهن کي چار پٽ شيهڪ. هوتو. خليل ۽ علي هئا. جن مان شيخاڻي. هوتواڻي. خليلاڻي ۽ عالخاڻي (آلخاڻي) آهن. گوريش جي ڪري

گورچائي سڏجن ٿا. رندن جي ناتي سان گورچائي بلوچن جو شجرو هن طرح آهي.

میر جلال خان بلوچ
|
رند
|
رمضان
|
نصيرالدين
|
احمد
|
گلو
|
فيروز
|
ڪالو
|
فيروز شاهه
|
شهڪ
|
حسن
|
ريحان
|
بشڪالي
|
سياهه پهد
|
گورچ خان (گوريش)
|
گورچائي

ڪتاب "بلوچ" ۾ ص 73 تي لکيل آهي تہ گورچاڻي لاشار جو اولاد آهن. جن جو شجرو هن طرح آهي.

مير جلال خان

|

لاشار

|

نوبندغ

|

گهرام

|

لاشار

|

مير دودا خان

|

گورش

|

اولاد گورچاڻي

هي پهرين گوريشاڻي ۽ بعد ۾ گورچاڻي سڏجڻ لڳا. گورش پنهنجن پٽن جي نالن تي پاڙن جا نالا رکيا. ساڳيو مصنف لکي ٿو تہ گورچاڻي بارهن قبيلن ۽ 81 پاڙن ۾ ورهايل آهن.

ڪتاب "بلوچ" جي ص 101 تي لکيل آهي تہ هيوز جي خيال موجب گورچاڻي اصل ۾ سنڌي هندو آهن. مسلمان ٿيڻ بعد مڪران پهچي ويا. اتي بلوچن سان ملي ويا. بلوچن جڏهن پنجاب طرف هجرت ڪئي تہ هي بہ انهن سان ويا. احمد شاهہ جي مدد ڪرڻ تي انهن کي زمينون ڏنيون ويون ۽ کين نوازيو ويو.

هيوزبلز جو چوڻ بہ درست آهي. ليڪن ان وضاحت نہ ڪئي آهي جيڪا هن طرح آهي تہ "گورچاڻي" سومرن جي هڪ شاخ آهي. دودي نندي کي پنج پٽ مرزو، دودو، چنيسر، شيخ رهاڻ ۽ گورچ هئا. گورچ جي اولاد پوءِ کي "گورچاڻي" چوايو. هي بلوچ نہ آهن (بحوالہ: ڪتاب سومرن جو دور ص 356).

اهڙي طرح سان ڪتاب "شاهان گوجر" ص 174 تي لکيل آهي تہ "گورچاڻي" گوجر قوم (جٽ) جو پاڙو آهي. جيڪي پوءِ سنڌ ۾ رهن ٿا. ڪتاب "پنجاب کي ذاتين" ص 122 تي لکيل آهي تہ گورچاڻي حيدرآباد جي راجا ڀيم سين جي پوٽي گوريش جي اولاد مان آهن. ساڳئي ڪتاب جي ص 125 تي لکيل آهي تہ گورچاڻي سوري

لندن جو بہ پاڙو آهي.

**گورخ:** رندن جو پاڙو آهي.

**گوردوال:** راڻي هندن جو پاڙو آهي.

**گورڙ:** سما ملاح آهن.

**گورڙيا (گورڙيا):** ٿر ۾ هيءَ هڪ گڏيل قوم آهي. ڪن جاين تي مسلمان تہ ڪن جاين تي هندو آهن.

**گورشاڻي:** بزدي بلوچن ۽ جکراڻي بلوچن جي پاڙن جو نالو آهي.

**گورکا:** نيپال ۽ ڀوٽان رياستن جا رهاڪو غير مسلمان آهن. هي آريائي ۽ توراني نسل مان آهن.

**گورکو:** لاڙ جي طرف هڪ ذات آهي.

**گورگيج:** گورگيج رندن مان آهن. ٿل چوٽيال سندن جاگير هئي. شاعر بالاچ گورگيج پنهنجي شاعري ذريعي لغارين ۽ ڪيتراڻن کي پنهنجو بنائي انهن جي مدد سان بليدين کي ڪڇيءَ مان تڙي ڪڍيو هو.

**گورگيجا:** مارفاڻي چاندين مان آهن.

**گورماڻي:** بزدي آهن. پنجاب ۾ هي "گورماني" سڏجن ٿا.

**گور محمد خيل:** آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي مان آهن.

**گوروال:** ميو قبيلي جو پاڙو آهي. مسلمان آهن.

**گورهو:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**گورئي:** گورجرن جو پاڙو آهي.

**گوزيا:** راجپوتن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**گوڙاڻي:** هاليپوٽن جو پاڙو آهي.

**گوسائين:** هي سنياسي ۽ ساڌو فقيرن جي ذات آهي. هي شو جا پوڄاري آهن. ماس کائيندا آهن ۽ شراب پيئندا آهن. پنهنجن مان شاديون ڪن ٿا. مئلن کي قبر ۾ ويهاري هينان مٿان لوڻ وجهي پورين ٿا. گهڻا لاشن کي لوڙهيندا بہ آهن.

**گوسراڻي:** مري بلوچن جي لوهاراڻي شاخ مان آهن. لوهاراڻي قبيلي جي پڳ "گوسراڻي" پاڙي تي آهي.

**گوڪلاڻي:** هندن جي ذات آهي.

**گوڪياواڻي (گوڪيباواڻي):** گورچاڻي بلوچن جي پتافي شاخ مان آهن.

**گوگاٽي:** چاندين جو پاڙو آهي.

**گوگن:** دودن جو پاڙو آهي.

**گوگيڙا:** هندو هريجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**گوگهٽ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گولا:** جي معنيٰ آهي غلام، ٻانهو. فارسيءَ ۾ گولا کي گلو چون ٿا، جنهن جي معنيٰ آهي چوپائي مال جو ڌڻ. اصطلاحي معنيٰ آهي، چوپائي مال تي گذر سفر (کير) ڪرڻ وارا. سنسڪرت ۾ "گلا" کير کي چون ٿا، يعني ڏوڏي.

گولا اصل ۾ راجپوت نسل مان آهن. هن وقت هي مسلمان آهن. گولا فوجي طاقت رکندڙ ويڙها ماڻهو هئا. سلطان قطب الدين، اجمير فتح ڪري گولن کي حفاظت جي ڪمن تي معمور ڪيو هو. سلطان محمود غزنويءَ جي دور ۾ گولن اسلام قبول ڪيو. رندن جڏهن سبي فتح ڪيو تہ ان وقت گولن کان غلاميءَ جو ڪم ورتائون. چون ٿا تہ اهي گولا سماٽ نہ پر بڙدي هئا. هيوز بلز ۽ سينسس آف انڊيا 1901ع موجب "گولا" بليدي قبيلي مان آهن. ڏڪار ۽ تنگيءَ سبب انهن گولن پنهجا ٻار وڪڻيا. جن ماڻهن عورتون خريد ڪيون، اهي عورتون "گوليون" سڏجڻ لڳيون ۽ انهن جا ٻار "گولا" سڏجڻ لڳا. هن وقت بہ بڙدي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو "گولا" آهي، جن جو تعلق ان نسل سان آهي. چون ٿا تہ "گولا"، فقير گهراڻو آهن.
ڪتاب" بلوچ اور بلوچستان" ص 314 تي لکيل آهي تہ "گولو" بلوچي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جنگي جاسوسي ڪرڻ. بليدي قبيلي جا ماڻهو مير چاڪر خان رند جي فوجي لشڪر ۾ شامل هئا، جيڪي دشمن جي جاسوسي ڪندا هئا. پاڻ، سرحد جي سار سنڀال ۽ جاسوسي ڪندا هئا. جن کي ان وجہ تسميہ سبب "گولا" چيو ويو. هنن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "مناري" آهي. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ گولا ڪنيرن (سمن) جو پاڙو آهي.

**گولانا:** ڊومڪي (ڊومبڪي) بلوچ قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**گولارا:** خاصخيلين جي گولاڙا شاخ مان گولارا آهن.

**گولاڙا:** خاصخيلين مان آهن. لاڙ ۾ خاصخيلين کي گولاڙا، لسٻيلي ۾ گدا ۽ ٿر ۾ ٻجير چون ٿا. شاهہ اويس ڪرنيءَ جي پيرسان ويٺل "گولاڙا" پاڻ کي ابڙا بہ چوائين ٿا.

**گولاٽي:** ڇنن جي ذات آهي. مير جتن ۾ پڻ آهن.

**گولاهہ:** جولاها ڪوري آهن، جن کي پشاور ۾ گولاهہ چون ٿا.

**گولڙا:** اعوانن جي هڪ شاخ. هي قطب شاهہ جي ڏي ٻٽ عبدالله گولڙي جو اولاد آهن. انوال، ٻڌوال، امينال، حسنال، فتوال، مهمال ۽ عنايت خاني هنن جا جا پاڙا آهن.

**گولوال:** ميو قبيلي جو پاڙو آهي. مسلمان آهن.

**گوليا:** هندو چمارن جو پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب اصل ۾ برهمڻ هئا. جن مان شاديون ڪيائون. اولاد جٽ سڏجڻ لڳو. شراب جي دمن مان شراب ڪڍي پيئڻ ڪري "گوليا" سڏجن ٿا.

**گوليپوتا:** دودن جو پاڙو آهي.

**گوليريا:** ڪنوج راجپوت نسل مان گولير حڪمران جو اولاد آهن.

**گوماٽي:** ڪرمتين جي جانوري شاخ جو هڪ پاڙو.

**گوندَ:** هندو قوم جي هڪ جهنگلي ذات آهي. هي جهنگن ۽ ٻرن ۾ رهن ٿا. هي اڪثر ڪري واڙو (واڙ) ناهي ان ۾ رهن ٿا. هي چون ٿا ته اسان هندستان جا اصلي باشندا آهيون.

**بيت: گورب وجهندي گِوند, ڪرياڪيس ڪلاهه تان (جلال)**

**گوندار:** جوکيا قبيلي جي برفت شاخ مان آهن.

**گوند خاٽي:** هي ڪوسا آهن.

**گوندر:** لسٻيلي ۾ رهن ٿا. هنن جو واسطو برفتن ۽ ماندڙن سان آهي.

**گوندل:** سما ۽ ملاح آهن. ڪتاب "شاهان گوجر" ص 183 ني لکيل آهي ته "گوندل" راجا جئپال جو اولاد آهن. سندراني هنن جو پاڙو آهي. ڪن علائقن ۾ چوهان ۽ جٽ به سڏجن ٿا. هڪ ٻي روايت موجب گوندل, اعوائن جو پاڙو آهي. هي حافظ ملوڪ شاهه جي وڏي پٽ گوندل خان جو اولاد آهن. هي راجپوت نه آهن.

**گونڏڙي:** هي اوڏن مان آهن. (هندو).

**گوند:** هندن جي هڪ قديم قوم آهي.

**گونگا:** هندي لفظ آهي, جنهن جي معنيٰ آهي زبان سان نه ڳالهائي سگهڻ وارو. گونگا سمن جي ذات آهي. هي سنڌ جا پراڻا باشندا آهن, جيڪي حاڪم به رهيا آهن. لسٻيلي تي رونجهن کان پوءِ گونگن حڪومت ڪئي. چون ٿا ته هنن جي وڏي جو نالو گونگو هو, جنهن پنيان هن قبيلي جو نالو پيو. ان جي پيڙهيءَ مان "جهلو" گونگو وڏي نالي وارو هو. جنهن جي اولاد پنيان گونگن جي پاڙن جا نالا پيا. وهريا ۽ سينار هنن جو اولاد آهن. وڌيڪ لاءِ سينارن جو شجرو ڏسڻ گهرجي. گونگن جا خاص پاڙا آهن: 1 پيروز پوتا, 2 چڱير پوتا, 3 رئيس پوتا ۽ 4 مندراڻي. گونگا لسٻيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**گونگاٽي:** ميمڻن جو پاڙو آهي. هي ٺٽي جا رهواسي آهن.

**گوهر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**گوهرامزئي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 105 موجب "گوهرام زئي" ميروائي بروهين جو پاڙو آهي.

**گوهرائي:** پيا قبيلي جي ذات آهي.

**گوهڙ:** سميجا قبيلي جي هڪ ذات. 1965ع واري جنگ کان پوءِ هندستان مان لڏي اچي ٿر ۾ وينا.

**گوهل:** مينگهواڙن جي ذات آهي، هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**گوهير:** آرائين قبيلي جو پاڙو آهي.

**گوٺل:** راڻي هندن جو پاڙو آهي.

**گوٺد:** هي ڇهڙا آهن.

**گوٺد پوٽا:** هندو قوم جي ذات آهي.

**گهُرام:** جسڪاڻي برادريءَ مان آهن.

**گهُراماڻي:** گورچاڻي بلوچن جي لشاري شاخ مان آهن. چانديين، هوت بلوچن، ٽالپرن، جمالين ۽ ڪولاچي رندن جي پاڙن جو نالو پڻ "گهراماڻي" آهي.

**گهرام زئي:** بنگلزئي بروهي قبيلي مان آهن.

**گهڪر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گهنوَراڻي:** پتافي بلوچن جو پاڙو آهي. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ص 409-408 تي لکيل آهي ته "گهنوراڻي" کوسن جي مٺيوال ۽ للاڻي (اسحاقاڻي) پاڙن مان آهن.

**گهنوراڻي:** عمراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**گهيِ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گهيلرو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گٿالِ:** پوربي پين جي هڪ ذات آهي.

**گيانچ (گيانچ):** سماڻي جت آهن. شاهه بندر ۾ رهن ٿا. هنن جو سردار گهر منهون راڄ وارا آهن.

**گيانچنداڻي:** هندن جي "چينڙا" ۽ "ڦول وڏيا" نکن مان هندن جي هڪ آکهه جو نالو. هي "گياني" بہ سڏجن ٿا.

**گياني:** "ڦول وڏيا" نک مان هندن جي هڪ آکهہ (گيانچنداڻي) جو نالو.

**گيدرو:** هي سنڌ جي هڪ قديم قوم (ملاح) آهي، جنهن جو واسطو ميدن سان آهي.

**گيدڙي:** جي معنيٰ آهي گدڙ کائيندڙ. هي حرام کائيندڙ، هندو شڪاري آهن. هي خانہ بدوش آهن.

**گيداڻي:** سمن جي ذات آهي.

**گـِيراٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـِيراڻي:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي شاخ مان آهن.

**گيسورا:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**گـِيگَلَ:** ٿر ۾ رهندڙ مهيشوري هندن جي هڪ ذات آهي.

**گيل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ضلعي ٺٽي ۾ سندن ڳوٺ آهن.

**گيلا ني:** پيران پير جو اولاد آهن. جيڪي گيلان شهر کان آيل آهن. ڪراچي ۾ راجپوتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "گيلا ني" آهي، جن کي "گيلوت" پڻ چون ٿا. گيلاني /جيلاني پيرن جي شجري لاءِ ڏسندا سيدن جو شجرو.

**گيلوت:** ڪراچيءَ ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي جن کي "گيلاني" پڻ چون ٿا.

**گيند:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گيندر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گيهاڻي:** هندن جي ذات آهي.

**گيهلا:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**گيهو:** هي راجا رسالو جي ملڪ جي بطن مان هڪ بهاريدار آشنا جو اولاد آهن. سيال، ٿوانا ۽ ڪرال هن جا پاڻر آهن.

**گيهيلڙا:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي ذات آهي.

# ڳ

**ڳاڙها :** هڪ مسلمان سمات ذات آهي. بدين ۾ وينا آهن.

**ڳاڙهيا :** ميرپورخاص ۾ رهندڙ لڪياري سيدن جو پاڙو آهي. خانبهادر حاجي غلام نبي شاهه ولد سيد موج علي شاهه هن پاڙي مان هڪ معزز شخصيت هو. (بحوالہ: جنب گذاريم جن سين جلد نمبر 1 ص 271)

**ڳاڙهيپوٽا :** صابرن (سومرا) جو پاڙو آهي.

**ڳاڙهيجا :** چاچڙ قبيلي جي جڳانند شاخ مان آهن.

**ڳاڳاٽي:** خاصخيلين جو هڪ پاڙو.

**ڳاڱيا :** هڪ سمات مسلمان ذات آهي. ٻن جو گذر سفر ڳاڱيون گاهه (جابلو ميوو) تي هوندو هو. جنهن نسبت سان انهن ماڻهن کي ذات جا "ڳاڱيا" چون تا.

**ڳاها :** اصل لفظ ڪاها آهي. جيڪو سنڌي صوتي روپ اختيار ڪري "ڳاها" ٿيو آهي. هي سنڌ جا اصلي سما آهن. جيڪي سما ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن تا ۽ سنڌن واسطو ابڙن سان آهي. هنن جو حسبي ۽ نسبي سلسلو سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن سان آهي. جيڪو نهايت ڏگهارو آهي. هن سلسلي موجب هنن جو شجرو هن طرح آهي.

پلي

|

ساند

|

ويرهه

|

ڄام هاپر

|

ڄام جوٺو

|

گڙ راهو

|

ڄام لاکو

|

ڄام ڪاها

|

هن جو اولاد ڳاها

ايس - صادق عليءَ لکيو آهي تہ "ڄاڃا" رانوڙ نسل مان آهن. سندن وڏي جو نالو "سام" هو. هن وقت هي مسلمان سما ذات ۾ شامل آهن. ڄاهن جي هڪ ٻي شاخ انڙن مان پڻ آهي، جنهن جو شجرو هن طرح آهي.




تاريخي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ ڄاها، راهومن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پـڻ آهي. پينسـين بـن ڏهـر کي ڏهہ پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ڄاهو" هو، ان جي اولاد کي پڻ "ڄاها" چون ٿا. وڌيڪ تفصيـل لاءِ ڏهرن جو شجرو ڏسڻ گهرجي. ڄاها ڪراچي، حيدرآباد، سانگهڙ ۽ ٺٽ ۾ رهن ٿا.

**ڄاهوتا:** ڄاهن مان ڦٽل هڪ مسلمان سماٽ (سما) ذات آهي.

**ڄاهوٽي:** ڄاهن مان ڦٽل ذات آهي.

**ڄاهويا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڄاهيا:** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو، هي پاٿو پٽ جراڙ پٽ ابـڙو پٽ ينيـرو جـو اولاد آهـن. پاٿو کي ڇهہ پٽ سومرو، لاکو، تاجيو، تجوڏر، ساهيو ۽ ڄاهيو هئا. ڄاهيو جو اولاد ڄاهيا سڏجن ٿا.

**ڄاهياڻي.** ابڙن جو پاڙو آهي، سکر طرف رهن ٿا.

**ڄاهيجا:** ڄاهن مان آهن. ڄاهي جي معنيٰ ڄاهي جو اولاد. هنن جو شجرو هن طرح آهي.




اڄ ڪلهہ هي سما، ملاح ۽ انڙ بہ سڏجن ٿا.

**ٻاهيچا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ٻائچا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ٻپير:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻَچَڙَ:** سما ۽ ملاح آهن.

**ٻَچَلَ:** جامع سنڌي لغات ۽ ڪتاب "سماٽ" جي لکڻ موجب ٻچل پنجاب کان لڏي آيل سرائي جت آهن. ايس صادق علي جي لکيل ڪتاب جي ص 70 ۽ جريان نمبر 23 موجب ٻچل پنجاب کان آيل سرائي آهن. منهنجي خيال موجب هنن کي سماٽ ۾ شمار نٿو ڪري سگهجي، ڇاڪاڻ تہ هي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جا لاڏائو سرائي جت هئا.

**ٻَچَلا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻرواڻ:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**ٻَڙ:** لغارين ۽ پهنورن (ٻُچهڙي) جو هڪ پاڙو. تعلقي جوهيءَ ۾ رهندڙ.

**ٻَڪَڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻَلِيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻُمورا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ٻَن:** سومرن جي ذات آهي.

**ٻنبير (ٻنبيير):** سما ۽ ملاح آهن. ڪتاب "تاريخ سجاول"، از عزيز جعفراڻي، ڇاپو 1984ع. ص 345 تي لکيل آهي تہ ٻنبير ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. هن پاڙي جا ماڻهو تعلقي سجاول ۽ سيوهڻ ۾ رهن ٿا. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب انڙ بن سمون کي 28 پٽ هئا. جنهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ٻنبير" هو. جنهن جي اولاد ذات جا "ٻنبير" سڏايو. جن جو شجرو هن طرح آهي.






**ڳنڌاهي:** سما آهن.

**ڳنڌيپچور:** سماٽ ذات آهي.

**ڳنوار:** ناريجن جي هڪ پاڙي جو نالو. هي گمبٽ جي ڀرسان وينا آهن.

**ڳنواس:** غير سماٽ آهن.

**ڳوراچاٽي:** ملاح ۽ مهاٽا آهن.

**ڳوراهه:** ملاح ۽ مهاٽا آهن.

**ڳوراها:** ملاح ۽ مهاٽا آهن.

**ڳوراهي:** ملاح ۽ مهاٽا آهن.

**ڳورڙ:** پنجاب کان آيل سرائي جت آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان، جامع سنڌي لغات ۾ سرائي قوم جا جيڪي پاڙا لکيا آهن، انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "ڳورڙ" آهي. ايس - صادق علي پڻ هنن کي "سرائي" سڏيو آهي. حوالي طور ڏسندا (ص 70 جريان نمبر 25).

**ڳورڙَ:** هي سرائي پٽي آهن.

**ڳورڙا:** هي پڻ سرائي پٽين مان آهن.

**ڳورهٽي/ڳورئي:** ڪرمتي جت بلوچن جو پاڙو آهي. ميرپورساڪري ۾ رهن ٿا. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1.بکراٽي 2. ٿونڊا 3. پوپٽاٽي 4. چاڪراٽي 5. چوٽاٽي 6. حمراٽي 7. درواٽي 8. ربواٽي 9. سچيناٽي 10.صاحبناٽي 11. عمراٽي 12. قيصراٽي 13. قلاٽي 14. ڪبڙاٽي 15. مناٽي 16. منداٽي ۽ 17 ناٽاٽي.

**ڳورهي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڳوڳاڻي:** سنيا ذات جو پاڙو آهي (ٽنڊو محمد خان).

**ڳوهاڻا:** ابڙن جي راڄ مان سما ۽ ملاح آهن.

**ڳوهاڻي:** سما ملاح آهن، جيڪي ابڙن جي راڄ مان آهن. هي حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**ڳَـهـَر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڳهريا:** جوڻيجا راڄ مان آهن.

**ڳهڙ:** چام مهڙ جي اولاد مان جکرن جو پاڙو آهي. چام جکرو هوٿياڻي ڏاتار هنن جو سردار هو.

**ڳهٽيپوٽا:** مري قبيلي مان آهن. (بحوالہ: دوست خان مري، ٽنڊو مستي)

**ڳَـهـَيل:** سمن جي ذات آهي.

**ڳهيلا:** سمن جي ذات آهي. لاڙ طرف سندن ڪافي ڳوٺ آهن.

**ڳهَيلڙا:** سمن جي ذات آهي.

**ڳيرا:** هندو قوم جي نک آهي. هن نک مان سدارنگاڻي، ڏيرملاڻي، سياڳچنداڻي، سچانانداڻي، مهتاڻي، ٽڏاڻي، ڪرپلاڻي ۽ واسواڻي هندن جون مشهور آکهون آهن.

**ڳَـيـَڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

# گھ

**گھا:** ملاح ۽ مھاڻا آھن.

**گھاتو:** ملاحن ۽ مھاڻن (شڪاري) کي چون ٿا.

**وائي:** "ڪُن ڪڙڪو ڏاڍو، اتو اڳيان اچ، گھاتو گھر نہ آيا".

**گھارڪا:** بروھين جو پاڙو آھي.

**گھاگھرا:** ملاح ۽ مھاڻا آھن.

**گھاگھڙا:** ڏيپرن جو پاڙو آھي.

**گھاگھم:** ملاح ۽ مھاڻا آھن.

**گھالر:** آرائين قبيلي جو پاڙو آھي.

**گھانگھا:** سما ملاح آھن.

**گھانگھرا:** سما ۽ ملاح آھن. آبڙ ۾ اچن ٿا. ڪتابن ۾ لکيل آھي تہ ھي ڏيپر جو اولاد آھن. سندن شجرو ھن طرح آھي.




ھڪڙي قتل دڙي جو نالو پڻ ڏيپر گھانگھرا آھي. جيڪو ڏيپرن جي اولاد گھانگھرن سان منسوب آھي.

**گھانگھلا:** سرائي آهن. اڏيري لال جي پرسان رهن ٿا.

**گھانگھڻ:** سما ملاح آهن.

**گھتوال:** هي سروها راجپوتن مان جت آهن. باگڙ راجپوت هنن کي مٽي تي پٽڪو ٻڌڻ، عورتن کي پوتي پائڻ، ٻاڙهو ڪپڙو پائڻ، نٿ پائڻ وغيره نہ ڏيندا هئا. ان سبب جتن ۾ باگڙ راجپوتن لاءِ نفرت تي، جنهن ڪري ماٺهو کين "گھتوال" سڏڻ لڳا. هن وقت هي پٽڪو ٻڌن ٿا ۽ ٻاڙهو ڪپڙو پائين ٿا. ڪافي مسلمان آهن.

**گھنا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گھنواڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**گھچا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـھراٺا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گـھرٽ:** ڪانگڙا علائقي جا رهواسي مخلوط نسل جا ماڻهو آهن. کين رائي هندو تصور ڪيو ٿو وڃي. ڪاشتڪاري ڪن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: بديال، پٺاري، پٽو، پردواج، چاہرو، چورا، ريرو ۽ ڪندل

**گھرگاٺي:** ٽيبن جو پاڙو آهي.

**گھرٺي پوٽا:** ننٽي جي شيخن جو هڪ پاڙو. هي پير ڪرهيو پانداريءَ جا مريد آهن.

**گھريا:** سمن ۽ راهومن جي ذات آهي.

**گـھرياٺِـي:** سميجا ۽ ملاح ڪل مان آهن. تاريخ سجاول از عزيز جعفراڻي ص 345 تي لکي ٿو تہ "گھرياٺي" ملاح ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي، جيڪي تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا.

**گھڙائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن کي ملاح پخالي بہ چون ٿا.

**گھسيارا:** هندن جي ذات آهي. گاهہ وڪڻڻ ڪري "گھسيارا" سڏجن ٿا.

**گھلاڻ:** آرائين قبيلي جو پاڙو آهي.

**گھلريو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**گھلو:** سما قبيلي جي هڪڙي ذات آهي، جيڪا سميجا ڪل مان آهي. ذاتين جي اپياس مان خبر پوي ٿي تہ هوٺيءَ کي 14 پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "گھلو" هو. ان گھلوءَ جي اولاد پاڻ کي "گھلو" سڏايو. ڪتاب "شاهان گوجر" ص 186 تي لکيل آهي تہ گھلو ۽ لنگاهہ پاڻ ۾ ڀائر هئا. هي راجپوت پٽي آهن. روايتن ۾ آهي تہ گھلو، سهتن مان پڻ آهن. هي گڏيجيءَ ۾ رهن ٿا. تفصيل لاءِ سندن شجرو ڏجي ٿو.




**گـَهلوتَ:** راجا سورج ونسيءَ جي اولاد مان هندو راجپوت آهن.

**گـَهلوُجا:** گهلوءَ جي اولاد کي چون ٿا. هي سميجا اوڙڪ ۾ شامل آهن.

**گهليا:** دودن جي ذات آهي.

**گهليجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گهمِرا:** پنجاب کان آيل کوکرن جو پاڙو آهي. ڪن ڪن جاين تي سما رانوڙن جو اولاد سڏجن ٿا.

**گـَهمُرا:** سما ۽ ملاح آهن.

**گـَهمراٽي:** سما آهن.

**گـَهمراٽي:** جمالين ۽ کوسن جو پاڙو آهي. (جامع لغات).

**گهمرائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (تاريخ سجاول 1984ع).

**گهمن:** هي چندر بنسي راجپوت راجا دليپ سنگهه جي پوٽي راجا ملڪير جي اولاد مان پال آهن. پال جي پٽ جو نالو "گهمن" هو. جيڪو فيروز شاهه جو ملازم هو. سندس اولاد پاڻ کي گهمن سڏايو. ڪي هنن کي "جنجوعہ" چون ٿا.

**گهمڻ:** ساندن (ملاح) جو پاڙو آهي.

**گهميري:** هندو چمارن جو پاڙو آهي.

**گهنا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. مهرن ۾ پڻ آهن.

**گهنائو (گهنائي):** سماٽي جت آهن. شاهه بندر ۾ رهن ٿا. هي ڪاندي جتن مان آهن.

**گهنجو:** هڪ مسلمان سمات ذات آهي. جيڪب آباد طرف رهن ٿا.

**گھنڇي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**گھنڊياٺي:** ڍهرن مان آهن.

**گھنڊيرا:** برهماڻي ٻرن جي ذات آهي.

**گھنگ:** ايوڌيا جي سورج بنسي راجپوت راجا جوگڙا گھنگ جو اولاد آهن.

**گھنگا:** لسٻيلي ۾ رهن ٿا. گڏيل سڌيل ٻولي ڳالهائين ٿا.

**گھنيا:** ڄتن جو پاڙو آهي. هي سماٽ ۾ پڻ آهن. ملاح ۽ مهاڻا ٻه آهن.

**گھنيجا:** ڄتن جي ذات آهي.

**گھٽيا:** سرائي ڄت آهن.

**گھونا:** سما ۽ ملاح آهن.

**گھوناٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گھورا واري:** سما ملاح آهن. نواب شاهه ۾ رهن ٿا.

**گھوسي:** هي ڪير وڪڻندڙ مسلمان ڄٽ آهن. هنن جي حيثيت اهيرن جهڙي آهي.

**گھوگھاٽ:** ميربحر ۽ مهاڻا آهن.

**گھوگھٽ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحواله: تاريخ سجاول).

**گھوگھرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گھياٺي:** مهيسرن جو هڪ پاڙو.

**گھيٻي:** نومسلم وورا قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**گھيجا:** سما ۽ ملاح آهن.

**گھيڙا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**گھيسا:** جودرا راجپوتن جو پاڙو آهي. راولپنڊي پرسان گھيس علائقي ۾ رهڻ ڪري گھيسا سڏجن ٿا.

**گھيسريا:** ميو قبيلي جو پاڙو آهي. هي مسلمان آهن.

**گھيل:** سمن جي ذات آهي.

**گھيلي:** سمن جي ذات آهي.

**گھينڇ:** سنيا ذات وارن جو پاڙو آهي. (ٽنڊو محمد خان).

# ل

**لاڀري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لاڀرياڻي:** ڪلوڙن جو پاڙو آهي.

**لاٽر:** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**لاٽي:** ايراني مڪران ۾ رهندڙ ايراني بلوچ آهن. ڪراچيءَ ۾ به رهن ٿا. فارسي ۽ بلوچي ڳالهائين ٿا.

**لاٽ:** سما ميمڻن جو پاڙو آهي. چون ٿا تہ اصل انگريزي لفظ "لارڊ" جو بگاڙ آهي. لاٽ جي معنيٰ خان صاحب، نواب، وڏيرو يا چڱو مڙس وغيره آهي.

**لاڇي:** سما آهن.

**لاڏڪ (لاڏڪ):** بنيادي طور لاڏڪ ۽ لاڙڪ هڪ ئي ذات آهي. لاڙڪ مان بدلجي لاڏڪ ٿيو آهي. چون ٿا تہ لاڙڪاڻي جو شهر لاڏڪ قوم وارن وسايو هو. لاڏڪ ملاح ۽ مهاڻا بہ آهن.

**بيت:**

**ڪينجهر گهمن لاڏڪيون، ڪيـون رس رلا،**
**اگـلا جي سـگـلا، سمـي نالـي سجاڻبا. (سچل)**

**لاڏلا:** سماٽ ذات آهي.

**لاڏواڻي:** ڪرمتي جتن جي زنگياڻي شاخ جو هڪ پاڙو. انن لڏڻ جي ڪرت جي نسبت سان "لاڏواڻي" سڏجن ٿا.

**لادر:** مهرن جي ذات آهي.

**لاڙ:** سما سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ رهڻ جي نسبت سان لاڙ سڏجن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 سعيدپوري، 2 سماڻي ۽ 3 ونگور.

**لاڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي موروڙي پوٽا جو اولاد آهن. لاڙا، ڪلاچي ۽ بندري پاڻ ۾ هڪ خاندان آهن. هي ابراهيم حيدري، شمس ڳوٺ ۽ بابا ڀٽ ۾ رهن ٿا.

**لاڙائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. لاڙ کان آيل ڪمانگر ۽ اونا پاڻ کي لاڙائي سڏائين ٿا.

**لاڙخاني:** چوهاڻ راجپوتن جو هڪ خاندان.

**لاڙڪ:** سميجا ڪل مان ملاح ۽ مهاڻا آهن. هڪ روايت موجب ملاحن جي مڇي ڦاسائڻ واري هڪ ڄار جو نالو "لاڙڪي" هو، جيڪي ان ڄار جي نالي جي نسبت سان لاڙڪي ملاح مشهور ٿيا. وقت گذرڻ سان اهو لفظ

سنڌي صوتي روپ اختيار ڪري "لاڙڪ" ٿيو. جن کي ملاح بجاءِ "لاڙڪ" چون ٿا.

ايس صادق علي 1901ع ۾ هڪ ڪتاب **The Muslman Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan** لکيو هو. ڪتاب جي ص 62 جريان نمبر 147 تي لکيل آهي ته "لاڙڪ" ملاح آهن.

گاڏينچا سماٽ ذات آهي، انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "لاڙڪ" آهي. هي چون ٿا ته اسان کي ملاح چوندا هئا. اسان وٽ ٻڪٽون هيون. ان نسبت سان پاڻ کي ملاحن بجاءِ گاڏينچا چورايوسين. هنن جو چوڻ آهي ته لاڙڪاڻي شهر جو بنياد اسان جي وڏن لاڙڪن وڌو هو، جنهن ڪري لاڙڪن جي ذات پٺيان شهر جو نالو لاڙڪاڻو پيو. لاڏڪ به لاڙڪن مان آهن.

**بيت:**

**شڪاريءَ شڪار لاءِ، ڪٺي پهه پڇاياٰئيــن،**
**لغــڙيـون، لاڙڪيون، بيا رڇ رڪيـائــيــن،**
**وراڪ واري ٿـي، جيئن پڪــي ڦاسـائـيــن،**
**جڏهن ڦندا ڦولهيائين، ته پکي نه آيو هيڪڙو. (لاڪو)**

**لاڙڪان:** ڪڙاني پٺاڻن جو قبيلو آهي.

**لاسي:** لسٻيلي جي هڪ گڏيل سماٽ قوم آهي. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ص 409 تي لکيل آهي ته "لاسي" ڪوسن جي ڪلولاڻي پاڙي جي شاخ آهن. هي ڪونڙي تعلقي ۾ رهن ٿا. خاصخيلين ۾ پڻ لاسي آهن.

**لاشاري:** عام طرح سان ٻڌو ۽ ڏٺو ويو آهي ته سنڌ اندر ٻي ذاتيون لاشاري، لَشاري ۽ لــشاري آباد آهن ۽ ٽيئي ذاتيون پاڻ کي بلوچ چوائين ٿيون. تلفظ جو اهڙو ته مونجهارو ٿيو آهي جو اصل حقيقت جي ڪا به خبر ڪانه ٿي پوي. ايتري قدر جو خود هنن قومن جا ماڻهو ڪا حقيقت يا وضاحت ٻڌائي نٿا سگهن. سڀ چون ٿا ته اسان لاشاري بلوچ آهيون.

تحقيق مان خبر پوي ٿي ته لاشاري ۽ لَشاري پاڻ ۾ سوٽي سوٽ آهن، جن جو ڏاڏو مير جلال خان بلوچ آهي. هن جي ٻن پٽن جي پيڙهيءَ مان لاشاري ۽ لَشاري آهن. لاشاري، لشار جو اولاد آهن ۽ لَشاري رند جي اولاد گورچاڻيءَ مان آهن. لِشاري هڪ ٻي ذات آهي، جيڪي بنيادي طور سنڌ جا سماٽي جت آهن، جن کي جت قوم جي ڪل مان سمجهڻ گهرجي.

تاريخي اڀياس مان خبر پوي ٿي ته ميرچاڪر خان رند ۽ مير گهرام خان لاشاري پاڻ ۾ عزيز ۽ گهاٽا دوست هئا. ٻئي دوست بلوچستان ۾ رهندڙ لِشاري قوم (جت) جي هڪ شهزادي "گوهر جتڻ" تي عاشق ٿي پيا، جنهن ڪري ٻنهي ڌرين ۾ 1470ع ڌاري جنگ لڳي، جيڪا اٽڪل ٽيهه سال هلي.

لاشارين، نوحاڻين جي سردار عمر خان نوحاڻي ۽ دوداڻي بلوچن جي سردار کان مدد وٺي رندن جي سردار مير چاڪر خان رند کي شڪست ڏني. ان کان پوءِ لاشارين سنڌ جي پاڻين ۽ ننڍي جي نوابن کان مدد ورتي ۽ رندن، ترڪن ۽ ارغونن جي مدد حاصل ڪئي، جنهن سبب وري سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ لاشارين ۽ لَشارين جي ننڍين سردارن مير چاڪر خان رند جو ساٿ ڏنو. جنهن ڪري مير گهرام خان کي تمام گهڻي شڪست آئي، جنهن سبب لاشاري بلوچ بلوچستان ڇڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. هنن جو حسبي ۽ نسبي شجرو هن طرح آهي.




راءِ بهادر هتورام ۽ مولانا نور احمد خان فريدي لاشاري قبيلي جو شجرو هن طرح ڏنو آهي.




مير دودا خان جي پٽ گورش جو اولاد پهرين گورشاڻي ۽ بعد ۾ گورچاڻي سڏجڻ لڳو. اهي گورچاڻي رند نه آهن. مگسي قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو لاشاري آهي. جن جو سردار غلام محمد خان هو.

ڪتاب "بلوچ" ص 66 تي لکيل آهي ته لاشاري، بلوچن جو هڪ قديم ترين قبيلو آهي. جيڪي لاشار بن مير جلال خان جو اولاد آهن. هن وقت هي قبيلو بلوچ ۽ غير بلوچن تي مشتمل آهي. اصل لاشارين مان ڪجهه ماڻهو جدا ٿي ڪوسن، رندن، ڏومڪين ۽ مگسين ۾ شامل ٿيا آهن. مڪران ۾ لاشاري اڪثر ڪري

مگسيءَ جي ذات سان مشهور آهن. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ سنڌ جا جت لاشارين جو بار بردار اٺن تي ڍوئيندا هئا. جن بہ پاڻ کي لاشاري بلوچ سڏايو. جڏهن اها خبر لاشارين کي پيئي تہ هنن جتن کي پاڻ وٽان نيڪالي ڏئي ڇڏي ۽ پوءِ پاڻ کي جتن بجاءِ لشاري سڏائڻ لڳا.

جيئن تہ لاشاري هڪ وڏو قبيلو آهي، هنن جا ڪيترائي پاڙا آهن. ذاتين جي ماهرن ۽ مورخن هنن تي نهايت سني روشني وڌي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، لاشارين جا تيرهن پاڙا. پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي اٽڪل 40 پاڙا. ايس - صادق علي 49 پاڙا ۽ ٻين مورخن ۽ محققن لڳ ڀڳ اهي ساڳيا پاڙا لکيا آهن. آئون ان سلسلي ۾ جيڪب آباد، سبي، ڪوئٽا، زيارت ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ ويس. جتي ڪافي لاشارين سان ملاقات ٿي. ان موجب لاشارين جا هيٺيان پاڙا ثابت آهن: 1 آدماڻي 2 آخونداڻي 3 اسماعيلاڻي 4 الکيار (الڪاڻي، علقاڻي) 5 احمداڻي 6 اصفهاني، 7 باجڪاڻي 8 بجاراڻي 9 بدو 10 بدوئي 11 برماڻي 12 بگراڻي 13 بندياڻي 14 بهراماڻي 15 بنگلاڻي 16 بليداڻي، 17 ٻٽاڻي، 18 ٻمپ، 19 پوتاڻي، 20 توجاڻي، 21 توحم حاڻي، 22 توڪلاڻي، 23 پاهي، 24 پٽاڻي، 25 پرارا، 26 پير محمدناڻي، 27 جاگواڻي، 28 جلالاڻي، 29 جياڻي، 30 جهتاڻي، 31 چاروائي، 32 چک (چخ - چڪ) 33 چٽاڻي، 34 چرڙ، 35 حدياڻي، 36 محمداڻي، 37 حساڻي، 38 حيرواڻي، 39 دلاورزئي، (هدياڻي)، 40 ديناري، 41 رشيداڻي، 42 رولاڻي، 43 سالاراڻي، 44 سلاماڻي، 45 سلماڻي، 46 سمراڻي، 47 سمحالاڻي، 48 سويراڻي، 49 شهاڻي، 50 شهداداڻي (شهداڻي)، 51 شهخاڻي، 52 شبلاڻي، 53 عالماڻي، 54 عمراڻي، 55 فاضلاڻي، 56 قلندراڻي، 57 قمبراڻي، 58 ڪالواڻي، 59 ڪلري، 60 ڪلواڻي، 61 ڪلاچي (ڪولاچي) 62 ڪملاڻي، 63 ڪنڏار (ڪنڌر)، 64 ڪوبياڻي، 65 گاجاڻي، 66 گوتاڻي، 67 گلڻ زئي، 68 گوراڻي، 69 گهراماڻي، 70 لالاڻي، 71 لنگراڻي، 72 مبارڪاڻي، 73 مچراڻي، 74 محمداڻي، 75 مدراڻي (مودراڻي)، 76 مراڻي (ميراڻي)، 77 مزارحاڻي، 78 مسواڻي، 79 مگسي، 80 منگياڻي (منگهياڻي)، 81 ميان زئي، 82 موهناڻي، 83 ميرداداڻي، 84 ميرناڻي، 85 ملڪاڻي، 86 نوط بنداڻي، 87 ويداڻي، 88 ويڪلاڻي، 89 هيبتاڻي، 90 گنگلاڻي ۽ 91 سارنگاڻي.

**لاڪڙ:** ڪلهوڙن جو پاڙو آهي. هي بهاولپور کان آيل آهن. سرائيڪي زبان ڳالهائين ٿا.

**لاکا:** سام جي اولاد مان جادم هو. هن جي خاندان مان "نر پٽ" سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ جي سمن جو ڇڱو مڙس هو. هن جي اولاد مان لاکو گوڙا (1250ع) کي اٺ پٽ. ڦل، ساند، وريار، اونو، موڙو، منهيو، انڙ ۽ لاکو هئا. ان لاکي جو اولاد خالص سما لاکا آهي. باقي ٻيا سما نسل وارا لاکا ملاح ۽ سميجا ليکيا وڃن ٿا.

عام لاکا، چام لاکي جو اولاد آهن. سندن والده نٽي جي گندري ملاحڻ هئي، چام لاکي کي ان ملاحڻ مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو، ان وقت جي ڏاهن ۽ ذاتين جي ڄاڻو ماڻهن انهن کي ملاح تصور ڪيو ۽ کين ملاحن جي

ڪُل ۽ نک من ڇاڻايو. سنڌ جي سمات جون وڏيون وڏيون قومون مثلاً انڙ. ابڙا. سميجا. پلي، درس، لنجار. ڏيتا. جاڪرا. جکرا. جوٺيجا. سما. ٻگهيا. ڏيپر. ساهڙ. هنگورا. پليجا. نوتيار. ڪوريجا. ساند. لکڻ. اوٺا. جاڙيجا. ڏيرا. هوٿي، هالا. راهوجا. جهيجا. ڳاها. قل، دل، لنجا. راڄڙ. چنا. تيبا. ٻنيرا. راهو. ٻهڻ. ڪيبر. ڪيريا. راڄپر. ملاٺا. وساڻ ۽ ڏاهري وغيره ان لاکي جو اولاد آهن. جن مان انڙن جو چوڻ آهي تہ اسان سمات قومن جا سرو ڻ ۽ سردار آهيون.

ڄام لاکي جي وڏي زال جو نالو ٻني ڇاره هو. جيڪا ٺٽي جي سوڍن مان هندو عورت هئي. هن کي جيڪو اولاد پيدا ٿيو اهو نج سمات سڏجڻ لڳو.

لاکن جو شجرو هن طرح آهي



وڏيڪ تفصيل سمن واري شجري ۾ ڏسندا.

## بيت لاڪا لهراٽي لهر بحر جا سائين

مٿين چوٽيءَ مان دريا ۽ ان جون لهرون. چوليون ثابت ڪن ٿيون تہ "لاڪا". ملاح آهن. لاڪا ملاحن. سمن. سومرن. نهڙين ۽ سما ميمڻن جي پاڙن جا پڻ نالا آهن. نهڙي لاڪا. ڳاهو پٽ لاکو ۽ راڄپار پٽ لاکو جو اولاد آهن. ٽر ۾ رهندڙ لاکن جا خاص پاڙا آهن: 1 بنگلاڻي، 2 دلاڻي، 3 ڏناڻي، 4 رحمتاڻي، 5 صابلاڻي، 6 قل، 7 قل لاڪا، 8 قل ناهيا، 9 لنجار ۽ 10 موساڻي.

**لاڪاٽ:** لاکن ۽ سميجن مان آهن.

**لاڪاڻا:** سما خاندان جو پاڙو آهي. سندن اوڙڪ ملاحن مان آهي. لاڪا قبيلي سان واسطو رکن ٿا.

**لاڪاڻي:** سما ۽ ملاح آهن. لاکن سان واسطو رکن ٿا.

**لاڪاڻيا:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان ڄام جوڻي کي هڪ پٽ هو. جنهن کي ٽي پٽ هئا. هڪڙي پٽ جو نالو ساند هو. جنهن مان لاکو هو. ان لاکي جو اولاد "لاڪاڻيا" آهن. سندن شجرو هن طرح آهي.




لاڪار: سنڌ جا سماٽي جت آهن. جيڪي لاڪاڻي جت ڪل مان آهن.

لاڪاڻي: ڄام لاکي جت جو اولاد آهن. هي سماٽي جت آهن. سندن ڪل لاڪاڻي آهي. بلوچستان کان آيل جتن ۾ پڻ لاڪاڻي آهن. جيڪي مير جت سڏجن ٿا. پکي راڄ جتن ۾ پڻ لاڪاڻي آهن. ڪرمتين جي گبول ۽ راڏا جت منڪاڻين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "لاڪاڻي" آهي. جوکين ۾ بہ آهن

لاڪاوٽ: مسلمان سماٽ ذات آهي.

**لاڪائي:** ملاحن جو هڪ پاڙو.

**لاڪر:** لاڪاڻي ڪل مان سماٽي جت آهن.

**لاڪڙيجا:** سمن جو پاڙو آهي. هي لاکن مان آهن.

**لاکوجا:** راڄپرن جو پاڙو آهي. هي لاکن مان آهن.

**لاکور:** هي لاکا آهن. ڪن جاين تي لاکا تہ ڪن هنڌن تي "لاکور" سڏجن ٿا.

**لاکوڙيا:** سومرن جو پاڙو آهي. هي لاکن مان آهن.

**لاکيا:** سمن جو پاڙو آهي. هي لاکن مان آهن.

**لاکيار:** مسلمان سما ذات جو پاڙو آهي. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا. چون ٿا تہ لاکا، لاکيار ۽ لاکير هڪ ئي حسب نسب سان واسطو رکندڙ ذاتيون آهن.

**لاکياري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي لاکن مان آهن. ميهڙ ۾ سندن ڪجهہ گهر آهن.

**لاکيپوٽا:** ڄام لاکي جي اولاد مان آهن. پنهيار ذات جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ آهي.

**لاکيـَر (لاکـِير):** سميجا قبيلي مان آهن. جن جي ڪل لاکا آهي. سماٽي جتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ لاکير آهي. جيڪي لاکاٽي جتن مان آهن.

**لاکـِير:** سما ملاح آهن. هي لاکي جي نک مان آهن. ڪن ڪن جاين تي جت بہ سڏجن ٿا.

**لاڳري:** مڱرين جو هڪ پاڙو.

**لال:** هندو قوم جي ذات آهي. هي جيسلميري پڻ سڏبا آهن. هندي ٻوليءَ ۾ لال، پياري پٽ کي چوندا آهن.

**لالا:** "هندوجا" نک مان جيسلمير کان آيل هندو پاتيا آهن. مغلن جي دؤر ۾ وڏا عهدا ۽ عزت ماڻيائون. جنهن سبب کين "لالا" جو لقب مليو ۽ پاڻ کي ذات جا "لالا" سڏايائون.

**لالاڻي:** هڪ مشهور پاڙو آهي. جيڪو ڪافي قبيلن ۽ ذاتين مان آهي. مثال:

1. مزاري قبيلي جي رستماڻي شاخ مان لالاڻي آهن.
2. لاشاري بلوچن جو پاڙو آهي.
3. جکراڻي بلوچن جو صابواڻي پاڙي مان لالاڻي آهن.
4. برفتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو لالاڻي آهي.
5. لالاڻي چنن جي پاڙي جو نالو آهي.
6. ڳبولن ۾ پڻ "لالاڻي" آهن.
7. بلوچستان ۾ رهندڙ جت بلوچن جو هڪڙو پاڙو لالاڻي آهي.
8. خاصخيلين جي هڪڙي پاڙي جو نالو "ملڪ" آهي، جنهن مان لالاڻي آهن.
9. ڊلن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "لالاڻي" آهي.
10. ملاحن ۾ پڻ لالاڻي آهن.

11 بلوچستان ۾ رهندڙ برڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ لالائي آهي.

12. سنيا ذات وارن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "لالائي" آهي.

13. هندن جي ذات آهي. سيوهڻ ۾ سندن گهر آهن.

14. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**لال خاناڻي:** جاکرن جي منجهئان پاڙي جي هڪ ڦري.

**لال خاني:** چوهاڻ راجپوتن جو هڪ خاندان.

**لال مگريا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**لالنگ:** سما آهن.

**لالڻ:** اوسواڙ هندن جي ذات آهي.

**لالواڻي:** هندن جي ذات آهي. سندن نک جو نالو "ڇڇڙا" ۽ "للا" آهي. پاڻ لالچند (ڏاڏو) پنيان "لالواڻي" سڏجن ٿا. ڊاڪٽر لالواڻي، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر جو دوست، هن پاڙي مان هو. (بحوالہ: ڪتاب يادگيريون)

**لالوزارا:** خاصخيلين جو هڪ پاڙو.

**لالهاڻي:** بوزدار بلوچن جو پاڙو آهي.

**لالئي:** ڪڪئي پناڻ (خاخائي) جي پٽ سليمان جو اولاد آهن، جن کي وزيري بہ چون ٿا.

**لالي:** پنجاب کان آيل هڪ ذات آهي. جنهن جو واسطو گوجر قبيلي سان آهي.

**لاليپوتا:** مهرن مان آهن.

**لاليجا (لاليچا):** نوحاڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**لانبرَ:** ڪاڪي بن انڙ بن سمي بن لاکي جو اولاد آهن. هي سنڌ جا سما ملاح آهن.

**لانبرِ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لانديا:** ڪرمتين جي لجيرا ۽ مهيري شاخن جو هڪ پاڙو.

**لانگ:** افغان پناڻن جو پاڙو آهي. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**لانگا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لانگاڻي:** مري بلوچن جي غزيني شاخ جو پاڙو آهي.

**لانگاهہ:** اصل ۾ سنڌ جا سولنگي راجپوت گوجر آهن. هنن جي وڏي جو نالو راءِ سهارا لانگاهہ هو، جيڪو

سنڌيءَ جي نالي سان مشهور هو. هن خاندان ملتان تي اٽڪل 80 سال حڪومت ڪئي. راءِ سهارا ملتان جي حاڪم يوسف قريشي کي پنهنجي ڌيءَ ڏني هئي. ملتان ۾ رهڻ ڪري اڪثر سرائڪي ڳالهائين ٿا.

ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 41 تي لکيل آهي تہ لفظ لانگو، لانگہ، لانگاهہ ۽ لنگاهہ هڪڙو آهي. هي بلوچستان جي رئيس قبيلي مان ياڻي پرڻ وارا آهن. جيڪي لانگ (گوڏ) ٻڌي پاڻي پريندا هئا. بلوچستان جي مختصر تاريخ ۽ ٻين ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ لانگاهہ رند بلوچ آهن. جن مان مير حده خان (مير چاڪر خان جو پيٽيو) هو. تاهم هنن کي راجپوتن جي اگني ڪل چالوڪيا شاخ مان ملبار جا رهاڪو لکي ٿو ۽ مسٽر اوبرائن افغان قبيلي جا پناهہ ڇاڻائي ٿو. هن قبيلي مان سلطان قطب الدين لنگاهہ، سلطان حسين لنگاهہ، سلطان فيروز لنگاهہ، سلطان محمود لنگاهہ ملتان جا حاڪم (1445ع کان 1526ع تائين) ٿي گذريا آهن.

**لانگوٽي:** جوڳي فقيرن جي ذات آهي.

**بيت:** آءِ لانگوٽيا لال، ڪہ پر ڏنيءَ گجريون،
آب ارتو اکين، لڙڪ وهائين لال.

**لانگوهہ:** لانگوهہ لهڙي ۽ بنگلزئي اصل ۾ پهاڙن جا رهاڪو بلوچ هئا. جي بعد ۾ بروهي ٽمن ۾ شامل ٿي ويا. هن وقت لانگوهہ بروهي آهن.

**لانگهاٽي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**لاٽا:** سماٽي جت آهن. لاٽو ۽ لاٽي هڪڙي قسم جو گاهہ آهي، جيڪو لٽي جت پنهنجن اٺن کي کارائيندا هئا. جنهن نسبت سان انهن جتن جي پاڙي جو نالو "لاٽا" پئجي ويو. ملاحن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**لاٽاڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (تاريخ سجاول).

**لاٽيليا:** ڊيڊن ۽ شڪارين جي ذات آهي.

**لاوري:** جي معنيٰ آهي تازي وياٺل ڳئون. هي هڪ سماٽ ذات آهي.

**لاوي:** گوجرن جو پاڙو آهي.

**لاهواڻي خوجا:** بهرام خوجي جو اولاد آهن، جيڪي شيخ راڄ جي نالي سان مشهور آهن. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**لاهوري:** لاهور شهر جي نسبت سان ذات جا لاهوري سڏجن ٿا. سنڌ ۾ رهن ٿا.

**لائو:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**لائوٽ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. هن ذات مان حافظ ابراهيم ٺٽوي (شاهجهان مغل جو دور) هڪ معزز بزرگ ٿي گذريو آهي (بحوالہ: تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽيون ص 287).

**لبراڻي:** جمالي آهن.

**لبرياڻي:** هي بہ جمالي آهن.

**لبريجا:** چاندين جي ذات آهي.

**لبوچ:** هڪ مسلمان سمات ذات آهي.

**لبورا:** سورج بنسي راجپوتن جي هڪ شاخ.

**لٻاڻا:** جي اصلاحي معنيٰ آهي "بار ڍوئڻ وارا". سمن، ملاحن، ڪانيرن ۽ لاهيارن جي پاڙن جو نالو آهي. هي اڪثر ڪري ڪاري ۾ رهن ٿا. پنجاب کان آيل لٻاڻن جا پاڙا آهن: اجراوت، پڳيانا، داتلا، گاهري ۽ گاهري.

**لتالا:** گوجرن جي ذات آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**لتر:** جي اصطلاحي معنيٰ آهي "موچي". هي ملاح ۽ موچي آهن.

**لترو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لتڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لتڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لتي (لتينگ):** ڪرمتي جت بلوچن جو پاڙو آهي. بلوچستان ۾ لتي نئن تي رهڻ ڪري لتي يا لتينگ سڏجن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. ببراڻي 2. بگهياڙ 3. ٿوءَ 4. حملاڻي 5. سعيت 6. مُرگهر 7. محمداڻي ۽ 8. هديہ. هي ڪرمتين جو هڪ ننڍو ڪيڙ آهي. پر منجهانئس تمام وڏيون ۽ مشهور شاخون ڦٽل آهن. جن جا وري سوين پاڙا آهن.

**لجر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لجيرا (رجيرا):** ڪرمتي جتن جو هڪ مکيہ قبيلو. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1. آسودا 2. بنداڻي 3. پارواڻي 4. پچاڻي 5. پيروراڻي 6. جاڙاڻي 7. جانياڻي 8. حاجاڻي 9. دوستاڻي 10. ڏاها 11. ڏاوڙيا 12. راڏاڻي 13. راهواڻي 14. سوماراڻي 15. صوبياڻي 16. عيساڻي 17. ڪوهيراڻي 18. گنيا 19. لانديا 20. لوڪا 21. لڪاڻي 22. مراداڻي 23. مروجا 24. ملهواڻي 25. ممبراڻي 26. مير جاساڻي 27. وراجاڻي ۽ 28. واداڻي.

**لحافاڻي:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**لداڻي:** بوزدار ۽ ڪوسا آهن.

**لدر:** راجپوت پٽين جو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**لدوار:** مري بلوچن جي غزيني خاندان مان آهن.

**لـَـڏا:** لڏو بن ڏٿي پسايو سومري جو اولاد پاڻ کي لڏا سومرا سڏائين ٿا. هي ٺٽر ۾ رهن ٿا. (پاڙو).

**لـُـڏا:** شاهوڪن جو پاڙو آهي. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**لـَـڏاڻي:** جاکرن جي منجهڻان پاڙي مان ڦٽل هڪ ننڍو پاڙو.

**لـُـڏاڻي:** جهلاواني بروهين، گاڏهين ۽ پنهورن جو پاڙو آهي. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" نمبر 1 ص 11 موجب "لڏاڻي" هندو قوم جو پاڙو آهي.

**لڏڙ:** ڇهڙن جي ذات آهي. هي هندو آهن، ٺٽر ۾ رهن ٿا. انيڙن ۾ پڻ هڪ پاڙو (لدهڙ).

**لڏڙا:** لڏڙو پاڻي جو جانور آهي، هن جو شڪار ملاح ۽ مهاڻا ڪندا هئا. جنهن نسبت سان اهي ملاح، ذات جا لڏڙا سڏجڻ لڳا.

**لڏيپوٽا:** لڏو بن پسايو سومري جي پٽن جو اولاد پاڻ کي "لڏيپوٽا" سڏائين ٿا. (پاڙو)

**لڏاڻا:** زرداري جتن جو پاڙو آهي.

**لـَـڏياڻي:** ڄانگن جو هڪ پاڙو.

**لدا (لوڏا - لوره - لولا - لوليان):** جن جو اولاد لوليا بانهيءَ مان آهي. حضرت سليمان پار جو نالو "لودا - لدا رکيو هو. سنڌ فتح ٿيڻ بعد اچي سنڌ ۾ وينا. ڪن ڏاهن جو چوڻ آهي تہ "لدا" سماٽ آهن.

**لدو:** منج راجپوتن جو پاڙو آهي.

**لدواڻي:** بوزدار بلوچن جو پاڙو آهي.

**لدهڙ:** انيڙن جو پاڙو آهي.

**لر (لـُـر):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لرا:** اڪثر ڪري سرائي سڏجن ٿا. پر سرائڪي زبان ڳالهائي ڪونہ سگهن. ضلعي نواب شاه ۽ ضلعي نوشهري فيروز ۾ سندن چند ڳوٺ آهن.

**لرڙ:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**لرهار:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**لرئي:** غير سماٽ ذات آهي.

**لري:** غير سماٽ ذات آهي.

**لريا:** سنيا ذات جو پاڙو آهي (ٽنڊو محمد خان).

**لڙاڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي (تاريخ سجاول).

**لڙائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لڙڪا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**لڙهاڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (تاريخ سجاول)

**لسا:** سمن جي هڪ ذات.

**لستوري:** مغلن ۽ هندن جي مخلوط نسل مان ڪنپت هندو آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "لستوري" آهي.

**لسڙا:** جاکرن جي حسڻ پاڙي جي هڪ ٽڪ. هنن کي 'عارباڻي' به چون ٿا.

**لسڪاڻي:** هي بلوچ آهن.

**لش:** نورنگ چاچڙن مان آهن.

**لَشاري:** قوم ۽ ذات وارا رند بلوچ جي نسل مان آهن. هنن جو مورث اعليٰ گورچاڻي آهي. گورچاڻي يارهن قبيلن تي مشتمل آهن. جن مان هڪ قبيلي جو نالو "لَشاري" آهي. اهي لشاري رند سڄي سنڌ ۾ پکڙيل آهن. جن جا ڪيترائي پاڙا، شاخون ۽ قريون آهن. جن مان ڪجهه هن طرح آهن.

1 بدولاڻي، 2 بنگلاڻي، 3 ترڪلاڻي، 4 جمراڻي، 5 جلباڻي، 6 حق داداڻي، 7 سندراڻي (سنلاڻي)، 8 شهواڻي (شاهواڻي)، 9 فوجلاڻي، 10 گرڪاڻي، 11 گشڪوري، 12 گبول، 13 گهراماڻي، 14 مورداڻي، 15 نهالاڻي.

ياد رکڻ گهرجي تہ لاشاري بلوچ، لَشاري رند بلوچ ۽ لِشاري جت آهن.

لَشاري رند بلوچن جو شجرو هن طرح آهي.






ڪتاب "بلوچ اور اس ڪي تاريخ" از مولانا نور احمد خان فريدي ص 348 تي مير چاڪر خان اعظم جي پٽ سپهہ دار خان جو شجرو ڏنو آهي. ان مطابق مير رند خان بن سپهہ دار خان جي هڪ پٽ جو نالو بلوچ خان هو. ان کي اٺ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئي. ٻئي نمبر پٽ جو نالو "لَشار خان" هو. پنهنجي جد اعليٰ جي ڪري اولاد پاڻ کي "لَشاري" سڏايو. جيڪي رند جو اولاد آهن ۽ پاڻ بہ رند بلوچ آهن.

**لِشاري:** سماٽي جتن جي هڪ مکيہ ذات آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ محمد بن دائود چينہ (دائود پوٽو) کي ٻارهن زالن مان ارڙهن پٽ هئا. انهن مان هڪڙي جتڻ زال جو نالو لِشارڻ هو. ان لشارڻ مان جيڪو هن کي اولاد پيدا ٿيو. ان اولاد والده جي وجهہ تسميہ سبب پاڻ کي "لِشاري" سڏايو. جيڪي ڪاڇي ۽ پاڇ جي طرف وڃي آباد ٿيا. جتان ڦرندا گرندا اچي سنڌ ۾ وينا. اهي لِشاري ڪن جاين تي پاڻ کي ڪلهوڙا ۽ دائود

پوتا بہ چوائين ٿا.

ڪتاب "بلوچ" از م - ڪ پيڪولين جي اپياس موجب بلوچستان جا لاشاري بلوچ نهايت سڪيا ۽ زميندار هئا. پنهنجي زرعي پيدائش جي بار برداريءَ لاءِ جتن کي پاڻ وٽ ڪمارائيندا هئا. گهڻو وقت رهڻ ڪري ۽ انهن وٽ ڪمائڻ ڪري جت بہ پاڻ کي لاشاري بلوچ سڏائڻ لڳا. جڏهن اها خبر لاشارين کي پئي تہ هنن جتن کي پاڻ وٽان ڪڍي ڇڏيو. ان بعد اهي جَت پاڻ کي نئين ذات "لشاريءَ" سان سڏائڻ لڳا.

ياد رکڻ گهرجي تہ لِشاري جت، بلوچ نہ آهن. هي سنڌ جا سماٽي جت آهن. لاشاري، لشاري ۽ لشاريءَ ۾ گهڻو فرق آهي. لاشاري بلوچ آهن. لاشاري بلوچ آهن، ليڪن هي رند نہ آهن. لَشاري رند بلوچ آهن ۽ لشاري سماٽي جت آهن.

لاشاري بلوچ گهرام بن نوبندغ بن لاشار بن مير جلال خان جو اولاد آهن. لَشاري، مير چاڪر خان رند جي چاچي حسن رند جي اولاد گورش (گورچاڻيءَ) مان آهن ۽ لشاري محمد بن دائود جي جتڻ زال، لِشاري مان آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات جلد ٻيو ص 896 تي جتن جا 43 پاڙا لکيا آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "لِشاري" لکيل آهي. اهي لِشاري ڪن جاين تي پاڻ کي مير جت بہ چوائين ٿا.

**لشڪاڻي:** هي رند آهن.

**لشڪراڻي:** چانڊين جي غيباڻي ۽ بجيراڻي پاڙن مان آهن. مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان قيصراڻي آهن، انهن قيصراڻين مان هڪڙي پاڙي جو نالو "لشڪراڻي" آهي. ڊومڪي بلوچن جي جسڪاڻي شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو بہ "لشڪراڻي" آهي.

ايس - صادق علي ۽ مولانا نور احمد خان فريديءَ جي لکڻ موجب "لشڪراڻي" رند بلوچ آهن. مولانا صاحب ص 348 تي لشڪراڻيءَ جو هڪ شجرو ڏنو آهي. جو هن طرح آهي.

**مير چاڪر خان رند بلوچ**
|
سپهہ دار خان
|
مير رند خان
|
بلوچ خان
|
لشڪر خان
|
اولاد لشڪراڻي رند بلوچ

**لشڪرزئي:** رئيساڻي بلوچ آهن. هڪ بئي حوالي موجب لشڪر زئي پناڻ آهن. جن جو واسطو اورڪزئي قبيلي سان آهي.

**لطيفاڻي:** مغيري بلوچن جو پاڙو آهي.

**لظاڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ مان آهن.

**لعل مگريا:** مگرين جو پاڙو آهي. لاڙڪاڻي طرف رهن ٿا.

**لَغاري:** مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو "رستماڻي" آهي. ان رستماڻين مان قيصراڻي آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "لُغاري" آهي.

**لِغاري:** مڪران مان آيل هڪ بلوچ قبيلو آهي. جن جي لاءِ ڪافي روايتون، چوڻيون ۽ تحريرون آهن. جن جو ذڪر سنڌ جي محققن پڻ ڪيو آهي. ليڪن ڪنهن بحث ۾ وڃڻ بجاءِ حقيقت پيش ڪجي ٿي.

لغارين لاءِ چوڻ آهي تہ لغاري، رند آهن. جن جو شجرو جدا جدا آهي. هڪ روايت موجب لغاري بن شاهہ علي بن حسين بن رمضان بن رند بن مير جلال خان آهي. ٻي روايت موجب لغاري لفظ "ليغا" مان ورتل آهي. ليغا بن نوبت بن حسين بن رمضان بن رند بن مير جلال خان بلوچ.

"تاريخ بلوچستان" جي ص 37 تي لکيل آهي تہ ابراهيم رند ڪنهن لاشاري عورت سان همڪلامي ڪئي. جنهن سبب مير چاڪر خان بلوچ هن تي ڪاوڙيو ۽ رند کي مارڻ جو حڪم ڪيائين. پر خواتين جي سفارش تي سندس جان بخشي ٿي. ان ڏينهن مير چاڪر خان رند، ابراهيم کي "لغار" جو لقب ڏنو. جنهن کان پوءِ هي رند "لغار" سڏيا هئا. لغار جي معنيٰ آهي گگيرو ۽ گدلو وغيره. ڪجهہ عرصي بعد لغار لفظ ڦري "لغاري" ٿيو.

هڪ اڀياس مطابق ايراني مڪران ۾ "لغار" هڪ علائقو آهي. ان لغار جي نسبت سان هنن بلوچن جو نالو لغار ۽ ليغا پيو. مير چاڪر خان جي وفات کان پوءِ لغار ۾ ڪجهہ همت ٿي ۽ سندن چڱي مڙس "جمال خان" چوڻي رياست وسائي پاڻ کي لغار بجاءِ لغاري سڏايو. ان ڏينهن کان وٺي هي لغاري سڏجن ٿا.

لغاري قلات، سرحد ۽ پنجاب کان ٿيندا اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. هي ڪلهوڙن طرفان جنگين ۾ وڙهيا ۽ ٽالپرن جي دور ۾ سندن امير هئا. ٽالپرن هنن کي "نواب" جو لقب ڏنو. جن مان نواب ولي محمد خان لغاري نهايت مشهور هو. هنن کي ٽالپرن طرفان جاگيرون پڻ عطا ڪيون ويون.

ڪتاب"پنجاب ڪي ذاتين" ۽ ڪتاب "بلوچ" جي مصنف لکيو آهي تہ لغاري اصل ۾ رند قبيلو هو. جنهن جو شجرو ۽ حسب نسب رند جي پوٽي نوبت (نيابت) سان ملي ٿو. پر هن وقت هي رندن کان هڪ الڳ قبيلو آهي. سندن شجرو هن طرح آهي.




ڪتاب لکن ٿا تہ جملي "لغار" وجي ديري غازي خان ۾ ويٺا. مير چاڪر خان جي وفات بعد پاڻ کي "لغاري"

سڏائي. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن معرفت اچي سنڌ ۾ داخل ٿيا. جن ۾ بهلوائي" سيرڪائي، بالاچائي ۽ عاليائي لغاري نهايت مشهور هئا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جو خود به لغاري آهي، لغارين جا ست پاڙا ۽ پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر بزڙي پڻ ست پاڙا لکيا آهن، ليڪن صورتخطي ۽ اچار جي لحاظ کان ٻنهي جي لکتن ۾ ڪافي فرق نظر اچي ٿو.

محقق جي راءِ آهي ته لغاري ٻارهن قبيلن ۽ 60 پاڙن ۾ ورهايل آهن. تلهي ليکي تفصيل هن طرح آهي.

1 آدماڻي، 2 آلواڻي، 3 احمداڻي (قمبراڻي)، 4 الهيار خان، 5 بالاچاڻي، 6 بجاراڻي، 7 بدوئي، 8 براماڻي (بيراماڻي)، 9 براهماڻي، 10 بزيراڻي، 11 بنگلاڻي (بغلاڻي)، 12 بوزدار (بزدار)، 143 بهلولاڻي، 14 پرگڙي، 15 ٽرنگڙي، 16 چناڻي، 17 چناڻي، 18 جلالاڻي، 19 حاصلاڻي، 20 حسناڻي" 21 حلباڻي، 22 خدر، 23 ڏتراڻي، 24 دلواڻي، 25 دوداڻي، 26 داداڻي، 27 رستماڻي، 28 رندواڻي، 29 رانجهاڻي، 30 رٽاڻي، 31 ساجناڻي، 32 سريوال، 33 سيرڪاڻي (سرڪاڻي)، 34 سنجراڻي، 35 شيراڻي، 36 عالياڻي (علياڻي)، 37 عيساڻي، 38 علوداڻي، 39 ڦرڪارا، 40 ڪرڪلي (ڪلڪلي)، 41 ڪلوئي، 42 مٺواڻي، 43 محبتاڻي، 44 محمداڻي، 45 مگساڻي، 46 ملخاڻي، 47 مندراڻي، 48 مندواڻي، 49 منڪاڻي، 50 نظاماڻي 51 ننگراڻي، 52 نورنگاڻي، 53 نهراڻي، 54 هدياڻي (هرياڻي)، 55 هڏوار، 56 هئبتاڻي (هيبتاڻي)، 57 ڪچائي، 58 سهراباڻي، 59 گلياڻي، 60 ڪالواڻي (احمداڻي) ۽ () دوستلاڻي.

**لغوري:** فارسي لفظ لاغر مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪمزور ايراني مڪران جا گهٽ درجي جا باشندا آهن. هنن کي "نوهاڻي" پڻ چون ٿا. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. ڪتابن ۾ لکيل آهي ته بلوچي زبان ۾ لغور جي معنيٰ آهي ڏچڻو، هي ڏچڻا ماڻهو هئا. ان ڪري سندن ذات جو نالو "لغوري" پئجي ويو.

**لڪ:** سما خاندان مان آهن. ضلعي جيڪب آباد ۽ ٺٽي ضلعي ۾ رهندڙ. ڪن جو چوڻ آهي ته هي وچ پنجاب کان آيل آهن.

**لڪا:** سما خاندان مان آهن.

**لڪلاڻي:** ٻٽي قبيلي جو پاڙو آهي.

**لڪياري:** سيدن جو مورث اعليٰ سيد علي مڪي لڪياري آهي. جيڪو عراق جي شهر سامري کان هڪ سو ساٿين سميت گنجي آيو ۽ اچي لڪي شهر ۾ ويٺو. جنهن بعد لڪياري سيدن جو بنياد پيو. هن لڪياري سادات مان "يعقوب پوٽا" ميان پوٽا ۽ "راشدي" آهن. يعقوب پوٽن مان سيوهڻ وارا "لڪياري" سادات سيد محمد مراد شاهه، سيد الله بخش شاهه ۽ سيد حاجن شاهه وارا آهن. راشدي ساداتن مان "پير پاڳارو" خاندان آهي ۽ ٻيا راشدي آهن. ميان پوٽن مان آراضي وارا سيد، سيد نظر علي شاهه وارا آهن.

لڪي شهر ۾ سيد علي مڪي لڪياري جي اولاد مان هڪ درويش سيد صدرالدين شاهه لڪياري جي

زيارت گاهہ آهي. جنهن ڪي لڪياري لعل ۽ لڪياري ساداتن جو ڏاڏو چون ٿا. هن درويش سان لکي ۾ حضرت لعل شهباز قلندر جي ملاقات ٿي هئي. جنهن کين سيوهڻ شهر ۾ تبليغ ڪرڻ لاءِ صلاح ڏني. جيڪا حضرت عثمان مروندي قبول ڪئي. حضرت سيد صدرالدين شاهہ لڪياري پنهنجو پيائٽيو حضرت سيد صلاح الدين شاهہ ساڻن گڏي سيوهڻ ڏانهن روانو ڪيو.

لڪياري ساداتن جو شجرو ڪتاب "تحفتہ الڪرام" از سيد مير علي شير قانع ٺٽوي ص 363 ڇاپو 1994ع ۽ ڪتاب "سنڌي ادب ۽ ثقافت تي اسلامي اثرات" از ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پاران مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور سال 1999ع ص 85 (14) تي ڇپيل شجرا ساڳيا ۽ هڪجهڙا آهن. جيڪي هتي لکجن ٿا.
تحفتہ الڪرام موجب لڪياري سيدن جو شجرو هن طرح آهي.

سيد علي مڪي لڪياري بن سيد عباس بن سيد حسين بن سيد ارشد بن سيد زيد بن سيد جعفر بن سيد عمران بن سيد هارون بن سيد عبدالله الاشرف بن سيد قاسم بن سيد عبدالله بن امام موسيٰ ڪاظم رضہ.

مهراڻ رسالہ 1988ع جي جلد 4 (آڪٽوبر - نومبر ۽ ڊسمبر) سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو جي ص 121 تي جناب محمد قاسم سومرو. حر مجاهد ۽ تحريڪ آزاديءَ تي پاڳاري خاندان جو هڪ شجرو لکيو آهي. جيڪو سيد علي مڪي لڪياري کي حضرت علي رضا بن حضرت امام موسيٰ ڪاظم جي سلسلي سان لکي ٿو. ليڪن مٿي بيان ڪيل شجرا عبدالله بن امام موسيٰ ڪاظم جي پيڙهيءَ مان ڏيکاريا ويا آهن. مذڪوره شجرن جي حسب ۽ نسب ۾ ڪافي فرق نظر اچي ٿو. جيڪو درست ڪرڻ تمام ضروري آهي. ڪتاب "آئينہ سڪندري" از حافظ ميرالدين ص 11 تي پڻ محمد قاسم سومري جهڙو شجرو لکيو آهي. حڪيم گلاب خان مهجور بروهي بہ انهن سان متفق آهي. ڪتاب "حيات چهارده معصومين" از غلام سيد ذيشان حيدر جوادي. پبلشر رحمتہ الله بڪ ايجنسي ڪراچي ڇاپو 1996ع ص 476 تي لکيل آهي تہ شيخ مفيد جي لکڻ موجب حضرت امام موسيٰ ڪاظم رضہ کي 18 پٽ هئا. 1 حضرت امام علي رضا. 2 ابراهيم. 3 عباس. 4 قاسم. 5 اسماعيل. 6 جعفر. 7 هارون. 8 حسن. 9 احمد. 10 محمد. 11 حمزه. 12 عبدالله. 13 اسحاق. 14 عبيدالله. 15 زيد. 16 حسين. 17 فضل ۽ 18 سليمان. جن مان عبدالله. حمزه ۽ عبيدالله کي ڪو بہ اولاد ڪونہ هو. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ جناب سومري صاحب وارو لکيل لڪياري سيدن جو شجرو معتبر آهي.

انهي سلسلي ۾ مون شاهہ صدرالدين جي گادي نشين سان ملاقات ڪئي. ليڪن پاڻ بہ ڪا خاطرخواهہ وضاحت نہ ڪري سگهيو. تحقيق کي جاري رکندي "تاريخ طبري" ۽ ٻيا تاريخ جا معتبر ڪتاب ڏسندا پيا. جن ۾ بنوهاشم جا شجره تحرير ٿيل هئا. ليڪن عبدالله بن امام موسيٰ ڪاظم لاءِ لکيل هو تہ هو بي اولاد هو.

ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" از: جي. ايم سيد. ڪتاب "مشاهير سنڌ" از مولانا دين محمد وفائي ۽ ڪتاب "انوار ڪريمي" از نوح نجي الله وغيره مطالعي هيٺ آيا. ليڪن شجرن جون ڪڙيون ڪن ڪن جاين تي اختلاف رکن پيون. ان ڪري سومري صاحب جو لکيل "لکياري" ۽ "راشدي" شجرو معتبر سمجهي قارئين حضرات لاءِ پيش ڪجي ٿو. [illegible]

**لکاني:** سنوٺهڙ هندن جي هڪ ذات. هي ٿر ۾ رهندڙ آهن.

**لکاڻ:** چاچڙن، ذاريجن ۽ انڍڙن وانگر پوءِ مسلمان ٿيا آهن. هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. روهڙيءَ جي طرف نظر اچن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن:1 بنڌپوٽا، 2 بارهن هٽا، 3 رامڻ، 4 نناڻي، 5 ونجهو، 6 ويهو. هڪ روايت موجب لکاڻ ۽ لکڻ، لاکن مان آهن.

**لکاٿي:** ڪڇ ۽ پڇ کان آيل ميمڻ آهن. چانڊين ۽ ڪلوڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "لکاٿي" آهي. ڪرمتين جي لجيرا شاخ ۽ هندن جي "چابڙيا" نک مان پڻ "لکاٿي" آهن.

**لکٽير:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لکر:** هي جت بلوچ آهن. بلوچستان ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**لکڙا:** هندو راجپوتن جي ذات آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**لکمياٿي:** هندن جي ذات آهي.

**لَڪَمير:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سما بہ سڏجن ٿا. نواب شاهہ ۾ رهن ٿا.

**لَکِمير:** ڪيرين جو پاڙو آهي. هي بہ ملاح آهن. نواب شاهہ ۾ رهن ٿا.

**لکن پوريا:** سورج بنسي راجپوتن جي هڪ شاخ.

**لکڻ:** هي اصل ۾ لاکا آهن. هن وقت پاڻ کي لکڻ سڏائين ٿا.

**لکوارا:** هندن جي ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**لکواٿي:** "چنڊي پونر" نک مان هندن جي هڪ آکهہ. هي لکومل پرسومل جو اولاد آهن. جيڪي ڪوهستاني ڏاس ڪاترو هٿ. مرين سان گڏجي سنڌ ۾ داخل ٿيا.

**لُکيا:** مينگهواڙن جي ذات آهي.

**لَڪيا:** ونگرن جو هڪ پاڙو.

**لکياٿي:** "بجاج" نک مان هندن جي هڪ (پارواٿي) آکهہ جو نالو.

**لگائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي (تاريخ سجاول).

**لڳڙا:** مينگهواڙن جي هڪ نک جو نالو.

**لَلاَ:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**لـَـلا:** اروڙ ونسي ۾ لالواڻي هندن جي ذات آهي.

**للاڻي:** ملاح ۾ مهاڻا آهن. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ص 408 تي لکيل آهي تہ "للاڻي" ڪوٽڙيءَ جي ڪوسن جو پاڙو ۾ سلمن پاڙي جي هڪ شاخ آهن. جتن جو هڪ پاڙو پڻ آهي.

**لـَـلـَـيا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**لـَـلـِـيا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**لليپوتا:** جاکرن جي همند پاڙي مان هڪ اوڙڪ.

**لليجا:** جي معنيٰ آهي، ڳنڊيچوڙ. نڱ وغيره. ڪلهوڙن جي ذات مان هڪ پاڙو آهي.

**لمبور:** ڪنا ذات وارن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر).

**لنب:** لنب تر ۾ پيدا ٿيندڙ گاهہ جو نالو آهي، ان تي گذر سفر ڪرڻ وارا "لنب" سڏجن ٿا، هي سمن جي ذات آهي. لنب گاهہ جي ڪائڻ ڪري مال مکڻ وڌائي ٿو، ان ڪري چوڻي آهي تہ "لنب مکڻ چنب".

**لنجا:** دلن، سمن ۾ پنهيرن جي ذاتين جو پاڙو آهي. مناهي بن سمون بن رائيدن جو اولاد آهن. جيڪي سما ملاح جي اوڙڪ ۾ ٿا اچن. مناهيجا، مناهيا، اونا ۾ دل هن جا پائر آهن.

**لنجا جو شجرو هن طرح آهي**






**لنجار:** سمن جي ذات آهي. هي لاکي ۽ لنجي جو اولاد آهن. ڊاڪٽر غلام علي الانا لکيو آهي تہ سنڌ جو مشهور بزرگ درويش مخدوم ساهڙ لنجار پڻ انهيءَ قبيلي مان هو. کاري ۽ سيوهڻ جي پرسان هنن جا ڪافي ڳوٺ آهن.

پروفيسر حاجي محمد اسماعيل آغا. ماهوار رسالي "السنڌ" شمارو 78 مئي- جون 2000 ص 70- 68 تي لکيو آهي تہ لنجار اصل ۾ النجار آهن. جيڪي محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ ۾ آيا هئا. جن بعد ۾ پاڻ کي "لنجار" سڏايو. هن صاحب جو لکڻ آهي تہ بزرگ ساهڙ لنجار. ميان حبيب الله لنجار ۽ ميان عبدالخالق لنجار هن خاندان مان آهن. جيڪي اصل ۾ النجار هئا.

ذاتين ۽ ڪرتن جي اعتبار موجب النجار. واڍي ڪي چون ٿا ۽ لنجار لاکي جي اولاد کي چون ٿا

جيڪي سمن ملاحن ۽ سميجن جي ڪل مان آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان. لنجارن کي ڪاري ۾ رهندڙ مسلمان ذات لکيو آهي. ڪارو ننڍي ضلعي ۾ ساموندي ڪنارو آهي، جتي اڪثريت ملاحن، مهاڻن ۽ ميربحرن جي آهي. ان مان تقويت ملي ٿي تہ هي لاکي جو اولاد. ملاح ۽ مهاڻا آهن نہ ڪي عرب ڪان آيل واڍا آهن.

ايس- صادق علي، مولائي شيدائي، ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ٻين محققن لنجار قبيلي جا جيڪي شجرا لکيا آهن. انهن مان هڪڙو شجرو پيش ڪجي ٿو.



**لنجاري:** مهرن جو پاڙو آهي. ڪي لنجار پاڻ کي ”لنجاري“ بہ چوائين ٿا.

**لَـنجاڻي:** پھوڙن جي ذات جو پاڙو آهي.

**لُـنجاڻي:** هي پاهڙن جي ذات آهي.

**لنجر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لَنجواڻي:** رندن جو پاڙو آهي.

**لُـنجواڻي:** هي سماٽي جت آهن. جيڪي مير جت بہ سڏجن ٿا.

**لنجي پوٽا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**لندواڻي:** جمالي بلوچن جو پاڙو آهي.

**لنـُـڊ:** هي بلوچ آهن. جن جو حسب نسب رندن مان آهي. هي بلوچ بن وڏن قبيلن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا سوري لنڊ ۽ ٻيا ٽبي لنڊ.

(الف) : سوري لنڊ: هيءَ امير سوري لنڊ جو اولاد آهن. صوبي سرحد ۾ سوري لڪ ۽ ڪنڊي وال سندن بہ قلعا هئا. اتي آباد هئا. حيدراڻي پاڙي تي سندن پڳ هئي. ڪجھ صديون اڳ پنھنجي وطن کي ڇڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. هنن جا خاص پاڙا آهن:

1 اوراڻي، 2 نيـڪاڻي، 3 چاڪراڻي، 4 حيدراڻي، 5 دوداڻي، 6 ڏنگاڻي، 7 زريناڻي، 8 صادقاڻي، 9 طالباڻي، 10 بڪراڻي، 11 زرياڻي، 12 گرزواڻي، 13 نوهاڻي ۽ 14 گورجاڻي.

(ب) ٽبي لنڊ: هنن کي ٽبي لنڊ يعني ڏکڻ وارا لنڊ چوندا آهن. هنن ۾ رند ۽ ڪوسا شامل آهن. هي مڪران کان سنڌ ۾ آيا هئا. هنن جا خاص پاڙا آهن:

1 پتافي، 2 رند، 3 ڪوسا، 4 لنڊ، 5 ميواڻي

ٽالپرن جي دور ۾ لُنڊن وٽ جاگيريون هيون ۽ سرداري پڳ ”ميواڻي“ قبيلي تي هئي. هن وقت سنڌ ۾ ٻنهي وڏن قبيلن ۽ انهن جي پاڙن ۾ عزازت جي ميل جول ڪري هڪجھڙائي تي ويئي آهي، جيڪي بلوچي ۽ سرائڪي ڳالهائين ٿا.

ڊومڪي بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ”لنڊ“ آهي. جيڪي پاڻ کي ”لنڊ“ چوائين ٿا. رسالہ مهراڻ نمبر 4 - 3 1997ع ص 110 تي لکيل آهي تہ لنڊ، هندن جي پاڙي جو نالو پڻ آهي.

سوري لنڊن ۽ ٽبي لنڊن جو شجرو هن طرح آهي.

شجرہ نمبر: 1

**میر جلال خان بلوچ**

|

رند

|

رمضان

|

نصیرالدین

|

احمد

|

گلو

|

فیروز

|

کالو

|

فیروز شاہ

|

شہک

|

حسن

|

ریحان

|

علي

|

لندب

شجره نمبر: 2

دريشڪ رندن جو سلسلو هن خاندان مان آهي.




لَنڊا: هڪ مسلمان سمات ذات.

**لنداوت:** ميو قبيلي جو پاڙو آهي. مسلمان آهن.

**لندر:** سومرن جي ذات آهي.

**لندڪاڻي:** بگٽي بلوچن جو پاڙو آهي.

**لندوخيل:** آفريدي پٺاڻن جي سيپاخيل قبيلي جو پاڙو آهي.

**لندي:** هي اصل ۾ مڪران جا گهڻ ذات وارا بلوچي زبان ڳالهائيندڙ پورهيت آهن. جيڪي لوهارڪو، واڍڪو، موچڪو ڪم ڪن ٿا. پنڻ جو هنن ۾ رواج آهي. هي اڪثر ڪري نوڪر ۽ ٻانها سڏجن ٿا. غربت ۽ روزگار خاطر ڪراچي ۽ اندرون سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا آهن.جتي پاڻ کي بلوچ، مڪراني ۽ لورا وغيره چوائين ٿا.

**لنگار:** اصل ۾ رندن جو پاڙو آهي، ليڪن هن وقت بروهي خاندان ۾ شامل آهن. (بحوالہ: بلوچ قوم ڪي تاريخ ص 696)

**لنگاڻي:** پنهورن ۽ مهرن جا پاڙا آهن.

**لنگاهه:** ڪتاب "شاهان گوجر" ۾ لکيل آهي تہ "لنگاهہ" گوجرن جو پاڙو آهي، جيڪي راجپوت نسل مان آهن. لنگاهہ ۽ لانگاهہ ساڳي قوم آهي. چاچ هنن جا عزيز آهن ۽ گهڻا لنگاهہ جو پياءُ آهي، ڪي هنن کي بلوچ بہ چون ٿا. هي حڪمران رهيا آهن.

**لنگر:** سراواني بروهين مان آهن.

**لَـنگَـراڻي:** هيءَ هڪ سماٽ ذات آهي. لاشاري بلوچن ۾ پڻ "لنگراڻي" آهن.

**لَـنگـِراڻي:** گورچاڻي بلوچن جي درڪاڻي قبيلي جي پاڙي مان آهن.

**لنگڙيال:** سورج بنسي راجپوت نسل ۽ برهمڻ چارڻ نسل مان آهن. هنن سلطان سمران جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو. هنن جا وڏا غريبن ۽ محتاجن ۾ لنگر تقسيم ڪندا هئا، جنهن ڪري "لنگڙيال" سڏجڻ لڳا.

**لنگوهه:** سراواني بروهين مان آهن.

**لنگها:** لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ "سلانگ" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، دهلاري، مڱڻهار، مڱڻو، ميراثي وغيره. اصطلاحي معنيٰ ۾ خوشيءَ جي موقعن تي ڳائي وڄائي لاڳ وٺڻ وارن کي "لنگها" چون ٿا. عام لفظن ۾ لنگها، مڱڻهار آهن، جيڪي سنڌ جي سمن مان آهن. رڳو ڪرت جي ڪري ذات جا "لنگها" سڏجن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 سريا (ٿريا)، 2 سنليا، 3 سيـڏل، 4 ورناڻ، 5 ميراسي.

**چوڻي: لِنگها لاڳ وٺڻ لاءِ، ترت ٿيا تيار.**

**لوتيار:** سما ملاح آهن.

**لوٽاري:** حملاڻي راڄ مان آهن.

**لوٽاڻي:** رندن جو پاڙو آهي.

**لوٽيا:** خواجا. کوجا. خوجا قوم جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي خوجن طور سڃاتا وڃن ٿا. هنن جو واسطو اسماعيلي خواجن سان آهي. جيڪي حاضر امام جا پيروڪار آهن. وورن ۾ پڻ ”لوٽيا“ آهن.

**لوناڻي:** زهريءَ جي پٽ جو نالو ”لوٽ“ هو. جنهن پنيان هي بروهي ”لوناڻي“ سڏجن ٿا.

**لُوڇا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**لوڇراڻي:** ٻڙدين جي ذات آهي.

**لودا:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**لوداڻي:** گورچاڻي بلوچن جي هلواڻي قبيلي جو پاڙو آهي.

**لودر:** پرمار راجپوتن جي ذات آهي. هي اصل ۾ جيسلمير جا آهن.

**لودي (لوڌي):** ڪتابن ۾ لکيل آهي ته عبدالرشيد (قيص). کي ٽي پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو بيتان (پناڻ) هو. جنهن کي خدا تعاليٰ تي پٽ اسماعيل. رشبن. ڪچتان (گچتان) ۽ هڪ ڌيءَ بيبي متو خٿئي. بيبي متو. شاهه حسن غوريءَ سان شادي ڪئي. هن کي ٻه پٽ ڄاوا هڪڙي جو نالو غلزئي ۽ ٻئي جو نالو ابراهيم هو. غلزئيءَ جو اولاد ”غلزئي“ پناڻ آهن. ابراهيم ۽ غلزئي کي پنهنجي ڏاڏي ڪو ڪم ڪري اچڻ لاءِ چيو. ابراهيم اهو ڪم جلدي ڪري آيو ۽ غلزئي کان اهو ڪم تي نه سگهيو. جنهن تي سندن ڏاڏي چيو ته ابراهيم تون اڄ کان پنهنجي قبيلي جو لودي (**Lodi**) يعني وڏو ۽ چڱو مڙس (پڳدار) آهين. ان ڏينهن کان پوءِ هي پناڻ قبيلو لوديءَ جي نالي سان سڏجڻ لڳو.

لودي (لوڌي) بادشاهه پڻ هن قبيلي مان ٿيا آهن. جيڪي لودي گهراڻي جي نالي سان مشهور آهن.

لوڌي قبيلي جا خاص پاڙا آهن:

1 آلف خيل. 2 ابراهيم خيل. 3 ابو سعيد خيل. 4 احمد خيل. 5 اسحاق زئي. 6 اسد خيل. 7 اشڪ زئي. 8 باجوزئي. 9 باڙو خيل. 10 توراخيل (تور خيل). 11 پياخيل. 12 حسن خيل. 13 حضر خيل. 14 دولت خيل. 15 رمضان خيل. 16 زڪور خيل. 17 زڪوزئي. 18 سبزي خيل. 19 شادي خيل. 20 شيرا خيل. 21 طاهر خيل. 22 عسوئي خيل. 23 عيسيٰ خيل. 24 ڪال خيل. 25 محمود زئي (محمود خيل). 26 موسيٰ خيل. 27 هدر خيل. 28 ياسين خيل. 29 يعقوب خيل. 30 يونس خيل. 31 سياني. 32 نيازي. 33 دوتاني. 34 برنگي. 35 اسماعيل. 36 سور. 37 لوهاني. 38 مهپال. 39 خسر. 40 تاتر. 41 بلوچ. 42 دولت خيل. 43 ميان خيل. 44 بختيار. 45 مروت ۽ 46 اسحاق.

**لودين:** افغاني پٺاڻ آهن. شڪارپور ۾ رهن ٿا. هنن مان قاضي عبدالرحيم ۽ سندس پٽ قاضي عبدالنبي وڏا بزرگ هئا.

**لوديني:** حسيني سيدن جو پاڙو آهي.

**لوڏا:** هندن جي ڪليتا شاخ مان هندو آهن. ڪاڇي ۾ لوڊا پڻ هنن مان آهن.

**لوڏاٺي:** هندن جي ذات آهي.

**لوڏرا:** پنجاب ڪان آيل "سيال" آهن.

**لوڏي:** رگهه بنسي راجپوت جو اولاد آهن.جيڪي سماٽ سڏجن ٿا. لودي پٺاڻن کي سنڌي زبان ۾ لوڏي چون ٿا. تفصيل لاءِ ڏسندا لودي. لوڏي، پراڪرت لفظ "لڏ" ۽ سنڪرت لفظ "لبڌ" تان ورتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، شڪاري، سياد.

**لوڊا:** سمن جي ذات آهي. ميرپورخاص ضلعي ۾ رتن آباد اسٽيشن جي پرسان سندن ڪجهه ڳوٺ آهن. هندن جي ڪليتا شاخ مان پڻ "لوڊا" آهن. هي ڪاڇي ۾ لوڏا هندن جا عزيز آهن.

**لوڊرا:** مهرن مان آهن.

**لوڊي:** سمن جي ذات آهي.

**لوڊيڪي:** سوريه راجپوت نسل مان آهن. پاڻ کي ڪرل بہ چوائين ٿا.

**لوڊا:** هندن جي ذات آهي.

**لوڊر:** سمن جي ذات آهي. هي ڀينبسين بن ڏهر جو اولاد آهن. هي پاڻ ۾ ڏهه پاڙ هئا 1 ڀنيرو، 2 ڀاٺون، 3.ڳاهو، 4 سپيو، 5 سپڙ، 6 ٻتڙ، 7 جوٺو، 8 لوڊر، 9 اوڊر ۽ 10 ورسٺيا. جن جي نالن پٺيان جدا جدا ذاتيون وجود ۾ آيون. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏهرن ۽ جوٺن جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**لوڊي:** سما آهن.

**لوڊيڙا:** سما ملاح آهن. لياڻيءَ جا رهاڪو آهن. ان نسبت سان "لوڊيڙا" سڏجن ٿا.

**لورا:** جي لفظي معنيٰ آهي، گهڻ ذات وارا. نيچ، لنگها، مگتا، مهاڻا وغيره. هي اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو آهن. هنن مان ڪافي لڏي وڃي مڪران ۾ ويٺا. بلوچستان ۽ ايران وارا لورا بہ اصل ۾ سنڌ جا آهن. سنڌ وارا سنڌي ۽ بلوچي ڳالهائين ٿا ۽ ٻاهريان لوري ڇيني ڳالهائين ٿا. لورا بروهين ۾ بہ آهن. جن کي گهڻ سمجهيو وڃي ٿو. لورا شادين مرادين تي ڳائين وڄائين ٿا. پراڻي زماني ۾ بادشاهه ۽ چڱا مڙس سندن راڳ پسند ڪندا هئا. ايس - صادق علي جي لکڻ موجب "لورا" سنڌ جا سما ملاح آهن. جن جا خاص پاڙا آهن:

1. ٿوٽڪاڻي، 2. سرمشاڻي، 3. شهبازئي ۽ 4. ڪڪزئي.

**لورالاڻي:** بلوچستان جي لورالاڻي علائقي جا باشندا آهن. ان جي نسبت سان ذات جا "لورالاڻي" سڏجن ٿا.

**لورد:** رندن جي ذات آهي.

**لورڙ:** سما ۽ ملاح آهن.

**لوري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**بيت:** **سمي پاڻ سهاڳ ڏئي، هي جي هن هيريون،**
**لوهاڻيون لوريون، پارس لڳي سون ٿيون. (سچل)**

**لوريا:** سما ۽ ملاح آهن.

**لوريرا:** مسلمان سماٽ ذات آهي.

**لوڙهائي (لوڙائي):** لوڙهائي ۽ ڪُمواڻي، منڇر ڍنڍ جا رهواسي ملاح ۽ مهاڻا آهن. منڇر مان لوڙهن ڪڍڻ وارن کي "لوڙهائي" ۽ ڪمن پٽڻ وارن کي "ڪمواڻي" چون ٿا. هنن ٻنهي ذاتين جو ذڪر ايس - صادق علي جي لکيل ڪتاب **The Muslman Races Found in Sindh, Balochistan and Afghanistan** جي صفحي 62 جريان نمبر 137 ۽ 152 تي ٿيل آهي. لوڙهائي ذات وارا پاڻ کي "ٻگهيا" به چوائين ٿا.

تاريخ سجاول از عزيز جعفراڻي لکي ٿو ته "لوڙهائي" ملاح آهن. جن جا ڪجهه گهر سجاول تعلقي ۾ آهن. سيوهڻ شهر ۾ وينل لوڙهائي چون ٿا ته اسان ٻگهيا (ابڙا) آهيون. ٻلهڻ ڳوٺ (لڳ منڇر) مان لڏي اچي سيوهڻ ۾ ويناسين. گهرن کي لوڙها ڏيڻ جي نسبت سان ذات جا "لوڙهائي" سڏجڻ لڳاسين. هيءَ روايت محمد قاسم لوڙهائي ۽ عطا محمد لوڙهائي کان معلوم ٿي.

**لوڪا:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو هڪ پاڙو.

**لولايا:** سما خاندان مان آهن.

**لولجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لولو:** سنيا ذات جو پاڙو آهي. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**لولياز:** هي مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ جو پاڙو آهي.

**لومڙيا:** سمن جي ذات آهي. نهڙين ۾ پڻ آهن. ۽ جيڪي راڄوَ جي پڳ هيٺ آهن.

**لون:** ڪشميري ٻٽ مسلمانن جو هڪ پاڙو. هي راجپوت نسل مان آهن.

**لونٽيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

رمبرا: هڪ سمات ذات آهي. سکر ضلعي ۾ رهن ٿا.

**لونڊا:** سنگراسين جو هڪ پاڙو.

**لونڪ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لونگاڻي:** مگسي بلوچن جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي پٺوا شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**لونگائي:** ڪلهوڙن ۽ ملاحن جي ذات آهي.

**لونگيا:** سما خاندان مان آهن.

**لونڻائي:** نومڙين جي ذات آهي.

**لوني:** بنيادي طور هي پٺاڻ آهن. ليڪن هي پاڻ کي سمات چوائين ٿا. ڳالهائين بہ سنڌي ٿا. جيڪب آباد شهر جي پرسان وينا آهن.

**لونيا:** ضلعي ٺٽي ۾ رهندڙ هڪ ذات.

**لوٽا:** سنگراسين جو هڪ پاڙو.

**لوٽائي:** ميربحرن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. سجاول جي پرسان وينا آهن.

**لوٽيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا. مينگهواڙن ۾ پڻ آهن.

**لوهاچ:** سمن جي ذات آهي. هي پاڻ کي سرائي بہ چوائين ٿا. ضلعي نواب شاھ ۾ سندن ڪافي گهر آهن.

**لـوهار:** هندن جي ذات آهي. لوھ ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا. ترڪان، ڏوگري ۽ صقلي گر سندن مکيہ پاڙا آهن.

**لـُوهار:** سومرن جو هڪ پاڙو.

**لوهاراڻي:** حملائي ملڪن جي برفت راڄ جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي ڄام بدو آريءَ جي وڏي پٽ لوهار جي نالي پٺيان سڏجن ٿا. جيڪي ڄام لوهار جي نالي سان مشهور آهن. هي سما خاندان مان آهن.

مري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو پڻ "لوهاراڻي آهي. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن:

1 شبراڻي، 2 ڪندراڻي، 3 گوسراڻي، 4 موهنداڻي، 5 سمراڻي، 6 مريداڻي. ڄگّ مڙسيءَ جي پڳ گوسراڻي پاڙي تي آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ هن قبيلي جا باشندا لوهارڪو ڏنڏو ڪندا هئا. ان ڪرت جي نسبت سان "لوهاراڻي" سڏجڻ لڳا.

**لوهاني:** افغاني پٺاڻن جي لوڌي خاندان جي سياني شاخ بن حصن پرنگي ۽ اسماعيل ۾ ورهايل آهي. لوهاني ان اسماعيل شاخ جو پاڙو آهي. سور، مهپال ۽ ميان خيل هن جا شريڪ آهن.

**لوهاڻا:** لوهاڻا، لوهار، لوهر، لهر ۽ آهينگر هندن جي هڪ واپاري قوم آهي. هي سنڌ ۾ ملتان جي پرسان

"لوهن پور" مان لڏي اچي سند ۾ ويٺ. هي وشنو ديوتا ۽ درياءَ جا پوڄاري آهن. هنن کي "وليڇاري" پڻ چون ٿا. ليڪن هي وشنو نو ٻـ سڏجن ٿا. هن قوم جون سنڌ ۾ پنجاهه شاخون آهن. جن مان خدا آبادي ۽ سيوهاڻي مشهور آهن. هن وقت هي سيوهڻ ۽ خدا آباد مان لڏي ويا آهن. هي گوشت ۽ هر شيءِ کائيندا آهن.

سنڌ جا لوهاڻا ٻن طبقن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا عامل يا سرڪاري ملازم ۽ ٻيا واپاري. هنن ۾ اڪالي خالصا ۽ لوهاڻا سک ٻـ آهن. ٿر ۾ رهندڙ لوهاڻا ۽ سوڍا پاڻ ۾ نـ نهيا. جنهن ڪري ڪافي لوهاڻا هندستان لڏي ويا آهن. سنڌ جا ميمڻ، لوهاڻن مان آهن.

آڏواڻي ڀيرو مل مهر چند. سنڌ جي هندن جي تاريخ پاڳون ڀهريون 1946ع ص 244-243 تي لکي ٿو تـ لوهاڻا اصل ۾ "لواڻا" سري رامچندر جي پٽ "لوا" (Lova) جو اولاد آهن. هي اصل ۾ رانوڙ راجپوتن مان هئا. ڪنوجه (ڪاليا ڪيجه) جي راجا جئچند ساڻن ظلم ڪيا. "ورڻ" ديوتا جي حڪم تي اهي "لوهي ڪوٽ"[1] ۾ رهڻ لڳا. جنهن بعد "لوهاڻا" سڏجڻ لڳا. سنڌ ۾ اڳهم نالي لوهاڻو مشهور هو.

**لوهاڻي:** پني قبيلي جو پاڙو آهي. بڙدين ۾ پڻ لوهاڻي آهن. جن جو واسطو حاجيجا بڙدين سان آهي.

**لوهر:** لوهه جو ڪم ڪرڻ وارن کي "لوهر" چون ٿا. لوهر مسلمان ۽ هندو آهن. سنڌ جا لوهر چون ٿا تـ اسان اصلي "سهتا" آهيون. هندو لوهرن جو واسطو لوهاڻن سان آهي.

**لوهراڻي:** ڊومڪي بلوچن مان آهن.

**لوهڙا:** ٿر ۾ رهندڙ هندو برهمڻن جي ذات آهي.

**لوهڙي ڪش:** غزيني مري آهن.

**لوهيڙا:** سنبا ذات جو پاڙو آهي. ٿنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**لوئيا:** ٿري هندن جي ذات آهي.

**لهاڄ:** هي سما ملاح آهن.

**لهاراڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي.

**لـهاڪاڻي:** ڪرمتين جي مهيري شاخ جو هڪ پاڙو.

**لهاڻا:** هندي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ساڙيندڙ. ٻاريندڙ. جلائيندڙ وغيره. هي هندو آهن. پنهنجي مئل ٻائرن ۽ قوم وارن جا لاش ساڙيندا (چتا) آهن.

**بيت: آڻيو وجهي آڙ ۾ لهاڻو لوهيون.**

---

[1] اهو لوهي ڪوٽ "لوهه ڪده" سڏجڻ لڳو. جيڪو بعد ۾ لاهور سڏجڻ لڳو.

لوهاڻا ۽ لهاڻا بہ جدا جدا هندن جا راڄ آهن. ليڪن ڪين هڪ خاندان سمجهيو ٿو وڃي.

**لهپر:** جتن جي ذات آهي.

**لهر:** ٻڙدين جي حاجيجا شاخ مان آهن. هنن جا چڱا مڙس حاجي غلام محمد خان. جعفر خان حاجيجا جعفرآباد وارا آهن.

**لهراڻي:** جمالين جو پاڙو آهي.

**لهريجا:** چانديا آهن.

**لَهڙي:** هي اصل ۾ بلوچستان جي ٽڪرين تي رهڻ وارا بلوچ هئا. پر هن وقت بروهي تمن ۾ شامل ٿي ويا آهن. بروهيءَ جي حيثيت ۾ لهڙيءَ جون خاص شاخون ۽ پاڙا هن طرح آهن: 1 ابراهيم زئي. 2 حيدر زئي. 3 خلچاڻي، 4 زوبيراڻي، 5 شادياني ۽ 6 شنگراني. لهڙين کي سراواني بہ چون ٿا.

**لُهڙي:** بلوچن جي ذات آهي.

**لهڻ:** انڙن جي ذات مان آهن.

**لهٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لهوڪڙا:** سمن جو پاڙو آهي.

**لئوٽا:** مينگهواڙن جي هڪ نک جو نالو.

**لَيارا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لِيارا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لياراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**لياريوٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ليان:** پنوار راجپوتن جي هڪ شاخ.

**ليبا:** چنا ذات جو پاڙو آهي.

**ليڏا:** ڀان فقيرن جو هڪ پاڙو.

**ليرا:** ڀان ذات جو پاڙو آهي.

**ليڙواڻي:** ٻڙدين مان آهن.

**ليڪا:** هي اصل ۾ زنگيجا بلوچ آهن. سندن وطن ليہ پنجاب آهي. سرائي سڏجن ٿا. ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو حساب ڪتاب (ليکو - خرچ - پکو) رکندا هئا. جنهن ڪري کين "ليڪا" چيو ويو. هن وقت ذات

جا "ليڪا" سڏجن ٿا.

**ليڪي:** سرائي آهن. سندن ڪجهه گهر نواب شاهه ۾ آهن. منهنجي راءِ آهي تہ ليڪا. ليڪي ۽ ليڪين هڪڙي ئي ذات آهي. ڪن جاين تي عباسي ۽ ڪلهوڙا پڻ سڏجن ٿا.

**ليڪين:** هڪ سماٽ مسلمان ذات آهي. پيروز فقير مهيري جو بيت آهي تہ:

**چانــيو چــر چــرا تــيو، چيٽ ويو چــپ،**

**ليڪين سنـدي رپ، پٽي لٽي پيروز چئي.**

**ليل:** سمن جي ذات جو پاڙو آهي.

**ليلا:** سمن جي ذات آهي.

**ليلڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ليلگاٽي:** مسلمان سماٽ ذات آهي. ساموندي ڪناري ۽ لاڙ واري حصي ۾ رهن ٿا.

**ليماٽي:** جوٺيجن جو پاڙو آهي.

**لينجهار:** هندن جي ذات آهي. پنوائي ۽ گلراجاٹي هندو هن نک مان آهن.

**لينوالا:** وورا قوم جي ذات آهي.

**ليها:** هڪ مسلمان غير سماٽ ذات آهي. جيڪب آباد طرف رهن ٿا.

## لکياري سيدن جو شجرو





اسد الله
زيد
شاه عباس
شاه علي مكي لكياري (جد امجد لكياري سادات)
حاجي عرف پركيو
سيد چگو عرف چكن شاه
مراديو
محمد
شاه حسين
محمد
محمود
سيد صدرالدين شاه
اول شاه مجذوب
ابوالحسن
عبدالرسول
محمد شجاع
حمد اشرف
ابوبكر
سيد غازي خان
سيد حمزو
(ميان پوٹا آراضي وارا سيد)
سيد بهاؤالدين شاه
شهاب الدين
حسين
سيد صلاح الدين
فضل الله
عبيد
عباس
نٿو
(2)
(1)


(1)
عبيد
بايزيد
فريد
يونس
كهير
يحيى
يعقوب
فريد
ايوب
سمباهو عرف
كهير شاه لكياري
(لكياري سيد ئتي وارا)
(يعقوب پوتا- لكياري سيد
لكي ۾ سيوهڻ وارا)


(2)
ناصرالدين
امير علي
حسين
بولڻ
سنجر
كنڻ
عثمان
شكر الله
فتح محمد
محمد امام شاه
لكياري
سيد محمد بقا شاه
سيد محمد راشد شاه

ماڇيءَ جي وڏي پاءَ جو نالو "سولنگي" هو. جنهن کي قوم وارا عزت ۽ مان ڏيندا هئا. ان کي بين ماڇين عزت پريو ڏسي پاڻ کي بہ "سولنگي" سڏائڻ لڳا.

سيد محب الله شاهہ ولد احمد شاهہ هڪ بزرگ شخصيت ٿي گذريو آهي. ان 18 صديءَ ۾ سنڌ جي هڪ مختصر تاريخ لکي هئي. جنهن ۾ ماڇيءَ قوم جو ساڳيو ذڪر ڪيو آهي. جيڪو ايس - صادق علي 1901ع ۾ پنهنجي لکيل ڪتاب **The Muslman Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan** ۾ ڪيو آهي. ڪتاب لکن ٿا تہ اهو دؤر هندو راجا امبرت جو هو. جيڪو الور جو بادشاهہ هو. جنهن سيويءَ کي سيوهڻ جي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو هو. ان وقت سيوهڻ جو نالو سيوستان هو. سيوهڻ ۾ گرمي ڏاڍي هوندي هئي جنهن سبب فارسيءَ ۾ هي پهاڪو چيو ويو.

"سيوي وسيوستان ساختي، دوزخ چرا پرداختي" **"O God" (Which is omitted) you made siwi and siwistan, why did you, then create hell?** وقت گذرڻ سان گڏ اهي ماڇي ۽ سولنگي سموري ۽ سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويا. جيڪا هن وقت گهڻائيءَ واري قوم آهي. سنڌ جي تمدن. تهذيب ۽ تاريخ جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ ماڇي سنڌو ماتريءَ جي عام سماٽ ذات آهي. جن جو گذران مڇي مارڻ ۽ جهنگلي جانورن جي شڪار تي هو. جنهن سبب هنن کي ماڇي ۽ شڪاري جي نالن سان سڏيو ويو. انهن جو ذريعو معاش ڍنڍن. ڍورن ۽ درياءَ مان مڇي مارڻ ۽ جهنگلي جانورن جو شڪار ڪرڻ هو. ان ڪري کين "معاشي" بہ سڏيو ويو.

ڪتاب لکن ٿا تہ ماڇي اصل ۾ دراوڙ هئا. هي جتن. ميرن ۽ ميربحرن وانگر سنڌ جا اصلي باشندا هئا. هي مڇي ماريندا هئا ۽ ميربحرن بہ انهن کان مڇي مارڻ جو فن سکيو. پنجاب ۾ رهندڙ ماڇي اڄ تائين مڇي مارڻ جو ڌنڌو ڪن ٿا. شڪارين ۽ باليشاهين جي بہ اصلي ذات ماڇي هئي. سڏرڻ ۽ مسلمان ٿيڻ کان پوءِ هو پاڻ کي مسلمان ماڇي. سولنگي ۽ شيخ چوائڻ لڳا. ڪتاب "پنجاب کي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ "ماڇي" ملاحن ۽ جهينورن (ملاح) جو پاڙو آهي. ۽ اهي مسلمان ۽ هندو آهن. (ص 673)

ماڇي. حڪمران قوم هئي. هنن مالوه. شورا شتر (گجرات) ۽ ڪوڪن تي صدين تائين حڪومت ڪئي. سنڌ ۾ "مانڪ تارا" سندن رياست هئي ۽ رياست جو حاڪم جيسر ولد ججہ ماڇي هو. رعيت مڇي مارڻ جو ڌنڌو ڪندي هئي. حڪومت وڃائڻ کان پوءِ بہ هنن ساڳيو مڇي مارڻ جو ڌنڌو جاري رکيو.

بيت: تنبوءَ جي طناب، اڄ ڪُتي ڪينجهر ڪنڌئين.
ناد وڄن ٿا نادري، بيايي رود رباب،
جتي ڪڪيءَ ڪوڙ هئا. قيما تن ڪباب،
وتن مهاڻا مست ٿيا، ماڇي بي مهاب،
تن تون سڀ حساب. مورائين معاف ٿيا. (سچل)

**ماڇياڻي:** "تاريخ بلوچستان" از رحيمداد خان مولائي شيدائي موجب ماڇياڻي مزاري بلوچن جي بلوچاڻي قبيلي مان آهن.

**مادلاڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**مادناڻي:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**ماڏو:** ڀٽن جي ذات آهي. برهم کترين جي هڪ نک جو نالو پڻ.

**ماڏوڙا:** حسناڻي برفتن جو پاڙو آهي. ڇام برفت جي پٽ ڇام همرک جي اولاد ۾ حسن هو، جنهن جي هڪڙي پٽ جو نالو "منڌرو" هو، جنهن مان "ماڏوڙا" آهن ۽ هن وقت لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**ماڏو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ماڏواڻي:** هندن جي ذات آهي.

**ماراڻي:** سمن مان آهن. سانگهڙ ۾ رهن ٿا.

**مارائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مارڇا:** هڪ سماٽ ذات آهي. ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**مارخياڻي (مرخياڻي):** ابڙن جي راڄ مان آهن.

**مارفاڻي:** چانڊين جي هڪ قبيلي جو نالو آهي. هن قبيلي جا مکيه پاڙا آهن:
1 انڙاڻي، 2 ايلچاڻي، 3 بلاڻي، 4 بڊاڻي، 5 پاٿواڻي، 6 ڀيڳاراڻي، 7 حملاڻي، 8 راڌاڻي، 9 سجاولاڻي، 10 شاهاڻي، 11 ڪوهيڳاڻي، 12 گورگيجا، 13 منگهياڻي، 14 نوراڻي، (متارا)، 15 وراڻي، 16 اميراڻي، 17 ...احباڻي. ابڙن، ڪلوڙن ۽ انڊڙن ۾ پڻ "مارفاڻي" آهن.

**مارفت:** سما خاندان مان آهن.

**مارفپوتا:** هاليپوٽن جو پاڙو آهي.

**مارڪاڻي (مرڪاڻي):** ڊومڪي ۽ بزدي بلوچن مان آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب مارڪاڻي، مير جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**مارماڻي:** خاصخيلين جو هڪ پاڙو. هنن مان ڪنهن هڪ شينهن ماريو هو، ان ڪري "مارماڻي" سڏجن ٿا.

**مارُو:** مارئي (ماروي) جي ملڪ (ٿر) جي هڪ خوشبودار گاهه جو نالو آهي. مارو جي معنيٰ آهي غريب، نادار، مال چاريندڙ. ٿر جي هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي، جيڪا ماروئڙ سان منسوب آهي.

**ماروا:** ڪرمتي بلوچن جي ذات آهي.

**ماروائي:** سمائي جت آهن. شاهبندر تعلقي ۾ رهن ٿا. منهون راڄ وارا هنن جا پڳدار آهن.

**مارو پوٽا:** مهرن جي ذات آهي.

**مَارِي:** سمن ۽ ڪلهوڙن جي ذات آهي.

**ماريا:** هي جت بلوچ آهن.

**ماريچ:** سما خاندان مان آهن.

**ماريجا:** هي ٿر جا رهواسي سما آهن.

**ماريچا:** ٿر جا رهواسي سما آهن.

**ماڙيچا:** مارواڙ کان لڏي آيل مارواڙي آهن، هي ٿري بہ سڏجن ٿا. هي مسلمان ۽ هندو آهن. ماڙيچا. سنسڪرت لفظ مرو= ٿر + ويشي = رهاڪو تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ٿريلو".

**مازنداني:** مرزا شاهہ حسن جي دؤر 967 ھ بمطابق 1550ع ۾ سيد بدرالدين، مازندان مان لڏي عربي سمنڊ رستي، ديبل تي لهي ٺٽي پهتو. هن خاندان پاڻ کي "مازنداني" سيد سڏايو.

**ماس:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ماسوري:** بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو آهي. هن قبيلي جون خاص ڦريون آهن:

1 جکراڻي، 2 ديهاڻي، 3 سرڪري، 4 سيگراڻي، 5 گراڻي، 6 گلشرزئي، 7 لوڪاڻي.

**ماشڪي:** هي مسلمان ملاح ۽ مهاڻا آهن. مشڪن ۾ پاڻي پريندا آهن، جنهن ڪري کين ماشڪي چون ٿا.

**ماشوخيل:** هي آفريدي پٺاڻن جي ڪوڪي خيل قبيلي مان آهن.

**ماڪا:** هي مهرن جو پاڙو آهي. پني عاقل ۾ رهن ٿا.

**مَاڪِراڻي:** ٿميا ذات جو پاڙو آهي.

**ماڪرپيو:** ٿهيم قبيلي جو پاڙو آهي. خليفو ميان حاجي غلام محمد جاتي وارو هن پاڙي مان آهي. هي پاڻ کي فاروقي ۽ قريشي بہ چوائين ٿا.

**مَاڪَڙا:** جت بلوچ آهن. لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ماڪِڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ماڪڪاڙي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 116 موجب "ماڪڪاڙي" ساجدي بلوچن جو پاڙو آهي.

**ماڪلواڏي:** جڳانند چاچڙن مان آهن.

**ماڪوڙاڻي:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ماڪول:** سماٽي جت آهن.

**ماڪيا:** راڄپرن جو پاڙو آهي.

**ماڪاڻي:** هڪ غير سماٽ ذات آهي.

**ماڪڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ماڪيا:** نهڙين جي راهواڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**ماڪيجا:** هندن جي ذات آهي. ٺٽ ۾ رهن ٿا. هي اروڙ ونسي لهاڻا آهن. ايسراڻي، ايلياسي، مورجاڻي، ميرچنداڻي ۽ تلسياڻي هن آکه جون ڦريون آهن.

**ماڪيجاڻي:** هندن جي ذات آهي. ٺٽ ۾ رهن ٿا.

**مَاگَرَ:** شيدين جي ذات آهي.

**ماگر:** اصل ۾ ملبار جا ـهاڪو ماگر مهاڻا آهن. سنڌ ۾ اچي مسلمان ٿيا ۽ هن وقت ماگر سڏجن ٿا.

**بيت: تون سمون، آئون گندري، مون ۾ عيب اپار،**
**پسي ليءَ لغار، متان ماگر مٽين.**

**مالا:** راڄپرن مان آهن.

**مالاڻا:** هڪ سماٽ ذات آهي. اڪثر ڪري سنڌ جي اترئين حصي ۾ رهن ٿا.

**مالپاڻي:** ٺري هندن جي ذات آهي.

**مالـڏهه:** سوڍا راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**مالڏيو:** ٺري راجپوتن جي ذات آهي.

**مالڪاڻي:** مري بلوچن جي ذات آهي. هي مزاراڻي مرين مان آهن. ٺٽ ۾ هڪ سماٽ ذات جي پاڙي جو نالو پڻ "مالڪاڻي" آهي.

**مالـڪِي:** نهري بلوچن جو پاڙو آهي. هنن کي "ملڪاه" بہ چون ٿا.

**مالهو:** سما خاندان مان آهن.

**مالهي:** هندن جي ذات آهي. سکن ۾ پڻ آهن. باغن ۾ ڪم ڪرڻ ڪري "مالهي" سڏجن ٿا. ڦول، ٻگهرتي ۽ سيني سندن پاڙا آهن.

**مالهياڻي:** نصرپور جي سيدن جو هڪ پاڙو.

**مالهيزئي:** بابرچ پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**مالي:** ديري غازي خان کان آيل جت آهن.

**ماليا:** پنهورن جو پاڙو آهي.

**ماما:** راهوما ذات مان آهن.

**ماما خيل:** ڪاڪڙ پٺاڻن جي راڄ مان آهن.

**مامتور:** برهم کترين جي هڪ نک.

**ماموتيا:** هندو لوهاڻن جي هڪ نک.

**ماموزئي:** مندنر ڪابلي پٺاڻن جي رزر شاخ جو پاڙو آهي.

**مَـامَـوستَـي:** بروهي آهن. هنن کي "مام سني" بہ چون ٿا.

**مامون زئي:** مينگل بروهين جو پاڙو آهي.

**مامي خيل:** ڪاڪڙ پٺاڻ آهن.

**مامي زئي:** هي ڪيراني پٺاڻ آهن.

**مَـانَ:** جٽ قبيلي جو پاڙو آهي.

**مانا:** سوڍن جو هڪ پاڙو.

**مانجهند:** سمن مان آهن. هن ذات جي پنيان ڪوٽڙي تعلقي ۾ هڪ وڏو ڳوٺ آهي، ڪراچيءَ ۾ بہ رهن ٿا.

**مانجهي:** هڪ سماٽ ذات آهي.

**مانجهياڻي:** سماٽ ذات آهي. چانگن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**مانجريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ساموندي پٽيءَ سان رهن ٿا.

**مانجونا:** هي سما ۽ سرائي آهن.

**ماندا:** سمن مان آهن.

**مانداڻي:** سمن مان آهن.

**مانڌ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مانڌرا:** سمن مان آهن.

**مانڏريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. ٽنڊي محمد خان ۾ سنيا ذات وارن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مانڏريا" اهي.

**مَـانڏَڻ:** سمن مان آهن.

**مانڏُو:** ٿري هندن جي ذات آهي.

**مَـانڍَڻ:** هندن جي ذات آهي.

**مانداڻ:** لسبيلي جا سما آهن. هنن جي راڄ جو نالو "آچرا" آهي.

**مانداڻا:** هڪ سما ذات آهي. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**ماندڙا:** ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ماندڙا، برفت سما آهن. انهن مان هڪڙي جو نالو "مندڙهہ" هو. هن جي اولاد پاڻ کي ان نسبت سان "مندڙهہ" سڏايو. مندڙهہ لفظ بگڙجي "ماندڙا" ٿي پيو. هن وقت هي لاسي قوم سان شامل آهن. گوندر، شور، صابرا، آچرا، برا ۽ برفت نهايت قريب آهن.

**ماندڙن جو شجرو هن طرح آهي**




ماندڙن جا خاص پاڙا آهن.

1 الهداداڻي، 2 ايلاڻي، 3 بهراڻي، 4 بيگاڻي، 5 پناڻ، 6 چيتو، 7 حاجاڻي، 8 حسن، 9 خورم، 10 زهراڻي، 11 عارباڻي، 12 قمبراڻي. ماندڙن جي پڳ قمبراڻي پاڙي تي آهي، هنن جو مرڪز "اٿل" آهي، ڪافي ماندڙا لڏي اچي سنڌ ۾ وينا آهن. ملاح قوم ۾ پڻ ماندڙا ذات وارا آهن.

**مانڊڻ:** راڄپرن جو پاڙو آهي. خيرپور ميرس ۾ رهن ٿا.

**ماندي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مانسنگهہ (مانسنگ):** سوڍن جو هڪ پاڙو.

**مانڪاڻي:** ٽالپرن ۽ لغارين جي پاڙن جو نالو آهي. درست لفظ "ماڻڪاڻي" آهي.

**مانگ:** مهاڻن ۽ ميربحرن جي ذات آهي. هي مانگر مڇ جو شڪار ڪندا هئا. ان نسبت سان هنن کي "مانگ" سڏيو ويو.

**مانگٽ:** جٽ قبيلي جو پاڙو آهي.

**مانگر:** ملاح آهن. مانگر مڇ جي شڪار ڪرڻ جي نسبت سان هنن کي "مانگر" چيو ويو. دراوڙي ٻوليءَ ۾ "مانگ" جي معنيٰ آهي "ڄار" ۽ "رڇ". ان مان مراد آهي ڄار رکندڙ "ملاح".

**مانگري:** مهاڻا ۽ ملاح آهن. سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم (مانگر مڇ) آهي، ان جو شڪار ڪرڻ جي وجہ تسميہ سان هي "مانگري" سڏجن ٿا.

**مانگريا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. سامونڊي مانگري مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ پنيان هي ذات جا "مانگريا" سڏجن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 عيساڻي، 2 ميرزاڻي، 3 هاڄاڻي ۽ 4 هرڻ.

**مانگرياڻي:** ذات جا مهاڻا ۽ ملاح آهن. مڇي ڦاسائڻ جي ڪنڍيءَ کي "مانگرياڻي" ڄار چون ٿا. ان نسبت سان هي ماڻهو ذات جا "مانگرياڻي" سڏجن ٿا.

**مانگيا:** سمن مان آهن. لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**مانگهرا:** ڇاڇڙن جي نورنگ قبيلي مان آهن.

**مانيزئي:** مندنر ڪابلي پٺاڻن جي رزر شاخ جو پاڙو آهي.

**ماٺاڻي:** ڪٺوهڙن جو پاڙو آهي. ڪٺوهڙ ٻڙدي آهن.

**ماڻڪ:** سما خاندان جي ذات آهي.

**ماڻڪاڻي:** ٽالپرن ۽ لغارين جو پاڙو آهي. ماڻڪ خان ٽالپر جي نالي پنيان "ماڻڪاڻي" سڏجن ٿا. ماڻڪاڻي پاڙي وارن ميرپورخاص تي حاڪميت ڪئي آهي. هن خاندان جو شجرو اڪر "مڻ" جي شجرن واري حصي ۾ ڏسندا. ٺٽي شهر ۾ ميمڻ رهن ٿا، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو ٻڻ "ماڻڪاڻي" آهي. ٻرڙن، پاٿولين ۽ جتن ۾ ٻڻ "ماڻڪاڻي" آهن.

**ماوداڻي:** ڪرمتي بلوچن مان آهن.

**ماها:** ڊوگر (جت) قبيلي جو پاڙو آهي.

**ماهڙ:** کير ۽ ڏڏ وڪٽندڙ کي چون ٿا. هنن کي ڏوڏي بہ چوندا آهن. هي ٿر جي سمات ذات آهي.

**ماهل:** جٽ قبيلي جو پاڙو آهي.

**مَـاهَـمل:** ڏوبين جي ذات آهي. (بحوالہ: پنجاب کي ذاتين).

**ماهمي:** هندو چمارن جو پاڙو آهي.

**مَـاهوتا:** سما ۽ ملاح آهن. لاڙڪاڻي ۽ نئين ديري جي درميان سندن ڳوٺ آهي. هنن جو چوڻ آهي تہ هن ذات وارا ڪنهن بيءَ جاءِ تي ڪونہ آهن. سڪندر اعظم 330 قبل مسيح ۾ لاڙڪاڻي پهتو هو. ان وقت بہ ماهوتا هئا. جن کي يونانين مائوتا (Maota) ڪري لکيو هو.

**ماهُوتا:** ڪتاب "شاهان گوهر" ص 187 تي لکيل آهي تہ "ماهوتا" پنّي راجپوت آهن ۽ ڪن ڪن جاين تي هيءُ پاڻ کي هوت بلوچ پڻ چوائين ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب ماهوتا راجستان کان آيل هندو آهن. ڪراچيءَ جو هندو جيم خانہ سال 1925ع ۾ هڪ هندو سيٺ گوپالداس گورنداس نهرايو هو. جيڪو هندو "ماهوتو" هو.

**ماهُوجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ماهي:** سمن جي ذات آهي. هي ٻنڙ بن پينسين جو اولاد آهن. ڇڇو، راڄڙ ۽ سمون هـن جا پيائر هئا. وڌيڪ لاءِ "راڄـڙن" جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**ماهِيا:** پنهورن ۽ پنهيارن جو پاڙو آهي.

**ماهيڙ:** سماٽي جٽ آهن. شاهبندر تعلقي ۾ رهن ٿا. هي منهون راڄ جي پيڳ هيٺ آهن.

**ماهي فروش:** مهاڻن ۽ ساٽين جي ذات جو نالو.

**ماهي گير:** مهاڻن، ساٽين ۽ ماڇين جي ذات جو نالو.

**مائوندستري:** رندن جو پاڙو آهي.

**مائي پوٽا:** راجستان مان لڏي آيل سنڌ جي هندو سونارن جي ذات آهي.

**مائي داساڻي:** هندن جي ذات آهي. هنن جي نک جو نالو "ناگديو" آهي. هي اروڙ ونسي سڏجن ٿا. وِتياڻ هنن جا عزيز آهن. سيوهڻ ۽ منياٽيءَ ۾ هنن جو زور هو.

**مُبا:** مهرن جي هڪ پاڙي (مباح) جو نالو.

**مُـباح:** مهرن جي ذات آهي. هنن کي"مبا" بہ چون ٿا.

**مبارڪانزئي:** بگٽين جي راهيجا شاخ مان آهن.

**مبارڪاڻي:** ٽالپرن، جمالين، نوحاڻين، نظاماڻين، ڪرمتي گبولن ۽ لاشارين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

نظام الدين عرف نظام خان (نظاماڻي) کي پنج پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو مبارڪ هو. سندس اولاد پاڻ کي "مبارڪاڻي" سڏايو. عالي بن سليمان خان ٽالپر (ککو) کي ٻه پٽ دريا خان ۽ مبارڪ هئا. مبارڪ جي اولاد پاڻ کي "مبارڪاڻي" سڏايو. بروڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "مبارڪاڻي" آهي. هي بلوچستان ۾ رهن ٿا.

**مبارڪپوتا:** رضوي سيدن جو پاڙو آهي. هي نصرپور ۾ رهن ٿا.

**مـبِـراڻي:** جمالي آهن.

**مُـبراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مُـبيجا (مُـبيچا):** انڙن مان آهن. موري جي پرسان وينا آهن. حاجي موليٰ بخش مبيجو هنن مان هو. ڪتابن ۾ آهي تہ هوتي بن انڙ کي 18 پٽ هئا. جن مان مبيجو، بهڻ، وسن، جيسر ۽ مورو سڀ پائر هئا. پائرن صلاح ڪري "مبيجي" کي پڳ ٻڌرائي. وڌيڪ لاءِ بهڻن جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**متارا:** مارفاڻي چانڊين جو پاڙو آهي، جيڪو "نوراڻي" جي نالي سان مشهور آهي.

**متاراڻي:** ڪرمتين جي پيٺوا شاخ مان هڪ پاڙو.

**متاڻي:** چاچڙن جي نورنگ قبيلي مان آهن. عام طور ملاح ۽ مهاڻا ليکيا وڃن ٿا. ميمڻن ۾ پڻ "متاڻي" پاڙو آهي. (بحوالہ: "ميمڻ قوم" از ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي) بروڻن ۾ پڻ متاڻي آهن.

**مُـتَـاڻي:** جکراڻي بلوچ آهن.

**متر:** ٽري هندو برهمڻن جي ذات آهي. ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب متر، ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**متريجا:** مهرن جي ذات آهي.

**مَـتڙ:** هندن جي ذات آهي.

**متعلوي:** حسيني سيد خاندان جو پاڙو آهي، جن کي مٽياروي سيد بہ چون ٿا. هي حيدر شاهہ هراتي جو اولاد آهن، جو 1400ع ۾ تيمور بادشاهہ سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو. هن خاندان جو شجرو "م" جي آخر ۾ ڏسڻ گهرجي.

**متڪاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي پتافي ۽ هلواڻي قبيلي مان هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**متِـلا:** سما آهن.

**مَـتني:** برمهمند پٺاڻن جو پاڙو آهي. هندي ايراني قبيلي "هرياڻ" جو پڻ هڪ پاڙو.

**مَـتو:** سومرن جو پاڙو آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا. ڪن ڪن جاين تي هي متوئي سومرا سڏجن ٿا. ڇهڙن ۾ پڻ متو آهن، جيڪي هندو آهن.

**مَـتـوا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 سال 1991ع ص 83).

**متواري:** سواتي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**متوال:** سمن جي ذات آهي.

**مَـتواڻي:** راهواڻي نهڙين جو هڪ پاڙو. ٺٽي ۾ رهندڙ.

**مَـتـُوپوتا:** سومرا آهن. ٺٽي ۾ رهن ٿا. وڏيرو محمد عثمان ولد وڏيرو ميان محمد صاحب سومرو هن شاخ مان هڪ معزز ۽ نالي واري شخصيت هو (بحواله: جنب گذاريم جن سين جلد نمبر 1 ص 77).

**متوجا:** مهرن جو هڪ پاڙو. هي سوائي به سڏجن ٿا.

**متوزئي (متوريزئي):** بائيزئي (اڪوزئي) پٺاڻن جو پاڙو آهي. خليل پٺاڻن ۾ پڻ متوزئي آهن.

**مَـتـُوني:** شيدين جي ذات آهي.

**متي:** پٺاڻن جو قبيلو آهي. هي فارسي شهزادي شاهه حسين جو اولاد آهن.

**متي زئي:** ڪيراني پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**مَـتيلا (مِـتيلا):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**متيملاڻي:** هندن جي ذات آهي.

**مٿاماڻي:** دل ذات جو پاڙو آهي. هي ٺٽي ضلعي ۾ وينا آهن.

**مَـتـراڻي:** هندن جي ذات آهي. هي اڪثر ڪري ڏڌ ۽ کير وڪڻندا هئا.

**مـِتـواڻي (مٿواڻي):** هي لغاري بلوچ آهن.

**مٿاڻي:** هن پاڙي جو واسطو ڏاريجا چاچڙن سان آهي.

**مٿائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (بحواله: تاريخ سجاول). هندن ۾ پڻ "مٿائي" ذات آهي. هي نارو شاهه ۾ رهن ٿا.

**مٿر:** ڊوگرن جو پاڙو آهي.

**مُـٿـڪاڻي:** صابرن (سومرا) جي ذات آهي. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**مٿئي:** هندن جي آکهه جو نالو. مٿ پري پاڻي پيارڻ جي نسبت سان "مٿئي" سڏجن ٿا.

**مٿياروي سيد:** احوال لاءِ "متعلوي" لفظ ڏسڻ گهرجي.

**مٿيوال:** کوسن جو پاڙو آهي. دادو ضلعي ۾ رهن ٿا. هن پاڙي جون مکيه 13 شاخون آهن.

1. بندواڻي 2. تگياڻي، 3. جوگياڻي/جوڳياڻي 4. جهنداڻي 5. ڏتاڻي 6. رحناڻي 7. سنجراڻي 8. عيساڻي 9. ڦرياڻي 10. مڪڙاڻي 11. گهنوراڻي 12. ملا 13. موندراڻي.

**مـناڻـي:** گورچاڻي بلوچن جي شيخاڻي قبيلي جو پاڙو آهي. نـاريجن، سيالن، چنن، دايـن، ملاحن ۽ مهاڻن جي پاڙن جو نالو پڻ "مناڻي" آهي. ڪتاب "جنب گذاريـم جن سين" ص 409 تـي لکيـل آهي تـہ "مناڻي". للاڻي (اسحاقاڻي) ڪوسن مان آهن. نوحاڻي بلوچن جي سنجراڻي شاخ مان پڻ مناڻي آهن. ڪڇ ۾ جتن جو هڪ پاڙو.

**مـنواڻي:** ٻڙدي بلوچن جي ميرالي پاڙي جي ذات آهي. ميمڻن ۽ سيالن ۾ پڻ "منواڻي" آهن.

**منوزئي:** جهلاواني بروهي آهن.

**مثاني:** نيازي پٺاڻن جو پاڙو آهي. هي بنوءَ جي پرسان درياءِ سنڌ جي ڪنارن تي رهڻ وارا آهن.

**مپارا:** ٽري هندن جي ذات آهي.

**مُجا:** مهرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**مـُجَـار:** سنڌ جا سماٽي سيلاٽي فقير آهن. جن کي ذات طور "مجار" سڏيو وڃي ٿو.

**مَجاڻي:** جکراڻي بلوچ آهن.

**مـُجَـاڻي:** جت بلوچن جي پاڙي جو نالو آهي.

**مجوڪا:** هندو اوڏن جي پاڙي جو نالو آهي.

**مجيداڻا:** سماٽي جت آهن.

**مجيداڻي:** رندن ۽ پنگرن جو پاڙو آهي.

**مجهلاڻي:** ڪڇ ۽ پيچ ڪان آيل ميمڻ آهن. گجراتي زبان ڳالهائين ٿا.

**مجر:** برهمر کترين جي هڪ نک جو نالو. هي مج جو واڻ وتيندا (ناهيندا) هئا (آهن) ان ڪرت ڪري "مجر" سڏجن ٿا. تلسياڻي پڻ هن نک مان آهن.

**مجريجا:** سمن مان آهن.

**مـَڇـُلا:** هڪ سماٽ ذات آهي. ضلعي نوشهري فيروز ۾ سندن ڪجهہ ڳوٺ آهن.

**مڇوٻار:** بگٽين جي شمباڻي (يارياڙي) قبيلي جو پاڙو آهي.

**مـَڇـُولا:** سما خاندان مان آهن.

**مـَڇارا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مـَڇـَر:** لفظ مڇ، مڇير ۽ مڇيءَ مان نڪتل آهي. جنهن جي اصطلاحي معنيٰ آهي مڇي مارينڙ ۽ مڇي وڪڻندڙ. مڇر، ملاح ۽ مهاڻا آهن. مهراڻ رسالو نمبر 4، سال 1972ع، ص 128 تي لکيل آهي تہ "مڇر". ننڍي جي ميمڻن جو پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب "مـَڇـَر" برهمر کترين جي هڪ مشهور نک آهي. ڪهاوتن ۾ آهي تـہ پرسرام برهمڻ جي

گوڏي تي ڪترئ جو هڪ معصوم ڇوڪرو ستل هو، جنهن کي مڇرن ڏاڍا چڪ هنيا. پر ڪيس ڪابه پرواهه نه ٿي. پرسرام چيو ته هي صحيح ڪتري (اصلي) آهي ۽ سندس رت (Blood) گرم آهي، ان ڏينهن بعد هي "مڇر" سڏجڻ لڳو ۽ سندس اولاد "مَـڇَـرَ" نک جي نالي سان مشهور ٿيو.

**مُـڇَـرَ:** لاشاري بلوچن جو هڪ مکيه قبيلو. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1. تاجوائي 2. ريدار 3. حسوائي 4. قاسمائي ۽ 5. مـــهرائي.

**مُـڇرائي:** لاشاري بلوچ آهن.

**مڇڙ:** هندو ڪترين جي ذات آهي. هنن مان ڪافي مسلمان به ٿيا آهن.

**مُڇِـڙَ:** هي ڪرمتي بلوچ آهن.

**مُـڇـڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مُـڇـڙيا:** ٿري زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي گهڻي ڳالهائڻ وارا. هي ٿر جا مينگهواڙ آهن.

**مڇلا:** سمه آهن. ملاح به سڏجن ٿا.

**مَـڇولائي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. (تاريخ سجاول ص 345).

**مُـڇي:** سمن سان واسطو رکن ٿا.

**مڇيارا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو پاڙو آهي. جهينور هندو ملاح آهن، انهن ۾ پڻ مڇيارا پاڙو آهي. هنن جو ڌنڌو مڇي مارڻ آهي.

**مڇيرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**محبائي:** جوڻيجن، پاهڙن ۽ جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**مُـحبتائي:** لغارين جو پاڙو آهي، جيڪي مير محبت خان لغاريءَ جو اولاد آهن.

**محب خيل:** آفريدي پٺاڻن جي زخا خيل قبيلي مان آهن.

**محبوائي:** ڪرمتين جي پيٺوا شاخ مان هڪ پاڙو.

**محبوبائي:** هندن جي هڪ ذات.

**محرابائي:** ڪرمتين جي زنگيائي شاخ مان هڪ پاڙو.

**محراب جا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**محراب زئي:** بگٽي بلوچن جي نوتاڻي شاخ مان آهن. عمرا ڻي رندن ۾ پڻ.

**محرم پوٽا:** نهڙين جو پاڙو آهي.

**محسن پوتا:** ڪيرين جو پاڙو آهي.

**محلاڻي:** ڪرمتين جي شولاڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**محمد:** خرشيون پناڻ آهن.

**محمداڻي:** رندن، لاشارين، لغارين، بزدين، ڪوسن، مرين (لوهاراڻي)، مگسين، ڊومڪين، جروارن، چنن، ڪرمتين جي لٽيگ، ٻائوٽ، ملڪاڻي، زنگياڻي، ڏهرن ۽ ٿهيمن جي پاڙن جو نالو آهي. محمداڻي بلوچ ۽ سماٽ آهن. محمداڻي رندن جو شجرو هن طرح آهي:




**محمد حسن:** مهاڻن جي هڪڙي اوڙڪ (پاڙو) جو نالو آهي. جن کي نارائي پڻ چون ٿا. هي اتر ڪان اچي "نبي سر" ۾ وينا آهن. (بحوالہ: ڪتاب مورڙو ۽ مانگر مڇ).

**محمدبائي:** اورڪزئي پناڻ قبيلي جو پاڙو آهي. هي سڀ شيعا آهن. ڪن جاين تي "دولتزئي" بہ سڏجن ٿا.

**محمد پوتا:** رضوي سيدن جو پاڙو آهي. هي نصرپور ۾ رهن ٿا. سنيا ذات ۾ پڻ "محمد پوتا" پاڙو آهي.

**محمد پوٽڙا:** همون سومري جي اولاد مان محمد هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "محمد پوٽڙا" سڏايو.

**محمد حسني:** هي جهلاواني بروهي آهن. جن جا خاص پاڙا آهن. مزار زئي، هاروني، شيخ حسيني، شهداد زئي، ڪوراڃي، زنگياڻي، شاهي زئي، يوسفي، شيروزئي، زيرڪاڻي، درڪ زئي، ڪيازئي، بنگلزئي، شاهوزئي ۽ حسيني. محمد حسني پاڙي جو مورث اعليٰ محمد حسن ولد ڪييا هو.

**محمد خيل:** هي خرشيون پٺاڻن مان آهن.

**محمد زئي:** محمد شهي بروهين جي قبيلي مان آهن. بارڪزئي پٺاڻن، ڪاڪڙ پٺاڻن ۽ دراني پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "محمد زئي" آهي. ڪردن ۾ پڻ "محمد زئي" آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب محمد زئي پٺاڻ، زمند جي پٽ "محمد" جو اولاد آهن. جن جا خاص پاڙا آهن: اتمان زئي، بارازئي، ترنگزئي، پرانگ، چارسده، خيشگي، رزر، شير پائو، تنگي، عمرزئي ۽ نسرت زئي. (نصرت زئي)

**محمد شهي:** شهواڻيءَ جي سرداريءَ هيٺ سراواني بروهي آهن. هي هڪ قديم ۽ وڏو بروهي قبيلو آهي، هن جون مکيه شاخون ۽ پاڙا هن طرح آهن: 1 پهلان زئي، 2 جڪوزئي، 3 سامڪ زئي، 4 سودوزئي، 5 شادي زئي، 6 شرن زئي، 7 صفوزئي، 8 زردارزئي، 9 ڪرموزئي، 10 گرگين زئي، 11 محمد زئي، 12 مدوزئي، 14 مسولاڻي، 15 بنگا، 16 جذراني ۽ 17 سورو.

**محمدياڻي:** برڙن جو پاڙو آهي.

**محمود:** دلن ۽ سميجن جو پاڙو آهي.

**محموداڻي:** بروهين، نوحاڻين (اسحاقاڻي) ۽ سمن جي پاڙن جو نالو آهي. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 85 موجب "محموداڻي"، نوشيرواني بلوچن، جتن (گجرن) ۽ ساجدي بلوچن جو پاڙو آهي.

**محمود پوتا:** باريچن جو پاڙو آهي.

**محمودزئي:** لوڌي پٺاڻن مان آهن.

**محمود وزيري:** خزر پٺاڻ کي ٽي پٽ موسيٰ، محمود ۽ گربز هئا. محمود جو اولاد محمود وزيري سڏجن ٿا. سندن ٻه مکيه پاڙا بهلول زئي ۽ علي زئي آهن.

**مخدوم:** عربي لفظ خادم مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "جنهن جي خدمت ڪئي وڃي". بزرگ، قابل تعظيم وغيره. سکر، لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد ۾ ذات طور سڃاتا وڃن ٿا.

**مخدوم زاده:** خلفاءِ عربيه جو اولاد آهن. (بحوالہ: ڪتاب ابن بطوط جو سفر ص 20).

**مخول:** جي معنيٰ آهي مشڪري وجهڻ. مخول شيدين جو پاڙو آهي. مشڪري وجهڻ ڪري "مخول" سڏجڻ لڳا.

**مداخيل:** آفريدي پٺاڻن جي اڪا خيل قبيلي جو پاڙو آهي.

**مدار:** اوسواڙ هندن جي ذات آهي.

**مدان:** سماٽي جت آهن. سنڌ مان لڏي وڃي عرب ملڪن ۾ آباد ٿيا آهن. جتي هي "مدان" سڏجن ٿا. ڊاڪٽر زيگ رڊويسٽ فال ۽ "ڊاڪٽرُ هائنس ويسٽ فال" پاڪستان جي جتن تي تحقيقات ڪري هڪ ڪتاب The Jats of Pakistan لکيو آهي. ان ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ عراق ۾ ويٺل مدان، سنڌ جا سماٽي جت آهن.

**مدائي:** ڪڇ ۽ ڀڄ کان آيل ميمڻ آهن.

**مدداڻي:** جتن جو هڪ پاڙو.

**مُدراڻي:** لاشارين جو پاڙو آهي.

**مدواڻي:** رندن جو پاڙو آهي. لغارين جو پڻ هڪ پاڙو. ڪلهوڙن جو سپہ سالار سعيد خان لغاري هن پاڙي مان هو.

**مدوزئي:** محمد شهي بروهي قبيلي مان آهن.

**مدوئي:** شيدي آهن.

**مديجا:** راجا چندر ونسيءَ جي نسل مان هندو راجپوت آهن.

**مديزئي:** ڪردن جو پاڙو آهي.

**مڏوال:** اعوان جت قبيلي جو پاڙو آهي.

**مڏا:** سمن جو پاڙو آهي. هندو راجپوتن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**مڏاهي:** هندو اوڏن جي ذات آهي.

**مڏهاڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**مڏبي:** ڇهڙن جي ذات آهي. سک آهن. پڪا مذهبي هئڻ ڪري مزبي سڏجن ٿا. ڏگها وار رکائين ٿا. تماڪ نوشيءَ کان نفرت اٿن. پاٿخاني جي صفائيءَ جو ڪم ڪونہ ڪن. باقي ڇهڙن وارو ڪم ڪن ٿا. هنن کي رنگريٽا بہ چون ٿا.

**مرا:** نهڙي آهن.

**مراداڻي:** رستماڻي بلوچن جي مراڻي شاخ مان آهن. جتن، ٽالپرن، جروارن، جمالين، خاصخيلين، سمن ۽ مهرن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مراداڻي" آهي. ڪرمتين جي اجيرا شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**مراد پريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. پريا ۽ ڪانگڙي هڪ ذات آهي. هي انهن مان آهن.

**مراد خانزئي:** بروهين جي شاهوزئي قبيلي مان آهن.

**مراسي (ميراثي):** جي معنيٰ آهي، ڳائڻو. هي مسلمان سماٽ ذات آهي. هنن جو واسطو مڱڻهارن سان آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ لفظ "ميراثي ۽ ميراسي" ڏسڻ گهرجي.

**مـَراٽي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي مان آهن. جن جي هڪ پاڙي جو نالو "مراداڻي" آهي. رندن، برهماڻي برن ۽ چنن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مراڻي" آهي.

**مـُراڻي:** لاشارين ۽ جمالين جو پاڙو آهي.

**مرائي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 12 موجب "مرائي"، سربره قبيلي جو پاڙو آهي. جيڪي لوناني بروهي آهن.

**مـِرچ:** ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. هالا شهر ۾ رهندڙ.

**مرداشئي:** محمد حسيني هاروني بروهين مان آهن. هي ايراني نسل مان آهن.

**مرداڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**مردوئي:** بلوچستان ۽ لسبيلي جي برفتن مان آهن. ليڪن بلوچستان وارا مردوئي پاڻ کي "بلوچ" چوائين ٿا. لسبيلي وارا مردوئي ڄام آري جي چوٿين پٽ شاهدين بادين مان آهن. جيڪي لسبيلي ۾ جدگال (جت) سڏجن ٿا. بروهين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مردوئي" آهي. ليڪن اهي بہ جدگالن ۽ مينگلن مان آهن.

**مرزاڻي:** هي بلوچ قوم مان آهن.

**مرزا (مـِيرزا):** فارسي لفظ ميرزا آهي. مير معنيٰ سردار، ۽ زا معنيٰ زاده، پٽ. يعني اميرزادو، سردارزادو. مغلن جي شهزادن جو لقب. تيموريہ خاندان جي شهزادن جو لقب. اصطلاحاً ميرزا. مرزا لکڻ پڙهڻ وارن (منشي) کي چوندا آهن. ترڪيءَ وارا مرزا پاڻ سان بيگ بہ لکندا آهن.

مرزا اڪثر ڪري جارجيا، ايران، افغانستان ۽ هندستان کان آيل آهن. مرزا ڪا ذات ڪانهي. لکڻ پڙهڻ (منشي) جي فن جي وجہ تسميہ سڃاڻڻ خاطر ذات جا "مرزا" سڏجن ٿا. اهڙن مان مرزا قليچ بيگ نهايت مشهور آهي. مرزا اڪثر ڪري ٽالپرن جي دور ۾ آيا هئا. جن کي ترخاني مغل پڻ چون ٿا. ليڪن مرزا قليچ وارا مغل نہ آهن. هي جارجيائي آهن.

**مـِرزاڻي:** بگٽين جي شمباڻي (يار پاڙي) قبيلي جو پاڙو آهي. چاندين جي هڪڙي شاخ جو نالو پڻ "مرزاڻي" آهي، جنهن مان چاندين جا سردار آهن. هن پاڙي جون مکيہ ڦريون آهن: 1 گراماڻي، 2 مرزاڻي.

ڪرمتي راڄا بنديجن ۽ پرگڙين ۾ پڻ "مرزاڻي" آهن. ننڍي دودي سومري کي پنج پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "مرزو" هو. جنهن جي اولاد پڻ پاڻ کي "مرزاڻي" سڏايو. (بحوالہ ڪتاب سومرن جو دور ص 250).

**مرزلياڻي:** جکراڻي بلوچ آهن.

**مِرڪَ:** هڪ غير سمات ۽ غير بلوچ ذات آهي.

**مرڪاڻا:** زردارين جو پاڙو آهي. مرڪاڻو زردار خان جت جو پٽ هو. جنهن پنيان پاڙي جو نالو "مرڪاڻا" آهي.

**مرڪندا:** سومرن مان آهن. هي ٺر ۾ رهن ٿا. (پاڙو).

**مرڪڻ:** سومرن جو پاڙو آهي. هي نيو بن ڇنيسر دمريلو ديبلي جو اولاد آهن.

**مرڪيار:** عربن ۽ هندن جو هڪ مخلوط مسلمان قبيلو. مرڪب عربي زبان جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، ٻيڙين هلائڻ وارا. هندن هنن کي "مرڪيار" چيو.

**مَــرڪَ (مرک):** پاڙهن جي ذات آهي.

**مَــرڪندَ:** هي چون ٿا ته اسان سومرا آهيون. هي اتر سنڌ ۾ رهن ٿا.

**مرڪيا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**مرڪياڻي:** هي سما آهن. جيڪب آباد طرف وينا آهن.

**مرگر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مرگل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. کاري ۾ رهن ٿا.

**مُـرگهر:** ڪرمتي جت بلوچن جي هڪڙي قبيلي جو نالو آهي. حقيقت ۾ هي ڪرمتيـن جي لٺيـگ شاخ مـان آهـن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. ناروائي 2. پناياڻي 3. چاگاڻي 4. خوشحالاڻـي 5. راڄـوڻـي 6. سپـاڙ 7. شنباڻي 8. صوپواڻي 9. کهيراڻي 10. عالياڻي 11. عيسباڻي 12. گنجاڻي 13. ميرخاناڻي ۽ 14. ورياڻي.

**مرل:** راجپوتن مان آهن. وڏيڪ لاءِ هرل ۽ کرل ذات ڏسڻ گهرجي.

**مروان زئي:** ڪاڪڙ پناڻن جو پاڙو آهي.

**مروت:** افغاني لوڏي پناڻن جو قبيلو آهي. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهـن: 1 اچـاخيـل. 2 بهـرام. 3 ٽاپـي. 4 خدا خيل. 5 موسا خيل.

**مَـروچَ:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**مروجا:** ڪرمتيـن جي لڃيرا شاخ مان هڪ پاڙو.

**مرها:** سما آهن.

**مَـرهٽا:** ملڪن جو پاڙو آهي. هنن کي غلام تصور ڪيو وڃي ٿو.

**مرهوترا:** هندو کترين جو پاڙو آهي.

**مَرهيٽا:** مسلمان ذات آهي. جيڪب آباد ۾ رهن ٿا. هنن جو شمار بگٽين ۾ آهي. هي اصل ۾ ڀارت جي مهاراشٽر صوبي جا آهن.

**مري:** مرزا قليچ بيگ ڪتاب "سنڌ جا مشهور شهر ۽ ماڻهوءَ" ۾ لکيو آهي تہ مري، رند بلوچن جي شاخ آهي. هي مرين جي ٽڪرن ۾ رهن ٿا. هنن جا خاص پاڙا لوهاراڻي، اباڻي، ڪنگراڻي، بجاراڻي، مهنداڻي ۽ ٽالپر آهن. محمد عثمان حسن رٽائرڊ برگيڊيئر جو هڪ مضمون "بلوچستان انڊس پبليڪيشن" ڪراچي 1996ع ۾ صفحي 79 تي ڇپيل آهي. هن صاحب لکيو آهي تہ "مري" اصل ۾ "رند" هئا. مير چاڪر خان رند بلوچ مغل شهنشاهہ همايون جي مدد لاءِ مرين جي مورث اعليٰ "بجار خان" کي پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ چيو. پر بجار خان انڪار ڪيو، جنهن تي مير چاڪر خان هن کي "مري" يعني ضدي چيو. ان کان پوءِ مري قبيلي کي رندن کان جدا ڪيو ويو. جن رندن مان نڪري وڃي ڪاهان کي صدر مقام بنايو. ڪتاب "بلوچ قوم ڪي تاريخ" از محمد سردار خان بلوچ ص 625 تي لکيل آهي تہ سعودي عرب جي صوبي الاحسام ۾ المره ۽ المعري قبيلي جا ماڻهو رهن ٿا. جن کي "مري بلوچ" چيو وڃي ٿو.

ڪتاب "بلوچ" از م - ڪ پيڪولين مترجم ڊاڪٽر شاهہ محمد مري جي لکڻ موجب مري قبيلو 16 صديءَ جي شروع ۾ نهيو آهي، اڳ ۾ هنن کي "پزرند" چوندا هئا. مير چاڪر خان جي مدد نہ ڪرڻ تي ڪين مري چيو ويو ۽ ان ڏينهن کان پوءِ هي "مري" سڏجن ٿا. مري هڪ جنگجو خانہ بدوش آزاد قبيلو آهي. هن قبيلي ۾ بين قبيلن جا بہ ماڻهو شامل آهن. مثلاً پشتون، بروهي، ڪيتران، جت، بليدي ۽ ڪرمتي وغيره.

دوست خان مري ساڪن ٽندو مستي، پنهنجي لکڻين ۾ مري بلوچن جا پاڙا، گهٽي پوتا، ڏاهياڻي، بداڻي، هيسباڻي، بنگلزئي، ڪنگراڻي، شيراني ۽ لهراڻي لکيا آهن. (بحوالہ رسالہ مهراڻ جلد 28- 1979ع ص 173 خيرپور جا مري بلوچ، از: عطا محمد حامي)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ مري بلوچن جا ٽي پاڙا، گزني، لهراڻي ۽ بجاراڻي لکيا آهن. اهڙي طرح پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي، ڪتاب "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ مرين جا چار خاندان گزني، لوهاراڻي، بجاراڻي ۽ مزراڻي بيان ڪيا آهن.

ايس صادق علي ڪتاب **The Muslman Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan 1901 page- 27-28** ۾ مري قبيلي جا چارخاندان غزيني، لوهاراڻي، بجاراڻي ۽ ٽالپر لکيا آهن. جن جا هن ڪافي پاڙا لکيا آهن. اهڙي طرح رحيمداد خان مولائي شيدائي "تاريخ بلوچستان" ۾ مري قوم جا ٽي قبيلا غزيني، لوهاراڻي ۽ بجاراڻي لکيا آهن. جن جا هن ڪافي پاڙا پڻ بيان ڪيا آهن.

ايس صادق علي، شيدائي صاحب ۽ بين جي ڪيل محنت سان مري خاندان جي پاڙن ۽ شاخن جو اختصار هيٺ پيش ڪجي ٿو.

1- **غزيني:** 1 اصفاني، 2 بداڻي، 3 بهاولنزئي (رهاولزئي) 4 تنگياڻي، 5 تلغياڻي، 6 جادواڻي، 7 جروار، 8 چلگري، 9 چوري (چڙي)، 10 رهاولزئي، 11 عالياڻي (علياڻي)، 12 عيساناڻي، 13 کهور خانزئي، 14 لانگاڻي، 15 لدوار، 16 ماهيڪاڻي، 17 منگراڻي، 18 موزندگاڻي، 19 موهانداڻي، 20 نوزبندگاڻي، 21 هليلزئي، 22 لوهڙي ڪش، 23 سرگاڻي، 24 نو هڪ عيسواڻي.

2- **لوهاراڻي:** هن شاخ جا پاڙا آهن: 1 سمراڻي، 2 شيراڻي، 3 ڪندراڻي، 4 گوسراڻي، 5 مريداڻي، 6 موهنداڻي، 7 محمداڻي.

چگمڙسيءَ جي پڳ گوسراڻي پاڙي تي آهي.

3- **بجاراڻي:** هن شاخ جا پاڙا آهن: 1 بجاراڻي 2 پرداداڻي، 3 پري (پواهري)، 4 رمخاڻي، 5 رحمڪاڻي، 6 سالاراڻي، 7 سمراڻي، 8 شهيجا (شاهيجا - شاهجا)، 9 قلندراڻي، 10 ڪلواڻي، 11 ڪنگراهي، 12 ڪڪراڻي، 13 قزواڻي.

4- **ٽالپر:** هن شاخ جا پاڙا آهن: 1 باگراڻي، 2 پرگڙي، 3 نوڙها، 4 جيوناڻي، 5 جيئنداڻي، 6 خاناڻي، 7 قراڻي، 8 ڪپري، 9 شهداداڻي، 10 شهواڻي، 11 ڪورڪاڻي، 12 ڪيماڻي، 13 شاناڻي، 14 گبراڻي، 15 ماٽڪاڻي، 16 نظاماڻي.

هن شاخ جي چگّ مڙسيءَ جي پڳ "پرگڙي" پاڙي تي هئي.

وڏيڪ احوال لاءِ "ٽالپر" لفظ ۾ ڏسندا.

5- **مزاراڻي:** 1 فوجاڻي، 2 هندواڻي، 3 مالڪاڻي ۽ 4 رندواڻي. مٿين پاڙن کان سواءِ قالي زئي، زهراڻي ۽ کنڊراڻي پڻ مري قبيلي جا پاڙا آهن.

**مُري :** چاچڙن جي جڳانند قبيلي جو پاڙو آهي.

**مرياڻي:** دريشڪ بلوچن جو پاڙو آهي.

**مَري پوٽا:** برهماڻي برن جو پاڙو آهي. لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**مُري پوٽا:** جاکرن جي منجهئان پاڙي مان هڪ ننڍو پاڙو.

**مريد:** جوکين جي تيبر شاخ مان آهن.

**مريداڻي:** جمالين، آلڪاڻي بلوچن، رندن، کٿوهڙن ۽ مغيرين جي پاڙن جو نالو آهي. مري بلوچن جي لوهاراڻي شاخ جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مريداڻي" آهي. ٿندي محمد خان ۾ سنيا رهن ٿا. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مريداڻي" آهي.

**مريدزئي:** جتڪ بروهين جو پاڙو آهي.

**مريري:** استرياني سيدن (پناڻ) جو پاڙو آهي.

**مريڙا:** ساندن جي ذات آهي. هي سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**مريما:** شيدي قوم جي ذات آهي.

**مريماڦاٺي:** شيدي قوم جي ذات آهي.

**مڙڪٽ:** ٺري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**مڙهائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ساموندي پٽيءَ سان رهن ٿا.

**مڙهي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مزاراڻي:** ڪيتران بلوچن جي احوال ۾ لکيل آهي تہ مزاراڻي ڪيترانن جو پاڙو آهي. م - ڪ پيڪولين جي لکت موجب مزاراڻي، مزاري بلوچ آهن ۽ ايس - صادق عليءَ جي راءِ مطابق جتوئين جو پاڙو آهي. راءِ بهادر هتورام ۽ پروفيسر برڙي جي لکڻ موجب "مزاراڻي" مري بلوچن جو پاڙو آهي، جنهن جون ڦريون آهن: 1 رندواڻي، 2 فوجاڻي، 3 مالڪاڻي ۽ 4 هندواڻي. ڪرمتين جي گُلڙي شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**مزارخاني:** لاشارين جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي.

**مزارزئي:** محمد حسني بروهين جو پاڙو آهي.

**مزاري:** جي لغوي معنيٰ آهي "شينهن". اصطلاحاً شينهن جهڙي طاقت رکندڙ قوم. ان سبب ڪري بلوچن جي جهنڊي تي شينهن ڇاپيل هو. جيڪو هنن جو قومي نشان هو.

ايم - ايل ڊيمس ۽ م - ڪ پيڪولين مزارين کي رندن سان منسوب ڪيو آهي، جن جو چوڻ آهي تہ مزاري ڇئن قبيلن ۽ 60 پاڙن تي مشتمل آهن، جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "مزاراڻي" آهي.

ايس - صادق علي لکي ٿو تہ "مزاري"، ڊومڪي قبيلي جي هڪ شاخ آهي. ان شاخ جو هڪ پهلوان، شينهن جهڙي طاقت رکندڙ "مزار" نالي هو، جنهن پنيان هن شاخ جو نالو "مزاري" پيو. هن شاخ کي "شينهن پوٽا" پڻ چون ٿا. يعني شينهن جي پٽ جو پٽ. مزاري قبيلي جا ابتدائي سردار، سردار امام بخش خان مزاري، شير محمد خان مزاري ۽ دوست محمد خان مزاري هئا. جيڪي رونجهاڻ ۽ ديري غازيخان ۾ رهندا هئا. 17 صديءَ ۾ سنڌ ۾ چانڊين سان لڙائي ٿي، ان ڪري هتان هليا ويا.

مرزا قليچ بيگ، مزاري قبيلي کي رند ڪري لکيو آهي. هن صاحب سندن وطن رونجهاڻ ڄاڻايو آهي. هنن جا پاڙا، بلوچاڻي، جرڪاڻي، سنبلاڻي، ڪورڪاڻي ۽ سادواڻي لکيل آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مزاريءَ جي معنيٰ شينهن لکي آهي. هن صاحب ست پاڙا بلوچاڻي، گلاڻي، جورڪاڻي، ڪورڪاڻي، خرد، سدواڻي ۽ سمبلاڻي لکيا آهن.

پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي، مزار جا چار پاڙا، رستماڻي، سيداڻي، بالاچاڻي ۽ سرگاني لکيا آهن. "ابسٽن" ۽ ٻين محققن جو چوڻ آهي تہ مزاري هوت بلوچ جو اولاد آهن. ڪتاب "تواريخ ديره غازيخان" ۾ لکيل آهي تہ "مزاري" هوت بلوچ جي اولاد مان آهن.

رحيمداد خان مولائي شيدائي مزاري قبيلي کي نهايت تفصيل سان بيان ڪيو آهي. سندس لکيل پاڙن جو خاڪو هيٺ پيش ڪجي ٿو.

1 **بلوچاڻي (بالاچاڻي)**: هي هڪ مکيہ قبيلو آهي. هن جا پاڙا ۽ قريون هن طرح آهن. 1- آزاداڻي، 2 بٽيلاڻي، 3 حيدران زئي، 4 خداداڻي، 5 رداڻي، 6 سيدازئي، 7 گلشيراڻي، 8 ماڇياڻي، 9 نستڪاڻي، 10 هٿبتيان.

2- **رستماڻي**: مزاري جو هي هڪ مکيہ قبيلو آهي. هن جا مکيہ پاڙا ۽ قريون هن طرح آهن. 1 ادياڻي، 2 ايسام (عيسام)، 3 بانو، 4 بنگراڻي، 5 پيرڪاڻي، 6 ٽالپور، 7 چونگلاڻي، 8 حرواڻي، 9 درواڻي، 10 دولاڻي، 11 دوهاڻي، 12 ذمڪاڻي، 13 سرواڻي، 14 سنجراڻي، 15 سنيداڻي، 16 سيهالف (سياه لاف)، 17 سيلاناڻي، 18 شاڪيجا، 19 شهبازڪاڻي، 20 عبدلاڻي، 21 قيصراڻي، 22 ڪلاب، 23 گلاڻي، 24 گلرين، 25 لالاڻي، 26 لولياز، 27 لوطاڻي، 28 مراڻي (مراداڻي)، 29 منگلاڻي، 30 ميرياڙي (ميرياڻي)، 31 نظاماڻي، 32 نوزڪاڻي، 33 نوڪاڻي، 34 ڪرد (مهراڻ رسالہ جلد 32 سال 1983ع ص 140).

3- **مسيداڻي (سيداڻي)**: هن جا خاص پاڙا آهن: 1 پمبراڻي، 2 تڪيراڻي، 3 پوهيتاڻي، 4 حوراڻي، 5 دورڪالي، 6 سملاڻي، 7 سوريجا، 8 شولين، 9 جورڪين، 10 عيسائين، 11 گيراڻي، 12 مورڪاڻي.

4- **سرگالي (سرڪاني)**: هن جا پاڙا آهن: 1 جلر، 2 سرگالي.

**مزاري بلوچن جو شجرو هن ريت آهي.**






هي شجرو ڪتاب ”تواريخ ديره غازيخان“ تان اتاريو ويو آهي.

**مزدسا:** جهلاواني بروهي آهن.

**مزراڻي:** مرين مان آهن. نوحاڻي بلوچن جي سرياڻي شاخ مان ٻڻ هڪ پاڙو.

**مزگرا:** شيدين جي ذات آهي.

**مزناڻي:** ڪرمتين جي ٻاٺوت شاخ مان هڪ پاڙو.

**مزندراڻي:** سيد خاندان جو پاڙو آهي.

**مساٽي:** ڇهڙن جي ذات آهي.

**مسائيا:** هندن ۾ مينگهواڙن جي ذات آهي. ٿر ۾ رهن ٿا.

**مستان زئي:** بروهين جي شاهوزئي قبيلي مان آهن.

**مستاڻي:** سومرن جو پاڙو آهي. پرگڙي بلوچن ۾ پڻ "مستاڻي" آهن. جيڪي سردار مستي خان بن سردار غلام حيدر جو اولاد آهن. نواب شاهه ۾ رهن ٿا. مير جتن ۾ پڻ "مستاڻي" پاڙو آهي.

**مستوئي:** رند نسل مان آهن. سنڌ ۾ ڪافي هنڌن تي رهن ٿا. بلوچي ۽ سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ هنن کي بڙدي بلوچن مان لکيو آهي. ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب مستوئي، چانڊين جو پاڙو آهي.

رندن جي لحاظ کان مستوئي بلوچن جو شجرو هن طرح آهي.

مير جلال خان بلوچ
|
رند
|
رمضان
|
نصيرالدين
|
احمد
|
گلو
|
ڪريم
|
گهشورو
|
برخوردار
|
فتح
|
شهڪل
|
مستي خان
|
اولاد مستوئي

مستوئي قبيلي جا خاص پاڙا هن طرح آهن: 1 تجاڻي، 2 جعفراڻي، 3 خيراڻي، 4 رحمياڻي، 5 غلاماڻي، 6 مهراڻي.

**مستي:** بروهين ۽ پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**مستيال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي محمد شاهه ڪندلان بن قطب شاهه جو اولاد آهن.

**مستياڻي:** مري بلوچن جي غزيني قبيلي مان مهڪاڻي شاخ جو هڪ پاڙو. هي مستي خان بن مير حاجيءَ جو اولاد آهن.

**مستي خان زئي:** رندن جو پاڙو آهي.

**مستي زئي:** بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو. پناڻن ۾ پڻ آهن.

**مِسرَ (مِشِرِ):** مِسرَ جي معنيٰ آهي ٻانڀڻ، برهمڻ پوڄ. مسر برهمڻن جي هڪ ذات آهي.

**مسڙ:** جتن جو هڪ پاڙو آهي.

**مسرق:** سنڌ جا ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنن کي پيسڪ پڻ چون تا. ڄام سمي کي عام طرح "مسرق" چوندا هئا. ڄام لاکو بن لاکيار پيريءَ ۾ ٻي شادي مسرقن (ملاح) مان ڪئي هئي، جنهن مان کيس انڙ، ڇتو، ڦل لاکو ۽ مناهيو پٽ ڄاوا هئا. جن جي اولاد کي ماءَ جي وجهه تسميه سبب ملاحن جي اوڙڪ مان سمجهيو وجي ٿو. سمن جي بجاءِ کين ملاح چون ٿا. جن مان نڪرندڙ هزارين ذاتيون ملاحن ۽ مهاڻن ۾ شمار ٿين ٿيون. جن مان ڀلي بن ڪاڪو نهايت مشهور آهي، جنهن کي "مسرقن" جي سرداريءَ جي پڳ ٻڌل هئي.

**مسڪاڻي:** سما ۽ ملاح آهن.

**مسند:** عربي لفظ آهي، جنهن کي هندي زبان ۾ "سنگهاسن" يعني سِکَ گُرن جي گادي تي ويهڻ وارا چيو وڃي ٿو. هي جادڻا کتري آهن. سِکَ گُرن جي پاران ڏلون اوڳاڙيندڙن جي سخت هلت ڪري، گُرن جي ناراضپي سبب سنڌ ۾ ٻه پائر ۽ انهن جو اولاد آيو ۽ مذهبي پرچار لاءِ ڌرمشالا قائم ڪيائون. جن کي ذات جا "مسند" چون ٿا. عام چوٽي آهي ته هي گرونانڪ سِکَ جو اولاد آهن.

**مَسَندَ:** هندو آهن، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**مَسڻ:** پنجاب کان لڏي آيل سرائي جت آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر الهه رکيئي ٻٽ هنن کي پنجاب کان آيل "سرائي" لکيو آهي. پنجاب ۾ هنن کي مساڻ (جاٽ) چون ٿا.

**مِسڻَ:** لسبيلي جي هڪ گڏيل قوم آهي، جن کي لاسي چون ٿا. هي اصل ۾ سنڌ جا سما آهن. جتان لڏي وڃي بيلي واري علائقي ۾ پورالي نديءَ جي ڪپ تي آباد ٿيا. هي سنڌي، بلوچي ۽ بروهي ڳالهائين ٿا. دلن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**مسواڻي:** بوزدار بلوچن جي پاڙي جو نالو آهي، جتن ۾ پڻ هڪ پاڙو آهي.

**مسواڻي:** سمن جي ذات آهي.

**مسوداني:** محمد شهي بروهي قبيلي جو پاڙو آهي.

**مسوداڻي:** لاشاري بلوچن جو پاڙو آهي. ڪردن ۾ پڻ "مسوداڻي" آهن.

**مسور:** لسبيلي جي هڪ سمات ذات آهي.

**مسوراڻي:** جتن جي ذات آهي. شاهبندر ۾ رهن ٿا.

**مسوري:** هڪ بلوچ قبيلي جو پاڙو آهي، جيڪب آباد طرف رهن ٿا.

**مسوزئي:** سما قبيلي جو پاڙو آهي. "ابسٽن" جي لکڻ مطابق مسوزئي، پٺاڻ آهن، جيڪي اورڪزئي قبيلي مان آهن.

**مسوواڻي:** جمالين جو پاڙو آهي.

**مسوئاڻيا:** ٽري مينگهواڙن جي ذات آهي.

**مُسياڻي:** جهلاواني بروهين جو پاڙو آهي.

**مسيداڻي:** مزاري بلوچن جو قبيلو آهي. هن قبيلي جا خاص پاڙا ۽ ڦريون هن طرح آهن:

1 تڪيراڻي، 2 پميراڻي (پيراڻي)، 3 پوهيتاڻي (پورهيتاڻي)، 4 جورڪين، 5 حوراڻي، 6 دورڪالي (دوڙڪاڻي)، 7 سملاڻي، 8 سوريجا، 9 شولين، 10 عيسائين، 11 گيراڻي ۽ 12 مورڪاڻي.

**مشائخ:** بزرگن ۽ عالمن کي چون ٿا. هي سهتا آهن، جيڪي مائي راڻيءَ جو اولاد آهن. سڏوجا ۽ مشائخ پاڻ ۾ پائر ٿين.

**مشائخ پوٽا:** درسن مان آهن. حافظ ميون اسحاق مشائق پوٽو هڪ وڏو عابد زاهد هو. جنهن سان شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڳوٺ ملڪو دڙو جي مڪتب ۾ ملاقات ڪئي هئي. (بحوالہ: مهراڻ نمبر1 سال 1990ع، ص 78).

**مشتاقاڻي:** جمالين جو پاڙو آهي.

**مشران زئي:** ڪمال زئي پٺاڻن جو پاڙو آهي. هي مندنر جي پٽ عثمان (عثمان زئي) جو اولاد آهن.

**مُشري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مُشواڻي:** حسيني سيد خاندان جو پاڙو آهي. پيءُ سيد پٺاڻ ۽ والده ڪاڪڙ پٺاڻن مان هئي، شڪارپور ۾ رهن ٿا. هي آغا بہ سڏجن ٿا.

**مشوري:** پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي لکيو آهي تہ مشوري، بگٽين جي هڪڙي پاڙي جو نالو آهي، جنهن جا بہ قبيلا بخشواڻي ۽ جعفراڻي آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات ۾ ڄاڻائي ٿو تہ "مشوري" رندن جي پاڙي جو نالو آهي.

ڪن مشورين جو چوڻ آهي تہ اسان ڊومڪين. گاڏهين ۽ جتن مان آهيون. لاڙڪاڻي وارو مشهور "مشوري" بزرگ جت قوم مان آهي.

**مشهدي:** سيد اسحاق مشهدي، ڄام نظام الدين جي دور حڪومت 901 هجري بمطابق 1495ع ۾ سيد يعقوب مشهديءَ سان گڏجي سنڌ ۾ داخل ٿي اچي ٺٽي شهر ۾ ويٺو. سندس اولاد مشهد شهر جي نسبت سان پاڻ کي "مشهدي" سڏائڻ لڳو. ان بعد ٻيا بہ ڪيترا سيد مشهد مان لڏي اچي سنڌ ۾ سڪونت پذير ٿيا. هي حسَيني سيد آهن.

**مصراڻي:** جتوئي بلوچن جو پاڙو آهي.

**مصرزئي:** بروهين جي شاهوزئي قبيلي مان آهن.

**مصري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مصرياڻي:** چانڊين جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي پيُوا شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**مصلي:** ڇهڙن جي ذات آهي. مسلمان آهن. گهڻي عبادت ڪرڻ ۽ دينداري ڪري مصلي سڏجن ٿا.

**مصلي پوٽا:** جاکرن جي حسڻ پاڙي مان هڪ ننڍو پاڙو. محمد بن قاسم جي وقت ۾ ڪجهہ عربن، جاکرن مان شاديون ڪيون هيون. سندن اولاد پاڻ کي "مصلي پوٽا" سڏايو. انهيءَ آڌار تي جاکرا چون ٿا تہ اسان "عرب" آهيون.

**مصور:** منهاس راجپوتن مان آهن. هيٺر ۽ کهوٽ پاڻ ۾ آهن.

**مظفراڻي:** ڪڇيءَ جي پنر جتوئي بلوچن جا چار پاٽر مظفر، حلو، فتح خان ۽ شاهد هئا. انهن مان مظفر جي اولاد پنهنجي ڏاڏي جي پنيان پاڻ کي "مظفراڻي سڏايو.

گونگا قبيلي جي سردار "جهلو" جي هڪ پٽ جو نالو "زومڪ" هو. ان کي چار پٽ هئا. هڪ پٽ جو نالو "مدفراڻي" هو. جنهنجي اولاد پاڻ کي "مظفراڻي" چورايو. اهو ڪيڙ وڏي هڪ وڏو راڄ ٿي ويو آهي. هي لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**معارفاڻي:** ڪرمتين جي جانوري شاخ مان هڪ پاڙو.

**مُعاشي:** اصل ۾ سنڌ جا سمات. ماڇي ۽ مهاڻا آهن. هنن جي معاش جو ذريعو مڇي مارڻ هو. ان ڪرت جي نسبت سان ۽ خاص ان تي گذر سفر ڪرڻ سان کين "معاشي" سڏيو ويو. معاشي، اقتصاديات جو اصطلاح آهي. جنهن جو مطلب پڻ ساڳيو آهي. ذاتين جي ڪن ماهرن جو خيال آهي تہ "ماڇي" ذات، معاشيءَ جو سنڌي

صوتي روپ آهي، جيڪا معاشيءَ مان نهي آهي. معاشي سنڌ جا مهاڻا ۽ ملاح هئا. جيڪي مڇي ماريندا هئا. مڇي ۽ معاشي لفظ صدين کان وني انهن وٽ استعمال ٿيندي ٿيندي "ماڇي" لفظ ۾ تبديل ٿي ويو. پوءِ ڪن پاڻ کي "ماڇي" ته ڪن وري "معاشي" سڏايو.

**معشوق پوٽا:** وهٽائي، جهانيان پوٽا ۽ معشوق پوٽا، بخاري سيدن مان آهن. هنن جو وڏو شير شاهه هو.

**معصومي:** سيد خاندان جو پاڙو آهي. تاريخ معصوميءَ جو مصنف، جو 1551ع ڌاري سنڌ ۾ آيو هو، هن خاندان مان آهي.

**مغل (مغل - مغول):** فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ظالم. تاتاري ترڪن جي هڪ اعليٰ قوم، ذات، فرقو وغيره. افغاني پٺاڻن جو قبيلو. جيڪو بين پٺاڻن کان مٿانهون سمجهيو وڃي ٿو. مغل اصل ۾ ترڪستاني آهن. جن کي عام لفظن ۾ تاتاري ۽ منگول چون ٿا. دهليءَ جا شهنشاهه انهن مان هئا. جيڪي چنگيز خاني، تيموري ۽ بابري ذاتين کان مشهور هئا. ڪتاب "جنت السنڌ" ص 264 تي لکيل آهي ته يافث بن نوح عليہ السلام جي وڏي پٽ جو نالو تورڪ (ترڪ) هو. هن جي چوٿين پيڙهيءَ مان الينجا خان. کي تاتار ۽ مغل نالي ٻه پٽ هئا. مغل ان مغل جو اولاد آهن.

مغلن جا خاص پاڙا آهن: 1 ارغون، 2 ترخان، 3 ترڪ (ڏڏ)، 4 چغتا، 5 قزلباش، 6 ميرزا، 7 هزارا، 8 چغتائي، 9 چنگيزي، 10 براق، 11 خوجہ، 12 خرد، 13 توراني، 14 برلاس، 15 ڪهار، 16 روال، 17 سيني، 18 قصر.

راءِ بهادر هتورام لکيو آهي ته "مغل"، رئيس بلوچن جو پڻ "پاڙو" آهي، جيڪي بلوچستان ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**مُغلاڻي:** ڪٿوهڙن جو پاڙو آهي. مير جتن ۾ پڻ آهن.

**مغل خيل:** يوسف زئي پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**مغندوزئي:** بروهي قوم جي بنگلزئي قبيلي مان آهن.

**مُغير:** ٻڙدين جو پاڙو آهي، جن کي هن وقت مغيري چون ٿا.

**مُغيري:** ٻڙدي بلوچن جي حاجيجا شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. هن پاڙي جو ذڪر ٻڙدي بلوچن جي احوال ۾ ايس - صادق عليءَ پنهنجي لکيل ڪتاب جي ص 24 جريان نمبر 6 تي ڪيو آهي. هنن جا ابتدائي سردار جعفر آباد وارا حاجيجا ٻڙدي، حاجي جعفر خان ۽ غلام خان حاجيجا هئا.

هڪ روايت موجب حاجيجا خاندان مان مغير ۽ بلند خان ٻه پائر هئا. مغيري ان مغير جي پنيان مغيري سڏجن ٿا. ان مغير کي روزي، خوشحال ۽ حسن نالي ٽي پٽ هئا. روزي کي وري نظر، فيروز، جاڳر ۽ ڏگار نالي پٽ هئا. اهڙيءَ طرح ان مغير جو نسل وڌيو ۽ اولاد پنهنجن وڏن پنيان پنهنجن پاڙن جا نالا رکيا.

جن مان ڪجهه مشهور پاڙا هن طرح آهن: 1 بـائـزي، 2 خـوشحـالاڻـي، 3 حـسـناڻـي، 4 روزيـاڻـي، 5 ساتياڻي، 6 پيروزاڻي (سڄاڻي)، 7 نظراڻي، 8 مـريـداڻي، 9 ويزاراڻي، 10 پيپراڻي، 11 پـنـد، 12 جلالزئي، 13 حاجيجا، 14 رستمـاڻي، 15 ريـهـانـدي، 16 زهـرياڻي، 17 سراجاڻي، 18 عارباڻي، 19 فز، 20 لطيفاڻي، 21 ويداداڻي. ڪتاب "بلوچ" از م - ڪ پيڪولين ترجمو ڊاڪٽر شاهه محمد مري ص 73 تي لکيل آهي تـه "مغيري"، مگسي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**مـقـز:** سما ۽ ملاح آهن.

**مقصوداڻي:** ٽالپرن جو پاڙو آهي. پـيـن ۾ پڻ "مقصوداڻي" آهن.

**مـقـولَ:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**مَڪا:** تميا ذات مان آهن. هي حيدرآباد، سکر، ٿرپارڪر ۽ نواب شاهه ۾ رهن ٿا.

**مُـڪَـا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مُـڪامي:** شيدي قوم جي ذات آهي.

**مڪراني:** هڪ بلوچ قوم آهي، مڪران ۾ رهڻ ڪري کين "مڪراني" چون ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان، جامع سنڌي لغات ۾ لکيو آهي تـه مڪراني هڪ ذات آهي. بلوچستان ۽ سنڌ جي تاريخن ۾ لکيل آهي تـه مڪرانـي، هارون بلوچ جو اولاد آهن. جيڪي انگريزن جي ظلمن ڪري مڪران مان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. هن وقت بـه هي ڪراچي، سيوهڻ، ڪوٽڙي، حيدرآباد، ٽنڊي آدم، ميرپورخاص، سکر ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ رهن ٿا.

مڪرانين ۾ ڪافي قومن جا ماڻهو شامل آهن. جن کي مجموعي طور "مڪراني" چون ٿا. انهن قومن ۽ ذاتين جا هيٺيان پاڙا شامل آهـن. 1 امـرا، 2 پـيـري، 3 درزاده، 4 ڏگـري، 5 جـدگـال، 6 رنـد، 7 سُتار، 8 ڪـلـڪلي، 9 ڪـهـُور، 10 سُماراڻـي، 11 شهـزادا، 12 سُپـاهـي، 13 غوثـي، 14 گـابـري، 15 گمشازئي، 16 لورا، 17 نارين، 18 نقيب، 19 ڪلمتي، 20 لاشاري، 21 هوت، 22 بـَر.

**مَـڪڙ:** ميمڻن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 سال 1972ع ص 128).

**مڪڙا:** سماٽي جت آهن، شاهبندر ۾ رهن ٿا. منهون راڄ پڳدار اٿن. وورا قوم ۽ مهيسرن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مڪڙا" آهي.

**مڪڙاڻي:** ڪوسن جي مٽيوال پاڙي مان هڪ شاخ آهن.

**مڪل:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**مُـڪواڻا:** راڻوڙن مان آهن. ٿر ۾ رهن ٿا. ڪن جو چوڻ آهي تـه هي غير سماٽ ۾ شامل آهن. جهالا هنن جي هڪ مکيه شاخ آهي.

**مڪوڊونگو:** شيدين جي ذات آهي.

**مَـڪُـول:** سما خاندان مان آهن. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا. سندن هڪڙي ڳوٺ جو نالو مئي مڪول آهي.
ڪتاب ”تواريخ ديره غازي خان“ ص 110 تي لکيل آهي تہ ”مڪول“ جت آهن.

**مڪوندي:** شيدين جي ذات آهي.

**مڪوواٽي:** ڪاڪڙ پٺاڻن جي ذات آهي.

**مڪوئا:** شيدين جي ذات آهي.

**مڪي/مڪئي:** مڪي عرب کان آيل سيد ۽ شيخ آهن. عام طور ھي ”مڪي“ سڏجن ٿا. هنن جو شجرو هن طرح آهي.






رضوي سيدن ۽ سيد خاندان جا شجرا پڙهڻ گهرجن.

**مڪراڻو:** مسلمان ذات آهي. ملاحن ۾ شامل آهن.

**مڪند:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**مڪَـڙاڻي:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**مُڪڙاڻي:** جاڪرن جي منجهئان پاڙي مان هڪ ننيڙو پاڙو آهي.

**مڪڻ پوتڙا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**مُـگرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مُـگـرِيا:** سما خاندان مان آهن. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا." تاريخ سجاول" ۾ لکيل آهي تہ "مگريا". ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مگسي:** مرزا قليچ بيگ پنهنجي لکيل ڪتاب "قديم سنڌ. ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" جي صفحي نمبر 321 تي لکيو آهي تہ "مگسي". لاشاري بلوچن جي هڪ شاخ آهي. ڪي ماڻهو هنن کي ڪورائين ۽ عمراڻين وانگر بلوچ نٿا سمجهن. ڪتاب "بلوچ" جي مصنف م - ڪ پيڪولين ترجمو ڊاڪٽر شاهہ محمد مري ص 72 تي لکيو آهي تہ "مگسي". لاشار جي پٽ "ماگ" جي نسل مان آهن. ايم - ايل - ڊيمز ڪتاب "دي بلوچ ريسس" ص 81 تي پڻ لکي ٿو تہ "مگسي". لاشار جو اولاد آهن. سندن نالو مگس نديءَ تي رهڻ ڪري پيو.

تاريخ بلوچستان جي مصنف رحميداد خان مولائي شيدائي لکيو آهي تہ "مگسي". قوم جا بلوچ آهن. هنن جو اباڻو وطن مگس (Magas) ايراني بلوچستان ۾ دزڪ جي ويجهو مضبوط قلعو هو. سندن رياست جهل کان غيبي ديري تائين هئي. چانديا ۽ مگسي هڪ ٻئي جا ويري آهن. ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ تي سندن سرداري هئي. پر وٽن ڪا بہ رياست نہ هئي. ان وقت سندن سردار احمد خان هو.

مولائي شيدائي جي تحرير مطابق مگسين جو شجرو هن طرح آهي.

مير جلال خان بلوچ
|
لاشار
|
بڪر
|
مگسي

پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي ۽ مشهور تاريخ نويس هينري پاٽنجر. مگسين کي "بلوچ" قوم مان ڄاڻايو آهي. تاريخ بلوچستان از راءِ بهادر هتورام سال 1907ع ۾ لکيو آهي تہ "مگسي". لاشار جو اولاد آهن. جن مان مير قيصر خان مگسي. مگسي قوم جو مورث اعليٰ هو. جيڪو جهل مگسي ۽ گنداواہ علائقن

جو حاڪم ۽ سردار هو. انهيءَ مگسي قوم جا باشندا سڄي سنڌ ۾ آباد آهن. جن جو شجرو هن طرح آهي




**نوٽ:** ڄام لفظ سمن (سماٽ) جي ذات سان استعمال ٿيندو آهي، نہ ڪي بلوچن سان. ننڍو ۽ پوٽ نالا پڻ خالص سنڌي آهن، جيڪي سمن جي شجرن ۾ موجود آهن. ٿي سگهي ٿو تہ سنڌ ۾ گهڻو وقت رهڻ ڪري مٿن اثر پيو هجي. ڊاڪٽر غلام علي الانا ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي" سال 1979ع ص 90 کان 98 تي مگسي قوم جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ جهل مگسي جو نواب قيصر خان مگسي چوندو هو تہ اسان سنڌ مان لڏي آيل "سماٽ" آهيون ۽ سنڌي ڳالهايون ٿا. پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي، مگسي قوم جا ٻارهن پاڙا، هينري پاٽنجر اوٺيهہ پاڙا، راءِ بهادر هتورام جوڏهن پاڙا ۽ ايچ پوٽنگر پندرهن پاڙا لکيا آهن، جن جو گڏيل سڏيل تفصيل هن طرح آهي.

1. آدمائي
2. ابڙا - سردار قائم خان هو. (بمطابق هينري پاٽنجر)
3. انڙ - سردار درياءَ خان هو. (بمطابق هينري پاٽنجر)
4. ٻڙدي- سردار جلال خان هو. (بمطابق هينري پاٽنجر)
5. بالوائي
6. بجيرائي
7. بنگلائي
8. پوتالي
9. پوتائي- سردار قيصر خان جهل وارو
10. پوتيائي (بمطابق هينري پاٽنجر)
11. تربندزئي (بمطابق هينري پاٽنجر)
12. جتڪي (بمطابق هينري پاٽنجر)
13. جکرائي (بمطابق هينري پاٽنجر)
14. جاگرائي (بمطابق هينري پاٽنجر)
15. حسراني- سردار نبي بخش خان
16. راوتائي (راوتالي)
17. راهيجه- سردار غلام محمد. راءِ بهادر هتورام
18. زيرخائي
19. ساڪائي- سردار امير بخش (رائـــ بهادر هتورام)
20. سوپائي- سردار پير بخش (رائـــ بهادر هتورام)
21. شنبائي- سردار موسي خان
22. شاملائي
23. دهلڪائي
24. عمرائي- ايچ پوٽنگر جي لکڻ موجب
25. قلندرائي- سردار نور خان هو. (هينري پاٽنجر)
26. ڪڪرائي (هينري پاٽنجر)
27. ڪاروزائي

28. عيسباڻي
29. لاشاري
30. ماٽيهي- سردار علي محمد خان هو. — هينري پاٽنجر
31. موساڻي- سردار ڪريم خان هو.
32. محمداڻي
33. مغيري — ايچ پوٽنگر جي لکڻ موجب
34. ناري — هينري پاٽنجر
35. نندائي- سردار درڪ خان، راءِ بهادر هتورام
36. جلالاڻي — هينري پاٽنجر
37. ڪوسا- سردار مالڪ خان، راءِ بهادر هتورام
38. هسرالي — پروفيسر غلام حيدر ٻرڙو
39. هيسباڻي (هسپاڻي) - سردار علي مراد خان، راءِ بهادر هتورام.
40. ٽنگاڻي
41. لونگاڻي
42. چاماڻي
43. ساياڻي

**نوٽ:** مگسي ۽ منگسي ٻه جدا جدا ذاتيون آهن. مگسي بلوچ، لاشار جو اولاد آهن ۽ منگسي، ملاح آهن، جيڪي ڏيري جي ٻيڙهيءَ مان مانگل ملاح جو اولاد آهن. اهي ٻئي ذاتيون جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهن، ليڪن "منگسي" ذات (ص 2707) جي ڪا وضاحت ڪانهي. تفصيل لاءِ "منگسي" ذات ڏسڻ گهرجي.

**مگي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**مگيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مگهو ڪتري:** هندن جي ذات آهي. حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**مگهيانا:** پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**مُگَ ٽرپوٽا:** جاکرن جي حُسڻ پاڙي مان هڪ ننڍو پاڙو.

**مـُگَّر:** سمن جي ذات آهي.

**مگّريا:** سمن جي ذات آهي. هي سنڌ جي پاٽين ۽ آبڙ مان آهن. "تاڊ" هنن کي گهلوتن مان ڇاٽايو آهي.

سندس راءِ ڪمزور آهي. حقيقت ۾ مگريا جيسلمير جي ڀٽي راجپوت حڪمران گهراڻي جي مگر راءِ پٽ بجيراءِ جو اولاد آهن. مگراءِ کي مسلمان درويش جي دعا سان پٽ ڄائو. جنهن جي اولاد پاڻ کي مگراءِ جي نسبت سان "مگريا" ڇوايو. محمد بن قاسم جي فتح کان پوءِ هن گهراڻي مان "رمل جي راءِ" پنهنجي ڪٽنب سميت اسلام قبول ڪيو. هڪ تاريخي تحقيق موجب مگرين جو شجرو هن طرح آهي:




هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. آسڪون 2. ڀيگا 3. ڀٽپار 4. ٽُٽا 5. پاتو 6. پيرزادا 7. پونٿرا 8. ٽُرڪا

9. پُورا 10. جمناٺي 11. جوڏا 12. جوٺا 13. جهوجها 14. چنڙ 15. چيٽا 16. چُنڙ 17. ڏيرا 18. روهڙ 19. رامڪا 20. رتا 21. سارنگ 22. ساڍ 23. سِڪا 24. سانورا 25. سوجا 26. سومرا 27. سگر 28. سوم 29. حَسڻ 30. طلاقيا 31. ڪڪڙ ڏِهه 32. ڪُلا 33. ڪِيتا 34. ڪينرا 35. ڪنديو 36. ڪدر 37. گانگا 38. گر راج 39. گهيڙا 40. لعل 41. لاڳري 42. مليا 43. مرڪيا 44. مڪٺاٺي 45. مڪڻ پوٽڙا 46. موساپوٽڙا (موسي پوٽڙا) 47. ڏارا 48. وريا 49. وڏڻ 50. وسڻ 51. وِڪيا درس 52. وِڪيي پوٽڙا 53. ويرم پوٽا ۽ 54. هاروڻ درس.

**مگڻ:** لفظ جي معنيٰ آهي، پنڻ، ڳنهڻ، سدا هڻڻ، سوال ڪرڻ وغيره. هي هڪ سماٽ مسلمان ذات آهي، جن جو واسطو سهتن سان آهي. تاريخن ۾ لکيل آهي تہ راجا موڙا سنگھہ کي ست پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "مگڻ" هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي مگڻ ۽ مگڻيجا سڏايو. مگڻ کي پنهنجي پيءُ جاگير عطيي طور ڏني هئي. وڏيڪ لاءِ شورن، سهتن ۽ اڇڻن جو احوال پڙهڻ گهرجي. سيالن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "مگڻ" آهي. هي نوشهري ضلعي ۾ رهن ٿا.

**مگڻا پوٽڙا**: سهتن جو هڪ پاڙو.

**مگڻاٺي:** لغارين جو هڪ پاڙو آهي.

**مگڻهار:** جي معنيٰ آهي، گُهر ڪندڙ، پنڻ، ڳنهڻ، سدا هڻڻ، سوال ڪرڻ وغيره. اصطلاحي معنيٰ ۾ شادين مرادين ۽ خوشيءَ جي موقعن تي دهل وڄائي ڳائي گهور ۽ لاڳ وٺڻ وارا فقير. مگڻهار هڪ سماٽ ذات آهي، جن کي دهلاري ۽ سما بہ چون ٿا. پنجاب ۾ ميراثي ۽ جهتا سڏجن ٿا. مگڻهارن جا خاص پاڙا آهن: 1. بيد 2. بُهدر 3. پِڙيا 4. جِينا 5. ڊونديا 6. ڏگا 7. ڏيڏڙا 8. سورهيا 9. سِونليا 10. سِيڏر 11. ڪانڙيجا 12. ڪاريٽ 13. ڪارونيار 14. ڪالتيرا 15. ڪاڙيرا 16. گُٺسار 18. گيسورا 18. گهيلا 19. لاٽر 20. وارٿا ۽ 21. والهيرا.

بيت: **موٽي مگڻهار! شال م اچين ڪڏهين!**
**اٺ ئي پهر اجل جو، ڪنديو منجهہ ڪپار،**
**جہ تو سڀ چمار، هنيا چٽ پٽن سين.**

**مگڻيپوتا:** مگڻ جي اولاد مان آهن. هي هڪ سماٽ ذات آهي، جن جو واسطو سهتن سان آهي. جاڪري جي اولاد مان پڻ مگڻيپوتا آهن، جن جو شجرو هن طرح آهي.

## مڱڻيپوٽن جو شجرو




**مڱڻيجا:** راجا موڙا سنگهہ جي پٽ "مڱڻ" جي اولاد مان آهن. هي سماٽ ذات آهي. جن جو واسطو سهتا قبيلي سان آهي. هي پني ونديون وننداهئا. جنهن ڪري کين وندير يا ونديا بہ چون تا. هنن جو چڱو مڙس ڄام آهيو هو. جنهن هگورجا ڳوٺ ۾ (تعلقو گمبٽ) هڪ عاليشان مسجد تعمير ڪرائي هئي. جيڪا اڄ بہ موجود آهي. روايتن ۾ آهي تہ مڱڻيجا ۽ مڱڻيپوٽا. مڱڻ بن جاکرو جو اولاد آهن. وڌيڪ لاءِ مڱڻيپوٽن جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**مڱيا:** هڪ سماٽ ذات آهي. لسبيلي ۾ رهن تا.

**مڱيجا:** هڪ سماٽ مسلمان ذات آهي.

**ملا:** کوسن جي منيوال پاڙي جي شاخ آهن. (بحوالہ: جنب گذاريم جن سين ص 408) سهتن ۾ پڻ "ملا" پاڙو آهي.

**ملاٽا:** سماٽي جت آهن.

**ملاح:** عربي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. ناکئو. ٻيڙي هلائيڻ وارو. ٻيڙياتو وغيره. محاوراً ۽ اصطلاحاً ملاح. ميربحر. مهاڻا ۽ گندرا هڪ ئي قوم آهي. وڌيڪ تفصيل لفظ "ميربحر" ۾ پڙهڻ گهرجي.

بيت: مـلاح ! تنهنجي مڪڙيءَ، اچي چور چڙهيـا،
معلم ماڳ نہ اڳـئين، "قلنگي" منجهہ قـريا.

**ملاراڻي:** ملاحن، مهاڻن ۽ جاڪرن جو پاڙو آهي. (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**مُلازئي:** خرشيون پناڻن جو پاڙو آهي." تاريخ بلوچستان" ۾ لکيل آهي تہ مير احمد خان دوم جي زماني ۾ ملا صالح ۽ ملا شهداد بئي پائر (بروهي)، ملا جا پٽ شيراز مان لڏي اچي بلوچستان ۾ وينا. جن پاڻ کي والد جي نالي پنيان "ملازئي" سڏايو. هنن کي "آخوند زئي" بہ چون تا. ڪن جو چوڻ آهي تہ نماز پڙهائڻ جي نسبت سان "ملازئي" سڏجن تا.

**ملانا (ملاڻي):** پنجاب ڪان آيل "سيال" آهن. برلاس مغلن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ.

**ملان فقير:** سمن ۽ سماڻي جتن جي هڪ ذات.

**ملاڻا:** تيبو بن انڙ بن سمون کي ڏهہ پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "ملڻ" هو. جنهن پنيان سندس اولاد "ملاڻا" (ملاح ۽ سما) سڏجن تا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر الهہ رکئي بٽ، ملاڻن کي "جت" لکيو آهي. 1911ع ۽ 1931ع واري آدمشماريءَ ۾ کين "جت" لکيو ويو آهي.

**مَـلاڻي:** ملاحن ۽ پلين جو پاڙو آهي، هندن ۾ پڻ "ملاڻي" آهن. آرائين مسلمانن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ملاڻي" آهي.

**مُـلاڻي:** برڙن جو پاڙو آهي. ڪرمتين جي مهيري شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**ملباري:** ملبار ڪان لڏي آيل مسلمان ذات آهي.

**ملخاڻي:** لغارين جو پاڙو آهي.

**ملشيري:** شيدين جو پاڙو آهي. ٺٽي شهر ۾ رهن تا.

**ملغاڻي:** عمراڻي رند بلوچن مان آهن.

**مَـلـڪَ:** لفظ جي معنيٰ آهي فرشتو. اصطلاحي معنيٰ چگو مڙس، بادشاهہ، سردار ۽ راڄ کي سنڀاليندڙ. محمود غزنويءَ جي حڪومت ڪان وٺي دهلي جي سلطانن جي زماني تائين "ملڪ" وڏو فوجي عهدو هو. فقط امير جو عهدو مَـلَـڪ ڪان مٿي هو. فوجي زندگيءَ کي خيرباد چوڻ ڪان پوءِ ملڪ جو اوج ۽ اقبال ختم ٿي ويو. هڪ روايت موجب پاڻ سڳورن، قيص بن عبدالرشيد کي "ملڪ" جو لقب ڏنو هو. بني اسرائيل جي هڪڙي بادشاهہ طالوت جو لقب بہ "مَـلَـڪ" هو. جيئن تہ پناڻ، ملڪ طالوت جو اولاد آهن، ان ڪري پناڻ پاڻ کي "ملڪ" چوائين تا.

ملڪ هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي، چانديا، ڪلهوڙا، عباسي، برفت ۽ پنجابي بہ پاڻ کي "ملڪ"

چوائين ٿا. ايس صادق علي جي لکڻ موجب ”ملڪ“ سمن ۽ خاصخيلين جي پاڙن جو نالو آهي. ميرپور ماٿيلي وارا مَلَڪ پاڻ کي ذات جا ملڪ چوائين ٿا. ملڪن جا خاص پاڙا آهن: 1 آهيري، 2 چوڏري، 3 حبشي، 4 روها، 5 ريٽي، 6 سچڻ پوٽا، 7 سيلرا، 8 شيدي، 9 لالاڻي، 10 مرهٽا، 11 ملڪ. ملڪ اسد سڪندر وارا برفت قبيلي مان آهن. ملڪ سندن لقب آهي.

**ملڪال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي مالڪ خان جو اولاد آهن. جن جو نسب قطب شاهه مان آهي.

**ملڪاڻي:** سنڌ جا پراڻا سماٽي ”جت“ ۽ بلوچستان کان آيل جت بلوچ آهن. جيڪي اڪثر ڪري راڄ ملڪ جي نالي سان مشهور آهن. جن مان ضلعي ٺٽي جي جاتي شهر ۽ شاهبندر واري علائقي مان ملڪ فريد خان ملڪاڻي نهايت مشهور شخصيت هو. هنن کي راڌاڻي ۽ لاڪاڻي جت پڻ چون ٿا. هنن ملڪاڻين جو چوڻ آهي ته اسان ڪرمتي خاندان مان آهيون.

ملڪاڻي جت، دادو ۾ پڻ رهن ٿا. جکراڻين، لاشارين ۽ هندن ۾ پڻ ”ملڪاڻي“ پاڙو آهي. جي ايم سيد پنهنجي لکيل ڪتاب، ”جنب گذاريم جن سين“ نمبر 1 ص 100 تي لکي ٿو ته اهي جت اصل ۾ آريا نسل مان آهن. اڳتي ص 111 تي لکي ٿو ته ملڪ فريد خان ولد چتا خان منهنجو دوست هو، جيڪو جت بلوچ هو. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. الهبنداڻي 2. ببراڻي 3. حملاڻي 4. علي محمداڻي 5. محمداڻي ۽ 6. هديه.

**ملڪاهه:** هينري پاٽنجر ڪتاب ”سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر“ ۾ لکي ٿو ته ”ملڪاهه“، نهري بلوچن جو پاڙو آهي، جنهن جو سردار عيسيٰ خان هو. م . ڪ پيڪولين ڪتاب ”بلوچ“ ۾ هنن جو نالو ”مالڪي“ لکيو آهي.

**ملڪ دين:** آفريدي پٺاڻن جي قبيلي جي هڪ شاخ آهي.

**ملڪ دين خيل:** آفريدي پٺاڻن جي قبيلي جو نالو آهي، هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1 عمر خيل، 2 ڪالا ڪرمانه خيل ۽ 3 گلاب خيل.

**ملڪ راڄ:** جاتيءَ وارن جتن جي چڱي مڙس کي ملڪ راڄ (ملڪاڻي) چون ٿا. اڪثر اونار جت هن جو راڄ آهن، جن ۾ ڪرمتي جت، جيئنداڻي، عمراڻي، چاڪراڻي، منگهاڻي، زهري، مموساڻي، بلالاڻي، مهيري، ڏڏڪاڻي، بهلاڻي، عيسباڻي، دبائي ۽ لالاڻي جت شامل آهن.

**ملڪ زاده:** پٺاڻن جي هڪ تمن جو نالو آهي، جاتي ۾ رهندڙ جتن جو هڪ پاڙو.

**ملڪ زئي:** مندنر پٺاڻن جي رزر شاخ جو پاڙو آهي.

**ملڪياڻي:** مهيرين جو هڪ پاڙو.

**ملگاڻي:** پنجاب کان آيل "سيال" آهن.

**ملنگ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. هنن کي "ملنگهہ" بہ چون ٿا.

**ملنگاڻي:** عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**ملنگول:** سيوهڻ شهر جي هڪ پراڻي ذات آهي. هن وقت نظر ڪونہ ٿا اچن.

**ملنهاس:** هڪ غير سماٽ ذات آهي. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**مَــلڻ:** سهتن جي هڪ ذات.

**مُلڻَ:** سمن ۽ ڪيرين جو هڪ پاڙو.

**مَــلڻ فرش:** سمن ۽ ڪيرين مان آهن.

**ملواڻا (ملوانا):** راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو. هي مسلمان آهن.

**مَـلـُوجـَا (ملوجا):** پنهورن جو هڪ پاڙو.

**مَـلـُوخاڻي:** رندن ۽ جتن جو هڪ پاڙو.

**مَـلـُوڪاڻي:** جمالين ۽ ڀـَيـَن جو هڪ پاڙو. ٺٽي ضلعي ۾ ٺهيم ۽ ڪرمتي گبول وينا آهن. انهن ۾ پڻ "ملوڪاڻي" پاڙو آهي.

**ملوڪ شاهي:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي حافظ ملوڪ شاهہ جو اولاد ٿين.

**ملهار:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ملهاڻ (ملهاڻي):** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو. سکر، نواب شاهہ ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ملَـهاڻا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مَـلَـهاڻي:** ڪلهوڙن مان آهن.

**مَـلَـهر پوٽا:** سمنُ جو هڪ پاڙو.

**مَــلهڙ:** مهيشوري هندن جي هڪ شاخ.

**ملهڻ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. سهتن سان لاڳاپيل آهن.

**ملهواڻي:** ڪوسن جي سلمن پاڙي جي شاخ آهن. ڪرمتين جي لجيرا شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**ملهوترا:** هندو کترين جي هڪ نک ڪن هنڌن تي هي "مهرا" بہ سڏجن ٿا. هي پنهنجي نالي اڳيان "ملڪ" لڳائين ٿا.

**ملهوغاڻي:** ڪرمتين جي پٺوا شاخ مان هڪ پاڙو.

**ملهي:** جٽ راجپوتن جي هڪ ذات.

**ملهيٽا:** سمن جو پاڙو آهي.

**ملهيپوٽا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**ملهيراڻي:** مسلمانن جي ذات آهي. خيرپورميرس ۾ رهن ٿا.

**ملي:** هندن جي ذات آهي. حيدرآباد ۽ ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**مـَليا:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**مليار:** سرائي جتن ۽ آرائين جو هڪ پاڙو.

**مليال:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي مـُلان بن جيل اعواڻ جو اولاد آهن.

**ملياٽا:** لباڻن جو پاڙو آهي.

**ملياڻي:** جسڪاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**مليپوٽا:** سمن جي هڪ ذات.

**مليراڻي:** ڪرمتين جي بگهياڙ شاخ مان هڪ پاڙو.

**مليزئي:** يوسف زئي پٺاڻن جو هڪ پاڙو. دولت زئي، چغرزئي ۽ نورازئي پڻ هنن مان آهن. احمد يارخان ۽ شير محمد خان هنن جا مشهور جنگجو هئا.

**مليندبا:** ٺري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**مماڻي:** پنهورن جو هڪ پاڙو.

**ممبائي:** بمبئي کان آيل ميمڻن جو هڪ پاڙو.

**ممبراڻي:** هڪ مسلمان ذات. در حقيقت هي ڪرمتين جي لجبرا شاخ مان آهن.

**ممداڻي:** ضلعي نوشهري فيروز ۾ جوکين جي هڪ پاڙي جو نالو "ممداڻي" آهي. ممداڻي جسڪاڻي رندن ۾ پڻ آهن. سندن شجرو هن طرح آهي.

مير چاڪر خان
|
سيهدار خان
|
مير رند خان
|
سوچ خان
|
محمد خان (جد اعلي ممداڻي بلوچ)

(بحوالہ: ڪتاب "بلوچ قوم اور اس ڪي تاريخ" ص 348).

**ممدوٽ:** پنجاب ڪان آيل هڪ جٽ راجپوت ذات.

**ممدياڻي:** برڙن جو هڪ پاڙو. علياڻي ۽ ممدياڻي پاڻ ۾ پاٿر ٿين.

**ممر:** سما قبيلي جو هڪ پاڙو. ڪبارن ۾ پڻ "ممر" آهن.

**ممڙ:** سرائي قوم (سيال) مان آهن. اتر سنڌ ۾ رهن ٿا. ڪاڪڙ پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ممڙ" آهي. ضلعي نوشهري فيروز ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو "ممڙ" آهي. جنهن ۾ درويش پوٽا رهن ٿا. ان رهائشي ماڻهن کي ڳوٺ جي نالي پٺيان پڻ ذات جا "ممڙ" چون ٿا.

**ممڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مَمَڻ:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. هنن کي ممڻ پوري پڻ چون ٿا.

**ممڻاڻي:** هڪ مسلمان سمات ذات جو پاڙو. لاڙڪاڻي طرف رهن ٿا.

**مموساڻي:** اوٺار جتن جو هڪ پاڙو. ملڪ راڄ جي پڳ هيٺ آهن.

**مَمَيالي:** سواتي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**مَمياڻي:** ٿيبن جو هڪ پاڙو.

**مَنَ:** نهري بلوچن جو هڪ پاڙو. جن کي "مينگهه" ۽ "مند" بہ چون ٿا. هي بلوچستان ۾ رهن ٿا. ٺٽي شهر جي ميمڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "من" آهي.

**مُن:** سولنگي راجپوتن جي هڪ ذات.

**مَناري:** گولن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**مناڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مناڻي:** مير حسين بن هوت بن مير جلال خان جي اولاد کي مناڻي (چانديا) چون ٿا.

**مناهجا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**مناهوجا:** سما خاندان جو هڪ پاڙو.

**مناهي:** سما خاندان مان آهن. مناهي، سمون جو پٽ هو. ان پٺيان ذات جا "مناهي" سڏجن ٿا. هي سميجا ڪل مان آهن.

**مناهيا:** مناهي بن سمون بن راڏن کي ڇهہ پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "مناهيا" هو. جنهن جي اولاد پڻ کي ذات جا "مناهيا" سڏايو. هي سميجا راڄ ۾ شامل آهن.

**مَناهيجا:** سميجا ۽ ساريا ڪل مان آهن. مناهيجا، مناهي بن سمون بن راڏن جو اولاد آهن.

**مناهين:** جتن جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جا مريد هئا. هي ڪورواهه ڪان 15 ميل ڏکڻ اوڀر طرف ڳوٺ مناهيجي (مناهين) ۾ وينا آهن. دلن جو پڻ هڪ پاڙو.

**منائي:** سيدن جو هڪ پاڙو. ترائي ۾ رهن ٿا.

**منٺو:** جٽ راجپوتن جي هڪ ذات.

**منناراڻي:** ڪرمتين جي جماري شاخ مان هڪ پاڙو.

**مُنج:** پنوار راجپوت نسل مان آهن. هنن جو وڏو سيالڪوٽ جو راجا "رسالو منج" هو. سندس اولاد پاڻ کي ان نسبت سان "منج" سڏايو. علاؤالدين خلجي جي زماني ۾ اچ جي مخدوم شاهه جهانيان (وفات 1383ع) جي هٿ تي مسلمان ٿيا. هنن جو اصل وطن جالنڌر ۾ "غوريواها" هو.

**منجا:** سما ۽ ملاح آهن.

**منجواڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مَنجها:** جاکري جي پٽ منجهوءَ جو اولاد آهن.

**مُنجهاڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي.

**مَنجهو:** ابڙن، ملاحن ۽ جتن جو هڪ پاڙو. سيوهڻ ۽ جيڪب آباد ۾ رهن ٿا. منجهو ابڙن جي ٻن پاڙن جو نالو ڪڪراڻي ۽ حسناڻي آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب منجهو، جاکري جي پٽ منجهوءَ جي اولاد مان آهن، جيڪي منجهئان، منجها ۽ منجهواڻي پڻ سڏجن ٿا.

**منجهواڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، جاکرن ۾ پڻ آهن.

**منجهئان:** جاکري جي پنجن پٽن مان هڪ پٽ جو نالو "منجهون" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات (پاڙو) جا منجهئان سڏايو. هن پاڙي جون خاص ڦريون آهن: الله ناڻي، بجار پوٽا، بيگ پوٽا، ٻُلڪ پوٽا، تماچياڻي، تماچي پوٽا، خاڪوڻاڻي، درياه خاناڻي، دڙيا، ڏيوڙاڻي، راولاڻي، زيد پوٽا، سڪيي پوٽا، لال خاناڻي، لڏاڻي، مريپوٽا، مُڪٽاڻي، ميرواڻي، مينهن وساڻي، نانگراڻي، هلي پوٽا ۽ هوٽياڻي.

**منچنديا:** آڏواڻي هندن جي هڪ نک. هن نک مان اجواڻي، پاوناڻي، جگتياڻي، گدواڻي ۽ موٽواڻي نهايت مشهور آکهون آهن، جن کي اروڙ ونسي به چون ٿا.

**منچورا:** قائم خاني چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات.

**منڇرا:** منڇر ڍنڍ جا ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**منڇري:** منڇر جا وينئل ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**منچوري:** منچر ڍنڍ جا وينل ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**منداخيل:** عيسيٰ زئي (يوسف زئي) پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**منداراڙي:** جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي تہ "منداراڙي" هڪ بروهي قبيلو آهي.

**مندازئي:** ڪيراني پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**مُنداڻي:** پيچوهن ۽ ڇهڙن (ٻالا) جي پاڙي جو نالو آهي، جاتي ۾ وينل جتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "منداڻي" آهي. جتن جو وڏو مير عمر هو، هن کي ٽي پٽ ونگو، جسو ۽ مندو هئا. مندي جو اولاد "منداڻي" آهن. هي نٿيارن جو راڄ آهي. ونگائي جتن ۾ پڻ آهن. ڪرمتين جي ڳورائي شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**مَنداڻي:** ڪلوڙن مان آهن.

**منداهار:** هي رامچند جي پٽ "لاوا" جي نسل مان راجپوت آهن.

**مندائي:** چاندين مان آهن.

**مُندرَ:** سمن ۽ ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ ذات.

**مندِرا:** سماٽي جت آهن.

**مندراڻي:** لغارين جو هڪ پاڙو.

**مَندراڻي:** ٻگٽين جي قونگ شاخ مان هڪ پاڙو، جسڪاڻي رندن، جمالين، ڪوسن ۽ چاندين ۾ پڻ "مندراڻي" پاڙو آهي.

ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول" ص 44 تي لکيل آهي تہ "گونگن" جي هڪڙي پاڙي جو نالو "مندراڻي" آهي. هي سماٽ آهن ۽ لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**مندڙاڻي:** ميرجتن جو هڪ پاڙو.

**مندنر:** ڪابلي پٺاڻن جو هڪ قبيلو. تمان زئي، رزر، سدوزئي ۽ عثمان زئي هن جون شاخون آهن. شاخن جو چارٽ هن طرح آهي.

**مندنر ڪابلي پٺاڻ**



**مندواڻي:** رندن ۽ لغارين جو هڪ پاڙو. بروهي قوم جي بنگلزئي قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو بہ "مندواڻي" آهي.

**مندوزئي:** ڪاڪڙ پٺاڻن ۽ بابرچ پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. شنواري پٺاڻن ۾ بہ "مندوزئي" آهن.

**مندوس:** دلن جو هڪ پاڙو.

**مندوساڻي:** ميرجتن جو هڪ پاڙو.

**مندي:** هڪ مسلمان ذات.

**مندي زئي:** تور پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**منڊاڻ:** هندن جي هڪ ذات.

**منڊر:** قائمخاني ۽ لال خاني چوهاڻن جي هڪ ذات.

**مَنڊرا:** مالهيا قوم مان سنڌ جا سما آهن. جيڪي لاڙ ۾ بدين جي ڏکڻ طرف رهن ٿا. هنن مان تاجن منڊرو پنهنجي قبيلي جو سردار هو ۽ مانڊر واري علائقي جو حاڪم هو. جنهن کي ميان نور محمد ڪلهوڙي قتل ڪرائي حڪومت تي قبضو ڪيو هو. راڌن منڊرو بہ حاڪم هو. جنهنجي نالي سان راڌن منڊري جو ڪوٽ مشهور هو. مخدوم عبدالله منڊرو هن قبيلي مان هڪ وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. جيڪو مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو مشهور شاگرد هو. جنهن هڪ ڪتاب "ڪنزالعبرت" لکيو هو.

"تحفة الڪرام" ۽ ايس - صادق عليءَ جي لکڻ موجب "منڊرا". راڌن جي پٽ مناهيو ۽ ڪوريا مان آهن. هڪ تاريخي حوالي موجب "منڊرا". ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحوالہ: تاريخ سجاول ص 345).

**مُنڊراڻي:** گبول بلوچن جو هڪ پاڙو.

**منڊو:** هندو کترين جو هڪ پاڙو.

**مُنڊيار:** ڪرمتي جت بلوچن جو هڪ پاڙو.

**منڊير:** هڪ سمات ذات. لاشاري بلوچن جو هڪ مکيہ قبيلو. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1. بنايائي 2. حمرائي 3. سلطاناڻي 4. سائيناڻي 5. شنباڻي 6. عليائي 7. ڪڪائي 8. گلائي 9. موريائي 10. موسائي 11. ولاسائي ۽ 12. هالائي

**منڊيئر:** هڪ بلوچ قبيلو. مشهور شاعر ملهار فقير هنن مان هو.

**مُنڊا:** سما ۽ ملاح آهن. آرائين ۾ بہ مُنڊا پاڙو آهي

**منڊرا:** هڪ راجپوت ذات.

**منداڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**منڊڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**مندورا:** هي هندستان کان آيل هڪ خانہ بدوش قبيلو آهي. شايد آفريڪا جا حبشي آهن. سندن وار گهنڊيدار ۽ رنگ جا ڪارا آهن.

**مندي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**منديال:** گوڙ راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**مُنراني:** ڪڇ ۽ پيچ کان آيل ميمڻن جو هڪ پاڙو.

**منسڪاڻي:** هندن جي هڪ ذات. ڪنگهر نک مان ٿڏاڻي هندو آهن. جن مان هڪ مرد جو نالو "منسڪداس" هو. سندس اولاد پاڻ کي "منسڪاڻي" سڏايو. هي بہ اصل ۾ اروڙ ونسي آهن. جيڪي ملتان کان ٿيندا سيوهڻ پهتا ۽ اتان اچي حيدرآباد ۾ وينا. شوداساڻي هنن جا سوٽ ٿين.

**منشياڻي:** آڏواڻي هندن جو هڪ پاڙو. هي منشي وليرام ۽ ديوان هردرام جو اولاد آهن. منشي وليرام، مير نصير خان جو وزيراعظم هو. نالو منشي هئڻ ڪري سندس اولاد پاڻ کي "منشياڻي" سڏايو.

**منصور:** هي هزاروي جدون آهن.

**منصورزئي:** خرشيون پناڻن ۽ توخي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**منصوري:** منصور صحابي جو اولاد (عرب) آهن. جيڪو ڪپهہ ٽاڻن جو ڪم ڪندو هو. سنڌ ۾ هنن کي پڃارا پڻ چون ٿا.

**منعاڻي:** متعلوي/منياروي سيدن جو پاڙو آهي. هي ٺٽڙ ۾ رهن ٿا. جيڪي سيد ڪمال بن سيد محمود بن سيد جلال عرف جراڙ جو اولاد آهن.

**منڪاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي شيخاڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**منگلاڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**منگاڻي:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو (بحوالہ: تاريخ سجاول).

**منگت:** شودر شڪارين مان نوان مسلمان ٿيل آهن. هن وقت ماڇي ۽ مهاڻا سڏ

**منگر:** سما آهن. جيڪي جادم جو اولاد آهن.

**منگراڻا:** سمن جي هڪ ذات.

**منگراڻي:** سمن جي هڪ ذات. هي آبڙ ۾ شمار ٿين ٿا.

**مـِنگراڻي:** غزيني مرين جو هڪ پاڙو.

**مـُنگراڻي:** سمن ۽ گهنين جو هڪ پاڙو. ملاحن ۾ پڻ "منگراڻي" آهن.

**مـِنگراهه:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**منگر پوٽا:** جاکرن جي حُسڻ پاڙي جي هڪ شاخ.

**منگريا:** سمن جي هڪ ذات.

**منگريچا:** قائمخاني چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات.

**مـُنگڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**منگڙيچا:** هڪ سماٽ ذات.

**منگسي:** چوٿي آهي تہ ڏيري پوٽو ڏاهہ. مانگل ڇائو منگسي. سماٽ ذاتين تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ٽيبو بن انڙ کي ڏهہ پٽ هئا: 1 پنيرو، 2 پاٽوجو، 3 سنگراسي، 4 کيريو، 5 راڄپر، 6 انڙ، 7 ٽيبو، 8 ملڻ، 9 دل، 10 منگسي. منگسي انهي منگسي بن ٽيبو جو اولاد آهن. جيکي ملاحن ۽ مهاڻن ۾ شامل آهن.

"گاجرا لغات" ۾ لکيل آهي تہ "مانگ" ملاحن ۽ مهاڻن جي ذات آهي. حسبي ۽ نسبي سلسلي موجب ساند، پلي، انڙ، سمون پاڻ ۾ آهن. انهن جو اولاد ڏيرو ۽ ٽيبو سوٽي سوٽ ٿين. ڏاهہ بار (ڏهہ) جو نالو آهي. مانگل مهاڻي عورت آهي، جنهن پنيان چوٿي نهي آهي تہ ڏيريپوٽو ڏاهہ. مانگل ڇائو منگسي. ڏاهہ مان ڏهن جو تعداد بہ ملي ٿو. ان حساب موجب ٽيبي کي ڏهہ پٽ هئا. جن مان هڪڙو "منگسي" هو. جنهن پنيان منگسي ذات سڏجي ٿي.



عام طرح سان بڌو ويندو آهي تہ "مگسي" بلوچ نہ آهن. اهڙن مانهن کي ذهن نشين ڪرائجي ٿو تہ مگسي لاشار بلوچ جو اولاد آهن ۽ بلوچ آهن. جڏهن تہ منگسي سماٽ ذات آهي. جيڪا سمن ۽ ملاحن مان آهي. ان ڪري ٻنهي ذاتين يا قبيلن ۾ فرق سمجهڻ نهايت ضروري آهي ۽ ٻنهي ذاتين جو احوال پڙهڻ بہ ضروري آهي.

**منگل:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سماٽ سڏجن ٿا. هڪ ٻي روايت موجب مغلن ۽ هندن جي مخلوط نسل مان ڪنيت هندو آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "منگل" آهي.

**منگلا:** سماٽ ذات آهي. سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا. خيرپور ضلعي ۾ ريڙي ڳوٺ ۽ نو راجا سيدن جي ڳوٺ ۾ رهن ٿا.

**منگلاٺي:** هندن جي هڪ ذات.

**منگلجا:** سما ۽ مهاڻا آهن.

**مَنگليا:** مينگهواڙن جي هڪ ذات. ٿر ۾ رهندڙ.

**مُنگليا:** هندو راجپوتن جي هڪ ذات.

**منگن:** سما ۽ ملاح آهن. لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

**منگو:** سما ۽ ملاح آهن. نواب شاهہ ۾ رهن ٿا.

**منگوال:** راڻي هندن جو هڪ پاڙو. اصل ۾ ڪانگڙا علائقي جا آهن.

**منگواڻا:** "تاريخ مظهر شاهجهاني" ۽ ڪتاب "سماٽ" جي اڀياس مطابق "منگواڻا". ساريا ۽ سميجا ڪل مان آهن. جيڪي سما ۽ ملاح آهن. ٻـرڙا ملاح آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "منگواڻو" آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ انڙ بن سمون کي 28 پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "منگواڻو" هو. منگواڻا ان منگواڻي جو اولاد آهن. جن جو شجرو هن طرح آهي.

**لاکيار (لاکير)**

|

ڄام لاکو (زال گندري)

|

انڙ

|

لاکو

|

سمون




وڌيڪ تفصيل لاءِ سمن ۽ انڙن جو احوال ۽ شجرو پڙهڻ گهرجن.

**منگواڻي:** دريشڪ بلوچن جو هڪ پاڙو.

**مَــنگـُـورا:** هڪ راجپوت ذات.

**منگوزئي:** دهوار بروهين جو هڪ پاڙو.

**منگول:** تاريخي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءَ سيوهڻ شهر جي هڪ غير سماٽ قديم قوم هئي.

**منگي:** بني تميم جي اولاد "تهيم" مان آهن. ان ڪري هي عرب آهن. ايس صادق عليءَ عربن جي ذڪر ۾ منگي ذات وارن کي پڻ تهيم قبيلي مان ڏيکاريو آهي. هي محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ شامل هئا. سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ ۾ رهجي ويا ۽ آباد ٿي ويا. هي ڊاڪٽرن وانگر جراح هئا. 1025ع ۾ سنڌ تي سلطان محمود غزنويءَ قبضو ڪيو. ان کان پوءِ هنن جراحيءَ جو ڪم ڇڏي حجامت جو ڌنڌو اختيار ڪيو. ان بعد هي حجام سڏجڻ لڳا.

چاموڻ حاجي خان چاچڙ، ماهوار رسالي پالوٽ، سيپٽمبر 2000ع جي پرچي ۾ لکيو آهي تہ تهيم ۽ منگي خالص سنڌي ذاتيون آهن ۽ هي عرب نہ آهن. اٿون پاڻ چاموڻ صاحب جي راءِ سان اتفاق ڪيان ٿو تہ منگي ۽ تهيم سنڌي نسل مان آهن.

**مُنگيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، ڪن جاين تي پاڻ کي "سما" بہ سڏائين ٿا.

**مـُـنگيا:** سما ذات جو پاڙو آهي. پڪا چانگن ۾ وينا آهن.

**منگياڻي:** لاشارين جو هڪ پاڙو.

**منگيجا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**منگهاڻي:** هندن جي ذات آهي. اونار جتن جو پڻ هڪ پاڙو. جيڪي ملڪ راڄ جي پيگ هيٺ آهن.

**منگهہ پوٽا:** جاکرن جو هڪ پاڙو. هي منگهہ پٽ حسڻ پٽ سرماڻ جو اولاد آهن. قمبر ۽ سوڍو منگهہ جا پائر آهن.

**منگهرملاڻي:** "داديجا" نک مان اروڙ ونسي هـ.و. جيڪي منگهرمل جو اولاد آهن.

**مُـنگهڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**منگهواڻي:** مڇي مارڻ وارا ملاح ۽ مهاڻا آهن. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4- 3 سال 2001ع ص 33).

**منگهي:** ڪيراني پناڻن جو هڪ پاڙو.

**منگهياڻي:** مارفاڻي چانڊين ۽ لاشارين جو پاڙو آهي.

**منگر:** سمن جو هڪ پاڙو. هي جادم جو اولاد ۽ نجا سما آهن.

**منگريا:** سمن جو هڪ پاڙو. هنن جو سهتا ذات سان لاڳاپو آهي.

**منگريپوٽا:** سما ذات مان منگري جو اولاد آهن. هنن جو بہ واسطو سهتن سان آهي.

**منگڻ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**منگٺهار:** هڪ سماٽ ذات.

**منوآڻي:** سماٽي جت آهن. هي شاهبندر ۾ وينا آهن.

**منواڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو پاڙو.

**منوزئي:** خرشيون پناڻن ۽ جهلاواني بروهين جو هڪ پاڙو.

**منوڪاڻي:** گورچاڻي بلوچن جي هوتواڻي قبيلي مان آهن.

**منهاس:** ڪتاب "شاهان گوجر" ۾ لکيل آهي تہ "منهاس" راجپوتن جو پاڙو آهي. "ڊينزل ابسٽن" لکي ٿو تہ "منهاس". جهينور ملاحن جو پاڙو آهي. هي مسلمان ۽ هندو آهن. مقامي ماڻهو هنن کي ڪمتر سمجهن ٿا. هڪ ٻئي حوالي موجب هي راجا رام چندر جو اولاد آهن ۽ ڪشمير کان آيل آهن. سيال ڪوٽ وارا منهاس پاڻ کي پٿي، سلهري ۽ رگوبنسي چوائين ٿا.

**منهال والا:** سورج بنسي راجپوتن جي هڪ نک.

**منهاڻي:** جتن جو هڪ پاڙو. هي نتيار سڏجن ٿا.

**مُنهاڻي:** پٽي ذات جو هڪ پاڙو.

**مُنهنجا:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**مَنهندا:** پالارين جو پاڙو آهي. هڪ حوالي موجب "مهندا"، ڄام برفت جو اولاد "برفت" آهن. جن جو شجرو هن طرح آهي.

**مهندا/منهندا ذات جو شجرو**




لسبيلي وارا ماندڙا هن جو اولاد آهن

**منهون راڄ:** لاڙ ۽ ڪڇ جي جتن جو هڪ مکيه پاڙو آهي. منهون راڄ جي پڳ هيٺ ماهيڙ، مڪڙا، پٺاڻي، سسئي وارا، رهيجي وارا، گنبول (گبول)، ڏاڻي، اوناڻي، پيروزاڻي، ريدار، چنڙائي، ملان، بيلاڻي، پٺائي، جماڻي، مارواڻي، ميوا ۽ گيانچ جت شامل آهن.

**منهين:** نهڙين جو هڪ پاڙو. هي منهين بن راهڙ بن عمر بن گجڻ جو اولاد آهن. ٿر ۾ رهندڙ.

**منياڻ:** سمن جو پاڙو آهي.

**منياڻي:** کبارن جو هڪ پاڙو.

**مٺاس:** هن ذات وارا سنڌ ۾ نهايت ٿورائيءَ ۾ رهن ٿا.

**مٹوهر:** مينگهواڙن جو هڪ پاڙو. هي ٺٽ ۾ رهن ٿا.

**موالي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا.

**موتيا:** پانن جو هڪ پاڙو. هي ٺٽي ضلعي ۾ وينا آهن.

**موتياڻي:** "واسوجا" نک مان هندن جي هڪ آکهه.

**موتيپوٽا:** صابرا ذات وارن جو هڪ پاڙو. هي لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**موتاڻي:** سرماڻ مريداڻي ٻرن جو هڪ پاڙو. هي لسٻيلي ۾ رهن ٿا.

**موتپارجا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**موٽو:** هڪ سماٽ ذات. موري شهر ۾ رهن ٿا.

**موٽا:** هندو لوهاڻن جي هڪ ذات.

**موٽاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**موٽڪ:** بلوچ ذات آهي. حب ۽ ڪراچيءَ جي آسپاس رهن ٿا.

**موٽلاڻي:** ڪڇ ۽ ڀڄ کان آيل ميمڻن جو هڪ پاڙو. هندن ۾ پڻ "موٽلاڻي" آهن.

**موٽمل:** سيالن جو هڪ پاڙو.

**موٽمل:** هندن جي هڪ ذات. نواب شاهه ۾ رهن ٿا.

**موٽڻ:** دل. غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**موٽڻ پوٽا:** غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن. هندن ۾ پڻ آهن. عيدناڻي، ڪربلاڻي، مير چنداڻي، واسواڻي ۽ موٽواڻي هن نک جون آکهون آهن.

**موٽو:** سما خاندان مان آهن. مينگهواڙن ۾ پڻ آهن.

**موٽواڻي:** هندن جي هڪ ذات. رسالہ "گلستان" جو ليکڪ منوهر داس (1928ع) هن خاندان مان هو. موٽواڻي، هندن جي پوپٽ، موٽڻ پوٽا ۽ منچنديا نک مان آهن. هي سيوهڻ ۽ پوترڙن (تعلقي سيوهڻ) جا رهواسي آهن. وانهان پڻ هنن مان آهن.

**موٽوخيل:** آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**موٽيا:** باکڙي جي ڏيءَ سان موٽيو باکڙي نکاح ڪيو هو. جنهن مان "موٽيا" قبيلو ٿيو. جن مان ڪيڪيئا پوٽا آهن.

**موٽياڻي:** ڪرمتين جي پيئوا شاخ مان هڪ پاڙو.

**موپلا:** هي عرب مسلمانن جو هڪ مخلوط قبيلو آهي. ساحل مليبار کان لڏي اچي سنڌ ۾ داخل ٿيا.

**مُوجا:** سومرن جو هڪ پاڙو. هي مارواڙ جا رهاڪو آهن. هن وقت ٿر ۾ به رهن ٿا.

**مُوجاڻي:** جکراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**موجائي:** سمن ۽ راڄپرن جو هڪ پاڙو. خيرپورميرس ضلعي ۾ رهن ٿا.

**موجاڻي:** مير جتن جو هڪ وڏو پاڙو. گلاباڻي، بشڪواڻي، چنداڻي، داداڻي ۽ ڪنويل هن پاڙي جون مدي ڦريون آهن. گلاباڻي سندن پڳدار آهي.

**موچي:** ذات وارا مسلمان سمات آهن. جيڪي نسلي اعتبار کان اصل سنڌ جا رهاڪو سميجا آهن. گذر سفر خاطر سنڌ مان لڏي وڃي لسبيلي جي دريجي واري پاڱي ۾ آباد ٿيا. اڄ به هنن جو واسطو سنڌ سان آهي. ڪراچيءَ جي پير ۾ هنن جي نسبت سان هڪ علائقو آهي، جنهن کي "موچڪو" چون ٿا. روايتن ۾ آهي ته ڄام برفت جي هڪ پٽ جو نالو "موچي" هو. سندس اولاد پڻ پاڻ کي ذات جا "موچي" سڏايو.

سنڌ ۾ جُتين جي ڪم ڪرڻ وارن کي به "موچي" چون ٿا. پر هي پاڻ کي ذات جا موچي نٿا چوائين. پاڻ سمات آهن ۽ سمات ذات واريون ذاتيون سڏائين ٿا. جهڙوڪ پٽي، جوڻيجا ۽ چنا وغيره. موچيءَ کي پراڪرت بوليءَ ۾ موچ، سنسڪرت ۾ موچيڪ، پهلويءَ ۾ موچيڪ ۽ هنديءَ ۾ سوچي چون ٿا. جنهن جو مطلب چرم دوز يعني چمڙي جو ڪم ڪندڙ چمار آهي. هنن جا پاڙا به چمارن وارا آهن. وڌيڪ تفصيل لاءِ "چمار" ذات ڏسڻ گهرجي. پنجاب وارا ڪنانا چون ٿا ته اسان جي ذات به "موچي" آهي.

**موچيجا:** برفت آهن. ڪوهستان ۾ رهن ٿا. جيڪي ڄام برفت جي پٽ موچيءَ جو اولاد آهن.

**موچا:** ونگائي جتن جو هڪ پاڙو.

**مُوچڙيا:** ونگائي جتن جو هڪ پاڙو.

**مودراڻي:** لاشارين جو هڪ پاڙو.

**موڏا:** جي معنيٰ آهي گنجو. هندو سوڍن جي هڪ ذات. ٿر ۾ رهن ٿا.

**موڏاڻي:** جتن جو هڪ پاڙو. هي نٿيار سڏجن ٿا.

**موڏيجا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**مور:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. "مسٽر اوبرائن" هنن کي مسلمان مهيرا لکي ٿو. ليڪن هي ڪڇون ۽ مگر مڇ کائين ٿا. امام شافعي جا پيروڪار آهن.

**مَـورا:** سمن جو هڪ پاڙو، ٺٽو ۾ رهن ٿا.

**مُـورا:** سمن جو هڪ پاڙو. نوريپور (مورو) ۽ ٺٽو ۾ رهن ٿا. هنن جو چوڻ آهي تہ "مورو" شهر اسان جو اڏايل آهي. هڪ روايت موجب هوٿي بن انڙ کي 18 پٽ هئا. جن مان مبيجو، بهڻ، جيسر، وسن ۽ مورو، سڀ پائر هئا. مُوري جي اولاد پاڻ کي مُورا سڏايو. وڌيڪ لاءِ بهڻن جو شجرو ڏسڻ گهرجي. هڪ بي لکت موجب "مُورا" نهڙين مان آهن. لاکو پٽ ڄاهو کي ڇهہ پٽ راڄپار، انڙ، اونو، ڏورت، ساهڙ ۽ مُـورو هئا. هي مورا، ان موري جو اولاد ٿين. هي انڙ پوٽا وٽ سان واسطو رکن ٿا. موڙا، پيم، ٺاريئا ۽ جوٺا هنن جون خاص آکهون آهن.

**مَـوراج:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي سجاول ۾ رهن ٿا.

**موراڻي:** پرگڙين جي هڪ پاڙي جو نالو. ٽالپرن هنن کي جاگير ڏني هئي، نوحاڻي بلوچن ۽ هندن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ آهي.

**مورتاڪرا:** سولنگي راجپوتن جي هڪ ذات.

**مُـورجاڻي:** لوهاڻا هندن جي هڪ ذات. خيرپورميرس ۾ رهن ٿا. سندن نک جو نالو "ماکيجا" آهي.

**مَـورجو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مورداڻي:** گورچاڻي بلوچن جي لشاري قبيلي جو هڪ پاڙو.

**موردها:** بروهي قوم جي هڪ ذات.

**مورڙا:** سما ۽ ملاح آهن. ملاح جو واسطو مورڙي خاندان سان آهي. ڪراچي ۽ ان جي آسپاس رهن ٿا.

**مورڙي پوٽا:** مورڙي ملاح جو اولاد آهن. جيڪي ڪلاچي، لاڙا ۽ بندري پاڙن سان مشهور آهن. ڪراچي ۾ شمس ڳوٺ، ابراهيم حيدري، بابا ۽ ڀٽ ٻيٽن تي رهن ٿا.

**موڪاڻي:** مزاري بلوچن جي مسيداڻي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**مورک:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مورواڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**موروئي:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**مَـوَريا:** چندر بنسي راجپوتن ۽. پرمار هندن جي هڪ ذات. ڪتاب "شاهان گوجر" ص 178 تي لکيل آهي تہ "موريا". گوجرن (جت) جي ذات آهي.

**مَـوريا:** سمن ۽ ملاحن جي هڪ ذات. لاڙڪاڻي شهر ۾ هنن جا ڪافي گهر آهن.

**مُـوريا:** بني مغيره جا ماڻهو آهن. هي محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا ۽ هتي ئي رهجي ويا. سن 417 هہ

بمطابق 1025ع ۾ سلطان محمود غزنوي سنڌ ۾ آيو. تڏهن بہ "موريا" سنڌ ۾ آباد هئا. چون ٿا تہ مورو شهر بہ هن قبيلي وارن اڏايو هو. موريا. مـوريا ۽ موريا لفظن جي هڪ جهڙي سڃا هئڻ ڪري ڪا بہ تميز ۽ سڃاڻپ نہ رهي آهي.

**مَورياڻي:** آلڪاڻي بلوچن ۽ سماٽي ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. لاشارين جي منڊير شاخ مان ٻن هڪ پاڙو.

**مَورياڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مُوريجا:** سمن جي هڪ ذات. مرهٽا راجپوتن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**مُوريجا:** هڪ غير سماٽ ذات آهي. جن جو واسطو موريا قبيلي سان آهي.

**موڙا:** چنا ذات جو هڪ پاڙو. وڌيڪ لاءِ سورا عنوان ڏسڻ گهرجي.

**موڙيا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو. ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**موزندگاڻي:** مري بلوچن جي غزيني قبيلي جو هڪ پاڙو.

**مُوزي:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**مُوسا:** برفتن جو هڪ پاڙو. چام آريءَ جو اولاد آهن. ٿر ۾ پڻ "موسا" ذات وارا رهن ٿا. جن جو واسطو سمن سان آهي. متعلوي/متياروي سيدن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "ميربوٽا" آهي. جن مان هڪڙي وڏي پاڙي جو نالو "موسا" آهي. هي سيد احمد بن سيد مير علي سنڌيءَ جو اولاد آهن. جوکين جو ٻن هڪ پاڙو.

**موساپوٽا:** موندرن جو هڪ پاڙو. موسيٰ پوٽا. بنديجن ۾ پڻ آهن.

**موساخيل:** لوڏي، شيراڻيٰ، بائيزئي (اڪوزئي) ۽ مروت پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**موسازئي:** ڪاڪڙ پٺاڻن ۽ ڪيراني پٺاڻن جو هڪ پاڙو. هڪ ٻئي حوالي مطابق، موسيٰ زئي برمهمند پٺاڻ قبيلي جو پاڙو آهي.

**مُوساڻي:** چنن، لاکن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو. لاشارين جي منڊير شاخ مان پڻ هڪ پاڙو.

**مـُوساڻي:** برڙا قبيلي جو هڪ پاڙو. پنگرن، پٽن، نوحاڻين، مگسين ۽ جروارن جي پاڙي جو نالو پڻ "موساڻي" آهي. مگسين جو سردار ڪريم خان موساڻي هو. گورچاڻي بلوچن جي سوراڻي شاخ مان هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "موساڻي" آهي.

**موساوي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**موسائي:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**موسوواڻي:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**موسوي:** امام موسيٰ ڪاظم جي نسبت سان "موسوي" سيد سڏجن ٿا. موسيٰ بن محمد تقي جو اولاد پڻ پاڻ کي "موسوي" سيد چوائين ٿا. هن سيد گهراڻي جو شجرو هن طرح آهي.

**موسوي سيدن جو شجرو**




**مُوسياني:** عمراني بلوچن ۽ بروهين جي زهري قبيلي جو هڪ پاڙو. زهريءَ جي پٽ جو نالو "موسيٰ" هو، جنهن ڪري هي "موسياني" سڏجن ٿا. راءِ بهادر هتورام، موسياني پاڙي کي "ڏايا" زهرين مان لکيو آهي. (بحوالہ: ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 84).

**مُوسيپوٽا:** لسبيلي جي شاهوڪن جو هڪ پاڙو. ٿر ۾ هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو پڻ "موسيپوٽا" آهي.

**موڪا:** ٺٽ جي هندو راجپوتن جي هڪ ذات.

**موڳا:** هڪ مسلمان سمات ذات جو نالو.

**موڳڙا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مولاڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**مولاڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**مولائي:** ڪيچ مڪران جا بلوچ آهن. نهايت عزت وارا ۽ شريف آهن.

**مولچنداڻي:** هندن جي "ڪڪڙيجا" نک مان هڪ آکهه. هي ديوان مولچند هرگنداس جو اولاد آهن. انبواڻي، ڀڳواناڻي ۽ ڪيسواڻي هنن جا نکڙيا مائٽ ٿب.

**مولداڻي:** سماڻي جت آهن.

**مولڪاڻي:** جکراڻين جو هڪ پاڙو.

**مولواڻي:** ڪرمتين جي ربائي جتن جو هڪ پاڙو.

**مولهاڻي:** سمن جي هڪ ذات.

**مولهڻ:** سهتن جو هڪ پاڙو. رانوڙ راجپوتن ۾ پڻ آهن.

**موليڏناڻي:** ڪرمتين جي پيئوا شاخ مان هڪ پاڙو.

**موماڻي:** ٻگهيا ذات جو هڪ پاڙو.

**مومت:** جوکين جو هڪ پاڙو. هي درويش ۽ فقير سڏجن ٿا. ڪراچيءَ جي پير ۾ رهن ٿا.

**مومن:** خاصخيلي ذات جو لقب ۽ پاڙو.

**مؤمناڻي:** پنجي پائي خوجن ۽ ٻڙائي خوجن جو هڪ پاڙو. سمن جي پاڙي جو نالو پڻ "مؤمنائي" آهي.

**مؤمنائي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

مونجڙيا: ٿري مينگهواڙ هندن جي هڪ ذات.

**موندا:** جاٽن جو هڪ پاڙو. ڪلوريا. موندا ۽ شورا پاڻ ۾ ٽين. جيڪي کتري ونس مان آهن.

**مَوندر:** لسبيلي جي هڪ سمات ذات.

**مُوندر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مُوندرا:** ذات جا ماڻهو اصل ۾ سومرن مان آهن. جيڪي سنڌ جا سمات آهن. "هيوز بلز" جي لکڻ موجب

موندرا. راجپوت نسل مان آهن. تاريخي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ هي لسبيلي جي ڄامن مان آهن. موندرا دنديو بيلي کان ڏکڻ طرف گجري ۽ سون مياڻيءَ واري علائقي ۾ رهن ٿا. واهرا ۽ صابرا هنن جا قريب آهن. موندرن جا خاص پاڙا آهن: 1 براهم پوٽا (ابراهيم پوٽا). 2 پيراڻاڻي. 3 خاڪواڻي. 4 ساڪ پوٽا (اسحاق پوٽا). 5 عبدالياڻي. 6 غيبي پوٽا. 7 موسا پوٽا ۽ 8 نماڻي. شاعر يوسف موندرو. غيبي پوٽن مان هو.

**مُوندراڻي:** کوسن جي مٺيوال پاڙي جي شاخ آهن ۽ تعلقي ڪوٽڙي ۾ رهن ٿا (بحوالہ: ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 408).

**مـُوندراڻي:** بگٽي بلوچن جي ڦونگ قبيلي جو هڪ پاڙو. لسبيلي ۽ بلوچستان ۾ سينهان ذات جا ماڻهو رهن ٿا. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "موندراڻي" آهي. جتن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**مـُوندر پوٽا:** لاشارين ۽ صابرن جو هڪ پاڙو.

**موندره (مونڊره):** برفتن جو هڪ پاڙو. نماڻي بہ هنن مان آهن.

**مونڊا:** سمات ذات آهي.

**مـُونگر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مـُونگيا:** هندن جي هڪ ذات.

**مونن:** گوجر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**مـُوني:** جتوئي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**مـُوهر:** هڪ غير معروف ذات جو نالو.

**مـَوهـِل:** سمن جو هڪ پاڙو.

**مـَوهـَلَ:** سروهي راجپوتن جي هڪ ذات. ڏيپلي (ٿر) ۾ هنن سان ملاقات ٿي (1990)

**موهـِلا:** سمن جو هڪ پاڙو. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**موهناڻي:** لاشارين جو هڪ پاڙو.

**موهنداڻي:** مري بلوچن جي لوهاراڻي قبيلي ۽ غزيني قبيلي جو هڪ پاڙو. ڪن محققن، موهنداڻيءَ موهانداڻي، مهنداڻي ۽ محمداڻي ڪري لکيو آهي. ليڪن درست لفظ "موهنداڻي" آهي.

**موهيال:** سارسوت برهمڻن جو هڪ پاڙو.

**موهيو:** هڪ مسلمان ذات.

**مـَوئـِرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مَـهـَا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مَـهاتـَم:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**مـِهـَاجـَرِ:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**مُـهاجـِـر:** معنيٰ هجرت ڪري آيل پناهه وٺڻ وارا. اصطلاحي معنيٰ ۾ هندستان کان لڏي آيل اردو زبان ڳالهائيندڙ مسلمان.

**مهاجن:** جابلو هندن جي ذات، جن جو پيشو دڪانداري آهي.

**مهاخيل:** ڪاڪڙ پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**مهار:** ڪنبرن (سمن) جو هڪ پاڙو.

**مهاراجا:** گهلوٽن مان آهن.

**مهازول:** هڪ سماٽ ذات جو نالو.

**مهالاٽي:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**مهاڻا:** معنيٰ مڇي ماريندڙ، ماڇي، ميربحر، ملاح وغيره. مُهاڻي هڪڙي مڇيءَ جو قسم آهي، جنهن جي نسبت سان هنن کي "مهاڻا" چون ٿا. روايت ۾ آهي تہ هي حضرت سليمان جي اولاد مان آهن. پنجاب ۾ کوسن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "مهاڻا" آهي، جن مير چاڪر خان کي سنگڙ درياءَ پار ڪرايو هو.

**بيت:** سڙهہ سنوان، لاچون نوان، مهاڻا سندن ميــر،
**ســاٿي سفــر هـلـيا، تـيـا سـٺـاوا سيــر،**
**جي اڄن ساڻ اڪير، سي بيڙا رکين پاڇهہ سين. (شاهہ)**

مشهور مفڪر سر جان مارشل، مارٽم وهيلر، ڊاڪٽر ڪارڊ ويل، ڊاڪٽر پاريولا، ڊاڪٽر هيريمات، ڊاڪٽر لئمبرڪ، ڊاڪٽر سورلي، اينڪن ۽ بين مهاڻن کي سنڌ جي هڪ قديم ۽ اصل قوم لکيو آهي، جن جو ذريعو مڇي مارڻ آهي. مهاڻا پڻ ميدن، مياڻن يا ملوئي قومن جي هڪڙي صورت آهي.

**مهائين پونڙا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**مهتا:** هندن کي چون ٿا ۽ سندن ذات پڻ آهي. هڪ حوالي موجب "مهتا" ڪنوج راجپوتن جي هڪ ذات آهي.

**مهتاب:** معنيٰ چنڊ. مهتاب، هندن جي هڪ ذات، جيڪي چنڊ جا پوڄاري آهن، جن کي سوم بنسي يا چندر بنسي (راجپوت) چون ٿا.

**مهتابي:** هي بہ هندو آهن، جيڪي چنڊ جا پوڄاري آهن.

**مهتائي:** هندن جي هڪ ذات. هن خاندان مان دادا چينمل پرسرام نهايت مشهور هو. جيڪو شاهه ع سچل جي رسالن جو شيدائي هو. هي مهتابراء جو اولاد ٿين. جيڪي هندن جي "ڳيرا" نک مان آهن.

**مُهَتم :** گجراتي لفظ مهتو. پراڪرت لفظ مهنتو ۽ سنسڪرت لفظ مهت جي بگڙيل صورت آهي. ان ڪري هن ذات وارن کي "ٻهرو ٻيا" بہ چون ٿا. مهتو. مهنتو. مهت ۽ مهتم لفظ جي معنيٰ آهي. پوڄن. واڻيو. منشي. ليکو ڪندڙ. وڏو. اعلي. محترم ۽ بزرگ وغيره. جالنڌر ۾ مهتا. پنجاب ۽ سنڌ ۾ مهتم سڏجن ٿا.

مسٽر "پرسر منٽگمري" لکي ٿو تہ مهتم اصل ۾ هندو راجپوت ۽ سک هئا. جن مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن. ٻين جي ڀيٽ ۾ حقير آهن. هنن مان ڪجهہ لائق ماڻهو اڪبر بادشاهه جي دربار ۾ منشي ۽ قانون گو مقرر ٿيل هئا. جن کي درباري ٻوليءَ ۾ "مهتو" چيو ويو. جو بعد ۾ ڦري "مهتم" ٿيو. اڄوڪا مهتم ان مهتي جو اولاد آهن. مسٽر پرسر وڌيڪ لکي ٿو تہ اڪبر بادشاهه جي اثر هيٺ مسلمان ٿيا ۽ ان جي زوال بعد مهتم درياءَ جي ڪپن تي ٻيلن سرن (ڪانا) مان شيون ٺاهي وڪڻندا هئا. منج جي پنجوڙن سان سئورن جو شڪار ڪري ڪاٽيندا هئا. رولو شڪاري هئا. مظفر گڙهہ ۾ هيءَ ڪڪن. ڪانن ۽ گاهہ مان جهوپڙيون ٺاهي رهندا هئا. جن کي "جهنڊ" چون ٿا. چوڻي آهي تہ "بہ مهتم ڇپر ۽ انهن جي جاءِ جو نالو خيرپور".

مسٽر ايبيٽ ۽ اينڊرسن بہ مٿين خيالن جو اظهار ڪندي لکن ٿا تہ هنن ٻيوهہ سان شادي ڪرڻ جو رواج وڌو. جنهن ڪري ٻين قومن وارا هنن کي حقير ۽ شودر سڏڻ لڳا. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ص 401 تي بہ مٿين راءِ سان اتفاق ڪري کين ٻهروپيا. بنجارا. جهنڊ ۽ لباڻا سڏيو ويو آهي.

ڪتاب The Musl man Races Found in Sindh, Balochistan and Afghanistan جي ص 41 تي ايس - صادق علي لکي ٿو تہ انڙ بن سمي کي 28 پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "مهتم" هو. جنهن جي اولاد ٻان کي "مهتم" سڏايو. جن جو شجرو "م" جي آخر ۾ ڏسڻ گهرجي.

**مهيپال:** افغاني پناڻن جي لوڌي خاندان جي سياني شاخ جي اسماعيل شاخ مان آهن.

**مَـيِـچائي:** ٻهوڙن جو هڪ پاڙو.

**مهڏائي:** ڪٽ ذات جو هڪ پاڙو.

**مهديوٽا:** ٽيبهر ذات جو هڪ پاڙو.

**مـهديجا:** هڪ مسلمان سمات ذات آهي. سکر جي طرف رهن ٿا. ڪي ڄڻا هنن کي شيخ چون ٿا. شاهه علي مهديجو. ايڙن جو مرشد هو. (تاريخ مظهر شاهه جهاني ص 122)

مهدي زئي: جدگال (جت) قبيلي جو هڪ مشهور پاڙو آهي. هي گوادر ۽ مڪران ۾ رهن ٿا. هنن جو چوڻ آهي تہ سان اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو آهيون. سنڌ جا جوکيا. رئيس. ڪوڙڪ. ڪينگزئي. سنڌ ۽ سنگر اسان

جا عزيز آهن. هي امام مهديءَ سان عقيدت رکندڙ آهن. اُن ڪري پاڻ کي "مهدي زئي" سڏائين ٿا. سندن ٻولي جدگالي ۽ ڏنڌو اٺ پالڻ آهي.

مَهرَ: سنڌ ۽ ڪڇ جي سما خاندان جي حاڪم "ڄام لاکي" کي ٻه ڙالون هيون. پهرين ۽ وڏي ڙال جو نالو "ٻڌي ڄاره" هو. جيڪا ٺٽي جي هندو سوڍن مان هئي. هن کي ان مان چار پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "مهر" هو. ان مهر جي اولاد پاڻ کي "مهر" سڏايو. هي پهرين هندو هئا ۽ بعد ۾ مسلمان ٿيا. هي سنڌ جا اصلي ۽ نجا سما آهن. سندن ٻولي سنڌي آهي. ٺر، نواب شاهه ۽ حيدرآباد وارن حصن ۾ رهن ٿا. وڌيڪ لاءِ مهرن جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

مَـهَـرَ: سنڌ جي اترئين حصي وارا مهر پنجين صديءَ جي آخر ڌاري ايران مان نڪري پنجاب کان ٿيندا اچي سنڌ ۾ ويٺا. ٿوري عرصي بعد گپتا خاندان کي شڪست ڏيئي اتر ڪاٺياواڙ تي قبضو ڪيائون. جتان ڦرندي گرندي سنڌ، لسبيلي ۽ ڪڇ تائين پکڙجي ويا. جتان سندن سلسلو سنڌ جي سمن جي اوڙڪ مان شروع ٿئي ٿو. هي اصل سنڌ جا باشندا آهن. جيڪي ايران هجرت ڪري ويا هئا. اتان واپس اچي پنهنجو وطن وسايائون.

مهرن جي هن قبيلي جو وڏو "سناڪ" هندو هو. جنهن اسلام قبول ڪري پنهنجو نالو "چاند" رکيو. جيڪو راءِ سهاسي، الور جي راجا وٽ مانائتو ٿيو ۽ هن کي پنهنجي ڀاڻهي سان شادي ڪرايائين. چاند کي ميرپور ماٿيلي جو گورنر مقرر ڪيو ويو. ڪتاب "جنت السنڌ" جي ص 383 تي لکيل آهي تہ ڏهر، مهر ۽ ڏاريجا حضرت بهاؤ الدين ذڪريا جي خليفي موسيٰ نواب جي تبليغ سان مسلمان ٿيا. مهرن ۽ ڏهرن گڏجي ڪلهوڙن جي دور ۾ فساد ڪيا ۽ 1700ع ۾ دائود پوٽن سان ٻہ وڙهيا.

1911ع ۽ 1931ع واري هندستان جي آدمر شماريءَ واري پڌرنامي ۾ هنن کي "سماٽ" لکيو ويو. ڪتاب "شاهان گوجر" ص 187 تي لکيل آهي تہ "مهر". راجپوت پٽي آهن. جيڪي ويرم جو اولاد آهن.

هن وقت مَهرَ ۽ مَـهَـرَ قبيلي ۾ ڪا ٻہ سڃاڻپ نہ رهي آهي. سڀ "مهر" سڏجن ٿا. حقيقت ۾ ڀوڙ، مهر ۽ ڏهر، پٽي خاندان مان آهن. جن جو شجرو شجرن واري حصي ۾ ڏسڻ گهرجي

مهرن جا خاص پاڙا آهن: 1 انسائي، 2 بخيرائي، 3 بگڙا، 4 بلها، 5 بنيا (ٻنيا)، 6 بوجا (ٻجا)، 7 ڀالائي، 8 ٻيجل، 9 تنگهائي، 10 جنگا، 11 جيڌ، 12 جيسرجا (جيسراج)، 13 چنڙ، 14 چنوجا (چنيجا)، 15 چهڙا، 16 چٺا، 17 حسيجا، 18 تماچاڻي، 19 خيالائي، 20 ڏيراجا، 21 ڏتا، 22 ديدلا، 23 راموجا (راميجا)، 24 رخنائي (رڪڻائي)، 25 ريپر، 26 ساڪائي، 27 سکيجا (سخيجا)، 28 سومرجا (سمراجا)، 29 ڪبرا، 30 گجنائي، 31 لاڊر، 32 لنجاري، 33 لاليپوٽا (لاليپوٽڙا)، 34 لنگائي (لونگائي)، 35 لودرا، 36 ماڪا، 37 مارويوٽا، 38 مباح (مبا)، 39 متريجا (متوجا)، 40 متيرا، 41 مرادائي، 42 منهنجا، 43 مهلائي، 44 مينوهائي (ميهائي)، 45 ناريجا، 46 ندامائي، 47 نظامائي، 48 ننهجا، 49 ونجها، 50 ويجل، 51 هالا،

52 گمنا. 53 گاگناڻي. 54 گهنا. 55 سوائي. 56 ساڏور. 57 سهاڻا. 58 سکي. 59 صحيحبا. 60 رهـڙ. 61 منجا. 62 ڏينگڙا. 63 تلاڻي. 64 لاٺو. 65 نوسخجا 66 هيسجا.

مهر قبيلي جي سرداري پڳ "جيسراج" پاڙي تي آهي. ڪرنل ٽاڊ ڪتاب "تاريخ راجستان" ۾ لکي ٿو تـ مهر. راجپوتن جي ڇٽيهہ ڪلن جي ٽيهين ڪل مان آهن. جيڪي جيسلمير جي پنـي گهراڻي مان آهن (بحوالہ: جنب گذاريم جن سين جلد نمبر 2 ص 282). ڪن حوالن مان معلوم ٿئي ٿو مالي (هندو - سک) راجپوت کي رائي سليمان نالي پٽ مان ڇهہ پٽ مهر، مزار، جويو، ڪوريهر، ماڪو ۽ ميتلو هئا. مهر ان مهر جو اولاد آهن. ياد رکڻ گهرجي تـ مالهي ۽ پرمار اجا تائين هندو آهن ۽ ٿر ۾ سندن وڏا ڪيڙ آهن.

**مَـهَـرُ:** ڄام لاکي کي مسرق زال مان انڙ ٽالي پٽ هو. جنهن جي هڪڙي پٽ جو نالو "مهر" هو. ان مهر جي اولاد پان کي ذات جا "مهر" سڏايو. هي ملاحن ۽ مهاڻن جي نيچ مان آهن (سميجا).

**مَـهَـرا:** هندو ملاحن جو هڪ پاڙو. هنن کي جهينور ۽ ڪهار بـ چون ٿا.

مـهرا (MIHRA) : هندو کترين جي هڪ نک جونالو. ملتان ۾ هنن کي "ملهوترا" چون ٿا. هن نک ۾ هندن جون ٻارهن ذاتيون شامل آهن. ان ڪري هنن کي "ٻارهي" بـ چون ٿا. هن نک وارا کتري پنهنجي نالي اڳيان "ملڪ" لفظ لڳائيندا آهن.

**مَـهراج:** هندن جي چڱي مڙس کي چون ٿا. سندن ذات بـ اها آهي.

**مهراماڻي:** سماٽي جت آهن. مهري انن جي نسبت سان "مهراماڻي" سڏجن ٿا.

**مهراڻيوٽا:** مسلمان سوڍن جو هڪ پاڙو. هي ميين ڪريم جا مريد ۽ فقير آهن. نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ.

**مُـهراڻو:** ميربحرن جي هڪ ذات (بحوالہ: جامع سنڌي لغات).

**مَهراڻي:** هندن جي هڪ ذات. مستوئي بلوچن. جتن ۽ ميرجتن ۾ پـڻ "مهراڻي" آهن. بروهين جي احوال ۾ لکيل آهي تـ "مهراڻي". بروهين جو پاڙو آهي. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي تـ "مهراڻي". رئيساڻي قبيلي جو پاڙو آهي. انيڙن ۾ پڻ "مهراڻي" هڪ پاڙو. **نوٽ: ٿر ۽ سنڌ جي دنگ واري حصي کي "مهراڻي" چون ٿا.**

**مـهِـراڻي:** جمالين ۽ راهوجن جو هڪ پاڙو. ڪرمتين جي جانوري شاخ ۽ لاشارين جي مجر قبيلي مان "مهراڻي" آهن.

**مَـهـرج:** ملاح ۽ ميربحر آهن.

**مَـهرواڻي:** کوسن جو هڪ پاڙو.

**مهروتري:** هندن جي هڪ نک.

**مهروڪ:** ڪمبوہ قبيلي جو هڪ پاڙو.

**مَهري:** هي هڪ عرب بلوچ قبيلو آهي. بلوچستان ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا. ڪتاب "سيرة الصحابہ مهاجرين" جلد دوم ص 10 تي مصنف شاهه معين ندوي لکي ٿو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي هڪ مشهور صحابي عمرو بن العاص جي دوست ابن شام ساماهري جو اولاد آهن. جن کي هن وقت مهيري چون ٿا.

**مهريا:** سمن جي هڪ ذات.

**مَهرياڻي:** بگٽي بلوچن جي شمباڻي (پارياڻي) قبيلي جو هڪ پاڙو.

**مَهڙ:** انڙن جو هڪ پاڙو. نواب شاهه ضلعي ۾ رهن ٿا. جاکرن (جکرو) ۾ پڻ مهڙ آهن. جيڪي ڄام مهڙ جو اولاد آهن. جن مان ڄام جکرو هوتياڻي (ڳهڙ) سنڌ جو سخي ۽ ڏاتار ٿي گذريو آهي.

بيت: سمو سوائي، ٻهون ٻئنڌان اڳرو، دانا جي دربار ۾،

ورتي اي‍ءِ وائي، ڳهڙ ڳالهائي مهڙ سڀ ملهايا. (شاهه)

**مهڙاڻي:** ونگاڻي جتن مان مير عمر ۽ ڪريمداد پٽ مهڙ جو اولاد آهن. ڪڇ ۾ ويٺا. جتان لڏي اچي ڪاڇي ۾ ويٺا. مهڙاڻي، ونگاڻي جتن جا ڇڳا مڙس ٿين.

**مَهڙج:** سمن جو هڪ پاڙو.

**مهڙول:** سمن جو هڪ پاڙو.

**مهڪاڻي:** غزيني مرين مان آهن. هن قبيلي جو اڳواڻ مير حاجي خان هو. هن کي مستي خان، جعفر خان، ابراهيم خان ۽ حيدر خان نالي پٽ هئا. جن پنهنجن پاڙن جا نالا پيا. ڪتاب جنب گذاريم جن سين ص 400 تي لکيل آهي تہ "مهڪاڻي"، کلوڻاڻي کوسن مان آهن.

**مهڪري:** هڪ غير سماٽ مسلمان ذات.

**مَهلاڻي:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**مهمال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي عبدالله گولڙي جي اولاد مان محمد خان جو اولاد ٿين.

**مهمند پوٽا:** جاکرن جي همند پاڙي جي هڪ شاخ

**مهنتا:** اوسواڙ هندن جي هڪ ذات.

**مَهمند:** پٺاڻ آزاد قبيلا آهن. جن کي پوليٽيڪل ايجنسي ذريعي هلايو ٿو وڃي. هي سوات ندي ۽ ڪابل نديءَ جي وچ واري علائقي ۾ آباد آهن. حاجي عبدالواحد مهمند جي اڳواڻيءَ ۾ انگريزن سان وڙهيا هئا. هن قبيلي جا ماڻهو اندروني سنڌ ۾ ڪٿي ڪٿي آباد آهن. جن جا خاص پاڙا آهن: 1. اتمان زئي 2. باٿي زئي 3. ترڪ زئي 4. خاگوٽي زئي 5. ديوي زئي 6. سلساني 7. صافي زئي 8. عالم زئي

**مَـهندا :** برفت آهن. احوال لاءِ لفظ "منهندا" ڏسڻ گهرجي.

**مَــهوا :** راهوما ذات جو هڪ پاڙو.

**مَــهوال :** هڪ مسلمان سمات ذات.

**مهولي :** رانوڙ راجپوتن جي هڪ ذات.

**مَــهوميا :** صابرن جو هڪ پاڙو.

**مهوَنڊپوتا :** باڪڙن جو هڪ پاڙو. لسبيلي ۾ رهن ٿا.

**مهيٽا :** سنڌي هندن جي هڪ ذات. ڪراچيءَ ۾ مهيٽا محلات مشهور آهي. جيڪا شورتن مهيٽا جي هٿي. هاڻي محترمہ فاطمہ جناح جي ملڪيت آهي.

**مهيجا :** رانوڙ راجپوتن جي هڪ ذات.

**مهيري :** ڪرمتي جت بلوچن ۽ سماٽي جتن جو پاڙو آهي. چانديا هوت بلوچ جي اولاد مان آهن. جن مان ڪرمتي آهن. انهن ڪرمتين جا خاص ۽ بنيادي پاڙا اٽڪل 21 آهن. جن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "مهيري" آهي. روايتن ۾ آهي تہ جتن وٽ "مهري" اٺ هوندا هئا. جنهن نسبت سان هي "مهيري جت (سماٽ) ۽ ڪرمتي بلوچ. "مهير" جبل ۾ رهڻ جي نسبت سان "مهيري" سڏجن ٿا. ڪن مهيرين جي دعويٰ آهي تہ اسان عرب قبيلي مان "مهرہ بن حيدان" جو اولاد آهيون. "سيرالصحابہ مهاجرين" جلد دوم ص 10 تي لکيل آهي تہ عمرو بن العاص صحابي جي دوست جو نالو "ابن شام ساماهري" هو. ان جو اولاد "مهيري" بلوچ عرب آهن. (بحوالہ ڪتاب بلوچ قوم ڪي تاريخ ص 57 سردار خان بلوچ) هڪ بي روايت موجب نبي ڪريم صلي الله عليہ والہ وسلم جن جي هڪڙي ڏاچيءَ جو نالو "مهرہ" هو. جتن جي هڪڙي پاڙي پنهنجي ڏاچيءَ جو بہ نالو "مهرہ" رکيو جو ٿري "مهيري" ٿيو. ان ڪان پوءِ اهي جت ذات جا "مهيري" سڏجن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. آچاراٽي 2. بڪراٽي 3. بيڙاٽي 4. باوٽي 5. بليلاٽي 6. ناروانی 7. پاريياٽي 8. بيراراٽي 9. پيروزاٽي 10. جلالاٽي 11. جهنگلاٽي 12. چنگلاٽي 13. جيجياٽي 14. خاناٽي 15. خميساٽي 16. خودراٽي 17. ربواٽي 18. سوماراٽي 19. شهداداٽي 20. شنباٽي 21. شالاٽي 22. شهميراٽي 23. شيراٽي 24. فيضواٽي 25. قيصراٽي 26. ڪاراٽي 27. ڪلاٽي 28. لاٽديا 29. لهاڪاٽي 30. مناٽي 31. مينداداٽي 32. نوتڪاٽي 33. نوذاٽي 34. هوتاٽي ۽ 35. مسلاٽي.

ڪتاب "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ۾ لکيل آهي تہ "مهيري" جت آهن. سنڌ دوست رسالي ص 20. ڊسمبر 1999ع ۾ چاموٽ حاجي خان چاچڙ. مهيرين کي هڪ سمات ذات لکيو آهي.

**مَـهَـيسرَ :** پراڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي. سنسڪرت ۾ ڪين مهيشور چون ٿا. مهيسر سنڌ جي هڪ سما مسلمان ذات آهي. جنهن جي اصطلاحي معنيٰ آهي. برساتن تي وسندڙ ۽ آباد ٿيندڙ ڍنڍين ۽ ڍورن ۾ پيدا ٿيندڙ مڇيءَ

تي گذر سفر ڪرڻ وارا ملاح ۽ مهاڻا. ان سبب هنن کي ميٺهن جي ڍنڍن ڍورن وارا ملاح ڪري چون ٿا. سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ڍنڍ کي "مَــنــهــسَــر" چون ٿا، جنهن مان مراد "مهيسر" آهي. مهيسر، سميجا ۽ ساريا ڪل مان آهن. جن جو ذڪر تاريخن ۾ آهي. ڪتاب "سماٽ" ۾ هن کي برساتي ڍنڍن ڍورن تي مڇي مارڻ وارو لکيو ويو آهي. هنن جي دعويٰ آهي تہ اسان قريشي (بنوميسره) ۽ عباسي آهيون. اسان جي وڏي ڏاڏي جو نالو ڄام مبسيرهو. مهيسرن جا خاص پاڙا آهن. 1 پمپرا، 2 ٿيـٽيا، 3 ششـيـاڻي، 4 گـهياڻي، 5 مڪڙ، 6 ملڪياڻي.

بيت: **مهيسر جي مد، جي هت هڏهين هوءِ (شاهہ).**

**مهيسي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سماٽ سڏجن ٿا.

**مهيشتري:** هندن جي هڪ ذات.

**مهيشر:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**مَـهيشوري:** هندن جي هڪ ذات. ڪراڙ ۽ جين بہ سڏجن ٿا. هي سرساواري راجپوت شاخ مان آهن. هي واپاري آهن. هنن جون 84 شاخون آهن، جن مان گهريـا، مانڌڻ، گيگل، راٺي، ماليا، ٻنر، ڪڙوٽا، مسـتيا، ونڙ، ملهڙ ۽ لونيا نهايت مشهور آهن.

**مهيلان زئي:** بگٽي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**مهيليا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**مهيوري:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**مُـئا:** سمن جي هڪ ذات، تعلقي سجاول ۾ سندن ڪجهہ گهر آهن.

**مئدراڻي:** ڪوسن جو هڪ پاڙو.

**مئـڪي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

بيت: **تون سمون، آئون گندري، مون ۾ عيبن ويهہ،**
**پـسـي مـئـڪي ڏيءَ، مـتـان مـاگر مـتيــن.**

**مئواڻي:** ڪوراڙن جو هڪ پاڙو.

**مئيندڙا:** ميمڻن جو هڪ پاڙو. ٺٽي جا رهواسي آهن.

**مَـيا:** هڪ غير معروف ذات جو نالو.

**مَـياري:** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو.

**مِـياس:** شيدين جو هڪ پاڙو.

**ميان:** نهڙين جو هڪ پاڙو. ٺٽ ۾ رهن ٿا.

**ميان پوٽا:** لکياري سيدن جو هڪ پاڙو. جي ميان غازي شاهه جي اولاد مان آهن. غازي شاهه جو مقبرو لکيءَ ۾ شاهه صدر جي پرسان آهي. هن جي اولاد مان سيد جٺندل شاهه ان جا پٽ غلام حسين شاهه. ڪوڙل شاهه ۽ نظر علي شاهه آراضي وارا آهن.

**ميان خيل:** لوهاڻي پٺاڻن جي هڪ ذات. جيڪي لوڏي آهن. بلوچ به سڏجن ٿا.

**مياندادائي:** جتن ۽ مهيرين جو هڪ پاڙو.

**ميان زئي:** لاشارين جو هڪ پاڙو. برمهمند پٺاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ميان زئي" آهي.

**ميان علي زئي:** رئيساڻي بروهين جو هڪ پاڙو.

**ميان ناٿي:** پنجي پاٿي کوجن جو هڪ پاڙو.

**ميانو:** فارسي لفظ "ميانه" تان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي وچ وارو. ميانو ذات وارا وچ ايران کان لڏي آيل ايراني آهن. جيڪي ڪراچي، حيدرآباد ۽ ڪوئٽا ۾ رهن ٿا. نومسلم شيخن کي پڻ ميانه چون ٿا. هي خدا وارا ۽ عبادتگذار هئا. جنهن ڪري "ميان" سڏجڻ لڳا. اهو لفظ ڦري "ميانا" ٿيو.

**ميانوالي:** پنجاب کان آيل سرائي آهن. ميان نصير محمد ڪلهوڙو پڻ سرائي (جت) هو. جنهن سنڌ ۾ ميانوالي تحريڪ هلائي هئي.

**ميانيوالا (ميانيوارا):** وورا قوم جو هڪ پاڙو.

**مياٿا:** هندن جي هڪ ذات.

**مياٺا:** روهڙيءَ جي رضوي سيدن جو هڪ پاڙو. هن پاڙي مان سيد سعيد خان رضوي نهايت مشهور هو (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 سال 1990ع، ص 92). پنجاب کان آيل سرائي جت آهن. جيڪي پاڻ کي "علوي" سڏائين ٿا. ميدن، مهاڻن ۽ ملاحن جي رهڻ/مڏي واري هنڌ کي "مياڻي" چون ٿا ۽ ان ۾ رهڻ وارا "مياڻا" سڏجن ٿا. يعني هي ملاح ۽ مهاڻا آهن ۽ گجرات پنجاب کان آيل آهن.

**مياٽڪ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**مياٽي:** پنہرن جو هڪ پاڙو.

**مياٺي:** سماٽي جت آهن. شاهبندر ۾ رهن ٿا. هي ننڍيار جت سڏجن ٿا.

**مياهيزئي:** شهواڻي بروهين جي حاجيزئي شاخ جو هڪ پاڙو.

**مياخيل:** آفريدي پٺاڻن جو هڪ قبيلو.

**مِــيتڙ:** سميجا ڪل مان ملاح ۽ مهاڻا آهن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**مِــيتڙا:** سميجا ڪل مان ملاح ۽ مهاڻا آهن. لاڙڪاڻي طرف رهن ٿا.

**مِــيتلا (مَــيتَــلا):** سماٽي جت آهن. اتر سنڌ ۾ رهن ٿا. ڪن ڪن جاين تي هي پاڻ کي سما بہ جوائين ٿا. هڪ روايت موجب ميتلا. رائي سليمان بن مالي بن سوترڪ بن چال (جاٽ - جت) بن زبير ماها مان آهن. ماڪو. ڪوريهر. جويو. مهر ۽ مزار هن جا پائر آهن (هڪ روايت).

**مَــيٺو:** سمن جو هڪ پاڙو (ميٺا).

**ميپاوت:** پرمار هندن جي هڪ ذات.

**ميپلا:** روڙ جتن جو هڪ پاڙو.

**مَــيدَ:** سنڌ. لسبيلي ۽ مڪران جي هڪ پراڻي سماٽ قوم آهي. جيڪي اصل ۾ سمنڊ. درياڻن ۽ ڍنـدن ڍورن تي رهندڙ ملاح. ميربحر ۽ مهاڻا آهن. هي سون مياڻيءَ کان وٺي سڄي ساموندي ساحل تـي آبـاد آهـن. مڇي مارڻ جا ماهر ۽ ٻيڙين هلائڻ جا ڪاريگر آهن. پراڻي زماني ۾ مڇي مارڻ سان گڏوگڏ چوريون ڪندا هـئا ۽ ڌاڙا هڻندا هئا. سرانديپ وارن عربن کي پڻ هنن ڦريو هو. جنهن ڪري عربن هنن کي "قزاق" يعني ڌاڙيـل چيـو هو (الميد الذين يقطعون البحر) هن وقت بہ قزاق ذات وارا آهن. جيڪي ميدن مان آهن.

تاريخن ۾ لکيل آهي تہ ميو ۽ ميربحر. ميد لفظ جي بگڙيـل صورت آهي. جن کي هـن وقت مـلاح. مهاڻا ۽ ميربحر چيو ٿو وڃي. "لانگ ورٿ ڊيمس" پنهنجي ڪتاب "بلوچ قـوم" ص 17 تـي ميدن کي مڪران جا قديمي مهاڻا لکيو آهي. مڪران ۾ ميد لفظ جي معنيٰ آهي مهاڻو. ميربحر ۽ ملاح. جنهن مان ثبوت ملي ٿو تہ ميربحرن جو بڻ بنياد ميد آهن. "تحفتہ الڪرام" ۾ اصل لفظ "مومد" لکيل آهي. جنهن مان ڦري "ميد" ٿيو آهي. هنن جو تختگاهہ "همدان ايڪباتانا" هو. تـاريخن ۾لکيـل آهي تہ مينانـگر (ٺٽو) ۽ منجابـاري (منگوبير) ميدن جا اڏايل آهن. ميد قوم جا ماڻهو شادين مرادين ۾ سنڌي لاڏا ۽ ڳيچ ڳـائين ٿا. بلوچسـتان ۾ ميدن جي نالي سان هڪ وڏو شهر آهي. جنهن جو ذڪر عرب مورخ ابن خردازبہ (250 هـ/864ع) پنهنجي لکيل ڪتاب "المسالڪ والممالڪ" ۾ ڪيو آهي. مولائي شيدائي "ميدن" کي بلوچ لکيو آهي.

ميد قوم جا خاص پاڙا. اورماڙي (اولماڙي). جلارزئي. چل مارزئي ۽ گزبر آهن. چل مارزئي پاڻ کي لاسي. لومڙيا (نومڙيا) ۽ نهڙيا سڏائين ٿا. گزبر پاڻ کي بلوچ ۽ اور ماڙي پاڻ کي افغان چوائين ٿا.

ايچ - ٽي لئمبرڪ. يوناني جاگرافيدان استرابو. مولانا قاضي اطهر مبارڪپوري. علامہ سليمان ندوي. اصطخري ۽ ٻين محققن لکيو آهي تہ اسلام کان اڳ ميد هڪ مهاڻا قوم هئي. جن کي اسلام بعد ميدن بجاءِ مهاڻا ۽ ملاح چيو ويو. سيد ابوالخير مودودي "فتوح البلدان" جي حاشيي ۾ لکيو آهي تہ عربي

لغت ۾ بيڙين هلائڻ جي ماهر. سمنڊ جي ڇاڻ رکندڙ ۽ ان جي رستن کان جيڪي واقف هوندا آهن. انهن کي ميد چون ٿا . هڪ حوالي موجب ميد. جاٽ (جت). اساوره ۽ سيبچه پاڻ ۾ پائڻ ٿين. جيڪي حضرت سنڌ جا پٽ آهن.

**ميداڻي:** ڇانڊين جو هڪ پاڙو.

**ميراثي:** جي معنيٰ آهي ڳائڻ وارو. گويو. مڱڻهار. ڏوم. پاڻ ۽ چارڻ وغيره. ميراثي هڪ غير سمات ذات آهي.

بيت: **جي ميراثي مڱتا، آئون پڻ منجها تن،**

**ڪين ڪ منهنجي ڪن،ارٽ منجهارا ان جي.** (سُرُ: سورٺ، شاهه).

**ميراحمد خيل:** ميمناخيل آفريدي پٺاڻن جو پاڙو آهي. قمبر خيل ۽ ملڪ دين خيل هنن مان آهن.

**ميرازئي:** ڏومڪي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**ميراسي:** ميراثي يا ميراسي هڪ ئي معنيٰ رکندڙ ذات آهي. هي سنڌ جا پراڻا غير سمات ڳائڻا. مڱڻهار آهن. جن کي پاڻ، چارڻ ۽ ڏوم به چيو ويندو هو. هن وقت هي سنڌ جا سمات سڏجن ٿا . ميراسي عربي لفظ "مير + سي" جو جوڙ آهي. مير جي معنيٰ سردار. امير ۽ سي رس. جي معنيٰ سر ڳائڻ آهي. يعني ڳائڻ وارو وغيره. محقق چون ٿا ته اصل لفظ "مير. عاصي" آهي جو بعد ۾ ميراسي ٿيو آهي.

رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" ۾ لکيو آهي ته هنن جو وڏو ڪو امير هو. پر هڪ شڪاريءَ سان گڏ ماني کاڌي هئائين. جنهن ڪري مٿس "عاصيءَ" جو ناقابل رشڪ لقب پيو. اهڙيءَ طرح هو ميراسين جو ابو بڻيو. ان ڏينهن کان پو هي "ميراسي" بڻيا . هي دعوي ٿا ڪن ته اسان مير جو اولاد آهيون. ڪي چون ٿا ته اسان اعلي نسل جا سما آهيون. ڪن جو چوڻ آهي ته اسان مشهور شاعر "ڪعب الاهبر" جو اولاد آهيون.

**ميراشي:** عرب ملڪ ۾ ميراسين کي "ميراشي" چون ٿا. ان جي تقليد ڪندي هتان وارا ميراسي به پاڻ کي "ميراشي" چوائين ٿا.

**ميراڪر:** هڪ مسلمان سمات ذات جو نالو.

**ميرالي:** صل ۾ لفظ "ميرعالي" آهي. جنهن جو مطلب آهي وڏي مرتبي وارو. اعلي شان وارو. سردار مير هوتان بليدي. لاشارين ۽ رندن جي ويڙهه ۾ رندن جو سات ڏنو هو. جنهن تي مير چاڪر خان هن کي مير عاليءَ (ميرالي) جو لقب ڏنو هو. تنهن ڏينهن کان وٺي هنن کي ميرالي چون ٿا . هن وقت ميرالي. بليدين (بزدين) جو هڪ پاڙو آهي.

**ميراناڻي:** ڪرمتين جي راڏا اگاريا ۽ بگهياڙ قبيلن جو هڪ پاڙو.

**ميرانپوٽا:** گونگا خاندان جو سردار "جهلو" هو. ان جي هڪڙي پٽ جو نالو "ميران" هو. ان ميران کي جيڪو اولاد ٿيو. انهن پاڻ کي "ميرانپوٽا" سڏايو. ميرانپوٽا گونگن جو پاڙو آهي.

**ميرانخور:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. تعلقي سجاول ۾ سندن ڪجهہ گهر آهن.

**ميرانزئي:** بروهين جي قمبراڻي قبيلي جو هڪ پاڙو. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 116 موجب "ميرانزئي"، ساجدي جت بلوچن جو پاڙو آهي. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ ميرانزئي، بنگش پٺاڻن جو پاڙو آهي.

**ميراڻ پوٽا:** جوکيا ذات جي تيبر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ميراڻي:** ڪيترن ئي قبيلن ۽ ذاتين جو پاڙو آهي، جن جو مختصر بيان هن طرح آهي:

1 برڙن جو پاڙو آهي 2. پٺين جو پاڙو آهي 3. جمالي بلوچن جو پاڙو آهي 4. ملاحن ۽ مهاڻن جي پاڙي جو نالو "ميراڻي" آهي. 5 ڪتاب "بلوچ قوم اور اس ڪي تاريخ" ص 288 تي لکيل آهي تہ مير شهداد خان جي پٽ جو نالو "مير ميران" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "ميراڻي" سڏايو. ايس - صادق علي پڻ لکيو آهي تہ "ميراڻي" مير ميران رند جو اولاد آهن. ان ڪري هي رندن جو پاڙو آهي. هنن کي (مرڙي) بہ چون ٿا. ميراڻي رندن جو شجرو هن طرح آهي:

ميرچاڪر خان

|

شهداد خان

|

مير ميران

|

ميراڻي

6 چانڊين جو پاڙو آهي.

7 بروهين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ميراڻي" آهي.

8 زرداري جتن جي ذات جو پاڙو آهي.

9 هندن جي ذات آهي. ديوان ننديرام سيوهاڻي هن ڪيڙ مان هو. جنهن کي 1853ع ۾ انگريزن الف - ب جي صورت مقرر ڪرڻ لاءِ ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو هو. (بحوالہ: مهراڻ نمبر 4 سال 1999ع ص 99).

حضرت لعل شهباز قلندر جي 19 شعبان جي ميندي ڪڍڻ وارا پڻ "ميراڻي" هندو آهن.

10. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ ۽ چانگن جو هڪ پاڙو.

**ميرايا:** ٽري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**ميربحر:**

**بيت: (1) گهورندي گهور پٽا، اگهور گهوريائون،**
**ميڪر ماريائون، ملاحن مُـ سنرا (شاهہ)**

**(2) ڪوجهيون رنگ ڪاريون، منهن نہ موچاريون،**
**سي ڪڍيو ڪالورن جيون، سر ڪٽن ڪاريون، (سچل سرمست)**

اصل لفظ ميد آهي، جنهن جي معنيٰ آهي مڇي مارڻ وارا. شڪار ڪرڻ وارا ۽ ٻيڙين هلائڻ وارا. اسلام قبول ڪرڻ بعد اهي مير، ميربحر، ملاح ۽ مهاڻا سڏجڻ لڳا. سڌريل لفظن ۾ هنن کي "اميرالبحر" بہ چون ٿا. يعني سمنڊ ۽ پاڻيءَ جو بادشاهہ، سردار، امير وغيره. ميربحر هڪ علحده قوم / قبيلو آهي. لاکي، انڙ، سمي يا سميجا نسل وارا ملاح ۽ ميربحر اصل ميربحرن کان الڳ آهن، ليڪن هن وقت سڀ هڪ ٿي ويا آهن.

ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ميربحر جو پيشو حضرت عمر فاروق جي دور ۾ وجود ۾ آيو. حضرت عمر فاروق پنهنجي اسلامي رياست ۽ اسلامي فوج کي وسعت ڏيڻ لاءِ ٻيڙين جي سامونڊي فوج (لشڪر) تيار ڪئي، جن کي "ميربحر" يعني پاڻيءَ جو سردار چيو ويو، ان ڏينهن کان وٺي هي ميربحر ۽ اميرالبحر سڏبا اچن ٿا. [ا] شهنشاهہ اڪبر مغل جي دور ۾ محمد قاسم خان ميربحر، ڪابل حڪومت جو نگران هو. شيري ملا ميربحر، اڪبري دربار جو عالم هو ۽ سيف الله خان ميربحر، بحريہ جو رکوالو هو. مولوي حاجي احمد ملاح هڪ وڏو عالم هو. مغل بادشاهن کين اميرالبحر جو لقب ڏنو.

گهڻا سڪر ماڻهو ميربحر قوم جي زالن کي پاڻ وٽ سريتون (Concubine) ڪري رکندا هئا (آهن). سنڌ جي حاڪم ڄام تماچيءَ وٽ بہ هڪڙي نوري نالي ذات جي گندري (مهاڻي) ويهاريل هئي، ان ڪري سميجا ڪل وارن کي ملاح تصور ڪيو وڃي ٿو. ڄاڪاڻ تہ سندن ناناڻڪي نيچ ملاحن مان آهي.

---

[ا] سنڌ ۾ بدين ضلعي ۾ عرب نسل جا ميربحر رهن ٿا، جن جو ذڪر مهراڻ رسالہ نمبر 1، 1996ع ۾ ٿيل آهي.

ڄام لاکو، ڪڇ ۽ ڀڄ جو حاڪم هو. هن بہ ننڍي جي مسرقن (ميربحر) مان شادي ڪئي هئي، جنهن جي اولاد مان سميجا، پلي، انڙ، درس، چنا ۽ ٻگهيا وغيره آهن، جن کي پڻ ميربحر تصور ڪيو وڃي ٿو. ايتري قدر جو سمون بن پلي ميربحرن جو، سمون بن رائدن سميجن جو، ساند بن پلي ملاحن جو، پلي بن رائدن ٻگهين، چنن، پليجن جو ۽ انڙ بن لاکو جملي سماٽ قبيلن جو سردار مقرر ٿيو، جنهن ۾ اڪثر قومون، پاڙا ۽ ذاتيون ميربحرن ۽ سمن جون شامل آهن. جيڪي ڄام لاکي جي مسرق زال جا پيٽ ڄڻيا آهن.

انگريز سرڪار 1901ع، 1911ع ۽ 1931ع ۾ سنڌ جي قومن ۽ ذاتين جي ڳاڻاپي خاطر آدم شماري ڪرائي هئي. ان آدم شماريءَ جي رپورٽ مطابق ميربحرن، ملاحن، مهاڻن ۽ گندرن جي ڪل مان آدماڻي، ابراڻي، اجيا، بوگوا، ٻگهيا، چاچڙ، چگدا، چنا، ڏچر، داگها، ڏيرا، گدا، گجريا، گهوگهٽ، هالا، هالاڻي ۽ جڪريا هئا، جن کي خالص ميربحر تصور ڪيو ويندو هو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جامع سنڌي لغات جي جلد نمبر 5، ص 2754 تي ميربحر قوم جا سورهن پاڙا لکيا آهن، جن ۾ آدماڻي، ابراڻي، اجايا، ٻگهئي (ٻگهيا)، ٻگرا، چاچڙ، چغدا، چنا، ڏئچر، ڏاگها، ڏيرا، گڏو، گجريا، گهوگهاٽ، هالاڻي ۽ جڪريا شامل آهن.

ڪتاب "سماٽ" ص 58 تي لکيل آهي تہ آدماڻي، ابراڻي، اجيا، ٻگهيا، بوگوا، چاچڙ، چگدا، چنا، داگها، ڏيرا، گدا، گجريا، گهوگهٽ، هالاڻي ۽ جڪريا ميربحر آهن.

ايس - صادق عليءَ 1901ع ۾ هڪ ڪتاب **The Musalman Races found in sindh, Balochistan and Afghanistan** لکيو هو، جنهن، ڪتاب جي صفحي 60 کان 63 تائين ميربحرن جي 254 ذاتين ۽ پاڙن جا نالا لکيا آهن.

جامع سنڌي لغات، لغات آصفيہ، لغات گاجرا، تحقيق لغات ۽ شاهہ جي رسالي ۾ ميربحرن جي انيڪ ذاتين جا نالا ۽ بيان لکيل آهن، جن مان چونڊ ڪري خاص خاص پاڙا ۽ ذاتيون هيٺ لکجن ٿيون.

ميربحرن، ملاحن ۽ مهاڻن جون مکيہ ذاتيون ۽ پاڙا:

1. آبراڻي
2. آتا
3. آتراڻي
4. آتلا
5. آدماڻي
6. آرابي (ميد)
7. آرادين
8. آرادينجا
9. آريسر (سميجا)
10. ابراڻي
11. ابلاڻي
12. ابو پوتا
13. ابواڻي
14. اپلاٽا
15. اجايا
16. اجيا
17. اڄڻ (سميجا)
18. اڏڻ
19. اڍيجا
20. اڌيجا
21. آريسر (سميجا)

22. اميرالبحر
23. انامي
24. اناهاٽي (چنا)
25. اَتناهه
26. اوپاڙا
27. اوٺا (سميجا)
28. اياٽي (چنا)
29. باجاٽي
30. باچڪاٽي
31. باداٽي
32. باريجا (چنا)
33. باند(بيواٽي)
34. بجاٽي
35. بچ (چنا)
36. بچاٽي
37. بدراٽي (سميجا)
38. بداٽي
39. بر (هاليپوٽا)
40. بُرا
41. برڙا
42. بريا (سميجا)
43. بقاري (بڪاري)
44. بڪڪ
45. بُڪيجا (سميجا)
46. بڪاٽي (چنا)
47. بڪراٽي
48. بگ
49. بگدا
50. بگرا
51. بُگڙا
52. بگيا
53. بليلاٽي (چاچڙ)
54. بند پوٽا (لڪاڻ)
55. بندري (مورڙيپوٽا)
56. بُنڙا
57. بندراٽي
58. بوبڪ
59. بنواٽي
60. بورا
61. بوگرا
62. بوگوا (سميجا)
63. بوهڙ
64. بهريه (پلي)
65. بهشتي
66. بهلاٽي
67. بهليم
68. بَهڻ
69. بهڻ (سميجا)
70. باٽيرا
71. باٽ
72. باٽي
73. باڄڙا
74. بارا
75. باراچ
76. بارچ
77. بارڙا
78. بانهن هٽا
79. باگها
80. ٻپيرا (اوٺا)
81. ٻچڙاٽي
82. ٻُڏراٽي
83. ٻڏڙ
84. ٻُرا
85. ٻَرڙا
86. ٻرهاڙا
87. ٻگاٽي
88. ٻگها
89. ٻگهاٽي
90. ٻگهو
91. ٻگهٽي
92. ٻَگهيا
93. ٻُگهيا (سميجا)
94. ٻلڙا (چاچڙ)
95. ٻلواٽي
96. ٻلهاڙا
97. ٻليداٽي (چاچڙ)
98. ٻليلاٽي (چاچڙ)
99. ٻنڏاٽي
100. ٻوراٽي
101. ٻوڙا (سميجا)
102. ٻهريا

103. ڀيا پرايا (اونا)
104. ڀيلاٽي
105. ڀادلا
106. ڀاڳل
107. ڀاٿپوتا (ٻگهيا)
108. ڀٽيارا
109. ڀچا (سميجا)
110. ڀچند
111. ڀچو
112. ڀرٽياٽي
113. ڀرڪاٽي
114. ڀڙ ڀونجا
115. ڀڙج
116. ڀڳڙا
117. ڀلاٽي
118. ڀنگائي
119. ڀنگر (ساند)
120. ڀوجوا
121. ڀورا (چاچڙ)
122. ڀيپريا (اونا)
123. تارو
124. تلوٽي
125. تلهاٽي (چنا)
126. تنڙا
127. توٻا (چاچڙ)
128. توتڪاٽي (لورا)
129. توهيا
130. ترآٽي (چنا)
131. ٿلاٽي
132. ٿهميور
133. ٿيٻا (سميجا)
134. ٿيمور
135. ٿاٿرا
136. ٿانڊاٽي
137. ٿانڊائي
138. ٿانڊيا
139. ٿانڪا
140. ٿٿواٽي
141. ٿڪورا
142. ٿنڊيا
143. ٿنگر
144. ٿنگڙ
145. ٿوٻا
146. ٿوٻر
147. ٿوپياٽي
148. ٿورنگ (ذاريجا چاچڙ)
149. ٿوري
150. ٿوها
151. ٿويا
152. ٿيٻاري
153. ٿيپر
154. ٿيٿر
155. ٿيٿيهر
156. ٿيڙا
157. ٿينگا
158. ٿينگيائي
159. ٺونٺا
160. ٺينڊا
161. ٺينگا
162. ٺينگيا
163. ٺينگيڙا
164. پاٽٺي
165. پاراجي
166. پارهيڙي
167. پاريدي
168. پاريسي
169. پاريهر
170. پاريهڙي
171. پاڙها
172. پالڪي
173. پالڪيا
174. پالر
175. پاهي (ذاريجا)
176. پاهيڙي
177. پٻا
178. پٻڙ
179. پٽوجا
180. پٿا
181. پپراٽي
182. پپڙ
183. پخالي

184. پرارا (سميجا)
185. پرارو (سميجا)
186. پرائي
187. پربت
188. پرتيا
189. پريا (سميجا)
190. پرياڻي (ٻگهيا)
191. پريچا
192. پستاڻي (گهنيا)
193. ٻڪاڙا
194. ٻڪريو
195. ٻڪڙا
196. ٻڪيار
197. ٻڪيڙا
198. ٻلواڻي
199. ٻلي
200. ٻليپوتا
201. ٻليجا
202. ٻليجاڻي
203. ٻليداڻي
204. ٻنجڙا
205. ٻنيار
206. ٻوبراڻي
207. پوستي (چاچڙ)
208. پوقاڻي
209. پيسڪ
210. پيڪڙا
211. ثابت پوتا (ڏيرا)
212. جاجهڄا
213. جادڻ
214. جاڙا
215. جاڙيپوتا
216. جاڙيجا
217. جاڪرا
218. جاڪراڻي
219. جاڪريا
220. جاڳمياڻي (ڏاريجا چاچڙ)
221. جاڳڻ
222. جانجهڻ
223. جڪرا
224. جڪريا
225. جڪريجا
226. جڳسي
227. جڳند (ڏاريجا چاچڙ)
228. جُماري
229. جماڻي (چنا)
230. جُماڻي (چاچڙ)
231. جنجهه
232. جنجهي
233. جنجهيوا
234. جند
235. جنداڻ
236. جنداڻي
237. جڳاند (چاچڙ)
238. جٽا (ساند)
239. جٽيجا (ساند)
240. جَٽيجا (چنا چاچڙ)
241. جوڙ
242. جوڪيا
243. جوڳياڻي (چاچڙ)
244. جوٽا
245. جوٽاٽا (چاچڙ)
246. جوٽاڻي
247. جوٽيا
248. جوٽيجا (سميجا، ڏاريجا، چاچڙ، ڏل)
249. جويا
250. جويا ابڙا
251. جهاڙئي
252. جهنجڻ
253. جهيجا
254. جهيرجا (ڪيريا)
255. جيا پوتا (ٻگهيا-ڏيپر)
256. جيسر (سميجا)
257. جيسراڻي
258. جيسرجا
259. جيوراڻي (دل)
260. جيها
261. جِيها (لاکا)
262. چاريڪا
263. چام گوري
264. چبيرا

265. چٽا
266. ڇڇوها
267. چڙھ
268. چٽائي
269. چوراٺي
270. جهابر
271. جهاڳورا
272. جهانجهرا
273. جهانگٺ
274. جهانگياٺي (چنا)
275. جهبيل
276. جهبر
277. جهبرا
278. جهبير
279. جهپلا
280. جهڳڙ
281. جهڳڙا
282. جهگيا
283. جهلجهائي
284. جهلٺ
285. جهنگليجا (جوٽيجا)
286. جهنڊير
287. جهولٺ
288. جهونجهاٺ (ٻگهيا)
289. جهيجا
290. جهينور
291. چاچڙ (سميجا)
292. چارڙا
293. چاريجا
294. چاڪئي
295. چالڪا
296. چاوڙا
297. چتاري
298. چتاٺي (گهنيا)
299. چٽوڙ
300. ڇڇٽي
301. ڇڇي
302. چدير
303. چراھ
304. چغدا
305. چغرا
306. چڳدا
307. چڳدا
308. چنا
309. چنبٺ
310. چنداٺي
311. چنگلاٺي (ڪاڪيپوتا)
312. چواڙ
313. چوبٽ
314. چوڏھا
315. چوند
316. چهڙ
317. چيچڙو
318. چينجڙي
319. چاٻائي
320. چابراٺي
321. چاچي
322. چاريجا
323. چاڳا
324. چاڳاٺي
325. چجا
326. ڇجاٺي
327. ڇچر
328. ڇچرا
329. چر (هنگورا)
330. چريجا
331. چريهر
332. چڳرا
333. چندي
334. چورڻ
335. چولاٺي
336. چيتا
337. حامداٺي (چنا)
338. حَبوجا (سميجا)
339. حُبوجا
340. حبوجا انڙ
341. حُسنَ
342. حُسناٺي
343. حسيناٺي (ڪيريا)
344. حلوائي (چاچڙ)
345. حلوائي (چاچڙ)
346. حمال
347. حيدراٺي (پلي)
348. حيدري (پلی)

349. خاڪواڻي
350. خچر
351. خچراڻي (ڏيپر)
352. خچري
353. خدا
354. خدمتگار
355. خڏتڙا
356. خڏيجا
357. خيراڻي (ڏيرا)
358. دابيجا
359. داداڻي (چاچڙ)
360. داد پوٽا
361. داڙيا
362. داگھا
363. دبا
364. دبائي
365. دبر
366. دبراڻي
367. دبل
368. دبلا
369. دبلا
370. ديراڻي
371. درس (پلي)
372. درگاهيا (چنا)
373. دري
374. دريائي
375. دريجا (ڏيرا)
376. دريش
377. درين
378. دڙبا
379. دقراڻي
380. دقڙ
381. دگبا
382. دل (سميجا)
383. دلَ
384. دلا
385. دلا
386. دلاسيا
387. دلاڻي (چنا)
388. دلاڻي (چاچڙ)
389. دليپوٽا (ساند)
390. دماچ
391. دميچا
392. دنبڙ
393. دنبوراڻي (چاچڙ)
394. دنگ
395. دنگراڻي
396. دنگونا
397. دنگھ
398. دنگھيا
399. دوداڻي
400. دوڪي
401. دولاڻي (پلي)
402. دوندھ (جهبير)
403. دونڊڻ
404. دونگھ
405. دوها
406. دئر
407. دئريا
408. ديپر
409. ديڏا
410. ديدا
411. ڏارا
412. ڏاريا
413. ڏاريجا (پلي، سميجا)
414. ڏاريجا چاچڙ
415. ڏاگاڻي (چنا)
416. ڏانڏا
417. ڏانڏل
418. ڏانڏي
419. ڏانڏيا
420. ڏانڏياڻي (چاچڙ)
421. ڏانڙا (چاچڙ)
422. ڏپالي
423. ڏجڏيھ (ڏاريجا چاچڙ)
424. ڏچر
425. ڏگاڻي (چاچڙ)
426. ڏگاٽا
427. ڏگڙ
428. ڏگڻ
429. ڏلوٽ

430. ڏما
431. ڏماچ
432. ڏماچائي
433. ڏمچ
434. ڏنڏي
435. ڏنرو
436. ڏنگراچ
437. ڏوڙ ڏوتا
438. ڏوڙ ڏيا
439. ڏوڪائي
440. ڏوڪر
441. ڏوليا
442. ڏونڏڙ (ٻڳهيا)
443. ڏيرچ
444. ڏيرڻ
445. ڏينور
446. ڏاڳها
447. ڏانداٽي
448. ڏانگا
449. ڏانگر
450. ڏاهري (سميجا)
451. ڏاهيجا
452. ڏائڻ
453. ڏناٽي
454. ڏچر
455. ڏڏا
456. ڏڙها
457. ڏڪٽا
458. ڏند
459. ڏندا
460. ڏواچ
461. ڏواڪر
462. ڏوبل
463. ڏور
464. ڏوگر
465. ڏوم
466. ڏومرا
467. ڏهيل
468. ڏٿچر
469. ڏيٽا (سميجا)
470. ڏيپارجا
471. ڏيپر
472. ڏيرا
473. ڏيسر
474. ڏيسرُ
475. ڏيسي
476. ڏيوڙ
477. ڏيٽا
478. ڊنڙ
479. ڊڊرا
480. ڊگريجا (چاچڙ)
481. ڊگهه
482. ڊل
483. ڊلا
484. ڊنڊڻ
485. ڊنگ
486. ڊوڊڻ
487. ڊوندا
488. ڊونڊڻ
489. ڊونگيجا
490. ڊوهڙ
491. ڊهر
492. ڊهو
493. ڊهيا
494. ڍارا
495. ڍاڳائي
496. ڍاليٽ
497. ڍاليجا
498. ڍامراڻ
499. ڍانگرا
500. ڍگڙي
501. ڍلو
502. ڍوڍا
503. ڍورائي
504. ڍورياٽي
505. ڍڙليا
506. ڍيباٽا
507. ذهر
508. را
509. راجديهه (ڏاريجا چاچڙ)
510. راڄپر (سميجا)

511. راڄڙ (سميجا)
512. راڏڻ (سميجا)
513. رامون (لکڻ)
514. رانجي (چاچڙ)
515. راهپوٽا (سميجا)
516. راهڙ
517. راهو (سميجا)
518. راهوائي
519. راهوجا (سميجا)
520. راهوجا انڙ
521. راهوڪڙا
522. راهوما
523. راهيجا
524. رائيڏڻ
525. رباني
526. رتا
527. رتڙ
528. رتڙجا
529. رڇڻ (ساند)
530. رحمائي (لاکا)
531. رخنائي
532. رشا
533. رڪڻ (سميجا)
534. رکڻ (راهوما)
535. رکيا
536. رمائي
537. روپايا
538. روڏ
539. روڏيا
540. رونجهه
541. رونجها (سميجا)
542. رونجهار
543. رونو
544. روها (ساند)
545. رهبر
546. رهڙيا
547. ريت
548. ريڏي (چاچڙ)
549. ريسر
550. ريلائي
551. زاد
552. زاهدي
553. زڪريا
554. زهارا
555. زهرا
556. سابا
557. ساٿيائي
558. ساٿي
559. ساجنائي (چنا - جوڻيجا)
560. ساد
561. ساريا (سميجا)
562. ساريجا (سميجا)
563. ساڙها
564. ساسيا
565. ساگرائي
566. ساڳڙيا
567. سالاٽ
568. سانپيل
569. سانجهيا
570. ساند
571. ساندڻ
572. ساندائي
573. ساندجا (تيبا)
574. سانڏ
575. سانڏاٽا
576. سانڏائي
577. سانگ
578. سانگڙا
579. سانگي (سميجا-چاچڙ)
580. سانگهرو (جوڻيجا)
581. سانگري
582. سانوند
583. ساهتا
584. ساهڙ (سميجا)
585. سائچو
586. سبايا
587. سپو پوٽا
588. سٽرا
589. سنيار
590. سپرا
591. سپريا

592. سپڙا
593. سپڙيا
594. سڏائي (ڏاريجا چاچڙ)
595. سڏو پوٽا
596. سرهائي
597. سُريا
598. سسر
599. سسيا
600. سقا
601. سڪٽا
602. سڪائي (چاچڙ)
603. سڪريجا
604. سڪيائي (چنا)
605. سڪيرا
606. سمائر
607. سمڱڻ
608. سمون
609. سميجا
610. سنجائي
611. سنجهوجا
612. سنگاسي
613. سنگراهه
614. سنگها
615. سنگهار
616. سنگهرائي
617. سنگهڙ
618. سنگهي (چاچڙ)
619. سنگهيا
620. سوپار
621. سوداگر (وٽجارا)
622. سوڌر
623. سوڍائي
624. سونهڙا
625. سهتا
626. سهڙا (چنا)
627. سُهڙا (بگهيا)
628. سهسرائي
629. سئينا
630. سياهه (ڏيرا)
631. سينر
632. سير گل
633. سيروئي
634. سيسيا
635. سيڪاتيا
636. سيڪڙا
637. شاڪرائي
638. شاناني (چنا)
639. شاهپوريا
640. شريفائي (چنا)
641. شڪر خلائي
642. شيرا
643. شيليائي
644. شينهڙا
645. شينهنه (سمجا)
646. صابلائيَ (لاکا)
647. صبح پوٽا (سائي)
648. صفرائي
649. صندرائي
650. صوپا
651. صهيجا
652. طاهرائي
653. طاهريائي
654. طيبائي
655. طيبيائي (سپرا)
656. عاربي
657. عاقبائي
658. عامر
659. عزيزائي
660. عطلائي
661. عمرائي (چنا)
662. عيسائي (مانگريا)
663. فرش (ڪيريا)
664. فقيرائي (چنا)
665. فيروزيجا (چنا)
666. قدرائي
667. قرهو
668. قل (سميجا)
669. قلائي (چاچڙ)
670. قل پوٽا (سميجا)
671. قل لاکا (لاکا)
672. قل وڏيا

673. قليا
674. قليا
675. قني
676. قوناڻي
677. قودنا
678. قوڙيات
679. قادراڻي
680. قاسم پوٽا
681. قائماڻي (جوڻيجا)
682. قزاق
683. ڪاتر
684. ڪاٽر
685. ڪاتريا
686. ڪاتيار (منگسي - چنا)
687. ڪاتيارا
688. ڪارا
689. ڪارڙا
690. ڪارياڻي (ٻگهيا)
691. ڪاريجا
692. ڪاريڙا
693. ڪاڙها
694. ڪاسائي
695. ڪاسيرا
696. ڪاڪ
697. ڪاڪڙا
698. ڪاڪيپوٽا (اونا-سميجا)
699. ڪاڪيجا
700. ڪاڪيجا پوٽا
701. ڪامڙا (ساند)
702. ڪامي
703. ڪانٽ
704. ڪانخيا
705. ڪانڌڙا
706. ڪانديل
707. ڪانڌ
708. ڪانڌڙيا
709. ڪانڌڙيا
710. ڪانيڙا
711. ڪانگ
712. ڪانگڙي (پريا)
713. ڪانگو
714. ڪانويرا
715. ڪانهيرا
716. ڪانيورا
717. ڪاهي
718. ڪاهيا
719. ڪبر (جوڻيجا)
720. ڪبڙا
721. ڪتريا
722. ڪتيار
723. ڪتپال
724. ڪتيا
725. ڪٽيا
726. ڪٽر
727. ڪچ (چاچڙ)
728. ڪچريا
729. ڪڇهلا
730. ڪچار (چنا)
731. ڪچڙا
732. ڪچڻ
733. ڪچو
734. ڪدڻ
735. ڪرتيا
736. ڪرڪٽ
737. ڪروڏي
738. ڪڙولاڻي
739. ڪسر
740. ڪسنب
741. ڪسيرا
742. ڪڪا
743. ڪلاچي (مورڙيپوٽا)
744. ڪلاڙ
745. ڪمالو
746. ڪماڻي
747. ڪمواڻي
748. ڪنا (چاچڙ)
749. ڪناد
750. ڪنادا
751. ڪناند
752. ڪنبرا
753. ڪنبراڻي
754. ڪنبويا
755. ڪنجڙيا
756. ڪنجڻ

757. ڪنچاٽي
758. ڪندرو
759. ڪندل
760. ڪنڊاٽي (اونا)
761. ڪنڊراھ
762. ڪنڊڙيا
763. ڪنڍاٽي
764. ڪنراٽي
765. ڪنگا
766. ڪنگا
767. ڪنگٽيا
768. ڪنگھاٽي
769. ڪنيا
770. ڪنير
771. ڪوترو
772. ڪوٺاٽي
773. ڪوڏ
774. ڪوريجا (سميجا)
775. ڪوريٽڙو
776. ڪوڙاٽي (چنا)
777. ڪولاچي
778. ڪونجڙا
779. ڪونيا
780. ڪھار
781. ڪھراٽي
782. ڪھڙيجا
783. ڪھيا
784. ڪٺا (ڏاريجا چاچڙ)
785. ڪيريا (سميجا)
786. ڪيرياٽي (ٻگھيا)
787. ڪيڙاٽا
788. ڪيڪاٽي
789. ڪيھر
790. ڪاراٽي
791. ڪارٽي
792. ڪارجاٽي
793. ڪاريچ
794. ڪامڙيا
795. ڪاٺيچا
796. ڪباٽي
797. ڪبراٽي
798. ڪبا
799. ڪتا
800. ڪتراٽي
801. ڪتيرياٽي
802. ڪپرا
803. ڪچڙ
804. ڪڏاٽي
805. ڪڏايا
806. ڪڏيجا
807. ڪرڪر
808. ڪرگي
809. ڪريٽ
810. ڪڪپر
811. ڪلناٽي
812. ڪنيڙا
813. ڪنيڙيا
814. ڪنيجا
815. ڪوپرا
816. ڪودڙا
817. ڪوراٽي (نھڙ)
818. ڪولر
819. ڪونجاٺا
820. ڪھڙا
821. ڪھڙو
822. ڪھوڙا
823. ڪيبر (سميجا)
824. ڪيبراٽي (سميجا)
825. ڪيدا (چاچڙ)
826. ڪيداٽي
827. ڪيڙا
828. گاجريا
829. گادا
830. گادڻ
831. گاديجاٽي
832. گاڏاٽي
833. گاڏوھو
834. گاگڙا
835. گاندر
836. گانگڙ
837. گجريا

838. گـُجريا
839. گجڙيا
840. گدبدڪي
841. گدڙ
842. گدور
843. گڏا
844. گڏائي
845. گڏڻ
846. گڏو
847. گڏهڙ
848. گڊائي
849. گـِر
850. گـُر
851. گر
852. گراڙا
853. گراٽا
854. گرڻ
855. گرجي
856. گريائي
857. گگڙا
858. گگو
859. گگهڙ
860. گل
861. گلا (چاچڙ)
862. گلائي
863. گلر
864. گلهه
865. گليرو
866. گليهه
867. گن
868. گنا
869. گنبا
870. گنبائي
871. گنبوائي
872. گنجلائي
873. گنجن
874. گندارا
875. گندرا
876. گندرا
877. گندل
878. گنگا
879. گنگائي
880. گنگڙ
881. گٽا
882. گوبل
883. گوٽائي (چنا)
884. گوتر
885. گودرا
886. گوڏائي
887. گوڏو
888. گورڙ
889. گوگهٽ
890. گولائي (چنا)
891. گوندل
892. گوهرائي (پيا)
893. گهڪر
894. گهي
895. گهيلرو
896. گيدرو
897. گيراٽا
898. گيل
899. گيند
900. گينڊ
901. ڳاڙهيجا (چاچڙ)
902. ڳاها (سميجا)
903. ڳاهويا
904. ڳاهيجا (سميجا)
905. ڳپير
906. ڳچڙ (سميجا)
907. ڳچلا
908. ڳڪڙ
909. ڳليا
910. ڳمورا
911. ڳنپير
912. ڳوراچائي
913. ڳوراهه
914. ڳوراها
915. ڳوراهي
916. ڳورهي
917. ڳوهاٽا
918. ڳوهاٽي

919. ٻِهر
920. ٻِهريا (جوئيجا)
921. ٻِيڙ
922. ڳها
923. ڳهاتو
924. ڳهاڳهرا
925. ڳهاڳهڙا (ڏيپر)
926. ڳهاڳهم
927. ڳهانڳها
928. ڳهانڳهرا
929. ڳهانڳهڻ
930. ڳهٽا
931. ڳهچا
932. ڳهراماٽي (ڏيرا)
933. ڳهواٽا
934. ڳهرياٽي (سميجا)
935. ڳهڙائي
936. ڳهلريو
937. ڳهلو (سميجا)
938. ڳهلوجا (سميجا)
939. ڳهليجا
940. ڳهمرا
941. ڳهمڻ (ساند)
942. ڳهنا
943. ڳهنيا
944. ڳهوٽا
945. ڳهوٽاٽا
946. ڳهوراواري
947. ڳهوڳهاٽ
948. ڳهوڳهٽ
949. ڳهوڳهرا
950. ڳهيجا
951. ڳهيهلاٽي
952. لابري
953. لاڏڪ
954. لاڙ
955. لاڙا (مورڙيپوٽا)
956. لاڙائي
957. لاڙڪ (سميجا)
958. لاڪا
959. لاڪاٽا (لاڪا)
960. لاڪاٽي (لاڪا)
961. لاڪاٽيا (لاڪا)
962. لاڪائي
963. لاڪڙيجا (لاڪا)
964. لاڪياري
965. لاڪيپوٽا (لاڪا)
966. لاڪير (سميجا)
967. لاڪير
968. لالاٽي (چنا)
969. لانڊر
970. لانڊر (سميجا)
971. لانگا
972. لباٽا
973. لتر
974. لترو
975. لٽڙيا
976. لٽڻ
977. لجر
978. لڏڙا
979. لر
980. لش (چاچڙ)
981. لڪاڻ
982. لڪٽير
983. لڪمير
984. لڪمير (ڪيريا)
985. لڪڻ (لاڪا)
986. للا
987. للاٽي
988. لليا
989. لليا
990. لنجا
991. لنجار
992. لنجر
993. لوتيار
994. لوڊيڙا
995. لورا
996. لورڙ
997. لوري
998. لوريا
999. لوڙهائي (ٻگهيا)

1000. لولجا
1001. لونٽيا
1002. لونڦڪ
1003. لونگائي
1004. لهاح
1005. لهٽا
1006. ليارا
1007. ليارا
1008. لياراڻي
1009. لياربوتا
1010. ليرا
1011. ليلڙ
1012. ليماڻي (جوڻيجا)
1013. ماتي (ساتي)
1014. ماجر
1015. ماجونا
1016. ماڇي
1017. ماڏو
1018. مارائي
1019. ماشڪي
1020. ماڪڙا
1021. ماڪلواڏي (چاچڙ)
1022. ماڪڙا
1023. ماگر
1024. مانجريا
1025. مانڊ
1026. مانڊريا
1027. مانڍڙا
1028. مانڊي
1029. مانگ
1030. مانگر
1031. مانگري
1032. مانگريا
1033. مانگرياڻي
1034. مانگهرا (چاچڙ)
1035. ماهوتا
1036. ماهوجا
1037. مبراڻي
1038. متاڻي (چاچڙ)
1039. متر
1040. متيلا
1041. متاڻي (ڏاريجا چاچڙ)
1042. متاڻي
1043. مڇارا
1044. مڇر
1045. مُڇڙا
1046. مڇلا
1047. مڇيرا
1048. محباڻي (جوڻيجا)
1049. محسن پوٽا (ڪيريا)
1050. محمداڻي (چنا)
1051. محمد حسن (نارائي)
1052. محمود (سميجا)
1053. مرا (نهڙي)
1054. مراد پريا
1055. مراڻي (چنا)
1056. مرگل
1057. مرگهر
1058. مريا (چاچڙ)
1059. مريڙا (ساند)
1060. مڙهائي
1061. مڙهي
1062. مسرق
1063. مسڪاڻي
1064. مشري
1065. مصري
1066. معاشي
1067. مقڙ
1068. مڪا
1069. مڪراڻو
1070. مگرا
1071. مگي
1072. مگيا
1073. ملاح
1074. ملاڻا (پلي)
1075. ملاڻي
1076. ملڻ
1077. ملڻ فرش (ڪيريا)
1078. ملهار
1079. ملهاڻا
1080. ممڙا

1081. مناڙا
1082. مناهيا (سميجا)
1083. مناهيجا (سميجا)
1084. منجا
1085. منجواڻي
1086. منجهو
1087. منجهواڻي
1088. منچرا
1089. منچري
1090. منچوري
1091. منڌرا
1092. منبا
1093. منبڙا
1094. منبي
1095. مُنگراڻي
1096. منگراه
1097. منگڙا
1098. منگسي
1099. منگلجا
1100. منگن
1101. منگو
1102. منگواڻا (ساريا)
1103. منگيا
1104. منگهڻ
1105. منگهواڻي
1106. موتاڻي
1107. موٽڻ
1108. موٽڻ پوتا
1109. موجي (سميجا)
1110. مورجو
1111. مورڙا
1112. موريا
1113. مورياڻي
1114. موساڻي (چنا)
1115. موساوي
1116. موماڻي (ٻگهيا)
1117. موندر
1118. مونگر
1119. موٽرا
1120. مها
1121. مهاڻا
1122. مَهَرُ
1123. مهرا (هندو)
1124. مُهراڻو
1125. مهراڻي (راهوجا)
1126. مهرچ
1127. مهيسر
1128. مئڪي
1129. ميان (نهڙي)
1130. مياڻا
1131. ميتڙ (سميجا)
1132. ميتڙا (سميجا)
1133. ميد
1134. ميراڻي
1135. ميربحر
1136. ميرزاڻي (مانگريا)
1137. ميرگاڻي
1138. ميرڻ پوري
1139. ميري
1140. ميساوا
1141. ميسو
1142. ميسيا
1143. ميڪڻ
1144. ميمن
1145. ميمو
1146. مين
1147. ميڻا
1148. مئ
1149. ناپر
1150. ناچ
1151. نارائي (محمد حسن)
1152. ناريجا
1153. ناڪٺا
1154. نانگا (سميجا)
1155. ناهڙ
1156. ناهيجا
1157. نايا
1158. نميچ
1159. ندائي (لڪاڻ)
1160. ندياڻي (ٻگهيا)
1161. نديرواڻي

1162. ننگاٽي (چاچڙ.
1163. نوتيرا
1164. نوڌ
1165. نورا
1166. نورائي
1167. نورنگ (ڏاريجا چاچڙ)
1168. نورنگ پوٽا
1169. نومريا
1170. نوڻ ڪٽا
1171. نوهريا
1172. نهاٽي
1173. نهريا
1174. نهڙ
1175. نهيا
1176. نيارا
1177. نيرائي
1178. واتٽي
1179. واٽيا
1180. واڏڙجا
1181. واطٽي
1182. واگهه
1183. واگها
1184. واگهري
1185. واگهريو
1186. واگهوريا
1187. واگهيرا
1188. والڪڙي
1189. والهوتا
1190. واهوجا
1191. وائوري
1192. وائون
1193. وڏا
1194. وڏائي
1195. وڏڙيا
1196. وڏيا
1197. وڏيجا
1198. وڏهر
1199. وڏهرا
1200. ويڙيا
1201. ويو
1202. ورر
1203. ورڙ
1204. ورڪ
1205. ورهه
1206. ورهيا
1207. وڙيل (ساند)
1208. وزيراٽي (ڏيرا)
1209. وسا
1210. وساڻ (جوٽيجا)
1211. وسطڙا
1212. وسڻ
1213. وسو
1214. وڳا
1215. ولاسيا
1216. ولهاري
1217. ولهيا
1218. وليجا
1219. ونجهر (لکڻ)
1220. ونگرا (گندرا)
1221. ونگڙا
1222. ونهري
1223. وهاٽي (چنا)
1224. وهرا
1225. وهڙ
1226. وهناٽي (چنا)
1227. وهواٽي (چنا)
1228. وٺنس
1229. ويچ
1230. ويرم (ساند)
1231. ويسر
1232. ويسر
1233. ويسرا
1234. ويسراٽي
1235. ويسريو
1236. ويڳا
1237. ويهرپوٽا (ملاح)
1238. ويهو (لکڻ)
1239. ويٺنس
1240. هاجاٽي (مانگريا)
1241. هاڪر
1242. هالاٽي

| | | |
|---|---|---|
| 1243. هالتي | 1254. هربا | 1265. هنگي پوٽا |
| 1244. هاليا (ٻگهيا) | 1255. هرڻ (مانگريا) | 1266. هوت خاناڻي |
| 1245. هاليپوٽا | 1256. هسڙ | 1267. هوتي (سميجا) |
| 1246. هبار | 1257. هلايا | 1268. هوتياڻي |
| 1247. هتر | 1258. هلي | 1269. هوتيپوٽا |
| 1248. هتيار | 1259. هليا | 1270. هوداڻي |
| 1249. هتيپوٽا | 1260. همپي | 1271. هوروالا |
| 1250. هڄا | 1261. همتئي | 1272. هوڙاڻي |
| 1251. هد | 1262. همئتي | 1273. هوڙهاڻي |
| 1252. هديا | 1263. هنگورا | 1274. ياقياڻي |
| 1253. هڏورا | 1264. هنگورجا | 1275. يوسفاڻي (ڏيرا) |

**ميربرهمڻ:** ڪتاب "شاهان گوجر" ص 172 تي لکيل آهي تہ "مير برهمڻ". برهمڻ ۾ گجرن جو پاڙو آهي. گور برهمڻ، ناگر برهمڻ ۽ پشڪر برهمڻ هنن جا عزيز آهن.

**مير بلوچ زئي:** اصل ۾ ڪرد آهن. هن وقت پاڻ کي بلوچ چوائين ٿا. مال پالي گذران ڪن ٿا.

**ميرپوٽا:** متعلوي/متياروي سيدن جو پاڙو آهي، جن مان موسيٰ ۽ ميرحسن بہ وڏا پاڙا آهن. هي سيد احمد بن سيد مير علي سنڌي جو اولاد آهن. جاڪرن جي سرمان پوٽا پاڙي مان پڻ ميرپوٽا آهن.

**ميرجت:** سنڌ جا اصلي سماٽي جت آهن. سنڌ جي حاڪم مير ٽالپرن هنن کي پنهنجي جنگي ساز و سامان ڍوئڻ لاءِ معمور ڪيو هو. جيڪي اهو مال انن تي ڍوئيندا هئا. جتن جي انهن مخصوص لاڏو ماڻهن کي ميرن جي ان نسبت سان پاڻ کي "ميرجت" يعني ميرن جا جت چورايو. هي ٻين جتن کان پاڻ کي مٿانهون سمجهن ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ جت قبيلي جا 43 پاڙا لکيا آهن. انهن مان پهرئين پاڙي جو نالو "ميرجت" آهي. ڪتاب "سمات" جي ص 57 تي سنڌ جي سماٽي جتن جا ڪافي پاڙا لکيل آهن. انهن مان هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ميرجت" لکيل آهي. رسالو "سنڌ دوست" شماره ڊسمبر 1999ع ص 20 تي حاجي خان چاچڙ، هنن کي سمات جي قبيلن مان ڏيکاريو آهي. ايس صادق علي پنهنجي لکيل ڪتاب جي ص 89 تي جت بلوچن جا 37 پاڙا لکيا آهن، ليڪن انهن ۾ "ميرجتن" جو نالو ئي ڪونهي.

ڪن ڪن جاين تي ميرجت پاڻ کي بلوچ چوائين ٿا. جيڪا سندن ڀل آهي. ميرجت سنڌ جا اصلي سماٽي جت آهن نہ ڪي بلوچ.

محترم غلام رسول مير جت "جتن جي تاريخ" ۾ لکيو آهي تہ بلوچستان ۽ مکران وارا جت اصل ۾ سنڌ جا جت آهن. جڏهن محمد هارون جت مکران جو گورنر مقرر ٿيو هو تڏهن انهن جتن مان ڪن کي "مير" جو اعزاز مليو ۽ هو پاڻ کي "ميرجت" سڏائڻ لڳا. ليڪن اهي جت اصل ۾ سماٽ آهن نہ ڪي بلوچ. هڪ ٻئي حوالي موجب لاشار ۽ رند جي جنگ ۾ "ڪُويل ديوانو" جت ۽ "سردار راوچ جت". پنهنجي راڄ سوڌو مير چاڪر خان رند جي مدد ڪئي هئي ۽ کين "مير" جو لقب ڏنائين. ان بعد هي جت "ميرجت" سڏجڻ لڳا. مختلف بلوچ قبيلا هنن کي پنهنجي روزمره جي زندگيءَ ۾ انن سميت استعمال ڪرڻ لڳا ۽ بلوچن کي ويجها ٿيڻ لڳا. جنهن ڪري اهي پاڻ کي ميرجت بلوچ چوائڻ لڳا. هنن جا خاص پاڙا آهن.

1 جونگلاڻي، 2 حمل زئي، 3 جيئندزئي، 4 چلوزئي، 5 دوداڻي، 6 گلاباڻي، 7 بشڪواڻي، 8 چنداڻي، 9 داداڻي، 10 ڪُويل، 11 موچاڻي، 12 دلاورزئي، 13 چام زئي، 14 ماچاڻي، 15 سيٽاڻي، 16 سنجراڻي، 17 پند، 18 حاجاڻا، 19 ڪنداڻي، 20 ببر، 21 لنجواڻي، 22 لشاري، 23 براڻا، 24 بالادي، 25 واسوواڻا، 26 والوت، 27 دائيداڻا، 28 ديدڙ، 29 ساهووال، 30 باريچا، 31 جهانگاري، 32 بحراڻي، 33 زرداري، 34 گندڪاڻي، 35 شهبزاڻي، 36 عاقيواڻي، 37 پرڪاڻي، 38 ڪرمناڻي، 39 چمناڻي، 40 مغلاڻي، 41 شهداڻي، 42 چوڪاڻي، 43 دادوواڻي، 44 چندواڻي، 45 چلوزئي، 46 گولاڻي، 47 تيجواڻي، 48 مستاڻي، 49 مادناڻي، 50 مهراڻي، 51 مارڪاڻي، 52 سيتاناڻي، 53 مندڙاڻي، 54 بلنداڻي، 55 لاڪاڻي، 56 برهماڻي، 57 ٻصراڻي، 58 دائوداڻي، 59 چناڻي، 60 جاڙوواڻي، 61 بنگلاڻي، 62 رستماڻي، 63 نصيراڻي، 64 حسناڻي، 65 ڏاڙهوواڻي، 66 بيڙاڻي، 67 ڪرمناڻي، 68 ميواڻي، 69 مندوستاڻي، 70 بيلساڻي ۽ 72 بياماڻي.

**ميرچنداڻي:** هندن جي ذات آهي. ديوان آڏارام هن ڪيڙ مان هو. چون ٿا تہ هنن جي نک جو نالو "موٽڻ پوتا" ۽ "ماکيجا" آهي.

**مير حباساڻي:** ڪرمتين جي لجيرا شاخ مان هڪ پاڙو.

**مير حسن:** متعلوي/متياروي سيدن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "مير پوٽا" آهي، جنهن جا بہ وڏا پاڙا موسيٰ ۽ مير حسن آهن. مير حسن بن چٿو بن سيد احمد بن سيد مير علي سنڌيءَ جو اولاد آهن.

**ميرخاناڻي:** ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**مير خان زئي:** دينارين جو هڪ پاڙو آهي.

**ميرخاڻي:** ڊومڪي بلوچن جي جسڪاڻي پاڙي مان آهن. جکراڻين ۾ پڻ "ميرخاڻي" آهن.

**ميرحي:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**مير خيل:** ترڪئي (تري) پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**مير داداڻي:** هي مير دوداڻي لاشاري جو اولاد آهن. ڪٿي دوداڻي تہ ڪٿي وري مير داداڻي سڏجن ٿا.

**مير داد خيل:** خيبر شنواري پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**مير دادي:** رندن جو هڪ پاڙو.

**مير دوست زئي:** نوتاڻي بگٽين جو هڪ پاڙو. سندن چڱو مڙس ڪامي خان هو.

**ميرڙاڻي:** چانڊين جو هڪ پاڙو. حملاڻي ۽ ميرڙاڻي هن پاڙي جون قريون آهن.

**ميرزاڻي:** مانگريا ذات جو هڪ پاڙو.

**مير علي پوٽا:** متعلوي سيدن مان. سيد مير علي بن سيد ذڪريا بن شرف الدين جو اولاد آهن.

**مير فاناڻي:** ڪرمتين جي مرگهر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ميرڪ:** سبز واري سيدن جو هڪ پاڙو. هنن جو وڏو محمد ميرڪ. شاهہ بيگ ارغون سان ٺٽي ۾ اچي وينو. سندس اولاد پاڻ کي "ميرڪ ۽ ميرڪي سيد" سڏايو.

**ميرڪام:** گورچاڻي بلوچن جي سوراڻي شاخ مان آهن.

**ميرڪهوٽ:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**ميرگاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ميرلوڪ:** هي سٿين يا سلوڪ لوڪن جو اولاد آهن. هن وقت سنڌ ۾ ناپيد آهن

**ميرلياڻي:** پنجي پائي خوجن جو هڪ پاڙو.

**ميرناڻي:** لاشارين ۽ ڪوسن جو هڪ پاڙو.

**ميرڻ:** سمن جو هڪ پاڙو.

**ميرٿاڻي:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب "سومرن جو دؤر" ۾ لکيو آهي تہ "ميرٿاڻي". سومرن جو پاڙو آهي. وسائي پوٽڙا چانڊين ۾ بہ هڪ پاڙو.

**ميرڻ پوٽا:** متعلوي/متياروي سيدن جي سيد مرتضيٰ عرف پرٺو بن سيد مير علي سنڌيءَ جو اولاد آهن. جيڪي پاڙي طور "ميرڻ پوٽا" سڏجن ٿا.

**ميرڻ پوري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ميرواڙي:** هيءَ ذات اصل ۾ مشڪي. ڪولوهہ ۽ جائو. جي آهي. سندن واسطو بروهي قبيلي جي چگي مڙس مير عمر مير واڙي بروهي سان آهي. "تاريخ بلوچستان" موجب ميرواڙي. احمد زئي حڪمران پاڙو آهي. جن جو ڏاڏو مير مير خان هو. جنهن جي نسبت سان سندن پاڙي جو نالو "ميرواڙي" پيو. تاريخ ۾ لکيل آهي تہ هي

حلب کان آيل عرب آهن. پوءِ مشڪي. ڪولوهہ ۽ جاٺو ۾ آباد ٿيا. هن وقت سنڌ ۾ بہ رهن ٿا. بروهين جو هي بنيادي ۽ اصل قبيلو آهي.

**ميروازي:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**ميرواڻي:** رندن، چانڊين ۽ بگٽين جو هڪ پاڙو. گورچاڻي بلوچن جي بازيگر قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ميرواڻي" آهي. کوسن جي سلمن پاڙي مان هڪڙي ڦري جو نالو آهي. بروهين ۾ پڻ "ميرواڻي" اهن. ميروازي، ميرواڻي ۽ ميرواني قبيلو ساڳيو آهي. صرف تلفظ جو فرق آهي. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 105 تي ميرواڻين جا پاڙا هن طرح ڄاڻايل آهن. 1 ڪرم شاهہ زئي، 2 جيئنداڻي، 3 گوهرام زئي، 4 سومارزئي ۽ 5 فقير زئي. هڪ ٻئي حوالي موجب جاکرن جي منجهاڻ پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو پڻ "ميرواڻي" آهي.

**ميروخيل:** آفريدي پٺاڻن جي اڪاخيل قبيلي مان آهن.

**ميروزائي:** ميرچاڪر خان رند جو اولاد آهن. هن وقت هي رندن جو پاڙو آهي.

**ميروزئي:** شهواڻي بروهين جي حاجي زئي خاندان مان آهن. ايس صادق علي لکيو آهي تہ "ميروزئي" رندن ۽ ڏومڪين جو پاڙو آهي. ڪهاوتن ۾ آهي تہ ميروزئي رند ۽ پٺاڻيءَ جو اولاد آهن. گبرزئي ۽ ميروزئي پاڻ ۾ عزيز آهن. ليڪن جهيڙن ۽ تڪرارن سبب پاڻ کان جدا ٿي ويا آهن. ميروزئي، بلوچستان ۽ سيوهڻ جي پرسان جهانگارن ۾ رهن ٿا. چون ٿا تہ سردار يار محمد رند بہ انهن مان آهي. هن پاڙي جو اوائلي سردار، سردار خان رند هو.

**ميرڻيا:** مينگھواڙن جي هڪ ذات. ٿر ۾ رهن ٿا.

**مَيري:** سما آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**مِيري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ميرياڙي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ميريپوٽا:** قيهرن جو هڪ پاڙو.

**ميري خيل:** آفريدي پٺاڻن جو هڪ قبيلو. ملڪ دين خيل قبيلي جو پڻ هڪ پاڙو. ملڪ دين خيل ۽ مير احمد خيل، آفريدي پٺاڻن مان آهن.

**ميڙاهو:** ٿري هندن جي هڪ ذات.

**ميساوا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سنڌ جي اتر ۾ رهن ٿا.

**ميسو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ميسيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ميڪن:** پنوار راجپوتن جي ڏوڏي شاخ مان آهن. جٽ سڏجن ٿا.

**ميڪنگل:** لسبيلي جا بروهي آهن.

**مَيڪڻ:** سمن جو هڪ پاڙو.

**ميڪڻ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مَيڪو:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**ميگهہ (مينگهہ):** مينگهواڙن جو هڪ پاڙو. چون ٿا تہ ميگهہ (مينگهہ) مان "مينگهواڙ" ٿيا آهن.

**ميلاڻي:** اڄڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو.

**ميلو:** گوجر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ميليخيل:** قزلباش مغل پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**ميمن:** سما ۽ ملاح آهن. هن وقت هي "ميمڻ" سڏجن ٿا.

**ميمناخيل:** آفريدي پٺاڻن جي اولاد خيل قبيلي جو هڪ پاڙو. هن قبيلي جون خاص ڦريون آهن. 1 فيروز خيل. 2 مير احمد خيل 3 سيپاه.

**مَيمُڻَ:** "جامع سنڌي لغات" ۾ لکيل آهي تہ ميمڻ لفظ سنسڪرت جي لفظ "منت" تان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ برڪت، سعادت ۽ سعادتمندي آهي. هي ڪڇ پيچ ڪان آيل نوان مسلمان (شيخ) آهن. هنن کي "سُرها" بہ چون ٿا.

مرزا قليچ بيگ، ڪتاب "قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ لکي ٿو تہ "ميمڻ" اصل ۾ هندو لوهاڻا هئا. جي پوءِ مسلمان ٿيا. پندرهين صديءَ عيسوي ۾ (1441ع) سيد يوسف الدين قادري، بغداد مان نئي آيو ۽ انهيءَ جي هٿ تي لوهاڻن جي مک "ماڻڪجي" سميت 700 ماڻهو بيعت ڪري مسلمان ٿيا ۽ ان جا مريد ٿيا. پوءِ ڪڇ پيچ ۽ بمبئي جي طرف ويا. هي ديندار آهن ۽ اصل لفظ "مؤمن" مان ميمڻ ٿيا آهن. هي قاضي، آخوند ۽ ملا بہ سڏبا آهن. ڪتاب "سنڌي ٻولي جي تاريخ" از ڀيرو مل آڏواڻي ص 227 تي لکيل آهي تہ لوهاڻن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "موٽا" هو. جنهن مان ڦري "ميمڻ" ٿيا آهن. رچرڊ برٽن لکي ٿو تہ ميمڻ عربي لفظ "مؤمن" جي هڪ بگڙيل صورت آهي. هنن تي ميمڻ نالو هندن مان مسلمان ٿيڻ تي پيو. هي معزز ۽ مذهبي ماڻهو آهن. طمع جي ڪري ماڻهن هنن تي ٺوڪون ڪيون. ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ص 39

موجب لوهاڻن مان مؤمن ۽ بعد ۾ ميمڻ ٿيا. هنن جا خاص پاڙا آهن. 1 آرباڻي. 2 آکباڻي. 3 ابداڻي. 4 اوکائي. 5 انجر. 6 برڀريا. 7 بوترا. 8 بدا. 9 پونجاڻي. 10 جوراڻي. 11 جوڙائي. 22 پاريک. 13 داسلاڻي. 14 زکريا. 15 سينيا. 16 روگاتيا. 17 ڪتيانه. 18 ڪانياوازي. 19 پرياڻي. 20 پيپراڻي. 21 سورنيا. 22 سانگلاڻي. 23 عاقلاڻي. 24 کيساڻي. 25 گتا. 26 گنگ. 27 گلا. 28 گلريچ. 29 مجهلاڻي. 30 موٽلاڻي. 31 منراڻي. 32 مڏاڻي. 33 جيتپوري. 34 ڪچي. 35 لکاڻي. 36 منواڻي. 37 هالاري. 38 هالائي. 39 شيخ. 40 نوراني ۽ 41 جانواڻي.

ايس صادق علي لکي ٿو ته سنڌ جا سنڌي ميمڻ سما خاندان مان آهن. سنڌي ميمڻن جا خاص پاڙا آهن: 1 آخوند. 2 بڊاڻي. 3 جاوتيا. 4 ڏيراج. 5 سنيا. 6 شادي. 7 شاهي. 8 سومار. 9 عيسر. 10 قاضي. 11 قادواڻي. 12 قريشي. 13 ڪٿپر. 14 ڪوري. 15 ڪمالاڻي. 16 گدڙ. 17 لاٺ. 18 لاکا. 19 ورايا. 20 لاکاڻي. 21 نوراني. 22 يوسفاڻي. 23 اگڙا. 24 اناڻي. 25 برڙ. 26 بيگاڻي. 27 بجالاڻي. 28 بند. 29 پوٺيڙا. 30 پلاڻي. 31 پکيڙا. 32 پجارا. 39 هيدڙا. 40 حمال. 41 هالاڻي. 42 دونگا. 43. ڏٻاڻي. 44 داڪاڻي. 45 شيرخاناڻي. 46 شاڪراڻي. 47 ڪانگ. 48 غضي. 48 ڪارڙا. 49 ڪار. 50 ڪنيار. 51 ڪانوڙا. 52 ڪن. 53 ککڙا. 54 کجر. 55 گڏوڙا. 56 گونگاڻي. 57 مچر. 58 لونگاڻي. 59 ممباڻي. 60 مانڪاڻي. 61 مکڙ. 62 مشيندڙا. 63 من. 64 نيڪري. 65 نورسيا. 66 نانگ. 67 وينجهر. 68 ذڪرياڻي. 69 متاڻي. 70 آدماڻي. 71 پگڙا. 72 ڪنهاڙ ۽ 73 مرچ.

**ميمو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**مين:** معني مڇي، پاڪ. روشني. پاڪ وارن ملاحن کي چار ۾ تمام گهڻي مڇي مرندي هئي. جنهن وجه تسميه سبب اهڙا ملاح ۽ مهاڻا ذات جا "مين" سڏجن لڳا. هڪ روايت موجب مين. سيراڻي قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. (بحواله: مهراڻ نمبر 4-3 سال 2001 ص 42)

چوڻي: **دهن مين ملاچڻي، هس چيڻي جهڙي چيٽ (چيلهه).**

**ڏند موتي چپ مين، آهوعين عجيب جا.**

**مينا:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**ميناڻي:** چاندين جو هڪ پاڙو.

**مينڍ:** هڪ سماٽ ذات.

**مينڍرا:** (سنسڪرت. مها = وڏو + اندر = ڏڻي) هندو راجپوتن جي ذات آهي. هن وقت هنن مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن. مومل جو عاشق راڻو (سوڍو) هن ذات مان هو.

**مينڪ:** هڪ سمات ذات.

**مينگ:** ڪورين جي هڪ ذات. پنجاب کان آيل آهن.

**مينگر:** هڪ راجپوت ذات.

**مينگراهه:** هڪ مسلمان ذات.

**مينگل (مئنگل):** اصل ۾ فارسي لفظ "مئنگل" آهي جنهن جي معنيٰ آهي هاٿي (مدڪل). محاوري طور هاٿيءَ جهڙي طاقت رکندڙ، پهلوان وغيره. مينگل، سراواني ۽ جهلاواني بروهي آهن. جيڪي زهري (زرڪ زئي) جي اثر هيٺ آهن. حقيقت ۾ مينگل ٽن بروهي قبيلن تي مشتمل آهن يعني شاهي زئي، ذگر مينگل ۽ سالائي مينگل. ڪتاب "بلوچ قوم ڪي تاريخ" ص 696 تي لکيل آهي ته مينگل اصل ۾ "جت" آهن. ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ۾ لکيل آهي ته مينگل ٻن لفظن مين + گل تان ورتل آهي. مين. پنجگور ۾ هڪ جاءِ جو نالو آهي ۽ "گل" ڌن کي چون ٿا. يعني انهن جي ڌڻ وارا (وڳ) جت. مينگل بروهي هڪ مشهور قبيلو آهي. جنهن جا خاص پاڙا آهن: 1 ابابڪي، 2 حمل زئي، 3 بلي زئي، 4 گمشاوزئي، 5 پهلوان زئي، 6 داروزئي، 7 حسن زئي، 8 بلغارزئي، 9 شادمان زئي، 10 دولت خانزئي، 11 دينارزئي، 12 نوهڪ زئي، 13 باران زئي، 14 گورائي، 15 مامون زئي، 16 احمدان زئي، 17 بادين زئي، 18 ابراهيم زئي ۽ 19 رحمت زئي.

**مينگل قبيلي جو شجرو هن طرح آهي.**



رحيم خان
نورالدين ابراهيم
سردار شڪر خان ولي محمد علي دوست
هن تي سرداري پڳ آهي.

خان محمد ملڪ
دوست محمد مير محمد عطا محمد
نور محمد

علي مراد رحمت ڪمال خان
نبي بخش
يار محمد داد محمد
ڪمال خان

هڪ تحقيق موجب مينگل زهريءَ جي پٽ لوٺ (لوناڻي) جي اولاد مان آهن، جن جو شجره هن طرح آهي.

سَيدُ
حسن
عبدالرحمان مينگل (هن مان مينگل اولاد)
نندو
عزت خان محمد خان حسن خان
گوهر خان نظر خان
نندو

**مينگل زئي:** فوفل پناڻن جو هڪ پاڙو. تور پناڻن ۾ پڻ "مينگل زئي" آهن.

**مينگوني:** دريشڪ رند بلوچن جو هڪ پاڙو.

**مينگهہ (مند):** هينري پاٽنجر جي لکڻ موجب مينگهہ (مند) نهروي بلوچن جو پاڙو آهي. هنن جو سردار شهسوار خان هو. م.ڪ پيڪولين ڪتاب "بلوچ" ۾ هنن کي "من" لکيو آهي.

**مينگهراجاڻي:** پاڙها ذات جو هڪ پاڙو.

**مينگهواڙ:** مينگهہ معنيٰ مينهن ۽ واڙ معنيٰ وارو. يعني مينهن وساڻ وارو. قياس وارو. رحم ڪرڻ وارو. ديا ڪرڻ وارو وغيره. جڏهن الله سائين مخلوق تي قياس ۽ رحم ڪري ٿو تڏهن برسات پوي ٿي. مينگهواڙ رشي مينگهہ جو اولاد آهن. مينگهہ راجپوتانا جو رهواسي هو.

هي گهڻ ذات وارا موچي هندو آهن. جن کي عام طور اڇوت جيو ويندو آهي. اصطلاحي معنيٰ ۾ "مينگهواڙ" هندو موچي آهن. جيڪي اصل ۾ راجپوتانا جا آهن. جتان لڏ پلاڻ ڪري گجرات. واگڙ ۽ ڪڇ کان ٿيندا اچي ٿر ۾ آباد ٿيا. جتي هنن جوتن ڳنڍڻ جو ڪم شروع ڪيو. روزگار خاطر لاڙ جي شهرن ۾ پکڙجي ويا. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ بہ رهن ٿا. هو مهاديو ۽ ديويءَ جا پوڄاري آهن ۽ رامديو سندن پير آهي.

مينگهواڙ، اڇوت هندن ۾ هڪ گهڻائيءَ واري ذات آهي. جن ۾ سوين ذاتيون شامل آهن ۽ ڪي ذاتيون راجپوتن واريون آهن. ليڪن اهي مينگهواڙ سڏجن ٿا. مينگهواڙن ۾ ڪجهہ شامل ذاتيون هيٺ ڏجن ٿيون: 1 آسريا. 2 اوڊاڻا. 3 باروپار. 4 بريا. 5 بڙهيا. 6 بنهنيار. 7 بوڙاڻا. 8 پٽي. 9 ٽاٽڪ. 10 پاناريا. 11 پاريگي. 12 پرمار. 13 پنڙيا. 14 پرهار. 15 پڙهيار. 16 پنا. 17 پنر. 18 پنڙ. 19 پوجيا. 20 جوگو. 21 جيبا. 22 جٽيار. 23 جهيرٽ. 24 چوهاڻ. 25 چريٽ. 26 دبڙا. 27 درڙا. 28 ڏاقڙا. 29 ڏانگي. 30 ڏاگوري. 31 ڏقير. 32 ڏنديسا. 33 ڏوڏا. 34 ڏيڏيٽا. 35 راٺوڙ. 36 رانگي. 37 راٺوٽا. 38 سميٽا. 39 سودرا. 40 سولنڪي. 41 سيجو. 42 قٿل. 43 ڪاگيا. 44 ڪانيڙ. 45 ڪڏيجا. 46 ڪريجا. 47 ڪلال. 48 ڪنٽا. 49 ڪنيرا. 50 ڪنچا. 51 گاڏي. 52 گانگڙا. 53 گريوي. 54 گڙسر. 55 گودا. 56 گودڙيا. 57 گوهل. 58 گيهلڙا. 59 لکيا. 60 ماتنگي. 61 مچڙيا. 62 مڙکٽ. 63 مساٽيا. 64 مسوئاٽيا. 65 منوهر. 66 ميرٿيا. 67 وارسو. 68 والڙهيا. 69 واٽيا. 70 واٺوڙيا. 71 ولها. 72 هينگڙا. 73 سينگلاٽي. 74 منگيا. 75 نيلڙ. 76 واڙسور. 77 ورل. 78 واوڙيا. 79 نوشا. 80 ويراچ. 81 ميرايا. 82 ولا. 83 واگهيلا. 84 نجار. 85 مونجڙيا. 86 نمها. 87 مليندبا. 88 هريهل. 89 هرول. 90 واوري. 91 وٺول. 92 هنجڙا. 93 وارٽاٽو. 94 ويجڪ. 95 واسيا. 96 مهيشر ۽ 97 مهراٽي

**مينوهاڻي:** مهرن جو هڪ پاڙو. ڪي هنن کي ميباڻي بہ چون ٿا.

**مينهاڻي:** چهڙن جو هڪ پاڙو.

**مينهن وساڻي:** جاکرن جي منجهٽان پاڙي مان هڪ ننڍو پاڙو.

**مَيٺا:** سماٽي ۽ سرائي جت آهن. اتر سنڌ ۾ رهن ٿا.

**مِيٺا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ميو:** هي مسلمان ۽ هندو آهن. جيڪي راجپوت نسل جي دعويٰ ڪن ٿا. ليڪن مقامي ماڻهو هنن کي ڪمتر ۽ گهٽ نسل وارا چون ٿا. پرتپورڪوهستاني علائقي ۾ هڪڙي هنڌ جو نالو "ميوات" آهي. ان نسبت سان "ميو" سڏجن ٿا. ڪي ماڻهو هنن کي "ميواتي" به چون ٿا. مسلمان ميون جا رسم رواج هندن جهڙا آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 بالوت، 2 برگوجر، 3 بيلاٽا، 4 پندلوت، 5 تانور (تنوار)، 6 دولوت، 7 دنگل، 8 دبمروت، 9 پاهوت، 10 چرڪلوٽ، 11 ڏيروال، 12 رتاوت، 13 سنگل، 14 ڪلسيا (ڪلساڪي)، 15 گوروال، 16 گولوال، 17 گهيسريا، 18 لنداوت ۽ 19 پنگلوت.

**ميوا:** بلوچي جت آهن. لسبيلي ۾ رهن ٿا ۽ منهون راڄ وارا سندن وڏا آهن.

**ميواتي:** هڪ مسلمان ذات نهايت ٿورائيءَ ۾ آهن. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي تہ "ميواتي" راجپوتن جي ناجائز اولاد مان آهن. جن کي خانزاده بہ چون ٿا. ميواتي خاندان جا مورث اعليٰ لکڻ پال ۽ سومتر پال هئا. فيروز شاهہ (1388-1351) جي هٿ تي مسلمان ٿيا. لکڻ پال جو نالو ناهر خان ۽ سومتر پال جو نالو بهادر خان رکيو ويو. کين خانزاده جو لقب ڏئي ميوات جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ ميواتي سڏجڻ لڳا.

**ميواسي:** هڪ غير معروف ذات جو نالو آهي.

**ميوائي:** سماٽن ۽ بلوچن جو هڪ پاڙو، جي هن طرح آهن: 1 گورچاڻي بلوچن جي چانگ قبيلي جو هڪ پاڙو، 2 ٿبي لنڊن جو هڪ پاڙو، 3 عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو، 4 جت بلوچن جو هڪ پاڙو، ميرجتن ۾ پڻ آهن. 5 سرڪي سنڌ جا سمات آهن، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ميوائي" آهي. 6. خاصخيلين جو هڪ پاڙو.

**ميولدائي:** سندراڻي بزدي بلوچن جو هڪ ڪ پاڙو.

**ميوو:** پنجاب کان آيل هڪ مسلمان ذات.

**ميوهولي:** راٺوڙن جي هڪ ذات.

**ميهہ:** هڪ مسلمان ذات.

**ميهاري:** خدراڻي بروهين جو هڪ پاڙو. هي اصل ۾ جدگال آهن، جي بعد ۾ خدرائين ۾ شامل ٿيا آهن.

**مَيهائي:** گورچاڻي بلوچن جي شيخاڻي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**مِيهائي:** مهرن جو هڪ پاڙو. ڪي هنن کي مينوهائي بہ چون ٿا.

**ميهتا:** پارسي فرقي وارن جي هڪ ذات. مشهور سماجي ڪارڪن ۽ واپاري جمشيد ميهتا (مهتا) هن ڪيڙ

مان هو. هي ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**ميهر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**ميهلاٽي:** بگٽين جي راهيجا پاڙي مان آهي.

**ميهوال:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**ميهي پاجي:** رانوڙن جي هڪ ذات.

**ميءَ:** مهاڻن ۽ مڇيرن جي هڪ پراڻي ذات آهي. ميءَ سنسڪرت جي ٻوليءَ جو لفظ "متسيہ" مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ مڇي آهي. مڇي مارڻ وارن کي بہ "ميءَ" چون ٿا. هي "مئڪي" بہ سڏجن ٿا. سنڌ ۽ پنجاب ۾ گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا.

**بيت:**

**ميءَ مڇيءَ ۾ هـٿـڙا، ويـٺـي ڪري ورن،**
**راءِ اگـهـم رڪـيـي، مـهاڻـي منـجهہ من،**
**تماڇيءَ جي تن، ڳالهيون ڇيس ڳجهيون. (شاهہ)**

**بيت:**

**نـوريءَ جـي نوازئو، ٿئو تماچـيءَ تي،**
**گاڏي چاڙهي گندري، ماڙهوڪئو ميءُ،**
**ڪنجهر چنراڪي تہ سچ سپائي ڳالڙي. (شاهہ)**

**بيت:**

**تون تماچي تڙ ڏٺي، آءُ مهاڻي ميءَ .**

**ميئر:** منهاس راجپوتن جو هڪ پاڙو. ميئر، مصور ۽ ڪهوٽ ڀاڻ ۾ عزيز آهن.

ميئن پوٽا (ميئن): نهڙين جو هڪ پاڙو.

**ميياٽي:** ڪرمتين جي زنگياڻي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ميين پوٽا:** متعلوي/متياروي سيدن جو هڪ پاڙو. هي سيد ميان بن محمد بن سيد احمد شاهہ بن سيد شرف الدين شاهہ متعلوي جو اولاد آهن. سيدن جي هن شاخ مان (ابراهيم شاهہ) سنائي سيد، نواب شاهہ وارا سيد، موري وارا سيد، ڊپـري وارا سيد ۽ پرين وارا سيد آهن. وڌيڪ لاءِ متعلوي سيدن جو شجرو ڏسڻ گهرجي. ڪي ماڻهو هنن کي "ميان پوٽا" بہ چون ٿا.

## متعلوي / متياروي سيدن جو شجرو



سيد مير علي ترمذي
سيد حسين ترمذي
سيد محمد شيرازي/ ترمذي
سيد مير علي هراتي
سيد مير عبدالواحد (ملتان جو حاڪم)
سيد مير عبدالباقي (اجمير جو حاڪم)
سيد مير حيدر شاهہ هراتي
سيد مير عبدالرزاق (بکر جو حاڪم)
سيد مير ابوبڪر (سيوهڻ جو حاڪم)
سيد مير شرف الدين (هرات ۾)
سيد محمد حسين هراتي
سيد مير علي سنڌي (والده هالا ذات مان)
سيد محمد
ترڪ زال مان
هالا زال مان
سيد احمد
سيد صاحب
عيسيٰ (اولاد عيسيٰ پوٽا)
موسيٰ
جهندو (اولاد جهندي پوٽا)
عيسب (اولاد عيسب پوٽا)
سيد مرتضيٰ عرف پرڻ شاهہ
سيد ميرڻ
سيد پرڻو
سيد ميرڻ (4)
سيد شرف الدين (شرف پوٽا)
سيد جلال عرف جراڙ (اولاد جراڙ ۽ جراڙ پوٽا)
(1)
سيد احمد شاهہ
(2)
سيد ذڪريو عرف ڪڙڻو
(3)

(1)

- سيد محمود
  - ڪمال
    - عبدالمنعم
      - اولاد منعماڻي
        - محمد سعيد
          - ملوڪ شاھ
            - محمد سعيد
              - بادشاھ
                - عبدالحڪيم شاھ
                  - قاسم شاھ
                    - شرف علي شاھ
                      - غلام علي شاھ عرف جنيد شاھ
                        - اولاد جنيد پوٽا
                - شھمير شاھ
                  - اولاد تڪڙائي سيد
- سيد ابوبڪر
  - ڪمال
    - ابوبڪر
      - آدم
        - حسن
          - اولاد حسن پوٽا
            - اجن پوٽا
              - اولاد اجناڻي شاھ
  - محمد
    - قاسم شاھ
      - اولاد چاموٽ سيد
- سيد حاجي
  - سيد ھاشم
    - سيد عبدالمؤمن (عبدالمنعم)
      - سيد لال محمد عرف للا
        - سيد جلال شاھ
          - ابوالقاسم
            - نائي شاھ عبدالڪريم بلڙي وارو
        - سيد عبدالڪريم شاھ بلڙيءَ وارو
          - اولاد ڪريم پوٽا
            - جلال شاھ (جمال شاھ)
              - عبدالقدوس شاھ
                - حبيب شاھ
                  - سيد عبداللطيف شاھ پٽائي
            - دين محمد شاھ
              - عبدالوالي
                - سيد سمھبا شاھ
                  - اولاد سمھباڻي شاھ

(2)

- سيد محمد شاھ
  - سيد ميان عرف ميو
    - اولاد ميين پوٽا
      - سيد احمد
        - اشرف
        - سيد ابراھيم
          - ڏاتي ڏنو (ڳاڙھا سيد)
          - بدرالدين شاھ (سنائي سيد)

(3)

- سيد محمد
  - بھاءُ الدين
    - سيد سومار
      - سيد ننڊا
        - سيد مبارڪ
          - سيد ننڊا
            - سيد عبدالوھاب
              - محمد باقر عرف باقيل
                - اولاد باقيل پوٽا- ڪڙيائي- ڏتوريا سيد
                  - مرتضي شاھ
                    - سعيدپور- ٽٽي وارا سيد

(4)

- مير حسن شاھ (اولاد ڦاٽي بولا خان راڻيپور- پريا ۽ رھندڙ)
- جلال شاھ
  - ميلان شاھ عرف ميان شاھ
    - موسي شاھ
      - قطب الدين (اولاد شاھ ڍنڍي وارا- ھگوراڻي شاھ)

## مهتم جو شجرو

حضرت نوح عليہ السلام

سام

ٻڍ — منگا — همهر — پاگرت

پاگرت

ڏيرو

اجيپار

دسرت

رام — لڪمڻ

والده ڪسيلا

نواڪس

اتت

تتت

ڪن (هن ڪن جو شهر ٻڌايو هو).

راجا سنبوت (راجپوتن جو ابو)

سام

جادم

هسپت (سنڌ جي سمن جو ڏاڏو) — ڪڇپت (ڇڇن جو ڏاڏو) — پوبت پٽين جو ڏاڏو — چوڙو (چوڙا سمن جو ڏاڏو)




(وڌيڪ تفصيل لاءِ انڙن جو شجرو ڏسڻ گهرجي).

## مهرن جو شجرو


حضرت نوح عليہ السلام
سام
ٻڌ
منگا
همهر
پاگرت
ڏيرو
اجيپار
دسرت
لکمڻ
رام
(والده ڪسيلا)
نواکس
اتت
تتت
ڪن
(هن ڪن جو شهر ٻڌايو هو).
سنبوت راجا
(راجپوتن جو ابو)
سام
حادم
هسپت
(سنڌ جي سمن جو ڏاڏو)
ڪجپت
چغدن جو ڏاڏو
پوپت
پٽين جو ڏاڏو
چوڙو
(چوڙا سمن جو ڏاڏو)



ابدري
نيت
راڻونوتيار
اودر
آڏو
لاکيار (لاکير)
جام لاکو بادشاھ
انڙ
مھر
لاکو
اولا؛ مھر
سمون
ڪاڪو
(ڪاڪ جو حاڪم ۽ مسرقن جو سردار)
رائڌن
سمون
(سميجا ھن جو اولاد آھن)
انڙ
مھر
بجيراء
ويرم
(اولاد سوڍا) سوڍو
ڏھر
مھر
پھوڙ
اولاد مھر

# ن

**نـَابيا:** سمن جي هڪ ذات.

**ناٿا:** سيجا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي ناٿو پٽ ٻنيو پٽ ڪلو پٽ رائڌن جو اولاد آهن.

**ناٿاڻي:** هاليپوٽن جو هڪ پاڙو. ڪرمتي جتن جي پٺوا ۽ گورڻي شاخن جو ٻن هڪ پاڙو.

**نـَاپـَـرَ:** غير سماٽ ملاح ۽ مهاڻا آهن. سکر ۾ رهن ٿا.

**نـَاچَ:** اصل لفظ سنسڪرت جو "نرتيه" آهي. جنهن جي معنيٰ آهي نچڻ وارا. ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ گهٽ ذات.

**نـَاچِ:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ گهٽ ذات.

**نادرخيل:** آفريدي پٺاڻن جي ڪوڪي خيل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ناڏورا:** ٽري هندو راجپوتن جي هڪ ذات.

**ناڏيهه:** هڪ سماٽ ذات.

**نـَارَا:** سمن جي هڪ ذات. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي ته منج پٽي راجپوتن مان جوڌپور جي هڪڙي راڄا جو نالو نارو هو. جنهن محمد غزنويءَ جي اثر هيٺ اسلام قبول ڪري پاڻ کي "نارا" سڏايو. هي پاڻ کي چاندبنسي ۽ رگهبنسي به چوائين ٿا. ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو ته "نارا" اپائي خان برگوجر ۽ لالخاني چوهانن مان آهن. جن مان ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**نارائي:** سمن مان آهن. ڪتاب "مورڙو ۽ مانگر مڇ" ص 13، ڇاپو 1976ع از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ موجب "نارائي". ميربحرن جو پاڙو آهي. جن کي "محمد حسن" پڻ چون ٿا. اتر ڪان آيل آهن. هن وقت نبي سر ۾ وينا آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب "نارائي". انيڙن جي عدراڻي شاخ مان آهن. جن مان ٻن "محمد حسن" آهن.

**نارمينا:** سورج بنسي هندو راجپوت آهن.

**نـَارِي:** مگسي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**نارياڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نـَاريجا:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان ساند بن پلي پنهنجي راڄ جو هڪ سردار هو. ان کي ست پٽ هئا. جن جو اولاد ٻن قبيلن ۾ ورهايل هو. هڪڙن کي ڪڇ جا سما ۽ ٻين کي "ناريجا" چون ٿا. ڪتاب "انساب عالم" جو

ليکڪ ص 205 تي لکي ٿو تہ "ناريجا ۽ نوناري" سورج بنسي راجپوتن مان آهن.

هڪ ٻي روايت موجب ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪڙي ڌر ياٽيءَ جي سهاري وچي ناري واهہ تي آباد ٿي. ان واهہ مان مڇي ماري گذر سفر ڪرڻ لڳا. اهي مهاڻا ناري واهہ جي نسبت سان ذات جا "ناريجا" سڏجڻ لڳا. روايتن ۾ آهي تہ سنيو، ناريجو، گجيجو، ڪوريجو، ساڳڙ، ڏماچ ۽ ٻنيرو پاڻ ۾ ڀائر آهن.

ناريجن جو شجرو




ڪتاب "سمات" ص 58 تي لکيل آهي تہ مهرن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ناريجا" آهي. هي مهر سنڌ جي سمن مان آهن. مهرن ۽ ناريجن جي هيءَ ڪڙي سميجن (ملاح) مان آهي. وڌيڪ لاءِ مهرن ۽ نهڙين جو شجرو ڏسڻ گهرجي. ناريجن جا خاص پاڙا آهن: 1. باگاٽي 2. خدراٽي 3. خليفا (خليفاٽي ۽ خليفاٽي) 4. حرمتاٽي 5. صدراٽي 6. عالماٽي 7. ڪتاٽي 8. ڳنوار ۽ 9. مناٽي

**نَارين:** مڪراني بلوچ آهن. نارين، مڪران ضلعي ۾ هڪڙي هنڌ جو نالو آهي. ان هنڌ وسندڙ مڪراني پاڻ کي "نارين" مڪراني بلوچ چوائين ٿا.

**نَاڙياٽي:** هڪ مسلمان ذات.

**نَاڙيوال:** معنيٰ ناڙيءَ جو رهاڪو. ناڙيوال، ڏاين ۽ ٻنارن جي ذات آهي.

**نازگهواٽي:** حکراٽي بلوچ آهن.

**نَاصِر:** جي معنيٰ آهي فتح ڪندڙ. ناصر، افغاني پٺاڻن جو هڪ قبيلو آهي.

**ناصرزئي:** بلوچ آهن. سندن سردار جو نالو بگرا خان گلاب خان هو. هي وڏيري رند جي اثر هيٺ هئا.

**نـاظـرَ:** ٽالپرن جي دؤر ۾ انهن جا شيدي ۽ حبشي غلام هئا. جيڪي سندن گهرن ۽ حويلين ۾ ڪم ڪار ڪندا هئا. انهن گهرو سرد ملازمن ۽ غلامن جا ڪسيا ۽ آنورا ڪيئي ڪين ڪٽ ۽ ڪسي ڪري هنرادو ڪدڙو ڪندا هئا. جن کي عام طور "ناظر" چوندا هئا ۽ اهي ٻن ڪي ذات جا "ناظر" جوائيندا هئا.

**ناغڙ:** افغاني پٺاڻن جو هڪ قبيلو. غار ڪست بن عبدالرشيد کي چار پٽ ڪاڪڙ. ناغڙ. داوي ۽ بنسي هئا. ناغڙ پٺاڻ ان ناغڙ جو اولاد آهن.

**ناڪ:** اسر بنسي راجپوتن جي هڪ شاخ.

**نـاکـئا:** اصل لفظ سنسڪرت جو "ناوڪ" آهي. جنهن جي معني آهي ٻيڙي هلائڻ وارو ملاح. ميربحر ۽ مهاڻو. ناوڪ مان بدلجي "ناکئا" ٿيو ناکئا ملاح آهن. فارسيءَ ۾ ناکي کي. ناخدا چون ٿا. جنهن جي معني آهي ٻيڙي هلائڻ وارو.

**بيت: ابي ڏاڏي ڪار، ناحق ڇڏيئي ناکئا!**

**ناگ:** ٽري هندن جي هڪ ذات. هي رنگ جا ڪارا ۽ بهادر آهن. هنن جو احوال رامائڻ ۾ ٿيل آهي. هي اسر بنسي راجپوتن مان آهن.

**ناگاٽي:** متعلوي سيدن مان آهن. جيڪي سيد عيسىٰ بن سيد موسيٰ جو اولاد آهن.

**ناگپال:** اروڙ ونسي هندن جي هڪ نک جو نالو.

**ناگـديو:** هندن جي هڪ ذات. هي به اروڙ ونسي آهن. ٻناٽي، سباهيملاٽي، مائيداسائي ۽ وتياڻ هن نک جون مشهور اکهون آهن.

**نـاگـرَ:** هندن جي هڪ ذات. سنڌ وارا "ناگراٽي" سڏجن ٿا.

**ناگراچ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**ناگراٽي:** هندن جي هڪ ذات. جيڪا پاٽين جي چوراسي نياتين جي ويهون نمبر ذات ليکي وڃي ٿي. هي هندن جي ڇانيزيا نک مان ناگرمل (يا ساگر مل) ولد موالداس خداآباديءَ جو اولاد آهن. ساگراٽي ۽ نـاگراٽي ٻان ۾ نکڙيا سوٽ ٿين. غلام شاهه ڪلهوڙي جي دؤر حڪومت ۾ ڪوسن هنن کي ڦريو هو. ان ڪري هي هتان لڏي ويا.

**ناگر برهمڻ:** ڪتاب شاهان گوجر ص 172 موجب. ناگ برهمڻ. گوجرن ۽ برهمڻن مان آهن. گور برهمڻ ميبر برهمڻ ۽ پشڪرن برهمڻ هنن جا عزيز آهن.

**ناگــري:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**ناگوائي:** هندن جي هڪ ذات.

**ناگور:** هندستان کان آيل مسلمان آهن. هي سماٽ ۽ غير سماٽ آهن.

**ناگوري:** هندستان جي شهر "ناگور" جا رهاڪو مهاجر مسلمان آهن. سنڌ ۾ رهن ٿا.

**ناگي:** سمن جي هڪ ذات.

**نانا:** هن ذات ۾ جسٽس فيروز نانا، مشهور ماڻهو ٿي گذريو آهي.

**نانڙائي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جونالو.

**نانڪائي:** هندن جي هڪ ذات

**نانگ:** ٺٽي شهر ۾ رهندڙ ميمڻن جو هڪ پاڙو. (بحوالہ: مهران نمبر 4 سال 1972ع ص 128)

**نانگا:** سميجن جو هڪ پاڙو. هندن جي هڪڙي ذات جو نالو پڻ "نانگا" اهي، جن کي نانگا فقير چون ٿا.

**بيت: جي ننگ چڙي ٻانگا ٿيا، تن ٻانگن کهڙو ننگ (سامي).**

**نانگائي:** چاندين جي چولياڻي شاخ جو هڪ پاڙو. برڙن ۾ پڻ "نانگائي" آهن.

**نانگپال:** ٺري هندن جي هڪ ذات.

**نانگراج:** سمن جي هڪ ذات.

**نانگراڻي:** سمن جي هڪ ذات. هڪ ٻئي حوالي موجب جاکرن جي منجهئان پاڙي مان هڪ ننڍو پاڙو.

**نانگور (نانگوري):** هڪ مسلمان راجپوت ذات.

**نانگيا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو. (تاريخ سجاول).

**نانوائي:** "ڪاريا" نک مان هندن جي هڪ آکهہ.

**نانوائي:** اصل ۾ فارسي لفظ "نانبائي" آهي. نان معني ماني ۽ ابا معني ٻوڙ آهي. نانوا. نان + ابا. اهي ماڻهو جيڪي ماني ۽ ٻوڙ وڪڻن. صرف ڪرت جي ڪري ذات جا "نانوائي" سڏجن ٿا. حالانڪ هي مختلف ذاتين جا هوندا آهن.

**نانيز:** هندو کترين جو هڪ پاڙو.

**نـاواڙا:** سمن جي هڪ ذات.

**ناوائي:** هندن جي "لسُند" نک مان هڪ آکهہ جو نالو.

**ناوُڙا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**نـاوڙا:** سمن جو هڪ پاڙو. هي ڪڇيءِ بلوچستان ۾ رهن ٿا.

**نـاهـا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**نـاهـر:** پنجاب کان آيل هڪ ذات. هي مسلمان آهن.

**نـاهـرَ:** حسنائي بلوچن (حساني) جو هڪ پاڙو. هي ڪيتران بلوچ آهن.

**نـاهـري:** هندن جي هڪ ذات. هي هندن جي نائين مهيني جا پوڄاري آهن.

**ناهريا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**نـاهـڙَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نـاهـوجا:** سمن جي ذات.

**ناهويا:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**نـاهـيا:** سام جي اولاد مان دسرت جي پٽ پرت جو اولاد آهن. جيڪي هن وقت مسلمان آهن ۽ سما سڏجن ٿا.

**ناهيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ناهيون:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. جون ٿا تہ ناهيون ۽ ڪانهيون پاڻ ۾ پاٽر ٿين. جن جو حسب نسب دل قبيلي مان آهي.

**نائب خيل:** بدوزئي، بنگل زئي. ۽ نينگي زئي بروهين جو پاڙو آهي. هي آغا عليخان جو اولاد آهن. جن مان نائب عبدالرحمان ۽ نائب عبدالقادر نهايت مشهور آهن.

**نائـيچ:** ڪتاب "تواريخ ديره غازي خان" ص 108 تي لکيل آهي تہ "نائچ" جـٽ آهن. هڪ عام روايت آهي تہ نائچ. پاڻ قبيلي مان سند جا سمائي چارڻ مڱڻهار آهن. جيڪي نزي سمي بن جادم بن سام بن راجا سنبوت (سامبس) جو اولاد آهن. نائچن جو چوڻ آهي تہ اسان ماهلي جاٽ (جٽ) راجپوتن جو اولاد آهيون. لانگاهہ، پنا. شجراع. نائچ ۽ ڏهر پاڻ ۾ پاٽر آهن. سوهارن (سوهاوا). نول پچا ۽ طورخان هن جو اولاد اهن. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ. نائچ راجپوت قبيلي جو هڪ شجرو فراهم ڪيو. جيڪو قارئين حضرات لاءِ "ن" جي آخر ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

**نـائـر:** هندن جي هڪ ذات. جيڪي پاڻ کي ذات جا فوجي يا شتري سڏائيندا آهن. هي گهڻو ڪري ڏاڙهي رکرائيندا آهن ۽ گرن جا ڪتاب پڙهندا آهن. خدا جي ذات تي ايمان رکن ٿا. پنهنجي ذات وارن کان حلال جانور ڪهراتي. ان جو گوشت کائيندا آهن. جنهن کي هي "جهاٽڪو" چون ٿا. هي هندن جي گهٽ درجي جي

ذات آهي ۽ ٿر ۾ رهن ٿا.

**نائڪ:** هڪ مسلمان ذات آهي.

**نـائي:** سنسڪرت جو لفظ نايت. نايتي آهي. جنهن جي معنيٰ آهي حجامت ڪندڙ. حجام. ڪرت جي نسبت سان هي ذات جا "نائي" سڏجن ٿا. پنجاب ۾ نائي ذات آهي. جن جا مکيه پاڙا باسي. باهگو ۽ پنيرو آهن.

**نـايـا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي سمن ۾ شمار ٿين ٿا.

**نـبـو:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**نـبـيا:** ٿر ۾ رهندڙ مسلمانن. نکرن ۽ پرمار راجپوتن جي هڪ ذات.

**نتڪاڻي:** رندن جي هڪ پاڙي جو نالو. هي مير خان رند جو اولاد آهن. سنگهر سندن رياست هئي. جتي هنن منهگهرو ٿا ۽ مهوئي ۾ قلعا تعمير ڪرايا هئا. هن وقت هي سنڌ ۾ رهن ٿا.

**نٿالاڻي:** نتيار جتن جو هڪ پاڙو.

**نـتـراڻي:** چانڊين جو هڪ پاڙو. (غلاماڻي).

**نـتـو:** هڪ مسلمان ذات جو نالو. متعلوي سيدن مان سيد نتو بن چنو شاهه بن سيد احمد بن سيد امير عليءَ جو اولاد آهن.

**نـتواڻي:** جهلاواني بروهين جو هڪ پاڙو.

**نـتـوخيل:** آفريدي پٺاڻن جي ملڪ دين خيل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**نـتياڻي:** هڪ مسلمان ذات جو پاڙو. ضلعي خيرپور ميرس ۾ سندن ڪجهه گهر آهن.

**نجار:** لفظ جي معنيٰ آهي واڍو. دکن عرب ملڪ ۾ واڍڪو ڪم ڪندڙن کي "نجار" چون ٿا. اهي نجار سنڌ ۾ اچي وينا آهن. جيڪي پاڻ کي ذات جا "نجار" چوائين ٿا. ٿري مينگهواڙن ۾ پڻ هڪ ذات جو نالو "نجار" آهي.

**نجارزئي:** دهوار بروهين جو هڪ پاڙو.

**نـجومي:** عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تارن جي علم جو ماهر. جوتشي وغيره. پراڻي زماني ۾ ڪافي ماڻهو انهيءَ علم کان واقف هئا. جيڪي نجوميءَ جي نالي سان مشهور ٿي ذات طور "نجومي" سڏجڻ لڳا.

**نـچاري:** جهلاواني بروهين جو هڪ پاڙو.

**نخراج:** سمن جي هڪ ذات.

**نـدا:** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو. هي ندا پٽ ڪندر پٽ ڪجن پٽ ڪبر جو اولاد آهن. سبها سميجا. ندا جو اولاد ٿين.

**نـداف:** عربي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڪپهه تاڻڻ وارو. ڪپهه صاف ڪرڻ وارو. ڪپهه پڃيندڙ.

پيجارو وغيره. ڪرت جي ڪري هي ذات جا "نداف" سڏجن ٿا. پڃارا ذات بہ هنن مان آهي.

**نـــداماڻي:** نظاماڻين ڪي جون ٿا. ڪلوڙن ۽ مهرن جي هڪڙي پاڙي جونالو بہ "نداماڻي" آهي.

**ندواڻي:** هي بلوچن مان آهن.

**ندوتا:** سورج بنسي راجپوتن جي هڪ شاخ

**ندوريا:** سورج بنسي، راجپوتن جي هڪ شاخ.

**ندوي:** هندستان کان آيل مهاجرن مان آهن.

**نڏا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**نَــر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نَــرا:** ٿر ۾ رهندڙ پرمار راجپوتن ۽ ٺڪرن جي هڪ ذات، هي پرمارن جي سوڍا نک مان آهن.

**نربان:** هڪ راجپوت ذات.

**نرملا:** سکن جي هڪ ذات. هندن جون رسمون رکندڙ آهن. راجپوتن ۾ بہ آهن.

**نرند:** قائم خاني چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات.

**نروپ:** چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات.

**نسرهـــڙ:** سمن جي هڪ ذات.

**نَـــستخـــاڻـــي:** مزاري بارجن جي بلوچاڻي شاخ جو هڪ پاڙو.

**نسرت زئي (نصرت زئي):** محمد زئي (زمند) پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**نَـصارا:** حضرت عيسيٰ جا پوئلڳ آهن. ڪراچي ۽ ڪوئٽہ ۾ رهن ٿا. حضرت عيسيٰ جو جنم ناصرہ. نصران ڳوٺ ۾ ٿيو هو. ان نسبت سان "نصارا" سڏجن ٿا. هي چون ٿا تہ عيسيٰ خدا جو پٽ آهي.

**نَـصراني:** هي بہ حضرت عيسيٰ جا پوئلڳ آهن.

**نصرت زئي:** بارڪ زئي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**نصيرا:** پنوار راجپوتن جي هڪ شاخ. قائمخاني چوهاڻن ۾ بہ آهن.

**نصيراڻي:** دلن ۽ مير جتن جو هڪ پاڙو.

**نَــصيرپرا:** هڪ مسلمان سمات ذات.

**نصبردين خيل:** آفريدي پٺاڻن جي زخا خيل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**نصيررودائي:** بروهين جي هڪ ذات.

**نـظامائي:** مير نظام خان بلوچ جو اولاد آهن. رندن. لغارين، ٽالپرن ۽ مهرن جي پاڙي جو نالو بہ نظامائي آهي. مزاري قبيلي تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ان جي رستمائي شاخ جي هڪڙي پاڙي جو نالو بہ نظامائي آهي. ايس. صادق علي هنن کي لغارين مان ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. ٽالپرن مان لکيو آهي. رحيمداد خان مولائي شيدائي "جنت السنڌ" ۾ لکيو آهي تہ نظامائي. رندن جي ممتاز قبيلي مان آهن ۽ ٽالپرن جا ويجها عزيز آهن. هن موصوف نظامائين جو شجرو هن طرح لکيو آهي:




نظامائي خاندان جا خاص پاڙا آهن: 1. اسماعيلائي 2. آلودائي (عالودائي) 3. بهليلائي 4. قتونائي 5. ڪرمائي 6. لشڪرائي 7. مبارڪائي ۽ 8. ندامائي.

نظامائين جي مورث اعليٰ نظام خان کي. ميان نور محمد ڪلهوڙي گوٺ. ديري محبت. بدين. گهوڙا

ٻاري، شهدادپور، موري ۽ عمر ڪوٽ ۾ جاگيرون ڏنيون هيون. ٽالپرن به کين وسايو هو.

**نظر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**نظرائي:** مغيري بلوچن جو هڪ پاڙو.

**نعل بند:** گهوڙن جي سنبن ۾ نعل هڻڻ جو ڪم ڪن ٿا. جن کي ڪرت جي نسبت سان ذات جا "نعل بند" چون ٿا.

**نقرا:** سونارن جي هڪ ذات آهي. هي چانديءَ جو ڪم ڪن ٿا.

**نقوي:** علي نقي (علي الهادي) بن محمد تقي (محمد الجواد) جو اولاد ٻان کي نقوي سيد چوائين ٿا. جن جو شجرو هن طرح آهي.




هنن جا وڏا جام صلاح الدين سمي جي دؤر ۾ اچي ٺٽي ۾ ويٺا. جتي شيرازي، انجوي ۽ نقوي سڏجن لڳا.

**نقيب (نڪيب):** مڪران ۾ رهن ٿا ۽ ٻان کي مڪراني بلوچ چوائين ٿا.

**نڪامرا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. هن وقت هيءَ نابيد آهن. مگر خليج فارس ۾ اڄ به موجود آهن. جن کي عرب احمر ۽ احامره چون ٿا. جاڪان ته هي اڪثر ڪري ڳاڙها ڪپڙا پائين ٿا. ڪتاب "عرب و هند" جي لکڻ موجب هنن عربن کي ڪريو هو. جنهن سبب محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي. محققن جو چوڻ آهي ته نڪامره سيد قوم (ميانا) مان آهن.

**نڪال:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي نيڪ محمد بن حسيل جو اولاد تيون.

**نڪرچ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**نڪئي:** هڪ مسلمان غير سمات ذات.

**نــڪــرج:** غير سمات ذات آهي.

**نڪيزتي:** رندن جو هڪ پاڙو.

**نگارا:** جيما قبيلي جو هڪ پاڙو.

**نــگرا:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**نگرائي:** هڪ مسلمان ذات.

**نگيئا:** هندو اوڏن جي هڪ ذات.

**نــلَ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**نمائي:** موندرن ۽ خاصخيلين جو پاڙو.

**نمائيپوتا:** سمن جي هڪ ذات.

**نــمِجَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نــمڪساز:** نمڪساز جي معنيٰ آهي لوڻ ناهڻ وارا. هي ذات جا نوناري (سمات) آهن. جي اڪثر جيئا سڏجن ٿا.

**نمها:** مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**نميجا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**نند:** مسلمانن ۽ هندن جي هڪ پراڻي ذات. هي شودرن مان آهن. برهمڻ هنن کان نفرت ڪن ٿا. هي حاڪم رهيا آهن. راجا چندر گپت موريو هنن جو عزيز هو.

**نندا:** نهڙين جو هڪ پاڙو. هي ڳاهو پٽ لاکي جو اولاد آهن. تر ۾ رهندڙ هندن ۾ پڻ هڪ ذات.

**نندائي:** ڪرمتي جتن جي بگهياڙ ۽ زنگياڻي شاخن مان هڪ پاڙو. رندن، مگسين، بزدين، بــــرڙن ۽ لکان ۾ پڻ نندائي آهن.

**نندبنس:** هندو اهيرن جو هڪ پاڙو.

**نندوائي:** رندن ۽ بزدين جو هڪ پاڙو. نندوائي، بزدي بجاراڻي قبيلي مان آهن. بزنجو بروهين جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "نندوائي" آهي. هي خالص بلوچ نسل مان آهن. جيڪي بعد ۾ بزنجو قبيلي ۾ شامل ٿيا آهن. ڪرمتين جي جماري شاخ جو هڪ پاڙو.

**نــنــدِيائي:** بگهين جو هڪ پاڙو.

**نندیرواڻي (نندیرواڻ):** ڈاڪٽر غلام علي الانا هنن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي. (بحوالہ مهراڻ نمبر 4 _ 3 سال 2001ع ص 33).

**ننگا:** هندن جي هڪ ذات.

**ننگاڻي:** چاچڙن جو هڪ پاڙو.

**ننگـر:** سمن جو هڪ پاڙو.

**ننگراجَ:** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو.

**نـنگراج:** سمن جو هڪ پاڙو.

**نـَنگراجا:** ڪلهوڙا آهن.

**ننگراڄ:** سمن جو هڪ پاڙو. هي راجپوتن جهڙا نظر اچن ٿا.

**ننگراڻي:** لغارين جو هڪ پاڙو. چولياڻي چانڊين ۾ پڻ "ننگراڻي" آهن. ڪرمتي جتن جي جماري شاخ جو پڻ هڪ پاڙو.

**ننگريوتا:** سومرن جو هڪ پاڙو آهي. هي نيو بن چنيسر دمريلو ديبلي جو اولاد آهن. بحوالہ:"سومرن جو دؤر".

**ننگري:** برڙن جو هڪ پاڙو.

**ننگريجا:** سمن ۽ لاشاري بلوچن جو هڪ پاڙو.

**ننگوا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**نـَنـهـَجـَا:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**نـَـڻَ.** رانوڙن جو هڪ پاڙو.

**نـَواب:** پنجاب کان آيل سيالن جو هڪ پاڙو.

**نوت:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان رائڌن بن ڪاڪا کي نو پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو "نوتيار" هو. نوت ان جو اولاد آهن. برفتن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "نوت" آهي. بنديجا بلوچ آهن. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "نوت" آهي.

**نوتاڻي:** بگٽين ۽ ڪرمتي جتن جي گبول شاخ جو هڪ پاڙو. نارو شاهه ۾ واڻين جا ڪي گهر رهن ٿا. جيڪي پڻ پاڻ کي "نوتاڻي" چوائين ٿا. هي "چيتڙا" نک مان جهامنداس جي پٽ "نوتنداس" جو اولاد آهن. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 116 موجب "نوتاڻي" ساجدي (جت) بلوچن جو پاڙو آهي. راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب: نوتاڻي، "بزنجو" قبيلي جو پاڙو آهي. اها تصديق ڪتاب "بلوچ قوم کي تاريخ" جي ص 655 تي پڻ

ٿيل آهي. تہ ھي خالص بلوچ نسل مان آهن.

**نـُوتڙا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات

**نـوتڪائي:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "جامع سنڌي لغات" ۾ لکيو آهي تہ "نوتڪائي" رندن جو پاڙو آهي. ايس. صادق عليءَ جي لکڻ موجب نوتڪائي، بگٽين، رندن، جتوئين ۽ عمراڻي بلوچن جو پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب نوتڪائي، شنباڻي (بگٽي رند) بلوچن جو پاڙو آهي. هي شيهڪر بن شنبو جو اولاد آهن ڪرمتين جي پٽوا ۽ مهيري شاخن جو پڻ هڪ پاڙو.

**نوتڪزئي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 127 موجب "نوتڪزئي" سرپرہ قبيلي جو پاڙو آهي. هي بلوچن مان آهن.

**نـُوتيار:** باجـر ذات جو هڪ پاڙو. هي سما آهن. ڪن ڏاهن جو چوڻ آهي تہ "نوتيار" راجپوت آهن.

**نوتياڻي:** نوحاڻي بلوچن جي سرياڻي شاخ جو هڪ پاڙو. ڪرمتين جي هديهہ شاخ مان پڻ آهن.

**نـُوتاڻـي:** بگٽي بلوچن جو هڪ مکيہ قبيلو. هن قبـيلي جا خـاص پاڙا آهـن: 1. مـدران زئي 2. بگراڻـي 3. جعفراڻي 4. رموزئي 5. روهيلا 6. سندراڻي 7. شنباڻي 8. ڪمڪاڻي 9. محراب زئي ۽ 10. نوربانی.

ڊاڪٽر نبي بخش خان، محراب زئي، ڊاڪٽر حيدر برڙي مهيلان زئي ۽ مولائي شيدائي محران زئي لکيو آهي. حقيقت ۾ درست لفظ "محراب زئي" آهي.

**نوٽراڻي:** رندن جو هڪ پاڙو.

**نـُوتـير:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نـُوچاڻي:** جتوئي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**نـُوحاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ضلعي ٺٽي ۾ رهندڙ.

**نـُوحـاڻـي:** قبيلي لاءِ ڪافي روايتون آهن. ڪن ليکڪن جو چوڻ آهي تہ "نوحاڻي" جابلو سماٽ آهن. جن کي "لغوري" بہ چون ٿا. منهنجي تحقيق موجب نوحاڻي، لغوري نہ آهن. اهو هڪ جدا قبيلو "نـوهاڻي" آهي. جيڪي لغوري آهن. اهي نوهاڻي ۽ لغوري اصل سنڌ جا رهاڪو سماٽ آهن. جن مان ڪافي لڏي وڃي ايراني مکران جي باهو واري علائقي ۾ آباد ٿيا آهن. جن جو ذڪر رحمداد خان مولائي شيدائي پڻ "تاريخ بلوچستان" ۾ ڪيو آهي.

پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي ڪتاب "سنڌ جون چند ذاتيون" ۾ لکيو آهي تہ "نوحاڻي" هوت بلوچ جي اولاد مان آهن. جيڪي پنهنجي سردار امير نوح جي نالي تي "نوحاڻي" سڏجن ٿا. امير نوح، مير چاڪر خان رند جي فوجي دستي مٿان سپهہ سالار هو. نوحاڻي قبيلي جو سردار عمر خان هيسباڻي، نوحاڻي هو. جنهن رندن ۽ لاشارين جي ويڙهہ ۾ لاشارين جو طرف ورتو هو. هن جي پٽ جو نالو ڪلو هو جو وڏو بهادر هو. تيون

سردار مير عالم خان هو. جنهن مغل بادشاهه شاهجهان جي دؤر (1652ع) ۾ ملتان ۽ سنڌ جي صوبيدار شهزاده اورنگزيب جي خلاف جهنڊو بلند ڪيو هو. انهن نوحاڻين جي "ناڙيءَ" تي رياست هئي. ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ لکي ٿو تہ رندن جي پاڙن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "نوحاڻي" آهي. يعني هي "رند" آهن. هنن جو اصل وطن نلي سيوهڻ لڳ آهي. ڊومڪين جي شعري دفتر ۾ نوحاڻي مير جلال خان بلوچ جي پٽ ڪوراڻي (ڦراڻي) جي اولاد مان ڏيکاريل آهن. "جامع سنڌي لغات" ۾ لکيل آهي تہ نوحاڻي، بڙدي بلوچ آهن. غلام رسول مير جت ڪتاب جتن جي تاريخ ص 178 تي نوحاڻين کي جتن مان لکيو آهي.

ايس. صادق عليءَ رندن جا 70 پاڙا لکيا آهن. تن مان هڪڙي پاڙي جو نالو "نوحاڻي" لکيو. آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ نوحاڻي رند آهن. ڪتاب "بلوچ قوم اور اس کي تاريخ" ص 286 تي ڪتاب جو مصنف لکي ٿو تہ مان مير شهداد خان بن چاڪر خان جي مزار ڏسڻ لاءِ لاهور کان درياءَ پار ڪري داد بلوچ پهتس. جتي منهنجي ملاقات سردار منظور احمد خان نوحاڻيءَ جي والد صاحب سان ٿي. جنهن ٻڌايو تہ اسان مير چاڪر خان رند جي پٽ "نوح" جو اولاد آهيون ۽ اسان ان نسبت سان "نوحاڻي رند" بلوچ آهيون.

ڪتاب جي مصنف نوحاڻين جو شجرو هن طرح لکيو آهي.



نوحاڻي قبيلو سنڌ ۾ آباد آهي. نثينگ جي برسان ڪوٽ ڪاڻيءَ ۾ ويٺل رئيس محمد خان نوحاڻي. فيصلن ڪرڻ ۽ منصفيءَ سبب سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي. جون ناتہ سنڌ جڳو مڙس بلوچستان ۾ ڪوريج ساج ڌارو امام بخش نوحاڻي آهي.

نوحاڻين جا خاص پاڙا آهن: 1. بسناڻي 2. حسني 3. حياتاڻي 4. رنداڻي 5. زنگيجا 6. سنجراڻي 7. ڪوزاڻي 8. ڪمزاڻي 9. گبراڻي 10. لاليجا 11. موراڻي 12. موساڻي 13. بنگساڻي 14. بنداڻي 15. جيئنداڻي 16. بلاڻي 17. دراڻي 18. سحاقاڻي 19. قاسماڻي 20. علوداڻي 21. سرباڻي 22. علاماڻي 23. ساماٽاڻي 24. سوراڻي 25. سيراس 26. شڪلاڻي 27. ڪلا 28. مناڻي 29. محموداڻي 30. مبارڪاڻي 31. مزراڻي 32. نوتياڻي 33. هزاراڻي 34. هوتياڻي ۽ 35. هيسباڻي

**نُــوح پوٽا:** سمن جي هڪ ذات. مخدوم نوح هالن واري جو اولاد پڻ "نوح پوٽا" سڏجي ٿو.

**نوحجا:** سمن جي ذات مان آهن.

**نودا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**نوداڻي:** جکراڻي بلوچن جو پاڙو آهي. متعلوي سيدن مان سيد نودل شاهہ عرف نودو بن سيد حسن (حسين) جو اولاد پاڻ کي "نوداڻي" سيد سڏائين ٿا.

**نودل:** هڪ مسلمان سماٽ ذات

**نوڏا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

نوڏاڻي: ڪرمتي جتن جي منهيري شاخ مان هڪ پاڙو

**نُــور:** ٻٽ فقيرن جو هڪ پاڙو.

**نُــورازئي:** مليزئي (يوسف زئي) پٺاڻن جو هڪ پاڙو

**نُـوراڻي:** سماٽي ميمڻن ۽ ڪڇ پيچ ڪان آيل ميمڻن جو پاڙو آهي. ڪتاب "بلوچ اور اس کي تاريخ" جي ص 248 تي لکيل آهي تہ مير چاڪر خان رند جي هڪڙي پٽ جو نالو سيهہ دار هو. نوراڻي ان جو اولاد آهن جن جو سجرو هن طرح آهي:



**نَــوراڻي:** مارفاڻي چانڊين جو هڪ پاڙو. هنن کي "متارا" پڻ چون ٿا.

**نَــورائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيلاني پيرن جو پڻ هڪ پاڙو.

**نَــورداڻي:** بلوچن جي هڪ ذات.

**نوردين زئي:** بارڪزئي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**نورزاڻي:** چانڊين جو هڪ پاڙو.

**نورزئي:** پناڻن جو هڪ قبيلو. هن قبيلي مان "بوغرا خان نورزئي" احمد شاهه ابدالي جي طرفان شڪارپور جو نواب مقرر ٿيو هو.

**نورسيا:** ٺٽي شهر ۾ رهندڙ ميمڻن جو هڪ پاڙو (بحوالہ: مهران نمبر 4 سال 1972ع ص. 128).

**نورمزخيل:** آفريدي پناڻن جي سيپا خيل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**نورنگ:** ڏاريجا چاچڙن (ملاح) جو هڪ پاڙو.

**نورنگاڻي:** لغارين ۽ انڍڙن جو هڪ پاڙو.

**نورنگپوٽا:** مخدوم نورالله عرف مخدوم نورنگ سومري جي پٽن جو اولاد آهن. سومرن جو هڪ پاڙو.

**نورنگ زادا:** هي سومرن جو پاڙو آهي. جيڪي مخدوم نور الله عرف مخدوم نورنگ سومري جو اولاد آهن. "تفسير تنويرالايمان" جو مصنف مخدوم محمد عثمان سومرو هن پاڙي مان هو.

**نورواڻي:** هندو قوم جي هڪ ذات.

**نورياڻي:** بگٽين جي نوتاڻي قبيلي جو هڪ پاڙو. چانڊين جي سماراڻي قبيلي جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "نورياڻي" آهي.

**نوري پوٽا:** حملاڻي برفتن جو هڪ پاڙو. چام برڙت جي پٽ همہ ڪ جي اولاد مان حسن هو. ان جي پٽ جو نالو الترڪ هو. جنهن مان "نوريپوٽا" آهن.

**نَــوڙِي:** پنهورن جو هڪ پاڙو.

**نَــوڙِيا:** غير سما ۽ غير بلوچ مسلمان آهن.

**نوزبندگاڻي:** غزيني مرين جو هڪ پاڙو.

**نوزڪاڻي:** مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**نوز ڪاڻي:** بلوچن جي هڪ ذات.

**نوساني (نوساٽي)**: سراواني بروهين جو هڪ پاڙو.

**نوستانزئي (نوسيزئي)**: الڪو پناڻن جو هڪ پاڙو.

**نوسخ جا**: مهرن جو هڪ پاڙو.

**نوشا**: ٿري ميگهواڙن جي هڪ ذات.

**نوشيرواني**: اصل ۾ ايران جا بلوچ آهن. جن جو مرڪز خاران آهي. ڊاڪٽر غلام حيدر برڙي هنن کي رندن جي پاڙن مان لکيو آهي. ڪتاب "بلوچ" جو مصنف م. ڪ پيڪولين لکي ٿو ته ايران جي بادشاهه "نوشيروان" جي لشڪر ۾ ڪجهه بلوچ قوم جا ماڻهو شامل هئا. جن ان بادشاهه جي نسبت سان پاڻ کي "نوشيرواني" سڏايو. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 85 تي لکيل آهي ته "نوشيرواني" بلوچ آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "محموداڻي" آهي. ساڳئي ڪتاب جي ص 116 تي لکيل آهي ته "نوشيرواني" ساجدي جت بلوچن جو پاڙو آهي.

**نوط بنداڻي**: لاشارين جو هڪ پاڙو.

**نوڪاڻي**: مزاري قبيلي جي رستماڻي شاخ. گورچاڻين جي درڪاڻي ۽ بگٽين جي ماسوري شاخن جي پاڙن جو هڪ نالو.

**نوڪراڻي**: چانگن جو هڪ پاڙو.

**نَـوڪـَـو**: جکراڻين جو هڪ پاڙو.

**نَــولَ**: سماٽي جت آهن. موري شهر ۾ سيالن (جت) ۽ ڪـلـين سان گڏ رهن ٿا. سمن جي هڪڙي پاڙي جو نالو بڻ "نول" آهي. پنگو ۽ سيال، نولن جا عزيز آهن. هي اصل ۾ جهنگ پنجاب کان آيل آهن. هڪ روايت موجب نول، مالهي بن سوترڪ راجپوت جي پٽ وڊول جو اولا دآهن. توانا. دولتانا. نون ۽ نول راجپوتن جي هڪ شاخ مان پاڻ ۾ عزيز ٿين. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ لکن ٿا ته نَــول. نائچ راجپوت جُو پٽ هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي پيءُ / ڏاڏي جي نسبت سان "نول" سڏايو. پيچو خان، طور خان ۽ سونهاوڻ خان. نول خان جا پاٽر ٿين. لڪ. آهير. جج. بدا. گدارا. ميڪڻ. بکر. منگواڻا ۽ سهول. نــول جو اولاد ٿين. هي چندر بنسي جاٽ راجپوت آهن.

**نَـومـريا**: سما ۽ ملاح آهن.

**نَـومڙيا**: ذات تي ڪافي ماهرن پنهنجي راءِ زني ڪئي آهي. انهن مان ذاتين جي ماهر هيوز بلز جو چوڻ آهي ته "نومڙيا" راجپوت نسل مان آهن. مولائي شيدائي جي بڻ اها راءِ آهي ته نومڙيا راجپوت نسل مان آهن. مگر جيمس ٽاڊ لکي ٿو ته "نومڙيا" اصل ۾ جاٽ آهن. اهي پاڻ ۾ نَـوَ (9) پاٽر هئا ۽ اهي نــو مــرد. "نومردي" سڏبا هئا. پوءِ نومردي لفظ ڦري "نومڙيو" ٿيو. ڪيچ کان جڏهن مڪران پهتا ۽ اتان سنڌ ۾ داخل ٿيا ـ آهي

پاڻ کي بروچ (بلوچ) سڏائڻ لڳا. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ جاٽن کي راجپوت لکيو آهي، ان بنياد تي پڻ اتفاق ڪجي ٿو تہ "نومڙيا" راجپوت نسل مان آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لکڻين مان خبر پوي ٿي تہ نومڙيا ۽ نهڙيا هڪ ئي نسل مان آهن. جيڪي برفت بہ آهن. نهڙيا، نومڙيا ۽ برفت سما نسل مان آهن. جيڪو سنڌ ۽ لسٻيلي جو هڪ ڳڏيل قبيلو آهي ۽ پاڻ کي سنڌ جي سمن جي نسل مان چوائين ٿا.

ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ڄام هوتيءَ جا پنج پٽ عيسب، لالو، ٻـرو، جاڙو (جاٽڙو) ۽ شورو هڪ غلام، هڪ ميراثي (ميراسي) ۽ ٻہ ٻيا ڄڻا. جملي نـو (٩) ونگي ولاسيءَ واري علائقي مان نڪري اچي ڪوهستان ۾ وينا. جتي اهي نُـهہ مرد (نوَ ڄڻا) "نُـهہ مردي" برادريءَ جا باني ٿيا" جنهن کي پوءِ عام لفظن ۾ "نومڙي" ۽ نومڙيا" چيو ويو.

هڪ ٻي روايت موجب ڄام هوتيءَ کان عيسب پٽ ناراض ٿي اڻَ ماٺهو لالو، ٻرو، جاڙو، ٻـتڙ، شورو، سنگهار، الهڏنو، شبان ۽ هڪ غلام جملي نوَ، ساڻ ڪري لس ٻيلي کان ٿيندا 18 صديءَ جي اخر ۾ اچي ڪوهستان ۾ وينا. جتي نون جي نسبت سان نومڙيا سڏجڻ لڳا.

مسٽر ايلس جو بيان آهي تہ نومڙيا اصل ۾ راجپوت نسل مان آهن. نومڙيا (نومردي فارسي لفظ) پـار ۾ نو پائر هئا. جي پنهنجي وڏي پاءُ عيسب (ايسب) سان راجپوتانا کان نڪري مڪران جي هڪڙي بلوڃ سردار وٽ اچي مهمان ٿيا. هڪڙي ڏينهن ڪنهن ڳالهہ تان بلوچ سردار عيسب خان جي بي عزتي ڪئي، جنهن تان پائرن ڳڏجي بلوچ سردار کي قتل ڪري ملير ۽ باران وارين زمينن تي قبضو ڄمائي، سنڌي زالن سان شاديون ڪري، اتي بينڪون جوڙي وينا. ملڪ پهڙ خان حملائي نومڙئي هڪ وڏو لشڪر تيار ڪري لسٻيلي ۾ رونجهن جي حڪومت تي حملو ڪري قبضو ڪيو. ان کان پوءِ ملڪ عزت خان گاديءَ تي وينو. هو صغير هو. جنهن ڪري سندس والده چاڳلي خاتون حڪومت سنڀالي. چند سالن بعد ڄام علي ڪٺوريا بن ڄام رين عالياڻي نومڙين کي لسٻيلي مان تڙي ڪڍيو. جن اچي ڪوهستان کي وسايو. باجي پوٽا ۽ عاقلاڻي هنن جا خاص پاڙا آهن. وڌيڪ تفصيل لاءِ "نهڙين" جو احوال ۽ شجرو ڏسڻ گهرجي.

**نُـونَ:** ٺري ملسمان سما آهن. شڪارپور طرف بہ رهن ٿا. ڪتاب "شاهان گوجر" ص 178 تي لکيل آهي تہ "نون" راجا گنج جو اولاد آهن. هي راجپوتن، گوجرن ۽ جٽن ۾ شامل آهن. هڪ روايت موجب نون مالي (مالهي) بن سوترڪ جي پٽ وڊول راجپوت جو اولاد آهن. ٺواٺا، دولتاٺا، نون ۽ نول پاڻ ۾ عزيز ۽ هڪ شاخ مان ٿين. (بحوالہ: ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ). ڪن ڏاهن جو خيال اهي تہ "نون" راجا گپت پٽي راجپوت جو اولاد آهن.

**نُـونَـاري:** لوڻ ناهڻ وارن کي چيو ٿو وڃي، جي اڪثر ڪري سنڌ جا دايا آهن. هي پاڻ کي ڪرت جي نسبت

سان شورگر، نون گره ۾ "نوناري" چوائين ٿا. هن وقت نوناريءَ جي بجاءِ پاڻ کي ذات جا "چنا" سڏائين ٿا. ايس. صادق علي، نونارين کي سمن مان لکيو آهي. ملڪ محسن علي محسن ص 5-2 تي لکي ٿو ته نوناري ۽ ناريجا سورج بنسي راجپوتن مان آهن. مان بنهي محققن جي راءِ سان اتفاق ڪريان ٿو. گوهيل، ڪنور، دلڪشٽ، زمور، اومتيا، سگال (سگارا)، سروها ۽ ڪنور هن خاندان مان آهن.

**نوناس:** چيڙ راجپوتن جي هڪ ذات.

**نونداڻي:** مهيري جتن جو هڪ پاڙو. پيروز فقير مهيري هن پاڙي مان هو.

**نوندڙا:** سمن جي هڪ ذات.

**نُوندا:** سمن جي هڪ ذات.

**نَونداڻي:** رندن جو هڪ پاڙو.

**نَونڪاڻي:** عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**نون گره:** سما ۽ نوناري آهن. لوڻ ٺاهڻ جي ڪري "نوڻ گره" سڏجن ٿا.

**نَوڻ ڪَتا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نُوهاڻي (نُوهاني):** سنڌ جا اصل سما آهن. هتان لڏي وڃي ايراني مڪران جي "باهو" واري علائقي ۾ وينا آهن. جتي ڪين "لغوري" ۽ "نوهاني" چون ٿا. ڪتاب "پنجاب ڪ ذاتين" ص 125 تي لکيل آهي ته "نوهاڻي" سوري لنڊن جو هڪ پاڙو آهي.

**نُوهريا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نوهڙ:** نهڙين جي شاخ "انڙ پوتا ڏورتن" جي هڪ نک جو ن

**نَوهڪاڻي:** هوت بلوچن جو هڪ پاڙو.

**نوهت زئي:** مينگلن جو پاڙو.

**نوهڪ عيسواڻي:** غزيني مرين مان آهن.

**نوهيئڙا:** هڪ غير سماٽ ۽ غير معروف ذات.

**نوئڙو:** سمن جو هڪ پاڙو (ساهڙ). ٿر ۾ رهن ٿا.

**نوياڻي:** جهلاواني بروهي آهن.

**نِهارا:** پنجاب کان آيل جٽ مسلمانن جو هڪ پاڙو.

**نِهاڙي:** برفتن جو هڪ پاڙو.

**نهال:** راجا جئيہ چند جي اولاد مان چندربنسي راجپوت مسلمان ۽ هندو آهن. بودلا ۽ چوهاڻ هنن جا سوٽ ٿين. هي رانوڙ بہ سڏجن ٿا. ڪن ڏاهن جو خيال آهي تہ نهال ۽ بودلا، راجا اندوترا راجپوت جي اولاد مان آهن.

**نِهالاڻي:** گورچاڻين جي لَشاري قبيلي جو هڪ پاڙو. جمالين، ٽالپرن، ڪرمتين (جماري) ۽ ٿهيمن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "نهالاڻي" آهي.

**نهالواڻي:** ڪوسن جي سلمن پاڙي مان آهن.

**نِهاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نَهراڻي:** لغارين ۽ جمالين جو هڪ پاڙو.

**نَهروي:** جن کي ناروئي بلوچ بہ چون ٿا، هي ريگستان ۽ ميدانن جي رهڻ وارا بلوچ آهن. هنن جو اصل وطن بلوچستان جو ريگستاني ۽ ميداني علائقو نوشڪي، قلات ۽ سيستان آهي. هينري پاٽنجر ڪتاب "سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر" ۾ هن بلوچن جا ست پاڙا رخشاڻي (سردار محراب خان) ساجدي (سردار مير شاهسوار) خاسوگي، ڪرد يا شهيدي (سردار الفت خان)، مينگهہ يا مند (سردار شهسوار خان)، اربابي (سردار شاه محراب خان) ۽ ملڪا (سردار عيسيٰ خان) لکيا آهن.

ڪتاب "بلوچ" ۾ نهروي بلوچن جا پاڙا هن طرح لکيل آهن. 1. اربابي 2. رخشاڻي 3. راڪمني 4. خوساجي 5. سنجري 6. ڪورد 7. ۽ مالڪي 9. من

**نَهَريَا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نَهَڙَ:** ملاح ۽ سما آهن.

**نَهڙا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. ٺٽ ۾ رهن ٿا.

**نَهڙي (نُهڙي):** ٺٽ جا سما آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. آٽا 2. آمر 3. آيا 4. پَلَ 5. پميا 6. ڏارا 7. ڏرٽ 8. ڏيسر 9. ڏورا 10. ابراهيم پوٽا 11. چارڻ 12. خان 13. هالا 14. ڪاهڙ 15. ڪوراڻي 16. لاڪا. 17. محرم پوٽا 18ميان 19. مُرا 20. اونا 21. پلي 22. پسايا 23. راهو 24. راجا 25. راڻي 26. ساهڙ 27. آري 28. اجا 29. انڙ 30. انڙپوٽا 31. بابڻ 32. بيسا 33. پوٽ 34. ٽاريٺا (مُورا) 35. پهوڙ 36. جراڙ 37. جعفر 38. جماريا 39. جوٺا 40. چاندا 41. حسن 42. دورا 43. ديٺا 44. راور 45. راهو (راهواڻي) 46. سارنگ 47. ڪالهڻ 48. ڪَرن 49. ڪنڙ 50. ڪورم 51. گجڻ 52. لومڙيا 53. ماڪيا 54. متواڻي 55. منهين 56. مهراڻ پوٽا 57. ميئن پوٽا (ميئن) 58. نندا 59. نوهڙ (اونا) 60. نيتا 61. ويسا 62. هاشم ۽ 63. هوتي. روايتن موجب نهڙي ملاحن ۾ شامل آهن.

**نُهڙِيا:** اصل ۾ راجپوت نسل جا آهن، جيڪي پاڻ کي سنڌ جا سماٽ چوائين ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان

بلوچ ڪتاب "بيلاين جا ٻول" ۾ لکيو آهي تہ نهڙيا ۽ نومڙيا هڪ ئي نسل مان آهن. جن کي برفت بہ چون ٿا. هي سنڌ ۽ بلوچستان جو هڪ سڏريل قبيلو آهي. جيڪي پاڻ کي سنڌ جي سمن جي نسل مان چوائين ٿا. ونگائي ۽ بيلائي هنن جا خاص پاڙا آهن. جن سان ميان غلام شاھ ڪلهوڙي چوٽ ڪاڏي هئي.

هيوز بلز. جيمس ٽاڊ. مولائي شيدائي ۽ ٻين مورخن جي پڻ اها راءِ آهي. بلوچستان ۽ مڪران جي ميدن جا پاڙا چل مارزئي ۽ جلارزئي پاڻ کي نومڙيا ۽ نهڙيا نسل سان نسبت ڏيکارين ٿا ۽ پاڻ کي لاسي بہ چوائين ٿا. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 75 تي لکيل آهي تہ "زهري" بہ هنن مان آهن.

پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ" ۾ نهڙين جو جيڪو شجرو لکيو آهي اهو اڻپورو آهي. اهو هن طرح آهي.




هڪ ٻي روايت موجب هي سمات آهن. جام سندن وڏو هو. جنهن جو پٽ سمون هو. ان سمي جي پٽ جو نالو جودار هو. جنهن کي جد پٽ هو. جد جي پٽ جو نالو نوتيار ۽ ان جي پٽ جو نالو "نهڙيو" هو. ان نهڙئي جي اولاد پاڻ کي "نهڙيا" سڏايو جنهن جي نسل مان "برفت" آهن. جديد تحقيق موجب برفت. ٻرا. نومڙيا ۽ نهڙيا هڪ ئي نسل مان آهن. جن جا چڱا مڙس "ملڪ" سڏجن ٿا. ڪوهستان وارا ملڪ نومڙيا / نهڙيا / برفت آهن. جن جو سڏاريل شجرو "ن" عنوان جي آخر ۾ ڏسندا.

**نَـهـيـا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نُـهيري:** ٺٽ ۾ آباد مسلمانن جي هڪ ذات. جي پاڻ کي ارباب بہ سڏائين ٿا.

**نيارا:** سونارن جي هڪ ذات. سونارا سون ناهڻ کان پوءِ جيڪو (ردي مال ڪچرو) ڦٽو ڪن ٿا. ان کي هي صاف ڪري وري سون ناهين ٿا. ان ڪري "نيارا" سڏجن ٿا.

**نياڙي:** حملائي برفتن جي راڄ مان آهن. رندن ۾ پڻ "نياڙي" پاڙو آهي. هي ڪراچيءَ ۽ ڪوٽڙي ۾ رهن ٿا.

**نِـيازي:** افغاني پٺاڻن جي لوڌي خاندان جون ٽي شاخون سياني. دوتاني ۽ نيازي آهن. نيازي انهن لوڌي پٺاڻن مان آهن. سندن خاص پاڙا آهن: 1. اسحاق 2. سوهنگ 3. ڪندي 4. متاني ۽ 6. خاص.

**نِـيازي خيل:** غلزئي پٺاڻ جو هڪ پاڙو.

**نيامئيزي:** شيدين جي هڪ ذات.

**نياوي:** هندستان جو هڪ خانہ بدوش وحشي قبيلو. سنڌ جي پرائين حدن ۾ رهندڙ

**نيتا:** نهڙين جي راهوائي شاخ جو هڪ پاڙو.

**نيپال:** پٽي راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**نيجڙا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**نيچاري:** بلوچن ۽ بروهين جو هڪ قديم قبيلو. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 80 موجب نيچاري، بلوچن، بروهين ۽ جتن جو گڏيل قبيلو آهي. جيڪي نيچاري علائقي ۾ رهڻ ڪري "نيچاري" سڏجن ٿا. جن مان سردار بنگل خان مهربان هو.

**نيچرائي:** جتوئي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**نــيـَـرَ:** سمن جي نره خاندان مان آهن.

**نــيــرَ:** سما آهن.

**نــيرائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**نيروپ:** سورج بنسي راجپوتن جي هڪ شاخ.

**نيڪ زئي:** خرشيون پناڻن جو هڪ پاڙو.

**نيڪوڪار:** جهنگ جا رهواسي آهن. پاڻ کي هاشمي قريشي چوائين ٿا.

**نيگواري:** رخشاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**نيلڙ:** مينگهواڙن جي هڪ ذات. ٿر ۾ رهندڙ.

**نين:** پٽيالہ کان لڏي آيل "جـٽ" آهن. آرائين ۾ پڻ آهن. هي چندربنسي راجپوتن مان آهن.

**نينار:** مسلمان ۽ هندن جي هڪ ذات. هي اصل ۾ اهيوپال هندن مان آهن. نينار جي معنيٰ سردار آهي.

**نينگو:** برهم کترين جي هڪ نک جو نالو.

**نيٽوائي:** هندن جي هڪ ذات.

**نــيهلائي:** گورچاڻي بلوچن جي دُرڪاڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو.

# نائچ قبيلي جو شجرو



عدنان

معد

نزار

مضر

الياس

مدرك

خزيمه

كنان

نضر

مالك

فهد

غالب

لوي

كعب

مره

كلاب

قصي

مغيره

عبدالمناف

هاشم

زبير ماها


ماها
زبيرماها
راجا يوج
راجا سورج مگهي
راجا ڪرن
راجا چندن ماهان
راجا ڪواسنگ
راجا بالذا
راجا رويشي
راجا هميسي
راجا مولراج
راجا چالڪ
راجا پنوار
راجا چوهاڻ
سوترڪ مالي
راءِ وينون راوي
پنسي
وڏهول
سليمان
حُسن
ماهلي
پتو
ڏهر
نائچ
شجراهه
لانگاهه
پچو
سونهاوڻ
نَـوَل
طورخان

# نومڙين / نهڙين جو شجرو (ڪوهستان جا مَلڪ)





پلہ
جام هوتي
جام چندو
جام هوتي
(هي نو ڄڻا (نو مردي) سنڌ ۾ آيا ۽ نومڙيا سڏجڻ لڳا)
لالو / لالا
ٻرو/ ٻره
جاڙو
جام عيسب
شورو
ميراثي
هڪ غلام
دوست
دوست
اولاد لالاڻي)
(اولاد ٻرا)
اولاد شورا)
. جام بو الفتح عرف برفت خان
همرڪ
ڪارو
جام بادين
خيبرڪ
جام آري بدو
شاهو
موجي
پڳدار
عاقلاڻي
ڏاڏر
جوکيا
شاهوڪ/شاهڪ
موچيجا
عيسب
جام جمرڪ
مهندو
ڦهيرو
دودو
ٻرو
حسن
حسن
(اولاد حسناڻي
جام آري
منبڙه
الترڪ
سپوتو
منڊرو
سڄڻ
موجي
ماندڙا
نوري پوتا
ڪنداراڻي
ماڏوڙا
برپاڪر
اسحاق پوتا
جام بادين
جام ٻاٻڙو (جو ٻاٻڙا)
جام لهار (هڪ وڏو درويش)
جام حمل
مردوئي مينگل
ملڪ دودا خان
لهاراڻي
(جد حملاڻي)
(باني ٿاٿو بولا خان
ملڪ صفر خان
جام مرجوڪ/ جام همروڪ
اوٺيمان
چاڳلو
ملڪ بولا خان (اول)



ملڪ حيدر خان
ملڪ بولا خان (دوم)
ملڪ علي بخش خان
(ٻاٻڙا)
جام ڪينهون خان / ڪيو
جام جمروڪ / مرجوڪ
ملڪ مريد
ملڪ ڪانيو خان
ملڪ نور الدين
ملڪ پهاڙ خان / پاهڙ خان / پهوڙ خان
ملڪ عزت خان
ملڪ صوبدار خان (اول)
چاڳلي پوٽا
(دهليءَ ۾ قيد ٿيو هن کي مَلڪَ
جو خطاب مليو)
وليداد
حاجي
ديگي خان
سريو خان
ڏيناڻي جيئند پوٽا ۽ پنيلڏي پوٽا
اوٺيمان پوٽا
محمد خان
ملڪ احمد خان (باني ٽاٽو احمد خان)
پاهڙ خان
ملڪ سردار خان (اول)
عزت خان
ميرداد خان
عيسيٰ خان
عيسب خان
ابراهيم
(لاولد)
(لاولد)
ملڪ صوبدار خان (دوم)
امين خان
رحيم خان
ملڪ سردار خان (دوم)
(نهڙيا – نومڙيا برفت – حملاڻي قوم جو ملڪ ۽ سردار
وفات 1341هه)
ملڪ صوبدار خان (سوم)
مير شير دل خان
مير شاهنواز خان
ملڪ سردار خان (سوم)
مير نور محمد خان
مير علي احمد خان
مير انور خان
مير نصير خان
قمر الدين
مير محراب خان
(لاولد)
(لاولد)
سر بلند خان
محمد خان
غلام مصطفيٰ
اعظم خان
شمس الدين
علاؤالدين
اڪبر
صفدر


ملک سکندر خان
میر اجمل خان
میر حبیب اللہ خان
منور خان
امان اللہ
بدر الدین
ملک اسد سکندر خان
ملک شاہنواز خان
سکندر عرف پنھل خان

# و

**واٽـڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**واٽو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**واٺهڙا:** وانر (رانوڙ ونس) هندن جي هڪ ذات.

**واٽيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هنگورجن جي پرسان وينا آهن. بيلارن (سومرا) ۾ پڻ "واٽيا" اهن. چون ٿا تہ بيلارن جي هڪ عورت واٽ ويندي ٻار ڄڻيو هو. تنهن ڪري هي واٽيا سڏجن ٿا.

**وادي خيل:** پٺاڻن جو هڪ پاڙو. هي ٻابر جي چاچي حبليءَ جو اولاد آهن. اڪثر ڪري ڪابلي پٺان سڏجن ٿا. الغ بيگ هنن جي مٿان ظلم ڪيا هئا.

**واڏاڻي:** خيرپور ميرس ۾ خوجا رهن ٿا. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو "واڏاڻي" آهي.

**واڏڙجا:** راڄپرن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو.

**واڏواڻي:** هندن جي هڪ ذات. هي هندن جي "پناڻ" نک مان پناڻن جو اولاد آهن. "پوپٽ" نک مان پڻ "واڏواڻي" آهن.

**واڍا:** ڪاٺ جو ڪم ڪرڻ وارن کي واڍا چون ٿا. جيڪي ذات طور واڍا، سوٿار، سوٿهڙ، ڍکڻ، درودگر ۽ نجار سڏجن ٿا. رگ ويد واري زماني کان هي ذات جا واڍا اهن. هنن جو ذڪر منڊل ناٿين ۾ ٿيل آهي. هن وقت هي سومرا بہ سڏجن ٿا.

**واڍاڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا. (بحوالہ اميد علي سنيو) ڪرمتي جتن جي "لجيرا" شاخ مان پڻ "واڍاڻي" هڪ پاڙو.

**واڍيا:** سمن جي هڪ ذات.

**واڍيلا:** سمن جي هڪ ذات. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان بلوچ آهيون. ڪراچي ۽ ان جي آسپاس رهن ٿا.

**وارثي:** هندستان کان لڏي آيل مهاجرن مان آهن.

**وارسو:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**وارسيا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو پاڙو. ٿر ۾ رهن ٿا

**وارٽا (وارٽو):** مگڻهار فقيرن جو هڪ پاڙو.

**وارٽوٽا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**واڙسوار:** مينگهواڙن جي هڪ ذات. ٿر ۾ رهندڙ

**واسا:** سمن جو پاڙو.

**واسيا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات

**واسطي:** سيد آهن. عراق ملڪ جي واسط شهر سان واسطو رکڻ ڪري، واسطي سڏجن ٿا.

**واسڻ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**واسو (واسا):** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو. گهوٽڪي ۽ پنو عاقل طرف رهندڙ.

**واسواٽو:** هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي، ضلعي نوشهرو فيروز ۾ سندن ڳوٺ آهن. دوڙ جي پرسان جمالي وينا آهن. انهن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "واسواٽو" آهي.

**واسَواٽي:** هندن جي هڪ ذات. هي "موٽڻ پوتا" ۽ "مجر" نک مان آهن، جيڪي واسومل جو اولاد آهن. موتياٽي هنن جا نکڙيا سوٽ ٿين. رسالي سندر ساهت 1924ع جو ليکڪ ديوان ميلارام هن خاندان مان هو

**واسِواٽي:** ڪولاچي رندن جو هڪ پاڙو.

**واسوچا:** هندن جي هڪ نک جو نالو.

**واسوواٽا:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**واسيا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**واطَـٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**واگهه:** چيتي شينهن کي "واگهه" چون ٿا. بيڙين هڪلڻ وارن ملاحن جي هڪ ذات. جيڪي چيتي شينهن جهڙي چالاڪي، رفتار ۽ سگهه رکندڙ هئا. ان ڪري کين "واگهه" چيو ويو.

**واگها:** سمن ۽ ملاحن جي هڪ ذات. غير سماٽ ۾ پڻ ذات جا "واگها" آهن. هي جيڪب آباد ضلعي ۾ رهن ٿا.

**واگهاٽي:** جتن جو هڪ پاڙو. هي ننيار جت آهن.

**واگهري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**واگهريو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**واگهڙ:** هي سماٽ ذات آهي. هنن مان عبدالجلال واگهڙ، پني عاقل وارو، ڏور ٻيٽن جو سگهڙ نهايت مشهور هو.

**واگهڙيا:** هندو ڳـرڙن جي هڪ ذات.

**واگهورا:** سودا ذات جو هڪ پاڙو.

**واڳهوريا:** سماٽ ۽ غير سماٽ ۾ ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**واڳهيرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي "واڳون" جو شڪار ڪندا هئا.

**بيت:** وچ ۾ واڳهيرن جي، چارئي پهر چال. (سامونڊي _ شاهہ)

**واڳهيري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**واگهيل:** سولنگي راجپوتن جي هڪ شاخ جو نالو.

**واگهيلا:** ڪتاب "شاهان گوجر" ص 175 تي لکيل آهي تہ "واگهيلا"، گوجرن جي ذات آهي. ڪن ڪن جاين تي هنن کي "باگهيلا" پڻ چون ٿا. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "واگهيلا" آهي. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**وال:** چوهاڻن جي هڪ ذات (گول وال).

**والڙا:** سمن جي هڪ ذات.

**والڙهيا (والڙيا):** مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**والڪڙي:** سما ۽ ملاح آهن.

**والوٽ:** مير جتن جو هڪ پاڙو.

**والهوٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**والهيرا:** مگڻهارن جو هڪ پاڙو. مشهور لوڪ فنڪاره مائي ڀاڳي هن ڪيڙ مان هئي.

**واندوجا:** جيسلمير ڪان آيل هندو "پاٽين" جي هڪ نک جو نالو. هن نک مان "لالُ" ۽ "لالابنگلاڻي" نهايت مشهور آکهون آهن.

**وانرا:** هي رانوڙ راجپوتن (ونس) مان آهن. سينڌل، سوڙ، ڪرمسوٽ، ڏارويا، ٿو نبليا، واڻهڙا، روندا، پالوٽ، راجگا، ڪوکر، مونيا، دليا، پيٽڙ، جوگل، سيواريا، ڪودتوڙ، سينا ۽ بالا وغيره هنن مان آهن.

**وانهان:** هندو ڌرم سان واسطو رکندڙ سري رامچندر جي پٽ "ڪشن" جو اولاد آهن، جيڪي اڪثر ڪري حلوائي، پڪوڙائي، پوڳڙي لوهار، ناٺارا ۽ سونارا آهن، جيڪي "آڳڙيا" بہ سڏجن ٿا. "وانهان" سنسڪرت جي لفظ وهنيءَ جو بگاڙ آهي، جنهن جي معنيٰ "باهہ" آهي. ان مان "وهنيان" ۽ "وانهان" نهيو. باهہ تي ڪم ڪرڻ ڪري "وانهيان" سڏجن ٿا.

**وانهون:** هندن جي هڪ ذات. هي اڪثرڪري پوڳڙي بہ سڏجن ٿا.

**واڻيا:** هندو واپارين کي "واڻيا" چون ٿا. هنن کي بنيا، ڪراڙ، لوهاڻا ۽ بقال (باقري) بہ چوندا آهن. هي وياج تي رقم ڏيندا آهن ۽ ٿر ۾ ان ماڻيندا آهن. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "واڻيا" آهي. هي راجپوتانا

ڪان آيل آهن. هي مهاديو ۽ ديويءَ جي پوڄا ڪن ٿا. رامديو سندن پير آهي.

**واٽيچا:** سمن جو هڪ پاڙو. تعلقي سيوهڻ جي باجارا ڳوٺ ۾ سندن ڪجهه گهر آهن.

**وَاوَا (وانهان):** هندن جي هڪ ذات.

**واوري:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**واوڙيا:** مينگهواڙن جي هڪ ذات. ٿر ۾ رهندڙ.

**واهرا:** سومرن جي هڪ ذات، جن جو واسطو لسٻيلي جي موندرن ۽ چامن سان پڻ آهي. پن واري، حب ندي، ڪراچي ۽ بدين جي آسپاس رهن ٿا. اڪثر ڪري ڪاٺ ۽ رنگسازيءَ جو ڪم ڪن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. اسحاق پوٽا 2. براهيم پوٽا 3. پيراناڻي 4. خاڪواڻي 5. ساڪپوٽا 6. عبدالياڻي 7. عيسيٰ پوٽا. 8. موساپوٽا. 9. نماڻي

**واهرڪيا:** هڪ سماٽ ذات.

**واهَلا:** سهتن جي هڪ ذات.

**واهِلا:** بدون هڪ خانہ بدوش مسلمان قبيلو آهي، واهلان ان جو پاڙو آهي. هي ڏيڏر، مگر مڇ ۽ ڪڇون کائين ٿا. مرد حُقا ناهين ٿا ۽ عورتون سڳيون هڻن ٿيون.

**واهند:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**وَاهڻ:** هندن جي هڪ ذات.

**واهُوجا:** واهن تي آباد ٿيل ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وَاهوجا:** سما ۽ ملاح آهن. ابڙن ۾ شمار ٿين ٿا. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ رهندڙ.

**واهونداڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. واهن مان مڇي ماري گذر سفر ڪندا آهن.

**وَائوري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وائوڙيا:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**وائون:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وائين (وائن):** پٽي راجپوتن جي هڪ ذات.

**وَتَائِي:** ڀينو فقيرن جي هڪ ذات.

**وتڻاڻي:** چارڻ فقيرن جو هڪ پاڙو. هن پاڙي وارا اصل ۾ ٺلٽيءَ جي پرسان بخاري پير تي ڳاڏهي سراين جا وينل هئا.

**وَتوزئي:** خرشيون ۽ ڪيراني پناڻن جي هڪ ذاب.

**وتِياڻ:** هندن جي "نانگديو" نک مان هڪ آکهہ. سباهيملائي ۽ مائيداسائي هنن جا عزيز ٿين.

**وٺونيا:** وورا قوم جي هڪ ذات.

**وَٽُو:** پنجاب کان آيل غير سمات ذات آهي. هنن جو واسطو اعوانن ۽ پٽي قبيلي سان آهي. هنن کي جـــت بـہ چون ٿا. مسٽر اوبرائن جو چوڻ آهي تہ ڇيڙ. پٽا ۽ وٽو سورج بنسي راجپوتن جو اولاد آهن. هڪ ٻي روايت موجب پٽي راجپوتن جي دوسل، سلواهن، اڇل ۽ جيبال جي اولاد مان آهن. هنن جي وڏي لکي خان. بابا فريد جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو. ڊاڪٽر لال بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ جي لکڻ موجب "راجپوت" حضرت سنڌ جو اولاد آهن، ان ڪري راجپوتن (لقب) جو اولاد سمات سڏائي سگھي ٿو. هڪ ٻي روايت موجب هي راجا رنبير ۽ راجا ونوير (بهال خان) جو اولاد آهن.

**وڻائي:** ڪرمتين جي رہائي جتن جو هڪ پاڙو.

**وَنـَـڙ:** ٿري هندن جي هڪ ذات. هي مهيشوري خاندان مان آهن.

**وَجـَـهہَ الدين:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**وجهہ الدين پوٽا:** سيدن مان آهن. هي سيد حسين شاهہ عرف وجهہ الدين جو اولاد آهن.

**وِڇـَـلا:** جتن جي هڪ ذات. سندن اٺ اهڙا تہ تکا هوندا هئا. جهڙي وڄ جنهن وجهہ تسميہ سبب پاڻ بہ "وڇلا" سڏجڻ لڳا.

**وِچاڻـِـي:** پٽن ۽ برن جو هڪ پاڙو. خيرپور ميرس ۾ سُـني خواجا رهن ٿا. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "وچاڻي" آهي.

**وداڻـِـي:** گورچاڻي بلوچن جي هلواڻي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**وَڏا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ سندن ڪجھہ ڳوٺ آهن.

**وَڏاڻـِـي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وَڏڙيا:** راڄپرن ۽ ملاحن جي هڪ ذات. ٺٽي ضلعي جي کاري واري علائقي ۾ رهن ٿا

**وَڏڻ پوٽا:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو. هي خيرپورميرس ضلعي ۾ رهن ٿا.

**وَڏيا:** سما ۽ ملاح آهن.

**وَڏيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وڏاک:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وڏپاڳيا (وڏپـڳيـا):** ڪلهوڙن جو هڪ پاڙو.

**وڏڻ:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**وڏهـرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وڏهـرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وڏرا:** جتن ۽ اوسواڙ هندن جي هڪ ذات.

**وڏيراڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٺٽي ۾ رهندڙ

**وڊڙيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وڊو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وڊول:** راجپوتن جي هڪ شاخ. هي جاٽ (جـت) آهن. جيڪي مالي (مالهي) بن سوترڪ جو اولاد آهن. گوجر، پرمار، رائي وينون (رائي)، سليمان رائي، حسن رائي ۽ پنسئي رائي هن جا پائر تين. هڪ ٻئي حوالي موجب نـول، نـون، تـوانا ۽ دولتانا هن جو اولا دآهن.(بحوالہ: ڈاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ چاموٽ حاجي خان چاچڙ.)

**وراجاڻي:** ڪرمتي جتن جي لجيرا شاخ جو هڪ پاڙو.

**وراڻي:** مارفاڻي چاندين جو هڪ پاڙو.

**ورايا:** سما ميمڻن جو هڪ پاڙو.

**ورتـيا:** هندن جي هڪ ذات، ٺر ۾ رهن ٿا.

**وربنيا:** هندو گـرڙن جي هڪ ذات.

**وردڪ (وردگ):** غلزئي پٺاڻن جي هڪ ذات.

**وردلي:** اصل سنڌ جا سومرا آهن. واڍڪو ڪم ڪندڙ آهن. گهڻو وقت اڳ سنڌ ڪي ڇڏي وجي مڪران ۾ آباد ٿيا آهن.

**وردوئي:** هندو ڪترين جي هڪ ذات.

**ورر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ورڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. انڙن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ورڙ" آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب "ورڙ" سنگلي عرف سنهالي راجپوت (جاٽ) جي پٽ ڪانيا جي پٽ جو اولاد آهن. سيال، ملاڻو، ورڙ، ٻڙيال ۽ سنگڙيال ٻاڻ ۾ پائر تين.

**ورسا:** دل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**وَرَسٽيا:** پينسين بن ڏهر جي اولاد مان آهن. پنيرو، پاٿوي، ڳاهو، پسيو، سپڙ، جوٺو، بتڙ، لوڊر ۽ اوڊر هن جا پائر آهن. تفصيل لاءِ "جوٺن" جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**ورغ ريمڪاڻي:** بگٽين جي هڪ ذات.

**وَرَڪَ:** جٽ راجپوت قبيلي جو هڪ پاڙو. هنن جو مورث اعليٰ ورڪ، منهاس قبيلي جي باني "ملهن نمس" مان هو. جنهن جٽن مان شادي ڪئي هئي، جنهن ڪري "ورڪ" جٽ سڏجڻ لڳا.

**ورَڪَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جتن ۾ پڻ آهن.

**وَرڪَ:** پٺين جي هڪ ذات.

**وَرَڳَ:** سرائي قبيلي جو هڪ پاڙو. سڪرنڊ تعلقي ۾ رهن ٿا.

**وَرَلَ:** مينگهواڙن جي هڪ ذات، ٿر ۾ رهندڙ.

**وَرناڻي:** لنگهن جي هڪ ذات.

**وَرندَ:** **(ورِند)**: هڪ غير سماٽ ذات.

**وَرَنِڍ:** هندو رانوڙ راجپوتن جي هڪ ذات. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**وَروٺاڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٽنڊي محمد خان ۾ رهن ٿا. (بحوالہ : اميد علي سنيو)

**ورَهَ:** سما ۽ ملاح آهن.

**وَرهاءَ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**وَرهَيا:** ملاح آهن، انڙ بن لاکي جي پٽ جو نالو "ورهيا" هو، هي ان جو اولاد آهن.

**وريا:** جٽ قبيلي جو هڪ پاڙو. مڱرين ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**وريام:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**وَرياماڻي:** هڪ سماٽ ذات. عمرڪوٽ ۾ رهن ٿا. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان خاصخيلي آهيون. اسان جو واسطو بنو عجلان سان آهي. سنڌ ۾ اسان جو مورث اعليٰ شهزادو وريام بن بچو بادشاهہ بن وريام اول آهي. سنجهوري وارو فقير محمد بچل ۽ فقير وريام هن خاندان جا باقيات آهن.

**وَرَياڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**وَرياڻي:** ڪلوڙن جو هڪ پاڙو. ڪرمتين جي جماري، مرگهر ۽ جانوري شآخن جو پڻ هڪ پاڙو.

**وَرياهہ:** سمن جي هڪ ذات. هنن ماهہ "جيو" ورياهہ نهايت مشهور هو، جيڪو سلطان ناصرالدين قباچہ جي دؤر ۾ "وڳهہ ڪوٽ" جو راڻو هو.

**وَريھہَ:** سما آھن.

**وڙائچ:** راجا ڪرن سورج بنسي جي وڏي پٽ جو نالو ”وڙائچ“ هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا ”وڙائچ“ سڏايو (بحوالہ: ڪتاب شاهان گوجر). ڪتاب ”پنجاب ڪي ذاتين“ ۾ لکيل آهي تہ هي ڊوڊي جٽ جو اولاد آهن. محمود غزنوي هنن کي گجرات ۾ ۽ جلال الدين فيروز شاهہ کين حصار ۾ آباد ڪيو.

**وڙيل:** ساندن جو هڪ پاڙو.

**وزيراڻي:** هندن جي هڪ آکهہ. جڳ مشهور وڪيل نيچلداس نٿوي هن آکهہ مان هو.

**وزيري:** پٺاڻن جو هڪ آزاد قبيلو، جن جو واسطو هزاروي پٺاڻن سان پڻ آهي، خزر پٺاڻ کي ٽي پٽ موسيٰ، محمود ۽ گربز هئا. محمود جي اولاد پاڻ کي ”وزيري“ سڏايو ۽ بيا ڏاڏي جي نالي سان ”خزري“ مشهور ٿيا. هڪ ٻئي حوالي موجب وزيري پٺاڻ، ڪڪئي (خاخائي) جي پٽ سليمان جو اولاد آهن، جن کي ”لالئي“ پڻ چون ٿا.

**وزيري احمد زئي:** پٺاڻن جو هڪ قبيلو، هنن جو واسطو مهند ايجنسيءَ سان آهي.

**وَساڻ:** سنڌ جا سما آهن، جن جو واسطو جوڻيجن، سمن ۽ انڙن سان آهي. هنن جو شجرو هن طرح آهي:



**وَسائي پوٽا:** سمن جو هڪ پاڙو. ٺٽ ۾ رهن ٿا. چانڊين ۾ پڻ آهن. چانڊين وارا وسائي پوٽا (پوٽڙا) ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي خاص خليفي شاهه وسائي چانڊيي جو اولاد آهن. هن ڪيتر جا خاص پاڙا آهن: 1. داداڻي 2. رحمعلياڻي 3. رحيم خاناڻي 4. سلطاناڻي 5. فتواڻي 6. ڪرملياڻي 7. گلبيگاڻي 8. مناڻي ۽ 9. ميرڻائي.

**وَسايا:** سمن ۽ ملاحن مان آهن.

**وسرياڻي:** برهماڻي برن جو هڪ پاڙو.

**وِسِــطڙا:** سما ۽ ملاح آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب وسطڙا، سهتن جو پاڙو آهي. هن وقت هڪ ذات طور سڏجن ٿا.

**وسنداڻي:** (ڏيسراڻي) جوکين جو هڪ پاڙو.

**وسنوئي:** جاٽن جو هڪ پاڙو. تعلقي ننگر پارڪر ۾ ڳوٺ پاٽئيون ۾ هنن سان ملاقات ٿي.

**وَسَڻ:** ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ هوٺي بن انڙ کي ارڙهن پٽ هئا. جن مان مبيجو، وسڻ، بهڻ، جيسر ۽ مورو سڳا ڀائر هئا. بهڻ جي اولاد پاڻ کي "وسڻ" سڏايو. وڏيڪ لاءِ بهڻن جو شجرو ڏسڻ گهرجي. مگرين ۾ پڻ "وسڻ" آهن، هي ٺٽ ۾ رهن ٿا.

**وَسَـٽا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وَسٽاڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**وَسو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وَسواڻي:** جمالين، جتن ۽ ڇهڙن جو هڪ پاڙو.

**وِشنا:** هندن جي هڪ ذات. مڇي ۽ گوشت نہ کائيندا آهن.

**وشنوهو:** هندو برهمڻن جي هڪ ذات. مڇي ۽ گوشت کان پرهيز ڪن ٿا. ولبچاري، راماننديءَ سوامي نارائڻ هنن مان آهن.

**وشيو:** هڪ سمات ذات.

**وقاصي:** حضرت ابن وقاص صحابيءَ جو اولاد آهن. سنڌ ۾ رهندڙ وَڪَا چون ٿا تہ اسان ان جو اولاد آهيون، معلوم ٿئي ٿو تہ سندن دعوا درست نہ آهي.

**وَڪا:** سمن جي هڪ ذات. ڪن جو چوڻ آهي تہ هي "باريچا" آهن. وڪا چون ٿا تہ اسان ابن وقاص صحابيءَ جو اولاد آهيون، ان ڪري اسان "وقاصي" بہ سڏجون ٿا.

**وڪڙا:** هڪ مسلمان سمات ذات.

**وَڪَـڙائي:** ٻـرڙن جو هڪ پاڙو.

**وِڪيـا:** سمن جي هڪ ذات. تاريخ سجاول از عزيز جعفراڻي جي لکڻ موجب "وڪيا". ملاح ۽ مهاڻا آهن. جن جا گهڻا گهر سجاول ۾ آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب هي سميجا آهن. هي تاجيو پٽ پاٺو جو اولاد آهن. تاجيو کي ٻه پٽ وڪيو، ويڌو ۽ پسايو هئا. وڪيو جو اولاد "وڪيا" سڏجن ٿا. ڪي ننڍن کي جام انڙ جو اولاد چون ٿا. ڄمڪو ڪيرٿي گڊ جو حاڪم هو.

**وڪيا درس:** مگرين جو هڪ پاڙو.

**وِڪيو:** سمن جي هڪ ذات.

**وڪيي پوٺا:** مگرين جي هڪ شاخ. ٺـٽا ۽ آتلا، هن شاخ جا پاڙا آهن.

**وِڳا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وِڳَـڻ:** سمن جي هڪ ذات. هي آبڙ ۾ اچن ٿا. هنن جو چوڻ آهي ته اسان "يمني" آهيون. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1. آدماڻي 2. اميناڻي 3. تماچاڻي 4. جماڻي.

**وگهامل:** هي ڏکڻ، واڍا ۽ ٻبر سڏجن ٿا. ايس صادق علي هنن کي "سما" لکيو آهي.

**وگهڙ:** سمن جي هڪ ذات.

**وگهڙَ:** سمن جي هڪ ذات.

**وِگهمل:** گهڻ ذات وارا سرائي آهن.

**وِگهيـا:** سمن سان واسطو رکن ٿا. اڪثر ڪري ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا.

**وگَر:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**ولا.** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**وَلاساڻي:** لاشارين جي منڌير شاخ مان هڪ پاڙو.

**ولاسيا:** جتن جو هڪ پاڙو. پکي راڄ هنن جا چڱا مڙس ٿين.

**وِلاسيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪاري ۾ رهن ٿا.

**ولاٺا:** ولاٺو لفظ جي معنيٰ آهي. شڪاري. ولاٺا مسلمان ذات آهي. فقير خيرو ولاٺو. ميان نصير محمد جوهڪ وفادار سپاهي هو. جيڪو هن خاندان مان هو. (مهراڻ نمبر 2 سال 1990ع ص 90)

**وِلايتي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. ٿندي محمد خان ۾ رهن ٿا. (بحوالہ : اميد علي سنيو)

**ولـحارى:** هندو برهمڻن جي هڪ ذات. پشڪرنا، ڪي سرسوت، ڪي کتري، ڪي لوهاڻا ۽ سب ٿانيا.

وليچاري طبقي سان واسطو رکن ٿا. هي شــو جا پوڄاري آهن.

**وَلَڙ:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو. ضلعي ننٽي ۾ سندن ڳوٺ آهن.

**ولڻ:** سمن جو هڪ پاڙو.

**وَلواڻي:** جمالين جو هڪ پاڙو.

**وَلوتَ:** جتن جي هڪ ذات.

**وَلَــهَــا:** ٿر ۾ هڪ مسلمان سماٽ ذات. هي رانوڙ نسل مان سام جو اولاد آهن.

**وَلــهَـا:** ٿر ۾ مينگھواڙن جي هڪ ذات.

**وَلــهاري:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي ساموندي پٽي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا. (تاريخ سجاول)

**وَلــهِيا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وَلــياڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. هي خواجا سڏجن ٿا.

**وَلــيجا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هاليپوٽن ۽ راجپوتن ۾ پڻ "وليجا" پاڙو آهي.

**وَلــيچا:** هندن جي هڪ ذات.

**وَليد:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. لاڙڪاڻي طرف رهن ٿا.

**وليداداڻي:** ڪرمتين جي جانوري شاخ مان هڪ پاڙو.

**ونانڙي:** هڪ مسلمان ذات.

**ونجها:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**وَنجهَــرَ:** لکتن جو هڪ پاڙو.

**وَنَدَرَ:** وندر، وندبار ۽ وندير جي معني آهي، بني فصلن جي پيدائش مان وندبون ونڻ وارا. هي مگڻ، مگڻيجا ۽ سهتا به سڏجن ٿا.

**وَنديارَ:** مگڻ، مگڻيجا ۽ سهتا آهن.

**ونديرَ:** مگڻ، مگيجا ۽ سهتا آهن.

**وَنزئي:** ڪيراني پناڻن جو هڪ پاڙو.

**وَنگا:** رونجهن جي پاڙي جو نالو. ڪوکرن ۾ پڻ "ونگا" آهن.

**ونگاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ونگائي:** جت بلوچن ۾ سماٽي جتن جو هڪ پاڙو. هي ونگي بن مير عمر جو اولاد آهن. منداڻي، عامر، بناڻو، منوچا، سيائي، شيهه (شيح شيخ)، مهڙائي، جسائي، منداڻي اوناز ۾ ان پري هنن جا پاڙا آهن. ڪاري ۾ ونگائي ملاح سڏجن ٿا. نهڙين ۾ پڻ "ونگائي" آهن. ميان غلام شاهه ڪلهوڙو هنن سان وڙهيو هو.

**وَنگرا:** گندرن (ملاح) جي ذات. ڊاڪٽر غلام علي الانا هنن کي مڇي مارڻ وارا ملاح لکيو آهي. (بحوالہ: مهراڻ 4 _ 3 سال 2001ع ص 33)

**وَنگـڙا:** مهاڻن جي ذات. جي ڪارين سان مڇي مارين ٿا.

**وَنگور:** لاڙن جو هڪ پاڙو.

**ونهري:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**ونهياڻي:** جتن جو هڪ پاڙو. هي نئيار جت سڏجن ٿا.

**وٿول:** ٿري مينگهواڙن جو هڪ پاڙو.

**وَورا:** بواهر، بوهرا، بورا، ۽ وهرا سڏجن ٿا. هي گهٽ ذات وارا هندو هئا. جيڪي سيد عبدالله شاهه جي بيعت تي گجرات هندستان ۾ اڄ کان اٽڪل 700 سال اڳ دين اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيا. پر هو پنهنجي اصلوڪي ذات سان "وورا" سڏجن ٿا. هي ٻارهن امامن جا پوئلڳ آهن ۽ خوجن جا مخالف آهن. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1.برمل 2. جهنجهوائي 3. راتيا 4. قاديائي 5. ڪيري 6. گبڻ 7. گيبي (گهيبي) 8. گهاٽيوالا 9. لوٽيا 10. لينوالا 11. مڪڙا 12. ميانيوارا 13. هالائي 14. هڪرا. ڪي وورا (اوسواڙ) اجان به هندو آهن.

وورو: معنيٰ لچو. بدچال. هندن جي هڪ گهٽ ذات.

**ووڪا:** هڪ سمات ذات.

**وهاڙي:** بروهي آهن.

**وهاليوٽا:** ٻاليشاهين جي هڪ ذات.

**وهاٽي:** چنن جو هڪ پاڙو.

**وهرا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**وَهـرٽا:** ملاح ۾ مهاڻا آهن.

**وَهـريا:** گونگي سمي جي وڏي ڏاڏي جو نالو "جهلو" هو. ان جهلي کي ٽي پٽ هئا. ٽن مان هڪ پٽ جو نالو "زومڪ" هو. زومڪ کي چار پٽ ٿيا. تنهن مان هڪڙي پٽ جو نالو "وهريو" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا "وهريا" سڏايو. جن مان ڪافي نقل مڪاني ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. وهريا ذات جو شجرو "سينار"

ذات ۾ ڏسڻ گهرجي.

**وَهَـڙَ:** سما ۽ ملاح آهن.

**وَهَـڙا:** وهريا ذات مان آهن.

**وَهڙڪيا:** سمن مان آهن.

**وَهـڙيا:** سمن مان آهن.

**وَهَـلَ:** پرمار هندن جي هڪ ذات.

**وَهناٽي:** چنن جو هڪ پاڙو.

**وَهَـڻَ:** هندن جي هڪ ذات (پوڪرڻي).

**وَهٽائي:** بخاري سيدن جو هڪ پاڙو. جهانيان پوٽا. معشوق پوٽا ۽ وهٽائي پاڻ ۾ آهن. سندن وڏو شير شاهه هو.

**وَهوائي:** چنن جو هڪ پاڙو.

**وَئنس:** سما ۽ ملاح آهن.

**وَئونرا:** هڪ سماٽ ذات.

**وَئيس:** هڪ سماٽ ذات.

**وَئيش:** هندو پورهيت وهڻ ڪتين جو هڪ پاڙو.

**ويجڪ:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**ويجل:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**ويڄ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**ويڄر:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**ويجهہ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ويداڻي:** لاشارين ۽ مغيري بلوچن جو هڪ پاڙو.

**ويڏا:** سميجا قبيلي جو هڪ پاڙو. ويڏو، پسايو ۽ وڪيو. ٽاجيو جا پٽ هئا. ويڏي جو اولاد "ويڏا" سڏجن ٿا.

**ويڏاڻي:** پاتولين جو هڪ پاڙو.

**ويرا:** سمن جو هڪ پاڙو.

**ويراڇ:** ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**ويرام:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**ويرشي:** پرمار راجپوتن جي نک سوڍا مان هڪ پاڙو. هي ٿر ۾ رهندڙ آهن.

**ويرم:** ساندن جو هڪ پاڙو. هي ملاح آهن.

**وِيرم پوٽا:** هندن جي هڪ ذات.

**ويرهاڪ:** سمن جو هڪ پاڙو. مگرين جو پڻ هڪ پاڙو.

**ويرهي:** جهلاواني بروهين جو هڪ پاڙو.

**وَيڙها:** هڪ مسلمان ذات.

**ويڙهيجو (ويڙهيچا):** ويڙهيچا ذات ويڙهو مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي لوڙهي جي اندر رهڻ وارا. ويڙهيچا، جوٽيجن جو هڪ پاڙو. هي ٿر ۾ رهن ٿا.

**ويزاراڻي:** مغيري بلوچ آهن.

**ويس:** سما ۽ ملاح آهن. ڪتاب شاهان گوجر ص 187 تي لکيل آهي تہ "ويس". حضرت اويس ڪرنيءَ جي اولاد مان آهن.

**ويسا:** نهڙين جو هڪ پاڙو. هي راهڙ بن عمر بن گجڻ جو اولاد آهن. ٿر ۾ رهندڙ.

**ويساڻي:** هي سيٺ ويسي هندوءَ جو اولاد آهن. سيٺ ويسو، آغا سلطان علي شاهہ جو خاص ڪاردار هو. جبل جي برفتن حملو ڪري سال واري زمين (جهرڪ _ ٺٽو) تي سيٺ ويسو ۽ سندس 72 عزيزن ۽ تعلقدارن کي قتل ڪري وڌو. اهي سڀ جهرڪن جي امام بارگاهہ جي هڪڙي ڪوٺڙيءَ ۾ دفن ٿيل آهن. جن کي "ويساڻي" چون ٿا. هنن جو اولاد اڄ بہ موجود آهي. جيڪي پاڻ کي ان نسبت سان پاڙي جا "ويساڻي" چوائين ٿا. بحوالہ: جنب گذاريم جن سين جلد پهريون ص 72.

**ويسَـرَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وِيسرَ:** ملاحن ۽ راڄپرن جي هڪ ذات. ويسر (سيسر) دريائي جانور جو نالو آهي. ڪي ملاح ان جو شڪار ڪندا هئا. ان نسبت سان اهي ملاح "ويسر" سڏجن ٿا. رانوڙن، سوڍن ۽ باجـرَن (سماٽ) جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "ويسر" آهي.

**وَيسرا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ويسراڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وَيسريو:** ملاح ۽ مهاڻا آهن، حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**وَيسناڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**ويش (بيش):** هندن جي نيچ ۽ٽئين طبقي جي هڪ ذات.

**وَيڪلاٽي:** لاشاري بلوچ آهن.

**وَيڳڙ:** اوسواڙ هندن جي هڪ ذات.

**ويگمل:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**ويڳا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**وينجهار:** هڪ سماٽ ذات. ٺٽي ۽ سيوهڻ ۾ وينا آهن. جن جو ڪم موتين پوئڻ سان آهي. وينجهار پراڪرت ٻوليءَ جو لفظ ونڌڻ. وڌوڻ ۽ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ وڌ + ڪار مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي موتيءَ کي ٽننگ ڪرڻ. موتي پوئڻ. موتي پرڪيندڙ. پارڪو. سگهڙ وغيره.

**وينجهاريل:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. هي وينجهارن ۽ وينجهرن جهڙو ڪم ڪن ٿا. ان نسبت سان "وينجهاريل" سڏجن ٿا.

**وينجهَرُ:** هيءَ ذات به وينجهارن جي آهي. روايتن ۾ آهي ته "وينجهر" اصل ۾ ٺٽي شهر جا ميمڻ آهن. جتان لڏي سنڌ ۾ پکڙجي ويا آهن.

**وينس:** جٽ قبيلي جو هڪ پاڙو. هنن جو مورث اعليٰ محرم خان جٽ هو. جيڪو راجا جگديو جي اثر هيٺ هو. امرتسر مان لڏي جهوڪ وينس ۽ ڊولڻ. ضلعي لاهور ۾ اچي وينا. وينس وارا "وينس" ۽ ڊولڻ وارا "گـُـل" سڏجڻ لڳا.

**وينگس:** معنيٰ خوبصورت. وينجهر. سگهڙ. ونڌڻ. سهڻي سٽاءَ وارو. وينجهارن جي هڪ ذات.

**ويوسي:** هندو راجپوتن جي هڪ ذات. ٿر ۾ رهن ٿا.

**ويهـَـرَبوٽا:** ملاحن جو هڪ پاڙو.

**ويهو:** لکٽن جو هڪ پاڙو.

**ويٽنس:** ملاح ۽ مهاڻا (ويس) آهن. سمن ۾ پڻ "ويٽنس" آهن.

# ھ

**هاتار**: سماٽي جت آهن. هنن جو لاڙو ٻبرن ڏانهن آهي.

**هاٽي**: سمن جو هڪ پاڙو.

**هاٽيپوٽا**: هاٽيءَ جي اولاد مان "سما" آهن.

هاٽي راماٽي: هندن جي "سامتا" نک مان هڪ آکهه. هي سامتاٽي ڳوٺ (لڳ پان) جي پنيان "سامتا" ٻه سڏجن ٿا.

**هاجاٽا**: سماٽ آهن.

**هاجاٽي**: مانگريا (ملاح) ذات جو هڪ پاڙو.

**هاجيجا**: جتوئي قبيلي جو هڪ پاڙو.

**هادي بخشاٽي**: ڪرمتين جي زنگياٽي شاخ جو هڪ پاڙو.

**هاڏا (هارا)**: چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات.

**هاڊي**: هڪ پورهيت، خدمتگار ۽ ٻهاريدار ذات جو نالو.

**هارڻ پوٽا**: جاکرن جو هڪ پاڙو.

**هارون درس**: مگريا قبيلي جو هڪ پاڙو. ٿر ۾ رهندڙ.

**هارون زئي**: تور پناڻن جو هڪ پاڙو.

**هاروني**: بروهي قوم جو هڪ پاڙو، جن جو واسطو محمد حسني بروهين سان آهي. هي ايراني آهن، جن جا ٻه پاڙا مردان شهي ۽ شيخ حسيني آهن. هاروني بروهين جو شجرو هن طرح آهي:






**هارياڻي:** چانديا قبيلي مان آهن.

**هاڙها:** سنڌ جا سما آهن. ڪڇي بلوچستان ۾ وينا آهن. هنن جو چوڻ آهي تہ اسين سيالن مان آهيون.

**هاڙهيجا:** ڪڇ جا رهواسي هندو آهن.

**هاساڻي:** پاڻ فقيرن جو هڪ پاڙو.

**هاشم:** نهڙي قبيلي جو هڪ پاڙو. ٿر ۾ رهندڙ. هي جراڙ بن ميڻن جو اولاد آهن.

**هاشماڻي:** برڙن جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪب آباد طرف رهندڙ. گاشنجي ۾ پڻ .

**هاشم زئي:** ريڪو بلوچ آهن. بلوچستان ۾ رهن ٿا.

**هاشمي:** عرب کان آيل قريشي آهن. جيڪي حضرت هاشم جو اولاد آهن. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي بہ "هاشمي" چون ٿا. سنڌ وارا هاشمي قريشي، شيخ، علوي ۽ عقيلي آهن.

**هاشواڻي:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**هاڪر:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هالا:** ڪڇ جي سمن مان پلي سردار کي ساند مان ويره نالي پٽ هو. ان جي پٽ جو نالو "هالو" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "هالا" ۽ "هالا سما" چورايو. اهڙي طرح سان سمن جي بين شاخن مان پڻ هالا ذات وارا آهن. جن جو شجرو هن طرح آهي:

## هالن جو شجرو



لاکيار
ڄام لاکو
(ٻي شادي ٺٽي جي گندرن مان ڪيائين. هيءَ بادشاهه هو)
انڙ
لاکو
سمون
ڪاڪو
(ڪاڪ جو مسلمان حاڪم)
جياند
جاڪرو / جکرو
پلي
سمون
رائڏڻ / رائڏنو / راڏڻ
سمون
انڙ
هالو
اولاد هالا
پلي
ساند
ويره
ڪاڪو
جاڙو
جاٺيجو
هگورو
ڏيرو
ڄام هوٿي
هالو
(هالن جو ڏاڏو)
ڄام هاپر
ڄام جوٺو
ڄام راهو (اولاد راهو ۽ راهوپوٽا)
هالو (اولاد هالا)
چيلاريو
هگورو
نهڙيو
ناريجو
هالو




نومڙيا /نهڙيا ۽ **ڪوهستان وارا ملڪ هن شاخ مان آهن.**

سهتن، مهرن، نهڙيئن ۽ راهوما ذات وارن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ "هالا" آهي.

**هالاري:** هندستان کان آيل ميمڻ آهن. هالار، ڪاٺياواڙ جي هڪڙي ضلعي جو نالو آهي، هي ميمڻ اتان جا آهن.

**هالائي:** جامع سنڌي لغات ص 2754، ڪتاب "سمات" ۽ آدمشماري رپورٽ 1911ع موجب "هالائي". ملاح ۽ ميربحر آهن. تاريخي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ ٻهلاڻ ۽ هالاڻ ٻہ ڀينرون هيون، جن وٽ پٽڻ هئا. جن ميان صاحب جي لشڪر کي پٽڻ اڪاريو هو. ميان صاحب سندن وفاداري جي عيوض سندن نالن تي ٻہ ڳوٺ ٻهلائي ۽ هالائي ٻڌايا. جيڪي اڄ ڏينهن تائين ضلعي نوشهري فيروز ۾ موجود آهن. ميمڻن ۾ پڻ هالائي آهن (نئون شهر). جتن، جوکين ۽ جکرن ۾ پڻ آهن.

**هالائي:** ڪڇ ڀڄ کان آيل ميمڻن ۽ وورن جو هڪ پاڙو.

**هالتي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هاليا:** ٻگهين جو هڪ پاڙو.

**هاليپوٽا:** ڪتاب "سماٽ" ص 75 ۽ هندستان جي آدم شماري رپورٽ 1911ع موجب "هاليپوٽا" سنڌ جا سومرا آهن. ايس صادق علي، ڪتاب جي ص 41 تي لکيو آهي ته "هاليپوٽا"، انڙ بن سمون بن راٺيڏن جي اولاد مان آهن. جيڪي سميجن، سمن ۽ ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا. شجري لاءِ ڏسندا هالن جو شجرو. هاليپوٽن جا خاص پاڙا آهن: آٿل پوٽا، پوراڻي، جمن پوٽا، ڪنڌياڻي، گوڙاڻي، مارفپوٽا، ناٿاڻي، ولهجا ۽ ٻيا. سنڌ جا هاليپوٽا ٻن مکيه نکن، شهميري ۽ لکميري مان آهن.

**هانبي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. سمنڊ جي ڪناري سان رهن ٿا.

**هانس:** ضلعي جهنگ جا رهواسي آهن، هي پاڻ کي قريشي چوائين ٿا. سندن سردار شيخ قطب هو. ڪي هنن کي "جت" چون ٿا. کگا، جهنڌير ۽ هانس پاڻ ۾ آهن.

**هانسي:** هندو ڇهڙن جي هڪ ذات، آرائين ۾ پڻ آهن.

**هائورا:** سماٽي جتن جو هڪ پاڙو.

**هبار:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هَباري:** هڪ مسلمان ذات.

**هباڙ:** معني ڇٽ، بدبوءِ. حرام کائيندڙ شڪارين جي هڪ ذات.

**هَـبَـرَ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. ابڙن سان لاڳاپو.

**هتار:** جت آهن. ٻبرن جا قريب ٿين.

**هتر:** سما ۽ ملاح آهن. حيدرآباد ۽ نوابشاهه ۾ رهن ٿا.

**هُتڪي:** غلزئي پٺاڻن جي هڪ ذات.

**هتيار:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڪتاب "شاهان گوجر" ۾ لکيل آهي ته "هتيار". پٽي راجپوت آهن. هن خاندان مان هڪ ظالم راجا هو، جيڪو ماڻهن کي مارڻ لاءِ هتيار استعمال ڪندو هو. جنهن سان تشبيهه ڏئي کيس "هتيار" چيو ويو.

**هتيپوٽو:** سما ۽ ملاح آهن. نوابشاهه ۾ رهن ٿا.

**هٿوزئي:** رند بلوچن جو هڪ پاڙو.

**هٿيار:** ملاحن ۽ مهاڻن جو هڪ پاڙو (بحواله: تاريخ سجاول).

**هٿياڻي:** سمن جو هڪ پاڙو.

**هُجا:** سما ۽ ملاح آهن.

**هچارا:** ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات.

**هِـڏ:** سما ۽ ملاح آهن.

**هدخيل:** غلزئي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**هـُدر:** سماڻي جت آهن.

**هدواڻي:** کوسن جو هڪ پاڙو. اتر سنڌ ۾ رهن ٿا.

**هديا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هدياڻي:** لغارين ۽ لاشارين جو هڪ پاڙو.

**هديهہ:** ڪرمتي جت بلوچن جو هڪ پاڙو جن جو واسطو لنيگ شاخ سان آهي. هديہ ڪرمتي جتن جا خاص پاڙا آهن: 1. بـرهماڻي 2. درياخاناڻي 3. زنگي خاناڻي 4. سمئاڻي 5. قادر ناڻي 6. ڪرماڻي 7. ڪيڪواڻي ۽ 8. نوتياڻي. هنن کي نتيار جت بہ چون ٿا.

**هڏا:** سمن جي هڪ ذات.

**هڏگري:** رندن جو هڪ پاڙو.

**هَـڏوار:** سمن جي هڪ ذات.

**هـِڏوار:** لغارين جو هڪ پاڙو.

**هَـڏواڙ:** جانورن جا هڏا ميڙڻ وارن کي چون ٿا. جي اڪثر ڪري باگڙي آهن. ڪن جاين تي پاڻ کي "کوکر" بہ چوائين ٿا.

**هڏورا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هر:** جٽ قبيلي جو هڪ پاڙو.

**هراج:** سيال جتن جو هڪ پاڙو. ملاڻا. پاگت ۽ هراج پاڻ ۾ تين. جيڪي سنهالي راجپوتن مان ڪانيا (جاٽ) جو اولاد آهن.

**هراڻي:** ذات جا ڏيا آهن.

**هريا:** سما ۽ ملاح آهن.

**هـُرپا:** پان ذات جو هڪ پاڙو.

**هرتال:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**هرجاڻي:** هندن جي هڪ ذات. "ديوان بيدل" جو مصنف گدومل هن ذات يا پاڙي مان هو.

**هرج پال:** هندن جي هڪ نک جو نالو. دوداڻي ۽ سنگاڻي هن نک جون آکهون آهن.

**هرچنداڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**هرداساڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**هَـرَلَ:** ڪتاب "شاهان گوجر" موجب "هرل". کوکر راجپوت جي هڪ ذات آهي. ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ ڄاڻايل آهي تـ هرل. کرل ۽ مرل. راء پوپا جي پٽن جي نسل مان آهن. جن جو واسطو چوهاڻ ۽ پنوار راجپوتـن سان آهي. هڪڙي روايت آهي تـ هي اهيرن جي هڪ شاخ مان آهن.

**هرڻ:** ذات جا مانگريا آهن.

**هرواڻي:** گورچاڻي بلوچن جي سوراڻي شاخ مان آهن.

**هرول:** ٿـري ميـنگهواڙن جي هڪ ذات.

**هريا:** ۽ڪ غير معروف ذات.

**هريان:** هندي ايراني نسل جو هڪ قبيلو. مٽني هنن مان آهن.

**هرياڻي (هدياڻي):** لغارين جي هڪ ذات.

**هرياهـ:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. ابڙن سان لاڳاپو.

**هرياء:** هڪ سماٽ ذات.

**هريائي:** هندن جي هڪ ذات.

**هريجن:** هندو آهن. سنڌ ۾ رهن ٿا. ٻڙا. چارڻ. راوڙ. ڪوڪڙي ۽ گوگيڙا هنن جا خاص پاڙا آهن.

**هرير:** پرمار هندن جي هڪ ذات.

**هريهل:** ٿري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**هزارا (هزاروي):** مغل پٺاڻن جي هڪ ذات. جيڪي منگول تاتاري ۽ چنگيز خان جو اولاد آهن. هي امير عبدالرحمان جي سربراهيءَ ۾ ترڪ ڪري چڏي اچي افغنستان ۾ آباد ٿيا. جن مان ڪافي لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ رهيا آهن. ڪوئيٽا ۾ ايراني نسل جا ڪجهه پارسي شيعا رهن ٿا. جن جو چوڻ آهي تـ اسان هزارا آهيون. ليڪن پٺاڻ نـ آهيون. هزارا پٺاڻن جا خاص پاڙا آهن سالار. منصور ۽ هسازئي.

**هزاراڻي:** نوحاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**هزمنگر:** بلوچ قوم جي هڪ ذات. ايران کان آيل آهن.

**هسازئي:** هزارا پناڻن جو هڪ پاڙو.

**هِسباڻي:** چاندين جي هڪ ذات.

**هستاڻي:** جتوئي بلوچن جي هڪ ذات.

**هسپت:** هندن جي هڪ ذات. هي جادم جو اولاد آهن.

**هسراجاڻي:** هندن جي هڪ آکهہ. جيڪي ديوان هسراج مل جو اولاد آهن.

**هسراج ملاڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**هسرالي:** مگسي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**هُسُراڻي:** مگسي بلوچ آهن. برڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "هسراڻي" آهي. هي بلوچستان ۾ وينا آهن. اتر سنڌ وارا هسراڻي چون ٿا تہ اسان ڪماريا (ابڙا) راڄ جو حصو آهيون.

**هسڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هسڪو:** سينها ذات جو هڪ پاڙو.

**هسلاڻي:** رندن جي هڪ ذات.

**هسواڻي:** گبولن جي هڪ ذات.

**هَسُولا:** هڪ سماٽ ذات. ٺٽي ۾ رهن ٿا.

**هَسيجا:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**هِشاڻي:** سڏايا ذات جو هڪ پاڙو.

**هفداڻي:** پنجي پائي خواجن جو هڪ پاڙو.

**هڪرا:** نو مسلم وورا قوم جو هڪ پاڙو.

**هَڪڙا:** سمن جي هڪ ذات. روايتن ۾ آهي تہ هي سما، اروڙ جي پرسان وهندڙ هاڪڙي درياءَ جي وٽ سان وينل هئا ۽ انهن جي ڳوٺ جو نالو "هڪڙو" هو. ان هاڪڙي درياءَ جي وجهہ تسميہ سبب هي ذات جا "هڪڙا" سڏجڻ لڳا. جتري ۽ ستواڻي هنن جا خاص پاڙا آهن.

ڪڇ جي بني واري علائقي ۾ هڪڙي ڳوٺ جو نالو "سراڙو هڪڙو" آهي. ان ۾ جت رهن ٿا. جن جو چوڻ آهي تہ هڪڙا، اسان جو پاڙو آهي ۽ آس پاس جا ماڻهو اسان کي "هڪڙا جت" چون ٿا. راجپوتن ۾ پڻ هڪڙا پاڙو آهي.

**هِگورا:** پليءَ جي اولاد مان آهن. سندن شجرو هن طرح آهي:




هگورا. انڙ بن سمون (سميجا) جو پڻ اولاد آهن. هگورن جي نيج ملاحن مان آهي. ڪن جاين تي هنگورا ۽ ڪن جاين تي هگورا لکيو وڃي ٿو. ساڳيو قلم هنگورجا سان پڻ لاڳو آهي.

**هگورا پوٽڙا:** سهتن جو هڪ پاڙو.

**هگورجا:** ميان نيڪ محمد سهتي جي فارسي نسخي مان خبر پوي ٿي ته سنڌ جي راجا موڙا سنگهه ڪي ست

پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو "راهو" هو. ان راهوءَ جي اولاد مان "هگورجا" آهن.

**هَلَ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هلالي:** هڪ مسلمان ذات.

**هِلايا:** سما ۽ ملاح آهن.

**هلبا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**هُلَدَ:** هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**هُلواڻي:** گورچاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو. جن کي "سبزواڻي" پڻ چون ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: 1 لوداڻي، 2 متڪاڻي ۽ 3 وداڻي.

**هُلي:** سما ۽ ملاح آهن.

**هُليا:** سمن، ملاحن ۽ ڪلهوڙن جي هڪ ذات.

**هُلياڻي:** سمن ۽ ملاحن مان آهن. هڪ ٻئي حوالي موجب "هليائي". شنباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي، هي ڪيئو بن سائينداد جو اولاد آهن.

**هُليپوٽا:** جاکرن جي منجهئان پاڙي مان هڪ ننڍو پاڙو.

**هليلاڻي:** جتوئين ۽ ٽالپرن جو هڪ پاڙو.

**هليلزئي:** غزيني مرين جو هڪ پاڙو.

**هليلي:** هڪ مسلمان ذات.

**هما:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو.

**همائو پوٽا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو . ابڙن سان لاڳاپيل.

**هميي:** سما ۽ ملاح آهن.

**همٿئي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**همداني:** عرب آهن. جيڪي همدان شهر جا آهن. همدان شهر دِينورَ ۽ قُهستان جي وچ تي آهي. ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ "همدان". يمن جي هڪ عرب قبيلي جو نالو آهي. ان قبيلي جي مشهور اصحابي حارث بن عبدالله الاعورالهمداني جو اولاد سنڌ ۾ آباد ٿيل آهي. جيڪي اصل نالي "همداني" سان سڏجن ٿا.

**همند:** جاکري کي پنج پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ جو نالو همند هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "همند" سڏايو. اوٺا، آريجا، باجي پوٽا، سنبک پوٽا، قمبر پوٽا، للي پوٽا، مهمند پوٽا ۽ هيجب هنن جا خاص پاڙا آهن.

**همون پوٽا:** سمن جي هڪ ذات. سومرن ۾ پڻ همون پوٽا آهن. جيڪي همون سومري جو اولاد آهن. (پاڙو) هنن کي همون بہ چون ٿا.

**همٿائي:** سمن جو هڪ پاڙو. ڄام ڪرن ڏاتار پڻ وارو حاڪم. هن خاندان مان هو. چوڻي آهي تہ:

"لاکي لک بخشيا، ڪرن ڏنا ڪروڙ".

**همٿيٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**همير:** سومرن جي هڪ ذات.

**هميرڪا:** جوکين جو هڪ پاڙو.

**هَميراڻي:** پرڳڙين جو هڪ پاڙو. سومرن ۽ هندن ۾ پڻ آهن. سنيو مل ٽري، شاعر، ليکڪ ۽ اديب هن ڪيڙ مان هو.

**ستينءَ هو سوجهرو، انينءَ ٿي اوندھ.**

**هميراڻي باھ، وساڻي ورهين کي.** (سمنگ چارڻ، تاريخ طاهري ص 348)

**همير پوٽا:** سومرن جو هڪ پاڙو، هنن کي "همون پوٽا" پڻ چون ٿا.

**همير خيل:** علزئي پٺاڻن جي هڪ ذات.

**هُنَ:** رام ۽ ڪرشن (سوم بنسي) جي نسل مان هندو راجپوت آهن.

**هُنار:** استرياني سيدن (پٺاڻ) جو هڪ پاڙو.

**هنجراھ:** پنجاب کان آيل انن چارڻ وارا جت آهن. هي سروها راجپوت جي نسل مان آهن. سندن وڏي جو نالو هنجرانو هو. ان پٺيان "هنجراھ" سڏجن ٿا. سمن ۾ پڻ آهن.

**هنجڙا:** ٽري مينگهواڙن جي هڪ ذات.

**هندل:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. خيرپور ميرس طرف رهن ٿا.

**هندو:** هندن بابت ڪافي رايا آهن. ڪي هنن کي قوم چون ٿا تہ ڪي چون ٿا تہ هندو قوم نہ پر مذهب آهي. اهڙن محققن لاءِ وضاحت ڪجي ٿي تہ حضرت نوح عليہ السلامَ جي پٽ سام جي اولاد مان سنڌ ۽ هند 15000 ق - م ڌاري پنهنجو وطن ڇڏي اچي برصغير ۾ آباد ٿيا. سنڌ جنهن خطي ۾ وينو ان کي سنڌ ۽ سندس اولاد کي سنڌي قوم. سنڌو ۽ سماٽ چيو ويو. هند جنهن علائقي ۾ وينو ان کي هند ۽ سندس اولاد کي سوريا هند ۽ هندو چيو ويو. سندس اولاد جي جڏهن واڌ ٿي تہ ان کي هندو قوم چيو ويو. اها هندو قوم هزارين قبيلن ۽ ذاتين ۾ ورهائجي هند ملڪ جي مختلف علائقن تي حڪومت ڪرڻ لڳي. حڪومت جي سربراھ کي راجا چوندا هئا.

5000 ق - م ڌاري دراوڙ، ڪول، ادي واسي، مصحر ۽ دلت ڪاهون ڪري هند ۽ سنڌ جي علائقن

۾ پکڙجي ويا. انهن جي زور ٽوڙڻ لاءِ 1700 ق - م ڌاري هندو مذهب جو آغاز ٿيو ۽ انهيءَ عرصي دوران يهودين ۽ آرين زياده اولاد جي افزائش کان تنگ ٿي پنهنجو وطن ڇڏيو. آريا، چين، افغانستان ۽ ايران کان ٿيندا، اچي برصغير ۾ پهتا. جيڪي، آريا، آرين ۽ ايرين سڏجڻ لڳا [1] انهن بہ هندو مذهب کي زور ورتايو. رام چندر ۽ رام ڪرشن جي پوڄا ڪئي ويئي. 1400 ق - م ڌاري رگ ويد، سام ويد، يجرويد، اٿرويد ۽ 800 ق - م ڌاري اپنشد ڪتاب لکيا ويا. جيڪي هندو مذهب جا مقدس ڪتاب سمجهيا وڃن ٿا. هندو ڌرم جي اهڙن پوئلڳن کي "هندو" چون ٿا. جيڪي قوم نہ آهن.

هندو فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪارو. هن نسل وارا ماڻهو رنگ جا ڪارا هئا. ان ڪري بہ کين ڪارو سڏيو ويو آهي، شيخ شيرازي بي ساختہ ٿي چيو تہ:

**"اگر آن ترک شيرازي، بدست آرد دل مارا،**

**بخال هندويش بخشم، سمرقند و بخارا".**

هندن جو واسطو هندستان سان آهي، جن کي وٿيا ۽ واٿيا بہ چون ٿا. هي ستن ورنن ۾ ورهايل آهن. جن جا هزارين پاڙا، ذاتيون، شاخون، گوت، پال، ڪُلون ۽ پريچيہ آهن. هندن جا ست ورن آهن: 1 برهمڻ، 2 لوهاڻا، 3 ڀاٽيا، 4 سهتا، 5 وئيش، 6 پنجابي ۽ 7 سونارا. انهن مان برهمڻ اوچي ذات آهي.

مشهور مسلمان مورخدان ابن خردازبہ 250 هـ ڌاري سنڌ جي هندو ذاتين جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي.

1 شاڪشتري (ڇتري)، هي راجائن جو اولاد آهن، ماڻهو کين سجدو ڪن ٿا.

2 براهما (برهمڻ)، جيڪي شراب پيئڻ کان منع ڪن ٿا.

3 ڪستري (ڪتري)، جن مان برهمڻ شاديون ڪن ٿا.

4 شودر، هي هاري آهن.

5 بيش (ويش)، هي ڪرت وارا پورهيت آهن.

6 شندال (چندال).

7 زنب (ڊوم)، جيڪي ڳائين وڄائين ٿا، سندن زالون نهايت خوبصورت آهن.

انهن ورنن سان واسطو رکندڙ هندو قوم جون، سنڌ ۾ رهندڙ خاص ذاتيون هن طرح آهن:

| | | |
|---|---|---|
| 1. آڏوائي | 6. آسريا (مينگهواڙ) | 11. اڇوت |
| 2. آرسوائي | 7. آهوجا | 12. اڏيگام |
| 3. آرلائي | 8. آهوڙي (شڪاري) | 13. اڏا (سوڍا) |
| 4. آريا برهمڻ | 9. اتمچندائي | 14. اڏيسي (اوڏ) |
| 5. آسر پوٽا | 10. اجوائي | 15. اڏيسي پوٽا |

[1] شهنشاهہ ايران محمد رضا شاهہ ڪبير، آريا خاندان مان هو ۽ پاڻ کي "آريا مهر" چوائيندو هو.

16. اورا
17. اروڙا
18. اڙوڙ
19. اسرائي
20. اگني (راجپوت)
21. اُمٽ (پرمار)
22. اوچائي
23. اوڏ
24. اوڍاڻ
25. اوسواڙ
26. اهير
27. ايسرائي
28. بابڙا
29. باپڙا
30. بارميرا
31. باگڙي (شڪاري)
32. بانو شالي
33. باهو (باليشاهي)
34. بٺائي
35. بنر
36. بجاج
37. بحير (سوڍا)
38. بدا (راجپوت - رانوڙ)
39. برمن (راجپوت)
40. برهمڻ (بانيڻ)
41. بلاسيا (مينگهواڙ)
42. بنساري
43. بيراڳي
44. بيروڪا (اوڏ)
45. بارويار (مينگهواڙ)
46. بالا
47. بالائي
48. باليشاهي (شڪاري)
49. باوا
50. باهڙ ميرا (راجپوت)
51. برهر (پرمار)
52. ٻڙا (هريجن)
53. ٻڙهيا (مينگهواڙ)
54. ٻنهنپار (مينگهواڙ)
55. ٻوڙاٺا (مينگهواڙ)
56. پاٺيا
57. پاڳ
58. پاڳي
59. پاڳيا
60. پان
61. پاوا
62. پاواني
63. پٽ
64. پٽيائي
65. پڳت
66. پڳسريا (برهمڻ - راجپوت)
67. پوبا (برهمڻ)
68. پوجا (پرمار)
69. پوجراج (ٺڪر)
70. پوڄائي
71. پوڄوائي
72. پورائي
73. پيبا (پرمار)
74. پيڏا (کتري)
75. پيل (اڇوت)
76. پو (گٿال)
77. تارائي
78. تاروائي
79. تاٽڪ (مينگهواڙ)
80. تڪيراجا (باليشاهي)
81. تلريجا
82. تيجي (باليشاهي)
83. تيمان (اوسواڙ)
84. ٿڏائي
85. ٿوري - ٿوڙي (ڀيل)
86. ٿلوائي
87. ٿهليائي
88. ٽيڪا (پرمار)
89. ٺاڪر- ٺڪر (راجپوت)
90. ٺاڪريا (گتري)
91. ٺڪر (راجپوت)
92. ٺڪرال
93. ٺوري (شڪاري)
94. ٺيڪر
95. پاتاريا (مينگهواڙ)
96. پانڪ

97. پارڌي (ڀيل)
98. پاريگي (مينگھواڙ)
99. پالي
100. پاٿيھيا
101. پرمار (راجپوت - سوڍا)
102. پروھت (برھمڻ)
103. پرھار (مينگھواڙ)
104. پرھاڙ (راجپوت)
105. پرھيار (گوجر)
106. پرھياڙ (گوجر)
107. پسڪرڻ - پشڪرڻ (برھمڻ)
108. پنا (مينگھواڙ)
109. پندت (برھما)
110. پنر (مينگھواڙ)
111. پنڙ (مينگھواڙ)
112. پنواٿي
113. پوڪاڻ (پرمار)
114. پوڪاٽا (پاٽيا)
115. پوڪرنا (پرمار)
116. پويا (پرمار)
117. پهوجا
118. پيراٿي (جهڙا)
119. جاجڪ (ڀٽ)
120. جادوبنسي (راجپوت)
121. جاگري
122. جيرا (پرمار)
123. جسراج پوتا (پرمار)
124. جسواٿي
125. جسوجا
126. جگتياٿي (عامل - آڏواٿي)
127. جگتاٿي
128. جگواٿي
129. جگياسو
130. جگياسي
131. جنداهوڙا
132. جندوڙا
133. جنيسپر (پارتا)
134. جوبنايا (باليشاهي)
135. جوڏاٿي
136. جوشي (برهمڻ)
137. جوگو (مينگھواڙ)
138. جوگي
139. جٺسپار-جيسپار (مينگھواڙ)
140. جٺپال-جيپال (ڍيڍ)
141. جينوا (ڪتر)
142. جيبا (مينگھواڙ)
143. جيپڙوت (اوڏ)
144. جيڻ
145. جهو (باليشاهي)
146. جينڙا
147. جهامناٿي
148. جهوٽا
149. جهيرٽ (مينگھواڙ)
150. چارڻ (راجپوت- جين)
151. جهانگر (شڪاري)
152. چالوڪيا (گجر)
153. چانگ (جٽ)
154. چاوڙا (راجپوت)
155. چاولا
156. چاهڻ (رانوڙ)
157. چٽا
158. چچڙا
159. چمار (سوچي)
160. چنچلاٿي
161. چنداٿي
162. چندناٿي
163. چندال
164. چوڙا (راجپوت)
165. چونورا (پرمار)
166. چوهاڻ (راجپوت - اوڏ)
167. چوهاڻ (مينگھواڙ)
168. چوهڙي (ڀيل)
169. چهاڻ (رانوڙ)
170. چهڙا (ڀنگي - شڪاري)
171. چهواڻ (مينگھواڙ)
172. چٺناٿي
173. چيچي (راجپوت)
174. چيلها
175. چيلهاري
176. چاٻڙيا
177. چاٿي

178. چانگاڻي (برهمڻ)
179. چبلاڻي
180. چتري (کتري)
181. چچر
182. ڇڇڙيل
183. چريئٽ (مينگهواڙ)
184. چڳاڻي
185. چنچر (برهمڻ)
186. خالصا (سک)
187. دادلاڻي
188. داديچا
189. دبڙا (مينگهواڙ)
190. دبگر
191. دراوڙ
192. درڙا (مينگهواڙ)
193. دريا پنٿي
194. دڪوموا (پرمار)
195. دلواڻي
196. دوداڻي
197. ديوڙا (چوهاڻ)
198. ڏامت
199. ڏانڌل (راجپوت)
200. ڏتڙ (ڇهڙا)
201. ڏپ (پنگي)
202. ڏوتا (پرمار)
203. ڏونڊر (پرمار)
204. ڏاقڙا (مينگهواڙ)
205. ڏاگري (شڪاري)
206. ڏاگوري
207. ڏانگي (مينگهواڙ)
208. ڏقير (مينگهواڙ)
209. ڏلها (راجپوت)
210. ڏنديسا (مينگهواڙ)
211. ڏوڏيچا
212. ڏوڏيئا (اوڏ)
213. ڏيڏيئا (مينگهواڙ)
214. ڏيوا
215. ڏيوات (اوڏ)
216. ڊولاڻي
217. ڊوم (ميراثي)
218. ڊوم (شڪاري)
219. ڊونگا
220. ڊهاگ (اوڏ)
221. ڊيڊاتا (ڀيل)
222. ڊيڊ - ڊيڊ (شڪاري)
223. ڊيگل
224. ڊاڻي (او[illegible])
225. ڊاڊاڻي
226. ڊونڊا (پرمار)
227. ڊيڊُ (موچي)
228. رانوڙ (راجپوت - مينگهواڙ)
229. راڻي
230. راجپوت
231. راجڪمار (راجپوت)
232. راجگر (برهمڻ)
233. راجگوڙ (برهمڻ)
234. راجنيہ (راجپوت)
235. راڄاڻي
236. رامانندي (بيراڳي)
237. راماڻي
238. رامچنداڻي
239. رامڏيو
240. رام رکياڻي
241. رانگهڙ (راجپوت)
242. راٺڪ ڏيو
243. راٺوڻا (مينگهواڙ)
244. راٺيا
245. راٺيڊتر (راجپوت)
246. راوڙ (هريجن)
247. راٺلاڻي
248. رائوڙ (راجپوت)
249. رٻاري
250. رتناڻي
251. رِڪ (ڇُهڙا)
252. روپاهي
253. روپچنداڻي
254. روسواڙ
255. رهالپوتا (ڇهڙا)
256. ريهور (پرمار)
257. ريبا
258. زنب (مڱڻهار)

259. ساڏور (نڪر)
260. ساڏي (اوڏ)
261. سارسوت (برهمڻ)
262. سامي
263. سانسي
264. سانسيا
265. سانگلا (پرمار)
266. سياڻي
267. ستا (راجپوت)
268. ستلو
269. سپڙا (جهمٽ)
270. سچديو
271. سربنگي (شڪاري)
272. سرتاڻ (راجپوت)
273. سرست (برهمڻ)
274. سرسوت
275. سرطان (نڪر)
276. سرمالهي (برهمڻ)
277. سروڻ (اوڏ)
278. سک (راجپوت)
279. سمراٽ
280. سميئا (مينگهواڙ)
281. سنتال
282. سنجا (مينگهواڙ)
283. سنجوگي (گدا)
284. سنگراسي (سوڍا)
285. سنگراشي (نڪر)
286. سنگڙاسي (راجپوت)
287. سنياسي
288. سوامي نارائڻ
289. سوتار
290. سوٿهڙ
291. سودر
292. سودرا (مينگهواڙ)
293. سوڍا (راجپوت - پرمار)
294. سوڪڙا (پرمار)
295. سونپار
296. سونگرا (راجپوت)
297. سونگي (ڍيڍ)
298. سهيجاڻي (ڇهڙا)
299. سيجو (مينگهواڙ)
300. سينها
301. شرمالي (برهمڻ)
302. شڪاري (باگڙي)
303. شندال
304. شنگهواڻي
305. شوداساڻي
306. شودر (اڇوت)
307. شهاڻي
308. شيوڪاڻي
309. قلواڻي
310. قوريا
311. قيرواڻي (ٻاٽيا)
312. قنداراڻي (آڏواڻي)
313. ڪاٻار (پرمار)
314. ڪاٽ ٻانڀڻ
315. ڪاٽ پال
316. ڪاپٽ (جوڳي)
317. ڪاپڙي (جوڳي)
318. ڪاراڻي (ڇهڙا)
319. ڪاڪوٽا
320. ڪاگيا (مينگهواڙ)
321. ڪالپسر (پرمار)
322. ڪالموهه (پرمار)
323. ڪانبڙ (مينگهواڙ)
324. ڪانٽيا (اوسواڙ)
325. ڪانجا
326. ڪانجياڻي
327. ڪانگڙ
328. ڪانونگا
329. ڪبٽا
330. ڪبريا (اوسواڙ)
331. ڪڏيچا (مينگهواڙ)
332. ڪراڙي
333. ڪُراڻي (ڇهڙا)
334. ڪرپالاڻي
335. ڪرپلاڻي (عامل)
336. ڪرشناڻي
337. ڪرقاٽو (ڀيل)
338. ڪرماڻي
339. ڪرمي

340. ڪرناٽي
341. ڪرنملاٽي
342. ڪرٽيگر
343. ڪُرياگر
344. ڪريچا (مينگھواڙ)
345. ڪرينگر
346. ڪڙمي
347. ڪڙوئا
348. ڪشتري (راجپوت)
349. ڪشناٽي
350. ڪڪريچا
351. ڪڪڙيچا
352. ڪُل (اوسواڙ)
353. ڪلال (ڀيل - مينگھواڙ)
354. ڪلريچا
355. ڪلونت (ڳائڻو)
356. ڪلها (برهمڻ)
357. ڪنت (ڪتري)
358. ڪنٽا (مينگھواڙ)
359. ڪنجڙا
360. ڪُنداٽي
361. ڪنيرا (مينگھواڙ)
362. ڪنيئا
363. ڪونٽڙيا (راجپوت)
364. ڪوجڙا (ڇهڙا)
365. ڪوڪڙي (هَريجن)
366. ڪول
367. ڪوڏناٽي
368. ڪولاٽي
369. ڪولهي (اڇوت)
370. ڪولي (اڇوت)
371. ڪوهلا (پرمار)
372. ڪويڙيا
373. کهوراٽي
374. کهوريا (پرمار)
375. ڪيرتاٽي
376. ڪيسواٽي
377. ڪيلهڻ
378. ڪيولراماٽي
379. ڪاتواٽي
380. ڪائوڙي (نڪر)
381. ڪترپال
382. ڪتري
383. ڪتواٽي
384. ڪڙڳ (ڪتري)
385. ڪڙڳي (ڪتري)
386. ڪشتري (ڪتري)
387. ڪنيا (مينگھواڙ)
388. ڪوند (ڀيل)
389. ڪهنبا (ڪتري)
390. ڪهنبڙا
391. ڪيچر (پرمار)
392. ڪير (پرمار)
393. ڪينٽليا (مينڌ
394. گاڏي (مينگھواڙ)
395. گاگاٽي
396. گانڌي (اوسواڙ)
397. گانگڙا (مينگھواڙ)
398. گجپت
399. گڏائي (اوڏ)
400. گڏهار
401. گبريا
402. گربخشاٽي
403. گرچ (ڪتري)
404. گرڊيرا (اوسواڙ)
405. گرڙ
406. گرڙا
407. گرسهاٽي
408. گرسياٽي
409. گرگلا (ڀيل)
410. گروپوتا
411. گروڙ (اوڏ)
412. گري
413. گريوي (مينگھواڙ)
414. گڙسر (مينگھواڙ)
415. گڙهہ گٽ (اوڏ)
416. گزر (گوجر)
417. گلراجاٽي
418. گلگل (ڀيل)
419. گنپير

421. گنڌڙ (ٻانيڻ)
422. گنگڏاس (راجپوت)
423. گواريا
424. گوجر (راجپوت)
425. گودا (مينگهواڙ)
426. گودڙيا (مينگهواڙ)
427. گور برهمڻ
428. گورجر
429. گورڄ (گوجر)
430. گورڙيا
431. گوڪلاڻي
432. گوگيڙا (هريجن)
433. گوند
434. گونڊ
435. گوهل (مينگهواڙ)
436. گوئد (ڇهڙا)
437. گوئند پوتا
438. گٿال (ڀيو)
439. گيدڙي (ش ي)
440. گيگل
441. گيهاڻي
442. گيهيلڙا (مينگهواڙ)
443. ڳيرا
444. گهرٽ
445. گهسيارا
446. گهلوت (راجپوت)
447. لال
448. لالڻ (اوسواڙ)
449. لالواڻي
450. لانگوٽي (جوڳي)
451. لاٽيليا (ڍيڍ)
452. لڏڙ
453. لکمياڻي
454. لکوار
455. لکيا (مينگهواڙ)
456. لگڙا (راجپوت)
457. لُلا
458. لوڏاڻي
459. لوڍا
460. لوهار
461. لوهاڻا
462. لوهڙا
463. لوئيا
464. لهاڻا
465. لينجهار
466. ماتنگي (مينگهواڙ)
467. ماڻا
468. ماڌواڻي
469. ماکيجا
470. مالپاڻي
471. مالڏيو (راجپوت)
472. مالهي
473. مانڌو
474. مانڌڻ
475. ماهوتا
476. متر (برهمڻ)
477. متڙ
478. متيملاڻي
479. مٽراڻي
480. مپارا
481. مجوڪا (اوڏ)
482. مڇڙ (کتري)
483. مـڇڙيا (مينگهواڙ)
484. محبوباڻي
485. مدار (اوسواڙ)
486. مديجا (راجپوت)
487. مڏاهي (اوڏ)
488. مڙڪڻ (مينگهواڙ)
489. مُساڻي (ڇهڙا)
490. مساڻيا (مينگهواڙ)
491. مسند (کتري)
492. مَسَندَ
493. مگهو (کتري)
494. ملي
495. منڌاڻ
496. منڌو (کتري)
497. منسڪاڻي
498. منشياڻي (آڏواڻي)
499. منگلاڻي
500. مٺوهر
501. موتا (لهاڻا)

502. مونلاڻي
503. مونمل
504. مونواڻي
505. موڏا (سوڊا)
506. مورجاڻي
507. موررواڻي
508. موريا
509. موکا (راجپوت)
510. مولاڻي
511. مولاڻي
512. مونگيا
513. مهتاب
514. مهتابي
515. مهتاڻي
516. مهرا
517. مهراڻي
518. مهنتا (اوسواڙ)
519. مهيشتري
520. مهيشوري
521. مياڻا
522. مُيِياوت (پرمار)
523. مير برهمڻ (گجر)
524. ميڙاهو
525. ميندرا
526. مينگهواڙ (اڇوت)
527. مينهاڻي (ڇهڙا)
528. ناڏورا (راجپوت)
529. ناگديو
530. ناگر
531. ناگراڻي
532. ناگر برهمڻ (برهمڻ)
533. ناگواڻي
534. نانڪاڻي
535. نانگا
536. نانگپال
537. نانيز (کتري)
538. ناهري
539. نائر
540. نبا (نڪر)
541. نرا (نڪر)
542. منگيٽا (اوڏ)
543. نندا
544. ننگا
545. واڌواڻي
546. وارسو (مينگهواڙ)
547. واسواڻي
548. والڙهيا (مينگهواڙ)
549. وانهان
550. وانهون
551. واٽيا
552. واوا
553. واهڻ
554. وائوڙيا
555. ونڙ
556. ورتٽا
557. وردوئي (کتري)
558. ورڻ (راجپوت)
559. ورياڻي
560. وشنا
561. وشنوهو
562. ولبچاري (برهمڻ)
563. ولها (مينگهواڙ)
564. وليچا
565. وهل (پرمار)
566. وهڻ (پوڱڙي)
567. وئيش
568. ويرم پوٽا
569. ويسناڻي
570. ويگڙ (اوسواڙ)
571. ويوسي
572. هرچنداڻي
573. هرداساڻي
574. هريائي
575. هريجن
576. هرير (پرمار)
577. هسپت
578. هسراج ملاڻي
579. هن (راجپوت)
580. هندو
581. هندوجا
582. هوڻ
583. هينگڙا (مينگهواڙ)
584. يادو (راجپوت).

**هندوال:** تناولي پناڻن جو هڪ پاڙو. امير خان برلاس مغل کي ٻه پٽ هندخان ۽ پال خان هئا. هند خان جو اولاد هندووال ۽ پال خان جو اولاد پلال سڏجن ٿا.

**هندواڻي:** مري بلوچن جو هڪ پاڙو.

**هندوجا:** معنيٰ هندوءَ جو پٽ. هندن جي هڪ ذات. هي اروڙ ونسي آهن. کلناڻي هنن مان آهن.

**هنڊ:** هڪ سماٽ ذات. ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. مخدوم ملا آري لاکو، ملا بايزيد، ملا ابوبڪر سونڊويءَ هن ذات مان هئا.

**هنراڻي:** جتڪ بروهين جو هڪ پاڙو.

**هنگورا:** انڙ بن سمون، هالو بن ساند ۽ جاکرو بن هالو جو اولاد آهن. هي سما (ملاح) آهن. جن جو شجرو هن طرح آهي:



هنگورو (اولاد هنگورا ۽ هنگورجا)

ڪاڪو | جاڙو | ويرھ | جاڻيجو | هنگورو | ڏيرو | ڄام هوٿي | هالو

پلي | جاڪرو | جيجو | جوٿو | ڏيرو | ڄام هوٿي | هنگورو

جاڪرو ← هنگورو ← (اولاد هنگورا ۽ هنگورجا)

ڄام هوٿي ← ڄام چندو ← ڄام هوٿي ← نهڙيا، نومڙيا ۽ ڪوهستان وارا ملڪ هن شاخ مان آهن

هنگورو ← اولاد هنگورا ۽ هنگورجا

**هنگوراڻي**: هندن جي هڪ ذات. هي برهمڻ کترين جي "درزي" نک مان آهن. هي اصل ۾ جيسلميري آهن ۽ هنگوريمل جو اولاد ٿين. رامچنداڻي ۽ ملڪاڻي هنن جا عزيز آهن.

**هنگورجا**: مطلب هنگوري جو پٽ. هي هنگورا جو اولاد آهن. هنگورجا. سمن مان آهن. هنن جي هڪ پاڙي جو نالو "ڏوهڙ" آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ هنگورن جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**هنگي پوٽا**: هي هنگورجا جا پٽ ۽ هنگوري جا پوٽا آهن.

**هَوتَ**: ايس. صادق عليءَ جي بيان موجب "هوت" رندن جو پاڙو آهي.

**هُوتُ**: سنسڪرت جو لفظ "هت" مان ورتل آهي. جنهن کي هنديءَ ۾ وڄڻ، وڻڻ، پيارو، محبوب، معشوق، ۽ بهادر چون ٿا. محاوري طور آري بلوچ قبيلي کي "هوت" سڏين ٿا.

حقيقت ۾ هوت لفظ "هُوت" آهي. جيڪو هندو جتن جي هڪ نک مان آهي. مير جلال خان بلوچ، ننڍي زال "عجوبه" جيڪا ناچڻي هئي، "هوت" خاندان مان پرڻيو هو، جنهن مان کيس هڪ سڪيلڌو پٽ ڄائو هو. جنهن جو نالو عجوبه ناناڻي ڪنيز مان چوندي "هوت" رکيو. جيڪو عام طرح ڄام آريءَ سان مشهور ٿيو. هوت ذات وارا ان هوت مان آهن. هي هوت رند نه آهن. عام ماڻهو هنن کي سماٽ ۽ جَتَ سڏين ٿا.

"تاريخ بلوچستان" از راءِ بهادر لاله هتورام، ڪتاب "بلوچ اور اس کي تاريخ" ص 181، از مولانا نور احمد خان فريدي، "تاريخ بلوچستان" ۽ "تاريخ قديم سنڌ" جي مصنف رحيمداد خان مولائي شيدائي جي لکڻي موجب "هوت" بي بي عجوبه مان هو. جنهن جي عمر ست سال هئي ته مير جلال خان مڪران جي ميري

ڪوٽ ۾ مري ويو. بيبي عجوبہ هوت ڪي والد جي تدفين ۾ اجازت نہ ڏني. ٻيا پاٿر تدفين ۾ لڳي ويا. موقعي جو فائدو وٺندي بيبي عجوبہ ميري ڪوٽ تي قبضو ڪرائي ڪوٽ جا دروازا بند ڪرائي ڇڏيا. ان هوت جي نسل مان "هوت" بلوچ آهن. هوتن جا خاص پاڙا آهن: بالاچاڻي، بهراڻي، ڇتراڻي، چانڊيا، حساڻي، سندراڻي، غيباڻي، قمبراڻي، گهراماڻي، نوحڪاڻي، هوت، هوتڪاڻي، کوسا، ڪرمتي، سابڪي ۽ ماهونا.

مزاري، چانڊيا، ڪرمتي، هوت ۽ کوسا ان هوت جو اولاد آهن. هڪ تاريخي اڀياس جي نظر ۾ هوتن جو شجرو هن طرح آهي.




مير عالي خان بن عمر خان بہ زالون پرڻيل هو. ننڍي زال مان مير هوت خان ۽ پنهون خان بہ سڳا ڀائر هئا. جن سان سسئي پنهونءَ جو داستان (قصو) منسوب ٿيل آهي. غلام فريد چوي ٿو تہ:

**هوتِ بلوچ مور نہ ڇڳي، توڙي ڇمن گهر علماءَ** (بحوالہ: نئين زندگي ص 10. سيپٽمبر 2002ع)

**هوتاڻي:** ڪرمتين جي مهيري شاخ مان هڪ پاڙو.

**هوت خاناڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. جتن ۾ پڻ ڏسائين ٿا.

**هوتڪ:** رخشاڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. هن پاڙي مان تيمراڻي (تنبراڻي) آهن. گڇياني (گدا) ۽ توراني پٺاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "هوتڪ" آهي.

**هوتڪاڻي:** هوت جي اولاد مان آهن. رندن ۽ بگٽين جي ڪکپر پاڙي مان پڻ "هوتڪاڻي" آهن.

**هوتمان:** گورچاڻي بلوچن جي پٽافي قبيلي مان آهن.

**هوتواڻي:** گورچاڻي بلوچن جو هڪ خاص قبيلو. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1. ٻبراڻي (بابلاڻي) 2.جوتياڻي (چتاڻي) 3. سائوجاڻي (ساجاڻي) 4. قاسماڻي 5. ڪلوغاڻي (ڪولاگاڻي) 6. منوڪاڻي (مالوڪاڻي). سرڪي سمن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ هوتواڻي (سمات) آهي.

**هوتي:** بروهين ۽ پناڻن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**هوتياڻي:** نوحاڻي بلوچن جي سرياڻي شاخ مان هڪ پاڙو.

**هوتيزئي:** دهوار بروهين، عمراڻي بروهين ۽ شهداڻي بروهين جي پاڙي جو نالو.

**هوتاڻي:** سمن جي هڪ ذات.

**هوڻي:** سنڌ جا سما آهن. جيڪي سميجن جي اوڙڪ مان آهن. انڙ.دل، پلي، ڏاهري نهڙي (راهواڻي) ۽ اوٺا هن جا قريب نظر اچن ٿا. ذاتين جي اپياس موجب رائڌن بن ڪاڪو کي سمون پٽ مان ست پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو انڙ هو. ان انڙ کي اناويهه پٽن مان هڪڙو پٽ "هوڻي" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي "هوڻي" سڏايو. اهڙيءَ طرح ٽيبو بن انڙ کي 96 پٽ هئا. جن مان هڪڙي پٽ جو نالو پڻ هوڻي هو. جن جي پوين پاڻ کي "هوڻي" سڏايو. ڄام هوڻي بن ساند ۽ هالي جو اولاد ب "هوڻي" سڏجي ٿو. هوڻي، سما ۽ ملاح آهن. هوڻيءَ جو ، جرو هن طرح آهي.



هوتيءَ کي ڪافي اولاد هو. جن مان مشهور اولاد هن طرح آهي: 1. ارادنجا 2. بيهن 3. پنجابي واتڙا 4. جوتيجا 5. چنا 6. ڏهري 7. ڏاهراجا 8. راڄپر 9. راڄڙ 10. صابوجا 11. ڪيهر 12. ڳاها 13. گهلوجا 14. وساڻ 15. مُبيجو 16. وسڻ 17. مُورو 18. جيسر

**هوتياڻي:** هوتي سمن مان آهن. هنن جي هڪ پاڙي جو نالو جاڙيجاڻي آهي. هي سَند جا سما آهن. جيڪي ملاحن جي اوڙڪ ۾ شامل آهن. ڪيترن ۾ پڻ "هوتياڻي" آهن. درويش نوح ذات جو ڪيبر هو. پر هن وقت هوتياڻي سڏيو وڃي ٿو. هڪ ٻئي حوالي موجب جاکرن جي منجهئان پاڙي مان هڪ ٽڪ جو نالو پڻ "هوتياڻي" آهي. هي ننٿي جي پرسان رهن ٿا. ڄام جکرو (جاکرو) سنڌ جو مشهور سخي ۽ ڏاتار هن پاڙي مان هو. ڪنهن سالڪ چيو آهي تہ: **"هوتياڻي هٿان، وڻ بہ وجن واسيا"**.

**هوتيپوٽا:** ڄام هوتي جي پٽن جو اولاد آهن. ڏاڏي جي نسبت سان "هوتيپوٽا" سڏجن ٿا. وڌيڪ لاءِ "هوتي" خاندان جو شجرو ڏسڻ گهرجي. آلڪاڻي هنن جو خاص پاڙو آهي.

**هودائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هوروالا:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هوري:** بلوچي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اونهي پاڻيءَ مان مڇي پڪڙڻ وارا. هي بلوچن جي ذات آهي، جن جو پيشو مڇي مارڻ هو (بحوالہ ڪتاب بلوچ اور بلوچستان ص 25).

**هوڙ:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هوڙائي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن. هي ساموندي پٽي ۽ لاڙ ۾ رهن ٿا.

**هوڙهاڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**هوسڙا:** هڪ مسلمان سماٽ ذات. سکر جي طرف رهن ٿا.

**هولاڻي:** هندن جي هڪ ذات، ساموندي پٽي ۽ لاڙ وارا هولاڻي، مسلمان سماٽ آهن. غالبا هي ملاح آهن. ڪتاب "سومرن جو دؤر" ۾ آهي تہ "هولاڻي" سومرن جو پاڙو آهي.

**هولائي:** دهوار بروهين جو هڪ پاڙو.

**هولياڻي:** سومرن جو هڪ پاڙو. هنن کي هولاڻي پڻ چون ٿا.

**هُون:** پاهران آيل گورا آهن. سندن باقيات ختم ٿي چڪي آهي.

**هُوَڻ:** هندن جي هڪ ذات.

**هُوَيداڻي:** هي هويدا خان خاصخيليءَ جو اولاد آهن. جيڪي سعد بن بکر بن هوازن (بنوسعد) جي شاخ

مان آهن. مارئيءَ جي ڳوٺ "پالوا" ۾ هنن سان ملاقات ٿي. عمراڻي، ميواڻي، طالباڻي ۽ دولائي هنن جا خاص پاڙا آهن.

**هَـهـَا :** ڏوبين جي هڪ ذات.

**بيت:** **هها موحي مون چيو، هو پرت لنگهي ٿيا پار.**

**هئبتاڻي:** لغارين جو هڪ پاڙو.

**هئبتيان:** مزاري بلوچن جي بلوچاڻي قبيلي مان آهن.

**هئبٽاڻي:** بلوچن جي هڪ ذات.

**هئجهاڻي:** بگٽي بلوچن جي قونگ شاخ مان آهن.

**هيبتاڻي:** جمالين، لاشارين ۽ پرگڙين جو هڪ پاڙو. ڪلولاڻي ڪوسن ۾ پڻ "هيبتاڻي" آهن. ڪوٽڙي تعلقي ۾ وينا آهن.

**هيبواڻي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 116 موجب "هيبواڻي". ساجدي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي.

**هيتواجي (هادوچ):** بلوچستان جي اوان واري علائقي جا رهواسي خانہ بدوش مالدار بلوچ آهن.

**هيتار:** هڪ مسلمان سماٽ ذات.

**هيجاڙي:** ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 116 موجب "هيجاڙي" ساجدي بلوچن جو هڪ پاڙوآهي.

**هيجب:** جاکرن جي همند پاڙي مان هڪ اوڙڪ. ٺٽي ضلعي ۾ وينا آهن.

**هـِـيجڙا :** ڪدڙن فقيرن کي ٿا چـون، ذات بـ آهـي. حـقـيقت ۾ جٽن (جت) جي هڪڙي پاڙي جو نـالو "هـيجڙا" آهي.

**هيجواڻي:** بلوچن سان واسطو رکندڙ هڪ ذات.

**هيدياڻي:** هڪ بلوچن ذات.

**هيدڙا :** ميمڻن جو هڪ پاڙو. ٺٽي شهر جا رهواسي آهن.

**هير:** هندو چمارن جو هڪ پاڙو.

**هيرا :** پنهورن جو هڪ پاڙو.

**هيرناڻي:** ڏيا ذات جو هڪ پاڙو.

**هـِـيرواڻي:** جمالي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**هيڙاهو:** سمات آهن. ٿر ۾ رهن ٿا.

**هيڙها:** حملاڻي برفت آهن. ڪوهستان ۾ رهن ٿا.

**هيساڻي:** سومرن جو هڪ پاڙو.

**هَيسباڻي:** رندن ۽ جتوئين (شر) مان آهن. بڙدين جي سندراڻي پاڙي مان ۽ پنهورن ۾ پڻ "هيسباڻي" آهي. هي هيسب جو اولاد آهن.

**هِيسباڻي:** (هيسب جو اولاد) مگسي بلوچ آهن. هِيسباڻي ۽ هَيسباڻي لفظن ۾ زير ۽ زبر جي تميز نه هئڻ ڪري فرق ختم ٿي ويو آهي. ان ڪري عام مروج لفظ "هيسباڻي" آهي. شاهپور جي سيدن (اچن شاهه) جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "هيسباڻي" آهي. نوحاڻي بلوچن ۾ پڻ هيسباڻي آهن. جن مان "بنگاڻي" آهن. هيسب ۽ غلام پاڻ ۾ پائر هئا. هيسب جو اولاد هيسباڻي ۽ غلام جو اولاد غلاماڻي سڏجي ٿو. هيسباڻي نوحاڻين جو وڏو پاڙو "سحاقاڻي" آهي. هي ان جو حصو آهن. اڪثر لاڙ ۾ رهندڙ.

**هيسجا:** مهرن جو هڪ پاڙو.

**هيسي:** هندن جي هڪ رولو ۽ گهٽ درجي واري ذات. جن کي "بيدا" ۽ لوهار به چون ٿا. بانسري ۽ دُف وڄائي گذر سفر ڪن ٿا.

**هيلايا:** ٻاپڙن مان آهن. لسٻيلي ۾ رهن ٿا. تعلقي سجاول وارا "هيلايا". ملاح ۽ مهاڻا آهن. ڊاڪٽر غلام علي الانا هنن کي مڇي مارڻ وارا ملاح سڏيو آهي (بحواله مهراڻ نمبر 4 _ 3 سال 2001ع ص 33).

**هيمچند:** گارنگ (گرڙيا) راجپوتن جيُ هڪ نک جو نالو. ٿر ۾ رهن ٿا.

**هيمناڻي:** هندن جي هڪ ذات.

**هينگِڙا:** مينگهواڙن جي هڪ ذات.

# ي

**ياجوج:** ئي پٺاڻ ۽ منگول آهن. جيڪي يافث بن حضرت نوح جو اولاد آهن. هنن جي اولاد مان هزارين ماڻهو سنڌ ۾ رهن ٿا. ماجوج هن جو ڀاءُ آهي.

**يادو:** راجا چندر ونسيءَ جي نسل مان سنڌ جا هندو راجپوت. هي انن شاخن ۾ ورهايل آهن: 1. يادو 2. ڀاٽي 3. جاڙيجا 4. سهتيجا 5. مديجا 6. بدمن 7. بدا ۽ 8. سوها. يادو. دوارڪا جي راجا ڪرشن جو اولاد آهن. سندن اصل وطن "ماروسٿل" راجپوتانا آهي. سنڌ جا سما ۽ جاڙيجا ان نسل مان آهن.

**يار احمدزئي:** سراوان ۾ رهندڙ بلوچ. جن جا خاص پاڙا آهن: 1. روشن زئي 2. سهراب زئي 3. شيرزئي 4. محمود زئي 5. مير خليل زئي. يار احمد زئي شادي ڪرڻ ۽ طلاق ڏيڻ ۾ آزاد آهن ۽ مذهب ۾ بي پرواهه آهن.

**ياراڻي:** عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

**يار علي زئي:** عمراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. شهواڻي بروهين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "يار علي زئي" آهي.

**يارلي:** ٽالپرن جو هڪ پاڙو.

**يارياڻي:** ڪولاچي رندن جو هڪ پاڙو.

**ياسين خيل:** لوڌي پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**ياقياڻي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**يتيماڻي:** هي چون ٿا ته اسان "جتوئي" آهيون.

**يحيٰ:** هڪ مسلمان ذات. قاضي احمد جي پرسان وينا آهن. هي چون ٿا ته اسين "سنڌي" آهيون.

**يحيٰ خيل:** پٺاڻن جو هڪ قبيلو.

**يحيٰ زئي:** ڪيراني پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**يحيٰ ٿي:** اعواڻن جو هڪ پاڙو. هي نجف علي بن قطب شاهه محمد يحيٰ جو اولاد آهن.

**يرانگ:** افغاني پٺاڻن جو هڪ پاڙو.

**يعقوباڻي:** سنيا ذات جو هڪ پاڙو. هنن کي پونگراڻي پڻ چون ٿا.

**يعقوب پوٽا:** لڪياري سيدن جو هڪ پاڙو. سيوهڻ وارا لڪياري سيد. سيد محمد مراد شاهه. سيد حاجن شاهه ۽ سيد الله بخش شاهه هن پاڙي مان آهن.

**يعقوب خيل:** لوڌي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**يعقوب زئي:** تور پناڻن ۾ الڪو پناڻن جو هڪ پاڙو.

**ينگلوت:** ميو قبيلي جو هڪ پاڙو. مسلمان آهن.

**يـو (HALA) :** چين جي بادشاهہ شون (يو) جو اولاد. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**يوچي:** ايران کان آيل هڪ قبيلو. ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**يورجهائي:** بروهين جو هڪ پاڙو.

**يوسفاڻي:** رندن ۾ ميمڻن جو هڪ پاڙو. ڏيرن ۾ پنهورن ۾ پڻ "يوسفاڻي" آهن. "يوسفاڻي" ساجدي (جـت) بلوچن جو پاڙو بہ آهي.

**يوسف زئي:** خرشبون پناڻن جي شاخ مان آهن. هي داڻود جي پٽ يوسف ۽ منـدر/مندي جي پٽ يوسف جو اولاد آهن. هنن جو براڻو نالو "اسپازئي" آهي. هنن جا خاص پاڙا آهن: اڪوزئي، الياس زئي، بادي خيل، عيسيٰ زئي، ملي زئي، خاص خيل ۽ مغل خيل. ابراهيم زئي چون ٿا تہ يوسف زئي اسان مان آهن. سنڌ جا خاصخيلي دعويٰ ڪن ٿا تہ اسان يوسف زئي، پناڻ (افغانن) جو اولاد آهيون. خاص خيل اسان جو وڏو هو. ان جي پنيان "خاصخيلي" سڏجون ٿا. منهنجي تحقيق موجب خاصخيلي پناڻ نہ آهن. هي سماٽ آهن. يا عرب، آفريڪا کان آيل مختلف ذاتين سان واسطو رکندڙ غلام ۾ پورهيت آهن. خاص، نيازي پناڻن (لوڌي) جو ۽ خاص خيل، يوسف زئي، پناڻن جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي قبيلي طور "خاص"، "خاص خيل"، "ڪـنـدي" سڏجن ٿا. نہ ڪي خاصخيلي. انهن مان ڀان کي جاڻائڻ سماٽن سان مذاق برابر آهي. (وڌيڪ احوال لاءِ عنوان خاصخيلي ڏسڻ گهرجي).

برصغير جا حڪمران پناڻ ۾ افغان هئا ۽ انهن جو اولاد بہ پناڻ ۾ افغان هو. نہ ڪي سنڌ جا خاصخيلي. يوسف زئي پناڻن جو شجرو هن طرح آهي:

عبدالرشيد بطان (پناڻ)

|

خير الدين /خرشبون

|

عثمان شيخا /خشي /خاشي

|

مندر /مندي




**يوسفي:** محمد حسني بروهين جو هڪ پاڙو.

**يونس خيل:** لوڌي ۽ ڪيراني پناڻن جو هڪ پاڙو.

**يونس زئي:** خرشيون ۽ ڪاڪڙ پناڻن جو هڪ پاڙو.

**يهودي:** بني اسرائيل جي اولاد يعني حضرت موسيٰ جي قوم کي "يهودي" چون ٿا. هي يهودا (بنويهودا) جي پنيان "يهودي" سڏجن ٿا.

**مشڪلَ نيست ڪَ آسان نشود**
**مـــرد بايد ڪہ هر آسان نشود.**

(شيخ سعدي)

# ضميمو

## الف

**آجڙا:** پنجاب ۾ رهندڙ جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙي جو نالو.

**آجڙي:** اعواڻن جو هڪ پاڙو.

**آخوند خيل:** مليزئي (يوسفزئي) پٺاڻن جي پاينده خيل قبيلي جي هڪ شاخ. هي ملا الياس آخوند بابا جو اولاد آهن. دير ۾ سندن وڏا ڳوٺ آهن.

**آخوند زادا (پيرزادا):** پٺاڻن جي هڪ شاخ. هي ملا مشڪيءَ (سوات) جو اولاد آهن.

**آدم پنٿي:** سکن جوهڪ فرقو (لقب). جيڪي آدي گرنٿ جا پوئلگ آهن ۽ پاڻ کي ذات طور "آدم پنٿي" چوائين ٿا.

**آدم خيل:** جي هڪ پاڙي جونالو "گلي" آهي.

**آدماني (آدماڻي):** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي انيڙن جي بن ڪيڙن مان آهن.

**آدم زادا:** چترالي پٺاڻن جو هڪ قبيلو.

**آرائين:** هنن جو احوال گذريل صفحن تي ڏنو ويو آهي. رهيل پاڙا هيٺ ڏجن ٿا.

| ابدال | قيرڪي | چاچڙ | رمن | ڪاڪڙي | مستيانا |
|---|---|---|---|---|---|
| ارڪي | واهند | چدوا | روپال | ڪتورا | مگي |
| بگا | ٻپ (ٻپ) | چميال | رودي | ڪلير | ملني |
| پمياڻي | ٻمبر | چندو (چندا ـ چندوار) | سانديا | ڪميانا | مندڙ |
| چنيال | ٻوت | چچر | ساولا | گُرڪا | منن |
| چندوڙ | تجرا | چيچر | سُتار | گُرنا | منوالي |
| ڍينگا | برار | دولا | سُتند | گڙيئا | موهنا |
| ڪير | پاپين | ڏُڏا | سريسر | گنگو | نبهال |
| مهمانيا | جندرن | ڏنجون | سلونا | گوريا | نر |
| منڊو | جوڙيا | ڍنگ | سمري | گيلن | وچل |
| ميتلا | جوسن | ڍنگا | سنڌي | گيهلن | وريهه |
| سپال | جهجهر | رامان | سيني | لاوبالو | وبريا |
| سوهنا | جهنجهوتا | راهي | عربي | مدهه | هتانا |
| تندا | جهنبو | رمبا | ڪاڪڙ | مرانا | --- |

**آريا:** پنجاب ۾ هنن کي جاٽ ۽ جٽ چون ٿا. ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ حاجي خان چاچڙ جي راءِ آهي ته "آريا" حضرت نوح جي اولاد مان حضرت سنڌ جو لقب آهي. اسان حضرت سنڌ جو اولاد آهيون. ان ڪري اسان آريا آهيون, آرين جو ضد "دراوڙ" آهي.

**آغا خيل:** مروت پناڻن جو هڪ قبيلو بنوںءَ ۾ سندن اصل ماڳ آهن. روزگار خاطر سنڌ ۾ به ڪاهجي پيا آهن.

**آگري:** هڪ ٻئي حوالي موجب "آگري" هڪ ذات آهي, هن ذات وارا چتوڙ جي راجپوتن جو اولاد آهن. سنڌ ۾ رهن ٿا.

**آهوجا:** پنجاب ۾ جٽ قبيلي جو پڻ هڪ پاڙو.

**ابازئي:** هي يوسف زئي پناڻن مان آهن.

**آبدالَ:** هنن جو تفصيلوار احوال پهرين صفحن تي ڏنل آهي. وڏيڪ لکجي ٿو ته آرائين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ابدال" آهي. هي اصل ۾ ساهيوال جا رهواسي آهن, ڳائڻ وڄائڻ جو ڪم ڪن ٿا. انهن مان ڪافي سنڌ ۾ پکڙجي ويا آهن.

**ابڪال:** راجپوتن جي هڪ شاخ, هي ڪلهور جي راجا "سنگرچند" جي پٽ "واهنگل" جو اولاد آهن, ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**ابلاڻا (ابلانا):** جٽن ۽ ڪرلن جو هڪ پاڙو. پنجاب کان سنڌ ۾ داخل ٿيا آهن.

**ابواني (ابواڻي):** پناڻن جو هڪ قبيلچو هي امرتسر کان آيل آهن.

**ابوئي:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**اُترا:** جاٽ قبيلي جو هڪ پاڙو. هي "راڻا" جي لقب سان سڏجن ٿا.

**آتمان خيل:** هنن جو احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهي. وڏيڪ لکجي ٿو ته اتمان زئي حسب نسب جي واسطي سان وزيري پناڻن, مندنر پناڻن ۽ يوسف زئي پناڻن مان آهن.

**اُٽنگل:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**اُٽوال (اِٽوال):** سورج بنسي راجپوتن جي هڪ شاخ. سندن خاص ڏنڏو اُٺ پالڻ (اونٽوال) آهي, جنهن ڪري مقامي ماڻهو کين جٽ (جت) به چون ٿا.

**اُٽيرا:** لوڌران کان آيل هڪ مسلمان ذات جو نالو.

**اُتوال:** پنجاب کان آيل هڪ مسلمان جٽ (جت) قبيلو.

**اُپل:** هندو جاٽن جوهڪ پاڙو. هنن مان ڪافي مسلمان به ٿيا آهن.

**اُپيرا:** ڪرل قبيلي جو هڪ پاڙو.

**اُچراڻ:** هڪ مسلمان ذات. پنجاب جا رهواسي آهن.

**اِچر:** هڪ مسلمان ذات. پنجاب کان آيل آهي.

**اِچرل:** پنجاب کان آيل هڪ مسلمان ذات. ڪراچيءَ ۾ هڪ فرد سان ملاقات ٿيل.

**احمداڻي:** تفصيلوار احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو ته مِنيءَ ۾ هڪڙي راهمونءَ سان ملاقات ٿي، جنهن ٻڌايو ته اسان جو پاڙو "احمداڻي" آهي. صديقين ۾ پڻ آهن

**احمدزئي:** تفصيلوار احوال ۽شجرو گذريل صفحن ۾ ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو ته اُشتراني پٺاڻن ۽ درويش خيل وزيري پٺاڻن ۾ پڻ "احمد زئي" آهن. احمد زئي وزيري پٺاڻ وري ٽن شاخن ۾ ورهايل آهن. اِدي خيل، ڪيمل خيل ۽ هتي خيل. عابد خيل به سندن پاڙو آهي.

**احمس:** عربن جي "بجيله" قبيلي جي هڪ شاخ. اسماعيل بن ابي خالد هنن مان هو. جنهن نبي ڪريم ﷺ جن جي ڇهن اصحابن کي ڏٺو هو جن ۾ انس بن مالڪ ۽ عمرو بن حريث به هئا.

**اُدي:** پنجاب کان آيل هڪ مسلمان ذات.

**اِدي خيل:** وزيري پٺاڻن جي "احمدزئي" قبيلي مان هڪ قبيلچو.

**اُڏاڻا:** هڪ جت قبيلو هي پنهنجي نالي اڳيان "جام" استعمال ڪندا آهن.

**اراڙ (ارڙ):** ديپال پور کان آيل جت. لاهور ۾ آباد ٿي مسلمان ٿيا. سندن چوڻ آهي ته اسان "مغل" نسل مان آهيون.

**ارباب زاده:** چترالي پٺاڻن جي هڪ ذات.

**ارڪ:** هڪ مسلمان جت قبيلو.

**ارڪي:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**اَرَوَلَ (اروال):** ديره غازي خان جي سانگهڙ واري علائقي جا رهواسي مسلمان جتن جو هڪ قبيلو. هنن جا رسم و رواج بلوچن جهڙا آهن.

**ازد:** هڪ عرب قبيلو. يحمد ۽ فراهيد قبيلو پڻ هن قبيلي مان آهن. حضرت عمر رضہ طرفان مقرر ڪيل بصره جو قاضي ڪعب بن سور هن خاندان مان هو.

**اِسپيرڪا:** وزيري پٺاڻن جي احمد زئي شاخ جو هڪ پاڙو.

**اسد:** هڪ عرب قبيلو هي خريمہ بن مدرڪ ۽ ربيعه بن نرار قبيلن ۽ شاخن مان آهن.

**اَسر (اسرا):** هڪ مسلمان قبيلو.

**اسلم:** هڪ عرب قبيلو سهم شاخ هن مان ڦٽل آهي. مشهور قاضي (بغداد) محمّد بن عمر بن واقد (واقدي)

هن ڪيڙ مان هو.

**اِسوت (سوت):** افغاني پناڻن جي پني شاخ جو هڪ پاڙو.

**اِسيال:** منج راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**اشتراڻي (شتراڻي):** احمد زئي هنن جو خاص پاڙو آهي.

**اشجع:** هڪ عرب قبيلو. فتح مڪ دوران نبي پاڪ ﷺ جن جو سچو ساٿي حضرت معقل بن سنان هن ڪيڙ مان هو.

**اشعر (بنو اشعر):** اشعر بن سبا جي نسل مان آهن. کين "اشعرين" بہ چون ٿا. حضرت موسيٰ اشعري رضہ هن قبيلي مان هو.

**اعواڻ (اوان — اعوان):** هنن جو تفصيلوار احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهي. سندن رهيل پاڙا هن طرح آهن:

| آجڙي | پگري | پگري | جوهان | گنگ | هرپال |
|---|---|---|---|---|---|
| اندر | پاپين | جاجي | ڪليا | گوليرا | |
| بجارا | بوسڻ (ٻوسڻ) | جوند | ڪُند | مندل | |

**اڪازئي:** هي اتمان پناڻ جي پهرين زال جي اولاد مان "اڪو" جو اولاد آهن.

**اڪرا:** هڪ مسلمان جٽ قبيلو. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ پيٽاري پرسان هن ذات پنيان هڪ ڳوٺ جو نالو "اڪرو" آهي.

**اِڪوان:** منٽگمريءَ (ساهيوال) کان آيل هڪ مسلمان "مهتم" قبيلي جو پاڙو.

**اڪوڙا:** ختڪ پناڻن جو هڪ تمن. هي اڪوڙ جو اولاد آهن. اڪوڙ خان پناڻ، اڪبر بادشاهہ جي دؤر جو هڪ مشهور شخص هو.

**اڪوڪي (اڪوڪا):** جوين ۽ ڪرلن جو هڪ پاڙو. هي بهاولپور کان آيل آهن.

**اڪيرَ:** هڪ جٽ قبيلو.

**اگواڻا:** هڪ جٽ قبيلو.

**الازئي:** هڪ ٻئي حوالي موجب هي اُتمان زئي پناڻن مان آهن. تہ خيلي، خوش حال خاني ۽ سيد خاني هن جون مکيہ شاخون آهن.

**الله داداڻي (الهدٰداڻي):** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي خير محمد بن علي شير جي اولاد آهن.

**الله دادي:** هڪ بلوچ قبيلو. ديري غازي خان پرسان سندن ڳوٺ آهن.

**الپاهہ:** مسلمان جٽن جو هڪ قبيلچو.

**الخضراج:** هڪ عرب قبيلو (خضر جي خزرجي) جن حضرت محمد ڪريم ﷺ جي مدينه منوره ۾ آمد وقت مصحب بن عمير ۽ حضرت ايوب انصاري (خالد بن زيد) جي سربراهيءَ ۾ مدد ڪئي هئي ۽ بعد ۾ "انصاري" سڏجڻ لڳا. الخضراج حقيقت ۾ "جريم" قبيلي جي هڪ شاخ آهي. هن قبيلي جا "انصاري" ۽ سپيا" سجي سنڌ ۾ آباد آهن. وڏيڪ لاءِ انصاري عنوان پڙهڻ گهرجي.

**الشن:** عبدالقيس قبيلي جي هڪ شاخ. حضرت رباب الشني هن شاخ مان هو.

**الور:** ڪرل قبيلي جي هڪ شاخ.

**امازئي:** ڪن ڪن علائقن ۾ "امازئي" پناڻ پاڻ کي اشتراڻي پناڻن مان به چوائين ٿا.

**املاوت:** مسلمان راجپوتن جي هڪ ذات. هي راجا "املا" راجپوت جو اولاد آهن. راجا املا جي هڪ زال جٽڻ هئي, ان ڪري ان زال جو اولاد "جٽ" سڏجي ٿو.

**امير (بنو امير):** هڪ عرب قبيلو. هي قريشي آهن, سنڌ وارا "اوٺماني" هنن مان آهن.

**اميه (بنو اميه):** هڪ عرب قبيلو. هي قريشي آهن.

**اندار:** مسلمان جٽن جو هڪ قبيلچو.

**اندر:** اعواڻن جي ڪلغان (ڪلگان) قبيلي جي هڪ شاخ.

**اندوال:** ڏنڊ قبيلي جي هڪ شاخ.

**اندوريا:** هندو راجپوتن ۽ گور برهمڻن جي هڪ شاخ.

**انيڙ:** احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهي, هتي سندن رهيل پاڙا لکجن ٿا: الله داداڻي, باڏري, باندر, بشماڻي, بگهاڻي (ٻگهاڻي), پارا, توپڙي, ٻچاتي, پرتاڻي, جُملا, جنداڻي, جياڻي, جهلڻ, چتاڻي, ڊراميٽي, ڊروگي, ساجناڻي, شيدائي, عاداڻي, عدراڻي, ڦندرا, ڪوڏڙي, گنبڙا, گونگاڻي, محمداڻي, منڊلوئي, نورنگاڻي.

**انصاري:** ملتان جي پرسان رهندڙ هڪ مسلمان جٽ قبيلچو.

**انوجا:** جٽ قبيلي جي هڪ ذات.

**اوايسي:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**ادڀائي:** جٽ قبيلي جو هڪ پاڙو.

**اوتر:** جٽ قبيلي جوهڪ پاڙو.

**اوترا:** جٽ قبيلي جو هڪ پاڙو.

**اوجلا:** جٽ قبيلي جي هڪ شاخ. هي چون ٿا ته اسان راجپوتن مان آهيون.

**اوجھہ:** مسلمان جٽن جو هڪ پاڙو.

**اود:** هڪ عرب قبيلو. عمرو بن ميمون هن ڪيڙ مان هو. هن نبي ڪريم ﷺ جن جو دؤر ڏٺو. سٺ حج ڪيائين. 74 هه ۾ وفات ڪيائين.

**اوڏاٽا:** اوڏاٽن جو بيان اڳ ۾ اچي چڪو آهي. وڌيڪ معلومات ڏجي ٿي ته ملتان وارا "اوڏاٽا" پاڻ کي جٽن مان ڄاڻائين ٿا. اگر هي جٽ (جت) آهن ته پوءِ "ڪلهوڙن" کي حضرت سنڌ جو اولاد چوائڻ کان ڪوبہ روڪي نٿو سگهي. وڌيڪ احوال لاءِ "ڪلهوڙا" عنوان پڙهڻ گهرجي.

**اوزاع:** هڪ عرب قبيلو هي همدان شاخ مان آهن. اصحاب الراعي الاوزامي (عبدالرحمان بن عمرو) هن ڪيڙ مان هو.

**اوس:** اوس ۽ خزرج عرب قبيلا آهن، جن کي انصاري بہ چون ٿا. اوس بن حارثہ کي هڪ پٽ "مالڪ" هو. ان مالڪ جو اولاد "اوس" سڏجي ٿو. اوس جي پٽن جا نالا عمرو عوف، مره، سالم، سلم ۽ عبدالله هئا، جن مان هڪ وڏو نسل پيدا ٿيو. سندن شجري لاءِ خزرج جو شجرو ڏسڻ گهرجي.

**اولڪ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**اومرا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**اونتوال:** جٽن ۾ پڻ آهن، جيڪي انن جي پالنا ڪن ٿا. سنڌ ۾ ڪين "اونوال" چون ٿا.

**اهير:** اهيرن جو احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو تہ هڪ برهمڻ ويشن مان شادي ڪئي هئي. ان جي پيدا ٿيل اولاد کي ٻين برهمڻن ڌڪار جي نظر سان ڏٺو ۽ ان جو پٽ وري هڪ برهمڻ عورت سان پرڻيو پيدا ٿيل ٻار کي "اڀير" يعني ڳئن چارڻ وارو چيو ويو. اهو "اڀير" ڦري "اهير" ٿيو.

**اهيري:** شڪارين جي هڪ ذات، جيڪي مال چارين ٿا.

**اياسي:** جٽن جي هڪ ذات.

**ايبڪ:** ترڪن ۽ جوين جي هڪ ذات.

**ايسڪي:** ڪرل قبيلي جي هڪ ذات.

**اينوڪي:** ڪرل قبيلي جي هڪ ذات.

## (ب)

**باب:** مسلمان جٽن جو هڪ پاڙو.

**بَابَر:** هڪ حوالي موجب "بابر" پناڻ شيرانيءَ جي پوٽي "ڊوم" جو اولاد آهن. جيڪي ٻن شاخن "محسند" ۽ "گهورا خيل" تي مشتمل آهن.

**باتي:** هڪ جت قبيلچو.

**ٻاٽيڪي:** وتو راجپوتن جي هڪ شاخ.

**ٻاٽ:** مسلمان ۽ هندو جٽن جي هڪ شاخ. هي "سين پال" جو اولاد آهن.

**ٻادي:** هڪ خانہ بدوش قبيلو.

**ٻاڏري:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**ٻارِڪ:** هڪ پناڻ قبيلچو. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان "عرب" نسل مان آهيون.

**ٻاري:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**بازيد خيل (بائيزي):** آفريدي پناڻن جي هڪ شاخ.

**ٻاڪري:** سومرن جو هڪ پاڙو. هنن جي اڳواڻ پنهنجي ڪيڙ سميت غوث بهاؤالدين جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو.

**ٻالو:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ٻالي:** برهمڻن ۽ جٽن جو هڪ پاڙو.

**ٻانڊر:** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي محمد بن انيڙ جي اولاد مان آهن.

**ٻاورا:** مسلمان جٽن جي هڪ ذات.

**باهله :** هڪ عرب قبيلو. حديث بابت گفتگو ڪرڻ کان منع ڪرڻ وارو صبان بن هلال هن ڪيڙ مان هو. 216 هہ ڌاري بصره ۾ وفات ڪيائين.

**ٻاهي:** پناڻن جو هڪ قبيلچو.

**ٻِبَ:** آرائين جو هڪ قبيلو.

**ٻبائي:** جٽن جي هڪ ذات.

**بتڪ زئي:** پناڻن جو هڪ تمن.

**ٻتي:** ڪمبوه قبيلي جو پڻ هڪ پاڙو. ٻتي ۽ پتي جي تلفظ جي هڪجهڙائيءَ ڪري سڃاڻپ جي تميز پڻ ختم ٿي ويئي آهي. سڀ پاڻ کي "پتي" چون ٿا.

**ٻپر:** جٽن جي هڪ ذات.

**ٻپي:** جٽن جي هڪ ذات. پوسڻ (پوسن) هنن جا عزيز ٿين.

**ٻجارا:** اعوانن جو هڪ قبيلو هي قطب شاهہ جي پٽ ڪلغان (ڪلگان) جو اولاد آهن.

**بجاڙ:** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**بجيله:** يمني عربن جو هڪ قبيلو. بجيله ۽ خشعم، انمار بن سبا جا پٽ هئا. جن جي اولاد پاڻ کي "بجيله ۽ خشعم" قبيلن مان سڏايو.

**بچل:** راجپوتن ۽ جٽن جي هڪُ ذات. هڪ تائوني راجپوت جٽڻ عورت سان شادي ڪئي. شان شوڪت وڃڻ ڪري سندن اولاد پاڻ کي "جٽ" سڏايو.

**بخشيال:** ووهرا کترين جي هڪ ذات.

**بداٽا:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**بداهه:** جٽن جي هڪ ذات.

**بدر:** جٽن جي هڪ شاخ.

**بَدُو:** پنجاب ۾ هڪ خانہ بدوش مسلمان قبيلو پاڻ کي "عرب نسل" مان ظاهر ڪن ٿا. مگر مچ، ڪچون ۽ ڏيڏر کائين ٿا. حرام جانور کائڻ ڪري منجهن ڏپ رهي ٿي، ان نسبت سان سنڌ ۾ چوٽي آهي تہ "تون تہ ڪو بدو" آهين. هنن جو لاشارين سان ڪوبہ واسطو نہ آهي.

**بدوال:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**بدوهل:** جٽن جي هڪ ذات.

**بَر:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**بُرا:** پنجاب ۾ جٽن جو هڪ قبيلچو هي پنهنجي نالي اڳيان "جام" (جام) لڳائيندا آهن. غالباً هي سنڌي نسل جا آهن.

**بَرار:** منٽگمريءَ (ساهيوال) ۾ رهندڙ آرائين جو پڻ هڪ پاڙو.

**بِراڙ:** رولو شڪارين جي هڪ ذات.

**بُرڪ زئي:** هڪ پناڻ قبيلو.

**بُرڪيزئي:** هڪ پناڻ قبيلو.

**برگهٽ:** گوجرن جو هڪ قبيلو.

**بَرِيا:** احوال اڳ ۾ اچي چڪو آهي، هتي وضاحت ڪجي ٿي تہ پنجاب ۾ رهندڙ "بَريا" (وريا) دعوي ڪن ٿا تہ اسان راجا ڪرن جي نسل مان راجا "مَلّ" جو اولاد چندر بنسي راجپوت آهيون، ان بنياد تي هي "سما" بہ ٿي سگهن ٿا.

**بُريا:** گوجرن جو هڪ قبيلو بَريا ۽ بُريا جي اوچارن جي هڪجهڙائيءَ هئڻ ڪري سندن تميز ۾ ڪو فرق نہ رهيو آهي.

**بريار:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**برياٽي:** سيالڪوٽ ۾ رهندڙ جٽ چون ٿا تہ اسان سورج بنسي ڪل مان راجپوت جو اولاد آهيون. هڪ راجپوت هنن مان شادي ڪئي, جنهن سبب هي جٽ راجپوت سڏجڻ لڳا.

**بسرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**بسي:** جٽن جي هڪ ذات.

**بشماٽي:** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي "جنداٽي" بہ سڏجڻ ٿا.

**بشيرا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**بڦلا:** جٽن جي هڪ ذات.

**بَڪ:** مهتم قبيلي جو هڪ پاڙو. سنڌ ۾ رهندڙ بُوڪ / بَڪ شايد هڪ نسبت رکندڙ هجن.

**بڪاخيل:** وزيري پٺاڻن جي اتمان زئي شاخ جو هڪ پاڙو.

**بڪاء:** ربيعہ قبيلي جو هڪ عرب قبيلچو ڪوفو سندن اهم مرڪز آهي. معاويہ بن ثور هن قبيلي مان هو.

**بڪر (بنوبڪر):** هڪ عرب قبيلو هاني بن مسعود بن عامر هن قبيلي جو چڱو مڙس ٿي گذريو آهي, جنهن سان ذي قار جنگ منسوب آهي.

**بڪنيرا:** ڪرل راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**بڪر:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**بَگا:** آرائين جو هڪ پاڙو. بَگا ۽ بُگا لفظن جي هڪجهڙي هئڻ ڪري سندن تميز ختم ٿي ويئي آهي.

**بگدر:** ساهيوال (منتگمري) ۾ رهندڙ هڪ بلوچ قبيلو.

**بگرانا:** هڪ بلوچ قبيلچو.

**بگراهہ:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**بگهاٽي (ٻگهاٽي):** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**بگهيلا:** ڪانيا راجپوتن جي هڪ شاخ. (ب گ ه ي ل ا)

**بگيانا:** جٽن جي هڪ ذات.

**بَگهڙ:** ملتان واري علائقي ۾ رهندڙ جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙي جو نالو "بگهڙ" آهي.

**بَل:** جي معنيٰ آهي طاقت. جٽن جو هڪ پاڙو. جٽن مان هڪ شخص وڏي طاقت، زور ۽ هشمت وارو هو. ڪيس بين، طاقت جي نسبت سان "بَل" چيو. ان ڏينهن کان پوءِ سندس اولاد "بَل" سڏجڻ لڳو.

**بلما:** جٽن جي هڪ ذات.

**بلنگن:** جٽ راجپوتن جي هڪ ذات.

**بلوترا:** ملتان طرف جٽن ۾ شمار ٿين ٿا.

**بَلوُڇُ (بل اُڇ):** پناڻن جو هڪ قبيلو.

**بِلهارا:** گڏهه پالڻ وارا ملاح ۽مهاڻا.هي گڏهن تي مڇي ڍوئڻ ۽ وڪڻڻ جي نسبت سان "بلهارا" سڏجن ٿا.

**بلهمر:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**بلي:** هڪ عرب قبيلو. هي قضاعه شاخ مان بلي بن عمرو بن الحاف جو اولاد آهن.

**بِليل زئي:** پني پناڻن جي هڪ شاخ.

**بمبا:** هڪ غير سماٽ مسلمان قبيلو. چون ٿا ته هي اصل ۾ ڪشميري آهن.

**بِمبر:** آرائين جو هڪ قبيلچو.

**بنانه:** عرب قريشي خاندان جوهڪ قبيلو. هي بنوسعد بن لوئيءَ جي اولاد مان آهن. بنانه سندن ماءُ جو نالو هو ان سان منسوب ٿيل آهن. ثابت بناني (ثابت بن اسلم) هن خاندان جو مشهور شخص هو.

**بِنب:** جٽن جو هڪ گوت.

**بنچ:** ڍوگرن جو هڪ قبيلو.

**بندل:** جٽن جي هڪ ذات.

**بنديال:** جٽن جي هڪ ذات.

**بنديجا:** ملتان طرف پڻ بنديجا (بنديجاهه) وينا آهن. جيڪي پاڻ کي "جٽ" چوائين ٿا. ٿي سگهي ٿو ته اهي ساڳيا جَتَ آهن، جيڪي جدگالن (جت)، راڏا جتن ۽ ڪرمتي جتن ۾ شامل آهن. سنڌ مان لڏي وڃي پنجاب ۾ آباد ٿيا آهن.

**بنديچ:** امرتسر کان آيل جٽن جو هڪ گوت.

**بنڊ:** جٽن جي هڪ ذات.

**بنگالي:** سنياسي فقيرن جي هڪ ذات جو نالو پڻ "بنگالي" آهي. هي بنگلاديش جا رهواسي نه آهن ۽ نه ئي وري سندن زبان بنگلا آهي.

**بنگش:** هنن جي هڪڙي خاص پاڙي جو نالو "جندران" (جدران) آهي. بنگشن جو مفصل احوال اڳ ۾ اچي چڪو آهي.

**بنوت:** هندو راجپوتن جي هڪ ذات.

**بنورا:** هڪ جٽ قبيلو.

**بنهور:** هڪ جٽ قبيلو.

**ٻُواهہ:** جٽن جي هڪ ذات.

**ٻُوت:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**ٻُوٽڙ (ٻٽر):** جٽن جو هڪ پاڙو. هي راجپوت نسل مان آهن. سندن والد راجپوت ۽ والده جٽڻ هئي.

**ٻُوبَڪ:** هنن جو احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي وضاحت ڪجي ٿي تہ ملتان ۽ بهاولپور ۾ ويندل "بوبڪ" پاڻ کي "جٽن" مان چورائين ٿا, جيڪي زراعت ڪن ٿا.

**بوپاهري:** جٽن جي هڪ ذات.

**بوپيرائي:** هندو جٽن جي هڪ ذات.

**بوجڪ:** جٽن مان آهن.

**ٻُوچا:** جٽ آهن.

**بَوسن (ٻوسڻ):** روايتن ۾ آهي تہ هي اصل ۾ سنڌ جا جٽ آهن, هنن جا وڏا بهاؤالحق جا مريد ٿيا. سنڌ مان لڏي ملتان ۽ بهاولپور ۾ وڃي ويٺا, مرشد کي بوسہ (چمي) ڏيڻ جي نسبت سان "بوسڻ" (ٻوسڻ) سڏجڻ لڳا.

ڪتاب ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا جي ص 42 تي لکيل آهي تہ اعوانن جي چوهاڻ شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ "بوسڻ" آهي. اها لکڻي حقيقت جي قريب آهي, ڇاڪاڻ تہ ناميارا محقق اعوانن کي بہ جٽن (جٽ) مان ڄاڻائين ٿا. لُدين گهُتر, سنگي, ٻيي ۽ ٻوسڻ هڪ ئي نسل مان لڳن ٿا.

**بوکيا:** اُٺ پاليندڙ جٽن جي هڪ ذات.

**ٻُولا:** جٽن جي هڪ ذات.

**ٻُومي:** راجپوتن جي هڪ شاخ.

**بونا:** جٽن جي هڪ ذات.

**بهادرڪي:** جوين ۽ ڪرلن جي هڪ ذات.

**بهاڙ:** گوجر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ٻهالي:** راجپوتن جو هڪ گوٽ.

**ٻهروپسا:** مهتم قبيلي جي هڪ شاخ.

**ٻُهشه:** هڪ عرب قبيلو مشهور فقيه ابو التياح هن ڪيڙ مان هو.

**ٻهڻي وال (پڻي وال):** پڻي جتن جو هڪ پاڙو.

**ٻِيبزئي:** پناڻن جو هڪ تمن.

**ٻيٺي:** امرتسر ۾ رهندڙ سيدن جو هڪ پاڙو.

**ٻيدا (ٻيد):** پنجاب ۾ رهندڙ هڪ مخلوط ذات.

**ٻيدوان:** هندو سِک جتن جي هڪ ذات.

**ٻيرگ:** جتن جي هڪ ذات.

**ٻيروال:** جتن جي هڪ ذات. هي برڪڻ چوهاڻ راجپوت جي جتڻ زال مان آهن. ماءُ جي نسبت سان سڏجن ٿا.

## (ٻ)

**ٻجورا (ٻِجورا):** استاد قادر بخش طالباڻيءَ کان معلوم ٿيو ته مرشد جي دعا سان الله تبارڪ و تعاليٰ اسان جي ڪنهن چڱي مڙس کي ٻه پٽ عطا ڪيا. اسان پڻ جا ٻه ٻه جوڙا (ٻ+ جوڙا) تيار ڪري مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿياسين. ان ڏينهن بعد "ٻجورا" سڏيا سين. پنجاب ۾ سندن وڏا ڳوٺ آهن. چوڻ ۾ اچي ٿو ته سنڌ مان لڏي پنجاب ۾ وينا آهن. آمري تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ پڻ سندن ڪجهه ڳوٺ آهن. طالباڻي سندن مشهور پاڙو آهي.

**ٻُڏ:** ساهيوال ۾ رهندڙ "ٻڏ" پاڻ کي بلوچ چوائين ٿا.

**ٻُڏڙ:** ڊوگرن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ٻُڏوال:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ٻڏور:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ٻُرڙا:** هنن جو احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهي. وڌيڪ وضاحت ڪجي ٿي ته ڪتاب "ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا" از اي. ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز صفحي 30 تي لکن ٿا ته ٻرڙن جي ذات جو اصلي نالو "هوجالي" هو. سندن حسب نسب گرنار جي **هڪ راجا** (**جهونا ڳڙهه**) مان آهي، جيڪي پاڻ کي راجپوت ۽ سما چوائين ٿا. اهي "**هوجالي**" گرنار **مان هجرت ڪري** اچي سنڌ ۾ وينا ۽ هڪ بزرگ جي تبليغ تي اسلام قبول ڪيائون. هو ابتدا ته پرهيزگار هئا جو هر وقت مراقبي ۽ چادر ۾ رهندا هئا. بزرگ

مراقبي ۾ ڏسي ڪين ٻر (جبو – چغو) چيو. اهو ٻر لفظ ڦري ٻرڙا ۽ ٻرڙا ٿيو. ان ڏينهن بعد هي هوجاليءَ جي بجاءِ "ٻرڙا" سڏجن ٿا.

## (پ)

**پاپا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**پاتڙا:** سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڳاٽو. هڪ حوالي موجب برهمڻ رشي ماڏومل هڪ ڳاٽي (ناچٽي) چوڪري ڪام ڪندل سان پيار جو پرٽو ڪيو ۽ ان مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو اهي "ماڏو" ۽ پاتڙا" سڏجن ٿا. هي هندن، سکن ۽ مسلمانن ۾ پڻ آهن.

**پاتي داد:** هڪ جٽ قبيلچو.

**پار:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پارا:** ملتان ۾ رهندڙ پاڻ کي "جٽ" چوائين ٿا. انڊيڙن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**پاڪري:** سومرن جي هڪ ذات (باکري)

**پانيوال:** امرتسر کان آيل هڪ جٽ قبيلچو.

**پُتا:** جٽن جو هڪ قبيلچو پُتا ۽ پُتا لفظن جي هڪجهڙائيءَ هئڻ ڪري ڪا تميز نظر ڪانه ٿي اچي، ان ڪري "پٽن" کي بہ جٽن ۾ شمار ڪيو ويو آهي. مسٽر اوبرائن ڪين "جَٽَ" لکي ٿو.

**پُتا:** ڪافي پتا پاڻ کي "پيرزاده" چوائين ٿا.

**پتي:** هنن جو احوال اڳ ۾ اچي چڪو آهي. وڌيڪ وضاحت ڪجي ٿي تہ گوجرن، جٽن، ڪمبواهن، آرائين ۽ بلوچن (ساهيوال) ۾ پڻ "پتي" آهن.

**پتياٽي:** مروت پٺاڻن ۾ پڻ آهن.

**پچر:** کوکرن جو هڪ پاڙو.

**پُرت:** راجپوتن جو هڪ قبيلو.

**پُرٽ:** راجپوتن جو هڪ قبيلچو.

**پروال:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پرواٽا:** جٽن ۽ سيالن جو هڪ قبيلچو.

**پُريال:** گکرن جو هڪ پاڙو.

**پريچ (بريچ):** پٺاڻن جو هڪ تمن.

**پريڙا:** چانديءَ جو ڪم ڪندڙ سونارن جي هڪ ذات.

**پڙال:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پڙپونجا:** ملاحن، مهاڻن ۽ جهينورن جي هڪ ذات.

**پڙيار:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پگري:** اعواڻن جي ڪرانا (ڪراڙ) قبيلي جي چوويهه شاخن مان هڪ شاخ.

**پگهو:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پُلر:** چوں ته هن جي ماءُ جٽڻ ۽ پيءُ راجپوت هو ان ڪري مخلوط (گڏيا Mixed) سڏجن ٿا.

**پُلڙ:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پلڪا:** بهاولپور ۽ ديري غازي خان وارا پاڻ کي بلوچ چوائين ٿا.

**پلواٽا:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پليڙا:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پمياٽي (پنياٽي):** ديري غازي خان ۾ رهندڙ آرائين ۾ پڻ آهن.

**پمرائي:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پمڻ:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پميا:** گوجرن جو هڪ قبيلچو.

**پنيڻ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پنجرا:** هندن جي هڪ گهٽ ذات (ڏومنا)

**پندر:** جٽن جو هڪ پاڙو. سندن پيءُ راجپوت هو، ان ڪري راجپوت به سڏجن ٿا.

**پندل:** سورج بنسي راجپوتن مان ”پندل“ جو اولاد. پندل هڪ شادي جٽن مان پڻ ڪئي هئي، ان ڪري ”جٽ“ سڏجن ٿا.

**پنڌير:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پنڌيلا:** هندن جي هڪ رولو جرائم پيشه گهٽ ذات.

**پنڌر:** اي. ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز پڻ هنن کي ”جٽ“ لکيو آهي. چون ٿا ته هڪ راجپوت جٽڻ سان شادي ڪئي، سندس اولاد راجپوت ۽ ”جٽ“ سڏجڻ لڳو.

**پنرائي:** گوجرن ۽ جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پنگو:** راجپوت ٻہ سڏجن ٿا.

**پنوالا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پنوت:** راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**پڻ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پُو:** رگ بنسي راجپوتن جي هڪ هندو ذات. منهاس، جرال، جمب ۽ پو پاڻ ۾ قرابت رکن ٿا ۽ ملاقات وقت "جي ديو" چون ٿا.

**پواٽا:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پُوت:** بهاولپور ۽ صادق آباد ۾ پڻ "پوت" رهن ٿا. جن جو واسطو پٺين، جٽن ۽ بلوچن سان آهي. چون ٿا تہ هي اصل ۾ سما آهن، سنڌ مان هجرت ڪري ويل آهن. وڌيڪ لاءِ گذريل صفحن تي احوال پڙهڻ گهرجي.

**پوچواٽا:** سيالن جو هڪ قبيلچو.

**پوچيا:** جٽن جي هڪ ذات. مسلمان آهن (ساهيوال).

**پوڪي:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**پولا:** جٽن ۾ پڻ آهن. اڳين صفحن ۾ بيان ٿيل آهي تہ پولا "ڪلهوڙن" جو پاڙو. ڪلهوڙن کي عام طور "جت" ٻہ سڏيو ٿو وڃي. تقويت ملي ٿي تہ ڪلهوڙا ٻہ سنڌي آهن، نہ ڪي "عرب" (ساهيوال)

**پولر (پلو):** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پُوڻ (پُون):** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پُوٽا:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پينس (وينس):** امرتسر کان آيل هڪ جٽ قبيلچو.

(ٿ)

**تارا:** جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو (ملتان).

**تاڙڙ:** ڪتاب "ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا" ۾ پڻ هنن کي "جٽ" لکيو ويو آهي (ص 121)

**تبابعہ:** يمني عربن جو هڪ قبيلچو جيڪو بنو قضاعہ مان نڪتل آهي.

**تتلا:** جٽن جو هڪ قبيلچو گهمڻ، کيرا، ججو آ (جنجوا)، وينس ۽ تتلا پاڻ ۾ عزيز ٿين.

**تتلي:** جٽن جي هڪ ذات. هي ججوآ (جنجوا) راجپوت جي پٽ "تتلا" جي اولاد جي دعوي ڪن ٿا.

**تجار:** جٽن جوهڪ قبيلچو.

**تجرا:** آرائين ۽ جٽن جو هڪ قبيلچو.

**تجواڻا:** راجپوتن جو هڪ گوٽ.

**ٽُر:** بلوچن، گوجرن ۽ هندو جٽن جو هڪ پاڙو.

**ٽُرانا:** جٽن جوهڪ پاڙو.

**ٽُرخيلي:** اتمان زئي پٺاڻن جي الازئي (الله زئي) قبيلي جي هڪ مکيہ شاخ (ترخيل)

**ٽُرڪ:** ترڪ کان آيل ترڪن جي هڪ پاڙي جو نالو "ايبڪ" آهي.

**ٽُرڪ لانري:** يوسف زئي پٺاڻن جي هڪ شاخ.

**ٽَرگ:** جٽن ۽ نيازي پٺاڻن جو هڪ قبيلو.

**ترگر:** پٽي راجپوتن مان هڪ جت قبيلچو.

**ترگڙ:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**ترهولي:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**تريلي:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**تغلب:** هڪ عيسائي قبيلو. هنن جو اڳواڻ زرعہ بن نعمان هو جنهن تي حضرت عمر بن خطاب جزيو مقرر ڪرڻ جو زور پريو هو جنهن چيو تہ اسان عيسائي نہ پر عرب آهيون.

**ٽلا:** جٽن ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**تلوٽ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**تلوڪر:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**تلیال:** گکڙن جو هڪ پاڙو.

**ٽليري:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**تمبولي:** سنسڪرت ۾ پان جي پٽي کي "تمبول" چون ٿا ۽ پان فروشن کي "تمبولي" سڏين ٿا. ذاتين جي ماهر شيرنگ جو چوڻ آهي تہ "تمبولي" هڪ ذات جو نالو آهي. سندن اصل ماڳ بنارس آهي.

**ٽُنگ:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**ٽُنگر:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**تنولي:** پٺاڻن جو هڪ تمن.

**ٽُنيا:** ڪتاب ذاتون ڪا انسائيڪلوپيبديا ۾ پڻ لکيل آهي تہ ٽنيا, "جٽ" (جَٽَ) آهن. (ص 127)

**توتريا (توترا):** مهتمن جو هڪ پاڙو.

**تولا (تورڙ):** گوندل جٽن جو هڪ پاڙو. روايت آهي تہ هڪ جٽ بي اولاد هو هن چيو تہ مون کي پٽ ڄائو تہ مان ان کي سون ۽ چانديءَ ۾ توري اهو غريبن ۽ يتيمن ۾ ورهائيندس. رب العزت ان کي پٽ عطا ڪيو ۽ ان سون ۽ چانديءَ ۾ توري غريبن ۾ تقسيم ڪيو ۽ پٽ جو نالو تورڙ جي نسبت سان "تولا" رکيائين. جنهن جي اولاد پاڻ کي "تولا" سڏايو.

**ٿهراٽا:** سيالن جو هڪ قبيلچو (ساهيوال).

**تيم (تيمي):** عرب سرزمين جي ڪيترن ئي قبيلن جو نالو آهي. مثال: 1. تيم بن مره, حضرت ابو بڪر صديق جو واسطو هن قبيلي سان آهي. (قريش). 2. تيم بن غالب بن فهر (قريش بنو الادرم) 3. تيم بن عبد مناة بن اد بن طابغہ (مضر شاخ). بنو ضربہ, بنو قيس, بنو ثعلبہ ۽ بنو ثبيان ۾ پڻ "تيم" قبيلو موجود آهي.

**تيم الله:** عرب سرزمين جو هڪ قبيلو هي قبيلو بن خاندانن مان آهي.

1. تيم الله بن ثعلبہ (بنو عقابہ)
2. نمر بن قاسط (بنو قاسط)
3. بنو ضيبہ

**(ٿ)**

**ٿاهل:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ٿُتال:** جٽن جو هڪ قبيلو. هي راجا ڪرن جي پٽ "ٿاٿو" جو اولاد آهن.

**ٿرولي:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**ٿڪيڙا:** گوجرن جو هڪ پال.

**ٿند:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**ٿهيم:** هنن جو احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهي, هتي اضافو ڪجي ٿو تہ ٿاڊ هنن کي "راجپوت", اي. ڊي ميڪليگن "اعواڻ" ايچ اي روز "کوکر" ۽ پنجاب جا رهواسي "جٽ" سڏين ٿا. پنجاب جي جٽ ٿهيمن جو بيان آهي تہ شاهجهان جو وزير سعد الله خان همايون دؤر جو مشهورعالم شيخ جلال ۽ دهليءَ جي مغل دؤر جو صوبيدار (گورنر) ٿهيم جٽ هئا.

تذڪره مشاهير سيوستان, مغل بادشاه شاهجهان جي دؤر ۾ سيوهڻ جي گورنر ديندار خان جي فرمائش تي عبدالغفور ابن حيدر سيوستاني فارسي زبان ۾ قلم بند ڪيو هو جنهن جو اصل فارسي خطي

نسخو رايل ايشياٽڪ سوسائٽي لنڊن ۾ موجود آهي. ان ۾ بيان ٿيل آهي ته راجا دلوراءِ ۽ مخدوم چنّو عمراڻي، سومرن جي ٿهيم قبيلي مان هئا.

شرف الدين بن فيض محمد سيوستاني هڪ مشهور خطاط ٿي گذريو آهي، جنهن تذڪره مشاهير سيوستان فارسي رسم الخط ۾ 23 ذوالحج 1320هه روزِ دوشنبه تي لکي پورو ڪيو. ان چنّي عمراڻيءَ جي تذڪره ۾ لکيو آهي ته هي بزرگ سومرن جي ٿهيم قبيلي مان هو“.

ان بنياد تي تائيد ڪجي ٿي ته ”ٿهيم“ هن ڌرتيءَ جا جاوا آهن نه ڪي عرب. ٿهيم ۽ تميم جداجدا نسلن سان واسطو رکندڙ جدا جدا قبيلا آهن. ٿهيم هتان جا سنڌي ۽ تميم عرب آهن. تميم مان ٿهيم نه ٿيا آهن. راقم الحروف، ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ جاموٽ حاجي خان چاچڙ جي ڀرپور تائيد ڪري ٿو ته ”ٿهيم“ سنڌي آهن، نه ڪي عرب.

**ٿير:** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**ٿيرڪي:** آرائين جو هڪ پاڙو.

## (ٽ)

**ٽانوري:** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز پڻ هنن کي جاٽ (جٽ – جت) لکيو آهي. احوال اڳين صفحن تي ڏنل آهي.

**ٽنڊي (ٽنڊا):** امرتسر کان آيل ڊوگرن جو هڪ قبيلو.

**ٽوانا:** هڪ ٻئي حوالي موجب هي گلہ بان، شتربان (جت) آهن. جيڪي پنوار راجپوت لکو جي اولاد مان آهن. ڪن پاڻ کي ”سيال“ ته ڪن وريءَ ٽوانا ۽ ”ڪمبوه“ سڏايو. اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز هنن کي پنوار راجپوت راءِ شنڪر جا پٽ ڄاڻايو آهي.

**ٽوب:** پنجاب ۾ هنن کي ”ٽوبا“ ۽ ”سينگها“ چون ٿا.

**ٽوپڙي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**ٽوڊا (ٽوڊي):** پنجاب ۾ انن چارڻ وارن جتن کي ”ٽوڊا“ ۽ ”ٽوڊي“ چون ٿا.

## (ث)

**ثعلبہ (بنو ثعلب):** هڪ عرب قبيلو.

**ثقيف (بنو ثقيف):** هڪ عرب قبيلو هوازن بن منبہ بن قيس عيلان جي هڪ پٽ جو نالو قسي هو جنهن کي ثقيف بہ چوندا هئا. هي قبيلو ان سان منسوب آهي. ثقيف ابو رغال کي قتل ڪيو هو.

**ثور:** هڪ عرب قبيلو. اصحاب الرائي سفيان الثوري هن ڪيڙ مان هو.

## (پ)

**پاپين:** اعوانن جي ڪلغان (ڪلگان) قبيلي جو هڪ پاڙو.

**پاڊا:** ڏوگرن جو هڪ پاڙو.

**پاندا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پانڊا:** هندو ڪمبواهن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**پاهور (پهوڙ):** جٽن جوهڪ پاڙو. سنڌ ۾ ”پهوڙ“ سڏجن ٿا. ملتان ڪبير والا ۾ سندن وڏا ڳوٺ آهن. چڱا مڙس به اتي اٿن.

**پتانيان:** راجپوتن جو هڪ پال.

**پُترا:** جٽن جي هڪ ذات.

**پتون:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پتوها:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پٽاٽا:** گوجرن جو هڪ پال.

**پٽاٽيا:** راجپوتن جو هڪ گوت. گوردا سپور ۾ ”پٽاڻ ڪوٽ“ هنن سان منسوب آهي.

**پيچاتي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.هي محمد بن انيڙ جو اولاد آهن.

**پيچادا:** مسلمان راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**پڊا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پُربيرا:** کرلن جو هڪ پاڙو.

**پرتاٽي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**پرهر:** جٽن، مهتمن ۽ بلوچن جو هڪ پاڙو.

**پروپيا:** کرلن جو هڪ پاڙو.

**پرهياڙ:** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز پڻ هنن کي ”جُٽ“ (جت) لکيو آهي. ديره غازي خان ۾ هنن جا وڏا ڳوٺ آهن.

**پرير:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پريري:** هڪ بلوچ قبيلچو.

**پساريِ:** گوجرن جوهڪ قبيلچو.

**پساني:** هڪ "جٽ" قبيلچو.

**پسوئي:** هڪ بلوچ قبيلچو.

**پڪائي (پڏڻ):** جٽن جو هڪ قبيلچو هي راجپوت نسل جا دعويدار آهن.

**پُلوهان:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پَنَ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پُنَ:** سورج بنسي راجپوتن مان جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پنائچ:** جٽن جو هڪ پال.

**پنجاٹي:** ميمڻ ۾ پڙ آهن.

**پنجوتِ ا:** هڪ جٽ قبيلو (ملتان).

**پنجوٹا:** وڏيڪ لکجي ٿو ته ڪتاب ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا جي ص 115 تي لکيل آهي ته "پنجوٹا" جٽن مان آهن. سندن اصل ماڳ شاهپور (هندستان) آهي.

**پُنڌير:** راجپوتن جو هڪ قبيلو. هي پنڌير چوهاڻ راجپوت جو اولاد آهن.

**پنديشي:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**پنڊراليا:** راجپوتن جوهڪ قبيلچو. هي جمون ڪشمير جي "پنڊرال" جبل جا رهواسي آهن. ان نسبت سان "پنڊريال" سڏجن ٿا.

**پنگوال (پانگي):** پانگي ۽ چمبہ جا رهڻ وارا پناڻ.

**پنوهان:** جٽن جو پاڙو.

**پنوهن:** جٽن جو هڪ پاڙو

**پَنهل:** راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**پنهيل (پنيل):** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پني:** اِسوت پناڻ، بليل زئي پناڻ ۽ لهرزئي پناڻ به هنن مان آهن. چون ٿا ته "پني"، ڪاڪڙ پناڻن مان آهن.

**پواڙ:** گوجرن جو هڪ قبيلچو.

**پوتا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پُوج:** هڪ بلوچ قبيلو.

**پُور:** گوجرن ۽ ڪرلن جو هڪ قبيلو.

**پُوري (پورا):** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پُوريوال:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پوسلا:** جهنول جٽن ۽ ميراثين جو هڪ پاڙو.

**پوڪوَٽ:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پوگل:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پولندر:** جٽن جي هڪ شاخ. لانگ، للي، دلي ۽ ڪنجر هن شاخ جا قريب آهن.

**پوننا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**پونر:** جٽن جي هڪ ذات.

**پونگر:** جٽن جي هڪ ذات.

**پوني:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پُونيا:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**پوهنا:** راجپوتن جي هڪ ذات. هي راجا تاراچند جي پٽ "نانڪ چند" جو اولاد آهن.

**پوهيا:** جٽن جوهڪ پاڙو. (پوهيا).

**پهوڙ (پاهور):** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز پڻ هنن کي "جٽ" لکيو آهي.

## (ج)

**جاتلا:** امرتسر کان آيل گوجرن جو هڪ گوت.

**جاجي:** پناڻن جو هڪ تمن. هي ڪڪئيءَ جي پٽ ڪگيانيءَ جو اولاد آهن. دراني پناڻ ۽ اعواڻ به چون ٿا ته "جاجي" اسان مان آهن.

**جاچڪ:** معنيٰ پنڻ وارو. هي هڪ گهٽ ذات وارا "جاجڪ" آهن.

**جاڊ (جار_ زاد):** هندو ڪنتين جي هڪ ذات.

**جارا:** پنجاب کان آيل هڪ مسلمان ذات.

**جاڙ:** گوجرن جو هڪ قبيلو.

**جاکر:** ديسوالي جٽن (چوهاڻ - اُڏي) جو هڪ قبيلو هي جاکو جو اولاد آهن. هنن جو اصل ماڳ گڙگائون، جهجهر ۽ روهتڪ آهي.

**جاگل:** کوسا بلوچن جو هڪ قبيلو.

**جالبڪا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو. هنن چمارن جي مشهور ڏاڙيل "ساندل" کي ماري مڃايو هو.

**جالپ (جالب):** جٽن (نيم راجپوت) جو هڪ قبيلو ڪوڪرن ۾ پڻ آهن.

**جالي:** جٽن جو هڪ تمن.

**جامرا (جامڙا):** جٽن مان آهن، سنڌ ۾ کين "جامڙا" چون ٿا.

**جاموگي:** ڪنتين جي هڪ ذات.

**جانگل:** جٽن جوهڪ تمن، مغل بادشاهه شاهجهان جي دؤر کان وٺي جهنگ ۽ ملتان ۾ رهندڙ آهن.

**جانگلي:** ڇهڙن جي هڪ ذات. هي مشهور ڇهڙي "ساندل" جو اولاد آهن.

**جاڻي:** ذاتين جي ماهر اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز جي لکڻ موجب "جاڻي" امرتسر جا پيشور "جٽ" آهن.

**جانيل:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**جَبِرَ:** ملتان ۾ رهندڙ جٽن جو هڪ قبيلو.

**جبلي:** ملتان ۾ رهندڙ سيدن جوهڪ خاندان، هي چون ٿا تہ اسان عرب ۾ واقع "جبل رحمت" جا رهواسي هئاسين، ان نسبت سان "جبلي" سڏجون ٿا.

**جبوڪا:** ڪرلن ۾ جٽن جوهڪ قبيلو.

**جَٽ:** اڳين صفحن سان ملائي پڙهجي. هنن کي جٽيئا، جٽيٽڙا ۽ جٽونگڙا بہ چون ٿا (بطور حقير). آرڪيولاجي سروي، مدراس رپورٽ، ٽاڊ جي راجستان رپورٽ، ايلفنسٽون جي هسٽري آف انڊيا ۽ جنرل ڪننگهم، جٽن کي "جاتو" لکن ٿا. هي محقق لکن ٿا تہ جاتو (جَٽَ) قبل مسيح کان بہ آڳاٽو سنڌ جي سرزمين جا رهواسي آهن.

ابن خردازبہ (912ع) ڪرمان کان منصوره تائين سفر دوران اُٺ هڪليندڙن کي زٽون (جٽ - جٽ) لکيو آهي. مجمع التواريخ (1126ع) جي ليکڪ، اُٺ پاليندڙن کي جت (جٽ) سڏيو آهي. هي لکي ٿو تہ اهي جٽ، سنڌ درياءَ، بهار ۽ ميان والي جي علائقي تائين آباد آهن.

جٽن کي برهمڻ حاڪم چچ گهڻو نقصان رسايو. محمد بن قاسم سنڌن مٿان خراج لاڳو ڪيو. 834ع ۾ عجيف بن عيسيٰ کي جٽن خلاف سنڌ موڪليو ويو. جنهن ستاويهہ هزار جَٽَ قيد ڪري بغداد

روانا ڪيا. 1192ع ۾ هڪ جت پهلوان جتوان، برصغير جي حاڪمن محمد غوري، قطب الدين ايبڪ ۽ تيمور (1398ع) خلاف بغاوت ڪئي، جنهن ۾ ٻه هزار جَٽَ پهلوان مارجي ويا. 1530ع ۾ سلطان محمد ابن تغلق ۽ بابر مغل بادشاهه جتن کي نقصان پهچايو.

**جتڪي:** جتن جو پڙ هڪ قبيلو.

**جتووال:** مسلمان جتن جو هڪ قبيلو.

**جتيانا:** سيالن جو هڪ پاڙو.

**جتيانا:** مسلمان کرلن جو هڪ پاڙو.

**جتالا:** کرلن جو هڪ پاڙو.

**جتول (جتول):** جتن جو هڪ پاڙو. هي جيترا جت جو اولاد آهن.

**جج:** ڪمبواهن ۾ پڙ آهن.

**ججا (ججه):** جتن جو هڪ قبيلو. هي چون ٿا تہ اسان سورج بنسي راجپوت ڳل مان جام جي پٽ "جاج" جو اولاد آهيون.

**ججوها:** راجپوتن ۽ جتن ۾ پڙ هڪ پاڙو.

**جدران (جندران):** بنگش پناڻن جو هڪ تمن.

**جدون:** ڪن محققن جي راءِ آهي تہ جدون (گدون) جادوبنسي ڪل مان جادم راجپوت جو اولاد آهن. يارهن سو قبل مسيح ۾ برصغير کان لڏي وڃي قابل ۾ وينا ۽ پناڻن سان ملي جلي پناڻ سڏجڻ لڳا. سندن دعوي آهي تہ اسان غورغست جي پوٽي "سرهنگ" جي نسل مان آهيون، جيڪو چچ جبل ۾ رهندو هو.

**جديله:** هڪ عرب قبيلو جيڪو ربيعه، طئي ۽ قيس عيلان شاخن ۾ موجود آهي.

**جذام (بنوجذام):** يمني عربن جو هڪ معتبر قبيلو. عدي جي ٻن پٽن جو نالو لخم ۽ جذام هو. جذام کي ٻه پٽ هرام ۽ حشم هئا، جن جي اولاد پاڻ کي "جذام" سڏايو.

**جر:** بلوچ هنن کي ذات جا "جرسوڏا" چون ٿا. جر جي معنيٰ ڪپڙو ۽ سوڏا جي معنيٰ ڌوئڻ آهي. يعني هي بلوچن ۾ ڌوبي آهن.

**جراتا:** جتن جو هڪ قبيلو.

**جرولا:** جتن جو هڪ قبيلو.

**جريا:** جتن جو هڪ قبيلو.

**جريال:** هندو راجپوتن جي هڪ ذات.

**جرير:** هڪ عرب قبيلو. سعيد بن اياس جريري هن ڪيڙ مان هو.

**جَسپال:** هندن جي هڪ ذات.

**جَسرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**جَسراٽي:** چوڌري قبيلي جي هڪ شاخ.

**جَسروتيا:** جمر وال شاخ مان هڪ راجپوت ذات.

**جَسڙ:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**جسگم:** راجپوتن جي هڪ شاخ. هنن جي دعويٰ آهي تہ اسان مناف جو اولاد "عرب آهيون. اسان جو جدامجد زهير هو جيڪو عرب کان هجرت ڪري اچي ڪهوٽا ۾ وينو.

**جسيال:** هندو راجپوتن جي هڪ ذات.

**جشم:** عربن جو خاص قبيلو آهي، جيڪو بنو معاويہ بن بڪر، بنو ثقيف ۽ بنو الاراقم شاخن ۾ موجود آهي.

**جعفر:** ڪتابن ۾ آهي تہ ميانئي پٺاڻ کي تيرهن پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو "جعفر" هو جنهن جي اولاد پاڻ کي "جعفر" سڏايو. هي جاتڪي زبان ڳالهائين ٿا. ملتان جي پير ۾ ويٺل جٽن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "جعفر" آهي.

**جکر:** جٽن ۽ پٽي راجپوتن جي هڪ ذات.

**جکو:** ڊوگرن جي هڪ ذات.

**جگ:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**جگل:** جٽن جي هڪ ذات.

**جگلان:** جيپور ۽ حصار کان آيل هڪ جٽ قبيلچو هي جگو جٽ ۽ جاگو جٽ جو اولاد آهن.

**جگهدا:** جٽن جي هڪ ذات.

**جلائيو:** مغلن جي هڪ شاخ.

**جلواني:** پٺاڻن جو هڪ قبيلو.

**جلوڪا:** ڪرلن جو هڪ پال.

**جُماني (جماٽي):** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي محمد بن انيڙ جي اولاد مان آهن.

**جُملا:** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي رحيمداد بن علي شير جو اولاد آهن.

**جُمن:** ساهيوال ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

**جموال:** راجپوتن جو هڪ گوت, هنن جي هڪ پاڙي جو نالو "جسروتيا" آهي.

**جمول:** هندو راجپوتن جي هڪ ذات. هي چون ٿا تہ اسان سورج بنسي ڪُل مان جمون راجپوت جو اولاد آهيون, جنهن جمون شهر جو بنياد رکيو هو.

**جمون:** راجپوتن ۾ پڻ آهن. هي جمون جو اولاد آهن.

**جنجاڻي:** چوڏري قبيلي جو پڻ هڪ پاڙو.

**جنجوهن:** جٽن جي هڪ ذات.

**جنداڻي:** انيڙن جو پڻ هڪ پاڙو (جنداني). هنن کي پشماڻي چون ٿا.

**جندران:** بنگش پٺاڻن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**جندرن:** آرائين ۽ جٽن جو هڪ پاڙو.

**جندع:** ڪنانہ عرب قبيلي جي هڪ شاخ, عبيد بن مير ليشي 68 هہ ۾ مڪي جو قاضي هو. جيڪو هن ڪيڙ مان هو.

**جِندوالي:** ڪلهور جي راجا سنگر چند جي پٽ مانڪ چند جي اولاد مان راجپوتن جي هڪ شاخ.

**جِندي:** ڪمبواهہ قبيلي جو هڪ پاڙو.

**جِنديڪا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**جَنَ سَنَ:** مسلمان ڪمبواهن جو هڪ پاڙو.

**جنگالي:** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**جنگل:** گوجرن جي هڪ ذات.

**جنگواڻي:** ڪوسن جي هڪ قبيلي جو نالو پڻ "جنگواڻي" آهي. هي جنگو خان جو اولاد آهن. ڳوٺ جنگو خان ڪوسو (ضلعو جيڪب آباد) ۾ جنگي خان اٽڪل بہ سؤ سال اڳ هڪ ٽن قبن واري مسجد تعمير ڪرائي هئي, جيڪا اڄ بہ هڪ عاليشان فن تعمير جو شاهڪار آهي. جنهن ۾ اٽڪل ڏهہ هزار نمازي هڪ ئي وقت نماز پڙهي سگهن ٿا.

**جَنَ وَسَ:** مسلمان جٽن جي هڪ ذات.

**جُنهال:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**جُنهي:** جٽن جي هڪ ذات.

**جنير:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**جوا:** هڪ جٽ قبيلو.

**جُوتا (جُتا):** ساهيوال ۽ ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

**جُوجا:** امرتسر کان آيل هڪ جٽ قبيلو.

**جُود (جُودَ):** جنجوعہ قبيلي جو هڪ پاڙو.

**جوڏا:** امرتسر کان لڏي آيل ڊوگرن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**جوڏرا (جودرا):** راجپوتن جي هڪ ذات, هي جوڏرا مَلڪ جو اولاد آهن. جنهن جو ان وقت ڏاڍو نالو هو. سندس اولاد نالي اڳيان "مَلڪ" لڳائي ٿو.

**جورا:** کوکرن ۾ پڻ آهن.

**جوراهہ:** پنجاب ۾ "جٽ" سڏجن ٿا.

**جوڙيا:** آرائين ۽ ڪمبواهن جو هڪ قبيلو.

**جوسر:** جٽن جي هڪ ذات.

**جوسن (جُوسن):** آرائين, جٽن, ڪمبواهن ۽ کترين جو هڪ پاڙو.

**جُون:** جٽن جو هڪ ڪيڙ. هي جُون هنجراهہ جو اولاد آهن. هنن جو اصل ماڳ ڪرنال هو.

**جُوند:** اعوانن ۽ جٽن جي هڪ ذات.

**جُونن:** بهاولپور ۾ رهن ٿا. هنن جو چوڻ آهي تہ اسان جام جو نا جو جو اولاد آهيون. ارڙهين صديءَ ۾ شڪارپور کان هجرت ڪري اچي بهاولپور ۾ وينا هنن جي وڏي جوناڳڙهہ جو شهر اڏايو هو.

**جُوهان:** اعوانن جو هڪ قبيلو هي قطب شاهہ جي پٽ جهان جي بن پٽن پاسوُ ۽ هِمير جو اولاد آهن.

**جوهل:** هڪ جٽ قبيلو.

**جَويا:** احوال اڳين صفحن تي ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو تہ ڏاهن جي راءِ مطابق جوئيا ۽ جويا هڪ ئي لفظ جا بہ اُچار آهن. سنڌ ۾ مروج لفظ "جويا" آهي. هي راجپوت آهن. جيڪي آرائين, جٽن (جٽ), ڪمبواهن, کرلن ۽ سمن ۾ شامل آهن. روايتن ۾ آهي تہ "جويا" محمود غزنويءَ جي غلام "اياز" جو اولاد آهن. ڪن جي راءِ آهي تہ "جويا" ۽ "مهر", اياز بن بکر لکويرا فقير جو اولاد آهن. اياز سنڌ جي سميجا قبيلي مان راجا چوهڙ جي وڏي ڌيءَ "نل" (400هہ) سان شادي انوپ ڳڙهہ ۾ ڪئي. اياز مسلمان ۽ نل هندو هئي. کيس چار پٽ ڄايا. جن جا نالا ناناڻڪي ڪيڙ (هندو) مان جَبو, اِسنگ, نِسنگ ۽ ساهن پال رکيا ويا. ننڍي پٽ ساهن پال کي بہ پٽ ٿيا. جن جا نالا "مهر" ۽ "جويو" رکيا ويا. اڄوڪا سنڌ وارا "جويا" ان جو اولاد آهن. سندن سرداري پڳ رئيس علي خان لکويرا جي خاندان تي آهي. ان خاندان مان الله ڏتو هڪ بهادر پهلوان

هو جنهن جي نالي تي بہ دنيا کهي خيرات ڪن ٿا.

ايبڪ، لکوبرا، پديرا، ڪميرا، غازي خاناڻي، بهادرڪي، دولتانا، منگهر، جلواٽا، نهالڪا، اکوڪا ۽ بهلاٽا جوين جي ڪيڙ مان آهن.

**جَوِيا:** پَني جٽن جو هڪ قبيلو.

**جهانبر (جهانپو):** هڪ جٽ قبيلو.

**جهيجا:** هندستان ۾ هنن کي ”جهوجا“ چون ٿا. جيڪي مال چارين ٿا.

**جهينه:** هڪ عرب قبيلو. مشهور ڪاتب عبدالله بن صالح هن ڪيڙ مان هو.

**جياني (جياڻي):** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي جيوپٽ انيڙ جو اولاد آهن.

**جيقوزئي:** پناڻن جو هڪ قبيلو.

**جيتل:** پُٽن جي هڪ ذات. هن خاندان مان هن شخص غور جي حاڪم جي ساليءَ سان شادي ڪئي هئي.

**جيسڪ:** هڪ جٽ قبيلو.

**جيشان:** قضاعہ قبيلي جي هڪ شاخ. مشهور شخص (موالي) ابو وهب جيشاني (ويلم بن هوشع) هن شاخ مان هو.

**جيواٽا:** سلهوريا راجپوتن جي هڪ ذات.

## (ڄ)

**ڄاڄوها (جنجوعہ):** پنهجي پراڻي ذات ”جنجوعہ“ ٻڌائين ٿا. هن وقت پاڻ کي ”ڄاڄوها“ چوائين ٿا. اڳ ۾ سرائڪي زبان ڳالهائيندا هئا. هن وقت سنڌي ڳالهائين ٿا. سنڌ ۾ قاضي احمد لنڪ روڊ سان سندن ڪجهہ گهر آهن. ٻئي هنڌ ڪو ڏس ڪونہ ٿو ملي. هنن سان ملاقات حڪيم مخدوم محمد نصير الدين فاروق صديقي معرفت ٿي.

**ڄامڙا (ڄامرا):** پنجاب ۾ ڄامرا ۽ سنڌ ۾ ڄامڙا سڏجن ٿا. سندن واسطو جٽن سان آهي.

## (جهہ)

**جهاوري:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**جهائڪ:** ڪنتين جي هڪ ذات.

**جهَتا:** هي چون ٿا تہ جهانگير مغل بادشاھہ جي هڪ زال اسان جي ڪيڙ مان هئي.

**جهتول:** سورج بنسي راجپوت نسل مان ڄام جٽ جي پٽ "جهتول" جو اولاد "جَٽ" آهن. جاج ۽ جهتول پاڻ ۾ ڀائر هئا. جن سيالڪوٽ ۾ پسرور تعلقي جو بنياد رکيو هو. پوسلا هنن جو خاص پاڙو آهي.

**جهجهر:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**جهد (جهدو):** هڪ جٽ قبيلو.

**جهري:** هڪ جٽ قبيلچو.

**جهُلڻ (جهُلن):** پنجاب ۾ رهندڙ "جهلڻ" پٽي جٽن مان راءِ ڳاجُن جو اولاد آهن. انيڙن جو پڻ هڪ پاڙو.

**جهلي:** هڪ جت قبيلو.

**جهَمت (جهمت):** هڪ جت قبيلو.

**جهُنب:** پٽين ۽ جنجوعن جوهڪ پاڙو.

**جهنجهوتا:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**جهنجهوتا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**جهندا:** مهتمن جو هڪ پاڙو.

**جهِندر:** جٽن جي هڪ ذات.

**جِهندو:** آرائين جي هڪ ذات.

**جهندواٽا:** هڪ جٽ قبيلو.

**جهُور:** هڪ جٽ قبيلو.

**جهُولَ (ڇُول):** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**جهونجا:** جٽن جي هڪ ذات.

## (چ)

**چاچڙ:** احوال اڳ ۾ اچي چڪو آهي. وڏيڪ لکجي ٿو تہ هڪ روايت موجب "چاچڙ" ڄام جکڙ جي اولاد مان آهن. ڄام جکڙ ثانيءَ جي دؤر ۾ سُورڙ، سُپاڳو، سِتر ۽ چاچڙ راجا بنگاراءِ (امرڪوٽ) جا غلام هئا. جن کي ڄام جکر ثاني آزاد ڪرايو ۽ هو سنڌ ۾ پکڙجي ويا ۽ انهن بهاؤالدين ذڪريا جي مريدي اختيار ڪئي. اڄان وڏيڪ حوالن موجب چاچڙ، جٽن، آرائين، ۽ مغلن ۾ پڻ آهن. مغلن وارا "چاچڙ" پاڻ کي تيمور ۽ ان

بعد حضرت عباس سان پاڻ کي ڳنڍيين ٿا. سنڌ وارا چاچڙ پاڻ کي نجا سمات سڏائين ٿا. جهنجها، ڏواٽي، رحماني، رُڪاٽا، ڏڪرياٽي، ڏهيجا، ڪلرا، ڪرياٽي، گبراٽي، گو، ٻجا، مُدا ۽ مِرياٽي به سندن مشهور پاڙا آهن.

**چاڪ:** ڪمبواهن ۽ جٽن جي هڪ شاخ. روايتن ۾ آهي ته "هير" جي عاشق "رانجهي" جو تعلق هن "چاڪ" قبيلي سان هو.

**چاڪرڪي:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**چامل:** هڪ جٽ قبيلو.

**چانڊيا:** ملتان پرسان وينل "چانڊيا" پاڻ کي جٽن (جٽ) مان ڄاڻائين ٿا ۽ بلوچ به چوائين ٿا.

**چانگلا:** هڪ جٽ قبيلو.

**چانهئيا (چانهُي):** ڪمبواهن جو هڪ پاڙو. ٿي سگهي ٿو ته سنڌ وارا "چانهيا" پنجاب وارا "چانهئيا" هڪ ئي ذات (لفظ) جو بگاڙ هجن.

**چاولا:** چانورن جي واپار جي نسبت سان"چاولا" سڏجن ٿا.

**چاهڙ:** هڪ گوجر قبيلو.

**چاهڪ (چاهنگ):** هڪ جٽ قبيلو ٿي سگهي ٿو ته چانگ ۽ چاهنگ هڪ ئي لفظ (ذات) جو بگاڙ هجي.

**چاهل:** وڏيڪ روايتن ۾ آهي ته سورج بنسي راجا "اگرسين" کي چار پٽ چاهل، چينا، چيمه ۽ ساهي هئا، جن مان چئن جا چار وڏا قبيلا وجود ۾ آيا. چاهل جٽ جي اولاد پاڻ کي "چاهل" سڏايو.

**چپ:** وڏيڪ روايتن ۾ آهي ته شهيد ٿيل جو نالو "سورسدي" چپ هو. چپ قبيلو سورهن شاخن ۾ ورهايل آهي، جن ۾ بروانا، روپيال، ڏڦرال، ڏرال، دروبسال، جسڪال، ميندال، باران، شاهيا، سمواليا، ميانا، ملڪانا، گهنيال ۽ گهگهيال قبيلچ شامل آهن.

**چترٽ:** ڪمبواهن جي هڪ ذات، ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**چتيال:** هڪ جٽ قبيلو.

**چُچُڪاٽا:** سيالن جو هڪ ڪيڙ.

**چداٽا:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**چڌو (چڌا):** هڪ جٽ قبيلو.

**چڊوا:** هڪ آرائين قبيلو.

**چڊها:** جٽن ۽ کترين جي هڪ ذات.

**چُريرا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**چَسِتي:** هڪ جٽ قبيلو.

**چغتا:** ملتان ۾ رهندڙ پاڻ کي "جٽ" سڏائين ٿا.

**چڪورا:** هڪ جٽ قبيلو.

**چِما:** هڪ جٽ قبيلو ڪافي مسلمان ٿيا آهن.

**چِمبيال:** اعليٰ مقام رکندڙ هندو راجپوتن جي هڪ شاخ.

**چمڪني:** غوريہ خيل پٺاڻن مان آهن.

**چمنا:** هڪ ڪرل قبيلو.

**چميال:** آرائين جي هڪ ذات.

**چمير:** هڪ جٽ قبيلو.

**چمين:** ٻيءِ تنوار راجپوت ۽ ماءُ گوجر هئڻ ڪري هي پاڻ کي تنوار راجپوت ۽ گوجر سڏائين ٿا. شير شاهہ هنن کي دهليءَ مان تڙي ڪڍيو هو.

**چنيل:** هڪ جٽ قبيلو

**چندر:** هڪ جٽ قبيلو.

**چندرار:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**چندو (چندا — چندوار):** آرائين جو هڪ قبيلو.

**چندئي:** ڪمبواهن جو هڪ پاڙو.

**چنديا:** راجپوتن جي هڪ شاخ. هي ڪلهور جي راجا ٻهار چند جي پٽ ڳنڀير چند جو اولاد آهن.

**چنڊال:** هنن جو ٻيءِ برهمڻ ۽ ماءُ شودر هئي.

**چندير:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**چنڙ:** هڪ ٻي روايت موجب هي جڪڙن مان آهن. ڪنهن شاعر چيو آهي تہ :

**جڪڙ چنڙ ڪانجون نون تيترا،**
**هين راڻي شيطان وري پنجي بجهہ پيرا.**

**چنڪر:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**چنگڙ:** هڪ ٻي روايت موجب هي هڪ هندو راجپوت "چنگا" جو اولاد آهن. جيڪو سيد شمس تبريز

جي تبليغ سان راج سوڌو مسلمان ٿيو هو.

**چنن:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**چنوال:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**چنوزئي:** پٺاڻن جو هڪ ٽمن.

**چنون:** هڪ جٽ قبيلو.

**چني:** هڪ ڏوگر قبيلو.

**چواس:** هڪ مسلمان ذات.

**چوتا:** مهتم قبيلي جو هڪ پاڙو.

**چوتيا:** چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات.

**چوپرا:** کترين جي هڪ شاخ.

**چوڏري:** هن قبيلي جون مکيه شاخون جنجاڻي، جسراني، ڏنڏاڻي ۽ صمداني آهن.

**چوڙيگر:** چوڙيون ناهڻ وارا. هنن کي بنگير، ونگري ۽ ڪچيرا پڻ چون ٿا. هي محض پيشورانا اصطلاح آهي. جيڪو ذات طور به سڏجي ٿو. ملتان واري حصي ۾ رهندڙ جٽن جي هڪ قبيلي جو نالو پڻ "چوڙيگر" آهي، جن جو چوڙيون ناهڻ وارن سان ڪوبه واسطو نه آهي.

**چوسر:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**چَوڪاهي:** هڪ جٽ قبيلو.

**چوڪيا:** هڪ جٽ قبيلو.

**چونيا:** هڪ گوجر قبيلو.

**چو واهه (چووَن):** هڪ جٽ قبيلو.

**چُوهر:** ڏوگرن جو هڪ پاڙ.

**چوهنگ:** هڪ جٽ قبيلو.

**چويڪا:** هنن جو هڪ قبيلو.

**چهال:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**چيريا:** هڪ مسلمان سمات ذات.

**چيما:** احوال اڳ ۾ اچي چڪو آهي. اضافي معلومات لاءِ سندن شجرو ڏجي ٿو




هن چيما خاندان جو بنياد رکيو.

## (چ)

**چاپرا:** گوجرن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**چالا:** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**چبر:** برهمڻن ۾ ڪنتين جي هڪ ذات.

**چتر:** جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**چناٽي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**چُجا:** جٽن جي هڪ ذات.

**چَجڙا:** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز جي لکڻ موجب "چجڙا" جيسلمير جي ڀٽي جٽ خاندان مان آهن.
سورهين صديءَ ۾ اچي سنڌ وسايائون.

**چچر:** ساهيوال ۾ آرائين جي هڪ قبيلي جو نالو پڻ "چچر" آهي، جيڪي زراعت ڪن ٿا.

**چمب:** هڪ جٽ قبيلو.

**چِميا:** هڪ جٽ قبيلو.

**چَنا:** هڪ جٽ قبيلو.

**چنال:** شڪارين جي هڪ ذات.

**چنير:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**چوڙي:** گوجرن جو هڪ قبيلو.

**چُول:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**چوليانا:** هڪ جت قبيلو.

**چوني (چون):** هڪ جت قبيلو.

**چيچر:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**چيلر:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**چينا:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. وڏيڪ هڪ روايت موجب "چينا" اصل ۾ سنڌ جا جت (جٽ) آهن. جيڪي ڪجهه صديون اڳ سيالڪوٽ, گوجرانوالا ۾ ٻين هنڌن تي وڃي ويا. انهن مان "جي پال" جي پٽ "چينا" سيالڪوٽ جي پرسان "جامڪي" نالي (جام) سان هڪ شهر اڏايو. هنن بابا فريد جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو.

## (ح)

**حارث:** هڪ عرب قبيلو. هي حارث بن فهر بن مالڪ بن نفر بن ڪنانه جو اولاد آهن. (قريشي)

**حبلي (الحبلي):** حمير قبيلي جي هڪ شاخ. عبدالرحمان بن عبدالله بن يزيد جو واسطو هن شاخ سان هو.

**حجر:** هڪ عرب قبيلو. بصره ۽ ڪوفي جا مشهور حڪيم هن قبيلي مان هئا.

**حِسل:** هڪ عرب قبيلو.

**حسُور:** پٺاڻن جي هڪ شاخ. عمر خيل ۽ قلي خيل هنن جا عزيز آهن (پاڙا).

**حضرت موت:** هڪ عرب قبيلو. حديث جو راوي عبدالله بن لهيعه بن عقبه الحضري هن ڪيڙ مان هو.

**حڪيم:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جت قبيلو.

**حمير (بنو حمير):** يمني عربن جو هڪ قبيلو. هي حمير بن سبا جي پٽن مالڪ, عامر, سعد وائلي ۽ عمرو جو اولاد آهن.

**حنظله (بنو حنظله):** مالڪ جي نسل مان هڪ عرب قبيلو جنهن جون ڪافي شاخون آهن.

**حنفيه:** هڪ عرب قبيلو.

## (خ)

**خاصخيلي:** مفصل احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي پڊرو ڪجي ٿو ته بهاولپور ۾ رهندڙ "خاصخيلي" پاڻ کي "ماڇين" جي ڪيڙ مان ڄاڻائين ٿا. ڪتاب ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا ص 205 تي لکيل آهي

تہ "خاصخيلي"، "عباسين" جا خدمتگار هئا. جن مان يعقوب محمد خاصخيلي، بهاول خان سوم عباسيءَ جو وزير هو. جنهن جو وڏو نالو هو.

**خانزادا (خانزاده):** هي ڪن جاين تي پاڻ کي چندر ونسي تہ ڪن هنڌن تي سورج ونسي ميواتي راجپوتن سان ڳنڍيين ٿا.

**خدرة:** هڪ يمني عرب قبيلو. حضرت ابو سعيد الخدري اصحاب رسول ﷺ هن ڪيٽ مان هو.

**خرقه:** هڪ عرب قبيلو.

**خريش:** هڪ عرب قبيلو. صطرف بن عبدالله هن ڪيٽ مان هو.

**خزائي:** هڪ عرب قبيلو. هن جو واسطو تميم سان آهي.

**خزرج:** انصارين ۾ بنو نمر بن قاسط شاخن جو هڪ قبيلو وڌيڪ احوال لاءِ الخضرج ۾ انصارين جو احوال پڙهڻ گهرجي. اوس ۽ خزرج قبيلن جو شجرو هن طرح آهي:



- ثعلبہ
- امروالقیس
- حارثہ
- عامر
- عمرو
- ثعلبہ
- حارثہ
  - اوس
    - مالک
      - عمرو
        - خزرج
          - حارث
            - جشم
              - عبدالاشهل
            - حارثہ
          - کعب (طفر)
      - عوف
      - مره
      - سالم
      - سلم
      - عبدالله
  - خزرج
    - جشم
      - بنوتزید
        - بنوسلمہ
          - بنوبیاض
    - عوف
      - بنوحبلي منافقین
        - بنوقوقل
    - عمرو
      - بنوالنجار
    - کعب
      - بنوساعده
    - حارث

**خشعم:** خشعم ۽ بجيلہ انمار بن سبا جا پٽ هئا، جن جي اولاد پاڻ کي "خشعم" سڏايو.

**خِصرزئي:** نتوزئي، اَمر ۽ ڪاڪڙ پناڻن جي هڪ شاخ.

**خضراڻي:** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي خير محمد بن قادر ڏنو جو اولاد آهن.

**خلج:** ترڪ نسل جو هڪ قبيلو. جيڪي خلج بن يافت بن حضرت نوح عليه السلام جو اولاد آهن. هڪ بي روايت موجب هي عربن جو قبيلو آهي، جن جو واسطو بنو حارث بن مالڪ ۽ بنو عدوان سان آهي. پنهنجن قبيلن مان خارج ٿيڻ ڪري کين "خلج" چيو ويو.

**خلق زئي:** هڪ پناڻ قبيلو.

**خليل:** هي غوريہ پناڻن مان پڻ آهن.

**خُوجياڻي:** ڪڙلاڻي پناڻن جو هڪ تمن. هي خوجيان ابن ڪڪو (ڪڪئي) جو اولاد آهن.

**خيشي:** هڪ پناڻ قبيلو.

(**د**)

**داتيا:** امرتسر کان آيل لباڻن جي هڪ ذات.

**داد پوتڙا:** (**دائود پوتڙا**): پنجاب ۾ رهندڙ هڪ جت قبيلو.

**دادُو:** ڪرلن جو هڪ قبيلو.

**داگر:** هڪ جت قبيلو.

**داگي (داغي):** شڪارين جي هڪ ذات.

**دانگرا:** هڪ جت قبيلو.

**داوري:** وزيرستان کان آيل هڪ پناڻ قبيلو.

**داوي:** غور غشت پناڻن جي هڪ ذات. هي دائي جي پٽ داوئي جو اولاد آهن. ناگهر، ڪاڪڙ ۽ پڙني هنن جا عزيز ٿين (پاڙا).

**دائود:** جتن ۾ پڻ آهن.

**دائود پوٽا:** هنن جو مفصل احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو تہ ڪتابي حوالن موجب دائود جي پيڙهيءَ مان هڪ شخص جو نالو "محمّد" هو، جنهن کي ٽي پٽ فيروز، عارب ۽ ايسب هئا، جيڪي وڏي ڀاڳ وارا ٿيا. جن مان سندن اولاد پاڻ کي "دائود پوٽا" سڏايو. عارب (عرب) جو اولاد ارباني (عرباني) سڏجڻ لڳو جنهن جا وري پنج پاڙا: پميراڻي، جمراڻي، رُڪناڻي (رڪراڻي)، رحماڻي ۽ موساڻي وجود ۾ آيا.

اِيسب جو اولاد اِسباڻي ۽ حسباڻي سڏجڻ لڳو. فيروز جو اولاد فيروز جاني ۽ پير جاني جي اوڙڪن سان مشهور ٿيو. انهن پاڙن کان سواءِ چندراڻي، رونجها، زورايا، ڪراڻي، نوهاڻي ۽ شاماڻي (شماني) به دائود پوٽا نسل جا دعويدار آهن.

**دائول:** هڪ جٽ قبيلو.

**دب (ڊب):** هڪ جٽ قبيلو.

**دبيراهہ:** ڪمبواهن جو هڪ قبيلو.

**دچي:** پٽين جو هڪ پال.

**ددرا:** پٽي راجپوتن جو هڪ قبيلو.

**ددوال:** راجپوتن جي هڪ ذات. هي ڪانگڙا جي راجا، راجا دادا جو اولاد آهن.

**دُراهہ:** ڊوگرن جي هڪ ذات.

**دَرگ:** ملتان ۾ وينل جٽن جو هڪ قبيلو هنن جو چوڻ آهي تہ اسان اصل ۾ سنڌ ڪيچ مڪران جا آهيون. پنهنجي نالي اڳيان "جام" لکن ٿا.

**درگهہ:** هڪ جٽ قبيلو.

**دِرمان:** لگياڻي افغانن جي هڪ شاخ.

**درول (درولي):** راجپوتن جي هڪ ذات. هي ميان ڪيلال ڪلهور جي سورهين راجا سنگر چند جي اولاد مان آهن.

**درويش خيل:** وزيري پٺاڻن جي اتمان زئي ۽ احمد زئي پٺاڻن جي هڪ شاخ. هي موسيٰ درويش جو اولاد آهن.

**دُسنج:** هندو جٽن جي هڪ ذات. سرويا جت کي پنج پٽ، سانگهل، ملهي، ڏنڏسا، ڊلو ۽ دسُنج هئا. دسُنج جو اولاد "دسنج جٽ" آهن.

**دشتي:** ڪتابن ۾ آهي تہ هي ميرچاڪر خان رند جا خدمتگار هئا. دشت واري علائقي جي نسبت سان "دشتي" سڏجڻ لڳا.

**دڦراٽا:** هڪ جٽ قبيلو.

**دَلاٽي:** ملتان ۾ رهندڙ جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**دلو (ڊلو):** جٽن جي هڪ ذات.

**دُلهت (دولت):** راءِ ڪند جي نسل مان جٽن جي هڪ ذات.

**ڏمر:** جٽن جو هڪ تمن. هي چون ٿا تہ اسان اصل ۾ سنڌ جي لاڙ جا "جت" آهيون. ان ڪري لاڙ ۾ ڄام بہ سڏجون ٿا. هن وقت ملتان ۽ ساهيوال ۾ رهندڙ آهن.

**دندن:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**دنديال (دنديوال):** چوهاڻ جٽن جو هڪ قبيلو.

**دندورا:** روايتن ۾ آهي تہ هي اصل ۾ سوريہ بنسي ڪُل مان سنڌ جا "جت" آهن. سندن مورث اعليٰ رانجهو جت هو. سنڌ مان لڏي سيالڪوٽ پرسان وينا ۽ پاڻ کي "جٽ" سڏايائون.

**دوتاني:** وزيري پٺاڻن جو هڪ تمن.

**ڏود:** حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ "دود" چندربنسي ڪُل مان راجپوت ۽ جٽ آهن.

**دودان:** هڪ عرب قبيلو جيڪو بنو اسد ۽ بنو ڪلاب بن ربيعہ ۾ آهي.

**دودي:** هڪ جٽ قبيلو.

**دوس:** يمني عربن جو هڪ اهم قبيلو هي دوس بن عدثان جو اولاد آهي. جذيمہ بن مالڪ بن فهم بن غنم بن دوس پاڻ کي وڏي جي نسبت سان "دوس" سڏايو. هن قبيلي جون خاص ڳالهيون آهن:

1. حضرت ابو هريره (زهران) اصحاب رسول ﷺ هن قبيلي مان هو.
2. جذيمہ بن مالڪ "زبا "جو عاشق هن قبيلي مان هو. (جزيمة الابرش)
3. ابو حمزه خارجي هن قبيلي مان هو.
4. باني علم عروض، خليل بن احمد هن قبيلي مان هو.
5. ماهر قيافہ شناس بنو لهب بن عامر هن قبيلي مان هو.
6. بنو غطاريف، بنو يشڪر، بنو جهازم، بنو هناءة، بنو عقبيهہ، بنو يحمد هن قبيلي مان ڦٽل آهن.

**دول (دئلي):** عرب سرزمين جو هڪ قبيلو جيڪو پڻ عرب جي پين قبيلن ۾ موجود آهي: 1. بنو حنيفہ بن بڪر بن وائل (بنو حنيفہ) 2. بنو ڪنانہ 3. بنو عبدالقيس، 4. بنو ضبيعہ مشهور شخص ابو الاسد دئلي، بنو ڪنانہ مان هو.

**دولا:** آرائين ۽ ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**دولت:** جٽن جي هڪ ذات.

**دومرا (دومڙا):** جٽن جي هڪ ذات.

**ڏُون:** جٽن جي هڪ ذات.

**دوٽا:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**ڏَها:** راجپوتن ۽ جٽن جي هڪ ذات.

**ڏَهان:** هڪ جٽ ذات.

**ڏَهبا:** جنجوعہ راجپوت نسل مان جٽن جي هڪ ذات. هي اڪبر بادشاهہ جي خدمتگار ”ڪوجا“ نالي ـہ خص جو اولاد آهن. جنهن کي اڪبر بادشاهہ خدمت جي سلي ۾ هڪ گهوڙو (سرمئي دهب) ڏنو هو. جنهن نسبت سان ”دهبا“ سڏجن ٿا.

**ڏَهقان:** ايراني تاجڪن جي هڪ ذات.

**ڏَهوڪا:** هڪ جٽ ذات.

**ڏَهيا:** جٽن جي هڪ ذات. هي مانڪ راءِ چوهاڻ راجپوت جي جٽڻ زال ”ڏنڪور“ جو اولاد آهن.

**دئل:** هڪ عرب قبيلو جيڪو بنو عبد مناة بن ڪنانہ مان ڦٽل آهي. صحابي عمروبن اميہ ضمري (بنو ضمره). حضرت ابوذر غفاري (بنو غفار) ۽ ابو نوفل بن ابي عقرب عريجي (بنو عديج) دئل قبيلي جون شاخون آهن.

**ديسي:** هڪ جٽ قبيلو.

**ديو آنيا:** هڪ جٽ قبيلو.

**دِيوار:** هندن جي هڪ ذات.

**دَيوالا:** جٽن جي هڪ ذات.

**دَيول:** جٽن جي هڪ ذات.

**ديهو:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

## (ڏ)

**ڏاڙيوال (ڏاريوال):** وڏيڪ لکجي ٿو تہ اڪبر بادشاهہ پنهنجي راجپوت جٽن مان سردار مهر منا جي ڏيءَ سان شادي ڪئي هئي. اڪبر بادشاهہ هن کي ڪانگڙا ۾ جهيز طور هڪ سو ايڪڙ زمين ڏني.

**ڏانڊ:** چٽن ۾ پڙ هڪ پاڙو.

**ڏُڏ:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏُڏا:** آرائين ۽ سيالن جي هڪ ذات.

**ڏُڏي (ڏڏيال):** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏَر (دهر):** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏڙوڪا:** گور برهمڻن جي هڪ پست ذات.

**ڏُسا:** گيند ڪترين جي هڪ ذات.

**ڏُڪر:** مهتمن جو هڪ پاڙو.

**ڏڪو (ڏڪا):** راجپوتن ۽ جٽن جي هڪ ذات.

**ڏڪوچي:** برهمڻن جي هڪ پست ذات.

**ڏلان:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏُلر:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏُلو:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**ڏلون:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڏُلي:** هڪ جٽ ذات.

**ڏمرا:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏنجون:** مسلمان ۽ هندو آرائين ۽ ڪمبواهن جو هڪ قبيلو.

**ڏِندسا:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏنڏاٽي:** چوڙري قبيلي جي هڪ شاخ.

**ڏنڊ:** هڪ غير معروف ۽ غير مسلم قبيلو اندروال هنن جو خاص پاڙو آهي.

**ڏنڙي:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏنوئا:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏٽرائي:** هڪ ٻوگر قبيلو.

**ڏوٽ:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**ڏوڏنڏا:** هي جٽن مان آهن.

**ڏوري:** جٽن جُو هڪ گوٽ.

**ڏَول:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ڏُونا:** هڪ راجپوت ذات.

**ڏونچڪ:** جٽن جي هڪ مرڪزي شاخ.

**ڏونڊ:** ڪترين جي هڪ ذات.

**ڏيڏ:** ملتان ۾ رهندڙ جٽن جي هڪ ذات.

**ڏير:** سورج بنسي ڪل مان جٽن جي هڪ ذات

**ڏيسي:** جاٽن (جٽن) جي هڪ ذات.

**ڏِيلا:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڏيندِيا:** برهمڻن جو هڪ گروهه.

( ڏ )

**ڏنگراج:** هي سهتن جا قريب نظر اچن ٿا.

**ڏَهـَـرَ:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو تہ ڏهر ميرپور ماٿيلي جي راجا "راجا راوڻ" جو اولاد آهن. سندن چڱي مڙس, سيد جلال شاهہ جي اثر هيٺ اسلام قبول ڪيو جنهن سندس نالو "امير الڏهر" (شاهہ زمان) رکيو.

**ڏَهريجا:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڏيريجا:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

**ڏيور:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

( ڊ )

**ڊال:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڊانور:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڊائير:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڊرامني (ڊرامٽي):** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**ڊروگي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**ڊِسپال:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڊنڊي:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ ذات.

**ڊنگ:** آرائين ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڊِنگرِڪ:** ڳڻن چارڻ وارن مسلمانن جي هڪ ذات.

## (ڍ)

**ڍاسي:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڍَڪو (ڍڪا):** هڪ جٽ قبيلو.

**ڍنگ:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڍنگا:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**ڍيال:** گوجرن جو هڪ قبيلچو.

**ڍيڍڙ:** گوجرن جو هڪ قبيلچو.

## (ذ)

**ذڪوان:** هڪ عرب قبيلو. هي بنو سليم شاخ مان آهن.

**ذلي خيل:** پٺاڻن جو هڪ ڪيڙ.

**ذهل:** عرب سرزمين جو هڪ قبيلو جيڪو ڪيترن ئي خاندانن ۾ موجود آهي:

1. ذهل بن مالڪ (بنو ضبہ)
2. ذهل بن ثعلبہ (بنو عڪابہ)
3. ذهل بن شيبان (بنو شيبان)
4. شقره ۽ هلال قبيلا ذهل جو حصو آهن.

## (ر)

**راٺ:** جي معنيٰ آهي ظالم، غضب ناڪ ۽ وحشي. جٽن، گوجرن ۽ ٻوگرن جو هڪ ظالماڻو لقب. ليڪن پنوار راجپوتن ۾ هڪ قبيلي جو نالو "راٺ" آهي.

**راجر:** هڪ مسلمان ذات.

**راجڙ:** جٽن ۾ پڄ آهن.

**راڪ:** ملتان پرسان رهندڙ هڪ مسلمان ذات

**رامان:** آرائين جي هڪ ذات.

**راندا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**رانگڙ:** وڏيڪ لکجي ٿو تہ هندن مان مسلمان ٿيڻ تي هندن کين پنهنجي راج مان نيڪالي ڏيئي کين

چوٿي ڪٽ (رانگڙ) جو لقب (طعنو) ڏنو. ان بعد هي "رانگڙ" سڏجڻ لڳا.

**راڻا (رانا):** اوائل ۾ راڻو لقب طور استعمال ٿيندو هو بعد ۾ ذات طور رائج ٿي ويو.

**راوت:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**راول:** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ اي روز جي لکڻي موجب هندو جوڳين مان مسلمان ٿيڻ تي ڪين ذات جا "راول" چون ٿا.

**راها (راهو):** ڪنٽين جي هڪ ذات. هنن کي "ڪُران" بہ چوان ٿا.

**راهل:** جٽن جي هڪ ذات. روايتن ۾ آهي تہ هڪ جٽ عورت واٽ ويندي پٽ ڄڻيو هو جنهن جو نالو راهل رکيو ويو ۽ ان جو اولاد "راهل" سڏجي ٿو.

**راهي:** امرتسر کان آيل آرائين جو هڪ قبيلچو.

**راءَ (ران – ران۽ – رائے):** جٽن ۽ سيالن جو هڪ قبيلچو.

**رائين:** جٽن جي هڪ ذات.

**ربانا:** جٽن جي هڪ ذات.

**ربيعہ:** هن نالي سان عربن ۾ ٽي قبيلا آهن:

1. ربيعة الڪبري، جنهن کي ربيعة الجوع بہ چون ٿا. هن قبيلي جو واسطو ربيعہ بن مالڪ بن زيدمناة سان آهي
2. ربيعة الوسطي، جنهن جو واسطو ربيعہ بن حنظلہ بن مالڪ بن زيد مناة سان آهي.
3. ربيعة الصغري، جو ربيعہ بن مالڪ بن حنظلہ آهي. انهن ٽنهي قبيلن مان هر هڪ هڪٻئي جا چاچا آهن.

**رتا:** ملتان ۾ رهندڙ جٽ قبيلي جو پڻ هڪ پاڙو.

**رتن پال:** ڪمبواهن جو هڪ قبيلو.

**رتيا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**رتال:** ڊومنا هندن جي هڪ ذات.

**رپال:** ڊوگرن جي هڪ ذات.

**رجاديڪا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**رجوا:** جٽن سان واسطو رکندڙ هڪ ڪيڙ.

**رجواڻا:** هڪ جٽ قبيلو.

**رحمانڪي:** هڪ ڪرل قبيلو.

**رحميڪي:** هڪ ڪرل قبيلو.

**رِد:** ملتان ۽ شجاع آباد ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

**رَڏ:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

**رُڪ:** ملتان ۾ رهندڙ پڻ هڪ جٽ قبيلو.

**رڪوال:** راجپوتن جي هڪ ذات. هي راجا رام چندر سان واسطو رکندڙ آهن.

**رڪيا:** ملتان ۾ رهندڙ جٽن جو هڪ پاڙو.

**رگيال:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**رگهه بنسي:** راجپوتن جي هڪ ڳُل. هي راجا راگهو جي نسل مان آهن.

**رماٺا:** هڪ جٽ ذات.

**رمبا:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**رمن:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**رنڌاوا:** روايتن ۾ آهي تہ هڪ رنڌاوي راجپوت جٽن مان سنگهر جٽ جي ڌيءَ "سوهاگ" سان شادي ڪئي، جنهن سبب سندس اولاد "جٽ" سڏجڻ لڳو.

**رن سِنها:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**رنگي:** هڪ جٽ ذات.

**رنيرا:** هڪ ڪرل قبيلو.

**رواس:** هڪ عرب قبيلو. مشهور حديث جو راوي وڪيع بن جراح هن ڪيڙ مان هو.

**رواقي (رواڪي):** هڪ جٽ قبيلو.

**رواٽي:** ملتان ۾ رهندڙ جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**روٽ:** جٽن جي هڪ ذات.

**روپال:** آرائين جي هڪ ذات.

**رودي:** آرائين جي هڪ ذات.

**رَوَلَ:** گوجر راجپوتن جي هڪ ذات. روايتن ۾ آهي تہ ڏُنڌپال راجپوت، گوجر خاندان مان "گوڪر" نالي عورت سان شادي ڪئي. سندس اولاد پاڻ کي "رول" سڏايو.

**رونگا:** هڪ جٽ ذات.

**رونگڙ:** هڪ جٽ ذات.

**روهڙا:** هندن جي هڪ ذات.

**رهاڻ (رهان):** هڪ جٽ قبيلو.

**رهباري:** ڪتاب "ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا" موجب رهباري هندو شتربانن (جٽ) ۽ هندو شڪارين جي ذات آهي.

**رَهُو:** ڪنتين جو هڪ قبيلچو.

**رهولا:** هڪ جٽ قبيلو.

**رياح:** هڪ عرب قبيلو.

**ريار:** جٽن جي هڪ ذات.

**رياڙ:** جٽن جي هڪ ذات.

**ريماڻ (ريمان):** هڪ جٽ قبيلو.

**ريـيا:** حوالن ۾ آهي تہ هي پنهنجو نسب مهر ولي سان ملائين ٿا.

## (ز)

**زابدي:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**زرڪن:** ڪاڪڙ پناڻن جو هڪ پاڙو.

**زمري:** هڪ پناڻ قبيلو.

**زنجاڻي (زنجاني):** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**زهره (بنو زهره):** هڪ عرب قبيلو. زهره، ڪلاب جي زال هئي. سندس پٽ پاڻ ڪي ماءُ جي نسبت سان منسوب ڪيو ۽ زهره بن ڪلاب سڏجڻ لڳو. هي پاڻ سڳورن ﷺ جو مامو هو.

**زيمُشت:** پناڻن جو هڪ قبيلو.

## (س)

**ساجناڻي:** انيڙن جو پڙ هڪ پاڙو.

**ساديڪي:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**ساعده:** هڪ عرب قبيلو. هي بنو خزرج شاخ مان آهن. مشهور صحابي حضرت سعد بن عباده هن قبيلي مان هو. (انصاري).

**سامِل:** پٽين جو هڪ پاڙو.

**سامه:** هڪ عرب قبيلو عبادبن. منصور ناجي هن ڪيڙ مان هو جنهن کي منصور (ابو جعفر) بصره جو قاضي مقرر ڪيو هو.

**ساندا:** ڍلو جٽن جي هڪ ذات.

**ساندي:** راجپوتن ۽ جٽن جو هڪ قبيلو. هي ساندا راجپوت جو اولاد آهن. ساندا هڪ جٽڻ عورت سان شادي ڪئي، ان ڪري سندس اولاد "جَٽَ" بہ سڏجي ٿو.

**سانديا:** آرائين ۽ ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**سانگرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**سانگي:** جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو. امرتسر ۽ ملتان ۾ رهندڙ.

**سانگهي:** ديري غازي خان جي سانگهڙ تعلقي ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

**سانگهيرا:** هڪ جٽ قبيلو.

**ساني:** هڪ جٽ قبيلو.

**ساولا:** آرائين جو هڪ پاڙو..

**ساهنسي:** هڪ جٽ قبيلو.

**ساهون:** هڪ جٽ قبيلو.

**ساهي:** جٽن ۽ کرلن ۾ پڻ آهن.

**سبراهي:** هڪ جٽ قبيلو.

**سبروال:** کترين جي هڪ ذات.

**سبِيا:** جٽن جو هڪ پاڙو. روايتن ۾ آهي تہ هڪ جٽ عورت وفات ڪئي، ان جي لاش کي ساڙڻ لاءِ آندو ويو ان وقت هن کي هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو "سبيا" رکيو ويو ۽ ان جي اولاد پاڻ کي ذات جا "سبيا" سڏايو. هندڪي زبان ۾ لاش ساڙڻ واري هنڌ کي "سِبا" چون ٿا.

**سبيع:** عربي نسل همدان قبيلي جي هڪ شاخ. ابو اسحاق سبيعي هن قبيلي جو چڱو مڙس، حضرت عثمان جي خلافت دوران تولد ٿيو هو. 95 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

**ستر داري:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**ستريف:** هڪ عرب قبيلو. هي بنو تميم مان آهن. حضرت حنظلہ الڪاتب بن ربيعہ بن صيفي هن ڪيڙ مان هو.

**ستواهن:** جٽن جي هڪ ذات.

**سَتار:** جٽن جي هڪ ذات.

**سُتار:** آرائين جي هڪ ذات.

**سُتند:** آرائين ۽ ڪمبواهن جو هڪ پاڙو.

**سپرائي:** ڏوگرن جو هڪ پاڙو.

**سجرا:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**سحبان (وائل):** هڪ عرب قبيلو. وائل بن معز بن اعصر، هڪ مشهور شاعر، هن قبيلي مان هو. هن جي پٽ جو نالو "عجلان" هو.

**سدوس:** هڪ عرب قبيلو. هي ربيعہ شاخ مان سدوس بن شيبان جو اولاد آهن. بنو تميم مان پڻ سدوس بن دارم جو اولاد "سدوس" سڏجن ٿا.

**سڏاٽا:** جٽن جو هڪ قبيلو.

**سَڏرا:** مسلمان جٽن جو هڪ ڪيڙ.

**سِڏو (برار):** پنجي راجپوتن مان هڪ جٽ قبيلو.

**سِڏووانا:** هڪ جٽ قبيلو.

**سُرا:** هڪ جٽ قبيلو.

**سراجاڻي:** شاهاڻي بلوچن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**سُرائي:** هڪ پناڻ قبيلو.

**سرگاٽا (سرگانا):** هڪ جٽ قبيلو.

**سرلا:** هڪ جٽ قبيلو.

**سَرواني:** پناڻن ۾ پڻ آهن.

**سرواڻ:** پنجاب ۾ هنن کي "اونٽ بان" چون ٿا.

**سروت:** هڪ جٽ قبيلو.

**سرورڪي:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**سروها:** راجپوتن ۾ گهتوال جٽن جو هڪ قبيلو.

**سروي:** هڪ جٽ قبيلو.

**سرهاري:** مهتم قبيلي جو هڪ پاڙو.

**سرهاني:** مهتم قبيلي جو هڪ پاڙو.

**سريسر:** آرائين جي هڪ ذات.

**سعد:** عربن جو هڪ قبيلو جيڪو بنو ذبيان ۽ بنو عجل ۾ موجود آهي. حضرت محمد ڪريم ﷺ جن جو رضاعي قرابت دار بنو سعد بن بڪر هن خاندان مان هو.

**سڪرا:** هڪ جٽ قبيلو.

**سُڪيرا:** تنوار راجپوتن جي هڪ شاخ. روايتن ۾ آهي ته هڪ ٽري پال نالي راجپوت هڪ پوئتي پيل ذات جي جٽني عورت کي پڇائي ان سان شادي ڪئي، هن کي ان مان هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو "سُڪا" رکيائين. سندس اولاد پاڻ کي "سُڪيرا" سڏايو.

**سگل:** هڪ جٽ قبيلو.

**سگلا:** هڪ مسلمان جٽ قبيلو.

**سَگي (سَگا):** مسلمان جٽن جو هڪ قبيلو.

**سِگهه:** هڪ جٽ قبيلو.

**سلوترا:** هڪ جٽ قبيلو.

**سلُوتي:** برهمڻن جي هڪ شاخ.

**سلونا:** آرائين جي هڪ ذات.

**سلهوريا:** راجپوتن جي هڪ شاخ. جيواتا هنن مان آهن.

**سِليڪا:** هڪ جٽ قبيلو.

**سُليم:** هڪ عرب قبيلو جيڪو قيس عيلان ۽ يمن جي قبيلي بنو جذام سان واسطو رکي ٿو.

**سُمبل (سُنبل):** نيازي پٺاڻن جي هڪ شاخ.

**سمدراني (سمدراڻي):** هڪ جٽ ذات.

**سُمرا:** هندن ۾ پڻ آهن.

**سمراٽي:** هڪ جٽ ذات.

**سُمري:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**سمن:** هندو ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**سمند خيل:** پناڻن جو هڪ تمن.

**سمور:** هڪ جٽ ذات.

**سميچا (سميجا):** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلو.

**سميڪي (سمّہ):** ڪرلن جو هڪ قبيلو.

**سَن:** جٽن جي هڪ ذات. تعلقي ڪوٽڙيءَ وارو "سن" شهر بہ شايد سَن جٽن جو بڌايل هجي. سن جي آسپاس ڪافي جَت رهن ٿا. سن لڳ رهندڙ شالماڻي پڻ خود جَتَ (جَٽَ) آهن.

**سُنبل (سمبل):** نيازي پناڻن جي هڪ شاخ.

**سنپل:** ساهيوال ۾ رهندڙ جٽن ۾ پڻ آهن.

**سنجراٽي:** احوال گذريل صفحن ۾ ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو تہ ٺٽ ۾ هڪ راهموءَ (سماٽ) سان ملاقات ٿي. جنهن ٻڌايو تہ اسان "سنجراٽي" پاڙي مان آهيون.

**سَندا:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي لکجي ٿو تہ "سندا" ڍلو جٽن مان آهن. ڪتاب "ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا" ص 263 موجب "سندا" ملتان ۾ رهندڙ جٽن (جٽ) مان آهن. جيڪي اڪبر بادشاهہ جي دؤر ۾ راوي نديءَ جي ڪناري تي آباد هئا. سندن ذڪر "آئين اڪبريءَ" ۾ پڻ ڏنل آهي. "سندن" جي ٻئي ڪيڙ جو نالو "شاهہ باسي" آهي.

تعلقي سيوهڻ جي ڳوٺ ٿندو شهبازيءَ ۾ "سَندن" جا ڪجهہ گهر آهن. جن مان مولوي محمد علي، سرائي ڏٽي بخش ۽ راقم الحروف جو استاد محمد اسماعيل سندو نهايت مشهور هئا. هن وقت هي پاڻ کي "سيال" سڏائين ٿا. سيال پڻ "جٽ" آهن. سندن ڳوٺ جو نالو سندن ڪيڙ پنيان شاهباسي آهي. جو بگڙجي شهبازي ٿيو آهي.

**سندرال:** هڪ جٽ قبيلو.

**سُندرانا (سندراٽا):** مسلمان ۽ هندو جٽن جي هڪ ذات.

**سَندري:** هڪ جٽ قبيلو.

**سَنديلا:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي لکجي ٿو تہ ملتان پرسان وينل جٽن ۽ "بلوچن ۾ پڻ "سنديلا" آهن. جيڪي شاهجهان جي دؤر ۾ دهليءَ کان آيل آهن. سنديلا ذات (قبيلو) مان ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو

هڪ وڏو مفڪر، مصنف، اسڪالر، محقق، اديب، سگهڙ ۽ تعليمدان ٿي گذريو آهي، جنهن سان راقم الحروف جي ڪئين دفعا ملاقات ٿيل هئي.

**سُنڌر:** هڪ جٽ قبيلو.

**سُنڌل:** هڪ جٽ قبليو.

**سِنڌو:** سندن ذڪر جٽن طور پڻ ملي ٿو.

**سِنڌي:** هڪ قوم جو نالو. هي حضرت سام جي اولاد مان سنڌ جا رهواسي آهن. آرائين ۽ هندو ڪمبواهن ۾ پڻ هڪ پاڙي طور سڃاتا وڃن ٿا.

**سنسرال:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**سنسيال:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**سنگا:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**سنگاهه:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**سنگوڪي:** مسلمان جٽن جي هڪ ذات.

**سنگيرا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سنگهووال:** راجپوتن جي هڪ ذات. هي ڪلهور جي راجا، راجا سنگر چند جي پٽ لکي چند جو اولاد آهن.

**سنگهي:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي، هتي لکجي ٿو تہ روايتن ۾ آهي تہ "سنگهي" ڀلو جٽن (هندن) ۾ پڻ آهن.

**سواگ:** ڪوڪرن جو هڪ قبيلچو. هنن جي وڏي جو نالو "سگهوهہ" هو جنهن کي ميراثي بلوچن جي هڪ حاڪم، شينهن کي پاڪر پائڻ لاءِ چيو. هن پهلوان شينهن کي پاڪر پائي پنهنجي حشمت جو ثبوت ڏنو. حاڪم کيس "سنهہ وگ" جو لقب ڏنو يعني شينهن کي لغام ڏيڻ وارو. ان بعد سندس اولاد پاڻ کي "سَوَگ" ۽ "سواگ" سڏايو.

**سوترا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سوترڪ:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سوٽنا:** هڪ ڊوگر قبيلچو.

**سُوٽر:** هڪ ڊوگر قبيلچو.

**سوجاني:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سود:** وڏيڪ لکجي ٿو تہ هنن جا 52 گوٽ آهن. بيوه سان شادي ڪرڻ وارن کي "گولا" ۽ شادي نہ ڪرڻ

وارن کي ”ڪرا“ چوندا هئا.

**سودا (هودا):** جٽن جي هڪ ذات

**سُوڏڻ:** هڪ راجپوت قبيلو.

**سور:** هڪ عرب قبيلو حمران بن ابان بن عبد عمرو هن ڪيڙ مان هو. هي يهودي هو پر شادي عربن مان ڪيائين.

**سورا:** ملتان ۾ رهندڙ ”سورا“ جٽن مان آهن ۽ اُٺ پالين ٿا.

**سوگل:** هڪ جٽ قبيلو.

**سوگي:** گوجرن جي هڪ ذات.

**سولڪا:** جٽن جي هڪ ذات.

**سولگي:** هڪ جٽ ذات.

**سومڙ:** ڏوگرن جي هڪ ذات.

**سونال:** هڪ جٽ ذات.

**سُونبڙ:** هڪ ڏوگر قبيلو.

**سونترا:** هڪ مسلمان جٽ قبيلو نالي اڳيان *رائے* (راءِ) لڳائين ٿا.

**سوندي:** جٽن ۽ کترين جو هڪ پاڙو.

**سوني:** کترين جو هڪ پاڙو.

**سونيا:** ساهيوال کان آيل مهتم برادريءَ جو پڻ هڪ پاڙو.

**سوها:** ملتان ۾ رهندڙ سوها پاڻ کي ”جٽ“ چوائين ٿا. ٿي سگهي ٿو ته ”سوها“ ۽ ”سوهو“ هڪ ئي ذات جو لفظي بگاڙ هجي.

**سوهل:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**سوهلا:** چوهاڻ راجپوتن مان هڪ جٽ قبيلو.

**سوهلن:** راجپوتن جي هڪ ذات. جهلم درياءَ جي پرسان ”سوهلن“ نديءَ تي رهڻ جي نسبت سان ذات جا ”سوهلن“ سڏجن ٿا.

**سوهي (سوهو- سوها):** راجا ڪنگ جي نسل مان جٽن (جٽ) جي هڪ ذات.

**سويرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**سهارڻ:** جٽن ۾ پڙ آهن.

**سهم:** عرب سرزمين جي قريش قبيلي ۽ باهلہ قبيلي جو هڪ قبيلچو هي عربن جي مشهور شاخ ”اسلم“ مان آهن.

**سهنسر (سينسر):** پڻي راجپوتن جي هڪ ذات.

**سهوتا:** جٽن جي هڪ ذات. هنن جو خاص ڏنڊو گهوڙا پالڻ آهي.

**سهوڪا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**سِهول:** ملتان کان آيل هڪ جٽ قبيلچو. ”سَهول“ ۽ سِهول هڪ ئي ذات جو نالو آهي.

**سيار:** اصل ۾ سنڌ جا جٽ آهن. لڏي وڃي ڪروڙ لعل عيسيٰ (پنجاب) ۾ وينا ۽ پاڻ کي ”جٽ“ ۽ ”گلابان“ چورايائون.

**سِيان:** چندربنسي ڪُل مان سرهند جي راجا ”سيان“ راجپوت جو اولاد ”جٽ“ آهن. ويس ۽ گنيس پڻ هن جو اولاد آهن.

**سياهہ آف:** هڪ ٻئي حوالي موجب بلوچن جا ڪجھ قبيلا ”سياهہ آف – سياهاف“ واديءَ ۾ سڪونت اختيار ڪري پاڻ کي ”سياهہ آف / سياهہ هاف“ سڏائڻ لڳا.

**سيٽي (سيٽي):** هڪ جٽ قبيلچو.

**سيپي:** پورهيتن جي هڪ گهٽ ذات.

**سـ :** هڪ گوجر قبيلچو.

**سِيرا:** هڪ ٻئي حوالي موجب هي ”جٽ“ آهن.

**سِيرائي:** هڪ ٻئي حوالي موجب ”سيرائي“، پڻي راجپوتن جو هڪ قبيلچو آهي. پڻي قبيلي جي هڪ مشهور پهلوان جو نالو ”سيرائي“ هو جنهن پنيان سندس اولاد پاڻ کي ذات جا ”سيرائي“ سڏايو. سيرائي پنهنجي ڪيٽر سميت اچي حافظ آباد ۾ وينو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ”جامع سنڌي لغات“ ۾ سيرائيءَ جا جيڪي پاڙا لکيا آهن، اهي جٽن ۽ جٽن (سرائي) جا آهن. جڏهن تہ ”سرائي“ ۽ ”سيرائي“ جدا جدا ڪيٽرن سان واسطو رکندڙ آهن. سيرائي، پڻي راجپوت آهن ۽ سرائي جٽن جي مفهوم کي ظاهر ڪن ٿا. ان ڪري ٻنهي ذاتين ۽ لفظي ٽڪراءَ ۾ تميز ڪرڻ ضروري آهي.

**سيڪڙ:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سِيڪُو (سَيڪا):** جٽ راجپوتن جو هڪ قبيلچو سندن وڏي جو نالو ”سيڪُو“ هو جنهن جا پڙ پوٽا همبو پرٿو ۽ چهر هئا. جن پاڻ کي ذات جا ”سيڪو“ سڏايو. هي مالوه کان گوجرانواله ۽ اتان سنڌ ۾ داخل ٿيا.

**سيگر:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سيگراهه:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سيما (سيمي):** هڪ جٽ قبيلچو.

**سَين:** راجپوتن جو هڪ قبيلو. هي راجا لکن سين راجپوت شهزادي جو اولاد آهن. منهاس قبيلي ۾ پنهنجون ڏيئرون ڏين ٿا.

**سينان:** ڳوٺ سينان جي نسبت سان منسوب هڪ قبيلچو. فضل بن موسيٰ سيناني هن قبيلچي مان هو.

**سيني:** آرائين ۾ پڻ آهن.

**سيواري:** هڪ جٽ قبيلچو.

**سيوني:** کترين جي هڪ ذات.

**سيها:** جٽن جي هڪ ذات.

**سيهي:** جٽن جي هڪ ذات.

## (ش)

**شاميا:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**شاهه باسي:** هڪ جٽ قبيلچو.

**شاهه دولتانا:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو

**شاهيا:** گوجرن جو هڪ قبيلچو.

**شبيان:** هڪ عرب قبيلو هن قبيلي جو مورث اعليٰ شبيب بن يزيد بن نعيم هو. جيڪو شبيب خارجي جي نالي سان مشهور هو.

**شجرا:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلچو. شجاع آباد سندن مرڪز آهي. پٺ فقيرن ۾ هڪ پاڙو. هنن کي اهم ذاتين جا شجرا برزبان ياد هوندا هئا، جنهن نسبت سان پاڻ بہ "شجرا" سڏجڻ لڳا.

**شجنه:** بنو صبيعه جي هڪ شاخ. مشهور فقيه خارجه بن مصعب هن ڪيڙ مان هو. سنہ.س والد مصعب حضرت علي رضہ جن سان ساٿ ۾ رهندو هو.

**شداخ:** هڪ عرب قبيلچو سندن قبيلچي جو نالو "ڪنانہ" آهي. عيسيٰ بن يزيد (ابن داب) بن بڪر بن داب سندن مشهور شخص هو.

**شدائي:** هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**شعبي:** هڪ عرب قبيلو. حمير قبيلي مان ڪن (حسان بن عمرو حميري) عربن يمن ۾ "شعب" جبل ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ پاڻ کي قبيلي طور ان سان منسوب ڪري "شعبي" سڏايائون. عامر بن شرجيل جبل بن عبدالله شعبي منجهائنئن نهايت مشهور هو. ان خاندان مان ڪوفي ۾ رهندڙ "شعبيون". مصر ۽ مغرب وارن "اشعبون". شام وارن "شعبانيون" ۽ يمن وارن "آل ذي شعبين" سڏايو.

**شقره:** هڪ عرب قبيلو هي بنوضبه ۽ بنو تميم جو حصو آهن.

**شلولي:** هڪ جٽ قبيلچو.

**شموزئي:** هڪ جٽ قبيلچو.

**شنڪي:** پناڻن جو هڪ قبيلچو.

**شِوگوترا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**شون دل (شوندل):** هڪ غير مسلم قبيلچو.

**شوال:** افغاني پناڻن جو هڪ قبيلچو.

**شيخ سِملاڻي:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**شيدائي:** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي عيسيٰ بن علي شير جي اولاد مان آهن.

**شيرڪي (شيرڪا):** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**شيرو آنا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**شيوران:** هڪ جٽ قبيلچو.

## (ص)

**صباح (بنو صباح):** هڪ عرب قبيلو هنن جو واسطو بنو ذهل سان آهي. هي ضرار بن عمرو جو اولاد آهن. جنهن کي تيرهن پٽ هئا.

**صخر:** هڪ عرب قبيلو. هنن جو مورث اعليٰ صخر بن نهشل هو. هن ڪيڙ مان خازم بن خزيمه نهشلي، خراسان ۽ عمان جو گورنر هو. ان جو پٽ خزيمه پڻ گورنر ٿيو هو.

**صعصعه:** هڪ عرب قبيلو. مسعود بن ڪدام هن ڪيڙ مان هو.

**صمداني (صمداڻي):** چوڌري قبيلچي (ملڪ) جو هڪ پاڙو.

**صنايح:** حمير قبيلي جي هڪ شاخ. مشهور موالي عبدالرحمان بن عسيله صنا يحي هن شاخ مان هو.

**صوحان:** عبدالقيس قبيلي مان هڪ شخص جو نالو صوحان هو. هن کي ٽي پٽ زيد. صعصعه ۽ سيحان

هئا. جن پيءُ جي نسبت سان پاڻ کي "صوحان" سڏايو. (عرب قبيلو). هي ٽيئي ڀائر، جنگ جمل ۾ حضرت علي رضہ سان گڏ هئا.

## (ض)

**ضبه:** هڪ عرب قبيلو. مشهور اصحاب حديث محمد بن فضيل بن غزوان هن ڪيڙ مان هو.

**ضبيعہ:** عرب سرزمين جو هڪ قبيلو جيڪو ٽين قبيلن ۾ موجود آهي. 1. بنو ضبہ 2 بنو عجل 3. قيس بن ثعلبہ اعشي شاعر جو تعلق قيس بن ثعلبہ قبيلي سان هو.

**ضرار:** هڪ عرب قبيلو. هي ضرار بن عمرو جو اولاد آهن. جن جو واسطو "ضبه" شاخ سان آهي.

**ضمره:** هڪ عرب قبيلچو. جيڪو بنو ضمره جي نالي سان ڪنانہ قبيلي ۽ قشير قبيلي ۾ موجود آهي.

## (ط)

**طالباڻي:** بجورا (بجورا) ذات جو پڙ هڪ پاڙو.

**طاهر خيل:** پناڻن جو هڪ قبيلچو.

**طئي (بنو طئي):** يعني عربن جو هڪ قبيلو طئي بن ادو بن زيد بن ڪهلان جو اولاد آهن. طئيءَ مان ڦٽل شاخن جا نالا بنو بنهان بن عمرو، بنو ثعل بن عمرو آهن. حاتم طائيءَ جو واسطو هن قبيلي سان هو.

## (ع)

**عابد خيل:** احمد زئي پناڻن جو هڪ قبيلو.

**عامر:** هڪ عرب قبيلو. هي قريشي آهن.

**عاداني (عاداڻي):** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**عاملہ (بنو عاملہ):** يمني عربن جو هڪ قبيلو. هي عاملہ بن سبا ۽ عاملہ قاسط بن وائل جو اولاد آهن.

**عبدالقيس:** عرب سرزمين تي وسيل هڪ عرب قبيلو هن جي هڪ مشهور شاخ جو نالو "الشني" هو. جنهن مان رياب الشني ۽ بحيري راهب نهايت مشهور هئا.

**عبس بغيض):** هڪ عرب قبيلو خالد بن سنان بن غيث هن قبيلي مان هو. جنهن جي ڌيءَ حضرت محمد ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ پيش ٿي تہ ان وقت پاڻ سڳورا سورة اخلاص تلاوت ڪري رهيا هئا. ڇوڪريءَ چيو تہ منهنجو والد بہ اها پڙهندو رهندو هو.

**عجلان:** هڪ عرب قبيلو. هي قضاعہ شاخ مان آهن. حضرت عاصم بن عدي عجلاني هن ڪيڙ جو مشهور

سخص هو.

**عدي:** عرب سرزمين جو هڪ قبيلو جيڪو ڪيترن ئي خاندانن مان آهي:

1. عدي بن ڪعب. حضرت عمر فاروق رضہ جو واسطو هن خاندان سان هو (قريش شاخ)
2. عدي بن عبد مناة. ذوالرمہ شاعر جو واسطو هن خاندان سان هو. (رباب شاخ)
3. بنو فزاره
4. بنو حنيفہ

**عدراڻي:** انڊڙن جو هڪ پاڙو.

**عربي:** آرائين ۽ جٽن جو هڪ ملسمان قبيلچو. ملتان، ساهيوال ۽ بهاولپور (احمد پور) ۾ سندن ڪافي ڳوٺ آهن.

**عرشاڻي:** عمراڻي رندن جو هڪ پاڙو.

**عصر:** هڪ عرب قبيلو. حضرت الشبح العبدي هن خاندان مان هو جنهن نبي ڪريم جن سان ملاقات ڪري اسلام قبول ڪيو.

**علياڻي (الياڻي):** لغاري بلوچن جو پڻ هڪ پاڙو.

**علي خاناڻي:** سيالن ۾ پڻ هڪ پاڙو. هن ذات پنيان سيوهڻ تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو "علي خاناڻا" آهي، جنهن ۾ سيال رهن ٿا.

**علي خيل:** اورڪزئي پٺاڻن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**عمار:** هڪ عرب قبيلو. ايوب سختياني (ايوب بن ابي تميمه) هن قبيلي مان هو جنهن حضرت انس بن مالڪ رضہ اصحاب رسول ﷺ جن کي روبرو ڏٺو هو.

**عمرزئي:** بنون کان آيل وزيري پٺاڻن جي احمد زئي شاخ مان هڪ قبيلچو هنن جا خاص پاڙا آهن. 1. بوزا 2. تپيُ ۽ 3 سيد

**عنبر:** هڪ عرب قبيلو. عباد بن ڪسيب هن قبيلي مان هو. جيڪو شعرن جي معنيٰ ٻڌائڻ ۽ معلومات جو عالم هو.

**عنزه:** هڪ عرب قبيلو طلق بن حبيب هن ڪيڙ مان هو جنهن کي حجاج قيد ڪيو هو.

**عوف:** هڪ عرب قبيلو. هي قيس عيلان شاخ مان آهن. بغداد جو مشهور قاضي العوفي هن خاندان مان هو. هن جو نالو حسن بن حسن بن عطبي بن سعد هو.

**عوقه:** هڪ عرب قبيلو. هي عبدالقيس شاخ مان آهن. ابو نضره (منذر بن مالڪ) منجهائڻ. هو. هن جي

جنازه نماز حسن بصري پڙهائي هئي.

**عيسيٰ خيل:** نيازي پٺاڻن جو پڻ هڪ پاڙو.

## (غ)

**غافق:** حمير قبيلي جي هڪ شاخ. مشهور موالي عبدالله بن زرير غافقي هن شاخ مان هو.

**غزلاڻي:** پٺاڻن جو هڪ قبيلچو.

**غسان:** يمني عربن جو هڪ قبيلو هي مازن بن ازد بن غوث جو اولاد آهن. غسان هڪ چشمي جو نالو آهي. هي ان سان منسوب قبيلو آهي. بادشاهن جو گهراڻو بنو جفنہ (آل عنقاء) آل محرق، تنوخ، ڪعب ۽ مازن هن قبيلي مان آهن. چوٽي آهي تہ مازن، غسان ارباب ملوڪ آهن. حمير ارباب عرب آهن. ڪنده (ڪندة الملوڪ) بادشاھ آهن. مذحج (مذحج الطعان) تيري ۽ نيزه بازيءَ جا ماهر آهن. همدان شهہ سوار آهن ۽ ازد شير مردان آهن. شام ملڪ ۾ سڀ کان پهرين آباد ٿيندڙ عرب شخص "سلح" غسان قبيلي مان هو. هن قبيلي مان نعمان بن عمرو بن مالڪ حڪمران هو.

**غطفان:** هڪ عرب قبيلو هن قبيلي مان عيينہ بن حصن بن حذيفہ بن بدر بن عمرو نبي ڪريم ﷺ جي حضور ۾ داخل ٿي مسلمان ٿيو ۽ ڪيس مؤلفة القلوب چوندا هئا. پاڻ سگورا سندن دلجوئي ڪندا هئا.

**غني:** هڪ عرب قبيلو. حضرت حمزه بن عبدالمطلب جو همعصر ۽ گهاٽو دوست حضرت ابو مرثد الغنوي (ڪناز بن حصين) هن قبيلي مان هو.

**غور گشت:** پٺاڻن جو هڪ قبيلو. هي قيس عبدالرشيد جي پٽ اسماعيل عرف غورگشت، پٺاڻ جو اولاد آهن.

**غوريا (غورياخيل):** غوري پٺاڻن جي هڪ شاخ. مهمند، خليل، دائود زئي، چمڪني ۽ زيراني هنن ۾ شامل آهن.

## (ف)

**فاروقا (فاروڪا):** هڪ مسلمان ذات.

**فتاڻي:** عمراڻي رندن جو هڪ پاڙو.

**فتيانا:** سيالن جي هڪ مرڪزي شاخ.

**فراهيد:** هڪ عرب قبيلو. خليل بن احمد، علم عروض جو باني ۽ ماهر هن شاخ مان هو. ابن هاني هن جو قابل ۽ لائق شاگرد هو.

**فزاره:** هڪ عرب قبيلو. بغداد جو رهواسي ۽ مشهور شخص شبابہ بن سوار الفزاري هن قبيلي مان هو.

**فهم:** هڪ عرب قبيلو، حضرت عمر رضہ جو ڏاڏو نفيل هن خاندان مان پرڻيل هو.

**فيروزڪي:** ڪرلن جي هڪ ذات.

## (ق)

**قارلوُغ (قارلُوق):** هڪ ترڪ قبيلو.

**قاضي شيخ راهو:** هڪ جت قبيلچو.

**قانون گا:** لفظي معنيٰ آهي، قانون جي شرح ڪرڻ وارا. هي اصل ۾ مهاجن هندو هئا. هنن جو وڏو راءِ مل ولد هيدي مل مغل بادشاهن وٽ قانوندان هو. مغلن جي اثر هيٺ پنهنجي ڪيڙ سميت مسلمان ٿيو. سندس پٽ طيب مغلن جو وزير ٿيو. هن ڪيڙ جا ماڻهو سڄي برصغير ۾ پکڙجي ويا ۽ پاڻ کي ذات جا "قانون گا" سڏائڻ لڳا.

**قائم خاني:** هي چوهاڻ راجپوتن مان قائم خان جو اولاد آهن. قائم خان اسلام قبول ڪيو هو. هن جو احوال اڳ ۾ ڏنل آهي.

**قثير:** هڪ عرب قبيلو.

**قحطان:** يمني عربن جو هڪ وڏو قبيلو جنهن مان بيا ڪيترائي قبيلا وجود ۾ آيا آهن. وڌيڪ احوال لاءِ "اوس ۽ خزرج جو شجرو ۽ احوال پڙهڻ گهرجي.

**قرن (بنو قرن — ازد):** يمني عربن جو هڪ قبيلو. هي قرن بن مالڪ بن زيد بن ڪهلان جو اولاد آهن.

**قريظه:** عرب ۾ رهندڙ هڪ يهودي قبيلو.

**قصنانا:** هڪ ڪرل قبيلچو.

**قضاعه:** هڪ عرب قبيلو. هي يمني عرب آهن. جيڪي قضاعہ بن مالڪ بن حمير بن سبا جو اولاد آهن. تبابعہ قبيلچو هن شاخ مان آهي.

**قلهاري:** هڪ جت قبيلچو.

**قندرا:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

## (ڪ)

**ڪابيا:** هڪ عرب قبيلو. قطري بن فجاة خارجي هن قبيلي مان هو. جنهن کي حجاج جي سپهہ سالار سفيان قتل ڪيو هو.

**ڪاٺِلَ:** سورج بنسي ڪُل مان راجپوتن جي هڪ شاخ. هنن جو باني راجا ڪريب هو. جيڪو محمود

غزنويءَ جي سامهون ٿيو هو اورنگزيب جي اتر هيٺ مسمار ٿيو.

**ڪاديان:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪاڪرا:** هڪ برهمڻ خاندان.

**ڪاڪڙ:** آرائين ۾ پڻ آهن.

**ڪاڪڙي:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**ڪالِرا:** پنجاب ۾ جٽ سڏجن ٿا ۽ سنڌ ۾ ڪبن جٽ چون ٿا.

**ڪالسن:** گوجرن جو هڪ قبيلو.

**ڪالسيا:** ڪمبواهن جو هڪ پاڙو.

**ڪالون (ڪاهلون):** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪالهير (ڪالِير):** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪاليروٽ:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪاليڪا:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪاليئر:** پاڻي پت کان آيل هڪ راجپوت ڪيڙ.

**ڪامه:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪانچي:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪاندا:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪانوري:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪانوين:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪاهل:** هڪ عرب قبيلو هي اسد قبيلي مان آهن. سليمان بن مهران هن ڪيڙ مان هو. جنهن حضرت حسين رضہ جي شهادت ڏني هئي.

**ڪائٿ:** برهمڻن جي هڪ ذات.

**ڪبيرواهہ:** هڪ ذات جو قبيلو.

**ڪتايا:** ست ڪنڌ جي نسبت سان ذات جا "ڪتايا" سڏجن ٿا. سنڌ ۾ ڪين "ڪاتر" ۽ "ڪاتيار" چون ٿا.

**ڪتپال:** پکي وارن جي هڪ ذات.

**ڪترا:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلي جو پڻ پاڙو.

**ڪتوال:** هڪ ڊوگر قبيلچو.

**ڪتور:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪتانيا (ڪتانيي):** هڪ گوجر قبيلچو.

**ڪُترالو:** پٺين جي هڪ شاخ. هي راجا پوني جي پٽ ”ڪُترال“ جو اولاد راجپوت آهن.

**ڪتورا:** آرائين جو هڪ پاڙو.

**ڪُٽَ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ڪٽاريا (ڪٽاريي):** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**ڪُٽاريا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ڪٽال (ڪاٽل):** راجپوتن جي هڪ شاخ.

**ڪٽوچ:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. سندن خاص پاڙا آهن: 1. جِسوال 2. گوليريا 3. دووال ۽ 4. سِپايا.

**ڪپاهي:** کترين جي هڪ شاخ. هي ڪپهه جي ڪرت جي نسبت سان ”ڪپاهي“ سڏجن ٿا.

**ڪپائي:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ڪجلا:** هڪ خانہ بدوش هندو قبيلچو.

**ڪجلان:** جٽن جي هڪ ذات. ڪجلان نالي هڪ چوهاڻ راجپوت هڪ جٽڻ بيوه سان شادي ڪئي هئي. جنهن جو اولاد ”ڪجلان“ جٽ سڏجڻ لڳو.

**ڪُچوري:** مهتم قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ڪچيرا:** چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات. هي مسلمان ۽ هندو آهن. ڪافور جي چوڙين ناهڻ وارن کي پڻ ”ڪچيرا“ چون ٿا.

**ڪچيلا:** ديري غازي خان کان آيل جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڪدر:** هڪ مسلمان ذات.

**ڪُدڙ:** هڪ مسلمان ذات.

**ڪَدَڙَ:** کوکرن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڪُرار:** جٽن جو قبيلچو.

**ڪراڙ:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي لکجي ٿو تہ: چوٽي آهي تہ:

1. جَٽَ کي جهنگل ۾ ڪراڙ کي اُن جي دوڪان ۾ ۽ ملاح کي اُن جي ٻيڙيءَ ۾ تنگ نہ ڪجي.

2. ڪَانوَ ڪتي ۽ ڪراڙ تي پروسمو نہ ڪجي، جيترڻيڪ اهي ننڍ ۾ هجن.

**ڪِرال:** اي. ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ. اي. روز ٻنهي لکن ٿا تہ سيئو، ٽيئو، گهيئو ۽ ڪرئو راجا رسالو جي ملڪ (زال) جي بطن مان هڪ بهاريدار آشنا جا پٽ آهن. سيئو جو اولاد ”سيال“، ٽيئو جو اولاد ”ٽوانا“ ۽ گهيئو جو اولاد ”گهيبو“ ۽ ڪرئو جو اولاد ”ڪرال“ آهن. (ص 306)

**ڪِرماني:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**ڪرناٽڪ:** اوسوال پاپڙن جي هڪ ذات.

**ڪرنول:** مهتمر خان جو هڪ پاڙو.

**ڪرنيري:** هڪ مسلمان قبيلچو.

**ڪُرولا:** هڪ مسلمان قبيلچو.

**ڪُرونجڙا:** سبزي فروشن جي هڪ ذات.

**ڪرهالا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ڪريلا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**ڪڙلاني (ڪيراني):** پناڻن جو هڪ قبيلچو. تفصيل لاءِ ”ڪيراني“ ڏسڻ گهرجي.

**ڪُسَرَ:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**ڪڪُواٽا:** جٽن ۽ ڪنبرن جي هڪ ذات.

**ڪُلا:** رندن ۾ پڻ آهن.

**ڪِلا:** سورج بنسي راجپوتن مان هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪلارب:** عرب سرزمين جو هڪ قبيلو جيڪو ٻن خاندانن مان آهي. 1. ڪلاب بن مره (قريش) 2. ڪلاب بن ربيعه بن عامر بن عصعہ (قيس).

**ڪلاسرا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪِلال:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪلب:** هڪ عرب قبيلو. علم الانساب جو ماهر ابن ڪلبي (محمد) هن قبيلي مان هو.

**ڪلتيرا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**ڪلچي (قلچي):** منج راجپوتن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڪلس:** هڪ مسلمان قبيلچو.

**ڪلسن:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪُلو:** جٽن ۾ پڙ آهن.

**ڪليا:** راجپوتن، ڪرلن ۽ اعوانن ۾ پڙ آهن.

**ڪلير:** راجپوتن، جٽن ۽ آرائين جو هڪ پاڙو.

**ڪماچي:** خانہ بدوش گوبن جي هڪ ذات.

**ڪمبواه (ڪمبوه):** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. رهيل پاڙا هتي لکجن ٿا:

| پٺي | چانهيا | رتن پال | ڪيڙا | نر |
|---|---|---|---|---|
| ٿوانا | چترٽ | سانديا | گُهنگهرا | نندن |
| پانڌا | چداٽا | سمن | لُرا | نِيرَ |
| جج | چندئي | سِنڌي | لسن پال | وَرڪَ |
| جَنَ سَنَ | ديبراهہ | شاميا | مُتي | ونائڪ |
| جوڙيا | ديهر | ڪالسيا | مِروڪ | هنديا |
| جوسن | ڏنجون | ڪوري | مڙدڪ | – |
| چاڪ | ڏوٽ | ڪنديا | مومي | – |

**ڪمليا (ڪمبليا):** جٽن جي هڪ ذات. ڪمبل ٿاهڻ جي نسبت سان "ڪمليا" (ڪمبليا) سڏجن ٿا.

**ڪموڪي:** هڪ جٽ قبيلو.

**ڪميانا:** آرائين جي هڪ ذات.

**ڪميرا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ڪنانا:** هڪ عرب قبيلو. بنو ڪنانا ۽ بنو قيس عيلان سان فجار جي جنگ منسوب ٿيل آهي.

**ڪندان:** هڪ مسلمان قبيلچو.

**ڪندرڪي:** ڪرلن جو هڪ قبيلچو.

**ڪنده:** يمني عربن جو قبيلو. هن ڪنده بن ثور ۽ يزيد بن شور جو اولاد آهن.

**ڪندوا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ڪُنگ:** سورج بنسي ڪُل مان هڪ جٽ قبيلچو. هي جوگرا بن ڪُنگ راجپوت جو اولاد آهن. جٽ عورت وارو اولاد "جٽ" سڏجن ٿا.

**ڪنگرا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪنگيارا:** تيلين جو هڪ گوت.

**ڪنون:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪنون ڪور:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪنيران:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪواري:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪوتلا:** هڪ مسلمان ذات.

**ڪُوت:** هڪ مسلمان ذات.

**ڪوچ بند:** جولاهن جي هڪ ذات. هي برش ناهين ٿا.

**ڪوڏڙي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**ڪوڏڙ:** هڪ جٽ ذات.

**ڪورا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**ڪوري:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**ڪُوري:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪوريانا:** سيالن جي هڪ ذات.

**ڪوريتانا:** هڪ مسلمان ذات.

**ڪُوريجا (قُوريجا):** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪوڪ:** مغلن ۾ پڙ آهن.

**ڪوڪن (ڪوڪني):** ميمڻن جو هڪ پاڙو.

**ڪُوم:** باهران آيل هڪ ذات.

**ڪُولي:** چون ٿا تہ هي گوجرن مان آهن.

**ڪوهاڙ:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪوهلي:** جٽن ۾ پڙ هڪ پاڙو.

**ڪويرا:** مسلمان جٽن جي هڪ ذات.

**ڪهدر:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪهل:** جٽن جی هڪ ذات.

**ڪهلان:** يمني عربن جو هڪ قبيلو ڪهلان بن سبا جي پٽ جو نالو زبد هو. زيد جي پٽن جا نالا مالڪ ۽ ادو هئا. ادو کي ٻه پٽ طئي ۽ غوث هئا، جن پاڻ کي ڪهلان سڏايو.

**ڪيتوال:** راجپوتن جي هڪ شاخ.

**ڪيجاهه:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪيجر:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪِيرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪيس:** مسلمان جٽن جي هڪ ذات.

**ڪيڪڙ:** سانسي هندن جي هڪ ذات.

**ڪيلا (ڪيلي):** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪيمل خيل:** وزيري پٺاڻن جي احمد زئي شاخ جو هڪ پاڙو (هتي خيل).

**ڪيهل:** مسلمان ملاحن ۽ ميربحرن جو هڪ خانہ بدوش قبيلو هي ڪچون ۽ واڳون کائين ٿا. امام شافعي جا پيروڪار آهن.

## (ک)

**کاجا:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ ذات.

**کادر:** هڪ مسلمان ذات.

**کادل:** هڪ جٽ ذات.

**کارا:** هڪ جٽ ذات. حوالن موجب کارا هڪ رهزن ڦورو هو. هن پيچي ڦنڌار ۾ پناهه ورتي ۽ اتي هڪ جٽڻ سان شادي ڪيائين. سندس اولاد پيءُ جي نالي پنيان پاڻ کي "کارا" سڏايو.

**کاما:** هڪ جٽ ذات.

**کانداٽا:** جٽن جي هڪ ذات.

**کُب:** جٽن جي هڪ ذات.

**کبيرا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**کترا:** هندو جٽن جي هڪ ذات.

**کترائي:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪتوروائي:** عمراڻي رندن جو هڪ پاڙو.

**ڪتيڪ:** چمارن جي هڪ ذات.

**ڪجط:** چون ٿا ته هي ”جٽ“ آهن.

**ڪجي:** حوالن موجب هي ”چمار“ آهن.

**ڪچر:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪچي:** هي ڪچي خان چوهاڻ جو اولاد آهن.

**ڪدرخيل:** سين خيل گديزئي. الياس زئي ۽ بنيروال پٺاڻن جي هڪ شاخ.

**ڪَرا:** سود هندن جي هڪ ذات. سود هندو بيوه سان شادي نه ڪرڻ ڪري ”ڪرا“ سڏجن ٿا.

**ڪُرا:** مسلمان ۽ هندو جٽن جي هڪ ذات.

**ڪَرَ:** هي چون ٿا ته اسان ڪرلن مان آهيون ۽ اڪثر ڪري جَٽ سمجهيا وڃون ٿا. ڪهاوتن ۾ آهي ته ڪرل جٽن مان هڪ شخص جاٽي واٽي پنهنجو مال ڪمند جي فصل ۾ چڏيو. فصل جي مالڪ کي خبر پئي ته هن ان ڪرل شخص جي بيعزتي ڪئي. جنهن چيو ته مون ڪانگڙ سمجهي پيل ڪرائي آهي. فصل جي مالڪ کيس ڪاوڙ مان خَر (گڏهه) چيو. اهو لفظ هن کي ڏاڍو ڏکيو لڳو. سندس اولاد پاڻ کي خَر جي بجاءِ ”ڪر“ سڏايو.

**ڪرل:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي سندن رهيل پاڙا لکجن ٿا.

| اڪوڪي | جاليڪا | داڏو | سرورڪي | ڪليا | لوديڪا | ممير |
|---|---|---|---|---|---|---|
| الور | جبوڪا | دولا | سميڪي (سمه) | ڪندرڪي | مدوڪا | منگيرا |
| ايسڪي | جٽيانا | رجاديڪا | سهوڪا | ڪورا | مدهول | نورڪي |
| اينوڪي | جٽالا | رحمانڪي | شيرڪي | ڪبيرا | مِرڪي | نوهلڪي |
| بشيرا | جلوڪا | رحميڪي | شيرؤآنا | ڪوترا | مُسريرا | نهالڪي |
| بڪنيرا | چنديڪا | رن سِنها | فيروزڪي | گوگيرا | مسٽڪا | همندڪي |
| بهادرڪي | چاڪرڪي | رنيرا | صنانا | گهنيريا | مسوڪي | هيبوڪا |
| پيوڪي | چريرا | ساديڪي | ڪريلا | لاهي | ملڪا | – |
| پُور | چمنا | ساهي | ڪلتيرا | لڪيرا | ممداٽا | – |

**ڪروالا:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪروپر:** هڪ مسلمان ذات.

**ڪرورا:** هڪ جٽ قبيلو. ڪتابن ۾ آهي تہ هڪ هندو جٽ مالدار هو. جنهن پاڻ کي چڱو مڙس سڏايو. مسلمانن هن کي قتل ڪيو. سندس زال ڳوٺ ڇڏيو. واٽ تي سخت زمين (کهري) تي پٽ ڄڻيائين جيڪو "ڪرورا" جي نالي سان سڏجڻ لڳو. سندس اولاد پاڻ کي بہ "ڪرورا" سڏايو.

ڪروڪا: هڪ مسلمان ذات.

**ڪريا:** باجوه جٽن جي هڪ ذات. چون ٿا تہ هي راجا شِلپ بجو جي پٽ ڪلس جو اولاد آهن.

**ڪريالا:** ميراثين جي هڪ ذات.

**ڪڪ:** جٽن جو هڪ پاڙو (ڪک)

**ڪڪا:** ڪترين جي هڪ ذات. هي خوبصورت آهن.

**ڪگر:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**ڪَل:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪِلاٽي:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪِلواهہ:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪماڻ:** جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ڪنجاڻ:** جٽن جي هڪ ذات.

**ڪُند:** هي پنهنجو واسطو اعواڻن ۽ پٺاڻن سان ظاهر ڪن ٿا. هندڪو ۾ ڪند لفظ جي معنيٰ آهي "ڪنڌو" هنن جو مورث اعليٰ ڪنڌو هو. ان نسبت سان هي "ڪند" سڏجن ٿا.

**ڪندويا:** چوهاڻ راجپوتن جي هڪ شاخ.

**ڪنڍ:** هي اصل ۾ جٽ آهن.

**ڪنڍيا:** ڪمبواهن جي هڪ ذات

**ڪوترا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**ڪوتريل:** ڏونڏن جي هڪ ذات.

**ڪود:** هڪ مسلمان ذات.

**ڪوريجا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪوڙ:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**ڪوسر:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ڪوسڪ:** ڪوسن ڪي چون ٿا.

**کهَا:** ملاحن جو هڪ پاڙو.

**ڪيپڙ:** هڪ گوجر قبيلچو.

**ڪَيرا:** سورج بنسي ڪُل مان راجپوت جٽن جي هڪ ذات. هڪ سڌو جٽ جي ڏيءَ سان سندس سهرو سختيءَ سان پيش ايندو هو جنهن ڪي "ڪيرا" (ڪهرو) چيو ويو ۽ سندس اولاد "ڪيرا سڏجڻ لڳو.

**ڪِيرا:** چون ٿا ته هي باجوه جٽ آهن. جيڪي سن پال جي پٽ ڪير جو اولاد آهن. هجوآ, ڪيرا, گهمڻ, تتلي ۽ وَينس پاڻ ۾ قريب ٿين.

**ڪَيڙا:** اي. ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ .اي. روز هنن کي ڪمبواهن مان ڄاڻايو آهي (ص 350)

**ڪِيوا:** راجپوتن جي هڪ ذات.

## (گ)

**گادي:** هڪ بلوچ قبيلچو.

**گار:** پٺاڻن جو هڪ تمن.

**گاري:** ميراثين جي هڪ ذات.

**گاڙا:** هڪ مخلوط (گڏيا) ذات. چوڻ آهي ته: ڪيت ۾ جاڙا ـ گائون ۾ گاڙا.

**گاگرا:** مسلمان جٽن جي هڪ گهٽ ذات.

**گال (گل):** جٽن جي هڪ ذات.

**گانگا:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**گانوري:** جٽن جو هڪ قبيلچو.

**گبر (گبري – گوَري):** پٺاڻن جي هڪ شاخ.

**گبير:** جٽن جي هڪ ذات.

**گٽ:** جٽن جي هڪ ذات.

**گٽب:** جٽن جي هڪ ذات.

**گُٽڪا:** پل جٽن جي هڪ ذات. گٽڪا معنيٰ ڏوهه ڪندڙ.

**گيل:** جٽن جي هڪ ذات.

**گُجرال:** ڪي هنن کي "جَٽ" چون ٿا. هڪ حوالي موجب هڪ جٽ جي پٽ کي گوجر عورت ٿَج ڏارائي هئي، جنهن نسبت سان هي "گجرال" سڏجن ٿا.

**گُدا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**گُدارا:** جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**گدگور (گدگيري):** هڪ جٽ ذات.

گدوارا: هڪ جٽ ذات.

**گدون (جدون):** پٺاڻن جي هڪ شاخ. محقق هن کي سنڌي جادوبنسي راجپوت نسل مان ڄاڻائين ٿا.

**گڏيوڪ:** مسلمانن ۽ هندن جي هڪ ذات.

**گڏري:** جٽن جي هڪ ذات.

**گڏريا:** رڍن پالڻ وارن کي "گڏريا" چون ٿا.

**گُراها:** راجپوت جٽن جو هڪ قبيلو. نواب غازي خان جا نوازيل هئا، جنهن کين زمين ڏني هئي ۽ پاڻ نواب کي پلو گهوڙو ڏنو هو.

**گرايا:** هي اصل ۾ هندو برهمڻ هئا. گهٽ ذات جي خدمت سبب کين برهمڻن نيڪالي ڏني، جن مان ڪافي مسلمان ٿيا.

**گَربُز:** وزيري پٺاڻن جي هڪ شاخ.

**گُردلي:** هڪ بلوچ قبيلچو.

**گُرڪا (گرڪي):** آرائين جي هڪ ذات.

**گُرل وال:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**گُرن:** هندو جٽن جي هڪ ذات.

**گُرنا (گرنو):** آرائين جو هڪ پاڙو.

**گِروانا (گرواٽا):** مسلمان جٽن جو هڪ قبيلچو. هنن جون ٽي شاخون، اتڙ جالپ ۽ ڪرير آهن.

**گرهار:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**گريوال:** مسلمان جٽن ۽ هندن جي هڪ ذات.

**گڙيئا:** آرائين جي هڪ ذات.

**گزدار:** جٽن جي هڪ ذات.

**گزي:** مسلمان جٽن جي هڪ ذات.

**گگ:** ڏوگرن ۾ پڻ آهن.

**گگريل:** اسلام قبول ڪندڙ نائين جي هڪ ذات.

**گگي:** ڏوگرن جي هڪ ذات.

**گل باها:** هڪ مسلمان ذات.

**گلسَن:** گوجرن جي هڪ ذات. هي راٺا هرراءِ چوهاڻ جي گوجري زال مان آهن.

**گل وَترا:** جٽن جي هڪ ذات.

**گل هار:** جٽن جي هڪ ذات.

**گلهريا (گلهري):** اروڙ هندو کترين جي هڪ ذات.

**گمراٽي:** هڪ پنواڻ قبيلچو.

**گنبڙا:** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي محمد بن انيڙ جي اولاد مان آهن.

**گنج:** هڪ جٽ قبيلچو.

**گُنجيال:** هڪ مسلمان ذات.

**گندُو:** هڪ جٽ ذات.

**گُنديا:** مسلمان جٽن جي هڪ ذات. هندن جهڙيون رسمون ڪن ٿا.

**گَنگ:** اعواڻن جو هڪ قبيلچو. اعواڻ هنن کي پاڻ مان تسليم ڪونہ ٿا ڪن.

**گنگاراماٽي:** هندن جي هڪ ذات.

**گنگاناٽي:** هندن جي هڪ ذات

**گنگو:** آرائين جي هڪ ذات.

**گنوان:** جٽن جي هڪ ذات.

**گنوين:** جٽن جي هڪ ذات.

**گواريا (گوار):** هندو خانہ بدوش فقيرن جي هڪ ذات. هي پٿرن جي ڪٽائيءَ جو ڪم ڪن ٿا.

**گواسي:** گوجرن جي هڪ ذات.

**گوالا:** اهيرن جي هڪ ذات. مسلمان ٿيل "گهوسي" سڏجن ٿا.

**گوپارا:** سورج بنسي راجپوتن مان هڪ جٽ قبيلچو. هي مِلو جو اولاد آهن.

**گوپالڪ:** هڪ جت قبيلچو.

**گوج:** هڪ جت قبيلچو.

**گوجر:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي رهيل پاڙا لکجن ٿا.

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ٻجاڙ | ٽڪيڙا | جاڙ | چوڙي | شاهيا | گواسي | ملود |
| برگهٽ | ٽير | جنگالي | ڍيال | ڪالسن | گورسي | موتا |
| ٻُريا | پناٽا | جنگل | ڍيڍڙ | ڪٽانيا | گوهڙ | مُوتر |
| ٻهاڙ | پساريا | چاهڙ | راٺ | ڪٽاريا | گيگي | هڪڙا |
| پميا | پواڙ | چونيا | رَوَلَ | ڪُولي | گهتانا | – |
| پنرائي | پُور | چاپرا | سوگي | کيپڙ | لسپال | – |
| ٽُر | جاتلا | چالا | سير | گلسَن | ماهڙوال | – |

**گور:** بلوچن ۽ جتن ۾ پڻ آهن.

**گوراتا:** جتن جي هڪ ذات.

**گوراٿا:** جتن جي هڪ ذات.

**گورجيا:** هڪ زراعت پيشه ذات.

**گورسي:** گوجرن جو هڪ قبيلچو.

**گورواهه:** جتن جي هڪ ذات.

**گوري (گورا):** جتن جي هڪ ذات.

**گوريا:** جتن، مغلن ۽ آرائين ۾ پڻ آهن.

**گوڙواهه:** راجپوتن جي هڪ ذات. ٻيوه سان شادي ڪرڻ سبب ڌڪاريل آهن.

**گوسل:** هڪ جٽ ذات.

**گوڪا:** مهتم قبيلي جو هڪ پاڙو.

**گوگيرا:** سيالن ۽ ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**گولا:** احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو ته سود هندن جي هڪ گوت جو نالو پڻ "گولا" آهي، هنن مان جيڪي ٻيوه سان شادي ڪن ٿا انهن جو اولاد ذات طور "گولا" سڏجن ٿا ۽ شادي نه ڪندڙ "ڪرا" سڏجن ٿا.

**گوليرا:** اعوانن جو هڪ پاڙو. هي قطب شاهه جو اولاد آهن.

**گوندال:** چوهاڻ راجپوتن مان هڪ جت قبيلچو.

**گونگاني (گونگاڻي):** انڊڙن جو هڪ پاڙو.

**گوهرا:** ٽُور راجپوتن مان هڪ جت قبيلچو.

**گوهڙ:** گوجرن ۾ پڻ آهن.

**گيگي:** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**گيلن:** جٽن ۽ آرائين جي هڪ ذات.

**گيندس:** هڪ جت قبيلچو.

**گيهلن:** آرائين جي هڪ ذات.

## (گھ)

**گھانچي:** ميمڻ ۽ ڪچي سڏجن ٿا.

**گھتانا:** گوجُرن جي هڪ ذات.

**گھُتا (گھُتو):** جٽن جي هڪ ذات.

**گھٽ والا:** گھٽ جي معنيٰ آهي بار ڪٽڻ. بار ڪٽندڙ لاڏائو جٽن جي هڪ ذات.

**گھروال:** راجا مل جي پٽ پير ڪالا جي اولاد مان هڪ راجپوت قبيلچو.

**گھرها:** هڪ مسلمان ذات.

**گھُڪ:** جٽن جي هڪ ذات.

**گھگھرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**گھلو:** احوال اڳ ۾ ڏنلُ آهي, هتي وڌيڪ وضاحت ڪجي ٿي ته "گھلو" جٽن ۾ پڻ آهن. هي مخدوم جهانيان جهان گشت جي تبليغ سان مسلمان ٿيا. هنن جي جَدِ امجد کي ست پٽ نيپير, گھنون, ديپ, جهانيو, ڪُوريو ڪانجو ۽ گنج هئا, جن مان ست پاڙا 1. هنيپير پوترا 2. گھٽُون پوترا 3. ڊِيپال 4. جهانيو 5 ڪُوريا 6. ڪانجي ۽ 7 گنج وجود ۾ آيا.

**گھلو ڪنجاتراھ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**گھلو واڪنا (گھلو واڪنون):** جٽن جو هڪ پاڙو.

**گھُمار:** ڪنيرن کي چون ٿا.

**گھُمان:** جٽن جي هڪ ذات.

**گهمن (گهمڻ):** هي پاڻ ۾ ستاويهه پائر هئا، جن مان ڪافي جٽ سڏيا ويا. ڪيرا، حجوآ (جنجوا) تتلي، گهمن ۽ وينس پاڻ ۾ عزيز ٿين.

**گهن گس:** جٽن جي هڪ ذات. چون ٿا تہ هڪ جٽ ڪنهن لوهار کان ڪهاڙو گهريو جنهن کيس گهن (هٿوڙو) ڏنو. هن ان گهن کي گسائي ڪهاڙو ناهيو ۽ پاڻ "گهن گس" سڏجڻ لڳو. سندس اولاد پاڻ کي ذات جا "گهن گس" سڏايو.

**گهُنگهرا:** هندو ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**گهنيرا:** هڪ مسلمان ذات.

**گهنيريا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**گهوريا:** سمن جو هڪ قبيلو. سندن اڳواڻ چام هالو بن چام ڏيسر هو.

**گهوگها:** مهتم قبيلي جي هڪ شاخ.

**گهووال:** راجپوتن جي هڪ شاخ. هي ڪلهور جي راجا، راجا سنگر چند جي پٽ ميان سينڪي جو اولاد آهن.

**گهيبا (گهيبا):** راءِ شنڪر راجپوت (پنوار) جو اولاد آهن. هي ٽي پائر، سيئو ٽيئو ۽ گهيئو هئا، جن مان سيال، ٽوانا ۽ گهيبا آهن. هي جٽن ۾ شمار ٿين ٿا.

**گهيهلاٽي:** ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**گهيئا:** کترين جي هڪ ذات.

## (ل)

**لابر:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**لار:** جٽن جي هڪ ذات. هي سنڌ جا جَٽَ آهن. لڏي وڃي پنجاب ۾ ويٺا. پاڻ کي چام سڏائين ٿا.

**لاري:** رنگريزن جي هڪ ذات.

**لاريا:** راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**لاڪا:** جٽن ۾ پڙ آهن. پنجاب ۾ سندن وڏا ڳوٺ آهن.

**لاڪي:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**لال بيگي:** چوهڙن ۽ شڪارين جي هڪ ذات.

**لالي:** جٽن ۾ پڙ آهن.

**لانگ:** جٽن ۾ پڙ آهن.

**لانگاھ (لنگاھ)**: احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهي. هتي وضاحت ڪجي ٿي تہ لانگاھ راجپوت آهن. جيڪي راءِ ملهي / مالهيءَ جو اولاد آهن. ان ڪيڙ مان راءِ سهارا لانگاھ وڏي نالي وارو هو. لانگاھ, پنا, ڏهر, نائچ ۽ شجراح ان مالهي / ملهيءَ جو اولاد آهن ۽ پاڻ ۾ پيائر ٿين.

**لاور**: جٽن جي هڪ ذات.

**لاويالو**: آرائين جي هڪ ذات.

**لاهر**: جٽن جي هڪ ذات.

**لاهِل**: جٽن جي هڪ ذات.

**لاهي**: ڪرلن جي هڪ ذات.

**لائي**: هڪ عرب قبيلو حضرت سمره بن جندب هن ڪيڙ مان هو. هي احد جي جنگ ۾ شريڪ هو. حضرت زياد طرفان بصره جو حاڪم هو.

**لڀاڻا (لبانا)**: مهتمن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**لَٽَ**: جٽن جي هڪ ذات.

**لٿر**: جٽن جي هڪ ذات. هي بيوه سان شادي ڪن ٿا.

**لپيجا**: جٽن جي هڪ ذات.

**لخم (بنو لخم)**: يمني عربن جو هڪ وڏو قبيلو جن جو مورث اعليٰ لخم بن عدي بن عمرو بن سبا هو. لخم کي حوس ۽ غنم پٽ هئا, جن مان "ارشا", "بنودار" (الداريون) ۽ "تميم الداري" قبيلا پيدا ٿيا.

**لُدو**: سورج بنسي ڪُل مان راجپوتن جي هڪ گهٽ ذات.

**لُڏاڻا**: جٽن ۽ سيالن جي هڪ ذات.

**لُڏر**: راجپوت نسل مان هڪ جٽ قبيلچو.

**لُرا**: ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**لُرڪا**: هڪ جٽ قبيلچو.

**لسپال**: هڪ گوجر قبيلچو.

**لسن پال**: ڪمبواهن جو هڪ پاڙو.

**لڪ**: پنوار راجپوتن مان "جٽ" آهن.

**لڪزئي**: پٺاڻن جو هڪ تمن.

**لڪويرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**لکن پال (لکڻ پال):** راجپوتن جي هڪ شاخ.

**لڪيرا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو. سعادت يار خان پٽ مهابت خان هن ڪيڙ مان هو جنهن کي عالمگير مغل پنهنجي دربار ۾ اعليٰ عهدي تي مقرر ڪيو هو.

**لڪيڪا:** هڪ مسلمان ذات.

**لڪيوال:** پٽي جٽن (جاتو) جي هڪ ذات.

**لِلا:** مسلمان جٽن جو هڪ پاڙو چون ٿا تہ هي اصل ۾ عرب آهن. هنن جو وڏو "حارث" عرب مان هجرت ڪري محمود غزنويءَ سان گڏجي برصغير ۾ آيو. انهن مان هڪ درويش صفت پيدا ٿيو. جنهن جو نالو "لِلا" هو. جنهن پنيان هي ذات جا "لِلا" سڏجن ٿا.

**للوتا:** هڪ راجپوت ذات.

**للوترا:** بجو راجپوتن جي هڪ ڦري.

**للي:** گوردا سپور کان لڏي آيل مسلمان جٽن جي هڪ شاخ.

**للیانا:** هڪ مسلمان ذات.

**لليرا:** مسلمان جٽن جو هڪ ڪيڙ.

**لُنا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**لنگا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**لنگانا (لنگاڻا):** هڪ جٽ قبيلچو.

**لنگرا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**لنگڙيال:** هي چون ٿا تہ اسان قريشي آهيون ۽ اسان جو هڪ حڪمران غياث الدين لنگڙيال، ٺٽي جو حاڪم هو. جيڪو محمد غُوريءَ جو همعصر هو.

**لُنگهيرا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**لوٿا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**لودرا:** سورج بنسي راجپوت نسل مان لودرا بن سُک رام ديو منهاس جو اولاد "جٽ" آهن. اورنگزيب عالمگير جي اثر هيٺ مسلمان ٿيا.

**لودِ يڪا (لوديڪي):** ڪرلن جي هڪ ذات.

**لوڌران:** هڪ مسلمان ذات.

**لُور:** هڪ گوجر قبيلچو.

**لوري ملاٽا:** هڪ جت قبيلچو.

**لولا:** هڪ جت قبيلچو.

**لوليري:** هڪ جت قبيلچو.

**لوني:** وڏيڪ لکجي ٿو تہ اي. ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ. اي. روز ڄاڻائين ٿا تہ "لُوني"، جت (جَٽ) آهي، ٿي سگهي ٿو تہ ان سبب هي پاڻ کي پناڻن بجاءِ "سماٽ" چوائين ٿا.

**لوهان:** پُنوار راجپوت شاخ جي وڪرما جيت حسب مان هڪ "جٽ" قبيلچو.

**لهرزئي:** پني پناڻن جي هڪ شاخ.

**ليث:** هڪ عرب قبيلو. ابو حازم مدني هن ڪيڙ مان هو. جيڪو لنگڙو هو. گڏهہ تي چڙهي مسجد ۾ نماز پڙهڻ ايندو هو.

(م)

**ماڇي:** تفصيل وار احوال گذريل صفحن تي ڏنل آهن. وڏيڪ لکجي ٿو تہ ڪتاب "ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا" ۾ لکيل آهي تہ پنجاب وارا ماڇي پاڻ کي سلجوقي شاخ مان ڄاڻائين ٿا. امام حسين رضہ جو قاتل شِمر پڻ ماڇي هو. هن خاندان مان موسيٰ خان ماڇي نهايت مشهور هو جنهن ضلعي جيڪب آباد ۾ "مسووال" جو بنياد رکيو هو. ماڇين. شهنشاهہ شير شاهہ جي زماني ۾ خواص خان جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو. ماڇين جا اوائلي پاڙا آهن. 1. جهينور 2. مانجهي 3. منجهير 4 تڪراڻي ۽ 5 اسلام شاهي (سليم شاهي).

**مارز:** هڪ راجپوت قبيلچو.

**مازن:** عرب سرزمين جي رهزاسين جو هڪ قبيلو جيڪو هيٺين شاخن ۾ پڻ موجود آهي. 1. بنو تيم. 2. بنو قيس عيلان- هن مازن قبيلي مان حضرت عتبہ بن غزوان هو. 3. بنو صعصعہ بن معاويہ 4. بنو شيبان.

**مال:** هڪ جت قبيلچو.

**مالڪ (بنو مالڪ):** يمني عربن جو هڪ قبيلو مالڪ بن زيد بن ڪهلان جو اولاد آهن.

مالي: هڪ بئي حوالي موجب "مالي"، مالاڪار پٽ وِشوڪرم پٽ برهما جو اولا دآهن. وشوڪرم هڪ گوپ جي ڌيءَ "پريوتي" سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس ڇهہ پٽ. مالاڪار، ڪرنڪار، سنڪوڪار، ڪمپ ڪار، ڪنسڪار ۽ ڪبندڪار پيدا ٿيا، جن پاڻ کي مالي ۽ برهما سڏايو.

**مامازئي:** هڪ پٺاڻ قبيلچو.

**مَانَ:** راجپوتن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**مانگ:** جٽن ۾ پڻ هڪ پاڙو.

**ماهرا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ماهڙوال:** هڪ گوجر قبيلچو.

**ماهل:** هنن جو وڏو راجپوت هو. جٽن مان شادي ڪرڻ ڪري سندس اولاد پاڻ کي "جٽ" سڏايو.

**ماهي:** پنجاب ۾ جٽن طور سڃاتا وڃن ٿا.

**متر:** ڊوگرن ۾ پڻ آهن.

**مَترو:** هڪ راجپوت قبيلچو.

**مِترو:** پنني جٽن جو هڪ پاڙو.

**مُتي:** ڪمبواهن جو هڪ پاڙو.

**مِتيانا:** ڪنتين جي هڪ شاخ.

**مِٿي:** ديري غازي خان ۾ رهندڙ هڪ مسلمان قبيلچو. شايد هي آرائين آهن.

**مَٺ:** هڪ جٽ قبيلو.

**مَٺو:** هڪ جٽ قبيلچو.

**مِٺا (مِٺا):** چوبا برهمڻن جي هڪ شاخ.

**مُجواٺا:** سليريا راجپوتن جو هڪ قبيلچو.

**مجهيانا:** مسلمان جٽن جو هڪ قبيلچو.

**مجهيوا:** ڪنتين جي هڪ شاخ. هي راجا نريندر جي پاءُ ميان منو جو اولاد آهن.

**محارب:** قريشي قبيلي جي هڪ شاخ. هي عربن جي ٽن شاخن سان واسطو رکن.

1. محارب بن فهر بن مالڪ بن نضر. (قريش)
2. محارب بن خصفه (قيس عيلان)
3. محارب بن عمرو بن وديعه (عبدالقيس)

**محداني (محمداڻي):** انيزن جو هڪ پاڙو. هي محمد بن انيز جو اولاد آهن.

**مخزوم:** هڪ عرب قبيلو جعفر بن عون هن خاندان مان هو هي مشهور اصحاب حديث هو.

**مدوڪا (مدوڪي):** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**مِده (مده):** آرائين جو هڪ پاڙو.

**مدهول (مدهي):** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**مبير:** جتن جي هڪ ذات.

**مذحج:** يمني عربن جو هڪ قبيلو. هي مذحج بن يحابر بن مالڪ جو اولاد آهن. نبوت جي ڪوڙي دعويٰ ڪندڙ اسود عنسي هن قبيلي مان هو.

**مراد:** هڪ عرب قبيلو. عبيده سلماني هن ڪيڙ مان هو. هن نبي ڪريم ﷺ جي وفات کان ٻه سال اڳ اسلام قبول ڪيائين.

**مرالي:** هڪ جٽ قبيلچو.

**مرانا:** آرائين جو هڪ قبيلچو.

**مُرائي:** جتن جو هڪ پاڙو.

**مرجاٽا:** سيالن جي هڪ ذات.

**مُرداٽا:** بلوچن ۽ سيالن جو هڪ پاڙو.

**مُرر (مرار):** سوم بنسي راجپوتن جي هڪ شاخ.

**مُرڪندا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**مِرڪي:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**مُرڪا:** جتن جو هڪ پاڙو.

**مرل:** چوهاڻ راجپوتن جي هڪ شاخ.

**مِروڪ:** هندو ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**مري:** عبدالقيس قبيلي مان هڪ عرب قبيلچو. مشهور موالي، صالح ۽ نيڪ شخص صالح مري هن شاخ مان هو. بصره ۾ وفات ڪيائين. سندس اولاد پاڻ کي "مري" سڏائي ٿو. ڪجهه مري بلوچ هن سان پاڻ کي منسوب ڪن ٿا.

**مريال:** هڪ جٽ قبيلچو.

**مرياٽا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**مڙدڪ:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**مڙل:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**مڙهيل:** نيازي پناڻن جو هڪ پاڙو. مڙهيل کي ست پائر هئا. جن پنيان پاڙن جا نالا پيا.

**مڙو:** هڪ راجپوت شاخ.

**مزينه مضر:** هڪ عرب قبيلو. هي اوس شاخ مان آهن. حضرت عمر رضہ طرفان فاتح "نهاوند" حضرت نعمان بن مقرن هن ڪيڙ جو بهادر شخص هو. حضرت بلال بن حارث بہ هن قبيلي مان هو.

**مستيانا:** آرائين جي هڪ ذات.

**مُسريرا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**مَسَڙَ:** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ. اي روز لکن ٿا تہ "مَسَڙَ". ملتان ۾ زراعت پيشہ "جٽ" (جَٽَ) آهن.

**مسٽڪا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**مسواڙ:** جٽن جي هڪ ذات.

**مسوڪي:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**مُسياڻي:** خاڪوڪي قبيلي مان نيازي پناڻن جي هڪ شاخ (موسياني)

**مُشاني:** خاڪوڪي قبيلي مان نيازي پناڻن جي هڪ شاخ.

**مُشواڻي (مشواني):** وڏيڪ لکجي ٿو تہ محمد گيسو دراز کي چار پٽ هئا. جن مان هڪ پٽ جو نالو "مشوان" هو جنهن هڪ ڪاڪڙ پناڻ عورت سان شادي ڪئي. سندس اولاد "مشواني/ مشواني" سڏجي ٿو.

**مضر:** هڪ عرب قبيلو. هي اُٺ پاليندا هئا. نبي ڪريم ﷺ جن هنن جي ڪن ماڻهن سان اُنن بابت ملاقات ڪئي هئي.

**معروفاني (معروفاڻي):** انيڙن جو هڪ پاڙو. هي خير محمد بن قادر ڏنو جو اولاد آهن.

**مڪل:** هي اڪثر ڪري لوهارڪو ڌنڌو ڪن ٿا. سندن چوڻ آهي تہ اسان جا وڏا پهرين صديءَ ۾ مَڪي مڪرمہ کان هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ ويٺا. مڪ پاڪ جي نسبت سان "مڪل" سڏجون ٿا.

**مڪول:** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ. اي روز پڻ کين جٽ (جت) لکن ٿا.

**مڪوما:** جٽن جي هڪ ذات.

**مگسي:** اي ڊي ميڪليگن ۽ ايچ. اي روز کين جٽن مان لکن ٿا. جٽ (جت) پڻ جام (جام) جو لقب نالي اڳيان لڳائيندا آهن. جيڪي سنڌي (سماٽ) آهن. غالباً انهيءَ مغالطي جي ڪري عام ماڻهو کين غير

بلوچ سڏين ٿا. ياد رکڻ گھرجي تہ "مگسي" بلوچ آهن نہ ڪي سمات۔ البتہ "منگسي"، سمات آهن. جن محققن ۾ اجايا شڪ پيدا ڪيا آهن.

**مگي:** آرائين جي هڪ ذات.

**مگيانا (مگھيانا):** جٽن جي هڪ ذات.

**مگھہ:** هڪ غير معروف ذات. سندن اصل وطن انبالہ ۾ نارائڻ ڳڙهہ آهي.

**مگھيانا:** جھنگ ضلعي ۾ سندن ذات پٺيان هڪ ڳوٺ جو نالو "مگھيانا" آهي.

**مل:** ساهيوال کان آيل هڪ راجپوت شاخ.

**مُلاغوري:** غوري پٺاڻن جي هڪ شاخ.

**مَلان:** جٽن جو هڪ قبيلچو. ساهيوال ۾ سندن وڏا ڳوٺ آهن.

**مَلڪ:** سروها راجپوت، جٽ ۽ گھتوال جٽ پاڻ کي قبيلي طور "ملڪ" چوائين ٿا.

**ملڪا:** ڪرلن جو هڪ قبيلچو.

**ملڪيار:** ترين پٺاڻن جي هڪ شاخ. هي تور ۽ اسپين جي ڀاءُ ملڪ يار جو اولاد آهن.

**ملنهاس:** اي. ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ. اي. روز کين "جٽ" لکن ٿا. (ملتان).

**ملني:** هڪ آرائين قبيلچو.

**مِلوترا:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**ملود:** گوجرن جي هڪ ذات.

**ملها:** جٽن جي هڪ ذات.

**ملهي:** سروها راجپوتن ۾ پڻ آهن.

**ملي:** جٽن ۾ پڻ آهن، جيڪي ستن گوٺن ۾ ورهايل آهن.

**مليارا (مليارُو):** ڪنتين جي هڪ شاخ. هي راجا ڪاهن چند جي ٽئين پٽ تيغ جو اولاد آهن، جنهن هڪ هاريءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ ان سبب کيس راجپوتن مان نيڪالي ڏني ويئي.

**ممبر:** ساهيوال ۾ رهندڙ هڪ بلوچ قبيلچو.

**ممداٹا:** ڪرلن جو هڪ گوٺ.

**ممر:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**ممرها (ممرائي):** جٽن جی هڪ ذات.

**ممند:** پناڻن جو هڪ تمن.

**مميرا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**منجوٺا:** جٽن جو هڪ قبيلچو. هي بلوچن سان گڏجي سنڌ ۾ داخل ٿيا هئا. ان ڪري بلوچن جهڙي زندگي بسر ڪن ٿا.

**منجوٽ:** جٽن جي هڪ ذات.

**منداهار:** عام چوڻي آهي ته سورج بنسي ڪل مان منداهار، قنداهار، شنڪروال ۽ پنهيار راجپوت، رام جي پٽ لاوا جو اولاد آهن.

**مندل (مڙهيل):** نيازي پناڻن جو هڪ پاڙو.

**مندنر:** ڏوگرن ۾ پڻ آهن.

**مندو خيل:** پناڻن جو هڪ قبيلچو. هي بندو بن اسماعيل عرف غورغشت جو اولاد آهن.

**منڊ:** جٽن ۽ اعواڻن جو هڪ قبيلچو.

**منڊلوئي:** انيڙن جو هڪ پاڙو.

**منڊڻ (منڊيي):** آرائين جو هڪ قبيلچو.

**منگٽ (مانگٽ):** جٽن جي هڪ ذات.

**منگلي:** پناڻن جو هڪ قبيلچو. بنوچيءَ هنن کي بنونءَ مان نيڪالي ڏني هئي.

**منگن:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**منگئي:** جٽن جي هڪ ذات.

**منگيرا:** ڪرلن جي هڪ ذات.

**منماهر:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**منن:** آرائين جو هڪ قبيلچو.

**منوالي:** آرائين جو هڪ قبيلچو.

**منيس (مانيس):** پٽين ۽ وٽن سان واسطو رکندڙ جٽ راجپوتن جو هڪ پاڙو.

**موتا (موتي):** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**موٽا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**مُوتر:** گوجرن جو هڪ پاڙو.

**موچاٽي:** جٽن (جت) جو پڻ هڪ پاڙو. ياد رکڻ گهرجي تہ مير جت بہ جَتَ آهن.

**مُوچِڙ (موچر):** جٽن جي هڪ ذات.

**مور (موراري):** اي. ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ. اي. روز هنن کي "جٽ" ڄاڻائين ٿا.

**مورڻ:** جٽن جي هڪ ذات.

**موساخيل:** نيازي پناڻن، پني پناڻن ۽ مهمند پناڻن جو پڻ هڪ قبيلچو.

**مُولا:** زبردستي مسلمان ڪيل جٽن جو هڪ پاڙو.

**مومي:** هندو ڪمبواهن جو هڪ پال.

**مونٽ:** جٽن جي هڪ ذات.

**موندي:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**مُونڊ:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**مُوهر:** جٽن ۽ ڊوگرن جو پڻ هڪ پاڙو.

**مَوهل:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**موهنا:** آرائين جو هڪ قبيلچو.

**مهابرهمڻ:** برهمڻن جي هڪ ذات. هي ڪفن ۽ دفن جو ڪم ڪن ٿا.

**مهاد:** هڪ جٽ قبيلچو.

**مهارا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**مهتا:** کترين جو پڻ هڪ پاڙو.

**مِهتر:** چوهڙن جي هڪ ذات.

**مهتر ملهي:** جٽن جي هڪ ذات.

**مهتم:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي، هتي سندن رهيل پاڙا لکجن ٿا:

| اِڪوان | پرهر | سرهاني | ڪرنول | وروال |
|---|---|---|---|---|
| بُڪ | جهندا | سريسر | گوکا | وَلسري |
| ڀهروپيا (ڀهروپيا) | چوتا | سونيا | گهوگها | هلڻ |
| توتريا (توترا) | ڏڪر | ڪُچوري | لباٽا | _ |

**مهتون:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**مهتيال:** هڪ ذات جو نالو.

**مهدا (مهدو):** جٽن جي هڪ ذات.

**مهراٽا:** جٽن جي هڪ ذات.

**مهلَوڪا:** جٽن جي هڪ ذات.

**مهن:** ڏوگرن جي هڪ ذات.

**مهني:** سيالن ۽ ڏوگرن جو هڪ قبيلچو.

**مهنِش (مهنيڪي):** چڌڙن جو هڪ پاڙو.

**مهوتا:** جٽن جي هڪ ذات. سندن وڏا عمر ڪوٽ مان لڏي وڃي ملتان ويا ۽ پاڻ کي "جَٽَ" سڏايائون.

**مهي:** هڪ جٽ ذات.

**مهيار:** نيازي پٺاڻن جي هڪ ذات.

**مُهيال:** برهمڻن جي هڪ شاخ.

**مهيرا:** جهينورن جي هڪ ذات / لقب.

**مهيسر:** اي ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ. اي. روز هنن کي "جٽن" مان لکيو آهي.

**ميان:** راجپوتن ۾ پڻ آهن.

**ميانگن:** پٺاڻن جو هڪ قبيلچو.

**مياني:** پٺاڻن جو هڪ قبيلچو.

**ميتلا:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي وڌيڪ لکجي ٿو ته ميتلن جو جدا مجد هڪ راجپوت هو جنهن هڪ جٽ عورت سان شادي ڪئي، سندس اولاد پاڻ کي "جٽ" (جت) سڏايو. هنن فيروز شاهه جي دور ۾ سيالڪوٽ ۾ سڪونت اختيار ڪئي، جتان ملتان، جهنگ ۽ سنڌ ۾ داخل ٿيا.

**ميچن خيل:** سربنگ نيازي پٺاڻن جي هڪ شاخ. هي ميچن بن لودئي نيازيءَ جو اولاد آهن. مروتن جا قريب ٿين.

**مِير:** ملتان ۾ رهندڙ جٽن جي هڪ ذات.

**مِيرانا:** بلوچن جو هڪ قبيلچو.

**مير ملها:** جٽن جي هڪ ذات.

**مِيري:** جٽن ۾ پڻ آهن.

**ميگ:** چمارن مان آهن.

**ميگل:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**ميگلا:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**مِيون:** هڪ هندو ذات.

## (ن)

**ناٿ:** جوڳين جي هڪ ذات.

**ناچنگ:** جٽن جي هڪ ذات.

**نارٿ:** هڪ جٽ قبيلچو.

**نارما (ناروا):** راجا ڪرن جي اولاد مان نارو خان جو اولاد راجپوت آهن. نارو خان اڪبر بادشاهه جو همعصر هو.

**ناڙا (ناڙيا):** ميمڻن جو هڪ پاڙو (ڪراچي)

**ناگري:** جٽن جو پڻ هڪ پاڙو. هڪ روايت موجب هي راجپوت نسل مان هڪ جٽ عورت جو اولاد آهن. علاؤالدين غوريءَ جي دؤر ۾ مسلمان ٿيا ۽ دهليءَ کان لڏي اچي سيالڪوٽ ۾ ويٺا.

**نانڊلا:** جٽن جي هڪ ذات.

**ناهَر:** هي پاپڙا آهن. ناهر جو مطلب آهي ”شينهن“

**نائچ (نچ – نئيچ):** تفصيلوار احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. هتي وضاحت ڪجي ٿي ته سنڌ کان ٻاهر هي جٽ جاٽ ۽ جٽ سڏجن ٿا. هن وقت شاهپور، ملتان، بهاولپور ۽ سنڌ جي ڪن حصن ۾ آباد آهن، جن مان بهاولپور وارن سيد جلال شاهه جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو.

**نَٽ:** سورج بنسي ڪُل مان جٽن جو هڪ قبيلچو. هي جوگرا جي پٽ نَٽَ جو اولاد آهن. نٽ راجپوت هڪ جٽڻ عورت سان شادي ڪئي، جنهن جي اولاد پاڻ کي ماءُ جي نسبت سان ”جٽ“ سڏايو.

**نٽري:** هڪ جٽ قبيلچو.

**نٿوڪا:** هڪ مسلمان ذات.

**نٽ:** بازيگرن جي هڪ ذات.

**نجاري:** سيد خاندان جو هڪ پاڙو.

**نَجر (نِجر):** جٽن جي هڪ ذات.

**نخع:** هڪ عرب قبيلو. هي بنو مذحج شاخ مان آهن. بغداد جو مشهور قاضي، حصن بن غياث بن طلق هن قبيلي مان هو.

**ندهال:** آرائين جي هڪ ذات.

**نر:** جٽن، آرائين ۽ ڪمبواهن جو هڪ پاڙو.

**نرا:** جٽن ۾ پڙ آهن.

**نرڪت:** پٽي راجپوتن جي هڪ ذات.

**نزال:** هڪ عرب قبيلو. هي تميم شاخ مان آهن.

**نضير:** عرب ۾ رهندڙ هڪ يهودي قبيلو.

**نلوڪا:** جٽن جي هڪ ذات.

**نند:** جٽن جي هڪ ذات.

**نندن:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**نندوانا:** هڪ بلوچ قبيلو.

**ننگلا (ننگلُو):** راجپوتن جي هڪ شاخ. هي ڪلهور جي سورهين راجا سنگر چند جي پٽ چوها ميان جي اولاد مان آهن.

**ننوا:** جٽن جي هڪ ذات.

**نوار:** جٽن جي هڪ ذات.

**نُور:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**نُورِڊها:** هڪ جٽ قبيلچو.

**نورڪي (نوريڪي):** هڪ کرل قبيلچو.

**نورنگاٽي:** انيڙن جو پڙ هڪ پاڙو. هي خير محمد بن علي شير جي اولاد مان آهن. هي آرماٽي به سڏجن ٿا.

**نوڪ:** برهمڻن جي هڪ شاخ.

**نوهِل:** هڪ مسلمان ذات.

**نوهلڪي:** کرلن جو هڪ پاڙو.

**نهالڪي:** کرلن جو هڪ پاڙو.

**نيازي:** روايتن ۾ آهي ته ابراهيم عرف لودئي (لوڌي) پناڻن کي ٽي پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو "نيازئي" هو سندس اولاد پاڻ کي "نيازي" سڏايو.

**نيپال:** هي پونيءَ جي پٽ "نيپال" جو اولاد آهن. مسلمان جٽن مان شاديون ڪن ٿا ۽ بيوه جي به شادي ڪن ٿا. گوجرن ۽ ڏوگرن سان مشابهت رکن ٿا.

**نِير:** امرتسر کان آيل ڪمبواهن مان آهن.

**نيولا:** جٽن جي هڪ ذات.

**واتل:** مسلمانن جي هڪ خانہ بدوش ذات. چوهڙن سان گڏجي کائن پيئن ٿا. ان ڪري اڇوت بہ سڏجن ٿا.

**واج وره:** جٽن جي هڪ ذات.

**وارن:** جٽن جي هڪ ذات.

**واره:** جٽن جي هڪ ذات. هن ذات پنيان سنڌ ۾ ڪافي ڳوٺ / شهر آهن.

**واسلي:** راجپوتن ۽ پٽي جٽن جو هڪ قبيلچو.

**واگي:** هڪ جٽ قبيلچو.

**واگهہ:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ زراعت پيشہ جٽ قبيلي جو پڙ هڪ پاڙو.

**والبه:** اسپد شاخ مان هڪ عرب قبيلو سعيد بن جبير هن شاخ مان هو جنهن کي حجاج 294هہ ۾ قتل ڪيو هو.

**والر:** جٽن جي هڪ ذات.

**والوٺ:** ملتان ۾ رهندڙ هڪ جٽ قبيلي جو پڙ هڪ پاڙو.

**وانوَر:** هڪ جٽ قبيلچو.

**واهگا:** هڪ جٽ ذات.

**واهل:** هڪ جٽ ذات.

**واهِلا:** جٽن ۾ پڙ آهن، جيڪي حرام ڪونہ کائين.

**واهُوچا:** اي. ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ. اي. روز هنن کي "جٽ" لکيو آهي.

**ويادا:** هڪ جٽ ذات.

**ويره:** هڪ عرب قبيلو. هي قضاعہ شاخ مان آهن. جهينه شاخ بہ قضاعہ مان آهي. حضرت عبدالله بن انيس انصاريءَ "ويره" شاخ مان هو، جنهن کي پاڻ ڪريم ﷺ جن، خالد بن سفيان جي قتل لاءِ موڪليو هو. قتل ڪري واپس آيو تہ پاڻ سڳورن کين هڪ لٺ (عصاء) ڏني ۽ فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن مون ۽ تنهنجي وچ ۾ هي هڪ نشانيءَ جو ڪم ڏيندي. پاڻ سڳورن هن کي "ليلة الاعرابي" ۽ "ليلة الجهين" جي نالن سان سڏيو (المعارف ص 256)

**وَٿارا:** هڪ جٽ ذات.

**وٿوزئي:** پناڻن جي هڪ شاخ.

**وجيا:** هڪ جٽ ذات.

**وجر:** هڪ جٽ ذات.

**وجوڪا:** هڪ جٽ ذات.

**وچل:** آرائين جي هڪ ذات.

**وڏڙا (وڏا):** جٽن ۽ ملاحن جي هڪ ذات.

**وڏل:** ملاحن جي هڪ ذات.

**وڏڻ:** ملاحن مان آهن.

**وڏوا:** هڪ جٽ ذات.

**وڏالا:** هڪ جٽ ذات.

**وڏاهه:** هڪ جٽ ذات.

**وڏوان:** هڪ جٽ ذات.

**وريو:** هڪ جٽ ذات.

**وربال:** هڪ جٽ ذات.

**وَرَڪَ:** ڪمبوهن ۾ پڙ آهن.

**وزوان:** [illegible] پاڙو.

**وَرَهه:** راجپوتن ۾ پڙ آهن.

**وَرهاءَ:** جٽن ۾ پڙ آهن.

**وَرياهه:** اي. ڊي. ميڪليگن ۽ ايچ. اي. روز هنن کي امرتسر جا رهواسي "راجپوت" لکيو آهي.

**وَريهه:** عام چوڻ ۾ اچي ٿو ته "وريهه" (وريا) آرائين ۽ مهتمن مان آهن.

**وِڙائچ:** پناڻن جي بديچ شاخ جو هڪ پاڙو.

**وسِير:** بنوار راجپوتن مان هڪ جٽ قبيلو. چون ٿا ته هڪ پنوار راجپوت جٽڻ عورت سان شادي ڪئي، جنهن جي اولاد پاڻ کي ماءُ جي نسبت سان "جٽ" سڏايو. هي پٽي جٽن مان شاديون ڪن ٿا ۽ انهن کي سگ ڏين ٿا.

**وَگ:** هڪ جٽ قبيلچو.

**وگڙ:** هڪ جٽ قبيلچو.

**وَڳڙ:** سر ايڊ. ورڊ. ميڪليگن ۽ ايچ. روز جي لکڻ موجب "وڳڙ"، مسلمان جٽن مان آهن. ساهيوال ۽ ملتان سندن اصل ماڳ آهي.

**وگهه:** هڪ جٽ قبيلچو.

[illegible] هڪ جٽ قبيلچو.

[illegible] ڪليگن ۽ ايچ. اي. روز هنن کي "جٽ" لکيو آهي.

**وُلاٽا:** راجپوت جٽن جي هڪ ذات. هڪ راجپوت، جٽن مان شادي ڪئي. سندس اولاد ماءُ جي نسبت سان "جٽ" سڏجڻ لڳو.

**وَلسري:** مهتمن جو هڪ پاڙو.

**وِلواٽا:** هڪ جٽ ذات.

**وليراءِ:** هڪ جٽ ذات.

**وَمڪ:** هڪ جٽ قبيلچو.

**ونائڪ:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**ونجو:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**وندر:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**وندا:** هندو جٽن جي هڪ ذات.

**ونگهايا:** جٽن جي هڪ ذات.

**وهالا:** جٽن جي هڪ ذات.

**وهانبي:** جٽن جي هڪ ذات.

**وهروڪا:** جٽن جي هڪ ذات.

**وَهنيوال (بهنيوال):** ڀٽي راجپوتن ۽ ڀٽي جٽن جو هڪ پاڙو.
**ويرار:** جٽن جو هڪ پاڙو.

**وِيريا:** آرائين جو هڪ قبيلچو.

**وينس:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. وڌيڪ لکجي ٿو ته وينس دعوي ڪن ٿا ته اسان جنجوعه راجپوتن مان آهيون. اسان جو جد امجد فيروز شاهه جو ويجهو ساٿي هو ۽ اُن سان گڏجي پنجاب ۾ داخل ٿيو هو. هڪ ٻي روايت موجب راجا سن پال کي ٻاويهه پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو "ويسر" هو. جنهن جو اولاد "وينس" آهن. مهتمن ۾ پڻ "وينس" آهن.
پينس ۽ ويش چون ٿا ته "وينس" اسان جو بگاڙ آهن. گهمڻ، کيرا، تتلي، وينس ۽ هجوآ (جنجوعه) پاڻ ۾ عزيز ٿين.

(هه)

**هارل:** جٽن جي هڪ ذات.

**هارني:** هڪ مسلمان قبيلچو.

**هاسل:** هڪ مسلمان قبيلچو.

**هال:** جٽن جي هڪ ذات.

... ادا خيل ۽ ڪيمل خيل هنن جا خاص پاڙا آهن.

**هتيار:** اي... تہ "هتيار" جٽ آهن. پنهنجين نياڻين کي جيئرو پوري چڏڻ ڪري "هتيار" سڏجڻ لڳا.

**هٽار:** جٽن جي هڪ ذات.

**هِجرا:** جٽن جي هڪ ذات.

**هُجڻ:** جٽن جي هڪ ذات.

**هجوآ (جنجوعہ):** راجپوتن جي هڪ شاخ. کِير, گهمڻ, تتلي ۽ وَينس سن سان تعلق ظاهر ڪن ٿا.

**هجولي:** گهمڻ راجپوت جٽن جي هڪ شاخ. حوالن ۾ آهي تہ راجا جوڌا کي ٽي پٽ هئا, انهن مان هرپال کي ٻہ پٽ, رن پال کي هڪ پٽ ۽ سن پال کي ٻاويهہ زالن مان ڪافي اولاد هو. راجپوتن سن پال جي اولاد مان شادين ڪرڻ کان انڪار ڪيو جنهن سبب هي "جٽ" سڏجڻ لڳا.

**هدوال:** هندن جي هڪ ذات.

**هُذيل:** هڪ عرب قبيلو. محمد بن جعفر حديث جو مشهور راوي هن ڪيڙ مان هو. 194هہ ۾ بصره ۾ وفات ڪيائين

**هِرا:** کوکرن جي هڪ ذات.

**هِرائڪي:** پٺين جي هڪ شاخ.

**هرپال:** اعوانن جي هڪ شاخ.

**هرچند:** هڪ راجپوت ذات.

**هرر:** جٽن جي هڪ ذات.

**هرگن (هرگڻ):** راجپوتن جو هڪ قبيلچو.

**هرل:** ڪن علائقن ۾ هي "پڻا جٽن" طور سڃاتا وڃن ٿا.

**هري:** هڪ جٽ قبيلچو.

**هري پال (هر پائيل):** شيران

**هسانا:** سيالن جو هڪ پاڙو

**هسام (حسام):** ملتان ۾ رهندڙ

**هڪڙا:** احوال اڳ ۾ ڏنل آهي. وڏيڪ

آهن. جيڪي سڪندر اعظم ۽ پنوار را

هڪ (هڪدار) هو جيڪو راجپوتانا جو حاڪم

سان "هڪڙا" سڏجڻ لڳو. هن خاندان مان سردار چندو

ابداليءَ کان توپ حاصل ڪري رنجيت سنگهه کي ڏني هئي.

**هلال:** هڪ عرب قبيلو. هي بنو صباح ۽ بنو ذهل مان قتل آهي.

**هلاوت:** چوهاڻ راجپوتن جي هڪ ذات. وڏيڪ احوال لاءِ "اهلاوت" ذات ڏسڻ گهرجي.

**هَلڻ (هلن):** مهتمن جي هڪ ذات.

**همٽ:** جٽن جي هڪ ذات.

**همدان:** يمني عربن جو هڪ قبيلو. هي ربيعه بن خيار بن مالڪ جو اولاد آهن. سبيع ابو اسحاق سيبڪ هن ڪيڙ مان هو هي مشهور گهوڙي سوار هئا.

**همداني:** همدان شهر کان آيل هڪ سيد خاندان.

**همدي (حمدي):** جٽن جي هڪ ذات.

**همر (همار):** جٽن جي هڪ ذات.

**همشيرا (همشيره):** هڪ جٽ قبيلچو.

**همندڪي:** ڪرلن جي هڪ شاخ.

**هموڪا:** جٽن جي هڪ ذات.

**هنبي (هنيي):** هڪ جٽ قبيلچو گورچاڻي بلوچن ۽ تبي لُنڊن جي علائقن ۾ رهڻ ڪري پاڻ کي "بلوچ" چوائين ٿا.

**هنجڻ (هنجن):** هڪ جٽ قبيلچو.

**هندالي:** جٽن جو هڪ گوٽ. هنن جي جدامجد جو نالو "هندال" هو. ان پٺيان "هندالي" سڏجن ٿا.

**هندل:** راجپوتن جي هڪ ذات.

**هندوانا:** هڪ جٽ قبيلچو.

**هندوريا:** هندو راجپوتن جي هڪ شاخ.

**هنڊال:** جٽن جي هڪ ذات.

**هنڊيا:** ڪمبواهن جي هڪ ذات.

**هنوترا:** برهمڻن جي هڪ شاخ. هي ملهي جٽن جا خدمتگار آهن.

**هوازن:** هڪ عرب قبيلو. هي سعد قبيلي مان آهن. بي بي حليمه ۽ يزيد بن عبيد هن آڪهه مان هئا.

**هوجالي:** راجپوتن جي هڪ شاخ. پرهيزگار ٿيڻ ۽ عبادت گذاري ڪري وڏيون چادرون ويڙهي مراقبي ۾ ويهڻ ڪري ڪين برقعه پوش چيو ويو. لفظ برقري بر – برڙا ۽ پرڙا ٿيو. ان زماني کان وٺي هوجالي (بُرڙا) سڏجڻ لڳا.

**هودا (سودا):** هڪ جٽ قبيلچو.

**هُورل (هرل):** هڪ جٽ قبيلچو.

**هُوره (هورا):** مسلمان جٽن جو هڪ قبيلچو.

**هُولي (هُولي):** برهمڻن ۽ جٽن جي هڪ شاخ.

**هُوندل:** جٽن جي هڪ شاخ. سورج بنسي ڪُل مان راجا سرب هڪ جٽ عورت سان شادي ڪئي، عزت وڃائڻ ڪري سندس اولاد "جٽ" سڏيو ويو.

**هيبوڪا:** ڪرلن جو هڪ پاڙو.

**هِير:** جٽن جو هڪ قبيلچو سندن ذات پنيان جالنڌر ۾ هڪ شهر جو نالو "هير" آهي.

**هيسي:** سندن زالون نچڻ ٿيون.

**هيم راجي:** هندن جي هڪ ذات.

## (ي)

**يزن:** حمير قبيلي جي هڪ شاخ. ابوا لخير مرثد بن عبدالله يزني هن شاخ مان هو.

**يحمد:** هڪ عرب قبيلچو. ازد قبيلي مان آهن ۽ فراهيد شاخ هنن مان آهي، علم عروض جو باني ۽ ماهر خليل بن احمد هن شاخ سان منسوب هو.

**يرلوع:** هڪ عرب قبيلو. سجاح هن قبيلي مان هو جنهن نبوت جي دعوي ڪئي هئي، هي پنهنجي نالي تي اذان ڏياريندو هو. سندس مؤذن زبير بن عمرو ۽ شبث بن ربعي هو.

**يشڪر:** هڪ عرب قبيلو. علم الانساب جو ماهر ۽ عالم ابن الڪواءِ الناسب (عبدالله بن عمرو) هن قبيلي مان هو. هن جي پيءُ کي جسم تي باهه سان داغ ڏنا ويا هئا، ان ڪري "ڪواءِ" جي نالي سان مشهور ٿيو.

**يوهل:** هڪ جٽ قبيلچو.

# ببليوگرافي

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف جو نالو | ٻولي | پبلشر |
|---|---|---|---|---|
| .1 | جامع سنڌي لغات | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .2 | تحقيق لغات | ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .3 | حسن اللغات (جامع) | اورينٽل بوڪ سوسائٽي | اردو | لاهور |
| .4 | تاريخ بلوچستان | رحيم داد خان مولائي شيدائي | سنڌي | ريلوي بجلي پريس سکر |
| .5 | تاريخ معصومي | مترجم مخدوم امير احمد | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .6 | جنت السنڌ | رحيم داد خان مولائي شيدائي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .7 | تحفتہ الڪرام - | مير علي شير قانع ٺٽوي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .8 | لب تاريخ سنڌ | خداداد خان | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .9 | چچ نامون | مترجم مخدوم امير احمد | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .10 | مڪلي نامہ | پير حسام الدين شاهہ راشدي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .11 | سماٽ | ڊاڪٽر الهرڪيو بٽ | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .12 | اسان کي متان وساريو (لغت) | گنگا رام سمرات | سنڌي | سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو |
| .13 | تاريخ بلوچستان | راءِ بهادر هتورام | اردو | سنگ ميل پبليڪيشن لاهور |
| .14 | تاريخ بلوچستان | گل خان نصير | اردو | قلات پبلشر ڪوئٽہ |
| .15 | تاريخ سنڌ | غلام رسول مهر | اردو | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .16 | سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي | ڊاڪٽر غلام علي الانا | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .17 | سمن جي سلطنت (تاريخ سنڌ) | ڊاڪٽر غلام محمد لاکو | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .18 | سماجيات جا اصول | تنوير جوڻيجو | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .19 | The Muslman Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan | شيخ صادق علي شير علي انصاري (ايس. صادق علي 1901ع) | انگلش | انڊس پبليڪيشنز ڪراچي |
| .20 | ٻيلاين جا ٻول | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | سنڌي | زيب ادبي مرڪز حيدرآباد |
| .21 | سنڌ جون چند ذاتيون | پروفيسر ڊاڪٽر غلام حيدر ٻرڙو | سنڌي | زيب ادبي مرڪز حيدرآباد |
| .22 | بلوچ قوم اور اس کي تاريخ | مولانا نور احمد خان فريدي | اردو | قمرالادب نور محل ملتان |
| .23 | بلوچ | م. ڪ پيڪولين/ ڊاڪٽر شاهہ محمد مري | اردو | تخليقات لاهور |
| .24 | بلوچ قوم | ڊاڪٽر شاهہ محمد مري | اردو | تخليقات لاهور |
| .25 | تاريخ ڳوٺ ڏينگاڻ پرڳڙي | حبيب الله بلوچ | سنڌي | ڏينگاڻ پرڳڙي |
| .26 | جونا ڳڙهہ ايڪ الميہ | عبدالله خان | اردو | جونا ڳڙهہ اسٽيٽ مسلم فيڊريشن ڪراچي |
| .27 | منهنجو وطن منهنجا ماڻهو | لوڪ رام ڏوڏيجا | سنڌي | نيو فيلڊس. حيدرآباد |
| .28 | خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست | ڊاڪٽر عطا محمد حامي | سنڌي | پي. ايڇ. ڊي جو مقالو _ سنڌالاجي |

| نمبر | ڪتاب | مصنف | ٻولي | ڇپائيندڙ |
|---|---|---|---|---|
| | ۽ ثقافت ۾ حصو | | | |
| .29 | قديم سنڌ. ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو | شمس العلماء مرزا قليچ بيگ | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .30 | تاريخ طاهري | مترجم نياز همايوني | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .31 | تاريخ مظهر شاهجهاني | يوسف ميرڪ | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .32 | تاريخ سکر | رحيمداد خان مولائي شيدائي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .33 | سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون | مترجم محمد حنيف صديقي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .34 | سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر | مترجم محمد حنيف صديقي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .35 | پراڻو پارڪر | منگهارام اوجها | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .36 | قديم سنڌ | ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .37 | لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ | ڊاڪٽر غلام علي الانا | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .38 | سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج | ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .39 | تاريخ سنڌ | عبدالغني عبدالله | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .40 | تذڪره مشاهير سنڌ | مولانا دين محمد وفائي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .41 | مختلف مهراڻ رسالا | - | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .42 | دائره معارف اسلاميه | - | اردو | پنجاب يونيورسٽي |
| .43 | اسلامي انسائيڪلوپيڊيا | مولوي محبوب عالم | اردو | الفيصل، لاهور |
| .44 | شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا | سيد قاسم محمود | اردو | شاهڪار پبليڪيشنز ڪراچي/لاهور |
| .45 | شاهه جو رسالو | هوتچند مولچند گربخشاڻي | سنڌي | ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز |
| .46 | بيگلارنامه | ادراڪي بيگلاري | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .47 | ڪليات حمل | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو |
| .48 | The Baloch Races | ايم. ايل ڊيمز | انگلش | |
| .49 | ڀنڀان | آغا سليم | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .50 | بلوچ قوم ڪي تاريخ | محمد سردار خان بلوچ مترجم: پروفيسر منير ايم انور رومان | اردو | نسا ٽريڊرز ڪوئٽه |
| .51 | تاريخ بلوچ و بلوچستان | مير نصير خان احمدزئي | | بلوچي اڪيڊمي ڪوئٽه |
| .52 | سومرن جو دؤر | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .53 | سنڌي ادب ۽ ثقافت تي اسلامي اثرات | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | سنڌي | مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور |
| .54 | تاريخ سجاول | عزيز جعفراڻي | سنڌي | - |
| .55 | تاريخ جاتي | رسول بخش تميمي | سنڌي | - |
| .56 | جتن جي تاريخ | غلام رسول مير جت (وڪيل) | سنڌي | ٽنڊو الهيار |
| .57 | Inside Balochistan | مير الهيار خان | اردو | رايل بوڪ ڪمپني |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | ٻولي | ڇپائيندڙ |
|---|---|---|---|---|
| .58 | مهراڻ رسالو سال 1991ع | ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .59 | سبيءِ جي ٻولي | ڊاڪٽر داد محمد بروهي | سنڌي | سنڌي لئنگئيج اٿارٽي |
| .60 | ڪالام ڪوهستان | محمد پرويش شاهين | اردو | - |
| .61 | بلوچستان ڪي قبائل | پروفيسر انور رومان | اردو | بينظير انٽر پرائيزز ڪوئٽه |
| .62 | دهني ادب اور ثقافت چڪوال | انور بيگ اعوان | اردو | بزم ثقافت چڪوال |
| .63 | سنڌي ٻوليءَ جو جيڪب آبادي لهجو | ميمڻ ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي | سنڌي | هارس اينڊ ڪيٽل شو جيڪب آباد |
| .64 | انوار ڪريمي | نجي الله عباسي | سنڌي | خود |
| .65 | شاهان گوجر | — | اردو | گوجر اڪيڊمي لاهور |
| .66 | بلوچ اور بلوچستان جلد اول و دوم | الفت نسيم | اردو | رابعه خضداري آرٽس اڪيڊمي خضدار بلوچستان |
| .67 | تاريخ ديره غازي خان | منشي حڪم چند | اردو | انڊس پبليڪيشن |
| .68 | رساله سنگت | جوهر بروهي | | - |
| .69 | براهوئي گريمر | ظفر مرزا | | - |
| .70 | مورڙو ۽ مانگر مڇ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .71 | جنب گذاريم جن سين | جي ايم سيد | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .72 | ياد رفتگان | طالب المولي | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو |
| .73 | نئين زندگي | مختلف پرچا | سنڌي | اطلاعات کاتو. حيدرآباد |
| .74 | دست باران | پروفيسر آغا محمد اسماعيل | سنڌي | مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور |
| .75 | انساب عالم | ملڪ محسن علي محسن | | قاضي معين الدين / غلام مصطفيٰ |
| .76 | اقوام عالم | ملڪ محسن علي محسن | | ٽنڊو الهيار |
| .77 | واديءِ لياري | حميد ناصر | | ڪراچي |
| .78 | پنجاب ڪي ذاتين | ڊينزل ابسٽن. مترجم : ياسر جواد | | فڪشن هائوس لاهور |
| .79 | تاريخ تمدن سنڌ | رحيمداد خان مولائي شيدائي | سنڌي | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي |
| .80 | تاريخ ضلعو نوابشاهه | ڊاڪٽر محمد لائق زرداري/ ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي | سنڌي | |
| .81 | نسب نامه سادات متعلوي | سيد مٺن شاهه | سنڌي | سنڌي ادبي بورڊ. ڄام شورو |
| .82 | The Jats of Pakistan | ڊاڪٽر هيگ ويسٽ فال ۽ ڊاڪٽر زيگرڊ ويسٽ فال | | لوڪ ورثه پبليڪيشن هائوس اسلام آباد |
| .83 | تاريخ اسلام ڪا سفر | سيد علي اڪبر رضوي | اردو | جاودان پبلشر ڪراچي |
| .84 | ماهوار سنڌ دوست رساله | مقال ڄاموٽ حاجي خان ڄاڄڙو | سنڌي/اردو | مير پور ماٿيلو |
| .85 | اسلامي تاريخ المعارف | مترجم پروفيسر علي محسن صديقي | | قرطاس |
| .86 | ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا | اي جي ميڪگن/ ايچ اي روز- مترجم: ياسر جواد | اردو | بُڪ هوم لاهور |

# ڪتاب جي محقق بابت



خيرمحمد ولد حبيب الله برڙي 29 اپريل 1949ع تي ڳوٺ ”ڪاڇو واهڻ“ لڳ سيوهڻ جي هڪ غريب خاندان ۾ جنم ورتو. ڪجھ وقت کان پوءِ لڏي اچي سيوهڻ ۾ هميشه جي لاءِ آباد ٿيو. ايڪانامڪس ۽ سوشيالاجيءَ ۾ ڊبل M.A ڪيل اٿس. اسڪول ۾ ماستريءَ واري زماني ۾ B.ed به ڪري ورتائين.

مرحوم علامه حڪيم مخدوم محمد مراد صديقيءَ رح جو نوازيل هو. اهو پيار مان کيس ”ميان“ ڪري سڏيندو هو. اسين به ان جي تتبع تي کيس ”ميان“ ڪري سڏيندا آهيون. ميان خيرمحمد کي ادب سان ننڍي هوندي کان ئي لڳاءُ هوندو هو. تحقيق و ترتيب سندس خالص مشغلا رهيا آهن. ان سلسلي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکي، ميڄتا ماڻي اٿس.

سندس هن ڪتاب ”ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا“ تي مون به نظرثاني ڪئي هئي، جنهن دوران ڪيترين ئي ذاتين جو واڌارو ڪري ڏنومانس. بهرحال سندس اها ڪاوش، ذاتي معلومات سان گڏ، انبار ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ تڪميل تي پهتي آهي. پاڻ جيڪا محنت ڪئي اٿس ۽ مواد حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن جا جيڪي پنڌ ڪيا اٿس، تنهن لاءِ هو ڪنهن وڏي اعزاز جو حقدار آهي. وٽس ذاتي طور تي به ڪافي ڪتاب آهن، پر ”مفيد عام لائبريري سيوهڻ“ جيڪا سيوهڻ جي صديقي خاندان جي ملڪيت آهي، انهيءَ مان تمام گهڻو استفادو ڪيو اٿس. اميد تي ڪجي ته ميان خيرمحمد جو هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي تحقيقي ادب ۾ اهم جاءِ والاريندو. ان سان گڏ، اها به اميد تي ڪجي ته ميان خيرمحمد اڄان به ڪي نوان تحقيقي مقالا، مضمون ۽ ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکي، سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ کي مالامال ڪندو.

**پروفيسر فتح الله صديقي**
قاضي محلا، سيوهڻ شريف

ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا
خيرمحمد برڙو سيوهاڻي
مراد پبليڪيشنز سيوهڻ شريف

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻار

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻار

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَڙهندڙ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڙهندڙ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چو، چالاءِ ۽ ڪيئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.

- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)